# سنڌ ۽ بلوچستان
# جو سير سفر

[انهن ملڪن جي جاگرافيءَ ۽ تاريخ جي احوال سميت]


مصنف :

هينري پاٽنجر

●

مترجم :

محمد حنيف صديقي

۽

سومارعلي سومرو





سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو/حيدرآباد سنڌ

ڇاپو پهريون ١٩٧٦ع تعداد هڪ هزار
ڇاپو ٻيو ١٩٩٣ع تعداد ٻه هزار



# Travels in Beloochistan and Sinde
[Balochistan and Sindh]

by

Henry Pottinger (1789-1856)

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.
(جي.پي.او باڪس نمبر ١٢)

هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ
۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو ۽ شمشير الحيدري سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

ناشر پاران

# پيشڪش

انگريز ڪماشتي هينري پاٽنجر جي سنڌ ۽ بلوچستان جي سفرنامي تي ٻڌل روزنامچي جو سنڌي ترجمو، "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر"، "سنڌي ادبي بورڊ" پھريون ڀيرو ١٩٧٦ع ۾ شايع ڪيو هو. ڪتاب اهم ۽ اڻلڀ هو، تنھنڪري اهو ٻيھر ڇپائي پڌرو ڪيو پيو وڃي.

هينري پاٽنجر، بمبئي جي ديسي پيادل فوج جي انگريز ڪپتان چارلس ڪرسٽي جي ماتحتيءَ ۾، اهو سفر ١٨١٠ عيسويءَ جي شروعات کان بمبئي بندر کان شروع ڪيو. سفر جو مقصد انهن علائقن جي جاگرافيائي صورتحال ۽ سماجي ۽ سياسي حالتن جي ڄاڻ حاصل ڪري، انگريز سرڪار کي ان کان واقف ڪرڻ هو. اهو سمورو سفر، انگريز سرڪار جي سرپرستيءَ ۽ سربراهيءَ هيٺ، وڏيءَ رٿا ۽ رمز سان رٿيو ۽ طي ڪيو ويو. ڏهوڪين ناموافق موسمي حالتن، سفري سهولتن جي اڻهوند، قبائلي آپيشاهيءَ واري ڏاڍ ۽ رهزنيءَ وارن طريقن هوندي، اهو سفر ائين ڪيو ويو جو سخت ڏکيون ۽ ڪٺائيندڙ مسافتون طي ڪيون ويون، ٻهاڙن جا پنڌ پچايا ويا، سخت سرديون سٺيون ويون، اڻوندڙ ۽ اوپرن ماڻهن سان گذاريو ويو، ناخوشگوار ماحول توڙي ڪاڏي ۽ رهائش کي برداشت ڪيو ويو، شڪ ۽ بي اعتماديءَ جي حالتن ۾ جان جو جوکو به کنيو ويو، پر پنهنجي مقصد ۽ مطلب کي توڙ پچايو ويو. انهن ئي ڳالهين جي ڪري، انگريزن جي هن جاسوسي مهم جي حاصل ڪيل ايياسي حالات کي تاريخي اهميت حاصل ٿي وئي آهي.

هينريءَ اول هن سفر جو خاڪو انگريزي حڪومت جي معلومات لاءِ رپورٽ يا روبڪاريءَ جي صورت ۾ تيار ڪري، هندستان جي گورنر جنرل ۽ سندس صلاحڪار جماعت کي پيش ڪيو. پر پوءِ، جيتوڻيڪ هو ڪو محقق يا مصنف ڪونه هو، الائي ڪهڙي ويچار هيٺ، هن انهيءَ روبڪاريءَ ۾ پنهنجو

جاگرافيائي اڀياس، انگن اکرن ۽ واقعن جي معلومات سميت، وڏائسي ۽ سڏاري، اهڙيءَ ريت مرتب ڪري ڇڏيو، جو اهو هاڻي، هن ڪتابي صورت ۾، اصل سرڪاري رپورٽ کان ٻنهي مختلف، تاريخ جي تحقيق وارن لاءِ ڪمائتو ٿي پيو آهي. اهي انگ اکر ۽ واقعا سندس اُن وقت جي ذاتي مشاهدي ۽ تحقيقات تي ٻڌل آهن، تنهنڪري تڏهوڪي زماني جي مستند احوال طور قيمتي آهن. ساڳئي وقت، هن ڪانئس اڳين عملدارن جي ايران، هندستان ۽ سنڌ بابت گڏ ڪيل معلومات مان به فائدو ورتو آهي، بلڪ انهن ۾ اضافو به ڪيو آهي، تنهنڪري ڪتاب ۾ ڏنل تفصيل وڏيڪ اهم بنجي پيا آهن.

سمنڊ، جبل، جهنگ، ٻيلا، نديون، نئيون، واهه، انهن جا وهڪرا، رستا، شهر، ڳوٺ، مفاصلا، پراڻن ۽ ڪرَتي ويل شهرن ۽ ڳوٺن جي هجڻ جا هنڌ ۽ حالتون، انهن جي نهرن ۽ ڦٽن جا احوال، ماڻهن جا ڌنڌا ۽ ڪرتون، هنر ۽ ٻوليون، پيداواري وسيلا، واپار، افرادي قوت، گهرن جي اڏاوت ۽ سجاوٽ، آبادين جا انگ اکر، ٻوڪون، ميوا، جانور، پکي، معدني ذخيرا، آبهوا، ۽ ان جا اثر، سردارن ۽ حاڪمن جي حيثيت ۽ مزاج، عام ماڻهن جي حالت، ڏوهه، سزائون ــ مطلب ته سنڌ ۽ بلوچستان جي تڏهوڪي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي جوڙجڪ ۽ جاگرافيائي صورتحال جي تفصيل سان گڏ، هينري پاٽنجر جي هن سفرنامي ۾ خود انگريزن جي تڏهوڪي حڪمتعملي، نيتون ۽ ارادا به درج ٿيل آهن.

سو، تاريخ جي طالبعلمن توڙي محققن وٽ اُميد ته هيءَ سوکڙي قبول پوندي.

— شمشير الحيدري
سيڪريٽري،
"سنڌي ادبي بورڊ".

ڄامشورو، سنڌ
٢٨- ڊسمبر، ١٩٩٣ع.

# ديباچو

منهنجي ١٨١٠ع واري سفر جي احوال جو خاڪو پهريائين هندستان جي برٽش گورنمينٽ، جنهن جي سرپرستيءَ هيٺ اهو سفر ڪيو ويو هو، جي معلومات لاءِ روبڪاريءَ جي صورت ۾ تيار ڪري حضور اعليٰ گورنر جنرل ۽ سندس صلاحڪار جماعت جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ مون جاگرافيءَ سان تعلق رکندڙ معلومات ۽ انگ اکر ڏيئي، روبڪاريءَ جي عنوانن ۾ اضافو ڪيو آهي. هن تذڪري ۾ جي تفصيلوار واقعا ۽ نقل ڏنل آهن، سي سرڪاري روبڪاريءَ جي مقصد کان ٻاهر هئا، تنهنڪري ان ۾ نہ ڏنا ويا هئا. نظرثاني ڪرڻ کان پوءِ مون مناسب سمجهيو تہ انهن کي جدا ڪري هڪ روزنامچي جي صورت ۾ پيش ڪجي، تنهنڪري هن سفرنامي جي پهرئين ڀاڱي ۾ مون اهڙا واقعا ڏنا آهن، جي منهنجي خيال ۾ نادر يا دلچسپ آهن. اميد تہ پڙهندڙ ڪڪ نہ ٿيندا. ٻئي ڀاڱي ۾ بلوچستان ۽ سنڌ جي جاگرافي وغيره متعلق معلومات ۽ انگ اکر ڏنل آهن، جي مون تحقيقات ڪري گڏ ڪيا آهن. حد بندي ڪرڻ مشڪل آهي ۽ ڪي پڙهندڙ تڪڙي مطالعي کان پوءِ شايد ائين سمجهن تہ سفرنامي جا ڪي حصا غيرضروري آهن.

منهنجي دعويٰ نہ آهي تہ هن تصنيف ۾ ڪا علمي تحقيقات يا تاريخي صداقت آهي. ساڳئي وقت مون کي اميد آهي تہ پڙهندڙ مون کي مضمون ۽ لکڻ جي طرز جي اوڻاين لاءِ معاف ڪندا. پيو تہ هر ڪنهن ڳالهہ جي تفصيلوار يادداشت رکڻ ناممڪن هئي. انهن ڳالهين ڪري، ٻئي ڀاڱي ۾ ڪي خاميون رهجي ويون آهن، جن جي هندستان موٽڻ کان پوءِ مان خاطرخواهہ نموني ۾ تصديق نہ ڪري سگهيو آهيان. پڙهندڙن کي اهو ٻڌائڻ لازمي آهي تہ منهنجي بلوچستان جي احوال ۾ ڪي انگ اکر ۽ جاگرافيءَ سان تعلق رکندڙ حقيقتون اڳيئي ايران جي مملڪت تي لکيل نادر مضمون، جو ليفٽيننٽ مئڪڊونالڊ ڪينئر

گذريل سال ڇپايو هو، ۾ ڏنل آهن. موصوف کي سرڪاري دفتر جو
بنگال کان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ڏانهن موڪليو ويو هو، ڏسڻ جو
موقعو مليو هو. پر مون تازو ذاتي تحقيقات ڪري انهن جي سچائيءَ
جي تصديق ڪئي آهي، بلڪ انهن ۾ ڪجهه قدر اضافو ڪيو آهي،
تنهنڪري مون اهي سڀ حقيقتون هت ڏنيون آهن.

مون کي خبر آهي ته جنهن ملڪ جو مون سفر ڪيو آهي ان تي
تاريخي مضمون نويسيءَ ۽ قياس آرائيءَ لاءِ وسيع ميدان آهي. پر اهي
ڳالهيون هن سفرنامي جي مقصد کان ٻاهر آهن. انهن لاءِ انهن ملڪن
جي قديم تاريخ جي علم جي ضرورت آهي، جنهن جو دم مان ڪونه
ٿو هڻي سگهان، تنهنڪري مون انهن تي ڊگهو بحث ڪونه ڪيو آهي.

مون هن تصنيف ۾ پنهنجي دوست ۽ همراهه، بمبئيءَ جي ديسي
فوج جي عملدار، آنجهاني ڪئپٽن چارلس ڪرسٽيءَ جو گڏ ڪيل مواد
ڪم آندو آهي، جنهن لاءِ مان سندس شڪرگذار آهيان. هو صاحب
همه اوصاف شخصيت جو مالڪ هو، جا هڪ شريف ماڻهوءَ ۽ سپاهيءَ،
عالم، عزيز ۽ دوست جي هئڻ کپي. مان بمبئيءَ جي بحري کاتي جي
عملدار ڪئپٽن وليم مئڪسفيلڊ جو به مشڪور آهيان. جنهن مون کي
سنڌ متعلق پنهنجي سرڪاري لکپڙهه ڏسڻ جي اجازت ڏني هئي. پئي
هڪ صاحب جنهن جو نالو هن تصنيف ۾ ڏنل آهي، منهنجي ايتري ته
مدد ڪئي آهي جو مان هن جا احسان لاهي ئي نٿو سگهان. ڪئپٽن
رابرٽ ڪلوز به مون کي دلڪولي صلاح پئي ڏني آهي جنهن لاءِ مان
ان جو شڪرگذار آهيان. سنڌ جي آمدنيءَ ۽ آباديءَ متعلق جيڪي حقيقتون
هن تصنيف ۾ ڏنل آهن، تن منجهان ڪي سنڌ جي دربار ۾ موڪليل
اسان جي ١٨٠٩ع واري سفير جي پهرئين نائب هينري ايلس جي
روبڪاريءَ تان ورتل آهن، جنهن لاءِ مان هن جو ممنون آهيان.

- مصنف

# فهرست

## پاڱو پهريون

احوال

بلوچستان ۽ ايران جي حصي جو سفر، جو هڪ
مسلمان زوار جي ويس ۾ ڪيو ويو هو،

ساڻ

انهن قصن ڪهاڻين جي، جيڪي ڏيهي ماڻهن جي
رسمن، رواجن ۽ قومن قبيلن جي سرشتي تي روشني
وجهن ٿيون وغيره. وغيره.

## پاڱو ٻيو

مختصر

تاريخي ۽ جاگرافيائي يادگيريون-

انهن ملڪن جون جيڪي بلوچستان ۽ ڪجهه ايران
واري سفر ۾ گشت ڪندي ڏٺا ويا هئا؛

۽

انهن جي سرحدي حدن، سرڪارين، آبهوا، زمين ۽
تاريخ جي مشاهدي سميت؛

۽

جنهن ۾ وڌايل آهي:

سنڌ صوبي جو مختصر حال احوال ۽ انهيءَ سفارت
جي ڪارروائي، جنهن جي اتي جي حاڪمن سان
سن ۱۸۰۹ع ۾ گڏجاڻي ٿي وغيره وغيره.

# مقدمو

۱۸۰۷ع ۽ ۱۸۰۸ع ۾ بونا پارٽ (نيپولين) جي هندستان متعلق صريحاً مخالف منصوبن اهڙي ظاهر ظهور شديد صورت اختيار ڪئي، جو اسان جي حڪومت انگلستان خواه هندستان ۾ ضروري سمجهيو ته انهن منصوبن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي. سال ۱۸۰۷ع جي آخر ڌاري، فرانس جي هڪ سفارت جي ڏاڍي طمطراق سان ايران جي دربار ۾ آجيان ڪئي ويئي هئي. بوناپارٽ جي فرينچ قوم جي مخبرن کي حڪم ڪيو ويو هو ته سرتوڙ ڪوشش ڪري اهڙي معلومات هٿ ڪن، جا سندن مقصد جي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري هجي. تنهنڪري، فيبروري ۱۸۰۸ع ۾ هندستان جي مانواري گورنر جنرل (۱) برگيڊيئر جنرل مالڪوم کي ايران جي حاڪم ڏانهن سفير ڪري موڪليو. ساڳئي وقت سر هارفرڊ جونس کي بادشاهه سلامت جي صحيح سان پروانو ڏيئي سفير ڪري روانو ڪيو ويو، اهو قدم ڪيس وقعت ۽ رعب ڏيڻ لاءِ کنيو ويو هو، جو هڪ تابعدار حڪومت، پوءِ اها ڪهڙي به اعليٰ ۽ نالي واري هجي، کي حاصل نٿو ٿي سگهي. جنرل مالڪوم کي بنگال سرڪار هدايتون ڏنيون ته هو هرممڪن ڪوشش ڪري معلوم ڪري ته هندستان فتح ڪرڻ لاءِ ڪنهن يورپي فوج کي جن ملڪن سان لنگهڻو پوندو، تن جي ڪهڙي حالت آهي ۽ انهن جي پيدائش ڇا آهي. هن کي اها پڻ اختياري ڏني ويئي ته پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جيترن به سياسي عملدارن ۽ ملازمن جي ضرورت هجيس، سي پڻ نوڪريءَ ۾ رکي.

---

(۱) ارل آف منٽو

پر پوءِ ڪي اهڙا واقعا ٿيا، جن جو هتي ذڪر آڻڻ ضروري نہ آهي، جو اعليٰ سرڪار، سرجان مالڪوم کي واپس گهرائي ورتو ۽ هن جي سفارت ١٨٠٩ع جي آخر تائين ملتوي ڪئي ويئي. جڏهن هو طهران ويندي پيو دفعو بمبئيءَ ۾ منزل انداز ٿيو، ان وقت مان ۽ بمبئيءَ جي ديسي پيادل فوج جو ڪئپٽن، چارلس ڪرسٽي سنڌ مان موٽيا هئاسين، جتي اسان گورنر جنرل جي سفير سان گڏجي ويا هئاسين. اسان کي جڏهن سرڪار جي ارادن جي خبر پيئي، تڏهن اسان پاڻمرادو انهيءَ سفر لاءِ پنهنجون خدمتون سرڪار جي حوالي ڪيون، جنهن جو احوال هن تذڪري ۾ ذيل آهي.

اسان جي آڇ قبول ڪئي ويئي ۽ ان لاءِ بمبئي سرڪار جي منظوري ورتي ويئي. مون کي جنرل مالڪوم وٽان حڪم مليو تہ ڪئپٽن ڪرسٽيءَ جو زيردست ٿي ڪم ڪريان، ۽ هن کي سڌو جنرل وٽان هدايتون مليون. اهي هدايتون مبهم هيون، جنهن مهم لاءِ اسان تيار ٿيا هئاسين، ان لاءِ ضرورت بہ اهڙين هدايتن جي هئي. انهن ۾ اسان جو ڌيان ڪن خاص ڳالهين ڏانهن ڇڪايو ويو هو، جي سرڪار جي نقطہءِ نگاہ کان سندن مقصد لاءِ ضروري هيون. ساڳئي وقت، اهو اسان تي ڇڏيو ويو تہ ڪيئن ۽ ڪٿي سفر ڪريون ۽ حالتن پٽاندر ڪهڙي نموني جي روش اختيار ڪيون. اسان کي خاص طرح چتايو ويو تہ اسان کي پنهنجي جان جي سڀ کان زيادہ حفاظت ڪرڻي هئي.

جنهن سفر تي اسان نڪتا هئاسين، ان ۾ هميشه ابتدائي مشڪلاتون هونديون آهن. ايشيائي ماڻهو يورپي لوڪن کي جڏهن سمنڊ جي ڪنارن تي ڏسندا آهن تہ شڪي نظرن سان ڏسندا آهن ۽ سندن پوري عزت نہ ڪندا آهن، تنهنڪري اهو ضروري هو تہ سامونڊي بندر، جتي اسان

لهون، اتي ڪو خاطر خواه بندوبست هجي. خوش قسمتيءَ
سان اسان جو اهڙو انتظام ٿي ويو، جنهن تي ڪنهن به قسم
جو شڪ شبهو نه پئي ٿي سگهيو.

اسان سندرجي سيوجي نالي هڪ معتبر ۽ شاهوڪار هندو
دلال سان، جو مدراس ۽ بمبئيءَ ڪاتي جي سرڪارين کي
رسالي لاءِ گهوڙا وٺي ڏيندو هو، صلاح ڪئي. هن چيو ته
مان توهان کي پنهنجن گماشتن ڏانهن، جي بلوچستان جي گاديءَ
قلات مان گهوڙا خريد ڪرڻ ويا آهن، چٺيون ۽ هنڊيون
ڏيندس. پوءِ قلات مان توهان پڇا ڳاڇا ڪري جيڪو رستو
موزون سمجهو سو وٺي وڃجو. جيڪڏهين اتفاق سان توهان
کي پڇڻو به پوي ته پيو رستو وٺي سمنڊ طرف موٽي اچجو.
اهڙيءَ طرح، لاشڪ توهان کي ملڪ جي گهٽي حصي ڏسڻ
جو موقعو ملندو. هنڊيون ۽ چٺيون اسان لاءِ تيار ڪيون
ويون. ماڻهن کي يقين ڏيارڻ لاءِ ته اسان سچ پچ واپار لاءِ
سفر ٿي ڪيو، سندرجيءَ جو گماشتو پيتامبرداس اسان سان قلات
گڏجي هلڻ لاءِ تيار ڪيو ويو. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون،
پاڻ سان ٻه هندستاني ساٿ ڪنيا. انهن کي وعدو ڏنو ويو
ته جيڪڏهين هو وفادار رهندا ته کين وڏا انعام اڪرام ڏنا
ويندا ۽ هو نهايت وفادار ۽ ايماندار رهيا. ضرورت جي وقت
ڪم آڻڻ لاءِ اسان پاڻ سان سونيون اشرفيون لڪائي کنيون.
اهي اسان هميائين ۾ سبي ڪپڙن هيٺان چيلهه سان ٻڌي ڇڏيون.
ان کان سواءِ، ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي اختياري ڏني وئي ته هو
ڪيتريءَ به رقم لاءِ بمبئي سرڪار جي نالي ۾ سندرجي سيوجيءَ جي
نالي تي هنڊيون ڪڍي سگهيو ٿي. مطلب ته مخالفت ته مخالفت پر
تڪليف ۽ ڏکن سورن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي هرممڪن شئي
مهيا ڪري ڏني وئي. سال ١٨١٠ع جي ڊسمبر جو مهينو انهن
تيارين ۾ گذريو. مان پنهنجو روزنامچو ان ڏينهن کان شروع
ڪيان ٿو، جنهن ڏينهن اسان بمبئي ڪاتي جا وڻ ڇڏيا.

# فصل (۱)

ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ مان ٢-جنوري ١٨١٠ع جي شام جو بمبئيءَ جي بندر تان هڪ ننڍيءَ ديسي ٻيڙيءَ ۾، جا اسان کي سونميانيءَ جي بندر تي پهچائڻ لاءِ ڀاڙي ڪئي ويئي هئي، چڙهي هڪدم روانا ٿياسين. ٻئي ڏينهن سج اڀرڻ مهل اسان ڏٺو ته ٻيڙيءَ ۾ ناکئن کان سواءِ اسان سان ٻه هندستاني نوڪر، گماشتو ۽ سنڌس نفر ۽ ڪيترا افغان گهوڙن جا واپاري، جي پنهنجي ملڪ موٽي ٿي ويا، سي به موجود هئا. انهن کي اسان پاڻ سان ٻيڙيءَ ۾ سواري ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي جو سمجهوسين ته هو اتي لهڻ بعد ڪارائتا ٿيندا.

جنهن مهل اسان بمبئي ڇڏي، ان وقت بلڪل اونده هئي. رات جو تازي هوا ٿي لڳي، ۽ ٻيڙي ڪناري کان گهڻو پري سمنڊ ۾ نڪري ويئي هئي، تنهنڪري اسان کي انديشو ڪونه هو، ته اسان جا همراهه ڪو اسان کي سڃاڻي سگهندا. اسان يورپي لباس به بدلائي، ديسي ويس ڪيو. افغانن اسان جي رنگ سان اهو ته ضرور سمجهيو ته اسان يورپي آهيون، پر ڪين اها سُڌ نه رهي ته اسان ڪير آهيون. انهن مان ٻه ته هوشيار ۽ خوش خلق ماڻهو هئا، ۽ اسان کي چڱيون خبرون چارون ٻڌايائون، جي ان وقت ڏاڍيون دلچسپ هيون، ۽ پوءِ اسان کي سفر ۾ ڪارآمد ثابت ٿيون.

٧- تاريخ جنوريءَ جي اسان گجرات جي ساحل تي جهوناڳڙهه جي ڏکريءَ جي سامهون ٿياسين. ٻئي ڏينهن اسان پور بندر ۾ لنگر هنيو. پوربندر ۾ اسان ان ڪري لٿاسين جو اسان کي سنڌرجيءَ سان روبرو مشوري ڪرڻ جو ارادو هو. هو اتي راجا سان ڪن سياسي ڳالهين جي فيصلي لاءِ

بمبئي سرڪار جي پاران ويل هو. اسان ظاهر ڪيو ته پور بندر ۾ ان ڪري ني لڳاسين، جو اسان کي پاڻي کپندو هو. اسان پڇڙيءَ مان لهي هڪدم شهر ۾ وياسين جتي ٻه ڏينهن ڪمپنيءَ جي بحري آفيسر ڪئپٽن مئڪسفيلڊ جي گهر ۾ رهياسين. هو ان وقت محصولن جي وصوليءَ جو ڪچو عملدار هو. هتي به اسان افغانن جي بازن جهڙين نظرن کان پوشيده رهياسين، هنن سمجهيو ته اسان سندرجيءَ جا مهمان هئاسين.

پور بندر گجرات جي ڪناري جي ڏکڻ-اولهه طرف سمنڊ جي هڪ ڪاريءَ تي آهي. شهر وسندڙ ۽ آباد آهي. ماڻهو بمبئي، سنڌ ۽ ملبار سان واپار ڪندا آهن. آسپاس واري ايراضي گجرات جي ٻين علائقن وانگر سنئون پٽ آهي، فقط شهر کان ٻارهن-چوڏهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ٽڪرين جي قطار آهي.

١٠-تاريخ جنوريءَ جي اسان پور بندر ڇڏي اتر-اولهه جو طرف ڏيئي هلياسين. ان وقت اوڀر تي لڳو. رات جو سخت ٿڌ هئي. ماڪ ايتري هئي، جو سڀ ٽپڙ آلا پٽ تي ويا، ڄڻ ته برسات پئي هئي. ١٥-تاريخ اسان کي سنڌ جو ڪنارو نظر آيو، اسان ڪناري جي بلڪل ويجهو هئاسين، زمين هيٺانهين ۽ سڌي آهي. اسان ڪنارو ڏٺو تنهن کان اڳ ئي اسان محسوس ڪيو ته زمين ويجهي آهي. اتي سمنڊ نهايت هولناڪ صورت اختيار ڪري ٿو. سنڌو نديءَ جو اجهاڳ پاڻي اچي سمنڊ ۾ پوي ٿو، جنهنڪري شاهي لهرون پيدا ٿين ٿيون ۽ پاڻي لڙائيل نظر اچي ٿو. اٿين پئي نظر آيو ته ڄڻ اسان ڪناري تي تانگهي پاڻيءَ ۾ آهيون، پر ماپ وٺڻ تي معلوم ٿيو ته پاڻي ڪيترا فوٽ اونهو هو، ساڳئي ڏينهن، اٺين بجي شام جو اسان مو واري (مانري) جي راس ۽ چرنا (چاڻي) ٻيٽ جي وچ مان لنگهياسين. اسان ڪاريءَ جو وچ وٺي آياسين. جا ميل جو چوٿون حصو ويڪري آهي،

۾ اها اونهي آهي ۽ خطرو ڪونہ اٿس، رات جي چانڊوڪيءَ ۾ پيٽ ۽ سامهون وارو ڪنارو ويران ٿي نظر آيا. پيٽ ۾ نہ ملو پاڻي آهي نہ ڪا ساوڪ.

سونمياڻيءَ جي ڪاري، جنهن ۾ هاڻي اسان داخل ٿيا هئاسين، تنهن ڪي هڪ پاسي ڪان راس مانزي ۽ چلنيءَ جو پيٽ ۽ ٻئي پاسي ڪان عربو (عربہ) جي راس آهي. اها هڪ شاندار ڪاري آهي جنهن ۾ ڪي بہ ٽڪر يا تانگها نہ آهن، ان ۾ وڏي ۾ وڏو ٻيڙو سلامتيءَ سان لنگر هڻي سگهي ٿو. هيءَ اها مشهور ڪاري آهي، جتي نيئرڪس (سڪندر جو اميرالبحر) جو ٻيڙو پيٽ ۽ زمين جي آڙ ۾ ڪيترو وقت ترسيو هو. ڊاڪٽر ونسيسٽ جو سڪندر جي بندر(١) جو مصنف ايرين جي ڪتاب مان ڪيڍي بيان ڏنو آهي، سو هاڻوڪي ڪاريءَ سان اهڙو ٺهڪي اچي ٿو جو ان مان يوناني مصنف جي صداقت جي ثابتي ملي ٿي.

جنوريءَ جي ١٦- تاريخ هڪ بجي شام جو اسان پورالي نديءَ جي چوڙ وٽ لنگر هنيو. سونمياڻيءَ جو ڳوٺ اتان ٻہ ميل اتر-اوڀر هو، اتي اسان ٽين بجي تائين ترسياسين. ان وقت وڀر چڙهڻ لڳي، ۽ اسان لنگر ڀنيو. پنجين بجي اسان پنهنجي هندو گماشتي ڪي ڪناري تي موڪليو، ۽ هو اسان جي سامان لاءِ هڪ ڊونڊي وٺي سندرجيءَ جي هڪ ٻئي ماڻهوءَ سان گڏجي آيو. اسان هن سان ملاقات ڪري ڏاڍا خوش ٿياسين، ڇاڪاڻ تہ هو اڳينءَ موسم ۾ بلوچستان گهوڙا خريد ڪرڻ ويو هو، تنهنڪري اسان ڪي خبرن چارن ڏيڻ جي قابل هو. اسان هن جي صلاح سان شام جو دير سان لٿاسين. اسان ڪي اجاريدار راڻپي سيٺ جي گهر وٺي ويا. هو ڇٽن-پنجن هندو واپارين سان باهر تي ويٺو هو. اسان جو هن سان تعارف، ڪرايو ويو. هن ڪي ٻڌايو ويو تہ اسان

(١) بندر ڪي اهو لالو 'نيئرڪس' ڏنل هو.

پورهي آهيون ۽ سندر جيءَ جي نوڪريءَ ڪري هو اسان کي نهايت خوش خلق نموني ۾ پيش آيو. دستوري خوش خيرعافيت کان پوءِ چيائين ته مون کي پنهنجي مالڪ جو حڪم برچشم آهي ۽ مان توهان جي هرڪنهن نموني ۾ خدمت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. اسان هن جي شڪرگذاري ڪئي. ٿوري وقت کان پوءِ هو اسان کي هڪ ننڍي لانڍيءَ ۾ وٺي ويو، جتي اسان جي رهڻ جو انتظام ڪيو ويو. اها سڄي ڳوٺ ۾ سٺي ۾ سٺي لانڍي هئي، جتي اسان کي اجاريدار ڪير ماني موڪليو جو ڪائي سمهي پياسين. اسان خوش هئاسين ته مٿان ڇت آهي، پوءِ اها ڪهڙي به هجي. پيڙيءَ تي نه هو ڪو پڪو ڍا تڏو جو ڪٿي سر لڪائجي.

١٧- جنوري: اڄ صبح جو اسان مٿا ڪوڙائي، ديسي ويس پائي پنهنجي صورت بلڪل بدلائي ڇڏي. ان کان پوءِ راڻو سيٺ اسان جي لانڍيءَ ۾ آيو. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ چيس ته اسان سان گڏجي ٻيلي ڏانهن هلي، جو مڪيه شهر ۽ حاڪم جي رهڻ جي جاءِ آهي. هن اها ڳالهه قبول ڪئي، بلڪ هو اسان سان قلات تائين گڏ هلڻ لاءِ تيار هو. قلات ساري بلوچستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. هونءَ به هو اسان سان تمام فضيلت سان پيش آيو. وڃڻ کان اڳ، اسان کيس تحفا ڏيکاريا، جي بمبئيءَ کان آندا هئاسين ۽ انهن بنسبت سندس رايو پڇيوسين. چيائين ته ڇيٽ جا ڪپڙا پسند ايندا ۽ ڇُريون ڪانٽا ۽ شيشي جو سامان به قبول ٿيندو. انهن تي وڌيڪ ڪم ٿيل هجي ها ته جيڪر ان جو وڌيڪ قدر ٿئي ها. اسڪاٽلنڊ جو چوڪڙين وارو گرم ڪپڙو جو اسان ڪنهن جي صلاح تي آندو هو سو کيس پسند ڪونه آيو، چاڪاڻ ته اهو سندن ڪمبلن جهڙو هو. اسان پوءِ ڏٺو ته هو ان ڳالهه ۾ غلط هو، اهو ڪپڙو ٻين سڀني شين کان زياده مقبول پيو. جڏهن هو اٿڻ وارو ٿيو تڏهن چيائين ته

ڪالهه شام جو مون جهنگ ڏانهن اُلن لاءِ ماڻهو موڪليو آهي، اميد ته هو رات جو موٽي ايندو ۽ پوءِ ڏينهن صبح جو اسان پيلي هلنداسين.

اهو ڏينهن مسلمانن جي قربانيءَ جي عيد جو هو ۽ اسان پنهنجن همسفر افغانن کي دعوت ڏني، هنن سيني ڏؤ تي پيٽ ڀري کاڌو. شهر جي مسلمانن ۾ خوشي يا شادمانو ڪونه نظر آيو، هو شايد تمام غريب هئا. شام جو نيڪنام نالي هڪڙي افغان اسان جي نوڪريءَ ۾ بيهڻ جي خواهش ڏيکاري. هو هڪ هوشيار ۽ خوش خلق آدمي هو ۽ گهوڙن جي واپاريءَ جي حيثيت ۾ سڄي بلوچستان جو سير ڪيو هئائين، تنهنڪري هن کي اسان پنهنجي نوڪريءَ ۾ رکيو.

١٨-جنوري: اسان سونمياڻيءَ ۾ ترسي پياسين، جو اسان جا آٺ ڪونه آيا. اسان اهو ڏينهن گهمي ڦاٽي کي وندرايو. ڳوٺ ۽ ان جي ماڻهن جي حالت نهايت آبتر هئي، پر تعجب هو ته اتي چڱو چوکو واپار هو. واپار سمورو هندن جي هٿ ۾ آهي، هو نهايت محنتي قوم آهن. هڪڙي هندوءَ کان مون پڇيو ته محصولخاني ۽ بندر جي وچ ۾ چو ايتري ڊڪ ڊوڙ آهي؟ چيائين ته ١٨٠٨ع جي ڀڄاڙيءَ تائين هت کان ڇوٽو واپار هوندو هو، جڏهن جواسمي عربن ڌاڙيلن سونمياڻي ڦري ساڙي ڇڏي، ان کان پوءِ شهر اجا سنئون ڪونه ٿيو آهي.

سونمياڻيءَ جو ڳوٺ پورالي نديءَ جي ڏاکڻي ڪپ تي هڪ نهايت سيباڻتي جاءِ تي ٺهيل آهي، ان ۾ هن وقت اٽڪل اڍائي سؤ گهر آهن، ان کي ڪا پناهه ڪانه آهي. پيلي واري طرف ڳوٺ جي ويجهو واريءَ جون وڏيون ڀٽون آهن. نديءَ جي منهن ۾ لٽ آهي، تنهنڪري اتي جي ويرنه هوندي آهي ته پاڻي ڇهن فوٽن کان زياده نه

هوندو آهي، پر ڳوٺ جي وچهو جتي پيڙيون ٻيهنديون آهن، اتي ڇهه-ست فوٽ پاڻي هوندو آهي. ماڻهن جو گذران اڪثر مڇي مارڻ تي هوندو آهي. سواءِ چند هندن جي ٻيا ماڻهو غريب آهن. تازو پاڻي وير جي سنڌي ڪان ٻاهر واريءَ ۾ هڪ-ٻن فوٽن تي ملندو آهي. پاڻي هڪدم جيئن کنو ٿيندو آهي، تيئن ڪڍبو آهي، نه ته جلد ڪارو ٿي پوندو آهي. ساڳي ڪڏ وري ڪم نه ايندي آهي، جيستائين اها پوري وري ڀي نه ڪوٽي وڃي. سونمياڻيءَ ۾ سڪر ماڻهن جا گهر ڪاٺ جي ٻنڊن جا ٺهيل هوندا آهن، جي ڪچين سرن سان پربا آهن. غريبن جون جهوپڙيون ٻير جي ڏارن جون هونديون آهن، ۽ مٿان مٽي لنبيل هوندي اٿن. چٽيون ڪچيون ڪکن جون هونديون اٿن ۽ مٿان نبات جي شڪل جهڙيون هونديون آهن (چؤنرو). مان هن ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ لس جي پرڳڻي جي واپار، آمدني ۽ پيدائش جو احوال ڏيندس. سونمياڻي لس جو هڪئي بندر آهي. تنهن ڪري مان انهن جو تفصيلوار بيان ڪونه ڏيندس. هاڻي مان پنهنجو روزنامچو اڳتي ڏيڻ شروع ڪريان ٿو.

٩١-جنوري: اڄ صبح جو ناشتي ڪان پوءِ افغان ڌڪڙي قنڌار جي واپاريءَ کي اسان وٽ وٺي آيا. هن اسان کي چيو ته پيلي ڪان سڌو قلات وڃڻ خطرناڪ ٿيندو ۽ صلاح ڏنائين ته قلات ڏي سنڌ مان وڃو، جنهن رستي ڪان مان ويو هوس. هن اسان کي سمجهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر اسان ڪين مڙياسين. چيائين ته توهان کي رستي ۾ پهرين بلوچ قوم جا ملندي، سا آهي بزنجن جي قوم. هنن کي نه بادشاهه، نه خان، نه ڪنهن سردار جي پرواهه هوندي آهي. هنن کي جو ماڻهو، جا شئي هٿ ايندي آهي سا ڦريندا آهن. اسان پنهنجي صلاحڪار کي سڌو جواب ڪونه ڏنو، پر هو چور وانگر چنبڙي پيو. آخر اسان جواب ڏنس ته

اسين لاچار آهيون. سندرجيءَ جو حڪم آهي ته پهريائين پيلي وڃو. اهو پڏي هُو سَڻ ۾ پئجي ويو. ڇيائين ته چڱو، ڏسجو ته ڪو نقصان نه پهچيوَ، ائين چئي هو موڪلائي هليو ويو. صبح جو اسان جو سامان ليارِيءَ روانو ٿي ويو هو، جو صوبي جو پيو نمبر شهر آهي. پين بجي شام جو اسان به ان جي ڪڍ روانا ٿياسين. ساڍي چئين بجي شام تائين اسان آٺ ميل پنڌ ڪري ورِياسين. رستو هڪڙي ڪلراٺي پٽ مان هو. ڪٿي ڪٿي پير جا وڻ ۽ پيو جهنگ هو نه ته پيو مڙيوئي خير. ڪٿي ڪٿي ته ڪلر ايترو هو جو زمين اڇي هئي. هتي اسان جو سامان ترسايو ويو هو، جو ڏسي اسان خفي ٿياسين. آٺ جهنگ چرڻ ويا هئا. اسان لاچار لهي پين مسافرن سان وڃي ڪن ڪانڌيرن جي چانوَ ۾ ويٺاسين، جن ۾ اسان جا افغان دوست به هئا.

اسان جي نوڪرن ماني ويٺي پچائي ته افغان گڏجي آيا ۽ اسان تي وري زور پڏائون ته قلات، سنڌ مان ٿي وڃو. اسان ڪين ڇيو ته ڇا به ٿي پوي اسان پيلي وينداسين. توٺي اتان موٽڻ پوي. انهيءَ تي اسان جي نئين نوڪر نيڪنام ڇيو ته مون سان ڪجهه قيمتي مال ساڻ آهي. توهان سندرو پڏي منهنجا دشمن ٿي بيٺا آهيو، تنهنڪري منهنجي موڪلاڻي اتوَ. هتان لڪ ڏانهن رستو وڃي ٿو، سو ڏيئي مان سنڌ ڏانهن ويندس. انشاءالله! جي توهان بزنجن جي ڏاڙيلن کان بچيؤ ته قلات ۾ گڏباسين. توهان جي مرضي هجي ته مان پنهنجو هڪ به ماڻهو توهان سان ڇڏيان. هو نهايت ايماندار ماڻهو آهن ۽ توهان جي خدمت ۾ پنهنجي جان به قربان ڪندا. اسان بدقسمتيءَ سان اها ڳالهه قبول ڪئي. انهن مان ٻه ڄڻا اسان سان هلڻ لاءِ تيار ٿيا. رات جي ماني کائي پين کان موڪلائي روانا ٿياسين ۽ ست - اٺ ميل پنڌ ڪري وڃي شيخ جي راڄ ۾ پهتاسين. ڳوٺ جا ماڻهو ننڊ ۾ آرامي هئا.

اسان کي اتفاق سان هڪ خالي ڪوهه ملي ويئي ۽ اسان بنان اجازت جي وڃي ان تي قبضو ڪيو. مياڻيءَ کان پوءِ اسان پهرين آباديءَ جي نشاني اتي ڏٺي، نه ته رکو ڪارٺي ڪلر هو. اڄ اسان اتر طرف مسافري پئي ڪئي، مفاصلو اٽڪل ساڍا پندرهن ميل هو.

٢٠- جنوريءَ: اڄ صبح جو هڪڙو هندو واڻيو، جو پهلي کان سون مياڻي موٽيو پئي، اسان کي نياز ڪرڻ آيو. هن اسان کي اها خوشخبري ٻڌائي ته پهلي کان سونمياڻيءَ تائين رستو سلامت هو. انغانن اسان جي دل ۾ بزنجن بلوچن جو ڊپ ڏيئي اجايا شڪ جاڳايا هئا. اسين هڪ بجي شام جو اٺن تي سوار ٿي روانا ٿياسين ۽ پنجين بجي اوٿل ۾ پهتاسين، جو هڪ سهڻو ۽ صفا ڳوٺ هو. ان ۾ اٽڪل چار سؤ گهر هئندا. رستو چگيرڙو هو. ملڪ غير آباد هو ۽ سنئون سڌو هو. ڪٿي ڪٿي گهاٽو جهنگ هو جنهن ۾ وڏا ٻهر جا وڻ پئي نظر آيا. اسان رستي ۾ ٻه نهرون-هڪ ولتا ۽ ٻي سنگاٽي ٽپياسين. ولتا پوراليءَ نديءَ جي شاخ آهي ۽ ٿورو وڪڙ ڪري وري وڃي پوراليءَ سان ملي ٿي. جڏهن اسان سنگاٽي ٽپياسين تڏهن اها سڪل هئي. ان جو پيٽ هڪ ڪپر کان پئي تائين اٽڪل ٻارهن وال هو. رستو اتر طرف پئي ويو ۽ مفاصلو اٺو ميل هو. اوٿل ۾ کوهه تمام اونها آهن ۽ پاڻي مٺو اٿن. ڳوٺ جا ماڻهو خوش ۽ آسودا ٿي نظر آيا. انهن کي رڍن ۽ ٻڪرين جا وڏا ڌڻ آهن. ان کان سواءِ گهاٽو مال ۽ اٺ ٻه اٿن.

اسان اڃا اٺن تان ٿي نه لٿاسين، ته جمعدار يا ڳوٺ جي چڱي مڙس اچي هڪ ٻڪري مهماني طور پيش ڪئي، مگر اسان اها اجوري ڏيڻ کان سواءِ قبول نه ڪئي. اسان کي پوءِ خبر پيئي ته اسان جي اها خوشامد انهيءَ ڪري ڪئي ويئي هئي جو ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون کي هڪڙي پخالي،

جو سنڌ جي سفارت ۾ اڳين سال نوڪر هو، تنهن اسان کي سڃاتو هو، جو اسان پيئي به ان سفارت ۾ شامل هئاسين. پخاليءَ ان ڳالهه جو وڃي سڄي ڳوٺ ۾ پڙهو ڏنو. اسان اها ڳالهه قبول ڪري پاڻ تان مصيبت ٽاري. جيوسون ته هاڻي اسان سندرجيءَ جي نوڪري ۾ آهيون. انهيءَ دروغ گوئيءَ تي وڏيڪ ٽيڪاڻپٽي ڪانه ڪئي ويئي.

٢١- جنوري: اوتل مان اسان منجهند ڌاري نڪتاسين. شام جو ڇهين بجي ڪسان ٿورو پوءِ اسان وري آري نالي هڪ بدحال ڳوٺ ۾ وڃي لٿاسين. اتي دس ڏهه- ٻارهن گهريا جهوپڙيون نيروٽين، ڪتين، رنگسازن يا ڪهنباٽين جون هيون. اسان رات هڪڙي نيروٽيءَ جي لانديءَ ۾ رهياسين. هيءَ منزل ارڙهن ميل اتر- اوڀر هئي. ملڪ ويران، سڌو ۽ واريا سو هو. اسان ٻه کوهيون ڏٺيون، انهن جو پاڻي چکي ڏٺوسون ته کارو هو ۽ منجهن پاڻي به ٿورو هو.

٢٢- جنوري: اڄ ڇئين بجي اسان پيلي ۾ پهتاسين جو اڳينءَ منزل کان سادن ڏهن ميلن جي مفاصلي تي هو. آسپاس وارو ملڪ ڪٿي ڪڙو هو ڪٿي ڪهڙو. ڪٿي گساٽو جهنگل هو ته ڪٿي ويران پٽ هئا. اسان کي ٽي- چار ڳوٺ نظر آيا. انهن جي پرسان پليون آباديون هيون. اڌ رستي تي هڪ مقام هو جنهن ۾ ڄامن جا عزيز پوريل آهن. پن مقبرن تسي ننڍا پٿر جا قبا اڏيل آهن. پٿر پسر وارن جبلن مان آندل آهي. گهڻين قبرن تي اڇين ۽ ڪارين پٿرين سان قران جون آيتون لکيل آهن. انهن جي چوڌاري پٿرين سان ساڳئي نموني ۾ گلڪاري ٿيل آهي. نقش ساد و آهي پر سهڻو لڳي ٿو.

اسان پيلي جي ويجهو آياسين ته معلوم ٿيو ته اهو موڪل جو ڏينهن هو. ڄام گهوڙي- ڊوڙ ڏسڻ ويو هو، جنهن

جو هنن مائهن کي شوق آهي. انهيءَ موقعي تي سڀ مائهو گهوڙن ۽ اٺن تي چڙهي شهر جي آسپاس سواري ڪندا آهن. اُٺ نهايت تيز رفتار سان پچندا آهن ۽ سوارن کي انهن تي پورو قبضو هوندو آهي. مان ٻڌندو هوس ته اٺ تڪا پچندا آهن، پر اعتبار نه ايندو هوم.

چام شام جو موٽيو. اسان سندرجيءَ جي گماشتي کي، جو اسان سان سونمياڻيءَ ۾ گڏيو هو، موڪليو ته وڃي چام کي اسان جي اچڻ جو اطلاع ڪري ۽ ڪانئس اجازت وٺي ته اسان ٻه-ٽي ڏينهن اتي رهون. چام اسان جي قاصد کي چڱيءَ طرح پيش آيو. هن اسان کي رهڻ جي اجازت ڏني ۽ آئينده مدد جو پڻ وعدو ڪيو. اسان کي انديشو هو ته هو اسان کي اڳتي وڌڻ نه ڏيندو. چام جي اها مُروّت ڏسي اسان خوش ٿياسين. گويا اسان جو اڌ مقصد پورو ٿيو هو.

اسان جو دوست سونمياڻيءَ جو اجاريدار اسان کان اڳ بيلي ۾ پهچي ويو هو. هو ڪا ٻي واٽ وٺي آيو هو. هن اسان جي رهائش جو انتظام پنهنجي گهر ۾ ڪيو هو. هن جو گهر تمام پوشيده ۽ سهولت وارو هو. ان کي پناه لاءِ ٻيٽ ڏنل هئي ۽ آڳر ۾ دروازو هوس. ان ۾ اندر هڪ وڏو وراندي سان ڪمرو هو ۽ ٻه ننڍيون ڪوٺيون هيون. اهو سندرجيءَ جي غريب نوڪرن لاءِ ڪافي هو.

٢٣- جنوري: اڄ شام جو تلسيءَ اسان کي ٻڌايو ته راڻي سيٺ کي ڪراچي سنڌ مان هڪ ڊگهو خط پهتو هو، جنهن ۾ ڪيس هدايت ڪئي ويئي هئي ته انگريز سرڪار جي هڪ نمائندي کي سندن مالڪ چام جي ملڪ ۾ آڻڻ هڪ غلط ڪم هو. هن کي صلاح ڏني ويئي هئي ته اسان کي سيني همراهن سان گڏي زوريءَ پيڙيءَ ۾ چاڙهي بمبئيءَ روانو

ڪيو ويو. خط جي لکندڙ* جي خيال ۾ جيتوڻيڪ اسان ظاهراً واپار جي ارادي سان آيا هئاسين، پر اسان جو اصلي مقصد هو ملڪ جو حال احوال وٺڻ، جو ڪمپنيءَ جي ان متعلق نيت خراب هئي. اڳئين سال گهڻو خرچ ڪري ساڳئي ارادي سان هڪ سفير سنڌ ڏانهن موڪليو ويو هو، پر ٽالپرن انگريزن جي حوصلا افزائي ڪانه ڪئي هئي. انهيءَ جي جواب ۾ تلسئي ڪيس، راڻي سيٺ کي هنديون ۽ خط ڏيکاريا جن ۾ ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون کي سنڌ جيءَ جا گماشتا ڪري تسليم ڪيو ويو هو. ان تي هو ظاهري ته راضي رهيو، پر احتياطاً اسان تلسئي کي چيو ته اجاريدار کي سمجهائي ته سنڌس خاطوءَ اهو خط ان ڪري لکيو هو جو ڪيس ڊپ هو ته متان انگريزن، جن جو اسان جو سيٺ سنڌرجي نوڪر هو، جي مدد سان ڪراچيءَ جو واپار سونميانيءَ نه هليو وڃي.

انڪل ڏيڏبجي اسان کي چام سان ملاقات ڪرائڻ لاءِ گهرايو ويو. هو دربار ۾ انڪل ڏيڏ سوُ ماڻهن سان ويٺو هو، جن مان گهڻا تماشبين هئا. انهن مان ٿورا ڪي خدمتگار هئا. هو اسان کي نهايت فضيلت سان پيش آيو ۽ اچڻ ۽ موڪلائڻ وقت اٿي بيٺو. گفتگو جي دوران هن اسان کان ڪيترا عجيب مگر سنوان سڌا انگريزن جي مذهب، رسمن ۽ ذاتين متعلق سوال پڇيا. اهو به پڇيائين ته فرينچ لوڪن جون رسمون به اسان جهڙيون آهن يا نه؟ وڌيڪ چيائين ته مون پنهنجن ماڻهن کان، جي هندستان گهمي آيا آهن، ٻڌو آهي ته توهان جو انهيءَ قوم سان ازلي جهيڙو آهي ۽ توهان جو سمنڊ تي زور آهي. پڇيائين ته توهان کي

---

*دريوڌن سيٺ، هڪڙو هندو واپاري، جنهن مانواري ڪمپنيءَ ۽ ان جي گماشتن جي توصل سان گهڻي ئي فائدا ورتا هئا.

اڃا فوقيت آهي يا نہ؟ هن اسان کان انگلنڊ جي بادشاھ جي نالي، هن جي بحري ۽ بري فوجن جي انداز ۽ انتظام، دارالسلطنت جي قسطنطنيہ کان مفاصلي ۽ حڪومت جي انتظام متعلق سوال پڇيا.

انهن سوالن جا اسان هن کي معقول جواب ڏنا. اهي سوال هن اسان کان اهڙيءَ سادگيءَ سان پڇيا هئا، جو ڪيس جدا جدا سوالن تي مطمئن ڪرڻ ڏکيو هو. هن کي ڪيترين ڳالهين تي تعجب لڳو ۽ ٻين هندن کان، جي اسان سان گڏجي آيا هئا، تصديق گهريائين. هنن چيس تہ هي جيڪي چون ٿا تنهن ۾ مبالغو ڪونہ آهي پر هو مطمئن نہ ٿيو ۽ ڪنڌ ڌوڻي چيائين تہ توهان چئو ٿا تہ اهڙا جهاز بہ آهن جي سؤ توبون ۽ هزار ماڻهو کڻي سگهن ٿا، اهو تقريباً ناممڪن آهي. ايترن ماڻهن لاءِ کاڌو ۽ پاڻي ڪٿان ايندا. بادشاھ کي ايتريون توبون توبخاني ۾ آهن تہ اهڙن ٻن جهازن جا ماڻهو منهنجو سمورو ملڪ وٺي سگهن ٿا. اسان کيس خاطري ڏني تہ انگلنڊ جي بحري طاقت متعلق اسان جيڪي کيس ٻڌايو هو سو بلڪل صحيح هو. اسان اهو بہ ٻڌايس تہ اسان جي بحري فوج ٽرئفلگر جي لڙائيءَ ۾ ڇا ڪري ڏيکاريو هو. آخر جواب ڏنائين تہ توهان چئو ٿا تہ مان قبول ڪيان ٿو، پر لس جا نوڙيا هن کان ان ڳالھ جي ثابتي گهرن ها!

پڇاڙيءَ جو پڇيائين تہ آخر توهان جو مقصد ۽ مراد ڇا آهي. اسان چيس تہ اسان بمبئيءَ جي واپاريءَ سندرجيءَ جا گماشتا آهيون ۽ هندستان ۾ وڪري لاءِ هتان گهوڙا خريد ڪرڻ آيا آهيون. اسان کي قلات پهچڻ لاءِ توهان جي مدد درڪار آهي. هن هڪدم پنهنجي ديوان کي حڪم

ڏنو ته اسان لاءِ رهبرن ۽ نوڪرن جو هڪدم بندوبست ڪري.
پوءِ اسان ڏانهن منهن ڪري چيائين ته بهتر ٿيندو ته توهان
مون وٽ مهينو يا ڇهه هفتا رهو، قلات ۾ هن وقت ايتري
ٿڌ آهي جو توهان سڀ سڪي مري ويندؤ. اسان چيو ته
اسان ٿڌي ملڪ جا ويٺل آهيون ۽ ٿڌ تي هريل آهيون،
اسان هڪدم جبلن تي وڃڻ لاءِ تيار آهيون. چيائين ته برابر،
پر انهن تي ته رحم ڪائو جيڪي توهان سان گڏجي هلن ٿا.
پر توهان تڪڙا آهيو، تنهنڪري پڪي تياري ڪريو. مان
توهان کي ڪن سردارن لاءِ خط ڏيندس جن جي ملڪ مان
توهان لنگهندؤ. اڄ مان بزنجن جي قوم جي سردار رحمت خان
ڏانهن خط لکان ٿو، هو توهان کي پنهنجيءَ حد مان لنگهائيندو،
جو اتي ڌاڙيلن جو ڊپ آهي. ائين چئي اسان کي رخصت
ڏنائين ۽ اسان پنهنجيءَ ملاقات تي خوش ٿي روانا ٿياسين.

اسان کي خان هڪ بيدار ۽ باخبر شخص نظر آيو. هو
شڪل جو ٺاهوڪو هو ۽ فارسي نهايت فصاحت سان پئي
ڳالهايائين. جتي هو اسان کي چڱيءَ طرح نه پئي سمجهي
سگهيو، اتي هندن ڪان سنڌيءَ ۾ اسان جو مطلب پئي
پڇيائين. هو هڪ ساديءَ اچي گديءَ تي ويٺل هو، جنهن
تي ڪو هيرو جواهر جڙت ٿيل ڪونه هو. هن کي ڳاڙهي
ڪيمخواب(١) جو هڪ الخليق پيل هو. مٿي تي ڪيس
هڪ وڏي پڳ هئي، پر اها ايڏي نه هئي جيڏي سنڌي
ٻڌندا آهن. هن جي ترار ۽ ڍال اڳيان غاليچي تي رکي هئي.

(١) الخليق هڪ ڇاتي بند ٿيل چوغو آهي. ان جون ڊگهيون ٻانهون
هونديون آهن ۽ چيلهه تائين سوڙهو هوندو آهي. چيلهه کان هيٺ
تائين ان جو دامن ويڪرو هوندو آهي، اهو ڇاتيءَ تان ورائي ڪڇ
پاسي ٻڌبو آهي. ڪيمخواب سوني يا چانديءَ جي زريءَ سان پُريل
ريشمي ڪپڙو آهي.

هن جو پٽ ۽ ٻه ٻائر پرسان ويٺا هئس. هو سڀ مسڪين نظر آيا ۽ ڪين پنهنجيءَ غربت تي لڄ ڪانه پئي آئي، ۽ نه وري ان کي لڪائڻ جي ڪوشش ئي ڪيائون. دربار، جتي ملاقات ٿي هئي، سو زمين کان ٻه-ٽي فوٽ مٿي هڪ وڏو کايل ڪمرو هو. ان جي سڌي منهءَ جي ڇت ڏنگين اٺڪهڙيل ڪاٺين جي ٿونين تي بيٺل هئي. حڪومت جي دٻدٻي يا انتظام جو ڪو نالو نشان ڪونه هو، نه چوبدار يا سپاهي هئا. هرڪنهن پنهنجيءَ مرضيءَ تي بنان پڇڻ جي پئي ڳالهايو، پر چام لاءِ سڀني کي عزت ۽ محبت ئي نظر آئي.

اسان جي موجودگيءَ ۾ دربار ۾ هڪڙو عرب هڪ خط کڻي آيو، جو هتن ملڪن جي رواج مطابق پريءَ دربار ۾ پڙهيو ويو. مسقط جي امام جو ڪو جهاز سونمياڻيءَ جي پرسان ڪناري تي پهچي پيو هو ۽ ڪي معمولي شيون هٿ آيون هيون. امام جو چوڻ هو ته اهي سندس ماڻهن جي حوالي ڪيون وڃن. اهڙا حڪم پريءَ دربار ۾ ديوان وڏي آواز سان پڙهي ٻڌايا. مون ڏٺو ته خط، جو فارسيءَ ۾ هو، سو مودبانه لفظن ۾ لکيل هو. ان ۾ امام جي وڏائي ڪانه ڪيل هئي. چام ان ڳالهه تي خاص توجهه پئي ڏنو. خط پنهنجي منشيءَ کان جدڳاليءَ ۾، جا ملڪ جي ٻولي آهي، ترجمو ڪرائي ٻڌائين.

دربار مان موٽندي اسان بزار مان لنگهياسين. بزار سٺي صفا هئي. گهٽيون سوڙهيون هيون، پر شهر مٿي ٽڪر تي ٺهيل آهي، تنهنڪري گهٽيون برسات ۾ ٻه آليون يا گهميل نه هونديون، چاڪاڻ ته منجهن پاڻي نه بيهي سگهندو هوندو. پيلو پورالي نديءَ جي ڏاکڻي ڪپر تي ٺهيل آهي. شهر جو ٽيون حصو، جو اتر-اولهه طرف آهي، تنهن کي چگيرڙي ڪچي پٽ ڏنل آهي، باقي پيو ڀاڱو صفا کليل آهي ۽ ڪا پناهه ڪانه اٿس. ان ۾ ٻن هزارن کان وڌيڪ گهر آهن. انهن

مان اڊائي سؤ يا ٽي سؤ گهر هندن جا ٿيندا، جن کي چام جي انصاف پسند حڪومت ۾ پناهه ڏيئي هٿايو ويو آهي.

جڏهن اسان پنهنجيءَ جاءِ تي موٽي آياسين ته اتي ڪيترا ملتان(١) ۽ شڪارپور جا واپاري اسان سان ملڻ آيا. اسان انهن سان واپار متعلق ڪيتريون ڳالهيون ٻولهيون ڪيون. اسان هنن کي رواج مطابق سوپاريون ۽ لونگ ڪارائي روانو ڪيو. هو اسان جي تجارتي علم ۽ هنر ڪان چڱا متاثر ٿيا. منهنجي همراهه ڪئپٽن ڪرسٽيءَ هنن کي هڪ لنبو چوڙو وعظ ڪري ٻڌايو ته بمبئي ۽ هندستان ۾ ڪهڙين ڪهڙين شين جي ضرورت آهي ۽ هنن اهو تمام غور ۽ اطمينان سان ٻڌي ٻڌو. آءٌ سمورو وقت دل ۾ ٻئي ڪيليس. اسان جي هندو دوستن کي ٻه اِها ڳالهه اعتبار ۾ نه پئي آئي. جڏهن هو واپاري هليا ويا، تڏهن اسان ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي مبارڪ ڏني ته هن انهيءَ موضوع تي ڳالهايو هو، جنهن کان هو بلڪل غير واقف هو. انهيءَ خسيس ڳالهه مان پوءِ اسان کي وڏو فائدو پهتو. ٻيلي جي واپارين کي خاطري ٿي ته اسان قابل تاجر آهيون، ايتريقدر جو اسان قسم کڻون ته اسان کي واپار جي ڪک جي به خبر نه آهي ته هو اعتبار نه ڪن ها.

٢٤- جنوري: اڄ صبح جو سوير چام جو ديوان اسان وٽ آيو. اسان کي چام جا سلام ڏيئي خوش خيرعافيت معلوم ڪيائين. هن اسان جي ايتري خوشامد ۽ تعظيم ڪئي جو اسان کي شڪ پوڻ لڳو ته شايد هن کي خبر آهي ته اسان سچ پچ غير آهيون. هن جو شڪ لاهڻ لاءِ اسان ساڻس هيئانهين ورتي. ديوان موڪلائي ويو، تنهن کان پوءِ جلد ئي

(١) ملتان هڪ وڏو تجارتي شهر آهي، ۽ پنجاب ۾ ملتان جي صوبي جي گاديءَ جو هنڌ آهي. شڪارپور قلات جي اوڀر ۾ آهي ۽ سنڌو نديءَ جي اولهه ۾. شڪارپور ٻه واپار لاءِ مشهور آهي.

اسان چام ڏي سوغاتون(١) موڪليون، جنهن تي هو ڏاڍو خوش ٿيو.

شام جو وري چام جو پاڻ چام دريا خان اسان سان ملاقات ڪرڻ آيو. اسان کي وري اچي شڪ پيو ته شايد هنن کي خبر پئجي ويئي آهي ته اسان ڪير آهيون. هن اسان سان زوريءَ ويهي به ڪلاڪ ڳالهيون ٻولهيون ڪيون. هو شڪل جو سهڻو ۽ عمر ۾ اڌ-وهي آهي. هو پنهنجن ٻين هموطنين جي مقابلي ۾ فضيلت ۽ سليقي وارو ماڻهو آهي، پر ڪپڙا تمام سادا پائيندو آهي. ان ڳالهه تي تعجب ٿيڻ نه کپي. اسان کي پوءِ خبر پيئي ته هن کي سال ۾ خرچ لاءِ فقط پندرهن سؤ رپيا ملندا آهن. ڳالهه اها آهي ته هنن ماڻهن جو گذران تنگ آهي، جو ملڪ جو هڪ مکيه ماڻهو به اهڙي سادگيءَ سان رهي ٿو. هو لڙائيءَ وقت فوج جو سالار هوندو آهي. لڙائيءَ جي زماني ۾ هن کي چام جي اصطبل مان ٻه گهوڙا سواريءَ لاءِ ۽ ڪجهه معمولي خرچ ملندو آهي. هن پڇڻ کان سواءِ اسان کي پنهنجي پاڻ جي ملڪ جي آمدنيءَ ۽ حڪومت جي سرشتي جو احوال ٻڌايو ۽ ان جي اسان جي حڪومت سان ڀيٽ ڪئي. ڳالهائڻ مان هو عقل ۽ فهم وارو پئي نظر آيو. هو هڪ وڏو شڪاري آهي. هو پنهنجو گهڻو وقت شڪار ۾ گذاريندو آهي. چيائين ته مان هرسال سياري ۾ ڪيترا دفعا جبل تي شڪار لاءِ ويندو آهيان ۽ ڪيترا ڀيرا ٻن ڏينهن جي شڪار ۾ ويهه يا ٽيهه پهاڙي ٻڪر ماريا

---

(١) سوغاتن ۾ هيٺيون شيون هيون: هڪ چيناڻي پٽ جو ٽڪر، هڪ ولائتي ڇيٽ جو ٽڪر، اٺ ڪافي پيئڻ جا ڪوپ ساسر، اٺ چيني جا پيالا، اٺ بلوري شيشي جا گلاس، هڪ هندستاني ريشم جو ٽڪر، ڇهه ڇريون، ٻه ڪئنچيون، اڌ سير بندوق جو دارون، هڪ دوربيني، ڏاڪن وارن پستولن جو جوڙو.

اٿم. انهن جانورن جو شڪار ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي. هو خوفناڪ ۽ ڏکين هنڌن تي رهندا آهن. انهن جو گوشت نهايت لذيذ ٿيندو آهي. اهي تمام سياڻا جانور آهن ۽ ويجهو اچڻ نه ڏيندا آهن. اهوئي سبب هو جو چام پنهنجي سورهيائي ڏيکارڻ لاءِ اسان کي ٻڌايو ته مون هيترا جانور ماريا آهن. چام ۽ هن جي سمورن سائٿن کي شڪار جو شوق آهي، تنهنڪري هرقسم جي شڪار تي بندش آهي. جبل ۾ ڪيترن علائقن ۾ رکه رکيل آهي. جيڪڏهين ڪو شينهن، واگهه يا ٻيو ڪو وڏو جانور ڪٿي به نظر ايندو آهي، پوءِ خواه اهو پيلي کان ڪيترو به پري هجي، ته چام کي اطلاع ڏنو ويندو آهي، جو وڃي هڪدم ان کي ماريندو آهي. چام جي پاڻ موڪلائڻ وقت اسان کي چيو ته، جيڪڏهن توهان جي هوندي ڪو اهڙو موقعو مليو ته مان توهان کي پنهنجن آئن تي چاڙهي پاڻ سان وٺي هلندس. چام جي پاڻ سان ملاقات ۾ اسان کي ڏاڍو لطف آيو ۽ اسان کي لس جي ماڻهن جي رسمن ۽ رواجن جي خبر پيئي، جا هونءَ اسان کي ايتري ٿوري عرصي ۾ ٻئي ڪنهن ذريعي ڪانه پوي ها.

اڄ شام جو پيلي ۾ بروهين يعني جبل جي بلوچن جي هڪ ٽولي آئي. هنن سان ڪٽڪ جي سٽ-سٽر ائن جو گلو هو، جا هن بنڪر جي ڪوٽ مان آندي هئي. بنڪر قلات جي رستي تي پيلي کان ڇهن-ستن ڏينهن جو پنڌ آهي. اسان ماڻهو موڪلي سراءِ مان هڪ-ٻه بروهي ٻچا لاءِ گهرايا. چيائون ته جيڪڏهين توهان سان قيمتي قافلو ساڻ نه آهي ته پوءِ ٻزنجن جو ڪهڙو خوف نه رکو. هو برابر ملڪ لاءِ آزار آهن، پر توهان کين ٿورو ڏن ڏيندؤ ته پوءِ هو توهان کي هٿ ڪونه لائيندا. هنن اسان کي صلاح ڏني ته جي اسان کي ڪو ڪر ساڻ آهي ته پوءِ سنڌ جي واٽ وٺي وڃون. پر اسان

سان ڪو ساڻ ڪونہ هو، تنهنڪري اسان سڄو وڃڻ جو فيصلو ڪيو.

٢٥- جنوري: اڄ اسان لي-چار اٺ سستي اگهہ تي خريد ڪيا ۽ باقي وقت تياري ڪرڻ ۾ گذاريوسين. چام جي ديوان اطلاع موڪليو تہ بزنجن جو سردار اڄ ايندو، تنهنڪري توهان پيلي مان هلڻ لاءِ هڪدم تيار رهو. اسان اها ڳالهہ خوشيءَ سان قبول ڪئي. شام جو چام اسان جي گهر جي پرسان لنگهندي پڇا ڪئي تہ ڪيئن آهيو؟ هو هڪ شاندار اترادي گهوڙي تي سوار هو، جنهن تي پريل جهُل پيل هئي. هن سان گڏ ويهہ-ٽيهہ ماڻهو اٺن ۽ گهوڙن تي هئا. هن جو پٽ بہ سواريءَ ۾ شامل هو. هو هڪ عاليشان اٺ تي چڙهيل هو، ۽ نهايت هوشياريءَ سان اٺ کي مهارن کان وٺي پئي هلايائين. مهارون ريشمي ڌاڳي جون هيون، جي اٺ جي ناسن ۾ ٽُنگ ڪري انهن مان ڪڍيل آهن. شتر سوار ٻہ-ٻہ گڏجي ٿي هليا. گهوڙيسوار پاسن کان هئا. سوارن کي تلوارون، ڍالون ۽ تفنگون ساڻ هيون.

٢٦- جنوري: اڄ شام جو چام تلسي هندوءَ کي گهرائي هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٻوليون ڪري چيائينس تہ مون کي توسان هڪ ڳالهہ ڪرڻي آهي، جا مون هن وقت تائين بلڪل مخفي رکي آهي ۽ پنهنجي پٽ سان بہ ڪانہ ڪئي اٿم. مان ڄاڻو ٿو پائنيان تہ هي ٻہ انگريز ڪي واپاري آهن. هنن جي مراد ۽ مقصد ڇا آهي، تنهن سان منهنجو واسطو ڪونہ آهي. پر جي عملدار آهن تہ مون کي سندن ملاقات وقت تعظيم ڪرڻ کپندي هئي. تنهنڪري تون مهرباني ڪري مون کي ٻڌاءِ تہ هو سچ پچ ڪير آهن. تون خاطري ڪر تہ جيڪڏهن هو انگريز سرڪار جا ماڻهو آهن تہ مان خوشيءَ سان سندن خدمت ڪندس. هندو چالاڪ هو ۽ چام جو مطلب سمهجي ويو، تنهنڪري هو ان ڳالهہ تي اڏول ٿي بيٺو

ته اسان سندرجيءَ جا گماشتا آهيون. چام ڪانئس پڇيو ته هنن ڪي ڀڳهار ڪيترو ملندو آهي ۽ هو مون کي ٻڌائي سان نئيون بندوقون گهرائي ڏيئي سگهندا يا نه. تلسئي چيس ته مان توهان جو حڪم وٽن پهچائيندس. اسان جواب موڪليس ته اسان وعدو ته نٿا ڪريون، پر هندستان موٽڻ بعد ڪيس بندوقن موڪلڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

شام جو ديوان ٽي-چار خط ڪڻي آيو، جي قلات جي ڏکڻ ۾ رهندي تي جي سردار رهن ٿا، تن ڏانهن لکيل هئا. اهي اسان کي پڙهي ٻڌايا ويا. رات جو زاڏو سيٺ سونمياڻيءَ موٽي ويو. موڪلائڻ وقت اسان ڪيس هڪ چيٽ جو ٽڪر، دوربيني ۽ پيون ڪي معمولي شيون تحفو ڪري ڏنيون. هو اسان سان تمام فضيلت سان هليو هو ۽ اسان خوشيءَ سان ڪيس معقول عيوضو ڏيون ها پر اسان گماشتا هئاسين، تنهنڪري اهو ممڪن نه هو. هو ويو تنهن کان اڳ اسان کي خاطري ڏني ته هن کي اسان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي. تلسئي چاڏي واٽي ڪيس چيو ته تو قلات جي رستي تي بندر جي شهر ڏانهن گهوڙن خريد ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليو آهي. هن سمجهيو ته اسان ان ڳالهه تي غصو ڪنداسين، تنهڪري چيائين ته ها مون برابر ماڻهو موڪليو آهي، پر مون کي اچو گهوڙو نه کپي ۽ بهرحال منهنجو ماڻهو بندر کان پرتي نه ويندو. اسان کي پوءِ پڌي ڏک ٿيو ته هن اسان کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجو ماڻهو واپس گهرائي ورتو.

# فصل (٢)

٢٠- جنوري: اسان ٽين بجي شام تائين ترسياسين، ۽ بزنجن جي سردار رحمت خان جو پتو ڪو نه پيو، تنهنڪري اسان پيالي مان روانا ٿياسين ۽ ساڍا چار ميل پنڌ ڪري جام جي هڪڙي باغ ۾ پهتاسين. رات باغ ۾ هڪڙي شاهي گدامڙيءَ جي وڻ هيٺ رهياسين. اسان سان ڇهه نوڪر هئا ۽ اسان سڀ اُٺن تي سوار هئاسين. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون ڪي اچا اُٺ هلائڻ ڏانوَ نه پئي آيا، تنهنڪري اسان اڳيان اُٺ ڪاهڻ لاءِ پاڻ سان سوار ٿي ڪنيو. ملڪ جو هي حصو آباد آهي ۽ ان ۾ گهڻيون نهرون آهن. پيلي ۽ باغ جي وچ تي ڪمند جي هڪ وڏي پوک آهي. ڪمند کي پيڙي رس ڪڍڻ لاءِ جو گهاڻو آهي، سو پاڻيءَ تي هلي ٿو ۽ ڏاڍو سولو ٺهيل آهي. نار پن سراين کي ڦيرائي ٿو. ڪمند جا پن ڪپي انهن سراين جي وچ ۾ چڙيون وجهيون آهن. سرايون چڙين کي چڪي وٺنديون آهن ۽ انهن مان رس نڪرندو آهي. توتڙ پئي پاسي کان نڪرندا ويندا آهن ۽ رس هيٺ هڪ ٿانوَ ۾ گڏ ٿيندو ويندو آهي. پوءِ رس ٽاسي جي تين ۾ ڪاڙهي ان مان گُڙ ٺاهيندا آهن. گُڙ پيش جي ٽوڪرين ۾ بند ڪري سمنڊ رستي ٻاهرين ملڪن ڏي موڪليو ويندو آهي. گُڙ اُٺن کي به کارايو ويندو آهي ۽ ڏيهي ماڻهو اهو رڌڻ- پچائڻ ۾ ڪم آڻيندا آهن. هي ماڻهو ۽ هڪ چوڪر اهو سمورو ڪاروبار هلائي سگهندا آهن. تين ۾ جو آڪر بچندو آهي، سو پاڻ ڪري ڪم آڻيندا آهن.

٢٩- جنوري: اڄ صبح جو اسان اُٺن جا پورا ٿي پريا ته رحمت خان به پنڌ رهن- ويهن ماڻهن سان اچي باغ ۾

لکيو، چيائين ته توهان جي سلامتيءَ لاءِ مان جوابدار آهيان، تنهنڪري توهان کي اڪيلو وڃڻ ڪونه ڏيندس. وري هو ڇام سان ڳالهائڻ کان سواءِ اسان سان هلڻ لاءِ به تيار نه هو، تنهنڪري لاچار آئن تان لهڻ لاهي سردار سان پيلي موٽيو پيو، جتي اسين يارهين بجي اچي پهتاسين. رستي تي اسان پنهنجي نئين دوست سان ڳالهائيندا هلياسين. هو بلوچ قوم جي پين ماڻهن وانگر جهڙو هو مهمان نواز تهڙو ئي خونخوار رهزن. اسان کي بار بار ڏاڙهيءَ جو قسم کڻي چوي ته، جيڪڏهين توهان منهنجي اجازت کان سواءِ منهنجيءَ حد مان لنگهڻ جي ڪوشش ڪريو ها ته سينيءَ کي فنا ڪري ڇڏيان ها. ان کان پوءِ وري هڪدم نهايت فراخدليءَ ۽ سچائيءَ سان چيائين ته توهان هڪ هفتو منهنجي ڳوٺ ۾ رهو. اها دعوت، جيڪڏهين اسان جون حالتون موافق هجن ها ته اسان وڏي خوشيءَ سان قبول ڪريون ها. اسان چيس ته اسان جو اڳتي وڃڻ جو ارادو هو ۽ اسان سمجهيو هو ته اسان چپ چپاتيءَ ۾ سلامتيءَ سان هليا وينداسين. هو اسان جي انهيءَ جهالت تي اچي ڪيل ۾ پيو. پوءِ اسان کي خاطري ڏني ته اسان صحيح هئاسين، پر ڇام هن وحشيءَ کي گهرائي هڪ حماقت ڪئي هئي، جيتوڻيڪ هن جي نيت صاف هئي. سردار چيو ته توهان کي اهڙي ڳالهه خيال ۾ ڪيئن آئي؟ توهان سمجهو ٿا ته هت به لس جا نومڙيا ٿا رهن؟ نه، توهان بلوچ ٿيو ۽ مون کان مدد گهرو. رحمت خان جي ملڪ مان هڪ سهو به سندس اجازت کان سواءِ نٿو لنگهي سگهي. پر جيڪڏهن هڪ دفعو هو اجازت ڏئي ته توهان جو وار به ونگو نه ٿيندو، وڏيڪ خدا ۽ هن جي رسول جي همٿ ۾ آهي. اسان چيس ته اسان کي تنهنجي وعدي تي پورو يقين آهي ۽ اسان کي خاطري آهي ته توکي اسان کي پناه ۽ مدد ڏيڻ جي طاقت ۽ وسيلو آهي.

ڏينهن جو اسان چام سان گڏ ياسين. هن رحمت خان کي
ٻڌايو تہ اسان جو ارادو چا هو ۽ ڪيس چيائين تہ مون کي
تنهنجي لاءِ هنن وٽان سٺ رپيا مليا آهن. تون هنن کي
پنهنجيءَ حد مان لنگهڻ ڏني ۽ سلامتيءَ سان پار پهچائين.
بزنجي سواءِ لڪ لڪاءَ جي چيو تہ هو سنڌرجيءَ جهڙي وڏي
واپاريءَ جا گماشتا آهن، تنهنڪري هنن کي وڌيڪ پئسا ڏيڻ
کپن. چام چيس تہ مون جيڪو فيصلو ڪيو آهي، اهو پنهي
لاءِ فائدي وارو آهي. اسان کي چيائين تہ توهين دربار مان
وڃو تہ مان فيصلو ڪندس. ساڳئي وقت چيائين تہ توهان
رات ٻيلي ۾ منهنجا مهمان ٿي رهو. اسان کي لاچار اها دعوت
قبول ڪرڻي پيئي. پوءِ اسان هليا وياسين. چام جي بزنجن جي
سردار مان اسان جي روبرو وڌيڪ ڳالهين ڪرڻ جي مرضي
نہ هئي، شايد ان ڪري جو سردار ۽ هن جي ماڻهن تمام
گهڻي بڪ شڪ ٿي ڪئي ۽ اجايا سجايا مطالبا ٿي ڪيائون.
تنهن کان پوءِ اسان جلد ئي پنهنجي اڳينءَ جاءِ تي وياسين.
چام جي نوڪرن اسان کي هڪ دنبو، چار ڪڪڙيون،
چانور، گيهہ ۽ پاڃي آڻي ڏني، جا ٽيهن ماڻهن جي کاڌي لاءِ
ڪافي هئي. شام جو رحمت خان نياپو موڪليو تہ صبح جو
تيار رهو، مان توهان کي خضدار ولي هلندس جو قلات جي
اڌ پنڌ تي هڪ ڳوٺ آهي.

٣٠- جنوريءَ ڪنهن ڪرسٽي ۽ مان ساجهر ئي چام جي
باغ ڏانهن پنهنجي سامان تي موٽي آياسين. پر رحمت خان ۽
هن جي ماڻهن کي ٻيلي ۾، جنهن کي هن شهر ٿي سڏيو،
ايترو ڪم هو جو شام جو مس آيا. اسان ان وقت اٺن تي
سوار ٿي نڪتاسين. چار ميل اتر-اوڀر طرف اڪثر پورالي
نديءَ جي پيٽ مان پنڌ ڪيوسين. هن هنڌ پورالي ندي جبلن
جي وچ ۾ سموري ايراضي والاري ٿي. چون ٿا تہ برسات ۾
ان جو پيٽ ڪيترن ئي ميلن ۾ هوندو آهي.

شام جو ڇام جي باغ ۾ اسان کي رحمت خان جي ماڻهن کان معلوم ٿيو تہ، ساڻن بهادرخان نالي بزنجن جو هڪ ننڍڙو سردار ۽ اڳئين سردار جو پٽ، جنهن کي ملان ٿي سڏيائون، سو بہ هو. ملان جي هوڻ تہ معنيٰ آهي پادري، پر بلوچن ۽ ٻين ايشيا جي قومن ۾ ملان ان کي چوندا آهن جو قرآن شريف پڙهي سگهي. سردارن ۽ سندن ماڻهن کي هڪجهڙي پوشاڪ پيل هئي. هڪ ڊلي سوٽي قميص گوڏن تائين، نيري رنگ جي يا ليکن واري سٿڻ ۽ هڪ ننڍي گول سوڙهي ٽوپي، تفاوت فقط گهوڙن ۽ انهن جي سنجن ۾ هون. رحمت خان جڏهن ڇام سان ملڻ آيو هو تڏهن ڪيس چيلهہ سان هڪ لونگي ٻڌل هئي. لونگي هڪ اهڙي شئي آهي جنهن جي پائڻ جي حيثيت ملازمن جي وت کان ٻاهر آهي. اسان نديءَ جي پيٽ ۾ هڪ دڙي تي ترسياسين. بلوچن ڪاٺين جو هڪ وڏو ڍڳ ڪري هڪدم باهہ ٻاري. اسان رات جو ڪجھ وقت باهہ جي چوڌاري ويٺا رهياسين. ٽي-چار سوڪريا، جي بزنجن سان گڏ آيا هئا، تن ويهي پنهنجن سردارن جي ڪارنامن جا گيت ڳايا. ڳائڻ وقت هنن هٿن سان اجايا ۽ بي معنيٰ اشارا ڪري راڳ سان سُر پئي ملايو. ڪي گيت ۽ راڳ مٺا ۽ سُريلا هئا، پر ماڻهن گهڻو ۽ اجايو ڳائيندڙن سان سُر ملائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي.

هي منظر بزنجن ۽ ٻين بلوچ قومن جي وحشي زندگيءَ تي چڱي روشني وجهي ٿو. ان مجلس ۾ سردارن جو ڪوبہ امتياز يا عزت ڪانہ هئي. وقت بوقت سردار ۽ ملازم سوڪرين کان ستارون ڪسي جوش جي غلبي ۾ پنهنجا قومي سُر ڳائڻ پيا، پوءِ هو وٺيو نچڻ ۽ ٽپن، تان جو وجد ۾ اچيو وڃن. پوءِ تہ غل مچيو وڃي. ماڙهو ويٺا تاڙيون وڄائين ۽ سُر آلاپين، تان جو سڀ ساٿا ٿي ڪِري پون. وري پيا

ستار ڪٺي راڳ شروع ڪن، تان جو ستارون سڀني وٽان ڦري وري ساڳيءَ جاءِ تي اچن.

۳۱- جنوري: اڄ صبح جو پرهه ڦٽيءَ مهل رحمت خان ۽ هن جي ماڻهن ٻه ميل پري هڪ پوک مان وڃي ڪمند جا ڳنڍا پٽي آندا. ويچارو مالڪ هٿ مهٽيندو ڏسندو رهيو، ايتري همت ڪانه ٿيس جو ڪٿي ڪا دانهن ڪوڪ ڪري. هي واقعو ڏيکاري ٿو ته لس ۽ بلوچستان جي ماڻهن ۾ ڪيترو نه تعاون آهي، جيتوڻيڪ هو هڪٻئي جي ويجهو رهن ٿا ۽ هڪٻئي سان روزانو واهپو اٿن!

اسان جي ٻي منزل لس جي پرڳڻي ۾ پوئين منزل هئي، تنهنڪري سان هت لس جي ماڻهن متعلق پنهنجو رايو ڏيندس. پڇا ڳاڇا تي مون کي معلوم ٿيو ته لس جي آبادي اٽڪل پنجويهه هزار ٿيندي، جنهن جو تقريباً ٽيون حصو خانه بدوش آهن، جي سهولت مطابق پنهنجي رهڻ جون جايون بدلائيندا آهن. هو سڀ هڪ ئي قوم جا آهن، جيتوڻيڪ ڇهن مختلف نالن سان سڏبا آهن، جهڙوڪ: نومڙيا، جدگال، جوکيا ۽ جت، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ڪڙمي. هي ماڻهو تمام سست طبيعت آهن. هو ڀنگ ۽ ٻيون نشيدار شيون پيئندا، چڪيندا، ۽ پنهنجو وقت اجاين مشغلن ۾ وڃائيندا آهن. هو ڏارين ماڻهن سان فضيلت سان پيش ايندا آهن، پر هنن جي فضيلت نمايان نه هوندي آهي. هو اهڙا ته رازجو طبع جا آهن جو خانگي ڪمرن ۾ نوس نوس ڪندا لنگهي ايندا آهن، ۽ بدن تي هٿ لائي ڪپڙا ڇُهندا ۽ ڏسندا آهن. هنن جي ٻي خصوصيت هيءَ آهي ته هو ورلي ڪو سوال پڇندا آهن. مون پهلي ۾ ڏٺو ته نومڙيا بنان ڪوٽ جي منهنجي گهر ۾ هليا ايندا هئا، جتي انبوهه ماڻهن جا ويٺا هوندا هئا. هو ٻه ڪلاڪ کن ويهي سواءِ منهن کولڻ جي هليا ويندا هئا. مرد شڪل جا ٺاهوڪا، قد جا وچولا، مضبوط

۽ جاتا آهن. زالون رواجي شڪل جون آهن، ۽ پنهنجي بدن يا پوشاڪ جي صفائيءَ تي خيال ڪونہ ڏين. مرد ڊلو پهراڻ، سٿڻ ۽ هڪ ننڍي ٽوپي پائيندا آهن. ٽوپين مان سچائي سگهبو آهي تہ ڪهڙي ضلعي جا ويٺل آهن. زالون ساڳيا ڪپڙا پائينديون آهن، پر هنن جا گهگها ڊگها مُرين تائين هوندا آهن. ڪي گهگهن هيٺان ريشمي يا سوٽي چوليون پائينديون آهن. عام ماڻهن جي غذا چانور ۽ ٻين قسمن جو اَنُ، جو هو گهٽي انداز ۾ پوکيندا آهن، ۽ مڇي گيهہ آهي. اوچي طبقي جا هندو خواهہ مسلمان بعضي گوشت بہ واپرائيندا آهن، جو غريبن جي طاقت کان ٻاهر هوندو آهي. هنن وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جا وڏا ڌڻ هوندا آهن، تنهن کان سواءِ ٻلا اٺ، ڍڳيون ۽ مينهون پڻ. هنن وٽ گهوڙن جي ڪمي آهي، جي گهوڙا هوندن بہ تہ ننڍي قد جا ۽ گهگير. لس جي ٻولي لڳ ڀڳ سنڌ جي ٻوليءَ جهڙي آهي، اها جدگالي يا جيٽ گلي سڏبي آهي. ظاهر آهي تہ ٻولي قوم جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. مان هاڻي نومڙين جو هي مختصر احوال ختم ڪري، فقط ايترو وڌيڪ چوندس تہ اسان ٻنهي ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون کي هنن جي شڪل شبيهہ ۽ عادتون هندن جهڙيون نظر آيون. هنن ماڻهن جي چهري ۾ هڪ قسم جي سُستي ۽ آرس نظر اچن ٿا، جي مون مسلمانن جي کنهن ملڪ ۾ ڪونہ ڏٺا آهن. هو ان ڳالهہ ۾ پنهنجن سنڌ، مڪران ۽ بلوچستان جي پاڙيسرين کان نرالا آهن.

خير، هاڻي مان وري پنهنجي مقصد تي اچان ٿو. بلوچن ناشتو ڪائي پورو ڪيو تہ اسان اڳتي وڌڻ جو ارادو ڪيو، پر بهادرخان ۽ رحمت خان جو ڀاءُ ملان پڙ ڪڍي ويٺا، چون تہ اسان محنت ڪئي آهي ۽ توهان کي وٺي آيا آهيون، اسان کي بہ ڪجهہ عيوضو ڏيو. اسان چيو تہ چاڪ، رحمت خان مان برنجن جي سردار جي حيثيت ۾ فيصلو

ڪيو آهي ته جيڪڏهن توهان وڏيڪ عيوضو گهرندؤ ته اسان پيلي موٽي، مڪران جي ڳاديءَ ڪيچ جي واٽ وٺي قلات ويندا سين. انهيءَ دڙڪي کين خاموش ڪري ڇڏيو. تنهن کان پوءِ هو اچي پاڻ ۾ اٽڪيا ته رحمت خان جي سمت رپيا ورتا هئا، انهن مان کين ڪيترو حصو ملي. تنهن کان پوءِ اسان روانا ٿياسين، ۽ سورهن ميل مٿو اتر ٽڪرين تان پورالي نديءَ جي پيٽ مان يا ڪناري سان پنڌ ڪيوسين. ملڪ ويران ۽ غيرآباد هو. رستو سڄو پٿرن سان پريل هو. نديءَ جي پيٽ ۾ گز ۽ پير جي وڻن جو گهاٽو جهنگ هو. رستي ۾ اسان رحمت خان جي ٽوليءَ کان جدا ٿي وياسين. ٽين بجي اسان هن لاءِ ترسي بيٺاسين. ساڳي وقت آٺ، جي اسان پيلي ۾ پاڙي ڪيا هئا، تن جي مالڪ چيو ته منهنجو ڳوٺ ٽي ميل پري جبل ۾ آهي، مان اتان ٿي صبح جو ڪيئن بہ ڪري موٽي ايندس. پوءِ معلوم ٿيو تہ هن کي موٽڻ جو ارادو ڪونہ هو. اسان جا سامان وارا آٺ اڄ تمام آهستي پئي هليا، تنهن کان سواءِ اسان خيال ڪيو ته رحمت خان سان گهٽائي ماڻهو ساڻ هوندا، جنهنڪري اسان رستو چڱيءَ طرح جاچي ان جا پار پتا لڪي نہ سگهنداسين، تنهنڪري اسان فيصلو ڪيو تہ هن کي ساڻ ڪري هڪدم مهري اٺن تي قلات روانا ٿي وڃون ۽ سامان هڪ هندستاني نوڪر ۽ ڪن بلوچن جي حوالي ڪيون.

١-فيبروري: اڄ صبح جو اٺين بجي اسان ڪناجيءَ مان، جتي ترسيا هئاسين، نڪتاسين. چوڏهن ميل پنڌ ڪري اسان باران لڪ جي تري وٽ پهتاسين. لڪ تان پنڌ ڪيوسين. لڪ جي چوٽيءَ تي پهچڻ ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪلاڪ لڳو. چوٽيءَ تي اٽڪل سؤ والن ۾ رستو تمام سوڙهو آهي، جڻ تہ ٽڪر مان ٽڪي لاهيو اٿن. لڪ جي اوچائيءَ تان سمورو

آسپاس وارو علائقو چڱيءَ طرح نظر پئي آيو. چوڌاري ويران جبلن تي جبل هئا، جن ۾ ڪي بروهي ريڍارن جون ننڍيون ننڍيون خيميون يا قبيلا رهن ٿا. مطلب ته هڪ عاليشان نظارو هو. چوڌاري خاموشي لڳي پئي هئي. هر طرف اتاهن ۽ گوناگون جبلن جون فلڪ بوس چوٽيون هڪ پيانڪ سمنڊ جي لهرين وانگر هڪٻئي جي مٿان سٽيون پيون هيون؛ هر شيءِ مان قدرت جي عظمت ۽ هيبت پئي ظاهر ٿي. لڪ جي چوٽيءَ کان هيٺ لهڻ جو رستو بلڪل ڪونه هو. اسان ٻه-چار ميل پٿرن تان پنڌ ڪيو، پوءِ اُٺن کي ساهي ڏيڻ لاءِ اورناڪ جي نئين ۾ لهي پياسين. نئين جي تري ۾ ٿڌو ٿڌو ۽ تازو پاڻي پئي وهيو. هڪڙو بروهي ڌنار، جنهن رڍن ۽ ٻڪرين جو هڪ وڏو ڌڻ پئي چاريو، سو به اتفاق سان اچي اسان سان شامل ٿيو. اسان هن کان ڪجهه کير ۽ هڪ رڍ ريٽي ۾ خريد ڪئي. ان کان پوءِ پنج ميل پنڌ ڪري وڃي تور قبر نالي هڪڙيءَ جاءِ تي پهتاسين. اها رات به اڳين رات وانگر گذري، مگر اڄ رات اسان پڪل گوشت جو مزو ورتو. اُٺن وارن نهايت صفائيءَ سان رڍ ڪُهي، ٽُڪر ٽُڪر ڪري بندوقن جي گزن تي تمام لذيذ ڪباب پچايو. هن جاءِ تي تور قبر* نالو هن ڪري پيو آهي جو اتي تور نالي هڪ مشهور ديويءَ جي هڪ ڏڙي تي قبر آهي. ديويءَ جون نهايت عجيب غريب ڳالهيون مشهور آهن.

٣-فيبروري: اڄ اسان ستين بجي صبح جو تور قبر ڇڏيسين ۽ سڄي ڏينهن ۾ چوويهه ميل پنڌ ڪيوسين. اسان جو رستو ٻن پٽن يا وادين مان هو، جي ٻارهن-چوڏهن ميلن کان وڌيڪ ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ نه هيون. انهن ۾ ڪن رولو ڪوهستانين تازو آبادي ڪئي هئي. هاڻي، انهن ۾ ڪک ڪانا

* تور قبر-تور جي قبر يا تربت.

۽ جهنگ هو. ٻنهيءَ مان وڏي پٽ جو نالو وڏ آهي. رستي کان ڇهه ميل پري اوپر طرف جبلن ۾ ساڳئي نالي جو هڪڙو ڳوٺ آهي. شڪ ناهي ته پٽ تي اهو نالو ڳوٺ جي نالي تان پيو هجي. اسان کي ڄاڻ، وڏ جي سردار ولي محمد خان ڏانهن تعارفي خط ڏنو هو. هو بروهين جي مينگل قوم جو وڏو آهي، جي بلوچستان ۾ وڏي تعداد ۾ آهن. اسان کي پيلي ۾ معلوم ٿيو هو ته هو ڪاڏي ٻاهر ويل هو، تنهنڪري اسان هن جي ڳوٺ ڏانهن لڙي وڃڻ مناسب نه سمجهيو. خط اسان هڪڙي قاصد هٿان سندس ديوان ڏي موڪليو ته پنهنجي مالڪ کي پهچائي. مون ٻڌو ته وڏ جو ڳوٺ تمام ننڍڙو ۽ غليظ آهي. سردار واديءَ ۾ هڪ نئين ڳوٺ قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر هو ان ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي. عام ماڻهن کي وهم ويٺل آهي ته اهو ڳوٺ ڪن خاص وقتن تي ڳؤرو هوندو آهي. اسان سان جيڪي ماڻهو ساڻ هئا، تن چيو ته ڪيترن هندن ۽ ٻين ماڻهن، جن انهيءَ ڳوٺ کي وسائي ويهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سي هڪ سال اندر مري کپي ويا آهن!

سڄ لهڻ کان ٿورو اڳ اسان ڏن-ڇئن بروهين جي گهيڏٽن يا تنبن جي پرسان وڃي منزل ڪئي. هنن اسان کي جام کير، ڪاٺيون ۽ پاڻي آڻي ڏنو. هن خيل پنهنجيءَ رهائش لاءِ هڪ پربت جبل جي هيٺان هڪ نهايت دلڪش ۽ خاموش جڳهه ڳولي لڌي هئي. هو ماڻهڻا، سادا ۽ وڻندڙ عادتن جا ماڻهو هئا. هن آرامگاه ۾ هنن کي فقط هڪڙو فڪر هوندو هو ته پنهنجي چوپائي مال کي ڪيئن بگهڙن ۽ چراخن جي شبخون کان محفوظ رکجي. ڏينهن جو هو مال چاريندا هئا ۽ صبح شام انهن جو کير ڏهندا هئا. انهن جا مرد خواه زالون انهيءَ ڪم ۾ پڙ هئا. اسان لڳاسين ۽ انهن جا ڏڻ ٻه آيا. انهن کي نهايت انتظام ۽ تربيت سان ڏهي ٻند

ڪيو ويو. وڏن ننڍن سڀني ان ڪم ۾ مدد ڪئي. رڍن جو ڪير ٻڪرين جي کير کان جدا ڏولن ۾ رکيو ويو. رڍن جي کير جو گيهه گهڻو وقت نه رکي سگهبو آهي، پر تازو هوندو آهي ته بروهي ان کي وڌيڪ پسند ڪندا آهن، جو اهو طاقت وارو سمجهيو ويندو آهي. گهر جو ڪم ڪار لاهي زالون ۽ ٻار اچي اسان سان سواءِ ڪنهن شڪ شرم جي چلهه تي ڪچهريون ٻولهيون ڪرڻ ويٺا. هنن ۾ مهمانوازيءَ جو ڏاڍو انگ هو. هو سڀ سواءِ ڪنهن طمع يا لالچ جي اسان جي خدمت ڪرڻ لاءِ منتظر هئا. هنن جهنگلي ۽ غير مهذب ريڍارن جو اسان سان برتاءُ ڪيو، ان جو قدر فقط اهي ڪري سگهن ٿا، جن اسان جهڙو سفر ڪيو هوندو. اسان پنهنجي ميزبان جي ڌيءَ کي ماني پچائڻ لاءِ اٽو ڏنو هو. انهيءَ بهاني تي ته ماني تيار هئي يا نه، مان هن جي گهيڏڻ ۾ گهڙي ويس. هنن جي عجيب گهر ۾ ڇا صفائي ۽ آرام هو! گهر سنهين ڪاٺين جو ٺهيل هو، جن کي ورائي مٿان ڪارا ڪمبل ويڙهي ڇڏيا هئائون. جنهن گهر ۾ مان ويس اهو ايڏو مس هو جو ماڻهو مشڪلات سان ٻيهي سگهي. ان جي ڊيگهه ڏهه ٻارهن وال ۽ موڪر ڏهه-ٻارهن فوٽ هئي. ان ۾ آسائش لاءِ ٿلهيون فراسيون وڇايل هيون، جي بروهين جون زالون ٺاهينديون آهن. هڪ پاسي تي باهه پئي ٻري. دونهين جي نيڪال لاءِ بادبان ڪونه هو ۽ دونهون دروازي مان ٿي ٻاهر نڪتو، جنهنڪري البت گهٽ پئي ٿي. پر انڪري گهيڏڻ ۾ گرمائش هئي، جا هنن غريب ماڻهن لاءِ، جن کي جان تي پورو ڪپڙو به ڪونه هو، هڪ وڏي نعمت هوندي. يورپ خواهه ايشيا ۾ مون ڪٿي به اهڙا ماڻهو ڪونه ڏٺا آهن، جي اهڙين ناموافق حالتن هيٺ ۽ اهڙين ٿڌين ڪوسين جاين ۾ رهندا هجن.

٤- فيبروري: اڄ صبح جو اسان پنهنجن مسافرنواز ميزبانن کان جدا ٿياسين، موڪلائڻ وقت اسان کين سندن نيڪيءَ جي عيوض اڇو جوڙيءَ جو ڪپڙو ۽ تماڪ ڏنو، جن جي کين پئسي کان زياده ضرورت هئي، اسان پنجنيهه ميل هڪ ويران ۽ پهاڙي علائقي مان خراب رستن تان جن ۾ ٽڪر ٽڪر تي ڏکيا ۽ اونها گهارا ۽ ناليون هيون پنڌ ڪري، ٽين بجي شام جو اچي خوزدار ۾ پهتاسين. هن موسم ۾ مسافر ڏسي ماڻهن ۾ گهڻو چؤبول پيدا ٿيو ۽ سڀ اسان کي شڪي ۽ بدگمان نظرن سان ڏسڻ لڳا. اسان بازار مان لنگهي سڌو هڪڙي هندوءَ جي گهر وياسين، جنهن سان شناسائيءَ لاءِ اسان خط آندا هئا. گهڻيءَ دير ۽ مشوري کان پوءِ ته اسان کي آخر هڪ رهڻ جيتري خالي ڇپر ملي، جتي رات گذاريسين، ٿوري وقت ۾ اسان کي ڪاڏو ۽ وهڻ لاءِ داڻو پاڻي به مليو.

٥- جنوري: اڄ اسان سودو سامان وٺڻ ۽ اٺن کي آرام ڏيڻ لاءِ خوزدار ۾ ترسياسين. اسان سان ڪيترا ماڻهو ملڻ آيا، جن ۾ قنڌار جو هڪ معزز سوداگر به هو، جنهن پنهنجي شهر ۾ وڪري لاءِ هتان پنج سؤ رڍون خريد ڪيون هيون، قنڌار خوزدار کان گهٽ ۾ گهٽ پنج سؤ ميل پري ٿيندو. چيائين ته مون توهان کي انڪري تڪليف ڏني آهي جو منهنجو هڪ چاچو ڪيترا سال ٿيا ته هندستان ويو هو ۽ اتان وري ڪونه موٽيو آهي، توهان ۽ اسان جو پيشو(١) ساڳيو آهي. تنهنڪري مون سمجهيو ته شايد توهان هن کي سڃاڻندا هجو، هو اسان سان سچا ۾ ڪلاڪ ويٺو هو، هن سمجهيو ته اسان مسلمان آهيون ۽ اسان به هن جي اها غلطفهمي دور ڪرڻ مناسب نه سمجهي. شام جو هڪ هندو

(١) گهوڙن جا سوداگر.

فقير اسان سان مليو جنهن چيو ته مان ايران، خراسان، سيستان، ڪشمير ۽ بخارا وغيره جون زيارتون ڪري آيو آهيان. توهان کي انهن ملڪن جو ڪو حال احوال کپي ته مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. اسان هن کان ٿورا سوال پڇيا ته متان شڪ نه پويس، پر هن کي ڪهڙو علم ڪونه هو، ممڪن آهي ته هو ڪهڙو ڪهڙيو هجي، پر هن اکيون کولي ڪجھ ڪونه ڏٺو هو.

اڄ هتي رهڻ ڪري اسان کي شهر ڏسڻ جو موقعو مليو. شهر ننڍڙو آهي، منجهس پنجن سون کان وڌيڪ گهر ڪونه آهن. اهو جبلن جي وچ ۾ هڪ ماٿريءَ ۾ ٺهيل آهي ۽ چوڌاري ننڍو مٽيءَ جو ڪوٽ اڏيل اٿس. ڪوٽ جي اندر ٻه-ٽي باغيچا آهن، جن ۾ موسم تي انگور، انجير، شڪربالا ۽ باداميون، صوف وغيره پيدا ٿيندا آهن. جڏهن اسان اتي هئاسين، تڏهن وڻن ۾ پن ڪونه هئا ۽ ٿڌ سيارو هو. گرميءَ جي موسم ۾ قنبراڻي قوم جو سردار ۽ قلات جي حاڪم محمود خان جو سالو مير مراد علي، خوزدار ۾ رهندو آهي. هو ان وقت ڪڇ گنداوا(١) ويل هو، پر سندس نائب جو هڪ بيحال پيرو ماڻهو هو، سو اسان سان ملڻ آيو، چيائين ته معاف ڪجو جو ڪالهه شام جو اوهان سان ملي نه سگهيس، منهنجي طبعيت ناساز هئي. اسان چيس ته اسان مير صاحب لاءِ لس جي ڄام جو خط آندو آهي، پر اسان کي ساڻس گڏجڻ جي اميد هئي، تنهنڪري خط پاڻ وٽ رکيوسين. خوزدار جا رهاڪو اڪثر ملتان ۽ شڪارپور(٢) جا هندو آهن، انهن جي شهر ۾ ايتري هلندي آهي جو شهر جي دروازي جون ڪنجيون روز رات جو مکيه برهمڻ جي حوالي

(١) اوڀر طرف جبلن جي هيٺان علائقو، ڏسو نقشو.

(٢) هي وڏو تجارتي شهر، قلات جي اتر-اوڀر، ڏسو ٢٣- جنوريءَ جو روزنامو. (نوٽ)

ڪيون ويندڙيون آهن، اتي برهمڻ جي ننڍڪ جا ڪيترا ماڻهو رهندا آهن. اهي ڪالي ماتا جي مندر ۾، جو هنن اتي ٺهرايو آهي خدمت ڪندا آهن. هو بدچلن ۽ بدڪار ماڻهو آهن، ۽ اسان جي هوندي سمورو وقت تماڪ پيئندا، ڀنگ(١) کائيندا ۽ پاڻ تي ويٺا هوندا هئا، انهن اوڳڻ ڪري، هو ضعيف ۽ قبل از وقت پڪا نظر ايندا هئا. انهن برهمڻ جي ڪري بازار هميشه ڀرپور هوندي آهي. انهن ۾ چرخيون به ٺهرايون آهن جي هڪ نهر جي زور تي هلنديون آهن، جا مانڙ مان وهي ٿي.

٦- فيبروري: خوزدار کان ٻنڪر تائين مفاصلو ڏهه-يارهن ميل، رستو سنئو خوزدار ۽ باغوان جي وادين مان، چاڙهيءَ تي، ڳوٺ ڪي بعضي بعضي باغوان جي نالي مان به سڏبو آهي. خوزدار وانگي باغوان به مرادعلي قنبرائيءَ جو ڳوٺ آهي، پر نه ان جيڏو آهي، نه ان جهڙو آباد. ڳوٺ جا سڀ ماڻهو سواءِ ٻن بروهين جي گهرن جي ڪيچ گنداوا لڏي ويا هئا.

٧- فيبروري: اڄ صبح جو اسان جي پاڻيءَ جون مشڪون(٢) ڄمي برف ٿي پيون. اسان جا ماڻهو اٺين بجي کان اڳ نڪرن چو ٿا. اسان اٺين بجي سوار ٿي نڪتاسين، ۽ هڪڙي ويران ۽ غيرآباد علائقي مان خراب رستن تان جبلن جي مٿان ۽ وچان پنجاهه ميل پنڌ ڪري ٿڪجي ٽٽجي سهيرآب يا سرياب جي ڳوٺ ۾ جو سرياب جي پٽ ۾ واقع آهي، نائين بجي رات جو پهتاسين. سچ لڳي کان پوءِ اهڙي ته اچي ٿڌ پيئي جو اسان لهي اٺن کي مهارن کان وٺي هلياسين، اٺ بک ۽ ٿڪ ۾ ساٿا ٿي پيا هئا. ڳوٺ ۾ اسان کي هڪڙي

---

(١) هڪ ٻوٽي.

(٢) چم جي پاڻيءَ جون ٿيلهيون جي سڄي مشرق ۾ مسافر ڪم آڻيندا آهن.

مينگل بروهيءَ باهه جـو مچ ٻاري ڏنو. هن پنهنجي جاءِ ۾ اسان کي رهڻ لاءِ ڏني ۽ پاڻ پنهنجا ٻچا وٺي وڃي هڪ پاڙيسريءَ جي گهر ۾ رهيو. سوهيراب جي ماڙيري تمام ڪشادي آهي. ان جي ڊيگهه ٽيهه-چاليهه ۽ ويڪر ڏهن کان ويهن ميلن تائين ٿيندي. ماڙيءَ کي هڪڙي نهر آباد ڪري ٿي، جنهن کي ٻهاڙن مان چشمن جو پاڻي ملي ٿو. ان ۾ ٽي-چار ڳوٺ آهن جي سکر واري مير مراد عليءَ جي پائرن جا آهن. انهن کي اتـي پنهنجيون جايون آهن، جتي هو اونهاري ۾ ڪجهه وقت شڪار جي خيال سان رهندا آهن. انهيءَ پـٽ جي ٻنهي پاسن کان اوچا جبل آهن، جن جي چوٽين تي برف هوندي آهي. اڄ اسان ڏيسر سان هڪ ٻيـو به برف سان ڇانيل پهاڙ ڏٺو. اسان کي پوءِ معلوم ٿيو ته اهو قلات کان پنجهتر ميل سڌو اتـر طرف هو، جتان اسان جي ان تي پهريان نظر پئي هئي. اتان اهو گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ سؤ ميل هوندو.

٨- فيبروري: سوهيراب کان رودنجي تائين ڇويهن ميلن جي منزل آهي. رستو سهورو غالباً سوهيراب جي پـٽ مان لنگهي ٿو جو سوهيراب کان ٽي ميل پرتي پورو ٿئي ٿو. وچ ۾ رستي تي هڪ سراءِ آهي، جنهن کي سرمهٔ سنگ سراءِ، يعني مسافرخانو، ڪاروان يا سـراءِ چوندا آهـن. ان جـي آسپاس سرمو گهڻي انداز ۾ ليندو آهي. اها سراءِ اٿـن جي قافلن لاءِ هڪ منزل آهي ۽ ان جي ويجهو سٺو پاڻي ملندو آهي. رودنجي جـي ڳوٺ ۾ بـ جهوپڙيـون آهن. کوهن کان سواءِ ٻيو پاڻي اتي ڪو نه آهي ۽ اهو به نه سٺو آهي ۽ نه مٺو. آسپاس وارو علائقو ويران ۽ غيرآباد آهي. تعجب آهي ته ڇو ٻڏيءَ وارا انسان اهڙي گنديءَ جاءِ تي ديرو ڪري ويهن ٿا، جڏهن ٿوري مفاصلي تي ڪين هڪ زرخيز ۽ آباد علائقي جي نعمت حاصل ٿي سگهي ٿي. ائين آهي ته قلات ۽ سوهيراب جي وچ ۾ اها هڪ ئي منزل آهي جتي

ترسي سگهجي ٿو ۽ جنهن انگريزي اناج ۾ پڻ شين جي ضرورت
پوي ٿي.

انهيءَ جاءِ تي رودن جو نالو چئو پيو، تنهن لاءِ هڪ
عجيب ڏند ڪٿا آهي، جنهن ۾ سڀ مڪاني ماڻهو سورهن آنا
يقين وڪندا آهن. چون ٿا ته هڪڙي سياري جي نهايت ٿڌيءَ
رات جو ٻه سوداگر اتفاق سان اتي اچي گڏيا. هڪڙي کي
موٽ ۾ پئي کي نير جو آڻ ساڻ هو. انهن ٻن رنگن کي
بلوچي ٻوليءَ ۾ رودن ۾ جو سڏيندا آهن. نير واري آڻ
جي واپاري پنهنجو ڪجهه قيمتي وکر نقصان پائي ڪجهه
موٽ سان بدلايو جنا هن پاري پنهنجي حياتي بچائي. پر
موٽ جي ڪنجوس مالڪ پنهنجي باقي بچيل وکر کي هٿ
ئي نه لاتو ۽ اهڙيءَ طرح ٿڌ جي وگهي مري ساهه ڏنائين.

# فصل (٣)

٩- فيبروري: اڄ اسان رود نجيءَ کان پنجويهه ميل سفر ڪري شام جو قلات جي شهر ۾ پهتاسين. وچ وارو سمورو علائقو پهاڙي هو. ڪٿي ڪٿي وڏيون جهنگل جون ٽڪريون هيون. رستو غالباً اتر-اوڀر جي ڏس ۾ هو. ڪيترن هنڌن تي مٺو پاڻي ملي سگهيو ٿي. شهر جي آسپاس ڪيتريون بستيون آهن. جڏهن اسان انهن مان لنگهي شهر جي ڏاکڻين دروازي وٽ پهتاسين ته اتي پهريدار تفنگچين اسان کان پڇيو ته توهان جو مقصد ڪهڙو آهي ۽ ڪٿان آيا آهيو. اسان هنن کي انهن سوالن جا مختصر جواب ڏنا ۽ چيوسون ته سندرجيءَ جي گماشتي شالومل هندوءَ جو گهر ڏيکار جو اسان کي هن لاءِ ڪي هنديون ۽ سفارش جا خط آهن. انهن مان هڪڙو اسان کي بزار ۾ هن جي دڪان تي وٺي هليو. اتي اسان واري هندوءَ کيس چٺيون ڏيکاريون ۽ کانئن رهڻ لاءِ جاءِ طلب ڪئي. شالومل ۽ هن جي پٽ اسان کي صلاح ڏني ته توهان ڪوٽ جي ٻاهران ڪا جاءِ مسواڙ تي وٺي ان ۾ رهو جو اتان جي آبهوا شهر جي سوڙهين گلين کان وڌيڪ صحت بخش آهي. اها صلاح اسان کي وڻي ان ۾ هڪ فائدو اهو هو ته اتي اسان کي نويڪلائي هئي، جنهن جي اسان کي ان وقت سخت ضرورت هئي. شالومل جو پٽ اسان سان گڏجي هليو. اسان قلعي ۽ پسگردائيءَ وارين بستين مان لنگهي هڪ نهر جا ماڙيءَ مان وهي ٻاهر ٿي ويئي، هڪ باغ ۾ پهتاسين جتي اهو گهر هو. اسان جي همراهه گهر جي مالڪ سان ڳالهائي اسان کي ٻڌايو ته هيءَ اها جاءِ آهي جنهن جي پتا توهان سان ڳالهه ڪئي هئي. هيءَ جڳهه توهان گهوڙن جي سوداگرن لاءِ خاص طرح موزون آهي

جو ان کي ڪوٽ سان هڪ اڳڻ آهي، جنهن ۾ ست-سئو
گهوڙا بيهي سگهن ٿا.

گهر چڱو خاصو هو. ان جون ڀتيون پيلي جي پن جاين
وانگر ڪاٺ جي مَنڍ جون ٺهيل هيون جنهن جي مٿان
کهگل ٿيل هئي. اسان جاءِ والاري، تنهن کان پوءِ جلد ئي
شهر جا سڀ مکر هندو اسان سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيا.
شالومل انهن جو اسان سان تعارف ڪرايو. انهن مان ڪيترن
لاءِ اسان کي چٺيون هيون جي اسان کين ڏنيون. هنن اسان
جي چڱي خاطرداري ڪئي، مگر چيائون ته توهان ڪمهليءَ
موسم ۾ آيا آهيو جو خان پنهنجي ڪٽنب سان ۽ قلات
جا سڀ مکيه ماڻهو ٻه ٽي سبب ڪڇ گندوا هليا ويا آهن،
پر جي توهان ٻه مهينا اتي رهندا ۽ بهار جي مُند شروع
ٿيندي تيئن هو ٻه واپس موٽي ايندا. ان وقت واپاري ٻه
قنڌار مان ايندا پوءِ توهان کي جيترا گهوڙا خريد ڪرڻا
آهن، اوترا وٺي سگهو ٿا. اسان جواب ڏنس ته اسان جو ٻه
اهڙو ئي اراد و آهي. اسان سوير نقط انڪري آيا آهيون ته
جيئن سڀ کان سٺو مال پسند ڪري وٺون. هڪڙو پُڍو
هندو جو اسان جي ڪراچيءَ واري دشمن، سيٺ ڏريوڏن جو
گماشتو هو، اسان کي خاص طرح ڏکيو پيو ۽ اسان جي منزلن
۽ مقصدن جي پيچ پڇا ڪرڻ لڳو، صاف چئي ته مون کي
توهان جي نيت ۾ شڪ آهي. تعجب آهي ته منهنجي لاءِ
ڪابه چٺي ڪانه آندي اٿو. هن جي ڳالهائڻ جي نوع مان
ڪنهن ڪرسٺيءَ ۽ مون کي خاطري ٿي ته هن کي اسان جي
اچڻ جو اڳواٽ اطلاع پهتل هو ۽ ڪيس اسان جي حرڪتن(۱)

(۱) سنڌ جي ميرن ڀهريان ڏريوڏن جي معرفت ۽ پوءِ سنئون سڌو
پنهنجن گماشتن جي هٿان جيئن هنن تذڪري ۾ اڳتي هلي ڏيکاريو
ويندو، ڪوشش ڪئي ته جيئن اسان ناڪامياب ٿي هڪدم ملڪ مان
(باقي ڏسو حاشي صفحو ۴۱)

تي نظر رکڻ لاءِ هدايتون مليل هيون، خير اسان آخر انهيءَ فرضي جاسوس ۽ سندس دوستن کان پنهنجي جند ڇڏائي، انهيءَ بهاني تي ته اسان کي هاڻي کانئو کائڻو آهي. شام جو دير سان شالومل اسان کان پڇڻ آيو ته توهان کي ڪنهن شيءِ جي ضرورت نه آهي. اسان کي جيڪا جان تي پوشاڪ پيل هئي تنهن کان سواءِ اسان پيو ڪو به ڪپڙو لٽو پاڻ سان ڪو نه آندو هو، تنهنڪري اسان چيس ته اسان کي ڪي اهڙا ڪپڙا ٺهرائي ڏي، جنهن جو ان ملڪ ۾ رواج هجي. اسان کانئس پين ڪن ضروري شين مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ به استدعا ڪئي. هن جي وڃڻ کان پوءِ اسان پنهنجون ڪمليون(١) وڇائي آرام سان سمهي رهياسين. ٿڪ کان پوءِ ٿوروئي آرام ڪهڙي نه نعمت آهي.

١٠- فيبروري: اڄ قلات جي خان جي پاءُ مير مصطفيٰ خان جي داروغي جو نياپو پهتو ته معاف ڪجو جو مان علالت سبب توهان جي روبرو اچي خدمت نه ڪري سگهيو آهيان، جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ جي ضرورت هجيوَ ته مهرباني ڪري بنان حجاب جي حڪم ڪيو. اسان هن جي شڪر ادائي ڪئيسين ۽ چوائي موڪليوسونس ته اسان جڏهن شهر آياسين تڏهن سندس قدمبوسي ڪنداسين. ڪلهه وانگر اڄ به اسان وٽ ڪيترائي ملاقاتي آيا، انهن سان ڏاڍي دلچسپ گفتگو

---

(رهيل حاشي صفحو ٣٠)
نکري ويون. ان جو سبب ظاهر آهي. هنن هندستان جي برطانيا سرڪار کي هميشه شڪي نگاهن سان پئي ڏٺو آهي ۽ ان لاءِ دل ۾ دشمني ۽ حقارت پئي رکي آهي. خوشقسمتيءَ سان ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون کي انهن ڳالهين جي پوري پوري خبر هئي جاڪاڻ ته اسان خود پنهنجين اکين سان هنن جو هندستان جي سرڪار جي سفارت سان عداوتو ڏٺو هو.

(١) ٿلها ڪمبل.

ٿي. هو اڪثر بابي قوم جا افغان هئا جي تجارت جي خيال کان قلات ۾ رهيل آهن. هنن اسان کان بمبئيءَ جي واپار متعلق پڇا ڳاڇا ڪئي، اسان سان جو هندو هو تنهن کي خوشقسمتيءَ سان بازار جي خبر هئي، تنهنڪري هو انهن جي سوالن جا خاطريءَ جهڙا جواب ڏئي سگهيو.

انهن ۾ فيض محمد نالي هڪڙو خوشپوشاڪ ماڻهو هو، جنهن چيو ته مان هڪڙي انگريز کي جو اڳي ڪراچيءَ (سنڌ) ۾ سفير هو، چڱيءَ طرح سڃاڻان. ظاهر هو ته هن اها ڳالهه انهيءَ معلوم ڪرڻ جي ارادي سان ڪئي هئي ته اسان انگريز آهيون يا نه، ۽ اسان جو مقصد ڇا آهي. اسان ان ڳالهه کان، صفا اڻڄاڻائي ڏيکاري. مون چيس ته مان سندرجيءَ کان پڌو آهي ته انگريزن کي ڪنهن وقت سنڌ ۾ ڪوني هوندي هئي، آخر انهن مان هڪڙي ڦاٽ ڪاڏو، ۽ پنهنجن رفيقن کي پشتي(۱) ۾ چيو ته مون هنن پنهي کي اڳئين سال سنڌ ۾ سفير سان ڏٺو هو. اسان کي پشتو زبان ايترو ايندي هئي، جو هن جي لفظن جو مطلب سمجهي سگهون. هن کي اسان کي ظاهر ڪرڻ جي منصوبي جي خبر نه هئي، تن جي شڪلين مان ظاهر هو ته هنن جي دل ۾ ڇا ٿو گذري. اسان هوڏ پڌي بيٺاسين ته اها ڳالهه غلط آهي، چار جا ماڻهو جي ان وقت اتي هئا تن اسان جو طرف ورتو ۽ انهن تي جوڳيون ٽٽوليون ڪيون. پر پٺاڻ به نٽر هو، تفصيلوار وقت ۽ جاءِ، جتي اسان کي ڏٺو هئائين، پڌائڻ شروع ڪري ڏنائين. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ پوءِ پڌايو ته جيڪي هن چيو پئي، سو لفظ بلفظ صحيح هو. اتي فيض محمد وچ ۾ پئي نهايت موزون لفظن ۾ چيو ته حياتيءَ ۾ گهٽيون ٿي لاهيون چاڙهيون آهن، جيئن مقدر ۾ لکيل آهي، ائين ٿي

---

(۱) افغان جي زبان.

ٿيندو. ان مان هن جو مطلب هو ته اسان انهيءَ ڳالهه جو انڪار هن ڪري ٿي ڪيو جو اسان اهو اقرار ڪرڻ نٿي گهريو ته اسان جي ڪا هاڻي سقيم حالت ٿي ويئي هئي. خير، هن جو ڪهڙو به مقصد هجي، پر انهيءَ نڪتي سڄيءَ جماعت کي خاموش ڪرائي ڇڏيو، ۽ اسان متعلق وڌيڪ ڇيڙڇاڙ ڪانه ڪيائون، جنهن لاءِ اسان سندس شڪرگذار هئاسون.

اهي بابي قلات ۽ بلوچستان جي ماڻهن کان وڌيڪ باخبر هئا، پر تنهن هوندي به ڪين پنهنجي سماج کان سواءِ اُٺ-ويهه ۽ آداب و رسوم جي خبرچار ڪانه هئي، هنن مان قنڌار، ڪڇ، گنداوا ۽ ٻين جاين جي، جي هنن گهڻا دفعا ڏٺيون هيون، ڳالهه ٻولهه ڪئي ته هو سمجهن پيا، ۽ معقول جواب ڏئي پئي سگهيا. پر جيڪڏهن ڪنهن اهڙيءَ جاءِ جو ذڪر پئي نڪتو جا هنن ڪانه ڏٺي هئي ته پوءِ هو هڪ سال جي عمر جي ٻالڪ کان به وڌيڪ بي‌سمجهه هئا. مون ايشيا جا جيڪي ملڪ ڏٺا آهن، انهن سڀني جا ماڻهو ائين ئي آهن، مون کي پنهنجي آزمودي مان خبر آهي ته جيستائين انهن کي ڪو خاص مقصد خيال ۾ نه هوندو آهي، تيستائين هو ڌارين ملڪن جي خبرچار ۽ علم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪونه ڪندا آهن. ائين آهي ته پنج ئي آڱريون برابر نه آهن، پر اهڙا ماڻهو آڱرين ڳڻيا مس ملندا. تحقيق هندو هڪدم ٻڌائي سگهندو ته سنڌس وکر ڪٿي اگهه ڪندو. هڪ مسلمان گهوڙن جي سوداگر کي خبر آهي ته مال ڪٿي سٺو ۽ سستو ملندو. پر اتي طمع جو سوال آهي، جنهنڪري هو باخبر رهن ٿا. ڪيترن ماڻهن کي منهنجا هي نڪتا شايد معقول نظر نه اچن، پر مون کي هڪڙا به سوال ياد ٿا پون، جي انهيءَ ماڻهوءَ پڇيا هئا، جنهن اسان کي سفير وٽ ڏٺو هو، ۽ جنهن کي انگريزي وڌيڪ صحيح علم هئڻ ڪهندو هو. هن اسان کان نهايت گنڀيرائيءَ سان پڇيو ته بمبئيءَ جو فرنگي

گورنر هندو آهي يا مسلمان؟ وري ٿوري وقت کان پوءِ
ڪمپنيءَ جو نالو وٺي پڇيائين ته مائيءَ جي عمر ڪيتري
ٿيندي، مون پهريان هن جو مطلب نه سمجهيو، پر پوءِ چيائين
ته مان هميشه سمجهندو آهيان ته ڪمپني ڪا هڪ پڙهي
عورت آهي جنهن وٽ اڪٽ مايا آهي. هن جي اها حماقت
ڏسي مون لاچار ڪيس سمجهايو ته جنهن کي يورپي ماڻهو
ڪمپني ٿا چون، سا سرڪار يا حڪومت آهي، مگر مون کي
شڪ آهي ته ڪا اها ڳالهه هن جي مغز ۾ ٿي ويٺي هوندي.
چيائين ته تون ضرور صحيح هوندين، چاڪاڻ ته مون پاڻ
خيال پئي ڪيو ته مائيءَ جي عمر ڇا هوندي، چاڪاڻ ته
سنڌ ۾ پنجاهه سال اڳ، جا ڪولي هوندي هئي سا ڪمپنيءَ
جي ڪولي سڏبي هئي.

بابي سوداگر اڪثر ٺاهوڪا شڪل جا هوندا آهن،
اسان جيڪي ٻه ڏٺا، سي مضبوط ۽ سهڻن روشن وارا هئا ۽
اٿڻ-ويهڻ جي فضيلت هئين. هن موسم يعني سياري ۾، هو
اڇي ڪپڙي يا رنگين سلڪ جو پهراڻ ۽ ڪهه سان ڀريل
ڇيٽ جو الخليق يا انگرکو(١) پائيندا آهن، هيٺان نيري
رنگ جي ريشمي يا سوٽي سلوار ڍڳهي ۽ ويڪري
هوندي اٿن، سکر ماڻهو رنگارنگي جوراب پڻ پائيندا آهن،
سندن دستارون پوريون پنيون هونديون آهن. هو اڪثر
رواجي لونگيون يا ريشمي ڪپڙي جو هڪ ڍڳهو ٽڪر
جمني ٽوپيءَ جي مٿان ويڙهيندا آهن، جڏهن باهر نڪرندا
آهن، تڏهن مٿان دنبي جي کلن جو پوستين وجهندا آهن،
جنهن جي پشم اندران هوندي آهي. اهي پوستين تمام گرم
هوندا آهن. ان کان سواءِ هو هٿ ۾ يا ڪلهي تي هڪ
ٻي فالتو لونگي (بوچڻ) به کڻندا آهن. هو اونهاري ۾ گرم
ڪپڙا ڪونه پهريندا آهن، فقط هڪ سنهون سوٽي ڪپڙي

---

(١) ڏسو ٢٣- جنوريءَ جو احوال (نوٽ)

جو پهراڻ ۽ چيٽ جو هلڪو ڪڙتو پيل هوندو اٿن. گهٽا ته پٽڪي جي بدران هڪ ڪپڙ جي پريل ٽوپي پائيندا آهن. شام جو هڪ افغان اسان ڏانهن سُڪا زردالو سوڪڙي ڪري موڪليا، اهي اسان ۾ ڪلاڪ پاڻيءَ ۾ پچائي کاڌا ۽ تمام لذيذ هئا. هو زردالن جي بادامي ڪلي آس ۾ سُڪائيندا آهن.

١٣،١٢ ۽ ١٤- فيبروري: پهريون ڏينهن هن سال سياري جو ٿڌي ۾ ٿڌو ڏينهن هو، انڪري شام جو اسان کي آرام مليو. نڪمن ماڻهن کان اهو ڪو نه پيتو جو شهر مان نڪري اسان جي گهر اچن، تنهنڪري اسان کي بمبئيءَ خطن لکڻ جو موقعو مليو. ان ڏينهن اهڙي ته ٿڌ هئي جو مون جڏهن ٻارهين بجي آس ۾ ويهي هٿ پئي ڌوتا ته پاڻي زمين تي ڪرڻ سان جمي برف ٿي پئي پيو. شام جو ائين پئي نظر آيو ته ڄڻ سخت برف ڪري آهي ۽ سخت ڪوهيڙو هو، پر نوين بجي رات جو صفائي ٿي ويئي ۽ رات جو سخت پارو پيو.

١٣- تاريخ هرات جو هڪ غلزئي(١) سوداگر اسان سان ملاقات ڪرڻ آيو. هو هگ جي چاليهن اٺن جو پاڻ سان هڪ قافلو(٢) وٺي آيو هو. هن کي بمبئيءَ ۾ سندرجيءَ لاءِ چٺي ڪپندي هئي جو سمجهيائين پئي ته سندرجي ڪيس سندس مال نيڪال ڪرڻ ۾ مدد ڪندو. اسان ان معاملي

---

(١) غلزئي، افغانن جي هڪڙي قوم آهي.

(٢) قافلي ۽ ڪاروان (انگريزيءَ ۾ Carawan) جي ساڳي معنيٰ آهي، ءَر هن لفظن جي ڪتب ۾ ٿورو امتياز آهي. بلوچ ۽ انهن جا ٻاڙيسري، مسافرن جي جماعت کي ٻندن مال سميت ڪاروان سڏيندا آهن، پر جي سمورو مال هڪ سوداگر جو هوندو آهي تہ ان کي قافلو چوندا آهن.

۾ هن جي مرضيءَ مطابق مدد ڪئي، جنهن لاءِ هو نهايت شڪرگذار ٿيو. ايتريقدر جو چيائين ته توهان جو ڪو ماڻهو منهنجي مال سان وڃي ته مان قنڌار مان توهان کي جيڪي گهوڙا ڪپڙ سي وٺي آڻي ڏيان. مگر اسان ڪن سببن ڪري سندس ھي ٿورو ڪڻڻ لاءِ تيار نه هئاسين، تنهنڪري ڪانئس معافي ورتيسين. موڪلائڻ وقت چيائين ته مان قلات ۾ جيترا ڏينهن آهيان توهان سان روز ملڻ ايندس. ٻئي ڏينهن ۱۴- تاريخ هو اسان وٽ وري آيو، ٻه ڪلاڪ ڳالهيون ٻولهيون ٿيندي يون رهيون. هن جي گفتگوءَ مان اسان معلوم ڪيو هو ته هو اسان کي مسلمان ٿو سمجهي. وڃڻ وقت پڇيائين ته توهان جي ذات ۽ ملڪ ڪهڙو آهي. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ انهيءَ سوال جو جواب اڳيئي ٺاهي رکيو هو. هڪدم چيائين ته اسان اصل ازبڪ نسل مان آهيون ۽ ڪيترين پيڙهين کان هندستان ۾ رهندا اچون ٿا. هو انهيءَ جواب تي مطمئن ٿيو ۽ چيائين ته توهان جو رنگ حق تي گورو آهي.

۱۵- فيبروري: درزي اسان جا نوان ڪپڙا ٺاهي ڪٺي آيو جي پائي اڄ اسان شهر گهمڻ وياسين. شهر سڄو ڏسي پوءِ ڪلاڪ بزار ۾ شالومل جي دڪان تي اچي ويٺاسين. اسان جا ڪپڙا بابي سوداگرن جهڙا هئا. قلاتي پوشاڪ ۾ اسان جي شڪل ئي بدلجي ويئي. بابي، بوچڻ هٿ ۾ ڪڻندا آهن جو هو هڪ عجيب انداز ۾ ڪلهي جي مٿان وجهندا آهن. مون بوچڻ اوڙهڻ جو اهڙو ڪرتبو ڪيو هو جو هڪڙو افغان رستي تي ڏسي، ڊوڙندي اچي پشتو ۾ پڇيائين ته توهان قنڌار ڪڏهن ويندؤ، اسان جي سونهين جواب ڏنس ته اجا فيصلو ڪو نه ڪيو اٿس. اهو ٻڌي سوالي هليو ويو ۽ پنهنجي چوڪ محسوس ڪانه ڪيائين. هي شهر سڄي بلوچستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ انڪري قلات سڏبو آهي. قلات لفظ جي بلوچي زبان ۾ معنيٰ آهي شهر. قلات هڪ سرسبز

۽ آباد پٽ يا واديءَ جي اولهه ۾ جا اٺ ميل ڊگهي ۽ ٻه يا ٽي ميل ويڪري آهي، هڪ مٿانهينءَ زمين تي آهي. شهر چورسي شڪل جو ٺهيل آهي، جنهن جي ٻن پاسن کان ارڙهن يا ويهه فوٽ اونچي ديوار ڏنل آهي. اڍائي-اڍائي سؤ قدمن تي مورچا ٺهيل آهن. مورچن ۽ ديوار ۾ توبچين لاءِ ڪيترا شڪاف نڪتل آهن. پر هن وقت اتي توبون ڪين نه آهن. قلعو اهڙيءَ ته زبون حالت ۾ آهي جو مان سمجهان ٿو ته توبن جي بار سهڻ جي قابل نه آهي. شهر جي چوٿين پاسي جيڏانهن ٽڪريءَ جو الهندي طرف وارو منهن نڪري ٿو، جنهن ۾ شهر جو ڪجهه حصو ٺهيل آهي، ان پاسي کان ٽڪري سڌي آپي تراش ٿيل آهي. ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي قلات جي حاڪم محمود خان جو محل بيٺل آهي، جتان شهر ۽ ان جي پسگردائي چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچي ٿي. محمود خان هاڻي بلوچستان جو نالي ماتر بيگ آهي، مون کي اندر محل ڏسڻ جو موقعو ڪونه مليو، پر ٻاهران ڏسڻ ۾ آيو ته محل ڏنگين ڦڏين ڪچين جاين جو هڪ ڍير آهي، جاين جون ڇتيون سنهيون آهن، ۽ ڪوٺن کي ننڍيون پٽيون ڏنل آهن، جن ۾ ڪوٺ وانگر سوراخ ٿيل آهن.

ٽڪريءَ جي ان حصي کي جتي خان جي جاءِ آهي، برجن سان مٿيءَ جو ڪوٽ ڏنل آهي، ان جي حالت قلعي جي ٻين پاڱن کان چڱي آهي. منهنجي خيال ۾ هي قلعو ٿوريءَ محنت سان بلوچستان جي ٻين سڀني جڳهين کان مضبوط بنائي سگهجي ٿو. ڪوٽ جو لنگهه ڏکڻ-اولهه طرف کان آهي، جتي شهر جي ٽن دروازن تي هميشه تفنگچين جو پهرو رهي ٿو. دروازا خاني، قنڌاري ۽ پيلائي نالن سان سڏبا آهن. ظاهر آهي ته پوين ٻن دروازن مان قنڌار ۽ پيلي جا رستا نڪرن ٿا. ٽيون دروازو خان جي شان ۾ خاني سڏيو ويو آهي. قلعي اندر اڍائي هزارن کان وڌيڪ گهر ٺهيل آهن،

ٻاهر ٻـہ ان جي اڌ جيترا گهر ٿيندا. گهر ڪائين جي مٽن جا ٺهيل آهن. مٽ اڏيڪين سرن سان بند ڪري، انهن مٿان مٽيءَ يا چوني جي کهگل (۱) ڪري چڙهيندا آهن. رستا اڪثر ڪري مڪاني شهرن جي رستن کان ويڪرا آهن، گهٽن رستن تي پيادل گهمندڙن لاءِ پاسن کان پائريون ٺهيل آهن. رستي جي وچ ۾ کليل ناليون آهن، اهي ناليون جنسي آزار آهن، جو انهن ۾ گند ڪچرو اڇلايو ويندو آهي، ۽ برسات جو پاڻي گڏ ٿيندو آهي. نالين کي صفا رکڻ لاءِ ڪو خاص قانون ڪونہ آهي، گندگيءَ ۽ آزار جو هڪ پيو بہ سبب آهي، سو هيءُ تہ گهرن جون ماڙيون گهٽين جي مٿان نڪتل هونديون آهن، جنهنڪري هيٺ اونداهي ۽ پوسل هوندي آهي. هي ايران ۽ ڪابل جي ڍڪيل بازارن جو هڪ ٻچڙو نقل آهي، هڪڙو ماڻهو جو اسان سان گڏ هو تنهن کي مون چيو تہ توهان جي شهر ۾ هڪ وڏو اهنج آهي. چيائين تہ اول قنڌار ۽ هرات جون بازارون ڏسي پوءِ اسان جي بازارن تي فتوا ڏي، اتي سڀيون بازارون ڍڪيل هونديون آهن ۽ تنهن هوندي بہ انهن مان ڪوبہ وڌ ڪانہ ڪڍندو آهي. مون ان وقت تائين اهي بازاريون نہ ڏٺيون هيون جو هن کي ڪو معقول جواب ڏئي سگهان. بلوچ سمجهيو تہ مون کو ڏاهپ جو جواب ڏئي کيس مات ڪرائي ڇڏي آهي.

قلات جي بازار نهايت وسيع آهي، ان ۾ هرقسم جو سامان موجود آهي: گوشت، ڀاڄي ۽ ٻيون روزمره جي ضرورت جون شيون روزانيون ۽ واجبي اگهن تي ملي سگهن ٿيون. شهر کي مٺو پاڻي هڪ چشمي مان ملي ٿو جو ٻٽ جي سامهون ٽڪريءَ جي پاسي مان نڪري، ماڙيءَ جي

(۱) گچ.

وچ مان لنگهي ٿو. نهر جي هڪ طرف شهر ۽ ٻيون ٻستيون آهن، ۽ ٻئي پاسي باغيچا. نهر ۾ ايترو پاڻي هوندو آهي جو ان تي سڌ پنڌ تي ڪيترائي نار هلن ٿا. چشمو ٽڪر ۾ هڪ قدرتي غار مان نڪري ٿو، مون ان ۾ ڏهه-ٻارهن گز اندر وڃي ڏٺو، هتي نهر، جا ٻه-ٽي فوٽ اونهي، شيشي جهڙي صاف ۽ تيز آهي، سا ڇهن-پنجن شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. غارون جن مان اهي شاخون نڪرن ٿيون سي اهڙيون سوڙهيون هيون جو مان اندر وڃي نه سگهيس. اهڙو مٺو چشمو مون ڪٿي ڪونه ڏٺو يا ٻڌو آهي. ان چشمي جي هڪڙي خاصيت هي آهي جو ان جو پاڻي جڏهن ننڍين ڪسين مان نڪري ٿو، تڏهن نهن-سوسڙو هوندو آهي ۽ ان ڪان پوءِ يڪدم ٺري يخ ٿي ويندو آهي ۽ سڄو ڏينهن ٿڌو رهندو آهي.

هن نهر تي جي نار آهن سي ساڳئي اصول تي ٺهيل آهن، جنهن تي بلوچستان جا ٻيا نار ٺهيل آهن. اهي نهر جي ڪنڌيءَ هيٺان ٺهيل هوندا آهن، جتي لاهي نه هوندي آهي، ته اتي کوٽي هتراڌو سلامي ٺاهيندا آهن، چرخي سڌي هوندي آهي، ان کي پاڻيءَ جي بار موافق هيٺ مٿي ڪرڻ سان تکو يا ڍلو ڪري سگهبو آهي. هي احتياط تمام ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته نهرون اڪثر برسات يا برف جي پگهرجڻ ڪري ٿوڪجي وهنديون آهن، ان وقت چرخيءَ کي پاڻيءَ جي سطح تائين مٿي ڪرڻو پوندو آهي، جي ائين نه ڪبو ته نار تمام تکو وهندو. ڪن نارن کي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ٻه نيسرون هونديون آهن، پر پاڻيءَ کي قبضي ۾ رکڻ جو عام طريقو مٿيون آهي. قلات جي ماڙيءَ جا گهڻا باغ هاڻوڪي سردار جي پيءُ رکايا هئا، اهي اڃا اهڙا تيار نه ٿيا آهن، جهڙا ٿيڻ کپن. انهن باغن ۾ مڪاني ميوو جام ٿيندو آهي، پر منهنجي رٿ موجب هن موضوع جي جاءِ

ٻئي هنڌ آهي، تنهنڪري مان ان تي وڌيڪ بحث آئيندي لاءِ مهمل ڪيان ٿو.

قلات ۾ ڇهن ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا: هڪڙا بلوچي يا بروهي، ٻيا هندو، ٽيان افغان ۽ چوٿان ديهوار. اهي ذاتيون ۽ خاص ڪري پهرينءَ ذات جا ماڻهو ڪهڙين قومن ۾ ورهايل آهن سو هڪ ڏکيو قصو آهي، تنهن تي مان اڳتي هلي وڌيڪ روشني وجهندس.

# فصل (۴)

بلوچستان جي آباديءَ جو وڏو حصو بلڪ سموري آبادي بلوچ آهن. انهن ماڻهن جو اصل نسل تاريڪ آهي. ٻين اڻسڌريل قومن وانگي هنن جي تاريخ بہ عجيب قصن، ڪهاڻين ۽ اهڙين ڏند ڪٿائن سان منجهيل آهي جو انهن مان اهو پتو ئي نٿو پوي تہ ڪٿي ٽيون پوريون ٿين ۽ تاريخ ڪٿان ٿي شروع ٿئي- هنن جون ٻہ مکيہ ذاتيون آهن جي بلوچ ۽ بروهي جي نالن سان سڏبيون آهن. اهي وري بي‌انداز پاڙن ۾ ورهايل آهن، جن جا نالا اهڙن خسيس ڳالهين جي بنياد تي ٻڌل آهن جو انهن جي حقيقت ڏيڻ ئي مشڪل آهي. هو پاڻ ڪي اڪثر قومي سردار، ضلعي يا ملڪ ۽ نسل جي روايتي نصب جي نالي پٺيان سڏائيندا آهن. انهن ٻن وڏين شاخن جي وچ ۾ مون کي جيڪي اختلاف نظر آيا سي زبان ۽ شڪل جا آهن. لاشڪ اهي اختلاف ساڳي جهڙيءَ ۽ ساڳئي ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ نهايت پرمعنيٰ آهن. بلوچي يا بلوچڪي زبان جو محاورو گهڻي قدر جديد فارسيءَ جهڙو آهي. ان جا گهڻ ۾ گهڻ اڌ لفظ فارسيءَ جا آهن، جن عجيب نمونن جون بگڙيل صورتون اختيار ڪيون آهن. پر انهن جو آواز ايترو تہ هڪڙي سان ملي ٿو اچي جو مان پنهنجي فارسيءَ جي علم جي زور تي بلوچڪيءَ جو هرهڪ جملو سمجهي سگهيس ٿي. بروهڪي آواز، اچارن ۾ اهڙو تہ مختلف آهي جو مون کي ان جي هڪ ٻہ عبارت فارسي محاوري جهڙي معلوم نہ ٿي. ان ۾ گهڻي قدر پراڻا هندوي لفظ آهن، جنهن جو ڪارڻ انهيءَ قوم جي تاريخي احوال ۾ ڏنو ويندو. اها زبان * ڪن ڪي

---

* مان هتي فقط آواز جي ڳالهہ ٿو ڪريان. مان ان ٻنهي زبان ڪان ڇن جو مقابلو ڪيو اٿم، الواقف آهيان.

پنجابي زبان جهڙي لڳندي آهي، جا هندستان جي ان علائقي ۾ ڳالهائي ويندي آهي، جنهن کي پنجاب چوندا آهن.

انهن ٻن قومن جي ماڻهن جي شڪلين جو خاڪو به اهڙو ئي متضاد آهي، جهڙي سندن زبان، بشرطيڪ هو پشت بپشت ساڳئي نسل جا هجن. پر هنن ۾ ڪثرت سان هڪٻئي ۾ باهمي شاديون ٿينديون آهن، جنهنڪري هنن جون خصوصيتون هڪٻئي سان اهڙيون ملي ويون آهن جو اهي هاڻي ڪيترن خاندانن بلڪ سڄن پاڙن مان گم ٿي ويون آهن. انهن جي ميلاپ مان هڪ نئون طبقو پيدا ٿيو آهي، جو جيتوڻيڪ هڪ نه ٻيءَ قوم ۾ شامل آهي، پر پنهنجن وڏن سان ڪن معمولي ڳالهين ۾ اختلاف رکي ٿو. مان اڳي ئي چئي آيو آهيان ۽ هت وڌيڪ چٽائيءَ سان بيان مناسب ڄاڻان ٿو ته جملي گڏيل آباديءَ کي بلوچ سڏيو ويندو آهي. پر بلوچ ۽ بروهي مختلف قومون آهن، تنهنڪري مان اڳتي انهن جو فرق رکندو ايندس.

هن منجهيل مسئلي ۾ مون کي باريڪ تحقيق ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيو آهي ته اصل بلوچ قوم جون ٽي مکيه شاخون آهن جي نهروئي، رندن ۽ مگسين جي نالي سان سڏبيون آهن. نهروئي اڪثر بلوچستان جي ان حصي ۾ رهندا آهن، جو ريگستان جي اولهه طرف آهي ۽ انهن جون ڪي خيلون نوشڪيءَ، جو قلات جي اتر-اولهه ۾ هڪ ڳوٺ آهي ۽ سيستان ۾ آهن. ٻيون ٻه قومون يعني رند ۽ مگسي ڪڇ گندوا ۾ رهن ٿيون، جو اوڀر طرف جبل جي تري ۾ هڪ هيٺانهون علائقو آهي. هو انهيءَ زرخيز پٽ ۾ مختلف وقتن تي مڪران مان لڏي اچي ويٺا آهن ۽ جڳسين يا ملڪ جي آبادڪارن سان ملي قلات جي خان جي رعيت ٿي ويا آهن. انهن مان ڪي ڪڇ گندوا جي اتر-اوڀر

ٽڪرين ۾ قلات* جي آتر ريگستان جي وٽ سان رهن ٿا.

نهروي قوم جا اڌ کان ڌم پاڙا آهن ۽ رندن ۽ مگسين جا انهن کان پيڙا يا زيادھ ٿيندا. مان ٿنهي قومن جي پاڙن ۽ سندن سردارن جي نالن جون ياد داشتون جيتري قدر مون کي معلوم ٿي سگهيون آهن، هت ڏيان ٿو. هڪ هڪ پاڙي مان ڪيترا سپاهي پرتي ٿي سگهن ٿا، سي به مون ڏيکاريا آهن، جيتوڻيڪ منهنجي خيال پٽاندر انهن ۾ وڌاءُ ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

*مان سمجهان ٿو ته روزنامچي ۾ سمجهاڻيون ڏيڻ ضروري آهن، پر جيڪڏهن هڪ هڪ ڳالھ تي حاشي ڏبي ته پوءِ قصو ختم ئي نه ٿيندو.

## نهروئي بلوچن جا پاڙا

| | نالو | تعداد | سردار |
|---|---|---|---|
| ١. | رخشاڻي | ٧٠٠ | محراب خان |
| ٢. | ساجدي | ٤٥٠ | مير شاهہ سوار |
| ٣. | خاسوگي | ١٥٠ | |
| ٤. | کرد يا شهيدي | ٤٠٠٠ | الفت خان |
| ٥. | مينگهہ يا مند | ٣٠٠ | شهسوار خان |
| ٦. | اربابي | ٦٠٠٠ | شاهہ محراب خان |
| ٧. | ملڪاهہ | ٢٥٠ | عيسيٰ خان |

قوم جي سردار پهرئين پاڙي يعني رخشاڻين جي پاڙي مان آهي. تنهنڪري سموري قوم اڪثر ان جي پاڙي پٺيان سڏبي آهي. پر محراب خان جو اثر نالي ماتر آهي.

# رند بلوچن جا پاڙا

| | نالو | تعداد | سردار |
|---|---|---|---|
| ٠١ | رنداڻي | ٨٠٠٠ | سردارخان |
| ٠٢ | غلام بوبڪ | ٧٠٠ | |
| ٠٣ | پوگهه | ٣٠٠ | ميرصاحب |
| ٠٤ | جلباڻي | ٨٠٠ | |
| ٠٥ | ديناري | ٧٠٠ | فيض الله خان |
| ٠٦ | پوزهي | ٦٠٠ | |
| ٠٧ | ڪلوئي | ٧٠٠ | |
| ٠٨ | جتوئي | ٧٥ | |
| ٠٩ | ڊومبڪي | | |
| ٠١٠ | بليدي | ٩٠٠ | ميرسيف الدين |
| ٠١١ | ڊوناڪي | ٨٠ | |
| ٠١٢ | خاراڻي | ١٠٠٠ | ميرعباس |
| ٠١٣ | عمراڻي | ٤٠٠٠ | ثابت خان |
| ٠١٤ | کوسا | ١٥٠ | شمشيرخان |
| ٠١٥ | چانگ | ١٠٠ | مير بهادر |
| ٠١٦ | نوشيرواڻي | ٧٠٠ | سڪندرخان |
| ٠١٧ | بگٽي | | |
| ٠١٨ | مري | | |
| ٠١٩ | گرچاڻي | ٣٠٠٠ | فتح خان |

| | | |
|---|---|---|
| ٢٠. مزاري | ٢٥٠٠ | |
| ٢١. دريشك | ٥٠٠ | |
| ٢٢. لغاري | ٥٠٠٠ | جمال خان |
| ٢٣. لورد | ١٠٠٠ | محمد خان |
| ٢٤. چاچري | ١٥٠٠ | |
| ٢٥. مائوندستري | ٥١٠٠ | لشكرخان |

# مکسي بلوچن جا پاڙا

| | نالو | تعداد | سردار |
|---|---|---|---|
| ١. | مکسي | ٨٠٠٠ | جعفر خان |
| ٢. | ابڙا | ٣٠٠٠ | قائم خان |
| ٣. | لاشاري | ٢٠،٠٠٠ | غلام محمدخان |
| ۴. | ماتيهي | ١٠٠٠ | علي محمد |
| ٥. | بردي | ٢٠٠ | جلال خان |
| ٦. | انڙ | | دريان خان |
| ٧. | ناري | ٥٠٠ | |
| ٨. | جتکي | ۴٠٠٠ | |
| ٩. | قلندراڻي | ٧٠٠ | نور خان |
| ١٠. | موساڻي | ١٠٠٠ | کريم خان |
| ١١. | ککراڻي | | |
| ١٢. | جکراڻي | | |
| ١٣. | عيسباڻي | | |
| ١۴. | جاگراڻي | | |
| ١٥. | جلاڻي | | |
| ١٦. | تربندزئي | | |

رند بلوچن جا پويان نوَ پاڙا اهي آهن جي ڪڇ گنداوا جي اُوپر طرف ڪوهستاني علائقي ۾ رهن ٿا. رندن ۽ مگسين جا شايد ڪي پيا پاڙا ٻه آهن، جن جو ذڪر مان سنڌ جي صوبي جي احوال ۾ ڪندس.

نهروئي اڪثر هڪ قداور سهڻن ۽ چست ماڻهن جي قوم آهي. هنن کي ڪهڙي جسماني طاقت نه هوندي آهي، پر هو هوا ۽ موسم جي تبديلين تي هريل آهن ۽ هرقسم جو ڏک ڏاکڙو برداشت ڪري سگهندا آهن. هو موت جي پرواهه نه ڪندا آهن. چون ٿا ته هو لڙائيءَ ۾ ڏاڍيءَ دليريءَ سان وڙهندا آهن. هنن کي هڪ رهبر جي ضرورت هوندي آهي جو کين رستو ڏيکاري ته هنن جي بيباڪ بهادري ظاهر ٿئي. هو خانگي چوريءَ کي بيعزتو ۽ بيمانو ڪم ڪري سمجهندا آهن. ساڳئي وقت هو هڪ ملڪ کي ڦري برباد ڪرڻ سندن ذاتي خيالن موجب ان کي نهايت تحسين جوڳو ڪارنامو ڪري ليکيندا آهن. انهن جذبن جي غلبي ۾ هو فخر سان ٻڌائيندا آهن ته اسان اهڙن موقعن تي هيءَ مدد ڪئي، هيترا مرد، زالون ۽ ٻار قيد ڪيا، ڪٺي آياسين يا مارياسين، هيترا ڳوٺ ڦريا ۽ ساڙياسين ۽ هيترا ڌڻ مال جا جي ڪاهي نه سگهياسين سي ساڙياسين.

مذهب ۾ مشرب جي طرف چند ماڻهن کان سواءِ ٻيا سڀ سُني مسلمان آهن ۽ شيعن (١) لاءِ سخت نفرت ۽ ڌڪار اٿن. شيعن لاءِ بلوچستان ڪرستانن کان به وڌيڪ جوکائتو آهي.

بلوچن جي مهمانوازي مشهور آهي، ۽ مان ملڪ جي هرحصي ۾ مهمانوازي ڏٺي، هو چوري هڪ ذليل پيشو سمجهندا آهن. جيڪڏهن هو ڪنهن کي گهرڻ تي يا پاڻمرادو پناهه ڏيندا يا پناهه جو وعدو ڪندا آهن ته هو مري ماهه ڏيندا، پر وعدي جي بيوفائي نه ڪندا. هو پنهنجي سردارن جي سرجوشيءَ ۽ خوشيءَ سان اطاعت ڪندا آهن، پر مون ڏٺو ته هنن کي سردارن لاءِ ڪا ذاتي عزت يا محبت ڪانه هئي، پر هنن کي يقين آهي ته سرڪار جي حڪم جي پيروي ڪرڻ چڱو ڪم آهي. تنهن کان سواءِ هنن کي قوم جي عزت جو اونو هوندو آهي، جنهن جو دارومدار سردارن جي عزت ۽ تعظيم تي آهي؛ مون ڪيترا دفعا ڏٺو ته هو سردارن جي اڳين اڳيان بلڪل آزاديءَ ۽ بيپرواهيءَ سان پئي هليا. بلوچن جون گهرو رسمون ۽ رواج خانہ بدوش ماڻهن جهڙا آهن، هو اڪثر گهڏڻن يا رانوٽين ۾ رهندا آهن جي گز يا لئيءَ جي ٽارن مان ٺاهيندا آهن، ۽ مٿان ڪاري ڏاس يا اُن" جو ڪنبل چاڙهي ڇڏيندا اٿس. انهن گهڏڻن جي ميڙ کي تومن يا ڳوٺ چئبو آهي، ۽ انهن جي رهاڪن کي خيل يا پاڙو. ظاهر آهي ته هڪ قوم ۾ بي انداز پاڙا ٿي سگهن ٿا، مون کي ذاتي خبر آهي ته اٽڪل اٺ درجن تومن ۾ ويهن-ٽيهن کان به وڌيڪ پاڙا آهن، خيل جي اڳيان ڪو القابي لفظ ڏئي پاڙي کي امتياز لاءِ نالو ڏنو

(١) سني اهي مسلمان آهن، جن جي نظر ۾ محمد صلعم جا حقي وارث چار خليفا ابوبڪر، عمر، عثمان ۽ علي هئا. شيعن جو چوڻ آهي ته رسول جو پالنيو ۽ ڇاڻو علي ئي فقط ان مڙني جو سچو حقدار هو.

ويندو آهي، مثلاً اميري خيل دائودي خيل، وغيره. هي قومن جي خيلن ۾ ورهاست هڪڙي رهگذر ماڻهوءَ لاءِ نهايت منجهائيندڙ هوندي آهي. خصوصاً جڏهن هو پنهنجا القابي نالا ڦيري انهن جي بدلي مڪاني نالا رکندا آهن. مان جڏهن نوشڪيءَ ۾ ريگستان جي وٽ تي هوس، تڏهن اتي مينگل بروهين جي هڪ خيل ٻه ميل پرتي رهندي هئي، جن جو اصل ملڪ قلات جي ڏکڻ طرف آهي، مون خيل جي هڪڙي ماڻهوءَ کان پڇيو ته توهان ڪير آهيو، جواب ڏنائين ته مينگل، خيل نوشڪئي. اهو چوڻ واجب آهي ته ڪي بلوچ خاص ڪري نهروئي خيلون تنبن کان پڪن گهرن ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪنديون آهن، بلڪ مٽيءَ جي ڪوٺن ۾ رهنديون آهن. بلوچستان جي اولهه ۾ اڪثر ڏسڻ ۾ ايندو ته خيل جو اڌ گهيڏٺن ۾ ٿو رهي ته اڌ پکن ۾، مان سمجهان ٿو ته هو ٿڌ سبب پکن ۾ رهڻ پسند ڪندا آهن.

هو مهمانن جي سادي پر سهڻي نموني ۾ آدرڀاءُ ڪندا آهن. جڏهن تومن ۾ ڪو مسافر ايندو آهي ته مهمانخاني جي دراڪيان هڪ فراسي وڇائيندا آهن. بلوچستان جي هرهڪ شهر ۽ ڳوٺ ۾ مهمانخانو هوندو آهي. خيل جو سردار مهمان جي اچڻ جي خبر ٻڌي هڪدم اتي ايندو آهي، هو ٻاڪر پائي هڪٻئي جا هٿ چمندا آهن. تنهن کان پوءِ مهمان جا نوڪر چاڪر ويجهو ايندا آهن. سردار کين هٿ ڏيندو آهي جو هو وٺي پيشاني ۽ چپن تي رکندا (چمندا) آهن. انهيءَ حد تائين استقبال خاموشيءَ سان ڪيو ويندو آهي. پوءِ ڌريون ويهي رهنديون آهن ۽ سردار مسافر کان چار دفعا پڇندو آهي ته ڪيئن آهين؟ اڳلو انهيءَ سوال جو رواج مطابق موزون جواب ڏيندو آهي، پوءِ وري ساڳئي نموني ۾ هن جي ٻارن ٻچن، دوستن ۽ حاضر سائين جي صحت سميت پڇا ڪندو آهي، مهمان پنهنجن سائين ڏي

منهن ڪري تصديق لاءِ ڏسندو آهي، هو سڀ ڪنڊ ڏوڙيندا آهن ته ها سڀ ٺيڪ آهي. مهمان پڻ ساڳئي نموني ۾ اوترا ئي دفعا سردار جي ٻارن ٻچن خيل، نوڪرن چاڪرن ۽ دوستن جي خيريت متعلق پڇا ڪندو آهي ۽ خوش خيرعافيت ختم ڪندو آهي. بلوچ طبعاً نهايت سست آهن. جي ڪا خاص مشغولي نه هوندي اٿن ته هو ڏينهن جا ڏينهن ڪهڏئن ڪهڻ، تماڪ ڇڪڻ ۽ هوا ۾ گذاريندا آهن. انهن مان گهڻن کي آفيم ۽ ڀنگ* کائڻ جي مضر عادت آهي. پر مون اهڙو ماڻهو ڪونه ڏٺو يا ٻڌو جو شراب يا داروءَ جو عادتي يا پياڪ هجي. هنن ماڻهن ۾ شراب جو رواج بلڪل ڪونه آهي. هو ڪڻڪ ۽ ٻاجهريءَ جي ماني، چانور، کجور، پنير، کير ۽ ڏڌ کائيندا آهن. هنن کي ڏڌ گهڻو پسند هوندو آهي. انهن شين کان سواءِ هو ڳاڙهن مرچن ۽ گرم مصالحن پيل دال ۽ وقتي گوشت، ۽ اٽ جو گوشت ۽ هرقسم جو شڪار کائيندا آهن. ٻاڇين ۾ هو بصر، ٿوم ۽ سرنهه جا ڳنر ۽ پن پسند ڪندا آهن. ٻاڇي اڪثر مکڻ يا گيهه ۾ پچائيندا آهن. هو اڪثر هڪ يا ٻن کان وڌيڪ شاديون به ڪندا آهن. سردار چئن تائين ڪندا آهن، پر هيءَ ڳالهه هرهڪ جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي. مون رواجي ماڻهو ڏٺا، جن کي ست يا اٺ زنده زالون هيون. رخشاڻين جي سردار محراب خان سورهين شادي ٿي ڪئي، جڏهن مان هن جي شهر ۾ لٿل هوس. هو پنهنجن زالن کي عزت ۽ شان سان هلائيندا آهن. هو ٻين مسلمانن وانگر پردي جا گهڻو پابند نه آهن، پر هو زالن کي هروقت ٻاهر وڃڻ جي اجازت به ڪونه ڏيندا آهن.

---

*Connalus Sativs ٻوٽي جو نالو.

بلوچ گھڻا ئي ٻانھا ۽ ٻانھيون رکندا آھن جي کين
چانپن ۾ ھٿ ايندا آھن. ھو انھن کي رحم ۽ فراخدلي سان
ھلائيندا آھن جي ڏسي دل خوش ٿيندي آھي. غلام جڏھن
ڀرين پکڙبا آھن، تڏھن ھو پاڻ کي دنيا ۾ سڀ کان
بدبخت انسان ڪري سمجھندا آھن. سچ پچ انھن سان جا
ان وقت روش اختيار ڪئي ويندي آھي سا نھايت سخت ۽
مايوس ڪندڙ ھوندي آھي. ھنن جون اکيون بند ڪري
اٺ تي ٻڌي وٺي ايندا اٿن ته جيئن موٽي نه سگھن. زالن
جا وار ۽ مردن جون ڏاڙھيون ڪوڙي چوني سان تيار
ڪيل ڪنھن دوا سان ساڙي ڇڏيندا اٿن ته جيئن
وري وطن ورڻ جي نه ڪن. پر ٿوري ئي وقت ۾ ھو
قسمت جي ڪئي تي راضي ٿي وفادار نوڪر ٿي رھندا آھن.
ھت مان ھڪ نقل ڏيندس جو ڏيکاري ٿو ته ھنن جا
سندن مالڪن سان ڪھڙا تعلقات آھن. ھڪڙي ڏينھن
ڪئپٽن ڪرسٽيءَ، نوشڪيءَ جي سردار، عيدل خان رخشانيءَ
کي چيو ته تعجب آھي ته تنھنجا ايترا ٻانھا سواءِ ڪنھن
نظرداريءَ جي اھڙيءَ جانفشاني سان ڪم ڪن ٿا؟ جواب
ڏنائين ته ڇو نه ڪن. ھنن کي گھر جي ٻاتين وانگر ڀرايو،
کارايو ۽ ھلايو وڃي ٿو، جي ڪم نه ڪندا ته خبر اٿن
ته روزي گھٽ ٿيندي ۽ ھو به بک مرندا ۽ اسان به بک
مرنداسين. ھنن جي فائدي وٽان آھي ته اسان وٽ رزق
ججھو ھجي. ھنن کي خبر آھي ته اسان جي قسمت ۾ سندن
حصو آھي. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ چيس ته تنھنجو چوڻ بجا آھي
پر ھو ڀڄي ڇو نٿا وڃن؟ چيائين ته بلڪل نه، ھو اھڙا
اياڻا نه آھن جو ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪن؛ ڀربون ته
ھنن کي پنھنجي ملڪ جي رستي جي خبر نه آھي. پر ڪٿي
فرض ڪجي ته خبر ھجين به ته ھو ڇو ڀڄڻ جي ڪندا. ھو
ھتي خوش آھن ۽ جنسار جو گھٽ فڪر اٿن. گھر ۾ ٻه

ايترو ٿي ڪم ڪرڻو پوندن. ان ڪان سواءِ ڪپڙن، گهرن ۽ ڪاڏي جو خيال ڪرڻو پوندو. هاڻي هو انهن سڀني ضروري ڳالهين لاءِ مون ڏانهن ٿا نهارين، تون پاڻ ويچار ڪري ڏس تہ انهن جي دلين جا ڪهڙا جذبا آهن. اسان وڏ ۾ وڏ سزا ڪين اها ڏيندا آهيون جو ڪين سندن ڪمن سان لاڻي ڇڏيندا آهيون.

بلوچن جي رواجي پوشاڪ هڪ ٿلهي اڇي يا نيري ٿلهي سوٽي ڪپڙي جي قميص هوندي آهي، جا اڱڪل چوڏهن انچ اڳيان کليل هوندي آهي. ڳچيءَ جي چوڏاري ٻٽڻ هوندا اٿس ۽ گوڏن ڪان هيٺ پهچندي آهي. هنن جون سٿڻيون بہ ساڪي ڪپڙي يا سُوسي نالي هڪ ليڪا ليڪا ڪپڙي جون هونديون آهن ۽ پانچا سوڙها هوندا اٿن. هو مٿي تي هڪ ننڍي ريشمي يا ڪپهہ سان پريل ٽوپي ڪان سواءِ پيو ڪجهہ ورلي پائيندا آهن. ان جي مٿان هو خانا خانا يا نيري رنگ جي پڳ ۽ ساڪي رنگ جو ڪمربند ٻڌندا آهن. اها هنن جي مڪمل پوشاڪ آهي. سردار ۽ هنن جا رشتيدار سياري ۾ ڇيٽ جو الخليق پائيندا آهن، جنهن کي اندران ڪپهہ جو پريل استر هوندو آهي. غريب ماڻهو هڪ قسم جو جبو ويڙهي ٻاهر نڪرندا آهن جو ٻڪريءَ جي ڏاس ۽ دنبي جي اُن مان ٺهيل هوندو آهي. زالن جي پوشاڪ غالباً مردن جي پوشاڪ جهڙي هوندي آهي. هنن جا گهگها اڪثر سوٽي ڪپڙي جا ڳاڙها يا نامي هوندا آهن. اهي ڊگها ڪڙين تائين هوندا آهن ۽ اڳيان ڇاتيءَ هيٺان کليل هوندا آهن. هو گهگهي هيٺان ڪجهہ ڪونہ پائينديون آهن، جنهنڪري سندن جسم جو گهڻو حصو ڏيکاربو آهي. هنن جون سٿڻيون حدڪان زياده ٺيڪريون هونديون آهن. اهي ريشمي يا هڙاڊ ۾ ٺهيل جون ٺهيل هونديون آهن. جوان زالون، پرٺيل خواه ڪنواريون،

پنهنجا وار هڪ عجيب نموني ۾ ٺاهينديون آهن. چا ڪنديون آهن جو وارن جون چڳون ٺاهي مٿي ڪي چوڏاري ويڙهينديون آهن ۽ چڳن جون ڇڙيون گڏ ڪري مٿي جي مٿان ڳنڍي ٻڌي ڇڏينديون آهن. اهڙيءَ طرح وار ڏاڍا سٺا ۽ صفا نظر ايندا آهن. پريان ائين ڏيکاربا آهن ڄڻ ته ٽوپي آهي. ٻيون زالون مٿي ڪي ريشمي گلدار رومال ٻڌنديون آهن. وڏيون توڙي ننڍيون زالون ٻاهر منهن ڍڪي نڪرنديون آهن. پر گهر ۾ جيئن مون اڳي ئي چيو آهي هو خاص خيال ڪونه ڪنديون آهن. نوشڪيءَ ۾ مان اڪثر سردار جي گهيڏڻ ۾ هوندو هوس، جڏهن هن جو سارو ڪٽنب اتي هوندو هو.

هڪ بلوچ سپاهي هٿيارن پنوهارن سان ڏاڍو جبرو ۽ ٺاهوڪو نظر ايندو آهي. هو پاڻ سان بندوق، ترار، ڀالو، ڪٽاري ۽ ڍال کڻندو آهي. تنهن کان سواءِ هن کي ڪيتريون ئي داروءَ جون دٻيون، سيگ ۽ ڳوٿريون هونديون آهن. ڳوٿريءَ ۾ گوليون، چيرا، چقمق باهه ٻارڻ جا اوزار ۽ ٻيون فوجي ضرورت جون شيون هونديون آهن، جي لڙائيءَ جي وقت ۾ سخت تڪليف جو باعث هونديون، پر هنن کي پرواهه ڪانه هوندي آهي. جوڌن جي طاقت جو اندازو اڪثر هنن جي هٿيارن جي وزن مان لڳايو ويندو آهي. هو سڀ نشان جا پڪا آهن، تنهنڪري جنگ ۾ هو ڪوشش ڪري دوبدو مقابلو نه ڪندا آهن. پر جڏهين دوبدو وڙهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونه هوندو اٿن، تڏهن هو پنهنجون بندوقون اڇلائي يا سواريءَ واري آٽ يا گهوڙي جي پاسي کان ٻڌي ڇڏيندا آهن. هنن جا مٿي ۾ سٺا ۽ قيمتي هٿيار گهٽ ڪري ولائتي ٺهيل هوندا آهن. هو بندوقون، تلوارون ۽ ڪٽاريون ايران، خراسان ۽ هندستان کان گهرائيندا آهن، ۽ ڍالون هندستان کان. هو

پالا گهڻو ڪري پنهنجن پاڙيسرين سنڌين کان وٺندا آهن. قلات ۾ بندوقن، ترارين ۽ پالن ٺاهڻ لاءِ خان جو هڪ ڪارخانو آهي، پر ان جو ڪم ٿلهو سونو ۽ بي زيبو آهي.

بلوچن جا شغل اهڙائي آهن جڪي هڪ انسٽرين توم جا هئڻ کپن. هو هرڪنهن قسم جي شڪار جا شوقين آهن. هو گهڻو وقت بندوق هٿن، جانور مارڻ ۽ ڪتن سان شڪار ڪرڻ ۾ صرف ڪندا آهن. هو تازي ڪتن جي تربيت تي گهڻو ڌيان ڏيندا آهن. هڪ چڱي ڪتي جي قيمت ٻه-ٽي رپيا يا اڃا به زياده اٺ رپيا هوندي آهي. مون ٻڌو ته قلات جي خان هڪ ڪتي لاءِ چارسؤ رپيا ڏنا هئا. نشان چٽڻ، لٺ بازي، ڪشتي، تلوار بازي ۽ پالو اڇلڻ پڻ هنن جا خاص شغل آهن. پاڙي جون خيلون هڪٻئي سان اهي رانديون ڪنديون آهن. پونين چئن مشقن جو ته ڪين اصولي علم آهي. بندوقبازيءَ ۾ ته هو اهڙا پڙ آهن جو چون ٿا ته هو تيز ڀڄندڙ گهوڙيءَ تان تريءَ جيترو نشانو چٽي سگهندا آهن. مان خاطريءَ سان چئي سگهان ٿو ته سونهان، جي مسافريءَ تي مون سان ساڻ هئا سي سواءِ گسڻ جي گولي سان نڌا پکي جهڙوڪ چنڊول ۽ جهرڪيون ماري سگهندا هئا. ۽ هو ان ڳالهه کي ڪو خاص هوشياريءَ جو نشان ڪري ڪونه سمجهندا هئا. مان هنن جي شغلن جو شمار پورو ڪيان، تنهن کان اڳ هنن جي هڪڙي خطرناڪ مشق جو ذڪر ڪندس، جنهن جو هر طبقي جي ماڻهن ۾ رواج آهي، اهو آهي نيزي بازي. هو نيزي بازي گهوڙي تان ڪندا آهن. هڪ چڱي ٿلهي ڪاٺي زمين ۾ کوڙي گهوڙيسوار تکو تکو ڀڄندو نيزي جي

ڇهنب سان ڪاني زمين مان ڪڍي اڳتي ڪٽي ويندو آهي. هن مشق ۾ جيتري ڪاني اونهي زمين ۾ ڪتل هوندي آهي، اوتري مشڪلات ۽ خطرو زياده هوندو آهي، پر معمولي طرح به ان ۾ ٻانهن ۽ ڪرائيءَ جو سخت زور لڳائڻو پوندو آهي، گهوڙي ۽ نيزي کي ساڳي ئي وقت چالاڪيءَ ۽ ڪاريگريءَ سان سنڀالڻو پوندو آهي.

بلوچن جون مرڻي ۽ پرڻي جون رسمون، سواءِ ڪن معمولي شاديءَ جي رسمن جي اهي ئي آهن جي قرآن ۾ ڏنل آهن، تنهنڪري اهي ٻين ملڪن جي مسلمانن جهڙيون آهن ۽ انهن جي هت ڏيڻ جي ضرورت نه آهي. جڏهن ڪنهن مريض جي حالت خراب ٿي ويندي آهي ته هڪ ملان کي گهرائيندا آهن جو کيس قرآن پڙهي ٻڌائيندو ۽ سمجهائيندو آهي. ملان اهڙيءَ طرح قرآن پڙهندو رهندو آهي، جيستائين مريض صحتياب ٿئي يا گذاري وڃي. مرڻ جي حالت ۾ مت مائٽ گهرائي هڪدم ماتم شروع ڪندا آهن. فاتحه خواني لاءِ جي دوست ايندا آهن، انهن لاءِ فوتيءَ جي گهر ۾ ٽي ڏينهن ۽ راتيون ساندهه کانو تيار ٿيندو آهي. فاتحه خواني* ڪرڻ به ملان جو فرض آهي. فوتي شاهوڪار هجي خواهه غريب، عزيزن کي هميشه خيال هوندو آهي ته فاتحه خواني لاءِ گهڻا مهمان هجن. جيڪي حاضر هوندا آهن، انهن کي خوش ڪرڻ جي هو ڏاڍي ڪوشش ڪندا آهن.

---

*فاتحه خواني معنيٰ دعا گهرڻ، فاتحه يعني دعا ۽ خوانده، فارسي ۾ پڙهڻ.

مون کي جيکو هن رسم جو احوال ڏنو ويو هو تنهن مان ڏسجي ٿو ته اها هوبهو برطانيا جي ”اوجاڳي ڪرڻ“ جي رسم جهڙي آهي، جنهن ۾ ميت جي مٿان رات ويهي گذاربي آهي.

هنن جي شادين ۾ ڪا خاص ڳالهه ڪانه هوندي آهي. انهن ۾ به مرڻي جي رسمن وانگر ڪا خاص دلچسپي ڪانه هوندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن جوان جي هڪ بلوچ جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ جي خواهش هوندي آهي ته هو پنهنجي پيءُ يا ٻئي ڪنهن ويجهي عزيز کي ڳالهه چورڻ لاءِ ڇوڪريءَ جي پيءُ ڏي موڪليندو آهي. جيڪڏهن پيءُ کي مائٽي پسند آئي ته هو ها ڪندو ۽ سوڪڙين پاڪڙين جي ڏيڻ وٺڻ جون ابتدائي رسمون هڪدم ادا ڪيون ويندون آهن. انهيءَ دوطرفي عهد کي مڱڻو يا وعدو چئبو آهي. وڏن ماڻهن ۾ ته بعضي بعضي طرفين مڱڻي کان اڳ هڪٻئي کي ڏسندا به نه آهن، تنهن هوندي به اهو وعدو اهڙو ته درست ڪيو ويندو آهي جو ڪنهن به حالت ۾ ڀڃ نه ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن اتفاق سان مڱيل ڇوڪرو گذاري وڃي ته هن جي پيءُ کي رواج ۽ رسم مطابق نينگريءَ سان شادي ڪرڻي پوندي آهي. گهوٽ کي اڪثر اٺ، رڍون، ٻڪريون يا ٻيو مال پيٽا طور ڏيڻو پوندو آهي، اهو مال سڱ کان پوءِ ٿورن ڏينهن اندر سهري جي گهر موڪليو ويندو آهي. جيڪڏهن هو ٻارن سان سگهارو هوندو آهي ته مال سان گڏ ڪيس ايترو رڍون ڪاڍو به موڪلڻو پوندو آهي جو سموري خيل کي پورو ٿي اچي. بعضي

بعضي ڇوڪر اڃا شادي نہ ڪئي هوندي آهي تہ ان جو مڱ ڪيو ويندو آهي، اهڙيءَ حالت ۾ مڱيدن کي هڪٻئي کي ڪنواريتي گهر ۾ ڏسڻ ايندا آهن. گهوٽ، ساهري گهر گهرَ جي ٻاتين وانگر ويندو آهي، ڇوڪريءَ کي ڪنهن بہ صورت ۾ سندس ساهرن وٽ جي اجازت نہ ڏيندا آهن، نہ وري طرفين کي هڪٻئي سان گستاخ (١) ٿيڻ يا ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڏيندا آهن. جيڪڏهن ڇوڪري زال جي فرض ادا ڪرڻ جي لائق ٿيندي آهي تہ ملان گهوٽ ڪنوار جي عزيزن جي روبرو عروس، يعني نڪاح پڙهندو آهي. گهوٽ وري خيل وارن کي پنهنجي پچنديءَ آهر ڪارائيندو آهي. متاميڙ ڪان پوءِ هو ڪجهہ ڏينهن سهري جو مهمان رهندو آهي، پوءِ سس کيس زال وٽي وڃڻ جي اجازت ڏيندي آهي(٢). موڪلائڻ وقت کيس نڪاح ۾ مقرر ڪيل ڪابينو ڏنو ويندو آهي. ڪابيني ۾ اڪثر گهوٽ جي بروقت ڏنل مال

---

(١) چون ٿا تہ افغانن ۾ بعضي بعضي ڇوڪريءَ جي ماءُ گهوٽ کي شاديءَ کان اڳ چشمپوشي ڪري محبت ڪرڻ جو موقعو ڏيندي آهي. الهيءَ سيلاب کي ناسزدبازي چوندا آهن. لفظن جي معنيٰ آهي نالو ڏيڻ، ان کان پوءِ ماءُ سمجهندي آهي تہ ڇوڪري گويا شادي ڪري چڪي. بلوچ انهيءَ رواج کي حقارت سان ڏسندا آهن. ڇوڪريءَ جي پيءُ کي بہ اها ڳالهہ پسند نہ هوندي آهي، پوءِ هو ڀل تہ افغان هجي.

(٢) سس متاميڙ جي ثابتي گهرندي آهي، آرمينا جي ماڻهن ۾ بہ اهڙو رواج آهي، پر اهو زياده فاحش آهي. اهو رواج اصل يهودين جو تو ڏسڻ ۾ اچي.

جيترو مال، ڪپڙا، غاليچا ۽ ٻيو گهرو سامان ٻن ڪنوارين جي وٽ آهر ڏنو ويندو آهي.

انهيءَ نڪتي ۽ ان سان ٻين تعلق رکندڙ ڳالهين جي جانچ ڪندي، مون کي معلوم ٿيو ته بلوچن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي مذهب جا گهڻا رواج آهن، ايتري قدر جو انهن جا شاديءَ متعلق اخلاقي قانون سمورا انهيءَ پيغمبر مقدس کان ورتل آهن. هو انهن جي اهڙي ته پابندي ڪندا آهن ۽ هنن جو اعتقاد ايڏو ته پختو آهي جو هنن ۾ ورلي ڪا بيوفائي ٿيندي آهي. مان چئي نٿو سگهان ته هي رسمون ۽ فائدا هنن ماڻهن اتفاق سان اختيار ڪيا آهن، يا ان جو ڪو ٻيو ڏورانهون سبب آهي، ڇاڪاڻ ته مون کي هنن ماڻهن جي اصل نسل جو گهڻو علم ڪونه آهي.

جيڪڏهن ڪا شاديءَ واري عورت مڙس کي ڇڏي ڀڄي وڃي، يا ڪا مڱيل دوشيزه ٻيءَ جي گهر مان نڪري ڪنهن سان هلي وڃي ته اها ڳالهه عزت ۽ فرض جي خلاف سمجهي ويندي آهي ۽ هنن جي نظر ۾ ان جو فقط هڪ ئي عيوض ٿي سگهي ٿو، سو هي ته زال ۽ بدڪار ٻنهي کي ماريو وڃي، پر خاص ڪري بلوچستان ۾ انهن ٻنهي ڏوهن جو نالو نشان به نه آهي. ڪنهن به ماڻهوءَ کي زال ڇڏڻ جو اختيار آهي، جيڪڏهن هن ڪيس ڪنواري سمجهي ساڻس شادي ڪئي هجي، بشرطيڪ هو ثابت ڪري سگهي ته هوءَ ڪنواري نه آهي (١). پر هن قاعدي کي عمل ۾ آڻڻ جو

(١) يهودين جو ڪتاب ڊيوٽر نامي، فصل ٢٢، آيت ١٣، ١٤، ١٥ وغيره.

ورلي کو اتفاق ٿيندو آهي: هڪ تہ اها تهمت ثابت ڪرڻ ڏکي آهي، پيو خاندانن جي وچ ۾ خوفناڪ جهيڙن ٿيڻ جو امڪان آهي، تنهنڪري بي بنياد تهمت ڪنهن تي ڪانہ رکي ويندي آهي.

هاڻي باقي رهيا بروهي، جي بلوچستان جي ٻي وڏي قوم آهن. ۾ بلوچن جي احوال ۾ پيش ڪندي مان انهن جون خصوصيتون اڪيئي ڏنيون آهن، تنهنڪري سون کي انهن جي احوال ۾ گهڻو اضافو ڪرڻو ڪونہ آهي. بلوچن وانگر هو بہ گهڻن ئي پاڙن ۽ خيلن ۾ ورهايل آهن، هو اِجا هڪ خانہ بدوش قوم آهن، هو اونهاري ۾ هميشہ ملڪ جي هڪ حصي ۾ رهندا آهن ۽ سياري جي موسم ۾ ٻئي حصي ڏانهن لڏي ويندا آهن. تنهن کان سواءِ هو پنهنجي مال جي چاري جي سانگي پنهنجي رهڻ جا ماڳ هرسال ڪيترا دفعا بدلائيندا آهن. اهو رواج بلوچن ۾ ورلي نظر اَيندو آهي؛ چستي، طاقت ۽ همت ۾ بروهي پنهنجو مٽ پاڻ آهن. هو جهڙو بلوچستان جي پهاڙي علائقي جي ٿڌ تي هريل آهن، تهڙوئي ڪڇ گنداوا جي پٽن جي گرميءَ تي. هو ٻاهرينءَ شڪل ۾ بلوچن کان نرالا آهن، ايتري قدر جو انهن ٻنهي ۾ ڪوبہ ڀُل نہ ڪندو. بروهين کي سندن هموطنين جي درازقد، ڊگهي منهن ۽ نڪتل هڏن جي بدران ننڍا ٿلها هڏا، گول منهن ۽ ٿلها عضوا آهن. تحقيق، مان اهڙي ڪا ايشيائي قوم ڪانہ ڏٺي آهي جنهن سان هو مشابهت رکندا هجن. هنن سان ڪيترن کي ناسي وار ۽ ڏاڙهيون آهن. راهڪي ۽ ٻين گهرو ڪمن ۾ هو تمام سخت

پروهيت آهن، جي قلات جي ڏکڻ وارن پوٽن جي وچھو رهندا آهن، سي زمين جا وڏا نکر آباد ڪندا آهن، ۽ پنهنجي پيدائش کي نڪال لاءِ قلات، پيلي ۽ خضدار جي هنڌن ڏانهن موڪليندا آهن. بروهي فقط مال جو پنير ۽ کير، ٿلها ڪنبل، غاليچا ۽ نمدان وڪڻڻ کان سواءِ پيو واپار ڪونه ڪندا آهن. انهن جو کاڌو بلوچن جهڙو آهي ۽ سواءِ ان جي ته هو گوشت پين سيڻي شين کان وڌيڪ پسند ڪندا آهن، ۽ هو اڌ ڪچو گوشت سواءِ مانيءَ، لوڻ يا سبزين جي کائيندا آهن. هو پيٽوڙي آهن. هنن وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جا وڏا ڌڻ ويجهنڊڙ ڏٺ آهن، جنهنڪري هو پنهنجو شوق پورو ڪندا آهن، ۽ ڏينهن تي گوشت کائيندا آهن. هو چوندا آهن ۽ ائين سچ به آهي ته جي هو ايترو گوشت نه کائين ته هوند سياري ۾ هو ٿڌن جبلن ۾، جنهن ۾ رهندا آهن مري وڃن. هو سمجهندا آهن ته گوشت نه فقط هڪ مقوي غذا آهي، پر ان ۾ اها گرمائش به آهي جا يورپي ماڻهن جي خيال مطابق شراب ۽ داروءَ ۾ هوندي آهي. هو انهيءَ ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ سرءَ جي پڇاڙيءَ ۾ گوشت آس ۾ سڪائي، آلين ڪالين جي دونهيءَ تي پچائي رکندا آهن. اهو گوشت نهايت لذيذ هوندو آهي ۽ روس مان حي ڦاڙهن جون زبانون ايندڙ يون آهن، انهن جهڙو سواد هوندو اٿس. اهو ڪيترا مهينا رکي سگهبو آهي، فقط هڪڙو احتياط ڪبو آهي، ته جيئن هڪ نڪرو پئي سان نه لڳي.

بروهي به بلوچن جهڙائي وعدي جا سچا ۽ مهمان نواز آهن، بلڪ مون کي ته هنن مان گهڻا پسند آهن. مون جيڪي اڳي ئي هن موضوع تي لکيو آهي، ان مان ظاهر آهي ته هو وڌيڪ

سانتيڪا ۽ محنتي ماڻهو آهن ۽ هنن جون عادتون يقينا بلوچن وانگر ڦرلٽ ۽ خونريز طريقي ڏانهن مائل نہ آهن. هيءَ روش فقط نيڪ جڏهن جو نتيجو ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هنن ۾ بهادري، تڪليفن ۽ سختين برداشت ڪرڻ جو سنڌي پاڙيوارن ملڪن جي ماڻهن کان زياده حوصلو آهي. هنن جي سردارن جي پنهنجن پاڙن ۽ خيلن تي بلوچن کان زياده اختياري هلندي آهي. ماڻهن بلوچن جهڙائي خود دار آهن، جيتوڻيڪ هو پنهن سببن ڪري سندن فرمانبرداري ڪندا آهن. هو حليم ۽ ڪم آزار طبع جا آهن ۽ ساڳئي وقت السڌ ريل ۽ بي ڏنگا آهن. پر هو اڏنگا ان ڪري آهن جو هنن ۾ دنيوي علم ۽ حرفت ڪانہ آهي؛ تنهنڪري جڏهن هو بي سلهتي ڏنگ ۾ کنهن کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ خراب نہ لڳندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هنن ۾ خود غرضي ڪانہ هوندي آهي. هو فطرتاً چاهيندا آهن تہ ٻيل کنهن جي دل خوش ٿئي. بروهي جي کنهن تي احسان يا سندس خدمت ڪندا تہ ان جو عيوضو نہ طلبيندا. هو هميشه لاءِ احسانمند رهندا آهن. هو اهڙا تہ وفادار آهن جو هنن کي بلوچ سردار بہ پنهنجن خانگي ۽ اعتماد وارين جاين تي نوڪر ڪري رکندا آهن.

هنن ماڻهن جا شغل هوبهو بلوچن جي شغلن جهڙا آهن، جن جو اڳي ئي ذڪر ٿي چڪو آهي. تنهنڪري هت وري انهن جي دهرائڻ جو ضرور نہ آهي. بروهي عموماً دعوي ڪندا آهن تہ اسان بلوچن کان وڌيڪ سٺا توبچي آهيون. بلوچ پڻ اها ڳالهہ قبول ڪندا آهن. پر چوندا آهن تہ بروهين کي وڌيڪ ڪرتبو آهي، هو پنهنجن گهيڏڻن مان بندوق کان سواءِ پڻ ئي سوڳام (قدم وکون) بہ

ڪونه لڪرندا آهن. اهڙيءَ طرح هو تلواربازيءَ ۾ ٻه پڙ
آهن. پر هو ڀالا اصل ڪم ڪونه آڻين، جو هو انهن کي
بيڪار ۽ ڀاري هٿيار ڪري سمجهندا آهن. بروهي هميشه
سادي نموني جا ڪپڙا پائيندو آهي. سيارو هجي اونهارو،
سخت ڀارو پيو پئي يا سج پيو ساڙي، پر هو هميشه هڪ
ڍلي اڇي قميص سادي ڪپڙي جي سٿڻ ۽ نمدي جي ٽوپي
پائيندو. ريڍار بعضي اڇي نمدي جي چادر پائيندا آهن.
اها بدن کي چوڌاري ويڙهي، مٿي تي اهڙيءَ طرح ورائي
ڇڏيندا آهن جو مٿان چوليءَ وانگر ٽي بيهندي آهي. اها
ٽوپي مينهن واچ ۽ برف ۾ وڏو بچاءُ ڪندي آهي ۽ ڪم
به انهن موقعن تي آئيندا آهن. بروهين جي گهرو زندگي
نهايت سادي هوندي آهي. مرد مال جي سنڀال زمين جي
آبادي ۽ پيو ٻاهريون ڪم ڪندا آهن، جنهن ۾ ضرورت
جي وقت زالون مدد ڪنديون اٿن*. پر رواجي طرح زالون
گهرو ڪم جهڙوڪ کير ڏهڻ، مکڻ، پنير ۽ کير لاهڻ تي
ڌيان ڏينديون آهن ۽ فراسيون، نمدا ۽ ٿلهو جوڙيءَ جو
ڪپڙو ٺاهينديون آهن. جيئن مان اڳي چئي آيو آهيان، هنن
کي مردن جي صحبت کان الڳ نه ڪيو ويندو آهي.
مردن سان هو گڏ رهنديون ۽ کائينديون آهن. هنن جي
پوشاڪ هن ريت آهي: هڪ سوٽي ڊگهو گهگهو ۽ سٿڻ.
بلوغت کي پهچڻ کان پوءِ هو گهگهي جي مٿان هڪ قسم
جي چولي پائينديون آهن جا پٺيان ڪهڻين سان ٻند ٽيندي
آهي ۽ اڳيان رنگين ونيل ڌاڳي سان. پکين ۽ جانورن
جون ڏنگيون ڦنگيون شڪليون پريل هونديون اٿس. مذهب
۾ بروهي سڀ سني مسلمان آهن ۽ هنن جون مذهبي رسمون
۽ شاديءَ ۽ غميءَ جو رواج سني طريقي جي احڪامن

---

* ڏسو روزنامچو ٣-فيبروريءَ جو

مطابق هوندا آهن، تنهنڪري مون ڪي انهن متعلق وڌيڪ ڪجهه چوڻو نه آهي. انهن جي اعمالن ۾ ڪا خاص قابل ذڪر ڳالهه ڪانه آهي، جنهن جو هت احوال ڏجي، سواءِ ان جي هنن جي انهن اهم معاملن ۾ به اهڙيءَ ئي سادگي آهي جهڙي سندن زندگيءَ جي رواجي ڪمن ڪارين ۾.

قلات جي رهاڪن جي باقي ٻچيل طبقن يعني هندن، ٻانيڻن ۽ ديهوارن جو مان ڪجهه مختصر احوال ڏيان، تنهن کان اڳ مان ڪجهه بروهين جي ذاتين جا نالا ڏئي هي فصل ختم ڪندس. انهي مختصر فهرست مان ڏسڻ ۾ ايندو ته هڪ سچي قوم جون ڪيتريون مختلف شاخون آهن ۽ حقيقت معلوم ڪرڻ، نا ممڪن نه ته به ڪيترو نه مشڪل آهي.

بروهين جون ذاتيون

| نالو | فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لائق ماڻهن جو تعداد | سردار |
|---|---|---|
| ٠١ قمبراڻي | ١٠٠٠ | محمود خان |
| ٠٢ مهيوري | ٨٠٠٠ | قادربخش |
| ٠٣ مينگل | ١٠٥٠٠ | ولي محمد |
| ٠٤ سوملاري | ٤٠٠٠ | |
| ٠٥ ڪرڪناڻي | ٣٠٠٠ | |
| ٠٦ امام حسيني | ٢٠٠٠ | شيخ لوهر |
| ٠٧ ڪلچي ڀڳوا | ٥٠٠ | |
| ٠٨ محموداڻي | ٥٩٠ | |
| ٠٩ موردها | ١٠٠٠ | |
| ٠١٠ ڪوري | ١٥٠ | |
| ٠١١ برجيءَ | ١٠٠٠ | |
| ٠١٢ رڪي | ٧٠٠ | |
| ٠١٣ پندراڻي | ٣٠٠٠ | |

| | | |
|---|---|---|
| ١٤. ريستكو | ١٠٠ | |
| ١٥. شير واري | ٨٠٠٠ | |
| ١٦. رئيساڻي | ١٥٠٠ | ملا محمد |
| ١٧. نيچاري | ٢٠٠٠ | |
| ١٨. بيزنجا | ١٠٠٠ | رحمت خان |
| ١٩. شجاع ديني | ١٠٠٠ | |
| ٢٠. ماموستي | ١٥٠٠ | |
| ٢١. هاروني | ٢٠٠ | |
| ٢٢. روديني | ٦٠٠ | |
| ٢٣. ساسولي | ٣٠٠ | |
| ٢٤. كروچكو | ٥٠٠ | |
| ٢٥ بجاڻي | ٧٠٠ | |
| ٢٦ كوردا | ٢٠٠ | |
| ٢٧. ناگري | ٢٠٠٠ | |
| ٢٨. كيجن بلادي | ٧٠٠٠ | |
| ٢٩. نصير روداڻي | ٣٠٠٠ | |
| ٣٠. چوتوا | ٧٠٠ | |
| ٣١. كدراڻي | ٥٠٠٠ | |
| ٣٢. ميروازي | ٧٠٠٠ | |
| ٣٣. كلادئي | ٣٠٠ | |
| ٣٤. گلوسوري | ٧٠٠ | |
| ٣٥. كولاچي | ٢٥٠ | |
| ٣٦. لوگي | ٣٠٠٠ | |
| ٣٧. كيري | ١٥٠٠ | |
| ٣٨. محمود شهي | ٣٥٠٠ | |
| ٣٩. ديبكي | ٤٠٠٠ | |
| ٤٠. ريساڻي | ٨٠٠ | |
| ٤١. قيصري | ١٠٠٠ | مير قيصر |

| | | |
|---|---|---|
| ٥٤٢ | سوزي | ٣٠٠ |
| ٥٤٣ | گھاگي | ٢٠٠ |
| ٥٤٤ | جياڻي | ٦٠ |
| ٥٤٥ | موسواڻي | ١٠٠٠ |
| ٥٤٦ | سراواڻي | ١٠٠٠٠ |
| ٥٤٧ | سرفراڻي | ٢٥٠٠ |
| ٥٤٨ | يورجهاڻي | ٢٠٠ |
| ٥٤٩ | ڪوچڪا | ٣٠٠ |
| ٥٥٠ | پولدرا | ٣٠٠ |
| ٥٥١ | پوڪا | ٣٠٠ |
| ٥٥٢ | ردي | ١٧٠٠ |
| ٥٥٣ | ايسراڻي | |
| ٥٥٤ | مهراڻي | |
| ٥٥٥ | جمال زئي | |
| ٥٥٦ | گواراڻي | |
| ٥٥٧ | سموزئي | |
| ٥٥٨ | پوئيتي | |
| ٥٥٩ | چڪوزئي | |
| ٥٦٠ | دودئي | |
| ٥٦١ | جيڪو | |
| ٥٦٢ | رودن زئي | |
| ٥٦٣ | حسني | |
| ٥٦٤ | چهروزئي | |
| ٥٦٥ | موروئي | |
| ٥٦٦ | بمبوڪزئي | |
| ٥٦٧ | راهزئي | |
| ٥٦٨ | شادنزئي | |
| ٥٦٩ | شاهوزئي | |

٧٠. ڪنتنزئي
٧١. رمضان زئي
٧٢. شيرزئي
٧٣. گلزئي
٧٤. بنگلزئي، وغيره، وغيره.

جيڪڏهن ان مان ڪو ڪڙتيل نڪري ته مان انهن ڪان پيٺين پين ذاتين جا نالا به ڏئي سگهان ٿو. پر هن فهرست ۾ تعداد جي نقطہ نگاھ ڪان مکيہ ذاتين جا نالا ڏنل آهن، اهي بروهي قومن جي ڪثرت ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. ازان سواءِ اهي ذاتيون وري بيشمار خيلن ۾ ورهايل آهن. مٿي ڏنل نالن مان ڪيترن نالن لاءِ سبب ڏئي سگهجن ٿا، پر پين ڪي ڪاٻہ عقلي معنيٰ نہ آهي. قمبر جي نالي پٺيان سڏبا آهن، جو حڪومت جي نالي ۽ سڄي بلوچستان جي واليءَ محمود خان جو وڏو هو، زهري ۽ پندراڻي انهن نالن جي علائقن ۾ رهندا آهن. منهنجي خيال ۾ ڪرڪٽاڻي جو خطاب ڪرڪ لفظ مان نڪتل آهي، جو بگهڙ لاءِ فارسي لفظ آهي. ساڳيءَ طرح شيرواڻي ۽ شيرزئي شير يعني شينهن جي نالي پٺيان سڏبا آهن، هاروني ۽ قيصري هارون خان ۽ مير قيصر جي پٺيان، جي هنن جي سردارن جا اختيار ڪيل موروثي لقب آهن، محمودائي قلات جي هاٿوڪي خان محمود خان جي نالي پٺيان، جهل زئي، چنگو زئي، شادن زئي ۽ گل زئي، جهل چگو، شادن ۽ گل لفظن پٺيان، جن جي معنيٰ آهي سهٺو خوب، خوش ۽ گلاب، جي زئي يعني قوم يا لڏي سان گڏيل مرڪب لفظ سهٺي قوم وغيره ٿا هيا ويا آهن، بجاڙيءَ جو دودائي جي پڻ ڳڏيل قومن جو اولاد آهن، اهو خطاب دو يعني ٻہ ۽ دائي يعني

نهائي واري مان نڪتل آهي ۽ مطلب انهن ٻه دايون.
اهڙيءَ طرح ٻيا ٻه گهٽائي مثال ڏئي سگهجن ٿا، جسي هڪ
مشرقي عالم سولائيءَ سان سمجهي سگهندو. منهنجو خيال
آهي ته هلڪين ذاتين جا نالا ملڪ جسي هڪ حصي مان
ٻئي حصي ڏانهن لڏيندي هميشه ٻيا بدليا آهن. مون هي
رايو هن ڪري قائم ڪيو آهي جو مان ڪيترن موقعن تي
بروهين کان پنهنجن ذاتين متعلق سوال پڇيا آهن. هنن جي
مون کي خاطري هئي ته هو ٿورا سال اڳ سندن لڳ
رهندا هئا پر هو جواب ڏيندا هئا ته اسان کي ڪا خبر نه
آهي يا ڇون ته انهن ڏينهن ۾ ڪين ڪو ٻيو نالو هوندو.

قمبرائين کان سواءِ ٻيا سڀ بروهي هڪٻئي ۾ شاديون
ڪندا آهن. قمبرائين ۾ هڪ خاص رواج آهي جو ٻين
بروهين سان لاڳو نه آهي. هو ٽن جدا درجن يا طبقن ۾
ورهايل آهن، جن جا خطاب آهن احمد زئي، خاني ۽ قمبراڻي.
١٨١٠ع ۾ جڏهن مان قلات ۾ هوس، تڏهن احمد زئي فقط
ست ڄڻا هئا، محمود خان، سندس پٽ، ٻه ڀائر، هڪ ڀيڻ،
ٻڍي ۽ سوٽ. خاني ٻئي درجي جا زميندار آهن، مثلاً مير
مراد علي، خوزدار وارو ۽ هن جا ڀائر. انهيءَ درجي جا
ويهه ـ ٽيهه ماڻهو هوندا، قوم جا باقي ٻچيل سڀ ماڻهو خاص
قنمبرالي ڪري ليکجن ٿا، رواجي طرح اهو خطاب سڄي
قوم جي ماڻهن سان لاڳو ڪيو ويندو آهي. قمبراڻي ٻين
قومن سان شادي ڪندا آهن، پر پنهنجون ڇوڪريون ٻين
کي ڪونه ڏيندا آهن. ڪي بروهي ۽ رند بلوچ به اهڙيءَ طرح
هڪٻئي سان ڏي وٺ نه ڪندا آهن، پر ان لاءِ مون کي
ڪوبه معقول سبب معلوم ڪونه ٿي سگهيو آهي. مان
سمجهان ٿو ته هنن کي پنهنجي وڏائيءَ تي فخر آهي.

قلات جا هندو اڪثر ملتان ۽ شڪارپور(١) جي شهرن جا سيٺي واپاري آهن، انهن کي سرڪار ۽ عام ماڻهو عزت سان ڏسندا آهن. انهن جي مذهبي ڪارروائين ۾ ڪا رڪاوٽ ڪانه وڌي ويندي آهي پر هنن کي اها همت نه ٿيندي آهي جو هو پنهنجون زالون شهر ۾ وٺي اچن، اها ڳالهه يقيناً ثابت ڪري ٿي ته هنن کي سرڪار جي پيٽ ۾ اهو اعتقاد نه آهي جو سرڪار جي ظاهري روش ۽ حوصله افزائي ڪري هٿ ڪيِن، هنن جو چڱو تعداد آهي، شهر جي چوديوارين جي وچ ۾ چار يا پنج سو سٺي ۾ سٺا گهر هنن جي قبضي ۾ آهن. هنن مان گهڻا تمام آسودا آهن پر سندن دنيا ۽ دنيا جي فائدن ۽ سهولت هوندي به قلات جا هندو هڪ ذليل قوم آهن. هو رواجي طرح ڏهن-ڇهن سالن ۾ هڪ يا وڌيڪ دفعا پنهنجي وطن ويندا آهن، پر انهيءَ وچ ۾ جا هو زالن ۽ ٻارن-ٻچن جي محبت کان پري زندگي گذاريندا آهن سا کين ملول رنج ۽ بيچاق ڪندي آهي. هندو هونئن ته هڪ لالچي قوم آهن ۽ پئسي سان محبت اٿن پر هي ماڻهو بي انتها آزاديءَ جا وسيلا حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ موهه جني مندر ۾ هر ڪا دماغي نعمت ۽ دنيوي خوشي قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن. مان اڳي ئي چئي آيو آهيان ته هنن کي قلات ۾ مذهبي آزادي آهي ۽ اتي هڪ مندر اٿن، جنهن ۾ ڪيترا برهمڻ رهندا آهن، برهمڻ جو گذران چندن تي هوندو آهي. تنهن کان سواءِ هنن کي قديم زماني کان وٺي شهر ۾ جو مال ايندو آهي، ان تي محصول اڳاڙڻ جو پروانو مليل اٿن، انهيءَ محصول کي ڏرم پئسو چئبو آهي، ان محصول مان ڪيتري پيدائش ٿيندي آهي ۽ اهو ڪڏهن شروع ٿيو، تنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويندو. هندو برهمڻ جي حڪمن جا هروڀرو پابند نہ آهن، مون کي

---

(١) انهن شهرن ئي ٢٣-تاريخ جي روزنامچي ۾ حاشي ڏسو.

ڏسي تعجب ٿيو ته برهمڻ ۽ سندن شيش، ڪُٺون جي گوشت کان سواءِ ٻيو سڀ گوشت کائيندا آهن، ڀوءِ اهو ڀل مسلمان جي هٽ جو پاتل هجي. تنهن کان سواءِ هو چمڙي جي ٻخالن مان ٺاهي پيئندا آهن ۽ انهن مان ڪي ٻخاري جي ڪلن جون ٽوپيون پائيندا آهن. هي سڀ ڳالهيون سندن ڌرم جي اصولن جي خلاف آهن، هنن جي پوشاڪ هن ريت آهي، ڇيٽ جو انگرکو جو ڇاتيءَ جي سڄي پاسي ٻڌو ويندو آهي، جنهن مان انهن کي سڃاڻي سگهبو آهي، ڇاڪاڻ ته مسلمان کٻي پاسي ٻڌندا آهن، ٻي، پيرن تائين سوڙهي سٿڻ ۽ وڏو پٽڪو، اڇو يا رنگين هر ڪنهن جي مرضيءَ مطابق، هنن جي شڪلين ۾ گهٽو تفاوت ڪونه هوندو آهي. هنن جو رنگ زردو ۽ ڏاڙهيءَ جا وار ڪارا هوندا آهن. هو ڏاڙهيون رکائيندا آهن، هنن جي زبان هندوي آهي جا پنجاب جي صوبن ۾ ڳالهائي ويندي آهي ۽ هو پنهنجو حساب ڪتاب جو نمونو ان ۾ رکندا آهن.

مون اڳي ڪنهن جاءِ تي بابن جو مختصر احوال ڏنو آهي، جنهن کي مان قلات جي رهاڪن جو هي طبقو* ڪري سمجهان ٿو، پر هو اصل بلوچستان جا ويٺل نه آهن ۽ اتان جي ماڻهن ۾ ڪا خاص اهميت ڪانه ٿا رکن، تنهنڪري انهن متعلق وڌيڪ ڪجهه لکڻ جي ضرورت نه آهي، هو محنتي ۽ رولاڪ ماڻهو آهن. انهن مان گهڻا ڪابل جي بادشاهه جي مملڪت ۽ دورانين(١) جي ملڪ

---

(١) دوراني افغانن جو ٻهريون طبقو آهن. احمد شاهه ابدالي دوراني هو ۽ حڪومت جون واڳون سواءِ ڪنهن تڪرار جي هنن جي خاندان ۾ رهنديون آيون آهن. هو اوڀوسين يا ٻاڙن ۾ ورهايل آهن، هو جنهن ايراضيءَ ۾ رهندا آهن، سا نهايت وسيع آهي. قندار،

(ڏسو حاشي صفحو ٨١)

۾ رهندا آهن، جتي هو مال چاريندا آهن ۽ خيمن ۾ رهندا آهن جيئن اڳي ڏيکاريو ويو آهي. انهن مان ڪي وڏا واپاري آهن ۽ ڪي تجارت جي خاطر پنهنجي وطن جا پوئا ڇڏي شهرن ۽ نگرن ۾ رهندا آهن. قلات جا بابي انهيءَ قسم جا آهن، سون ڪي ائين سمجهڻ لاءِ قوي سبب آهي ته اهڙا پيا به لهڻائي ماڻهو گجرات صوبي جي اترين علائقن ۾ آهن.

ديهوار يا دهقان، پنهي لفظن جي معنيٰ ساڳي يعني ڳوٺائا آهي، سي قلات جي آباديءَ جو چوٿون طبقو آهن- پين طبقن وانگر هو به فقط قلات تائين محدود نه آهن، بلڪ هو ملڪ جي مختلف علائقن ۾ مختلف نالن هيٺ رهن ٿا، نالا اڪثر سندن رهائش جي جڳهين جي نالن پٺيان هوندا آهن، مثلاً مستونگ، تيري ۽ يرنگو وڌجي قلات جي اتر ۾ ڳوٺ آهن، تن جا رهاڪو ديهوار نه سڏبا آهن- پر مستونگي، تيريچي، ۽ يرنگووڌچي، انهن جي اصليت جو مون کي پورو پتو ڪونه ملي سگهيو آهي، هنن جي ڳالهائڻ جي زبان ڪا نج فارسي آهي، انهيءَ حقيقت جي بناء تي ڪيترا صاحب چون ٿا ته هو انهن ماڻهن جو اولاد آهن، جي پڇاڙيءَ ۾ نادرشاهه جي بلوچستان مان موٽڻ

---

(آندل حاشيه صفحي ٨٠ تان)

دورانين جي ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ آهي. ان کان سواءِ پيا به لنڊا شهر اٿن. هن قوم بلڪ سڄي افغانن جي مڪمل تاريخ لاءِ پڙهندڙن جو ڌيان ڪابل جي دربار ۾ هنن جي اعليٰ سرڪار جي سابق ايلچيءَ جو هن وقت جي سفير مانواري مائونٽ ايلفنسٽن جي نازي ڇپيل ڪتاب ڏانهن ڌيان ڇڪائجي ٿو، جو صاحب پنهنجي قابليت ۽ محنت ڪري انهيءَ ڪم لاءِ نهايت موزون هو ۽ ڪم بيشڪ چڱيءَ طرح لباهيو اٿس. مان هن جو، سندس دوستيءَ ۽ خط و ڪتابت لاءِ شڪرگذار آهيان.

وقت رهجي پيا هئا. هوڏانهن ان ڳالهه جو رد ان مان ٿو ملي ته اهڙي هڪ قوم نادرشاهه سان هندستان تي حملو ڪيو، تنهن ڪان اڳ انهيءَ ملڪ ۾ رهندي هئي، هو آباديءَ تي گذران ڪندا آهن ۽ بنان پڳهار جي خان جي نوڪري ڏين ۽ هنن جي مهمانن ۽ سندن اٿالي ۽ مال لاءِ پاڻي، پچر، گاهه ۽ اَن مهيا ڪري ڏين، خان سان سندن پسگردائيءَ ۾ شڪار تي همرڪاب ٿي وڃن ۽ سرڪار کي ضرورت وقت قاصد پيدا ڪري ڏين لاءِ پڌل آهن. انهن خدمتن لاءِ ڪين خاص رعايتون مليل آهن جن مان سڀ کان زياده فائديواريون ۽ دلگهريون هي آهن: زمين جو پنو سواءِ مسواڙ يا ڍل جي، بزار ۾ پيدائش آڻن تي ڍل نه ڏين، قلات جي علائقي مان ٻاهر فوجي نوڪريءَ جي معافي، سواءِ آباد يا لوڙهي ڏنل زمين جي ڪٽي ۽ مال چارڻ جي سهوليت. ديهوار اٺ ويهه ۽ شڪل ۾ بلوچستان جي ٻين رهاڪن کان مختلف آهن. هو طبع جا مائيٽا ۽ مسڪين هوندا آهن. هو بلوچن ۽ بروهين ٻنهي کان پاڻ کي اونچو ڪري سمجهندا آهن ۽ انهن سان ڏي-وٺ نه ڪندا آهن، ته جيئن ان ڳالهه تي ڪو جهيڙو جهٽو ۽ فساد نه ٿئي ۽ هو ٻه انهن جي فضيلت کي تسليم ڪندا آهن. هو ڳوٺن ۾ رهندا آهن جيئن سندن نالو ڏيکاري ٿو ۽ تنهنڪري لڏ پلاڻ گهٽي ڪونه ڪندا آهن. هوڳولن جي نزديڪ آبادي ڪندا آهن ۽ پيدائش، خان بدوش قومن ۽ هندن کي نيڪال ڪندا آهن. جيڪي تختگاهه کان ٻري رهندا آهن، اهي انهن سردارن کي جن جي پناهه ۾ هو لڪيا پيا هوندا آهن، ڪجهه ڏن ڀريندا آهن. قدبت ۾ ديهوار وچولي درجي کان ٻه ڪجهه گهٽ آهن. هو ٻين ڳالهين ۾ ٻه ڪو سهڻن ماڻهن جي قوم نه آهن. هنن جون ساديون شڪليون، منهن جا هڏا نڪتل، ڳل ڦوڪيل هوندا

آهن، جنهنڪري بدشڪل نظر ايندا آهن. پر جيتوڻيڪ هنن جا مهاندا سوچارا نه آهن، ته به هنن جي منهن مان هڪ قسم جي سادگي، ايمانداري ۽ خوشخلقي پئي بکندي آهي ۽ هنن جي شڪل پريل ۽ وڻندڙ لڳندي آهي، هو ڌارين کي ميٺاج ۽ محبت سان پيش ايندا آهن، پر منجهن بروهين واري مهمان نوازي ڪانه آهي، جنهن لاءِ هو مشهور آهن. جڏهين خان لڙائيءَ تي چڙهندو آهي ته هو سپاهه ۾ ڪونه شامل ٿيندا آهن، پر تنهن هوندي به هو اهڙا وفادار ۽ پروسي جهڙا سمجهيا ويندا آهن، جو هنن جو هڪ دستو هميشه هن جي محل ۽ ڪوٽ جي دروازي تي حفاظت لاءِ رهندو آهي. هو سني مسلمان آهن. مذهب ۽ گهرو عادتن ۾ هوبهو بروهين جهڙا آهن، جن جو احوال اڳي ئي ڏنو ويو آهي، تنهنڪري انهن ڳالهين تي وري تفصيلوار بحث ڪرڻ اجايو آهي. انهن خيالن ڪري ۽ جنهن نموني ۾ هو پنهنجن زالن کي هلائيندا آهن ۽ هو رسول عربيءَ جي پين آستين ڪان وڌيڪ روشن خيال آهن. افغانن ۽ ايشيا جي گهڻن پاڳن ۾ تاجڪن نالي هڪ وڏي قوم آهي، جن جون وصفون ديهوارن جي وصفن سان اهڙيون ٺهڪي ٿيون اچن جو ان ۾ شڪ نه آهي ته اهي پيئي قومون ساڳئي نسل مان آهن. چون ٿا ته تاجڪ غريب، محنتي ۽ وعدي جا پختا هوندا آهن. هو آبادي ڪندا ۽ مال چاريندا آهن ۽ ڪچن واهڻن ۾ رهندا آهن، جن کي هو ديهون ۽ نه ڪ تمن سڏيندا آهن. افغانستان ۾ اڪثر عام طرح تومن لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي.

هاڻي مون پنهنجا رايا ڏئي ختم ڪيا آهن ۽ قلات جي مختلف رهاڪن متعلق تحقيقات ٻه اچي پوري ٿي آهي. تنهنڪري مان پنهنجو روزنامچو وري شروع ڪندس، البت باقي ٻه-ٽي وڏيڪ طبقا جهڙوڪ ڪيچ گنداوا جا جت، مڪراني يعني مڪران جا باشندا ۽ سنڌي يا سنڌ جا رهواسي، انهن تي بحث تڏهن ڪيو ويندو، جڏهن مان انهن صوبن جو احوال ڏيندس.

## فصل ـــ ۵

مون مٿيون ٢١-٢٠ ۽ ٢١ ، ٢٠ ، ١٩ ، ١٨ ، ١٧ ، ١٦ فيبروري :
تاريخون گڏي لکيون آهن، ان لاءِ ته جيئن هڪ ڏڪ جو
جدا روزنامچو لکڻو نه پوي، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ اهڙي ڪا
نئين يا دلچسپ ڳالهه ڪانه ٿي جا قابل ذڪر هجي. دستور
مطابق اسان سان انبوهه ملاقاتي گڏجڻ آيا جن مان ڪن
دوائن لاءِ منٿون ٿي ڪيون، پر حال في الحال اسان ڪهن
ان بهاني تي ٽاري ڇڏيو ته اسان جو اجا سامان ڪو نه آيو
هو. اڪثي هلي اسان پڇتايو ته اهو بهانو ڇو ڏنو هوسين جو
ان مان تڪليفون پيدا ٿيون. ١٦- تاريخ اسان سان محمود خان
جو داروغو جو ڏاڍ و فضيلت وارو ۽ معتبر شخص هوملڻ لاءِ آيو هو،
۽ ڏينهن اڳ ڪيچ گنداوا مان خان لاءِ سؤدو وٺڻ آيو هو،
جنهن بکر واري مير مراد عليءَ جي ڌيءُ مان شادي ڪرڻ
لاءِ تياري ٿي ڪئي. چيائين ته اتفاق سان ٻڌم ته سندر داس
جا گماشتا بمبئيءَ مان آيا آهن. سندرجيءَ جي ڀاڳ ڪي چڱيءَ
طرح سڃاڻندو آهيان، تنهنڪري خيال ڪيم ته توهان جو
نياز حاصل ڪيان. منهنجي لائق ڪا خدمت هجي ته مان
حاضر آهيان. اسان هن جو شڪر بجا آندو ۽ چيوسونس ته
جي توهان کي تڪليف نه ٿئي ته اسان جو هڪ عريضو(١) پنهنجي
مالڪ کي پهچائي ڏئي، جو اسان کي قلات ۾ يا هن جي
حڪومت ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ ڪجهه وقت رهڻ جي اجازت
ڪپندي هئي. داروغي جواب ڏنو ته مان وڏيءَ خوشيءَ سان
توهان جو خط پهچائيندس. وڏيڪ چيائين ته مان موقعو

---

(١) عريضو، درخواست، جنهن جي هت معني ٿيندي ننڍي درجي
واري ماڻهوءَ کان ڪنهن وڏي ماڻهوءَ ڏانهن.

ولي خان کي توهان جي خيالن کان واقف ڪندس ۽ اميد ته هو توهان جو عرض قبول ڪندو. هو ١٧- تاريخ خط وٺي لاءِ وري اسان وٽ آيو. ان وقت ڪئپٽن ڪرسٽيءَ چيس ته اسان کي سندرجيءَ خان لاءِ ڪا سوغات ڏني هئي اسان جو سامان ڪجهه گندوا مان اچي ته اها روانڻي ڪنداسين. هن صلاح ڏني ته سوغات نه موڪلجو. چڱو ائين ٿيندو ته خان قلات موٽي اچي ته روبرو کيس پيش ڪجو.

هن شهر ۾ جيترو وقت اسان کي رهڻ جو ارادو هو اسان ان کان زياده رهيا هئاسين، ۾ اسان جيڪو نوڪر سامان مان کهڻ واٽ (پراڻي رستي) ۾ ڇڏيو هوسين تنهن جي موٽڻ ۾ دير ٿي هئي ۽ اسان کي هن جي سلامتيءَ متعلق انديشو ٿي پيو هو، تنهنڪري هتان نڪرڻ جو اسان ڪوبہ آخري فيصلو ڪونہ ٿي ڪري سگهياسين. هوڏانهن جن ملڪن مان اسان کي لنگهڻو هو، انهن جي ڪيفيت ۽ جاگرافي متعلق معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ اسان جو انتظار ڏينهون ڏينهن وڌندو ٿي ويو. هندو جيڪو اسان سان بمبئيءَ مان گڏ جي آيو هو تنهن ان باري ۾ ناداني‌ءَ کان ڪم وٺي سنئين سڌي پڇا ڳاڇا ڪئي. تنهنڪري اسان ٢٠- تاريخ پاڻ پڇائون ڪرڻ لاءِ پيو دفعو شهر ڏانهن وياسين. اسان جو اڄ جن واپارين، مسافرن، فقيرن ۽ جانبازن جي لشڪر سان تعارف ڪرايو ويو ان ۾ ايران جي ڪرمان پرڳڻي جي گاديءَ ڪرمان جو هڪ ملان هو. هو قلات پنهنجي پيءُ جي ڳولا ۾ آيو هو جنهن کي پنپور جي نهروئين ڇاپيءَ* ۾ ڪٺي آيا هئا. ان کي محمود خان جي خانگي گماشتي ۽ صلاحڪار، سلطان صاحب جي خاندان خريد ڪيو هو. اسان هن ماڻهوءَ کي دعوت ڏئي گهر گهرايوسين، ان لاءِ ته ڪانئس ايران جي سفر متعلق

---

* انهن حملن جو احوال اڳين فصلن ۾ پڙهو.

پڇيا ڳاڇا ڪريون. هو ٻئي ڏينهن (ايڪيهين تاريخ) اچي حاضر ٿيو، هن کان معلوم ٿيو ته هو ڪرمان کان پنهور ۽ ڪيچ (١) جي رستي قلات آيو هو. هن انهن شهرن ۽ سندن ماڻهن جو اسان کي مختصر احوال ڏنو. اسان هن کان اشارو ڏيئي پڇيو ته تون اسان سان سونهون ۽ همراه ٿي هلندين جو اسان کي ڪرمان مان گهوڙا خريد ڪرڻا آهن، محمد صلعم ۽ بادشاه جي ڏاڙهي(٢) جو سنهن کڻي چيائين ته "هاڻي چا ٻـ ٿي پوي ته انهيءَ رستي کان وري ڪونه موٽندس." چيائين ته "انهيءَ طرف اسان لاءِ ٻه رستا آهن، شل ڌڻي ۽ رسول پناه ڪري. هڪ رستو اهو آهي ته هو هڪ غيرآباد ۽ ويران ملڪ ۾ رُلي، جتي نه پاڻي، نه انُ ملي سگهي ٿو، پيو، يا ماڻهو نهروئي ڪتن وٽ رهي، جتي پل پل ۾ ساه جو خوف آهي." هٿ کڻي چيائين ته "خدا سڄي قوم جو خانو خراب ڪري، هنن منهنجو گهوڙو ته چورايو پر منهنجا سپ ٽپڙ به ڦريائون، بدن تي جي ڪپڙا پيل هئا، سي به نه ڇڏيائون. هيءَ ڳالهه ٻڌي اسان ڪجهه مايوس ٿياسين، پر اسان خيال ڪيو تـ وڌاءُ ڪرڻ ايرانين جي پراڻي عادت آهي، خاص ڪري جڏهن سندن جانفشاني يا خطري جو سوال هوندو آهي. اهڙيءَ طرح پنهنجي دل کي آٿت ڏنوسين ۽ اسان کي اها اميد هئي ته جڏهن اسان انهيءَ رستي کان لنگهياسين تـ حالتون اهڙيون ناساز نـ هونديون، جهڙيون ملان ڏيکاريون هيون ۽ تنهنڪري اسان کانئس وڌيڪ سوال نـ ڪيا تـ متان شڪ نـ پئيس. پوءِ اسان اڌ ڪلاڪ کن پيون ڳالهيون ڪيون ۽ هو شهر موٽي ويو، وڃڻ کان اڳ

---

(١) چون ٿا تـ پنهور نهروين جي سردار جي رهڻ جو هنڌ آهي، ڪيچ، مڪران جي گادي آهي، ڏسو نقشو ۽ ڪتاب جو پيو ڀاڱو.

(٢) ايرانين ۾ قسم کڻڻ جو اهو عام طريقو آهي.

چيائين ته سون وٽ ڪي فارسي ڪتاب آهن جي ڪنهن ڏينهن ڪٿي اچي توهان کي پڙهي ٻڌائيندس. هن جي اها صلاح اسان خوشيءَ سان قبول ڪئي جو اسان کي شام جي وقت ڪا وندر يا مشغولي ڪانه هوندي هئي ۽ اسان جو وقت ادامن ۽ ملول گذرندو هو.

٢٢- فيبروري: اڄ شام جو ٽين بجي اسان جو سامان پهتو جو ڏسي اسان خوش ٿياسين. هندستاني لوڪر، جو سامان جي حوالي هو تنهن چيو ته سندس ٽوليءَ کي ٽڏ ۽ خراب آئن جي ڪري سخت تڪليف ٿي هئي. هو وڏيءَ مصيبت سان آهستي آهستي اچي پهتا هئا. خوزدار جا ماڻهو قلات جي ٽڏ کان ايترا ٿي ڊنا جو پنهنجي مال آئن جي ڳالهه ئي نه پيا ٻڌن. اسان جي نوڪر ڳالهه ڪئي ته توهان جي وڃڻ کان پوءِ اسان ٻه ڏينهن کهڻ واٽ ۾ ترسياسين، انهيءَ وچ ۾ نه رحمت خان، نه ٻاڙي وارن آئن جو مالڪ، جنهن کي اسان گهر وڃڻ جي اجازت ڏني هئي، پيدا ٿيا. ظاهر هو ته هن کي بيزنجن چرچ ڏني هئي. ٽئين ڏينهن صبح جو رحمت خان ائن هٿيار بند ماڻهن سان توهان جي اچي پهچا ڪئي، جڏهن ٻڌايو سون ته توهان ڪيس ڇڏي هليا ويا هئو، تڏهن ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ نراس ٿيو. وري وري پيو چوي ته واپاري آهن يا چور جو اهڙيءَ طرح لڪي ڇپي ڀڄي ويا. شام جو هن جو ڀاءُ بهادر خان ۽ اوٺي به اچي ساڻس گڏيا. اوٺي دير لاءِ ڪو واهيات سبب ڏنو، سردارن کي سخت غصو هجي ته پڪي ٻچري مان ڀڄي ويا. ڪنهن وقت چون پيا ته هنن اسان جي هتڪ ڪئي آهي هلو ته هلي کين ڪا سيکت ڏيون. وري چون ته چڱو موٺي اچن ته کين سبق سيکاريندا سين. آخر صلاح ڪيائون ته هنن جو سامان ڪولي ڏسجي، ان تي ڪم از ڪم هزار رپيو سونگ يا محصول پوندو. اسان جي ماڻهوءَ چيو ته سموري سامان جي قيمت

محصول جي اڌ جيتري به نه ڏيندي، تنهن کان سواءِ توهان کي سونگ وٺڻ جو ڪهڙو حق آهي؟ اسان کي سونگ ڏيڻ جي ڪا اختياري ڪانه آهي. رحمت بامه تي ويو، چيائينس ته توکي شايد خبر نه آهي ته هي ساڳي جاءِ(١) آهي، جتي اسان بيزنجن، مغل تاجر کي ڦري ماريو هو. هندستاني چين ته اهو توهان جو خام خيال آهي ته توهان اسان سان به ساڳي ڪار ڪري سگهندؤ يا اسان چار-پنج هٿيار بند ماڻهو انهيءَ گيدي مغل وانگر پنهنجون جانيون ۽ مالڪ جي ملڪيت توهان جي حوالي ڪنداسين. جڏهن بيزنجن هن جون اکيون ڏٺيون، تڏهن چيائون ته توهان پهلا آهيو اسان کي توهان سان سختي ڪرڻ جو ڪو ارادو ڪونه آهي. هن جي ماڻهن کي چيائون ته توهان پنهنجون تلوارون لاهي آرامي ٿيو. اسان توهان جي سامان جي سڄي رات حفاظت ڪنداسين. نوڪر جواب ڏنو ته اسان جو رواج آهي ته اسان سفر ۾ هميشه ڪمربسته(٢) رهندا آهيون. آخر بيزنجن ڏٺو ته هي مڙڻ جا نه آهن ۽ ڪين ڪاڏي لاءِ به ڪجهه ڪونه هو، تنهنڪري هنن گهر موٽي وڃڻ جو فيصلو ڪيو. وڃڻ وقت چئين رهئين جو سوٽي ڪپڙي جو ٽڪر ڳهري ورتائون. سندن سردار رحمت خان چيو ته سامان سان گڏ منهنجي هلڻ جي ضرورت ڪانه آهي. رستو بلڪل سلامت آهي. توهان کي

---

(١) هيءَ حقيقت آهي، هنن مغل تاجر تي حملو ڪيو هو ۽ هن سندن مقابلو ڪونه ڪيو. تنهن تي ڪيس سڀني ماڻهن سميت ماري ڇڏيائون. قلات جي خان کي انهيءَ ڳالهه تي ايتري مٺيان لڳي جو رحمت خان جي پيءُ کي قلات گهرائي، چاليهن ماڻهن سان مارائي ڇڏيائون.

(٢) ڪمربسته، لفظ جي معنيٰ اهڙي آهي جو ان لاءِ اسان جي زبان ۾ ڪو خاص اصطلاح ڪونه آهي. هتي معنيٰ آهي تيار رهڻ ڍال ۽ هٿيارن سان. ڪمر معنيٰ چيلهه ۽ بستن معنيٰ ٻڌڻ.

پيل ته لکن رهين جو سامان هجي، توهان کي منهنجي اجازت آهي ته توهان جي وار جو به کو نالو ڪونه وٺندو. انهيءَ هناڪ ڪان پوءِ هو چاڙتا ولي آئن ۽ گهوڙن تي چڙهي هليو ويو. ٻئي ڏينهن پرڀات جو اسان جا ماڻهو پنهنجو رستو وٺي ويا.

خوزدار ۾ خبر پئي ته مير مرادعلي پنهنجي نائب کي شهر ۾ لکيو هو ته هنن ماڻهن کي ڪجهه گندوا موڪليو، جتي ملڪ جا سڀ گهوڙا اچي ڪٺا ٿيا هئا. مون کي خبر ته آهي ته هي مشورو اسان جي فائدي لاءِ ڏنو ويو هو يا خلاف. پر اسان اڳيئي ٽڪڙو ٽڪڙو اڳتي نڪري ويا هئاسين پر ان جو انجام چڱو نڪتو. نائب اسان جي سامان سان هڪ ماڻهو قلات موڪليو هو جو سوهيراب ۾ اسان کي ڏاڍو ڪم آيو، جو اتي ڪوٽ جي داروغي هر شيءِ تي محصول ٿي گهريو ۽ بيءَ طرح دخل ٿي ڪيو. مرادعليءَ جي ماڻهوءَ ڪيس سردار جو خط ڪڍي ڏيکاريو ته هنن ماڻهن کي عزت آبروءِ ۽ مهمانوازيءَ سان پيش اچو، داروغو اهو ڏسي خاموش ٿي ويو.

هڪڙو قاصد پيلي مان سندرجيءَ جي گماشتي جو خط کڻي اچي اسان جي نوڪرن کي خوزدار ۾ پهتو هو. ان مان اسان کي معلوم ٿيو ته اسان سونمياڻي ڇڏي تنهن کان چار-پنج ڏينهن پوءِ ڇهن ماڻهن ڪراچي (سنڌ) مان اچي اسان جي پڇا ڪئي هئي ته هي ڪير آهن. جڏهن خبر پئي ته اسان مٿي هليا ويا آهيون. تڏهن به ماڻهو ڪراچيءَ موٽي ويا ۽ پيا اسان جي پٺيان پيلي آيا، جتان خوشقسمتيءَ سان اسان اڳيئي نڪري ويا هئاسين، تنهنڪري چار وٽ ويا ۽ ڪائنن ڪليل دربار ۾ سنڌ جي ميرن جي نالي ۾ پڇيائون ته هي ڪير آهن ۽ قلات ۾ ڪهڙو ڪم اٿن. چار مختصر لفظن ۾ چين ته مان هنن کان سندن نالن يا ڪم ڪار بابت

جي ضرورت کان سمجهي هئي. پر مون انواهي طرح ٻڌو هو
ته هو سندرجيءَ جا گماشتا آهن ۽ هن جي ڪم سان قلات
ٿي ويا. سنڌي انهيءَ جواب تي راضي نه ٿيا ۽ ڪاوڙجي
حيدرآباد (١) هليا ويا ۽ وڃي ميرن کي اهو احوال ٻڌايائون.
هن خط پڙهڻ کان پوءِ اسان کي خاطري ٿي ته هو اسان کي
زوريءَ ٻڌي ملڪ مان تڙي ڪڍائڻ جي هر ممڪن ڪوشش
ڪندا. اسان کي پليءَ پت خبر هئي ته محمود خان ۽ هنن
اميرن جا تعلقات دوستاڻا نه آهن، پر ممڪن هو ته هو هنن
جي دام ۾ اچي ڪو قدم کڻي، تنهنڪري اسان مصلحت ان
۾ سمجهي ته قلات هڪدم ڇڏي وڃڻ گهرجي. مٿان هن تڪڙي
فيصلي جي سبب ڏيڻ لاءِ ۽ ضروري تياريون ڪرڻ لاءِ اسان هنلايو
ته سندرجيءَ اسان کي موڪليو آهي ته قنڌار ۽ هرات (٢) ۾
وڃي، بهار جي شروع ۾ جيڪي گهوڙا ملنو سي وٺي اچو.

اسان جي پريشاني اها به وڌي جڏهن ٻڌوسين ته ٻه
افغان اسان جي ماڻهن سان گهٽي لهه وچڙ ڪري رهيا هئا.
خوزدار ۾ هنن ڪُٺليو ڪلايو ڇيو هو ته هي سوداگر نه آهن
پر جاسوس آهن جي ملڪ جاچي ڏسڻ لاءِ خاص طرح موڪليا
ويا آهن. هنن کي قابل ۽ پشاور (٣) بادشاهه وٽ ۽ آخر ايران
وڃڻو آهي. مير مراد عليءَ جو داروغو جنهن جي روبرو اهي
ڳالهيون ٿيون هيون، تنهن اسان جي هندستاني نوڪر کي
ٻڌايو ۽ چيائينس ته پنهنجن مالڪن کي سمجهائي ڇڏ ته هنن
خبيثن کان خيال رکي. پوءِ اسان کي خبر پئي ته افغان پاڻ
۾ ٻڌي ڪئي هئي ته هنن کي دڙڪو ڏيئي کانئن هڪـڪ
آٿ ڪڍنداسين. هنن جي انهيءَ شرارت ڪري اسان فيصلو
ڪيو ته هنن کان جلد الڳ ٿجي ته چڱو. ساڳئي وقت اهو

(١) سنڌ جي گادي.
(٢) خراسان جي گادي. ڏسو نقشو
(٣) افغان حڪومت جا شهر، جتي رواجي طرح دربار ويهندي آهي.

به ظاهر هو ته چالاڪيءَ کان ڪم وٺي گهرجي. تنهنڪري ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کين فقط چتايو ته توهان جيڪي ذليل ڪوڙ ڳالهايا آهن، انهن جي اسان کي سموري خبر آهي ۽ اهو به چيائين ته جيڪڏهن توهان کي سندرجيءَ کان انعام اڪرام ملڻ جي اسيد آهي ته آئنده توهان کي وڌيڪ خبردار ٿيڻو پوندو. هنن الزام قبول نه ڪيو پر وعدو ڪيائون ته آئنده توهان جي حڪم جي پيروي ڪنداسون. شام جو ڪرماني ملان، يوسف زليخا (١) جو نظم کڻي آيو ۽ اسان کي ڪي ڪلاڪ پڙهي ٻڌايائين. اسان جي گهر جو مالڪ جو ديهوار هو تنهنڪري فارسي سمجهندو هو سو به ڪيترن پين پاڙيسرين سميت اچي اسان سان شامل ٿيو. ملان کي ٻڌي اسان جي طبعيت ڏاڍي خوش ٿي. هن ڏاڍو سٺو پڙهيو ۽ قصي جي مضمون ۾ چڙهي ته محو ٿي پئي ويو.

٢٣- فيبروري: اڄ صبح جو سڄي شهر ۾ هو هو ٿي وئي ته اسان جو سامان آخر پهچي ويو آهي. ناشتي جي وقت تائين دوائن لاءِ ماڻهو اسان کي گهيرو ڪري ويا. شام تائين يڪي اها حالت رهي. اسان گهڻائي بهانا ڪيا، پر هو مڙڻ جو ٿا! هڪ عجيب ڇهڇٽو لڳي ويو. ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ مان وچ ۾ ويٺل آهيون، چوڌاري ماڻهن جا حشام لڳا پيا آهن. جو دنيا جو مرض آهي تنهن جي شڪايت پيا ڪن. سڀ هڪ ئي وقت پنهنجن مرضن جي تشخيص پيا ڪن ۽ علامتون پيا ٻڌائين ۽ سو به اهڙيءَ زبان ۾ جا اسان کي سمجهه ۾ ئي نه پئي اچي. آخر اسان هنن کي خاموش ڪرايو. اسان کين مدد ڪرڻ لاءِ تيار هئاسين، چاڪاڻ ته اسان کي انهن سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ جو ارادو هو، تنهنڪري اسان دوائون فراخدليءَ سان پنهنجي ٻڌيءَ مطابق ورهايوسين

(١) انگريزيءَ ۾

انهيءَ اميد سان تہ اسان جا ٽوٽا سندن دلين تي اثر ڪندا.
اسان جي ڪن مريضن عجيب قسم جون غلطيون ڪيون:
ڪن اسان جون هدايتون نہ سمجهيون هيون تہ ڪن ڇاٽي واٽي
انهن جي پيروي نٿي ڪئي. هڪڙو ماڻهو اکين ڌوئڻ جي
دوا پيئي ويو ۽ اچي چيائين تہ دوا جلاب جو اثر ڏيکاريو
هو. پين ملم ڪاڻي چڙيو، پر خوشقسمتي جو ان جو مٿس ڪو
برو اثر ڪو نہ پيو. سڀ کان وڏيڪ سخت ڇڪ اسان جي
پاڙي جي هڪ جانڊاهيءَ ڪئي، جو هڪ ئي وقت جلاب جو
وڏو وزن پيئي ويو. هو ذري گهٽ مئو هو، هن کي چيو
ويو هو تہ دوا جا ست-آٺ وزن ڪري پيئي. هن خيال
ڪيو تہ روز روز ڪير ويلو تڪليف ڪري. هڪ دفعو پيئڻ
سان بہ فائدو اوتروئي ٿيندو، سو ڇا ڪيائين جو سموري
دوا ملائي هڪ ڀيت سان پيئي ويو.

٢٤-فبروري: اڄ اسان پاڻ واري هندوءَ کي چيو تہ
اسان کي سندرجيءَ جا جيي خراسان*، هرات ۽ ايران ۾،
ڪرمان ۽ يزد جي شهرن ۾ گماشتا آهن، تن جي نالي
هنڊيون لکرائي ڏي. پر هن کي ايران جون هنڊيون نہ
ملي سگهيون. پر هن کي پڇا ڪندي سيستان جي رستن
متعلق هڪ اهڙي خبر ملي جا اسان جي لاءِ ڏاڍي ڪارائتي
ثابت ٿي. جو اسان انهيءَ رستي سان وڃڻ جو فيصلو ڪيو.
اسان کي باريڪ جاچ مان معلوم ٿيو تہ سڀ رستا نوشڪيءَ
نالي هڪڙي ڳوٺ وٽ وڃي ملن ٿا، جو قلات کان ست-
ستر ميل اتر-اولهہ طرف آهي. تنهنڪري اسان صلاح ڪئي
تہ پهريان اتي وڃي ۽ پوءِ اتان جيئن مناسب نظر اچي
تيئن اڳتي وڌجي. پيلي ۾ چار جيڪي ماڻهو اسان کي
ڪري ڏنا هئا، تن جي استعفا ڏني پنهنجي وطن ورڻ جي

*قديم ايران جو هڪ صوبو جو هاڻي آزاد آهي.

مرضي هئي، اها ڳالهه عين اسان جي مرضيءَ مطابق هئي، اسان کي به گهڻي وقت کان خيال هو ته ڪين قلات ڇڏڻ کان اڳ رخصت ڏيندا سين، تنهنڪري اسان انهن جي استدعا تي ڪين پڳهار ڏئي روانو ڪيوسين ۽ انهن جي هٿان خان ڏانهن به هڪ خط موڪليوسين. انهن جي جاءِ تي اسان اُن هڪڙن لاءِ چار بروهي پاڙي ڪياسين.

٢٥، ٢٦، ٢٧ ۽ ٢٨-فبروري: هندن هرات جي هنڊين وٺي ڏيڻ ۾ دير وڌي ۽ ساڳئي وقت اسان کي پڻ هنڊان هنڊين وٺڻ ۾ به رنڊڪون پئي وڌائون. لاشڪ انهيءَ ارادي سان ته جيئن اسان کان ڳرو اگهه ۽ دلالي وٺن جنهن ۾ هو ڪامياب ٿيا. انهيءَ ڳالهه اسان کي پوريان ٿي-چار ڏينهن (هندن جي آباديءَ لاءِ مشهور آهي) تشويش ۽ مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. هڪ وقت ته چيائون ته هنڊيون ڪنهن به صورت ۾ ڪونه ملنديون: چون ته توهان قلات ۾ رهو، شالومل شڪارپور* نو رهي، اتان جواب اچي ته پوءِ فيصلو ڪنداسين. انهيءَ ۾ ٽي هفتا لڳي وڃن ها. تنهنڪري ڪئپٽن ڪرسٽيءَ انهيءَ شرط قبول ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو. هندن گهڻا سوال جواب ۽ اٽڪلون ستڪلون ڪيون آخر اسان کي لاچار بازاري مٽاسٽا جو اگهه ۽ ان تي پنج سيڪڙي جي ڳري دلالي ڏيڻي پئي. اسان کي ان ڳالهه تي سخت مٺيان لڳي پر اسان کي قلات ڪيئن به ڪري ڇڏڻو هو، تنهنڪري پن-ڏن سون رپين جي نقصان جو خيال ڪونه ڪيوسين. هندن جي اها روش سندن واپاري خيال ۽ دستور مطابق آهي. هو سمجهندا آهن ته ڪنهن ماڻهوءَ جي ضرورت جو فائدو وٺي هن سان پئسا ڪيڻ، اعتراض جوڳو ڪم نه آهي. سندرجيءَ جي گماشتن، جن سمجهيو هو ته هي

---

* سنڌ جي سرحد تي هڪ شهر ۽ افغان حڪومت ۾ سنڌ جو واپاري.

اسان سودو هن جي ٻارن ٽا ڪيون. تنهنڪري هنن گهڻي
ئي ٻڪائي ڪئي، پر ٻي ڏر اسان جو انتظار ڏٺو ۽ ان جو
پورو پورو فائدو ورتائون.

۲۶-تاريخ: صبح جو هڪ معتبر پيرسن اسان وٽ آيو
۽ اڪين ئي اکين ۾ ائين چيائين ته مهرباني ڪري مون سان گڏجي
شهر ۾ هلي هڪ مريض کي ڏسو. مريض ڳري ڪنڌا ٿي
ويو هو ۽ تمام ضعيف حالت ۾ هو. اسان هن کي نسخو
ٻڌايو پر ان فائدو ڪونه ڪيو ۽ هو ڇهن-پنجن ڏينهن کان
پوءِ مري ويو. پر خوشيءَ جي ڳالهه هئي جو هن جي موت
لاءِ اسان کي جوابدار نه ٺهرايو ويو. عام طرح چيو پئي ويو
ته هن کي سنڌس پنجن مانٽياڻين مائن سان هڪ زهر ڏنو
هو. جڏهن پهريون اسان هن جو معائنو ڪيو هو ته اسان
کي ڏسي تعجب ٿيو هو ته جيتوڻيڪ هن کي شاندار پوشاڪ
پئي هئي ۽ ڪيترا نوڪر چاڪر خدمت ۾ هئس، تنهن
هوندي ٻه هوهڪ ننڍڙيءَ ۽ خسيس جهوپڙيءَ ۾ پيو هو. اسان
کي پڇا تسي معلوم ٿيو ته هو روح الله بيگ نالي هڪ
دولتمند تاجر جو پٽ هو، جنهن کي قلات جي خان جي پاءُ
مير مصطفيٰ ٻه هفتا ٿيا ته ڪچ گنداوا ۾ مارايو هو. هن
جوان جي عادتن ۽ اٿت-ويهه مان بزرگي پئي بکي، ان جي
غمگين حالت تي اسان کي ٻه تعجب ٿيو ۽ رحم به آيو ۽ اسان
هن جي پيءُ جي قتل جو سبب معلوم ڪرڻ لاءِ آماده
ٿياسين. اسان کي ٻڌايائين ته مير مصطفيٰ خان کي گهڻي
وقت کان شڪ هو ته شاهه محمود، جو ان وقت ڪابل
جي تخت لاءِ اميدوارن مان هڪ هو، تنهن جو وزير فتح خان
غدارانه خط و ڪتابت ڪري رهيو هو، مير هڪ رات
ڪچ گنداوا ۾ هن جي گهر وڃي ڇهن نوڪرن جي مدد
سان کهي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيائينس. بابو هڪ پيرسن
۽ بي پناهه آدمي هو، تنهنڪري هن هواري ۽ نيچ ڪر

سيٺي طبقن جي ماڻهن ۾ جوش ۽ چوڀولو پيدا ڪيو، چاڪاڻ ته هڪ اهڙي پيڙي ماڻهوءَ جو موت، جيڪڏهن اهڙي ڪم کي موت سڏي سگهجي ٿو، هڪ بيمثال واقعو هو. ان کان پوءِ مير هڪدم قلات نياپو موڪليو ته روح الله بيگ ۽ پٽن کي نظربند ڪري ۽ سندس سموري ملڪيت ضبط ڪئي وڃي. انهيءَ حڪم جي ڪري ماڻهن کي ائين ڪرڻ لاءِ سبب مليو ته هن بدبخت جو فقط ڏوهه اهو هو جو هو دنيادار هو. خير حقيقت ڪهڙي به هجي پر حڪم جي پوري تعميل ڪئي ويئي، مير جي داروغي هن جي جاءِ ۽ گدامن تي وڃي قبضو ڪيو ۽ انهن ۾ جو قيمتي سامان هو تنهن جي ياد داشت ٺاهي مير ڏي موڪليائين. چون ٿا ته سامان جي قيمت ڏيهه لک روپين(١) کان به زياده هئي.

هن جي پٽ پٽن کي قيد ڪيو ويو ۽ ڏيون جو سخت بيمار هو، تنهن تي وڏو احسان انهيءَ ڪري ڪيو ويو جو هو بندوق باز هو، انڪري هٿيار بند سپاهين جي حفاظت هيٺ هڪ جهوپڙيءَ ۾ رهايو ويو، جتي اسان سندس علاج لاءِ ويا هئاسين.

ڪرماني ملان هاڻي اسان وٽ روزانو ايندو هو. اسان کي هن جي صحبت مان مزو ايندو هو. تنهنڪري اسان به هن جو آڌرڀاءُ ڪندا هئاسين. هو هڪ ذهين ۽ صحبت جي لائق دوست هو. ٢٧- تاريخ هو پاڻ سان پنج چالاڪ چوڪرا وٺي آيو، جي خان جي هڪڙي وڪيل سلطان صاحب(٢) جا پٽ هئا. انهن مان وڏي چوڪري اسان کي هڪ انگور جي ڇڳي ڏني، جنهن ۾ لذيذ انگور ڪيلن جي ڇن ۾ ويڙهيل هئا. موڪلائڻ کان اڳ، ملان چيو ته هن جي ماءُ توهان جي

---

(١) پائونڊ ٢٧٥٠٠٠١ (٢) بلوچستان ۾ وڪيل اهو ماڻهو آهي جو ڌڻي جي پاران هر قسم جو ڪم ڪري.

حڪمت جي تعريف پڻ ڪئي آهي. هن جو مرض آهي ته توهان هن جي پٽ پيرن کي هلي ڏسو جي ڪجهه وقت کان بيمار آهن. چوڪر منٿون ڪندو رهيو ۽ اسان به هن سان وڏيڪ گهائل مائل ٿيڻ لاءِ ڪيس ۾ ڏيندا آياسين. آخر ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ٻئي ڏينهن هنن جي گهر وڃڻ قبول ڪيو. فيصلو اهو ٿيو ته ملان اچي ڪيس سندس گهر وٺي ويندو. ٢٨- تاريخ صبح جو سوير ملان اچي حاضر ٿيو. اسان ڏٺو ته هن کي اسان کان به وڌيڪ اسان جي طبعي ناموس جو خيال هو. هن کي اميد هئي ته اسان جي معرفت هن جي پٽن، جا ان گهر ۾ ٻانهي هئي، آزاد ٿيندي. هن ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي چيو ته پنهنجو ڪتاب بغل ۾ کڻ ۽ مائيءَ جي نبض ڏسي ڇڏجانئيس ته دوائن تي تمام گهڻو خرچ ٿيندو. ياد رک ته اڳ ۾ پولي ڪجانءِ ته جي چوڪريون چئيون ته هيتري رقم وٺندس. ان کان اڳ ڪين نسخو هرگز نه ڏجانءِ. هنن جي پيءُ وٽ اڻکٽ مايا آهي. هو توکي خوشيءَ سان هرهڪ چوڪريءَ لاءِ ٻه-ٽي سؤ رپيا ڏيندو. انهيءَ وعظ کان پوءِ ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ ملان روانا ٿي ويا. پوءِ ته ڏاڍو مزيدار ڇهڇٽو لڳي ويو. منهنجي مرحوم دوست ان جو ڏاڍو دلڪش بيان پنهنجي روزنامچي ۾ ڏنو آهي، جو مان هت پيش ڪندس.

ڪئپٽن ڪرسٽي لکي ٿو ته گهر پهچڻ تي اسان کي ٻه-ٽي منٽ اڳڻ ۾ ترسايو ويو. تنهن کان پوءِ داروغي منهنجي آجيان ڪئي ۽ مون کي حرم ۾ اندر وٺي هليو. ڪمري ۾ داخل ٿيڻ سان سلطان صاحب جي بيگم منهنجي آجيان ڪرڻ لاءِ اٿي کڙي ٿي. هوءَ ڊگهي قداور ۽ بدن جي سنهي هئي ۽ هڪڙو ويڪرو ناسي رنگ جو ڪهڪهو پيو هوس، جو اڳيان ڪليل هو ۽ کڙين سان پئي لڳس. آءٌ هن جي پرسان نمدي تي ويٺس. ۽ ٻانهيون سامهون

بيهي رهيون. مائي پهريائين ڪيترا دفعا تڪليف لاءِ معافي
گهري. پوءِ پنهنجي وڏيءَ ڌيءَ جي ڳالهه ڪيائين، جا
پندرهن سالن جي هئي ۽ پيٽ جي تڪليف هيس. هن نبض
ڏسڻ لاءِ ڪپڙي جي هيٺان هٿ ڍڪهيڙي ٻاهر ڪڍيو، پر
آءٌ هن جي شڪل ڏسي نه سگهيس. جڏهن ٻانهن ٻاهر ڪڍڻ
لاءِ ڪپڙو مٿي ڪيائين تڏهن مون کي ائين معلوم ٿيو ته
هوءَ قد جي ننڍي پر نزاڪت ڀري هئي. منهنجي خيال ۾
هن جو مرض ڪاري ڪجور، مثال ۽ ٻين گرم شين کائڻ جي
ڪري ٿيو هو. تنهنڪري مون کيس انهيءَ قسم جو نسخو
ڏنو. مون کين صلاح ڏني ته هن کي گوشت گهٽ کارايو
جا هنن کي البت ڏکي لڳي. اها هڪ بروهي عورت لاءِ
هڪ تڪليف جهڙي ڳالهه هئي. پوءِ منهنجي اڳيان ٻي
ڇوڪري ولي آيا. هوءَ ٻارهن ورهين جي حسين ڇوڪري
هئي، ۽ اکيون ضعيف هئس. مون نهايت اٻوجهائيءَ سان
چيس ته اکيون ته ڏيکار ته اچي ٺهڪڙو پيو. پر منهنجي
حڪم جي هڪدم تعميل ڪئي وئي، ۽ هن پنهنجو نقاب
هٽايو. جهڙي هيس سندر صورت تهڙو هوس بدن. هن کي
فقط اکين کي صفا ڪرڻ جي دوا جي ضرورت هئي، جا
مون کيس موڪلڻ جو وعدو ڪيو. مون پنهنجي علم جو
رعب وجهڻ لاءِ وڏيءَ ڇوڪريءَ جي نبض ڏسڻ وقت
پنهنجي ڪيسي ماڻ گهڙي ڪڍي، اها بيخياليءَ ۾ هڪڙي
ڏلهي ملتاني هندو داروغي جي حوالي ڪئي هيم. هن
حماقت ڪري اها ڪولي ۽ خبر تڏهن پئي جو هلندي هلندي
بيهجي وئي. مون منهن مٿي ڪري چيس ته قرمساق (١)،
ڪا خبر پيئي ته ڪيڏو نقصان ڪري ڇڏيئي؟ هو منجهي پيو
پر ڪلي چيائين ته هائي پنهنجي ڪاريگريءَ سان ٺاهينس.

---

(١) اصل ڪتاب ۾ قرمساق جي معنيٰ ڏلکين ۾ آهي (Rascal)
جنهن جي معنيٰ هٿ ٻوهه ڏبي.

آءُ ڪاوڙجي اٿي هليس ته وڏيءَ مائيءَ چيو ته لال(١) ڪجهه ترس. مون کي چوڏهن ورهين جو هڪ پٽ آهي. هن کي ڪا طاقت جي دوا ڏي. هاڻي هن جي شادي ٿين واري آهي پر هو سنهو سڪل ۽ ضعيف آهي. هن کي دوا ڏي ته بدن ۾ هڏ مضبوط ٿيس ۽ مرد ٿئي. تون سمجهين ٿو ته منهنجو مطلب ڇا آهي؟ اتي پانهيون ڏند ڪيڙي کلڻ لڳيون. هن انهن ڏي منهن ڪري ۽ پوءِ مون کي ڏسي چيائين ته حڪيم منهنجو ياءُ آهي. هن ڪان ڪهڙو لڪ لڪاءُ آهي. پر هاڻي دير ٿي ويئي آهي. مان توکي اڳي ئي گهڻي تڪليف ڏني آهي. مان خوش ٿي موڪلائي هليس. جو ڏاڍو ڏکيو ڪم هو. مس مس جان ڇٽي. ٻاهرئين در تي مس پهتس ته ٻانهين اچي ورايو. هڪ کي اکين جي دوا کپندي هئي، ٻيءَ کي ٻار نه ٿيندو هو، ٽينءَ کي بادي(٢) هئي. پر مان انهن کي ٻڏو اٻڏو ڪري تڪڙو تڪڙو بزار ۾ اچي افغانن سان گڏيس. پٺيان ٻانهيون کلڻ لڳيون آيون، پر مان انهن جي نظر ڪان نڪري ويس.

ڪئيمپ ڪرسٽي گهر موٽي آيو، تنهن ڪان پوءِ ڪلاڪ کن جي اندر سلطان صاحب جو داروغو دوائون وٺڻ لاءِ آيو، جي کيس ڏنيون ويون. هن اسان کي پنهنجي مالڪ جي اثر ۽ رسوخ جي ڏاڍي واکاڻ ڪري ٻڌائي. چيائين ته جيڪڏهن هو توهان جي مدد ڪري ته توهان کي واپار ۾ ڪا به رڪاوٽ ڪانه پوندي. هو خان کي چوندو ته توهان جي مال تي محصول به نه وصول ڪيو ويندو.

---

(١) پيار جو اصطلاح، معنيٰ اٿس پيارا، عزيز.

(٢) ايشيا ۾ هن بيماريءَ لاءِ عام اصطلاح آهي. جڏهن مرض جي خبر نه پوندي اٿن ته چوندا آهن ته بادي آهي. ان جي اڪثر معنيٰ هوندي آهي ته سنڌن جو سور اٿس.

اسان چيس ته جيڪڏهن هن جون به چوڪريون چاق ٿي ويون ته اهو اسان لاءِ ڪافي آهي. پر حقيقت ۾ اسان تي داروغي جي وعظ جو ڪو اثر ڪونه پيو. چاڪاڻ ته سلطان صاحب اسان جي مدد ڪري ٿي ڪري تنهن ڪسان اڳ اسان قلات مان نڪري وڃڻ جو فيصلو ڪيو هو.

١٩٢ مارچ: رات جو چور روح‌الله بيگ جو گهر پيچي ان مان شالون ۽ پيو پنجيتاليهن هزارن رپين جو قيمتي وڪر چوري ڪري ويا، جنهنڪري شهر ۾ هل-هلاچو ۽ غلغلو هو. گهر حفاظت هيٺ هو، تنهنڪري ظاهر هو ته ڌاڙيل ڌاريا ماڻهو نه هئا. جيئن ته چوريءَ جو ڪجهه مال آئن تي ڪٺي ويا هوندا ۽ ڪوٽ جا دروازا سڄي رات بند هئا، تنهنڪري خان جي نائب پڙهو گهمايو ته قلات ڪان ويهن ميلن جي اندر ٿي ڏينهن جيڪو سواري ڪندو سو قيد ڪيو ويندو. ٻيءَ رات چار چور پڪڙيا ويا، هنن چوريءَ جو مال پيت ٽپائي ٻاهر ڪيڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، جتي آٺ تيار ٿيو بيٺا هئا. نائب خان کي ان واقعي جي خبر ڏني. انهيءَ وچ ۾ هن پنهنجي حڪم تي چورن کي سخت ڦٽڪا هڻائي، ڏاڙهيون ساڙائي ٻن آٺن تي پٺيرو ٻڌرائي شهر جي گهٽين ۾ گهمارايو. انهن جي اڳيان ٻڙهي وارو هو ۽ ماڻهن جي مٿانئن ڦٽ لعنت پئي پئي. ماڻهن نه فقط مٿانئن گند، ڪچرو، بيدا ۽ اهڙيون پيون بيضرر شيون پئي اڇلايون پر خوب پٿر، ٻسڪيون، ۽ سرون به پئي هنيائون. مطلب ته انهن جي خوب مرمت ڪئي ويئي. تنهن ڪان پوءِ هنن کي وڃي جيل ۾ بند ڪيائون. هنن سان سختي انڪري ڪئي ويئي هئي جو هو مير مصطفيٰ خان جا نوڪر هئا ۽ هو مٿن تمام مهربان هوندو هو ۽ منجهن اعتبار هوندو هوس. پر بلوچ هر قسم جي خانگي چوريءَ کي حقارت سان ڏسندا آهن، تنهنڪري هنن سان اهڙي تعدي ڪئي ويئي هئي.

٢- تاريخ ۽ هڪ ماڻهو ظاهراً اتفاق سان گهمندي گهمندي لنگهي آيو. چيائين ته توهان کي ياد هوندو ته توهان قلات اچڻ کان ڪ ڏينهن پوءِ مير مصطفيٰ جي داروغي سان ملڻ جو وعدو ڪيو هو. هو اڃا بيچاق هو ۽ اسان جو روز انتظار ڪندو هو. هو اسان تي ناراض هو ڇاڪاڻ ته اسان ڪيس پوري عزت ڪانه ڏيکاري هئي. اسان داروغي کان معافي گهري ۽ چيوسونس ته اسان مير وٽ انڪري نه آيا هئاسين جو اسان ڪيس تڪليف ڏيڻ نٿي گهري. اسان جو ناصح جو داروغي جو نوڪر هو، سو ان جواب تي راضي نه رهيو ۽ اسان کي لاچار وعدو ڪرڻو پيو ته ٻئي ڏينهن اسان سندس مالڪ جو نياز حاصل ڪنداسين. اسان ٤- تاريخ قلات ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو هوسين ۽ مسافريءَ لاءِ اٺو ۽ ڪجور خورزينن (١) ڀ بند ڪيو هوسين. پر ٢- تاريخ شام جو اسان جا سڀ هندو دوست گڏجي آيا ۽ اسان تي زوربار وڌائون ته توهان ٦- تاريخ تائين نه وڃو. اها چنڊ جي پهرين تاريخ هئي جا شڀ گهڙي سمجهي ويندي آهي. ڪ افغان ان وقت حاضر هئا، هنن کي جڏهن خبر پيئي ته اسان جلد وڃڻ وارا هئاسين، تڏهن اسان کان پڇڻ لڳا ته توهان ڪهڙي صلاح ڪئي آهي؟ ڪيئن ڪرسٽيءَ چين ته اسان ڪنهن به صورت ۾ ڏهن ڏينهن تائين ڪو نه نڪرنداسين، شايد اڃا به وڌيڪ ترسون. هنن اسان کي صلاح ڏني ته بهتر ائين ٿيندو ته توهان هتان سڌا قنڌار وڃو ۽ اتان هرات. ڇاڪاڻ جو توهان سيستان جهڙي سڃي رستي کان ويندؤ ته ماڻهو شڪيا ۽ آخر ڳالهه ڪابل جي بادشاهه يا سندس وزير جي ڪنن تائين پهچندي ۽ هو توهان کي فرح ۾ روڪڻ جي ڪوشش ڪندا. اسان

---

(١) گهوڙن ۽ اٺن جا ڪڙها، ٿلهيءَ ڏاس جا ٺهيل ۽ وڇ گنديل

هنن مالهن جي بدمعاشيءَ ۽ بڇرن ارادن کان واقف هئاسين، تنهنڪري هنن جي صلاح تي ڪو ڌيان ڪو نه ڏنوسين. پر اسان ڍونگ ڪري چين ته فيصلو ڪرڻ کان اڳ اسان خيال ڪنداسين.

۳- مارچ: اسان مير مصطفيٰ جي داروغي سان گڏياسين، ڪالهه واري واقعي کان پوءِ اسان کي جيتري اميد هئي، هو ان کان وڌيڪ خوشخلق هو. چيائين ته مان توهان کي جا شيءِ کپي سا وٺي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. هن اسان کان ڪيترا سوال پڇيا ته اتروارن ملڪن ڏانهن ويندؤ يا قلات ۾ رهندؤ؟ توهان کي ڪيترا ۽ ڪهڙي قسم جا گهوڙا کپن؟ توهان پنهنجي سير واپار ئا ڪيو يا ٻئي ڪنهن جي پاران؟ اسان سوالن جا جيڪي جواب ڏنا مي سڀ هن ڪاغذ تڪر تي لکي ڇڏيا. هن جي سموريءَ روش مان ظاهر هو ته هن کي خان يا پاڻس موڪليو هو ته معلوم ڪري ته اسان ڪير آهيون. جڏهن اسان هن کان موڪلايو ته اسان سمجهيو ته هاڻي هن کي خاطري ٿي هوندي ته اسان گهوڙن جا سوداگر آهيون. جيڪڏهن اسان کي محمود خان جي علائقي ۾ زياده رهڻ جو ارادو هجي ها ته داروغو جيڪر اسان جي هن وٽ تعريف ڪري ها ۽ اسان اڃا وڌيڪ سلامتيءَ سان پاڻ کي گهوڙن جا سوداگر سڏائي سگهون ها. ڏينهن جو حال احوال ٻڌائيندي هن خبر ڪئي ته اڳين رات ڪابل جي بادشاهه جي وزير جا پنجاهه گهوڙيسوار قلات مان لنگهيا هئا. هو مرحوم روح الله بيگ جي خاندان کي آزاد ڪرائڻ ۽ هن جو مال واپس وٺڻ لاءِ قنڌار کان ڪچ ڪندوا وڃي رهيا هئا. هي احوال دست دراز مير مصطفيٰ، بابي سوداگر کي قتل ڪرڻ لاءِ جو سبب ڏنو هو تنهن جي سچائيءَ جي تائيد ڪري ٿو. اسان کي پوءِ خبر پئي ته اها سفارش ڪامياب نه ٿي. مصطفيٰ خان

وزير جي فرمان(١) جو نهايت فاحش لفظن ۾ زباني جواب ڏياري موڪليو ته تون ڪو جاهل حيوان آهين، جو سمجهين ٿو ته مان اهڙو هيٺو آهيان جو تنهنجو حڪم مڃيندس. خبردار! جي وري اهڙي ڪم سان ڪو قاصد موڪليو اٿئي ته اهڙو بي عزتو ڪري ڪڍنداسين جو ياد ڪندين. شام جو سلطان صاحب جي بيگم چوائي موڪليو ته جيڪڏهن ڪا قيمتي شيءِ هجيوَ ته منهنجي گهر رکو، جتي اها سلامت رهندي. ٻاهر چورن جو ڏپ آهي ۽ ڪابه شيءِ سلامت نه آهي. اسان هن جي شڪرگذاري ڪئي. اسان وٽ سچ پچ ته ڪابه قيمتي شيءِ ڪانه هئي، پر مائيءَ جي صلاح جو فائدو وٺي ڪيس اسان واري هندوءَ جي هٿان پراڻن ڪپڙن جي هڪ هڙ جنهن جي قيمت پنج رپيا به نه هئي، ڏياري موڪلي. انهيءَ اٽڪل ڪري مائيءَ جي خاندان ۾ پين ماڻهن جن ڪي شڪ هو خاطري ٿي ته اسان ڪي قلات موٽي اچڻ جو اراده هو.

---

(١) فرمان معنيٰ شاهي حڪم. هتي حقارت طور وزير جي خط ڏانهن اشارو آهي.

## فصل -٦

۴، ۵ ۽ ٦- مارچ: پهرين ٻن تاريخن تي نئين ڳالهه ڪانه ٿي. ڇهين تاريخ نيرن کان پوءِ هندو ۽ ڇنيون ۽ هنديون ڪٺي آيا، جن تي هنن شڪ گهڙين ۾ مهرون هنيون هيون ۽ اچي دعائن ۽ پرارٿنائن (۱) سان ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي ڏنائون. اسان اڄ کي هڪدم تيار ٿيڻ جو حڪم ڏنو. اوغان وائڙا ٿي ويا، چيائون ته توهان اسان سان دوکو ڪيو آهي، اسان کي ڇڏي ٿا وڃو. هو باهه تي ويا ۽ چوڻ لڳا ته خان جي نائب کي ٿا ٻڌايون ته توهان ڀڳا ٿا وڃو. هو پاڻيهي توهان ڏانهن گهوڙا ڀڄائي توهان کي واپس گهرائي وٺندو. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي ڊپ ٿيو ته متان انهيءَ دڙڪي تي عمل ڪن، تنهنڪري هن اسان واري هندوءَ کي چيو ته هنن کي ڪا خرچي ڏي، ساڳي وقت هنن کي خانگي طرح چيائين ته ٻه-ٽي ڏينهن رکي وري ڪين خرچي ڏجانءِ. اتي هنن جو غصو ڪجهه ڍرو ٿيو ۽ هو سواءِ وڏيڪ تڪليف ڏيڻ جي قنڌار هليا ويا. اسان جي جماعت ۾ ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون کان سواءِ ٻه هندستاني نوڪر ۽ چار بروهي اٺن وارا هئا. اسان کي پنج اٺ هئا، هڪ وڏيڪ رکيو هوسين ته متان ڪو اتفاق ٿي پوي، باقي پين تي ٻه-ٻه ڇٽا گڏ چڙهندا هئاسين، ان لاءِ خاص پيٽا پاڪڙا ٺهرايا هئاسين. اچوڪي واٽ ويران ٽڪرين وچان هئي، ٿورو پريان ٻنهي پاسن کان

---

(۱) قلات جا هندو، ستارن ۽ واقعن جي ڳڻ کان سواءِ ڪجهه ڪونه ڪندا آهن. جي ڪا ڳالهه هيٺ مٿي ٿيندي آهي ته چوندا آهن ته هي معاملو غفلت سبب نه آهي.

جبل هئا، رستو سئو هو، مٿو پاڻي جام ۽ ڪٿي ڪٿي ننڍو جهنگ هو، اسان جو ارادو اڪثر وڃڻ جو هو ۽ شام جو برسات جو رخ نظر آيو، تنهنڪري اسان رستو ڇڏي ساڄي هٿ طرف وڃي گهڙڪ جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ترسياسين، جو قلات کان ست ميل اتر-اولهه هو. اهو ڳوٺ ۽ ان جي پاسي ۾ ڪجهه زمين محمود خان جي نوڪر سيد مراد جي آهي، هو پيشي ڪچ گنداوا ويل هئا. اسان سيد جي ڪنهن عزيز کان هڪ خالي گهر ورتو ۽ آرام سان آسائش ڪئيسين. اسان خوش هئاسين جو اسان وري سفر ڪرڻ شروع ڪيو هوسين.

٧- مارچ: اسان گهڙڪ، اڄ ستين بجي صبح جو ڇڏيو، گذريل رات سخت ٿڌ ۽ مينهوڳي هئي، اٺ سڄي رات ٻاهر بيٺا هئا، جنهنڪري هو اڄ سڄو ڏينهن چڱيءَ طرح نه هلي هليا، ان هوندي به اسان اٺاويهن ميلن جو مفاصلو ڪيو ۽ شام جو هڪ نشين جي پيٽ ۾ ترسياسين. اسان جي ويجهو برسات جي پاڻيءَ جو هڪ ڍُبو هو، ٻاهه جي لاءِ ڪاٺيون جام هيون ڪافي گڏ ڪيونسين. گهڙڪ کان ڇهن ميلن تي اتان قلات کان قنڌار جو سڌو رستو وڃي ٿو، سو ٽپياسين، ڏهه ميل پرتي اسان هڪڙي نار تي ويهي ڪجور ۽ مانيءَ جو ناشتو ڪيو، اتي اسان کي ڪيترائي بروهي گڏيا جي گڏهن تي نوشڪيءَ ڪڻڪ کڻي ٿي ويا. جنهن علائقي مان اسان لنگهياسين سو پهاڙي ۽ غيرآباد هو، اسان ۾ لَڪ لنگهياسين، انهن مان هڪڙو تمام خوفناڪ هو، رستو هيٺ مٿانهين وارو ۽ سوڙهو هو، نهايت ۾ فوٽ ويڪرو، ڪٿي پاسي کان هڪ-پاءُ ميل اونهو اوڙاهه هو. اسان قريباً اولهه جي اتر طرف پئي هلياسين، ۾ رستي ۾ اهڙا ورو ڪڙ هئا جو طرف خاطريءَ سان معلوم ٿي نٿي سگهيا. پاڻي فقط ٻن هنڌ تي هو: هڪڙو

گهڙڪ ڪان ٻارهن ميل ٻري، جتي ڪوهيي هئي ۽ ٻيو جتي شام جو اسان منزل ڪئي هئي.

٨- مارچ: اسان جي رات ڏاڍي سبب ڏاڍي ڏکي گذري، اسان وٽ گرم ڪپڙا ۽ بسترا ڪونه هئا. ٿڌ ايتري هئي جو اک اک سان نه پئي لڳي. نائين بجي تائين ته اسان چري نه سگهياسين، سج ڪجهه چڙهي مٿي ٿيو تڏهن اسان جي جسم ۾ جان پئي. پوءِ اسان سوار ٿياسين ۽ شام جو پنجين بجي تائين ايڪٽيهه ميل پنڌ ڪري وياسين. آسپاس وارو علائقو ڪالهه واري علائقي ڪان به وڌيڪ ويران ۽ غيرآباد هو، ۽ رستو به اهڙوني ورن وڪڙن سان هو. اسان کي ڪيترا لڪ ٽپڻا پيا، پويون لڪ خاص طرح ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي، اهو ريگستان جي سنڌي تي آهي، جو ته قدرت انهن مٿانهن ملڪن لاءِ هڪ اوچي پناه ٺاهي ڇڏي آهي. اهڙو ڏکيو لڪ مون ڪنهن بہ ملڪ ۾ ڪونه ڏٺو آهي. لڪ کي ڏکڻ-اوڀر يعني قلات واري طرف هڪ سوڙهي ۽ اونهين هيٺانهين، ٻين جبلن ڪان ڌار ڪري ٿي، جنهن جا ٻاسا سخت ڪاري پٿر جا ۽ بلڪل آڀا آهن. انهيءَ هيٺانهين مان اسان هڪ ڏکئي پيچري تان لنگهي اچي لڪ جي ڏکڻ-اوڀر واري منهن تي چڙهياسين. چوٽيءَ تان سڄو ريگستان نظر ۾ پئي آيو، جيستائين نظر پيئي پئي، سج جي روشنائيءَ سبب ريگستان ماليڻي سمنڊ وانگر پئي ڏيکاريو. منهنجي رفيق توڙي منهنجيءَ دل ۾ ان وقت، جي ولولا ۽ اُمنگ پيدا ٿيا سي قابل رشڪ هئا. ائين پئي ڀانيوسين ته اسان جون اڌ اميدون برصواب ٿيون آهن. هن مشهور ريگستان متعلق جيڪي اسان کي شڪ شبها هئا سي ختم ٿي ويا. اسان هڪٻئي کي مبارڪون ڏنيون ته جنهن مقصد سان اسان هندستان مان کهي آيا هئاسون سو هيتريقدر پورو ٿيو هو. انهيءَ ڪاميابيءَ تي اسان کي دل ۾ نيون اميدون ۽ نوان ارادا شامل ٿيا، لڪ جي

اتر-اولهه واري پاسي لهڻ ۾ اسان کي اٽڪل پنج گهنٽا لڳا
جو اهو ٻارهن ميل ڊگهو ۽ تمام اُڀو هو. اسان جبلن جي
وچ مان هڪ نئين جو پيٽ ولي ٿي هلياسين، جو جبلن جي
ٽري مان ٿي لنگهيو ۽ ور وڪڙ ڪري وڃي ريگستان ۾ ٿي
پيو. اسان جي راهه جو پويون اڌ ميل قيصر نديءَ جي پيٽ
مان ٿي هليو. هن موسم ۾ اهو قلات وڃڻ لاءِ سولي ۾
سولو ڊگهو رستو آهي. برسات جي موسم ۾ اها ندي
اونهي ۽ تکي هوندي آهي ۽ گرميءَ جي مئي، جون ۽
جولاءِ وارن مهينن ۾ بلڪل سڪي ويندي آهي. جڏهن
اسان ٿياسين، تڏهن ندي ۾ ٽي فوٽ اونهي ۽ ڇهه-ست گز
موڪري هئي. اسان ڏٺو ته نوشڪيءَ پهچڻ کان اڳ
اونده ٿي ويندي، تنهنڪري رات نديءَ جي ڀرئين ڪپ
تي ترسياسين. هڪ قسم جي ننڍي ٻير(١) کان سواءِ ٻيا وڻ
اسان کي نظر ڪونه آيا. نديءَ جي پيٽ ۾ لئيءَ(٢) جا
گهاٽا درخت هئا. تعجب جي ڳالهه آهي ته هڪڙو جبل
جنهن تان اسان لنگهياسين سو سورو لال گل جهڙي ٻوٽي
جي گولُ ٻاڙن سان ڀريل هو جي ان وقت ڦٽيون پئي. اسان
سان جي بروهي ساڻ هئا تن چيو ته مهيني کان پوءِ انهن
جي خوشبوءِ ٻري ٻري تائين محسوس ٿيندي. هن ملڪ ۾
هڪڙي قسم جو گاهه جنهن کي مڪاني ماڻهو خوشهه ٻٽ
چوندا آهن سو به گهڻو ٿيندو آهي. بروهي ماڻهو اهو گاهه
موسم تي پنهنجن ٻڪرين ۽ رڍن کي سياري ۾ ڪارائڻ لاءِ
ڪڏ ڪندا آهن. گاهه جا ٻوڙا سڪل هوندا آهن ان جون
ڏانڊيون ٿلهيون هونديون آهن ۽ پتا ڊگها ۽ ڪارائيءَ
وانگي ڪتريل. اهو تمام سٺو ۽ طاقت وارو هوندو آهي.

---

(١) ٻير جو انگريزي ٽالو.
(٢) لئيءَ جو انگريزي ٽالو.

هتي شنز، جنهن کي ايراني خارسَتُرُ چوندا آهن سو ۾ گهندو آهي، پر ايتريقدر نہ جيتريقدر هيٺين ملڪن ۾.

٩- مارچ: گذريل رات سخت پارو هو، پر اڳينءَ رات کان نسبتاً وڌيڪ گرمي هئي. اسان صبح جو نائين بجي نوشڪيءَ جي تومن ۾ پهتاسين. ڇهہ ميل ريگستان ۾ اولهہ-ڏکڻ پنڌ ڪيو هوسين. ريگستان ۾ ڪٿي ڪٿي واريءَ جون پٽون ۽ لڪريون هيون جي جبلن جي وڏيءَ قطار مان ٻہ-ٽي ميل ٽڪري تي آيون. اها جبلن جي قطار هتي ڏکڻ-اوڀر طرف لڙي وڃي ٿي. پهچڻ شرط تومن جا سڀ ماڻهو اسان ڪَسي ورائي ويا. انهن لاءِ اجنبي ماڻهن جو اچڻ هڪ نئين ڳالهہ هئي. اسان سڪارام نالي هڪ هندوءَ کي جنهن لاءِ اسان سفارشي خط آندا هئا گهرايوسين. اسان هن کي چيو تہ ڪجهہ اٺ ۽ کجور آڻي ڏي تہ جيئن هڪدم روانا ٿي وڃون. هو اسان جي ارهزوراڻي ڏسي مشڪيو ۽ چيائين تہ رستي تي تہ مارجي ۽ ڦرجي ويندؤ. ساڳئي وقت چيائين تہ ڳالهہ گرمسيل* لاءِ هڪ ڪاروان روانو ٿي ويو آهي. جيڪڏهن توهان سچ پچ وڃڻ جو فيصلو ڪيو آهي تہ ڪو سونهون ولي وڃي ڪاروان کي پهچو. اسان چيوسونس تہ سونهون هڪدم پاڙي ڪري آڻ. هن جي غيرحاضريءَ ۾ اسان لهي ريگستان ۾ ويهي ناشتو ڪيو. ٿوري وقت کان پوءِ هندو هڪ پيرسن آدميءَ کي وٺي آيو جنهن اسان کي گرمسيل پهچائڻ لاءِ چاليهہ رپيا گهريا. اهڙي ڳري رقم ڏيڻ کان اسان انڪار ڪيو. پوءِ تہ اسان منجهي پياسين تہ ڇا ڪجي. سڪارام بہ لاچار ٿي پيو، هو اسان جي ڪا مدد نٿي ڪري سگهيو. سردار ڪاڏي ٻاهر ويل هو ۽ بلوچ جي ڪَڏ ٿيا هئا سي گستاخ ٿيڻ لڳا ۽ تنگ ڪرڻ شروع ڪيائون. اسان انهيءَ تشويش ۾ خيال پئي ڪيو تہ هاڻي ڇا ڪجي تہ هڪڙو

* لوشڪيءَ جي اتر ۾ هڪ علائقو، ڇهن-ستن ميلن جي مفاصلي تي.

ماڻهو، جو پوشاڪ مان ايراني ٿي معلوم ٿيو. تنهن صلاح ڏني ته مهمانخاني ڏانهن هلو ته وڃو، اتي توهان سلامتيءَ سان رهندا ۽ ڪو به توهان جو نالو ڪونه وٺندو. شام جو سردار ايندو ته هو توهان کي ڪو سونهون ڪري ڏيندو.

اسان هن جي صلاح ورتي ۽ ماڻهن جي روش ۾ هڪدم ڦيرو اچي ويو. ٻچ ٻچ اچا ڪيائون پئي، پر هو هاڻي اسان جي خوشامد ڪرڻ لڳا- فراسي وڇايائون، اسان لاءِ سردار جي گهر مان وهاڻا ڪڍي آيا. مطلب ته اسان مهمانخاني ۾ پير رکيو ته ان وقت کان وٺي هو سردار جي مهمانن جي حيثيت ۾ اسان جي عزت ڪرڻ لڳا، ۽ بلوچ مهمانوازيءَ جا حق ادا ڪرڻ لڳا. خوشامد ماڻهن تائين محدود نه هئي، بلڪ اسان جي اٺن کي چارڻ لاءِ به اسان کي هڪ ماڻهو ڏنو ويو.

مهمانخانو تارن جو هڪ کهيڙڻ هو. ان جي ڇت هڪ ڪمبل مان ڍڪيل هئي. اندر ڏاڍو ٿڌو هو ۽ ڏاڍي فرحت پئي آئي. اسان ٿي ڪلاڪ ٻاهر ڪاڙهيءَ تتل واريءَ ۾ پنهنجن جي سج هيٺان وڃا هئاسين. اسان پنهنجا هٿيار پرسان رکي سمهي پياسين، ڇاڪاڻ ته اتي مال يا جان جو خوف ڪونه هو. شام جو اسان کي سردار جي گهران هڪ گرم مانيءَ جو خونچو موڪليائون، جنهن ۾ گرم ماني ۽ دال سان ڀريل ڪاليءَ جو پيالو هو. اسان کائي اٿياسين ته سردار به اسان سان گڏجاڻي لاءِ آيو. دستوري خوش خير عافيت کان پوءِ چيائين ته تعجب آهي ته توهان قلات يا ڪڇ گنداوا مان مون لاءِ ڪي خط ڪونه آندا آهن، ظاهر آهي ته توهان انهن علائقن مان ضرور لنگهيا هوندؤ. مون کي خان جي دوستي پياري آهي ۽ توهان کي پڄڻ ۾ مدد ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. مون کي شڪ آهي ته توهان جي پٺيان ضرور ڪي ماڻهو هوندا. توهان روح الله بيگ

بابي تاجر جا پٽ تہ نہ آهيو؟ پر توهان کو خيال نہ ڪيو. جيستائين توهان مون وٽ رهندا تيستائين توهان جي حفاظت ڪرڻ منهنجو فرض آهي. اسان چيس تہ ان ڳالهہ ۾ تون بلڪل ٺيڪ آهين. جيڪڏهن اسان کي اهڙي خبر هجي ها تہ اسان خود خان کان اجازتنامو وٺي اچون ها. اسان غريب مسڪين ماڻهو آهيون. اسان اصل هڪ ازبڪ تاتاري خاندان جا آهيون، جنهن ڪيترين پيڙهين کان هندستان وسايو آهي. هن وقت اسان هڪ هندوءَ جي نوڪريءَ ۾ آهيون ۽ هن جي پاران گهوڙن خريد ڪرڻ لاءِ هرات وڃي رهيا آهيون. هن ان ڳالهہ کي وڌيڪ ڪونہ ڇوريو، پر هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري موڪلائڻ وقت چيائين تہ مان توهان ڏي مڪارام هندو، جو اسان پنهي جو واقف آهي، ان جي هٿان نياپو ڪندس. توهان هن کي صفا جواب ڏيندا. پوءِ اميد تہ توهان جو ڪم توهان جي مرضيءَ مطابق ٿيندو. ڏهن منٽن اندر مڪارام مون وٽ آيو. سردار جو سنهي جو مقصد ساڳيو هو جو سندس سوالن جوابن مان ظاهر ٿيو هو. اسان وري بہ ساڳيو جواب ڏنس. اسان هندوءَ کي چيو تہ هو اسان ۾ شڪ ڪيئن ٿو رکي. توکي ياد هوندو تہ تنهنجن قلات وارن خاڀرن بہ اسان متعلق توکي ساڳي خبر موڪلي آهي. هن جواب ڏنو تہ توهان برابر آهيو. مون بہ سردار کي ساڳيا دليل ڏنا آهن. آخر چيائين تہ سردار مون کي اختياري ڏني آهي تہ مان توهان کي بہ سونهان فقط رستي ڏيکارڻ لاءِ ساڻ ڏيان باقي اڳتي ڏٺي نگهبان آٿو. پر جي توهان ٿورو خرچ ڪندؤ تہ سردار توهان کي پنهنجو پٽ ۽ پار هن هشيار بند سپاهي گڏي ڏيندو جي توهان کي سيستان جي گادي دوشڪ(۱) ۾ پهچائيندا. دوشڪ هرات جي (جتي

---

(۱) ڪنہن ڪرسني پوءِ دوشڪ مان لکيو هو. ڏسو لفٽو.

اسان کي وڃڻو هو) اڏ پنڌ تي آهي. اسان جواب ڏنس ته انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪنداسين ۽ صبح جو سردار کي جواب ڏينداسين، پوءِ سڪارام پنهنجي گهر ويو.

۱۰ مارچ: رات جو اسان ٻن سونهن کي پاڻ سان وٺي هلڻ جو فيصلو ڪيو، ڇاڪاڻ ته اسان سمجهيو ته انهن کي تيار ٿيڻ ۾ دير ڪرڻ لاءِ ڪو بهانو ڪونه هو. صبح جو سڀ ڪُني ڪئي، تنهن کان پوءِ ڪپتان ڪرسٽي سردار کي اسان جي انهيءَ فيصلي جي سڌ ڏيڻ ويو. هن ان وقت اسان جا آڌ پٽي ڏٺا، هو ان تي ناراض ڪونه ڏسڻ ۾ آيو. چيائين ته سونهان هڪدم تيار ڪيا ويندا. پر ياد رکو ته مان توهان جي سلامتيءَ لاءِ ڪنهن به صورت ۾ جوابدار ڪونه آهيان. ان ڳالهه تي مان وڌيڪ بحث ڪونه ڪندس جو توهان کي اڳي ئي خبر هوندي. اسان خيال ڪيو ته سردار اسان مان ڪجهه ڪڍڻ لاءِ اسان کي ڊيڄاري ٿو، تنهنڪري اسان پنهنجي فيصلي تي قائم رهياسين. اتي اهو ساڳيو ماڻهو جنهن اڳئين ڏينهن اسان کي مهمانخاني ۾ اچڻ جي صلاح ڏني هئي، جو هاڻي اسان کي معلوم ٿيو ته ٻڍوءَ نالي هڪ سيستاني هندو هو، سو به اتفاق سان اتي اچي پهتو. چيائين ته خيال رکجو فقط ٻن سونهن سان نڪرڻ مصلحت جي خلاف آهي. مان هنن سڀني ملڪن جو واقف آهيان، جي سردار توهان کي پنهنجو پٽ ڪڍي ڏئي ته دير نه ڪيو. هڪدم قبول ڪيو، معمولي خرچ ٿيندو ۽ نه ته توهان جو مال بلڪ جان خطري ۾ آهي. پڻ ڪن هندن به ساڳي صلاح ڏني. پوءِ اسان ويهي سوچيو ته جيڪڏهن اسان کي ڦريو ويو ته اسان جون سڀ تجويزون ڊهي پونديون. تنهنڪري اها صلاح قبول ڪرڻ گهرجي. پر هي جو ساري خيل (قبيلي) کي خيال ۾ ويٺل هو ته اسان وٽ ڪو قيمتي اسباب آهي، سو اسان لاهڻ ضروري سمجهيو. تنهنڪري اسان فيصلو

کيو تہ سمورا لٺا کپڙا قلات موڪلجن. باقي پاڻ سان جي جان تي کپڙا آهن سي ۽ هڪ گهوڙي ڪجور ۽ آئي جي پاڻ سان ڪڻجي. اسان سردار کي ۽ هن جي ماڻهن کي انهن فيصلن کان واقف ڪيو، پر چيائين تہ قلات سامان موڪلڻ جي ضرورت نہ آهي جو منهنجو پٽ توهان سان آهي. توهان سان جيڪي هوندو، تنهن جي حفاظت ڪندو. پوءِ اهو فيصلو ٿيو تہ هن جو پٽ ۽ ٻارهن تفنگچي اسان کي دوشڪ تائين پهچائين. ان جي عيوض اسان هڪدم قلات لکڻ جو وعدو ڪيو تہ هنن کي اوتري رقم ڏني وڃي جيتري هندو فيصلو ڪن.

اهو سودو ٿيو ۽ سردار وعدو ڪيو تہ توهان جي رواني ٿي وڃڻ جي جلد تياري ڪئي ويندي، تنهن کان پوءِ اسان مهمانخاني ۾ موٽي اچي مانيءَ ۽ کير جو ناشتو ڪيو جي سردار جي گهيڏڻ مان آيا هئا. اڄ صبح جو هڪ اهڙو واقعو ٿيو جو ڏيکاري ٿو تہ هنن ماڻهن ۾ مهمانوازيءَ جو ڪيڏو نہ انگ آهي. اسان جي هڪڙي هندستاني نوڪر مانيون پچائڻ شروع ڪيون هيون، جڏهن هن کي بلوچن ڏسي ورتو، رڙ ڪري چيائونس تہ ڇا تون اسان جي تومان کي ليڪو ٿو لائين. عيدل خان(۱) وٽ مهمانن لاءِ ماني ٻہ ڪانہ آهي. هن چين تہ مون کان خطا ٿي آهي جو مون کي توهان جي رسمن جي خبر ڪانہ هئي. هو ان تي خوش ٿيا پر چيائونس تہ اسان ٻَرَ ۾ ٿا رهون ۽ غريب ماڻهو آهيون، پر اسان نصير خان(۲) ۽ هن جي لشڪر جي پنج ڏينهن ساندهہ اهڙي

---

(۱) سردار جو نالو.

(۲) هاڻوڪي قلات جي خان جو ڀيڻ. هي حقيقت آهي تہ هو ايرانين جي خلاف ڪابل جي بادشاهہ جي مدد ڪرڻ لاءِ خراسان ڏانهن مشهد تائين ويو هو ۽ سندس کهرسهستان ۾ بربٽ جي رهتي ڪان هو.

خاطرداري ڪئي هئي جو ان ڪان پوءِ هو هميشہ ڪيس دل ڪشاد و سڏيند و هو.

شام جو سمورو وقت بيڪار بلوچن جا ٽولا اسان وٽ وينا هئا، جن اسان کي ڏاڍو پريشان ڪيو. هڪ تہ اچن تہ وري وڃڻ جي ئي نہ ڪن. پيو پيا اجايا سجايا سوال ڪن. اسان انهيءَ سهڻ لاءِ ڪجهہ قدر تيار هئاسين، پر هت هو حد کان ٻاهر لنگهي ويا. ڪي ڪي ماڻهو چار- پنج ڪلاڪ ساندهہ وينا رهيا ۽ سمورو وقت پنهنجي پيڙيون چڪيائون، ڳالهايائون ۽ راڳ ڳايائون. انهن جو اڳواڻ جمعوخان نالي هڪ واتوڙيو نوجوان هو. اسان کي جلد معلوم ٿيو تہ هو سردار جو وڏو پٽ هو جو اسان جو رهبر ٿيڻ وارو هو. هن ۽ هن جي ساٿين کي انهيءَ ڳالهہ معلوم ڪرڻ جو ڏاڍو انتظار هو تہ اسان سني يا شيعا مسلمان(١) آهيون. هنن کي اسان جي ڳوريءَ چمڙيءَ ڪري شڪ پيو تہ شايد اسان عجمي(٢) آهيون. هنن آخر اسان کي سنئون سڌو چيو تہ ڪلمو پڙهي ٻڌايو. تنهنڪري اسان کين ڪلمو پڙهي ٻڌايو. شام جو ٻڍو سردار پاڻ اسان سان گڏجڻ آيو. اسان بمبئيءَ مان جا چانهہ آندي هئي، تنهن مان ڪجهہ اچا ٻچيل هئي، تنهنڪري اسان کيس هڪ ڪوپ ٺاهي ڏنو. هو ان تي ڏاڍو خوش ٿيو، تنهن کان پوءِ هو اسان وٽ باقاعدي ايندو هو ۽ اسان سندس عزت ڪندا هئاسين. هو سپني کي پنهنجي قبضي ۾ رکندو هو. کيس گهڻيون خبرون چارون هونديون هيون ۽ نقل ياد هئس ۽ سوالن جا جواب خوشيءَ سان ڏيندو هو.

١١- مارچ: اڄ اسان هڪ چڱي وندر ڏٺي، گذريل رات ڪا ڦر ٿي هئي سردار ان جو فيصلو ٿي ڪيو. مدعي

---

(١) مسلمانن جا ٻہ وڏا فرقا، ڏسو بلوچن جي مذهب تي حاشي چوٿين فصل ۾. (٢) ايراني، جي سڀ شيعا آهن.

بهادرخان جي تومن جا مينگل بروهي هئا. اهو تومن اتان
اٽڪل ڏهن ميل پري هو، جوابدار نوشڪيءَ جا بلوچ هئا.
ڏرين پنهنجي وڪالت پاڻ ٿي ڪئي. هنن ۾ خوش ڪلاميءَ
جو سليقو ڪونه هو. تنهنڪري هنن پنهي جو زور هو ڏاڍيان
ڳالهائڻ تي، ٿي ڪلاڪ ساندهه اهو غلغلو هليو. هرهڪ ڌر
پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي خيالن مطابق ٻڌائي، سيني ڳڌ ساڳئي
وقت پئي ڳالهايو. جنهن جو گلو وڌيڪ زوردار هو تنهن
وڌيڪ ڏيان ٿي ڇڪايو. سردار ڪين نهايت صبر ۽ تحمل
سان ٻڌو. جڏهن هو ڳالهائي ساٺا ٿي پيا، تڏهن هن وڏي
مخرج سان پنهنجو رايو ظاهر ڪري فتوا ڏني ۽ نشست
برخاست ٿي.

جيتري قدر مون کي معلوم ٿي سگهيو ته تڪرار هڪ
ويجهي ٽڪريءَ تي چرائيءَ جي خسيس حق متعلق هو.
پهريائين بلوچن بروهين سان تون چا، تون چا ڪئي. جڏهن
هو نه مڙيا ته پوءِ سندن ڌڻ ڪاٺن زوريءَ ڦري ورتائون.
فتح بروهين کي ٿي. فيصلو اهو ٿيو ته هنن کي به اڳين
جيترو حق هو. ان فيصلي تي ڪا چون چرا ڪانه ٿي.
سردار فتوا ڏيندي پنهنجي خيل کي چيو ته ياد رکو ته
بروهي اصل نوشڪيءَ جي پرسان خان جي اجازت سان اچي
ويٺا هئا، تنهنڪري هنن کي سيني رعايتن ملڻ جو حق هو.
مون ڏٺو ته مينگلن جي سردار جو هڪ عزيز پنهنجن ماڻهن
سان گڏجي آيو هو ۽ جاچ هلندي عيدل خان ڪيترا دفعا هن
ڏانهن مخاطب ٿي ساڻس ڳالهايو هو، اهي فيصلا اڪثر مهمانخاني
۾ ٿيندا آهن جي اهو خالي هوندو آهي. پر هن وقت اهو
اسان جي قبضي ۾ هو، تنهنڪري قالين ۽ نمدا در جي
اڳيان وڇايا ويا هئا ۽ سڄي جماعت بنان اعتراض جي اُس ۾
ويهي رهي.

انهيءَ ڪارروائيءَ هلندي هڪڙو بدبخت ڪوهستاني جوان اچي اتان هڳ جي پن ڳڌهن سان لنگهيو. هن هڳ ڳڌ ڪري وڪري لاءِ آندي هئي. ماڻهو هڳ وڻن جي شوق ۾ سپ ڳڌجي مٿانئس چڙهي ويا ۽ سندس وکر واريءَ ۾ ڪيرائي وڌائون. اڌ ڪلاڪ سارو گوڙ گهمسان ٿيندو رهيو، سردار ۽ مينگلن جي چڱي مڙس ڪان سواءِ پيا سڀ وڃي ان ۾ شريڪ ٿيا. اهي بيٺي، ڪنهن ڪرسيءَ ۽ مون وانگر ڪلندا رهيا. آخر ان غريب دهقانيءَ جنهن سان اهڙي تعدي ٿي هئي، تنهن پاڻ ۽ پنهنجن ڳڌهن کي ٽڪڙو ٽڪڙو آزاد ڪيو، ۽ پوءِ اچي سردار کي فرياد ڪيائين ته منهنجو هي حال ڪيو اٿن. سيني چيو ته پورن تي پهريون حملو هندن ڪيو هو جي هڳ ريزڪي وڪڻندا آهن ۽ هڳ جو وڏو حصو ۾ انهن جي ور چڙهيو هو، تنهنڪري هنن کي حڪم ڪيو ويو ته هو بروهيءَ جي حق تلافي ڪن. ۽ هنن وري بروهيءَ کي تماڪ ۽ ڪنبڙ ڏيئي خوش ڪيو.

بيٺي بلوچ ۽ هندو هڳ جي ٻوٽي گهڻي پسند ڪندا آهن ۽ ان کي هڪ وڏي نعمت ڪري سمجهندا آهن. هو هڳ جي ڏانڊي پچائيندا يا رڌيندا آهن ۽ گل ۽ پن اڪثر گيهه(۱) ۾ تريندا آهن. اها ٻوٽي بلوچستان جي اتر وارن علائقن ۾ پهاڙن ۾ پاڻهي پيدا ٿيندي آهي، جتان ريڍار ڪٺي اچي وڪڻندا آهن. پڪل ٻوٽيءَ جو گل گوبيءَ جي گل جهڙو نمونو هوندو آهي ۽ رنگ هلڪو سڱڪل ڳاهڙ جهڙو هوندو اٿس. ڏانڊي ٻه-اڍائي فوٽ ڊگهي هوندي آهي ۽ ٽي-چار انچ ٿلهي. پن وڏي هندستاني بيٽ جي پنن جهڙا هوندا آهن. ساڳئي قسم جو هڪ مصالحو هرسال وڏي انداز ۾ يورپ مان هندستان ايندو آهي. بلوچ ۽ مان پٺانيان ٿو ته ايراني ٻه

(۱) پکهاري، صفا ڪيل مکڻ.

ان کي شير هڳ چوندا آهن. اها جڏهن ٻوٽي ڦٽندي آهي، تڏهن پاڙ جي پرسان ڏانڊيءَ سان يا بعضي خود پاڙ مان ڪڍندا آهن. ٻوٽي تڏهن پڪل سمجهي ويندي آهي، جڏهن ان جي تيڪن ساوڻ ٻنهي جو رنگ بدلجي هلڪو پيلو ٿيندو آهي. ان وقت پاڙ زمين کان ڇهه انچ مٿي ڪپيندا آهن. پوءِ ميڻي ڀاسي ڪري پاڙ(١) جي تري ۾ هڪ انچ ڊگهو چير ڏيندا آهن. هڪ پاڙ مان اٽڪل اڌ سير تور يا وڌيڪ هڳ نڪرندي آهي. ڏانڊي وڍڻ کان پوءِ ٽن ڏينهن اندر هڳ ڪڍي سڪهجي ٿي. پاڙ وري ٻئي سال بهار ۾ ڦٽندي آهي.

١٢، ١٣، ١٤ ۽ ١٥- مارچ: گذريل ڇٽن ڏينهن ۾ سردار سان ڪيترا دفعا مشورو ڪرڻ بعد اسان محسوس ڪيو ته انهيءَ طرف وڌيڪ سفر ڪرڻ ممڪن نه آهي. تنهنڪري اسان ڪوشش ڪري بلوچستان ۽ مڪران جي وڌيڪ ڏاکڻين علائقن جي رستن ۽ واٽن جون پڇائون ڪرڻ لڳاسين.

---

(١) هندستان ۾ جا هڳ ايندي آهي، سا بلوچستان جي پيدائش نه آهي. بلوچستان ۾ ايتري هڳ مس ٿيندي آهي جا مڪاني ماڻهن کي پوري ٿئي. خراسان ۾ هرات جي پرسان اها ٻوٽي گهڻي انداز ۾ ٿيندي آهي. ڪئپٽن ڪرسٽي هن سفر جي پنهنجي تذڪري، جو هن وقت منهنجي اڳيان آهي، هڪ نقري ۾ لکي ٿو ته اهي نڪريون جنهن جي وچان هن جو رستو ٿي لنگهيو، سي هڳ جي ٻوٽيءَ سان ڀريون پيون هيون. هو ائين به لکي ٿو ته هڳ هرات جو هڪ عام وکر آهي. مون ٻڌو آهي ته ڏانڊيءَ کي جڏهن ڪير ڪيڻ لاءِ پوري وقت تي ليش نه ڏبو ته ڏالڊي ڦاٽي پوندي ۽ ڪير وهي ايندو، ۽ انهيءَ قدرتي طريقي سان مال تورو نڪرندو آهي. ڪير ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ هوا تي جمي پوندو آهي. سٺي هڳ هلڪي پيلي رنگ جي ۽ سڪل ٿيڻ کپي. واپاري تور وڌائڻ لاءِ ان کي اڪثر گوهه سان ملائيندا آهن.

١٤- تاريخ : شام جو سردار جو پٽ ۽ هن جو پاڻيهو مراد خان اتفاق سان اسان وٽ ويٺا هئا. دستور موافق گفتگو اسان جي سفر متعلق ڦيرو ڪاڏو. هنن پنهي زوردار لفظن ۾ عيدل خان جي تائيد ڪئي ته سيستان جو رستو نه وٺجي. مراد چيو ته توهان ڪيچ (١) ۽ پنپور کان ڪرمان ڇو نٿا وڃو يا هتان سرحد (٢) ۽ اتان نرمنشير مان لنگهي ڪرمان وڃو جتان ڪنهن به وقت هرات وڃي سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان انهن پنهي طريقن مان هڪڙو اختيار ڪيو ته مان پاڻ توهان کي شاهه (٣) جي حڪومت جي سرحد تي وٺي هلي پهچائيندس. اسان کي هڪدم خيال آيو ته اهي ٻه واٽون سفر ڪري ڏسجن. اسان جو دوست جڏهن هليو ويو، تڏهن ڪيپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون وڌيڪ پاڻ ۾ صلاح ڪئي. اسان فيصلو ڪيو ته هڪٻئي کان جدا ٿي بيابان مان مختلف واٽن سان سفر ڪجي. هندستان ڇڏڻ وقت اسان کي جيڪي هدايتون مليون هيون، هي فيصلو انهن جي برخلاف هو. پر اسان خيال ڪيو ته ڪٿي وڃڻ کان وڌيڪ اسان کي هن طرح جن ملڪن جي جاچ پڙتال ڪرڻ لاءِ نڪتا هئاسين تن جي معلومات جاگرافيءَ جي نقطهٔ نگاهه کان ۽ پيا انگ اکر ملندا، جن مان اسان جو مقصد سڌ ٿيندو. تنهنڪري ٻئي ڏينهن سيستاني هندو پنڊو، جو هڪ چالاڪ آدمي هو ۽ جنهن کي اسان مڪارام جي بدلي پنهنجي نوڪريءَ ۾ رکيو هو، جڏهن اسان وٽ آيو ته اسان خيال ڪيو ته هن سان مشورو ڪجي، بشرطيڪ ائين نه سمجهي ته اسان اڳي ئي اها سيٽ سٽي آهي. خوشقسمتيءَ سان هن اچڻ شرط اها ڳالهه پاڻيهي ڇيڙي ته سيستان جي واٽ وارڻ کان مٽڙي وڃو. جيائين ته مان

---

(١) مڪران صوبي جي گاديءَ جو هنڌ (٢) بلوچستان جي اولهائينءَ سرحد تي هڪڙو ڳوٺ. (٣) ايران جو بادشاهه.

هيدل خان سان ڳالهايو آهي. هو چئي ٿو ته رستي ۾ ايترا ته خطرا ۽ مشڪلاتون آهن جو توهان مارجي يا ڦُرجي ويندؤ. ٻڌو، وڏيڪ چيو ته مان توهان کي قنڌار ۾ پنهنجن گماشتن لاءِ خط ڏيندس. توهان کي خبر آهي ته قنڌار کان هرات جو رستو آهي، سو وعندڙ آهي. ساڳئي وقت چيائين ته توهان کي قنڌار وڃڻ کپندو هو. اسان هن کي سنئون سڌو انڪار نه ڪيو، پر چيوسونس ته اسان سندرداس جا نوڪر آهيون. اسان کي فيصلي ڪرڻ جو ڪو اختيار ڪو نه آهي، پر شايد اسان جو قاصد قلات مان ڪو نياپو آڻي ته سرحد ۽ نرمنشير رستي ڪرمان وڃو. اسان سمجهيوسين ته هي ساڻهو اها ڳالهه ضرور پين کي ٻڌائيندو ۽ ٿيو به ائين. سڄي ٽومن ۾ افواهه ڦهلجي ويو ۽ اسان کي انهيءَ رٿ تي عمل ڪرڻ لاءِ بهانو ملي ويو.

اسان کي نوشڪيءَ ۾ پنج ڏينهن ٿي ويا هئا. قاصد جي موٽڻ جو سخت انتظار هو. اسان جو ارادو هو ته هو موٽي ته اسان جلد روانا ٿي وڃون. اسان جي ميزبان جي مهمانوازيءَ ۾ ڪابه ڪمي ڪا نه هئي. هر روز صبح جو ايتري ماني، ڏڌ ۽ پنير موڪليو ويندو هو جو اسان جي سڄي جماعت ڪپائي نه سگهندي هئي. هن جا ٻانها وهنجڻ لاءِ پاڻي کڻي ايندا هئا. شام جو به ساڳيوئي دستور عمل ۾ آندو ويندو هو. ڪي دفعا اسان ٻَڪِيرُو ولي پاتا، ران سردار ڏي موڪليسين ۽ ڪجهه گوشت مختلف هندڻ ڏي. پر اسان ائين ڪري پڇتايو، چاڪاڻ ته هو ان کي هڪ فضول خرچي ڪري پيا سمجهن، جيتوڻيڪ ٻهروءَ جي قيمت هڪ رپيو هئي. هڪ ڏينهن شام جو مانيءَ وقت ٻڌو انهيءَ گوشت جي سڌيءَ جي عيوض هڪ شيءِ کڻي آيو جا هن جي نظر ۾ سڀ کان زياده لذيذ لقمو هئي. هڪ پيٺوڙي وانگي اڇي ان جي تعريف ۾ پيو. ساراهه مان ڍاپي ٿي نه. اها شيءِ هئي

ڪني مڪن ۾ تريل هڳ جي هڪ سائي ۽ ڪچڙي ٻوٽي.
اسان چيس تہ اهو لقمو اسان ڪان ڪو نہ کاڌو ويندو تہ
اعتبار ئي نہ اچيس. سچ پچ تہ اها شيءِ اسان جي کائڻ کان
زور هئي. سائي ٻوٽيءَ ۾ سڪل هڳ ڪان ٻہ وڌيڪ ٻانس
هوندي آهي، اهو اسان جو ذاتي آزمودو آهي. ٻروهيءَ
جڏهن هڳ آندي هئي، تنهن جو تومن جي هرهڪ آدميءَ
کي حصو مليو هو ۽ سڀني کائي خوب مزا ڪيا هئا. مائهن
جي وات مان تہ ٻانس پئي آئي، ٻر خود هوا ۾ بہ هڳ جي
ٻوءِ هئي.

---

# فصل (٧)

١٦-١٧-١٨ ۽ ١٩- مارچ: اسان جو قاصد ١٦- تاريخ قلات مان ٽي موٽي آيو. هن پاڻ سان جي اسان کي پئسا کپندا هئا، تن جي هنڊي ۽ هندو جنهن کي اسان شهر ۾ چڏيو هو تنهن جي چٺي کڻي آيو. تنهنڪري ڪئپٽن ڪرسٽي سردار ڏانهن وڃي ڪيس مقرر ٺهيل رقم ڏني ۽ چيائينس ته اسان جي رواني ٿيڻ جو هڪدم بندوبست ڪيو وڃي. هن اهو به ٻڌايس ته مون کي رفتن (مصنف) حڪم مليو آهي ته هو ڏاکڻي واٽ وٺي ايران ۾ ڪرمان وڃي. پر هو تيستائين نوشڪيءَ ۾ رهندو جيستائين ڪو سنڌس ماڻهو اچي سندس رواجي سامان جو ساڻ هئس، سو کڻي وڃي. پڇو اچي ڪئپٽن ڪرسٽيءَ سان نيڪ ساعت متعلق ۽ پيون اهڙيون واهيات ڳالهيون ڪرڻ لڳو، جنهن جي ڪري دير پوڻ جو امڪان هو. ١٨- تاريخ تائين ته ڪا تياري ڪانه ڪئي هئائين. آخر ڪئپٽن ڪرسٽيءَ چيس ته جي منهنجي آسرڻ لاءِ ڪو ويجهو ڏينهن مقرر نه ڪندين ته اسان قلات موٽي ويندا سين. سردار حريف هو. چيائين ته چا ڪريان ايماندار ۽ وفادار سونهان ملڻ مشڪل آهن. آخر هن ڪئپٽن ڪرسٽيءَ جي رواني ٿيڻ لاءِ ٢٠- تاريخ مقرر ڪئي. ان کان هڪ ڏينهن اڳ شام جو مون کي ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کان هي هدايتون مليون:

نوشڪي، ١٩- مارچ: ”تون گهڻو ڪري ڪرمان سرحد واري رستي کان چاليهن ڏينهن ۾ پهچي ويندين. اتان مون ڏي هرات ۾ اسان جو اتي گماشتو آهي، ان جي معرفت بند ٿيل لفافي ۾ خط موڪليندس.

٢. مان اميد ته هرات دوشڪ جي رستي ليهن ڏينهن ۾ پهچي ويندس. جي ان ۾ ڪامياب نه ٿيس ته پين ويهن ڏينهن ۾ مان ڪرمان پهچي ويندس، بشرطيڪ رستي ۾ ڪا اوچتي رنڊڪ نه پوي. پر جي تنهنجي قاصد پهچڻ کان اڳ مان نڪري ويس ته ان حالت ۾ هريسنگهه کي هدايت ڪري ويندس ته توڏي خط لکي، جي مان دوشڪ نه پهچي سگهيس ۽ امڪان آهي ته نه پهچي سگهان، ته مان ڪوشش ڪري هريسنگهه کي نيپو ڪندس ته توکي اطلاع ڏئي ۽ توکي جيڪي پئسا کپن سي به ڏئي.

٣. جيڪڏهن تون اهڙيءَ طرح ڪرمان نه پهچي سگهين ته اتر وڃڻ جي ڪوشش ڪر مگر احتياط سان. جي اتان تون اوله طرف نه وڃي سگهين ته پوءِ سمنڊ جي ساحل يا پنيور ڏي وڃي اتان ڪرمان پهچي وڃ.

٤. جيڪڏهن تون ڪنهن پڪڙجي پئين يا ٻي ڪا تڪليف درپيش اچي ته مون کي هڪدم ڪوشش ڪري اطلاع ڪر ۽ مان توکي ڪنهن نه ڪنهن طرح ضرور مدد ڪندس. اهڙيءَ طرح تون به منهنجي مدد ڪندين.

٥. جي مان ڪٿي جهلجي پيس، جنهن جي خبر توکي هريسنگهه يا ٻئي ڪنهن کان پوندي ته تون ان حالت ۾ ڪو سلامتيءَ وارو رستو وٺي وڃي جنرل مالڪوم سان شامل ٿيءُ. جي ائين به ممڪن نه هجي ته پوءِ توکي فيصلو ڪرڻو آهي ته پوئتي موٽي ويندين يا سمنڊ جي ڪناري ڏانهن ويندين. بهرحال توکي پنهنجي سلامتيءَ جو سڀ کان زياده خيال ڪرڻو آهي.

٦. پهرين جون کان اڳ جي مون کي تو وٽان يا تنهنجي خبر نه پهتي ته مان سمجهندس ته توکي يا موٽڻو

پيو آهي يا تون مارجي ويو آهين. اهڙيءَ طرح تون منهنجي لاءِ ٻه آئين سمجهجائين".

٧. ڪرمان ۾ پهچڻ شرط اتان جي هندن جي مکيءَ ڌانهن وڃڻ ته جيئن مان اتي پهچان ته مون کي هڪدم تنهنجي خبر ملي.

- صحيح جاراس ڪرسٽي، ڪئپٽن

٢٠ ۽ ٢١ - مارچ: نوشڪيءَ ڇڏڻ متعلق جا اسان کي نراسائي ٿي هئي، تنهن اسان جي اميدن ۽ آسرن تي پاڻي وهائي ڇڏيو هو. شهر ۾ ايترا ته افواهه هئا ۽ اهي ماڻهن مان سڀ اسان جي ڪنن تائين پهتا هئا جو اسان کي شڪ پيدا ٿيو ته ڪو سردار کي ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي آسائي جو ارادو آهي. آخر ٢١- تاريخ وري ڪئپٽن ڪرسٽي سردار ڪان ماڻهن جي گهر ڪئي ۽ چيائينس ته تو دير ڪري وعدي شڪني ڪئي آهي. وڏيڪ اهو به چيائينس ته جي اسان قلات وينداسين ته اسان جو مالڪ هندو واپاري محمود خان کي انهيءَ سموري ڪاروبار جو احوال پنهنجي نموني ٻڌائيندو، جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو، جو خان ۽ هن جو پاڻ سڄيءَ خيل کي ڏوهي ٺهرائيندا. ڪالهوڪو ڏينهن نه گذريو آهي جو تو مون کي چتايو پئي ته منهنجي پاڻي جي ڪوڙن وعدن تي اعتبار نه ڪجانءِ ۽ هاڻي تون پاڻ اهو طريقو اختيار ڪري رهيو آهين!

انهيءَ چنبڻ هن تي اهڙو اثر ڪيو جو ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي چيائين ته مون وٽ انهيءَ جو جواب ڪونه آهي. مان نوشڪي خيل جو قريباً ٽيهن سالن کان سردار آهيان ۽ انهيءَ سموري عرصي ۾ مون تي بي ايمانيءَ جي تهمت ڪنهن نه رکي آهي. جي، منهنجي پٽ ٻن ملن جي مدد سان استخاره ڪئي آهي. هن کي معلوم ٿيو آهي ته اڄوڪو ڏينهن

مسافريءَ لاءِ منحوس آهي. تنهنڪري مان پاڻ اڄ تياري بند ڪرائي آهي. سڀاڻي صبح جو ڇا ٿا ٿي پئي توهان روانا ٿي وڃجو، پوءِ ڪيس خوش ڪرڻ لاءِ ڇيوسونس ته ها اسان به اهي ڳالهيون ٻڌيون آهن. تنهن تي چيائين ته توهان کي ناراض ٿيڻ لاءِ ڪافي سبب آهي. اميد ته توهان کي شڪايت جو وڌيڪ سبب ڪونه ملندو.

گذريل ٽن-چئن ڏينهن کان تيز اتر-اولهه جي هوا ٿي لڳي. اڄ ان باقاعدي طوفان جهڙي حالت اختيار ڪئي ۽ ريگستان جي واريءَ جا ڪڪر آڻي ڪڙا ٿيا. پنهنجي پنهرن جو سج به نظر نه پيو اچي. مهمان خاني جي ڪليل پاسن مان واريءَ جا ڍڳ اندر پئي آيا ۽ اسان واريءَ ۾ پورجي وياسين. رات جو هوا ڪجهه گهٽ ٿي. اسان ان تي خوشي پئي ڪئي ته خبر ٽڌهن پئي جو ٻڌوسين ته اٺ جنهن تي سردار جو پٽ جمعو خان ۽ ڪئپٽن ڪرسٽي جو مکيه سونهون سواري ڪرڻ وارا هئا سي ريگستان ۾ گم ٿي ويا هئا. ۽ انهن کي ڳولڻ لاءِ ماڻهو سندن ڪڍ ويا هئا. اسان سمجهيو ته هي ڍوڪو آهي، تنهنڪري وڃي آرامي ٿياسين. اها پڪ هئي ته ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي ترسائڻ جي وري ڪوشش ڪئي ويندي، پر خوش قسمتيءَ سان اها اسان جي ڀُل هئي.

٢٢-مارچ: اڄ مس مس منهنجي دل کي خاطري ٿي جو ڪئپٽن ڪرسٽي روانو ٿي ويو. اسهڻ کان اڳ هن سردار کي ڪي معمولي سوغاتون ڏنيون جي ڪيس قبول پيون ۽ جن تي هو ڏاڍو خوش ٿيو، اهي هيون هڪ چوڪڙين تي گرم ڪپڙي جو ٽڪر، اڌ وال ڪن ريشمي ڪپڙي جو، هڪ ڇُري ۽ هڪ جوڙو قينچين جو. هو انهيءَ خدمت جي لائق نه هو، ڇاڪاڻ ته هن اسان کي ترسائي سخت تڪليف ڏني هئي، پر اسان خيال ڪيو ته اها هڪ فطرتي ڳالهه آهي ته هو ٻين واپارين کان جيترو

تي سگهيس اوترو ڪڏهن پنهنجي قوم جي مهمان نوازيءَ جي رواج مطابق .

جيستائين ڪئپٽن ڪرسٽي روانو ٿي ويو تيستائين جمعي خان جو اُٺ ڪو نه پيدا ٿيو هو، پر هن جي پيءُ چيو ته جي اُٺ منجهند تائين نه پيدا ٿيو ته مان پاڻ گهوڙي تي چڙهي نڪرندس. پڇاڙيءَ جو ڪرسٽيءَ کي چيائين ته رخشياڻين (١) ۾ جيڪا توهان کي تڪليف پهتي آهي تنهن لاءِ مان شرمسار آهيان، پر منهنجو پٽ ۽ هن جا ماڻهو توهان جي خدمت لاءِ تيار آهن. اميد ته هو ضرورت وقت توهان لاءِ پنهنجي جان به قربان ڪندا. پڇاڙيءَ جو هن انهن جي حق ۾ دعا گهري ۽ سواري رواني ٿي وئي، ڪلاڪ کن ۾ اٺ، جو گم ٿي ويو هو سو ڪاهي آيا ۽ جمعوخان سوار ٿي انهن جي ڪڍ ويو.

اڄ سڄو ڏينهن اوندهه انڌوڪار هو، هوا خراب هئي ۽ وِڄ جا واچٽ پئي پيا، بلوچن چيو ته هيءَ برسات جي نشاني آهي، پر شام جو هوا ڪجهه جهڪي ٿي، ۽ برسات جي بوند به نه پئي جو ڪجهه ٺار ٿئي. سردار مهمان خاني ۾ اچي مون سان ويٺو، ڏٺائين ته منهنجي معزز ۽ مٺي دوست جي جدائيءَ ۾ منهنجي دل آداس آهي، تنهنڪري مون کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، چيائين ته تنهنجو ياءُ (٢) تنهنجي ٻانهن منهنجي حوالي ڪري ويو آهي ۽ مان تنهنجي سنڀال ڪندس. ان کان سواءِ هن مون کي هر طرح وندرائڻ جي ڪوشش ڪئي. مون کي هن جي گفتگوءَ مان ڏاڍو لطف آيو. ۽ گهڻيون خبرون چارون ملڻ جي مٿي موزون جاين تي درج ڪيون ويون آهن.

---

(١) ذات جو نالو.

(٢) اسان کي سيڪو ياءُ سمجهندو هو.

٢٣-مارچ: برسات جنهن جو ڪالهه هاواڻو هو سا اڄ اچي لٿي. ان سان ڪڏ آنديءَ هجي. واري، وڪن (قدمن) تي ايتري جو ڏهن - پندرهن ڪامن جي مفاصلي تي ڪجهه نظر ٿي نه اچي. گهيڏڻ جا پاسا واري نه پيا جهلي سگهن ته هوڏانهن ڇٽ وهڻ شروع ڪيو. گهيڏڻ جي ڪنڌ ڪڙچ ٻاٽي ٿي وئي. شام جو مان ڪپ جي سيج تي ويٺو هوس ۽ ڪپ جي زره پيئي هئي.

اسان جو پيو قاصد قلات مان ٿي موٽيو. هو اسان جي فالتو سامان ڪٺي وڃڻ لاءِ هو ۽ پاڻ سان هڪ هندو وٺي آيو. هن اسان لاءِ ٻه خط ٻه آندا هڪ فارسيءَ ۾ ۽ ٻيو شاستريءَ ۾ لکيل. هن ملڪ ۾ شاستري ائين آهي جيئن ڏيي ۾ نڪريون. فارسي خط ۾ اهڙي ڪا به خبر يا ڳالهه ڪانه هئي جنهن مان ڪو اسان جو پتو لڳائي سگهي. خط ڏسي ڪري سردار ڪي ڏنم جو خبرون پڌڻ آيو هو ان ڏيکارڻ لاءِ ته ڪانئس ڪا به ڳالهه مخفي ڪانه هئي. ٻئي خط ۾ منهنجي لاءِ هڪ تمام نازڪ خبر هئي. اها هئي ته سنڌ جي اميرن جا ٻه ماڻهو اسان ڪي زوريءَ حيدرآباد ڪٺي وڃڻ لاءِ قلات آيا هئا ۽ ڪليوڪلايو چيائون پئي ته اتي هنن جي خوب مرمت ڪئي ويندي. تنهن ڪان سواءِ هو محمود خان وٽ ڪيچ ڪنداوا ۾ به ويا هئا. محمود خان چين ته مون ڪي هڪ خط رستي معلوم ٿيو هو ته اهڙا ٻه ماڻهو قلات مان آيا هئا پر مون ڪي سندن حليه ڏٺي مان يورپي نٿي معلوم ٿيا. تو مان ڪي جي هو هٿ اچن ته بيشڪ جهليو، بشرطيڪ اهو ثابت ٿئي ته هو ڪنهن ملڪ جا جاسوس آهن. پر جي هو

---

(١) شاستري ناگري اکرن جو هڪ قسم آهي. شاستري الڪري مذہبي آهي، جو ان ۾ ڪي شاستر لکيل آهن.

واپاري(١) يا واپارين جا گماشتا آهن تہ ڪين تڪليف نہ ڏين ڪپي، پوءِ هو پل تہ ڪهڙي بہ ذات يا ملڪ جا هجن.

اميرن جي ماڻهن خان کي چيو تہ انهن مان هڪ چئو اڳئين سال سنڌ مان، جو انگريزن جو سفير(٢) آيو هو تنهن سان گڏ هو. هو ڪنهن صورت ۾ گهوڙن جا سوداگر نہ آهن. بلڪ هنن ملڪ جو واٽ ساٽ لهڻ لاءِ اهو ويس ڪيو آهي. اميرن جي انهن ماڻهن بہ دفعا قلات ۾ ان گهر ۾ جتي اسان رهيا هئاسين وڃي اسان واري هندوءَ کي دڙڪا ڏنا هئا تہ جي سچي نہ ڪندين تہ مير توهان کان ان ڳالهہ جو بدلو وٺندا. پر خان ۽ هنن وائيي کان عذاب ڏئي سچي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. پوءِ جڏهن ڏٺائون تہ هو چپن کي چُنو لائي ويٺو آهي، تڏهن چيائون تہ چڱو آخر تہ دو هتي موٽي ايندا جو پٺي پاسي پڇڻ جي واهہ ڪانہ ائن. اسان هتي ويٺا آهيون جيستائين هو موٽي اچن. پچاڙيءَ جو هندوءَ خط ۾ لکيو تہ مان هر قسم جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيئن سنڌي توهان جا قاصد نہ ڏسن ۽ اميد تہ ان ۾ ڪامياب ٿيو آهيان. پر قلات ۾ هندن کي خبر آهي، خاص ڪري انهن کي جن کان مان هنڊيون سٽايون آهن تہ توهان اجا نوشڪي ۾ آهيو. اميرن جا ماڻهو توهان کي سولائيءَ سان اتي پڪڙي سگهندا. بهتر آهي تہ توهان هڪدم ڪڪ پن ٿي وڃو.

خط پڙهڻ کان پوءِ مون محسوس ڪيو تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ هڪدم ڪرڻ گهرجي ۽ فيصلو ڪيم تہ نوشڪي تہ سيان ٿي ڇڏيندس. سيستاني هندوءَ پڊوءَ کي چيم تہ اٺو ۽ ڪجور تيار ڪري رک. مراد خان کي گهرائي مخفي طرح فيصلو ڪيو مانس تہ سٽ رپين ۾ مون کي بلوچستان جي

(١) سنڌ جي گادي. (٢) مانواري ڪمپنيءَ جو عملدار. لڪولس هنڪي سمٿ. ڏسو فصل ٨، پاڱو ٢.

اوله واريءَ سنڌ جي سرحد ۾ پهچائي. مون هن سان اهو ٽڪرو بندوبست انگريزي ڪيو ته جيئن وچ ۾ دير نه ٿئي. جي خرچ جو خيال ڪيان ها ته سردار شايد پنهنجي وعدي مطابق گهٽ پئسن تي سونهان ڏئي ها. پر مون خيال ڪيو ته جي هن تي مدار رکندس ته ضرور دير پوندي. پر مون خيال ڪيو ته جي چوويه پهر دير پئي ته به وڏو خطرو آهي.

اڄ مون ڪي هڪ غلطي ذري گهٽ هڪ ٻئي وڏي خفي ۾ وڌو هو. ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون فيصلو ڪيو هو ته اسان ڏارين ماڻهن جي اڳيان هڪٻئي سان هندستانيءَ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن زبان ۾ ڪونه ڳالهائينداسين ۽ اڪثر انهيءَ صلاح تي عمل ڪندا هئاسين. پر هڪڙي ڏينهن سيستاني هندو، ٻڌو حاضر هو جڏهن اسان کان اها ڳالهه وسري وئي ۽ اسان اتفاق سان انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيوسين. پڇيائين ته هي ڪهڙي ٻولي آهي؟ مان هڪدم چيس ته تيلنگي(١) جو خيال ڪيم ته هن قومن ۾ هن ماڻهوءَ يا ٻئي ڪنهن کي تيلنگي ٻوليءَ جي ايتري ئي خبر هوندي جيتري يونانيءَ يا عبرانيءَ جي. ان کان پوءِ ڪجهه ڪونه ٿيو ۽ مون کان ڳالهه وسري وئي. پر ٻڌوءَ کان چو ئي وسري. هڪڙي ڏينهن هو مهمانخاني ۾ پاڻ سان هڪ فقير وٺي آيو ۽ چيائين ته هي توسان تيلنگي ۾ ڳالهائيندو. مان اچي منجهيس ته هائي ڇا ڪجي. مون کي الهيءَ زبان جو هڪ پد به نه ايندو هو، پر مان منهن پڪو ڪيو ۽ فقير جڏهن ويٺو ته ٽڪرو ٽڪرو انگريزيءَ ۾ سوال جواب ڪيومانس. تنهن تي وات مچڪائي(٢) ڪنڌ ڌوڻيائين، جنهن مان ظاهر هو ته ڪجهه نٿو سمجهي. پوءِ پڇيومانس ته ڪٿي ڪٿي گهميو آهين؟ هن جي جواب مان مون کي

(١) تيلنگي تيلنگانا ۽ اترين علائقن ۾ ڳالهائي ويندي آهي.
(٢) ايشيا جي ڪمترن ملڪن ۾ انڪار ظاهر ڪرڻ جو عام اشارو.

خاطري ٿي تہ هن مان ڪوبہ ڏپ ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ
هو هندستان جي آپيٽ ۾ سورت کان هيٺ ڪونہ ويو هو.

٢٤- مارچ: مون ڏٺو تہ شام کان اڳ نڪرڻ ممڪن
نہ هو. تنهنڪري مان پنهنجو سفر ٻئي ڏينهن تي مهمل
ڪيو. انهيءَ وچ ۾ ويهي قلات هندوءَ ڏي خط لکيم تہ
حساب ڪتاب جلد بند ڪري پيلي هليو وڃي ۽ اتي رهي.
جيستائين ڪئپٽن ڪرسٽيءَ يا مون وٽان ڪو نياپو نہ مليس.
سج لٿي مهل مان پنهنجي هندستاني نوڪر فتح محمد جي
هٿان نياپو ڪيو تہ مان صبح جو نوشڪي ڇڏيندس ۽ وڃڻ
کان اڳ سندس مهمانوازيءَ لاءِ شڪرادائي ڪرندس.
هن کي ان تي تعجب لڳو ۽ منهنجي نوڪر کي چيائين تہ
مان اڌ ڪلاڪ جي اندر ٻڍوءَ هندوءَ جي گهيڏڻ ۾ پاڻ اچان ٿو.
تنهنڪري مان بہ اتي ويس. آءٌ هن سان ڪيتري وقت
تائين ڳالهيون ٻولهيون ڪندو رهيس. آخر مون هن سان
پنهنجي وڃڻ متعلق ڳالهہ ڪئي، چيائين تہ تنهنجي پاڻ جو
مون تي ڀروسو هوندو هو پر تو هن جي نصيحت وساري
ڇڏي آهي. مون توهان کي چيو هو تہ مراد خان کان خيال
رکجو. اها ڳالهہ توکان وسري ويئي آهي. تون ننڍيءَ
عمر جو آهين، خدا ڪري توکي منهنجي پاڻٽي ڪان ڪو
ڏوڪو نہ پهچي. هو ائين ڪلاڪ ڳالهائيندو رهي ها، پر مون
هن جو ٻوٽ بند ڪرڻ لاءِ ڪيس چاليهہ رپيا هٿ ۾ ڏنا.
۽ چيومانس تہ مان غريب آهيان تنهنجي لائق مون وٽ
ڪجهہ ڪونہ آهي. هي تيسين پڳ جا پئسا آهن. نہ تہ
مان تنهنجا احسان تہ ڪونہ ٿو لاهي سگهان. بس ان جو
هن تي جادوءَ جهڙو اثر پيو. مڙس نري ويو ۽ موڪلائڻ
کان اڳ چيائين تہ رستي تي جي سرداو رهن ٿا، انهن لاءِ
خط وٺيو وڃ.

## فصل ـــ ٨

٢٥- مارچ: اڄ صبح جو پرهه ڦٽيءَ مهل سردار هڪ ملان سان گڏ مهمانخاني ۾ آيو. ملان سردار جي چوڻ تي سردارن ڏي ٻه خط لکيا، جن جو ذڪر اڳي ئي هلي چڪو آهي. ماڻهو ٻار ٻچا ۽ سامان ۽ خط ڪٺي ناشتي کان پوءِ يڪدم قلات موٽي ويو. مان نوشڪي انڪل ڏهين ٻجي ڇڏي، آءٌ اهڙو خوش ٿيس جهڙو قيدي بند مان نڪرڻ تي ٿيندو آهي. نوشڪيءَ ۾ ڪيترن ناخوشگوار واقعن جي ڪري مون کي سورهن ڏينهن رهڻو پيو هو. جڏهن سان پهريان انهيءَ ٽومن ۾ پير پاتو هو تڏهن جيڪر سورهن ڪلاڪ رهڻ به پسند نه ڪيان ها. اسان سان ڪُل مون سوڏا پنج ڄڻا هئا. ڪنهن کي به زبردست هٿيار ڪو نه هئا. اسان جو آسرو ان خوشقسمتيءَ تي هو ته رستي ۾ ڪو شاهينگ ڪو نه گڏبو، نه ته اسان جو ڪو حال ڪو نه هو.

ٽومن کان ٻن ميلن تي اسان هڪ گنبذ ڏٺو. روايت آهي ته اتي هڪ پراڻو شهر هوندو هو جنهن جا رهاڪو اهڙا ته آسودا هئا جو هو پنهنجي دنيا خرچ ڪرڻ لاءِ چوني ۾ پاڻيءَ جي بدران کير ملائي جايون ۽ عمارتون ٺاهيندا هئا. انهيءَ اجائي رياءَ ۽ فضول خرچيءَ تي خدا کي ڪاوڙ آئي ۽ شهر تي الاهي قهر نازل ٿيو، آهستي آهستي ويو ڦٽندو تان جو نالو نشان به نه رهيس. هن وقت گنبذ کان سواءِ انهيءَ خيالي شهر جي ٻي ڪا به نشاني نه آهي. گنبذ سچ پچ هڪ عجيب قسم جو آهي. اهو پهاڙن کان پري وچ ريگستان ۾ ٺهيل آهي. هت جبل ڏکڻ طرف پري هليا وڃن ٿا. مان گنبذ جي ايترو ويجهو ڪو نه هوس جو چئي سگهان ته ڪهڙي طرز تي ۽ ڇاجو ٺهيل آهي يا هن ملڪ جي هن وقت جي

هي گبرن(١) جي ڏيٺهن جا لهيل آهن، هن پاري ۾ ملڪ ۾ جا غيرمعمولي يا عجيب شيءِ هوندي آهي ته ان لاءِ ائين چوندا آهن. تنهنڪري ان کي گهڻي اهميت ڏيڻ نه کپي، پر ممڪن آهي ته هن حالت ۾ اها قياس‌آرائي صحيح هجي. عمارتن جي طرز، مسلمان يا هندن جي عمارتن جي طرز جهڙي نه هئي، تنهنڪري فطرتاً پارسين(٢) جي عمارتن جي طرز جهڙي هوندي. ممڪن آهي ته انهن کان به پراڻ زماني جي هجي. اهي ته جايون يقيناً قديم هيون. اهي مضبوط شين جون ٺهيل هيون، پر سڀ زبون ٿي ويون هيون ۽ ڪِرڻ تي هيون. انهن متعلق مراد خان مون کي هڪ عجيب ڳالهه ٻڌائي. چيائين ته انهن ۾ جو پٿر ڪم آندل آهي سو هن ملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ ڪونه ملندو آهي ۽ جي هجي به ته ڪنهن ڪم ڪونه ايندو، ڇاڪاڻ ته اسان جي ماڻهن کي اهڙي ڪم ڪرڻ جو حوصلو ڪونه آهي. مون کي خاطري نه آهي ته اهي عمارتون مقبرا آهن يا عبادتخانا. انهن مان هڪ-هڪ ۾ اندر هڪ مٽيءَ جو چبوترو هو، جنهن جي مٿان هڪ پٿر رکيل هو. ان جي شڪل لاشڪ قبر جهڙي هئي پر ممڪن آهي ته اهو آتش ڪده(٣)

---

(١) گبر، زردشت جي امت کي چوندا آهن.

(٢) انهن ماڻهن جو جديد نالو پارسي آهي. هو ايرانين کان، جي مسلمان آهن، مختلف آهن.

(٣) باهه جي پوڄا جو مندر-گبر، باهه کي خدا جو ظهور ڪري پوڄيندا آهن. هندستان ۾ ڪيترا آتشڪده آهن. ايران جي شهر يزد، جنهن کي دارالعبادت جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. تنهن ۾ گبرن کي پنهنجن آتشڪدن رکڻ جي اجازت آهي. هتي جو چوڻ آهي ته ان جي مقدس اگني زردشت جي زماني کان وٺي هلندي آئي آهي. انهيءَ رعايت جو سبب ايران سرڪار جي طمع آهي ۽ نه فراخدلي. سرڪار کائن پنجوبهه رپيا ماڻهوءَ تي اخراج وٺندي آهي.

هتي مان نوشڪيءَ علائقي جي سرحد تي هوس.
نوشڪيءَ متعلق مون کي وڏيڪ ڪجھ چوڻو ڪونہ آهي.
مان اڪيئي لکي آيو آهيان تہ اتي نهروئي بلوچن جي
رخشاڻي نالي ذات رهندي آهي. انهن جو سردار عيدل خان
آهي. هو سٺ ورهين جو آهي ۽ گهڻيون خوبيون اٿس.
جي هو لالچي نہ هجي ها تہ هوند پنهنجن هموطنين ۾ هڪ
ممتاز درجو حاصل ڪري ها. هن کي فقط هڪ آمدني جو
ذريعو آهي، سا آهي هڪ جانڊاهہ جا قيصر نديءَ جي پاڻيءَ
تي هلندي آهي. پر نديءَ ۾ ٻاروهي پاڻي ڪونہ هوندو
آهي، تنهنڪري جانڊاهہ جي آمدني شڪي هوندي آهي.
نوشڪيءَ جي تومن ۾ ٻہ سؤ گهيڏڻ آهن جن جو اڪيئي
ڪيترا ڀيرا احوال ڏنو ويو آهي. مون ٻہ دفعا سردار جي
گهيڏڻ ۾ اندر وڃي ڏٺو. اهو ٻين گهيڏڻن کان مختلف هو
وچ ۾ چُلهہ هئي، ان جي ٻن پاسن کان ٽيڪ لاءِ ڇهہ فوٽ
اونچون ڀِتيون ٺهيل آهن. ڀِتين تي غاليچا ٽنگيل آهن ۽
اندر ڏاڍو اڇو اجرو اٿن. ڇت سڄي تي ڪنب جون
بندوقون، تراريون ۽ ڍالون ٽنگيون پيون هيون. تومن ۾
ڇهہ هندو دوڪاندار آهن. جن کي ايتري همت ٿي آهي
جو پنهنجون زالون ۽ ٻار ونئي آيا آهن، پر ڪين سندن محافظن
بلوچ رضاڪارن مان هروقت خطرو رهندو آهي. هنن کي
پنهنجي مهمان نوازيءَ ۽ وعدي وفائيءَ، خاص ڪري سندن
بهادري ۽ وفاداريءَ متعلق فخر هوندو آهي، ۽ ان ۾ هو
حق بجانب بہ آهن. جڏهن نوشڪيءَ ۾ فصل مارجي ويندو
آهي جو ڏهن مان نوَن سالن ۾ مارجي ويندو آهي تڏهن
هو گرمسيل ۽ ڪڇ گنداوا مان اَن گهرائيندا آهن، بلڪ
هو هرسال اَن اتان آڻيندا آهن.

٢٦- مارچ : مان اڄ ڇهين بجي صبح جو روانو ٿيس.
رات بخار آيو ۽ تنهنڪري طبعيت ٺيڪ نہ هئي. ٽي ميل
هڪ ميدان مان پنڌ ڪيوسين. پوءِ هڪ پهاڙي ڀيڇري سان
لنگهي اچي ٽڪرين ۾ پياسين، تنهن ڪان پوءِ جلدئي وڏن
جبلن تي چڙهياسين، جي پهاڙن جي وڏيءَ قطار جي شاخ آهن.
اسان جبلن جي وٽ يا پهاڙي ماٿرين مان سترهن ميل پنڌ
ڪري بالي نديءَ جي پيٽ ۾ پهتاسين جا قريباً سڪل هئي.
اسان نديءَ مان يا ان جو ڪپر وٺي ڇهہ ميل وڌيڪ پنڌ
ڪيو. پوءِ اُتن جي چرڻ لاءِ جاءِ ڳولي پاڻ بہ ان جي پرسان
لهي پياسين. اڄ رستو تمام خراب هو. ڀن والن ڪان ڪٿي
بہ وڌيڪ ويڪرو ڪونہ هو. ٻنهي پاسن ڪان ٽڪر پٿرين
وانگر ڪيترا سؤ فوٽ ڪڙا ٿيا بيٺا هئا. مون ننڍين ننڍين
نهرن ۾ ڪيتريون اڇي سنگمرمر جون ڇپون ڏٺيون. اسان جي
مٿان چاڙهيون هڳ جي ٻوٽن سان ڇانيون پيون هيون.
بالي نديءَ جو پيٽ تمام موڪرو آهي. ان جي حد ريگستان
آهي جو نديءَ جي ڪپر وٽ پوني وانگر مٿانهون آهي.
مان اڄ ڏڪڻ-ڏکڻ اولهہ جي ڏس ۾ پئي هليس. مفاصلو
اوڻٽيهہ ميل هو. بالي ڪان سواءِ ٻين ٻن-ٽن نئين ۾ تمام مٺو
پاڻي هو. ڪيترن هنڌن تي سڪل ڪاٺين جا بنڊ پيا هئا.
٢٧- مارچ : مون ڪي ڪالهہ سڄو ڏينهن ۽ رات سخت
بخار هو جنهن اهڙو هيٺو ڪري ڇڏيو هو جو اڄ صبح جو
آٺ تي ويهي بہ نٿي سگهيس. پر سفر اڳيان سهنجو هو.
آرام ڪرڻ جو سوال ئي نہ ٿي اٿيو، تنهنڪري سان
اٽڪل ستين بجي روانو ٿيس ۽ پٺيان مدد لاءِ آٺ تي
هڪ بروهي ويهاريم. مان سڄي ڏينهن ۾ پنجويهہ ميل
ڏکڻ-اولهہ جي ڏس ۾ سفر ڪيو. رستو تہ ڪونہ هو پر
ڪٿي ڪٿي پيچرو لڳو پئي. واٽ بالي نديءَ جي پيٽ مان
يا ڪپرن سان جي پوئنا هئا، انهن مان ٿي لنگهي. نديءَ

کي ور وکڙ گهٽا آهن، تنهنکري اڪثر ٻوٽن تي چڙهڻو پئي پيو. نديءَ جي پيٽ ۾ گهٽوئي پاڻي هو. ٻبر (١)، لئي (٢) ۽ تاعو (٣) جا اهڙا گهاٽا وڻ هئا جو آٽ انهن مان مشڪلات سان هلي ٿي سگهيا، بلڪ اسان پيادل به نٿي لنگهي سگهياسين.

اڄ شام جو اٽڪل چار ميل اسان جي منزل کان پرتي اسان تمام عجيب ۽ غريب مقبرن جا نشان ڏٺا، جي نديءَ جي اولاهين ڪپر کان اٽڪل چار سؤ گز پرتي ٿهيل هئا. اهي چورسا شڪل جا هئا، ۽ هرهڪ کي پٿر جي عجيب ڪم جي چؤديواري ڏنل هئي جا پريان چاريءَ جي خانن وانگر نظر پئي آئي، جنهن کي هڪ پاسي کان چڪي نبات جهڙي شڪل ڏني وئي هئي. چؤديوارين ۾ چبوترن جي ايراضي چار يا پنج چورس گز ٿيندي. انهن جو لنگهه ۽ جاين جو لنگهه سڌو اوڀر کان هو. ريگستان ۾ ڪيتري مفاصلي تائين منيءَ ۽ پٿرن جا ڍڳا هئا. مون کي خيال آيو ته لهي انهن جو معائنو ڪجي پر ان وقت برسات پئي پئي، ۽ مان پنڌ ڪرڻ جهڙو نه هوس، تنهنکري مان اهي چڱيءَ طرح ڏسي نه سگهيس. مون کي انهن تي ڪي ڪتبا لکيل نظر ڪونه آيا. مون پوءِ انهن متعلق پڇا ڪئي پر اهڙو ماڻهو ڪونه گڏيو، جنهن اهي ڏٺا هجن. اڳواڻ فقط ايترو چيو ته

---

(١) انگريزي ٽالو.

(٢) انگريزي ٽالو.

(٣) تاعو ۽ لئي ڪاليءَ جو هڪ قسم آهي. جنهن جو ڪو لباڻي قسم مون ڪوله ڏٺو آهي. مون اهو وڻ بلوچستان کان ٻاهر ڪٿي ڪوله ڏٺو آهي. اهو لئيءَ جهڙو آهي پر چوڏا ۽ ٻن ڦڪي رنگ جا هولدا آهن ۽ مثال هڪ قسم جو پورو لڳل هولدو آهن.

هي گبرن(١) جي ڏيهن جا ٿهيل آهن ، هن ڀاري ۾ ملڪ ۾ جا غيرمعمولي يا عجيب شيءِ هوندي آهي ته ان لاءِ ائين چوندا آهن. تنهنڪري ان کي گهڻي اهميت ڏين ڪا ڪمي. پر ممڪن آهي ته هن حالت ۾ اها قياس‌آرائي صحيح هجي. عمارتن جي طرز، مسلمان يا هندن جي عمارتن جي طرز جهڙي نه هئي، تنهنڪري فطرتاً پارسين (٢) جي عمارتن جي طرز جهڙي هوندي. ممڪن آهي ته انهن کان ٻه پراڻ زماني جي هجي. اهي ته جايون يقيناً قديم هيون. اهي مضبوط شين جون ٺهيل هيون، پر سڀ زبون ٿي ويون هيون ۽ ڪرڻ تي هيون. انهن متعلق مراد خان مون کي هڪ عجيب ڳالهه ٻڌائي. چيائين ته انهن ۾ جو پٿر ڪم آندل آهي سو هن ملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ ڪونه ملندو آهي ۽ جي هجي به ته ڪنهن ڪم ڪونه ايندو، چاڪاڻ ته اسان جي ماڻهن کي اهڙي ڪم ڪرڻ جو حوصلو ڪونه آهي. مون کي خاطري نه آهي ته اهي عمارتون مقبرا آهن يا عبادتخانا. انهن مان هڪ-هڪ ۾ اندر هڪ مٽيءَ جو چبوترو هو، جنهن جي مٿان هڪ پٿر رکيل هو. ان جي شڪل لاشڪ قبر جهڙي هئي پر ممڪن آهي ته اهو آتش‌ڪده (٣)

---

(١) گبر، زردشت جي است کي چوندا آهن.

(٢) انهن ماڻهن جو جديد نالو پارسي آهي. هو ايراني ڪبان، جي مسلمان آهن، مختلف آهن.

(٣) پاڻ جي پوڄا جو مندر-گبر، پاڻ کي خدا جو ظهور ڪري پوڄيندا آهن. هندستان ۾ ڪيترا آتشڪده آهن. ايران جي شهر يزد، جنهن کي دارالعبادت جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، تنهن ۾ گبرن کي پنهنجن آتشڪدن رکڻ جي اجازت آهي. هتي جو چوڻ آهي ته ان جي مقدس اگني زردشت جي زماني کان وٺي هلندي آئي آهي. انهيءَ رعايت جو سبب ايران سرڪار جي طمع آهي ۽ نه فراخدلي. سرڪار کائن ڀنجريءَ رپيا ماڻهوءَ تي اخراج وٺندي آهي.

(آگ جي جاءِ) قربانيءَ جي جاءِ آهي. انهن جاين جو تعداد ڏيکاري ٿو تہ اهو هڪ قبرستان آهي.

اڄ رات جو هڪ سخت طوفان گجگوڙ سان آيو جو ٻہ ڪلاڪ هليو. خوشقسمتيءَ سان اسان جي اچڻ کان ٿورو اڳ ڪجهہ برسات پئي هئي. تنهنڪري اسان پنهنجي منزل نديءَ جي ڪپر هيٺان ڪئي هئي، جنهن کي ڪنهن اڳينءَ ٻوڏ ڪاٽو هو. انهيءَ جهڙي تهڙي آجهي اسان کي برسات کان بچايو ۽ مون کي آلاڻ کان بچايو، ڇاڪاڻ تہ منهنجي ان وقت حالت تمام نازڪ هئي، پر مون کي ننڊ نہ آئي. هروقت اهو خطرو هو تہ پاڻي اوچتو چڙهي سمنڊ کي لوڙهي نہ ڇڏي. پر پاڻي چڙهڻ کان اڳ طوفان جهڪو ٿيو، جيتوڻيڪ پاڻي وڏي آواز ۽ زور(١) سان پئي وهيو.

٢٨- مارچ: مون اڄ اٺاويهہ ميل ڏکڻ- اولهہ جي ڏس ۾ هڪ ويران ٻوٽي تان سفر ڪيو. جتي اسان سمهيا هئاسين اتان ٽن ميلن کان ٿورو پرتي باليءَ نديءَ مان هڪ شاخ ڏکڻ- اوڀر طرف نڪري ٿي ۽ سروان کي پاڻي پهچائي ٿي، جو ان وقت مون کان اٽڪل نوَ ميل اوڀر طرف هو. اسان پوءِ نوَ ميل هڪ پٽ مان پنڌ ڪيوسين، جنهن ۾ ڪيترن هنڌ جهنگ هو ۽ ڪٿي ڪٿي ٻہر جي وڏن وڻن جا جهڳٽا هئا. اتي بدو نديءَ جي سڪل پيٽ ۾ مٺي پاڻيءَ جي ڪُهي هئي. اتي هڪ اڪيلي ٻڪرار ٻہ- چار ڏٻرڙيون ٻڪريون ٿي چاريون. هن ڳالهہ ڪئي تہ اتي ويجهڙائيءَ ۾ اڳين ڏينهن تائين نوشيرواڻي بلوچن جو هڪ تومن رهندو

(١) اهي ٻوڏيون عام ۽ خطرناڪ هونديون آهن. مون ڏٺو آهي تہ هڪ معمولي ڪسي ڏهن منٽن ۾ خوفناڪ لين جي صورت اختيار ڪندي ۽ ملڪ کي ٻوڙان ٻوڙ ڪندي آهي.

هو، جي پاڻيءَ ۾ مال جي چاري جي اڻالڀائيءَ سبب کاران
جبلن ڏي لڏي ويا هئا. اسان اتان پنهنجون مشڪون (١) پري
ڀورو اڳتي هلي هڪ گهاٽي جهنگ ۾ لڱاسين.

سروان جو شهر جو اڄ مون پنهنجي سفر جي دوران
ڏٺو تمام ننڍڙو آهي. منجهس پنجن سون ڪان مٿي گهر ۽
جهوپڙيون ڪو نه ٿينديون. شهر کي پناهه لاءِ هڪ مورچن
سان ديوار ڏنل آهي. شهر هڪ ويران ۽ غيرآباد پٽ جي
وچ ۾ سرواني جبلن کان اٽڪل ويهه ميل پري لهيل آهي.
شهر تي اهو نالو جبلن جي نالي تان پيل نظر ٿو اچي. شهر
جي پاڻيءَ غالباً هيءَ جاءِ انگريز پسند ڪئي هئي جو اتي
ماڻهن لاءِ باليءَ ندي جو مٺو پاڻي هر وقت مهيا آهي. بلوچستان
جي هن علائقي ۾ جتي پاڻيءَ جي قلت ڪري قحط ۽ ڏڪر
جي مصيبت هر وقت اکين اڏو هوندي آهي، اتي پاڻيءَ جي
موجودگي هڪ وڏي نعمت آهي. سروان جو سردار گل محمد خان
قنمبراڻي آهي. هو قلات جي خان کي خراج ڪو نه ڏيندو
آهي، پر هو خان جي سموري ٻن سون سپاهين جي فوج
پنهنجي خرچ تي رکندو آهي. هن جي آمدني ٿوري آهي.
هن کي موسوم جي آبادي مطابق پيدائش جو حصو ملندو
آهي. جيتوڻيڪ زمين زرخيز نه آهي ته به ان مان آدمشماريءَ
جي مقابلي ۾ ايتري پيدائش ٿيندي آهي جو ڪڻڪ جا
ٽيهه - چاليهه ڪاسا (ڪاسي ۾ سورهن سير ان ٿيندو آهي)
هڪ رپئي ۾ وڪامندا آهن. جي فصل پلو نه ٿيندو آهي،
جيئن سال ١٨٠٨ع ١٨٠٩ع ۽ ١٨١٠ع ۾ ٿيو هو ته ان علائقي جا
ماڻهو جن وٽ اَن گهٽا ٿيندا آهن، گرم سيل، ڪڇ گنداوا مان
اَن موڪلي انَّ جو گهر بل ذخيرو اتان گهرائيندا آهن.

سروان کان قلات جو رستو وڃي ٿو ان ۾ جبلن تي
هڪ لڪ آهي، چون ٿا ته اهو اهڙو ڏکيو آهي جو بار

(١) چمڙ جون پخالون.

وارا اُٺ ورلي اُتان لنگهندا آهن. هو ان جي ٻدران سروان ڪان خاران طرفان قلات وڃڻ پسند ڪندا آهن. اهو ڏکهو(١)، پر سهنجو رستو آهي.

٢٩- مارچ: اڄ مان خوش هوس جو منهنجو دوست، بخار، موڪلائي ويو هو. مان صبح جو ٻيج اڍرئي ڪان اڳ منزل پئي. ٽيهن ميلن ڪان وڌيڪ ڏکڻ-اولهه اڪثر جلالان، خرگوشڪي، پڳت علائقن مان، جي خاران جي ماتحت ضلعا آهن ۽ انهن ۾ گهٽي آباديءَ جهڙي زمين آهي. انهيءَ زمين جو ڪجهه حصو تازو ڪيڙيو ويو هو، پر ٻج برسات نه پوڻ ڪري سڙي ويو. جي ٽڪر خاص ريج ڏيئي ۽ ٻين مصنوعي طريقن سان آباد ڪيا ويا هئا، سي مڪڙ کائي ويا. غريب ڪڙمي ٻچي ٽڪرن ۾ هليا ويا. اها هڪ تعجب خيز ڳالهه، پر حقيقت آهي ته اهي زيانخور جيت انهن علائقن ۾ فقط سوڪ ۽ ڏڪر وارن سالن ۾ ايندا آهن. جڏهن ته هو اچي بربادي مڪمل ڪندا آهن. ان ڪان به وڌيڪ تعجب جي ڳالهه هيءَ آهي ته هو هميشه ڏکڻ-اوڀر ڪان ايندا آهن ۽ موٽي به انهيءَ طرف ويندا آهن. تنهنڪري ڏيهي مائهو، هنن کي خبر آهي ته اتر-اولهه طرف ريگستان آهي جي اوڏانهن ويندا سين ته ناس ٿي ويندا سين. اڄ اسان هڪ تمام اونهيءَ کُهيءَ جي پرسان لنگهياسين، پر ان جو پاڻي يا ته سڪي ويو هو يا ايترو هيٺ هو جو رسي پهچي نه پئي سگهي، پر اسان وٽ ڪالهوڪي پاڻيءَ جو حصو اڃا بچيل هو، تنهنڪري فڪر ڪو نه هو.

جتي اسان شام جو منزل ڪئي، اتان خاران جو شهر پنجيتاليهه ميل ڏکڻ-اوڀر طرف هو. جيون ته اهو سروان ڪان وڏو آهي ۽ ان وانگي ڪوٽ ڏنل اٿس. خاران جو علائقو تمام پهاڙي آهي ۽ اهو ساران جي علائقي جي

---

(١) ٢٩- تاريخ جو روزنامچو ڏسو.

اتر- اولهه سرحد تي آهي. خاران جو سردار عباس خان نوشيرواڻي محمود خان جو خراج باز هوندو هو. چار سال ٿيا ته هن پنهنجي آزاديءَ جو اعلان ڪيو. هو وقت تي پنهنجي قوم جا پنج-ڇهه سؤ سپاهي جنگ جي ميدان ۾ آڻي سگهي ٿو ۽ نوشيرواڻي ڪارائتا ۽ جانٺا سپاهي سمجهيا ويندا آهن. خاراني آٽ ان سڄي تَر ۾ طاقت ۽ پنڌ لاءِ مشهور آهن. انهيءَ ڪري هنن جي مالڪن کي ڦُرين لُٽين ڪرڻ ۾ پنهنجن پاڙيسرين کان گوءِ حاصل هوندي آهي.

٣٠- مارچ: مان اڄ فقط ساڍن سترهن ميلن جو سفر ڪري سگهيس. چاڪاڻ ته هڪڙي هنڌ مون کي چار ڪلاڪ ترسڻو پيو جو اتي خوشقسمتيءَ سان پزهه بروهين جو هڪڙو ٽولو ملي ويو. انهن مان هڪڙي، ٿوري خرچيءَ تي قبول ڪيو ته سڀاڻي مون کي ريگستان مان پار لنگهائيندو. آءٌ انهيءَ ريگستان متعلق ڏاڍو پريشان هوس، چاڪاڻ ته مراد کي رستي جي خبر نه هئي. جڏهن اسان کي پيو ماڻهو مليو تڏهن هن قبول ڪيو ته مان اڳي آتر طرف ايترو پري ڪڏهن ڪو نه آيو آهيان. اسان رستي ۾ پنهنجون پخالون هڪ برسات جي ميري پاڻيءَ جي چشمي مان ڀريوسين. رات ريگستان ۾ گذاريسين. ريگستان اڳيئي سمنڊ جي لهرين وانگر نظر پئي آيو.

# فصل (۹)

۳۱-مارچ: اڄ اسان ڇئين بجي تائين اٺن تي سوار ٿي وياسين. پنج ميل اولهه-ڏکڻ پنڌ ڪري وڃي هڪ ڪنڌيءَ تي پهتاسين، ۽ ريگستان جو مقابلو ڪرڻ لاءِ جيڪي ٿانو ٿپا هئا سي سڀ پاڻيءَ سان ڀرياسين. هيءُ ڪوهه گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ سؤ فوٽ اونهون قريباً چورسو ۽ ڇهه فوٽ موڪرو هو. ڪوهه جون پٽيون ٻارهن فوٽن تائين ڪچيون هيون، جنهنڪري انهن ڪي ڪجيءَ جي ٽڙن جون ٽوٽيون ڏنل هيون. انهن ٽوٽين مٿان جهل لاءِ ڪجيءَ جي ٽڙ جون ڪامون سڌيون رکيل هيون، مٿان هڪ ڪنڊ ۾ بالٽيءَ يا ٿامي جي ديگڙيءَ سان پاڻي ڪڍڻ لاءِ هڪ خال هو نهايت تعجب ۽ ڏک جهڙي ڳالهه هئي ته جيتوڻيڪ ڪوهه اهڙو اونهون هو ته به ان جو پاڻي اهڙو کارو هو جو بلڪل پيئڻ جهڙو نه هو.

سج ڪني ڪڍي ته اسان ان ڪوهه تان سج اڀرڻ مهل روانا ٿياسين. ستاويهه ميل سفر ڪيوسين، جنهن جو ڪجهه حصو پيادل پنڌ ڪيوسين. ڳاڙهي واري ٿي واري هئي. واريءَ جا جزا اهڙا ته سنهان هئا جو هٿ ۾ پيا ڪڇجن ته ڇڻ معلوم ٿي نه ٿي ٿيا. هوا جي زور تي واريءَ جون ڏنگيون ٻنون ٺهي پيون هيون. ٻنون اوڀر کان اولهه پٺي ويون ۽ ڏهن کان ويهن فوٽن تائين اونچيون هيون. هوا اتر-اولهه کان لڳندي آهي. اڪثر ڪري ٻنون هوا جي مخالف طرف کان سڌيون اڀيون هيون ۽ پريان تازين سرن جي ٻٽين وانگر نظر ٿي آيون. هوا واري طرف کان پٽ لهواري ٿي ٿئي ۽ سنڌس سلامي وڃيو ٻي پٽ سان ملي. وري ٻي پٽ سا ڪئي نموني ۾

سڏي اڀري ٿي، ٻن پٽن جي وچ ۾ ٿورو رستي وانگر مفاصلو ٿئي ٿو. مان جيتريقدر ممڪن هو ته پٽن جي وچان پئي هليس. پر جڏهين پٽون ٽپيون ٿي پيون، تڏهن آئن ڪئي سخت تڪليف ۽ ٽڪ پئي ٿيو، خاص ڪري جڏهن پٽن تي هوا جي مخالف طرف کان چڙهڻو ٿي پيو. بعضي بعضي ته اسان پٽن تان نه ٻه پئي ٿپي سگهياسين ۽ ڦري ٻيو رستو وٺڻو پئي پيو. سلاميءَ واري پاسي کان اٺ سولائيءَ سان چڙهي سگهندا آهن. آئن جا پير موڪرا ٿيندا آهن. تنهنڪري هو اسان وانگر واريءَ ۾ پورجي ڪون ٿي ويا. جي انهن جي بار ڪري پٽ جي چوٽي ويهجي ٿي وئي، ته هو ٻه چالاڪيءَ سان جهڪي ٿي پياءآهستي آهستي واريءَ سان گڏ هيٺ کسڪندا ٿي آيا. واري خوشقسمتيءَ سان چهيل نه هئي، جنهنڪري پهرين آٺ جي ترڪڻ ڪري پين آئن جي چڙهڻ لاءِ رستو نهي ٿي پيو. اڄ سفر جي پوين ڏهن ميلن ۾ ڪاٻه ساوڪ ڪانه هئي. فقط ڪٿي ڪٿي ڪي تاعو(١) جا ننڍا وڻ ۽ هڪڙو ٻاڙهن گلن سان تيز خوشبوءِ وارو وڻ جنهن کي بلوچڪيءَ ۾ سرڪوه(٢) چوندا آهن هتا منهنجو سوڻهون هڪ جبلن جي قطار جا ڪٿي ڪٿي پريان ڏکڻ طرف نظر پئي آئي جي آذار تپي پئي هليو. مان جيستائين اوندهه نه ٿي تيستائين نه بيٺس، چاڪاڻ ته منهنجو خيال هو ته ريگستان مان جيترو ٿي سگهي اوترو جلد نڪري وڃڻ گهرجي. اسان رات هڪ واريءَ جي ڍپ جي اوٽ ۾ گذاري، جتي سخت گرمي ۽ حبس هئي.

---

(١) ڏسو ٢٧ صفحو- تاريخ جو روزنامچو حاشي.

(٢) لفظي معنيٰ جبل جي چوٽي. مون کان ان جو انگريزي نالو يا ڪيفيت ڪاڻ ٿي سگهي آهي.

١٠-اپريل: مان اڄ ڪالهه جهڙي ريگستان مان ويهه ميل پنڌ ڪيو، اهي ئي مشڪلاتون درپيش آيون. پر اسان خواهه اسان جي اٺن کي جا واريءَ جي اڏامندڙ ذرن تڪليف ڏني، تنهن جي مقابلي ۾ اهي مشڪلاتون ڪجهه به نه هيون. انهيءَ لقاء جو سبب ڪو نه کولهي لڌو آهي. مان جڏهين اهو پهريون ڏٺو ته ان وقت ڏهه لڳا هئا. ريگستان اٽڪل اڌ ميل پرتي پٽن جي چوٽيءَ کان اٽڪل ڇهه يا ٻارهن انچ مٿي سڌو پوئي وانگر نظر پئي آيو. اسان جيئن ويجها پوندا وياسين، تيئن اهو ڏنڊ پوئتي هٽندو ويو. هڪ-ٻه دفعو ڏنڊ اسان کي ويڙهي ويو ۽ افق ڇڻ ته مسي نڌڙو ٿي ويو. آداسائي ۽ هڪ قسم جي سستي دل تي طاري ٿي وئي، ماڳهين وقت خبر نه پئي ته اسان واريءَ جي نا معلوم ذرن مان ڍڪجي وياسين. واري اسان جي اکين، واتن ۽ نامن ۾ گهر ڪري وئي ۽ خارش ٿيڻ ۽ اڄ لڳڻ شروع ٿي. صبح جي گرميءَ ويتر وات سڪائي ڇڏيو منهنجو بروهي سونهون جو هڪ اٽسڏريل وحشي هو، پر اسان سڀني کان مڪاني ڳالهين جي وڌيڪ خبر هيس، تنهن چيو ته منهنجو ۽ منهنجن هموطنين جو خيال آهي ته اهو لقاءُ هن ڪري ٿيندو آهي جو ريگستان جي دزمج جي ڪرڻ جي ڪري مٿي هوا ۾ اڏامي ترندي آهي. منهنجو آزمودو به ائين ٿو چئي ته اهو سبب ڪجهه قدر صحيح آهي، ڇاڪاڻ ته اهو واريءَ جو سمنڊ فقط شديد گرميءَ جي وقت (١) نظرايندو آهي.

---

(١) انهي متحرڪ واريءَ لاءِ سولي ۾ سولو جو مون کي خيال ۾ اچي ٿو سو هي آهي، جيتوڻيڪ خاطري سان لڳو چئي سگهجي ته اهو صحيح آهي يا نه ريگستان ۾ سخت واچوڙا لڳندا آهن. اهو واچوڙو جڏهن لڳي ٿو ته ورو ٿيندو آهي، تڏهن هوا جي هڪ جهوني جي صورت اختيار ڪندو آهي. هوا ڪيتري ابراضيءَ ۾ (ڏسو حاشيه صفحو ١٤٢)

شايد ائين سمجهڻ ۾ اچي ته هي مايا آهي. مان هي لقاءُ ۽ سراب جنهن کي فرانسيسي سياح رُڃ چوندا آهن ۽ جا ريگستان ۾ عام نظر ايندي آهي، ٻئي ساڳئي وقت مختلف طرفن ۾ ڏٺيون آهن ۽ هو ٻئي هڪٻئي کان بلڪل مختلف هوندا آهن. پهريون لقاءُ ڪڪر وانگر ڏنڊ جي صورت اختيار ڪندو آهي. پر رُڃ روشن هوندي آهي ۽ پاڻي جهڙي نظر ايندي آهي. مون کي پوءِ هڪ ڪابل جو فقير گڏيو جنهن منهنجي تصديق ڪئي. هو سيستان کان ريگستان کان آيو هو. هن چيو ته مان به متحرڪ واري ڏٺي آهي، ۽ اها جيڪا تون ڳالهه ڪرين ٿو تنهن کان به زياده گهاٽي هئي. مون کي دز جو ڪڪر ويڙهي ويو، ايتريقدر جو مون کي ڪجهه وقت ويهڻو پيو هو.

(آندل حاشيه ص ١٣١) ٻکڙجي ويندي آهي ۽ ڏاڍي زور سان لڳندي آهي ۽ شام جو گهٽي واري اثاريندي آهي. پوءِ هوا جو جهوتو جڏهن بند ٿي ويندو آهي، تڏهن اها واري، جا اٿاري هئائين سا ڪرڻ شروع ڪندي آهي ۽ اهو لقاءُ نظر ايندو آهي. ڪو شايد پڇي ته واري جڏهن ڪرندي آهي ته پوءِ سموري چو نه اچي پٽن تي پوندي آهي. ان جو جواب آهي ته واريءَ جا ننڍا جزا ڪري پوندا آهن ۽ منهي دز کي سج جا تيز ڪرڻا اهڙو هلڪو ڪري ڇڏيندا آهن جو اهي جڻ ته هوا ۾ پيا لڏندا رهندا ۽ ڳتيون کائيندا آهن، تان جو گرمي گهٽ ٿيندي آهي ۽ دز پنهنجو ميزان وڃي وٺندي آهي ۽ طبعي قانون مطابق زمين تي ڪري پوندي آهي. ڏسڻ ۾ ايندو ته هي سبب مڪالي بروهين واري ڏلل سبب سان ڪجهه قدر نهڪي اچي ٿو. پر جي ائين هجي ته پوءِ جڏهن سج جي تاپش تيز ٿئي، تڏهن اها دز نظر اچڻ کپي. پر ائين نه آهي، تنهنڪري ڪو ٻيو بنيادي سبب ڳولهي لهڻ کپي.

خير مان هاڻي ورڻي پنهنجو روزنامچو شروع ڪيان ٿو. اسان اڳينءَ منزل کان سورهن ميل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ بودور(۱) نالي هڪ سڪي نديءَ جي اوڀاري ڪپ تي پهتاسين، اها گهڻ ۾ گهڻ پنج سؤ گز ويڪري هئي ۽ ڏکڻ-اوڀر وٽي سمنڊ جي طرف پئي وهي. ان جو پيٽ ڪيترن هنڌ مختلف قسمن جي وڻن ۽ گهاٽي جهنگ سان ڀريل هو، جنهن ۾ ٻڪهڙ، گدڙ ۽ ٻيا جهنگلي جانور هئا. اسان ساڍي ٽيري، پنج ميل اُتر-اولهه وڃي هڪ نديءَ وٽ پهتاسين، جتي ٽورا مهينا اڳ ريگڻ(۲) نالي هڪ ڪوٽ هو. ڪهڙو نه موزون نالو آهي، ڪوٽ جا ماڻهو ڏکر سبب گرمسيل لڏي ويا هئا. گرم سيل جو علائقو ڪوٽ جي اُتر-اولهه طرف آهي. اسان نديءَ جي اولاهين ڪپ تي ترسياسين ۽ گهٽيءَ تڪليف کان پوءِ پيٽ کوٽي ۽ مشڪون پاڻيءَ جون ڀري ڪڍيونسين. منهنجي خيال ۾ ڪالهه جو اسان ڪُنهيءَ کان ريگڻ رستو ولي آيا هئاسين، سو قريباً اولهه طرف هو، پر اسان جي سونهين کي ڊپ هو ته رستو ڀلجي نه وڃون. تنهنڪري هو ڏکڻ جو طرف ڏيئي پئي هليو، جتان بعضي بعضي جبل نظر پئي آيا.

۲- اپريل: مان ريگڻ مان پريات وقت نڪتس. ايڪيهه ميل پنڌ ڪيوسين. شام جو ٽين بجين لهي پياسين. ريگستان ايترو وارياسو نه هو. ڪٿي ڪٿي سخت ڪارو ڪار هو. وڻڪار بلڪل ڪانه هئي. هڪ ڪانڊيرو به نظر نه پئي آيو. منهنجي سفر جي آخر ۾ مون کي اڳيان صاف ڏکڻ-اولهه کان اُتر-اولهه، چوڏاري هڪ اونچن جبلن جي قطار نظر پئي آئي. اسان جڏهن اُتن تان لڻاسين، تڏهن منهنجي سونهين جبلن ۾ هڪ خال ڏيکاريو، جنهن مان اسان کي لنگهي هن ويران ملڪ مان پار وڃڻو هو.

---

(۱) مان بودور نديءَ ۽ ان جي فرضي منهن تي هن ڪتاب جي پٺي ڀاڱي ۾ بحث ڪيو آهي. (۲) واري.

شام جو سخت طوفان سان گڏ برسات آئي، جا اڌ
ڪلاڪ سانده پوندي رهي. برسات جيئن پيئي ٿي، تيئن
زمين پاڻي چهندي ٿي وئي. برسات اوچتي آئي هئي. مون
کي جيڪڏهن سونهون نه ٻڌائي ها ته مينهن زور سان پوندو
ته اسان کي جيڪر ڏاڍي تڪليف ٿئي ها، ڇاڪاڻ ته اهڙي
سخت برسات ۾ اٺن تي ويهڻ هڪ ارهه زورائيءَ جو ڪم ٿئي
ها. برسات شروع ٿيڻ کان اڳ آسمان صاف هو. فقط
اتر-اولهه طرف کا هڪ-ٻه ڪڪري هئي، اسان کي فقط
ڇتاٽ اهو مليو جو هوا ۾ مونجهه ۽ حبس ٿي ويئي ۽ چوڌاري
انيڪ واچوڙا لڳڻ شروع ٿيا. پوءِ واچوڙا ڇڻ ته جادوءَ
جي زور تي اوچتو بند ٿي ويا ۽ پريان آنڌي نظر آئي.
بلوچ هڪدم چيو ته اٺن تان لهي پئو. اسان اڃا لهي اٺن
جي اوٽ ۾ مس ويٺاسين ته طوفان اچي زور سان مٿان
ڪڙڪيو، وڏڙو مينهن شروع ٿي ويو. ايڏا ڦڙا مون
ڪٿي پوندي ڪونه ڏٺا آهن. اوندهه انڌوڪار ٿي ويو،
پنجن قدمن جي مفاصلي تي ڪجهه نظر نه پئي آيو، مراد پنج
قدم منهنجي اڳيان ويٺو هو. طوفان جي لڳندي مون منهن
مٿي ڪيو ته مراد مون کي نظر ڪونه آيو، مون سمجهيو ته هو
سري ڪٿي پئي هنڌ ويٺو آهي. پر برسات پوري ٿي ته ڏٺم
ته هو اتي ئي ويٺو هو اهڙي قسم جا طوفان هتي عام لڳندا
آهن. لڳڻ وقت خراب معلوم ٿيندا آهن، پر انهن مان فائدا
به آهن هو هوا کي ٺڏو ۽ صاف ڪن ٿا. نه ته هوا برداشت
ڪرڻ جهڙي نه هوندي آهي. برسات هوندي به گرم موسم
۾ جون کان سيپٽمبر تائين سخت تڪليف هوندي آهي.

انهيءَ عرصي ۾ هن ريگستان ۾ اهڙو تيز ۽ موتمار
جهولو لڳندو آهي جو ڪابه شيءِ ۽ جاندار يا نباتات ان جي
زد ۾ اچي وئي ته مري وينندي آهي. تنهنڪري انهيءَ
واٽ جنهن تان مان لنگهيو هوس ڪو ڪونه ايندو ويندو آهي.

بلوچستان ۾ گرم هوا کي مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي جهڙوڪ جلوت يا جلو (جهولو) يعني شعلو يا باد سموم يعني روڳي هوا. اها اهڙي ته موتمار هوندي آهي جو اُٺ ۽ اهڙا ٻيا مضبوط جانور به مري ويندا آهن. مون کي چشم ديد واقعن مان پڌايائون ته انسان جي جسم تي ان جو اثر نهايت گهاتڪ هوندو آهي. بدبخت انسان جي بدن جا پٺا ڇڪجي سخت ٿي ويندا آهن. چمڙي سڪي ويندي آهي. ائين محسوس ٿيندو آهي ته ڄڻ گوشت پيو ٿو سڙي، آخر بدن ۾ اونهان گهاءَ ٿي پوندا آهن ۽ خون ڇڪجڻ شروع ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح آخر هن جا دک پورا ٿيندا آهن. ڪن حالتن ۾ ماڻهو اوچتو ساهه ڏيندا آهن. ٻيا بدنصيب ڪلاڪن جا ڪلاڪ بلڪ ڏينهن انهن عذابن ۾ پيا ڇڪندا ۽ چُرندا آهن. اها مصيبت انڪري به وڌيڪ خطرناڪ هوندي آهي جو ان جي اچڻ جي اڳواٽ خبر نه پوندي آهي. مون ڪيترن بلوچن کان ان متعلق پڇا ڪئي. چيائون ته والله اعلم! پر اسان ٻڌو آهي ته انهيءَ باد لڳڻ کان اڳ ساهه منجهندو آهي ۽ اکيون سڙنديون آهن. ان وقت علاج آهي ته پاڻ کي ويڙهي سيڙهي اوندو ٿي سمهي پئجي، تعجب آهي ته ڪهڙو به سنهون ڪپڙو جسم کي باد سموم جي خراب اثر کان بچائيندو آهي.

٣- اپريل: منهنجي اڳيان وڏو سفر هو. تنهنڪري مون فيصلو ڪيو ته اڌ رات جو نڪرجي. سونهين چيو ته مون رستو ڏٺو آهي. تحقيق جيڪڏهن هن کي خبر هجي ها ته اسان کي ڪهڙي ڏس ۾ سفر ڪرڻو آهي ته هو ڪڏهن به چوڪ نه ڪري ها، چاڪاڻ ته هاڻي واري ختم ٿي هئي ۽ ريگستان جو روپ بدلجي ويو هو. ڪارو ڪار هو. لڪو ڪالڊير و هو نه پٿر سنئون ميدان لڳو پيو هو. ڪا انڌڪ ڪانه هئي. ان هوندي به اسان پنج سؤ گز مس ڪياسين

ته مون آسمان مان سهي ڪيو ته جتي اسان منزل ڪئي هئي
ان جاءِ کي اکيئي ٿي- چار چڪر لڳائي چڪا هئاسين.
هاڻي اسان سڀ منجهي پياسين، مون خيال ڪيو ته صبح
تائين ترسي پئجي. پوءِ چيم ته مون کي خبر آهي ته جبل
۾ لڪ ڪٿي آهي. قطب نما (١) جي سڌيءَ ڏس سان شايد
معلوم ٿئي ته ڪهڙي طرف هلڻو آهي، پوءِ مون قطب نما
جو شيشو ڪڍي، قطب نما ساڄي هٿ ۾ جهلي ڦيري پاتم
جيستائين آتر منهنجي آڱولي جي سامهون ٿيو، پوءِ اولهه
منهنجي سامهون هو، مان ستارا ڏسي چيومان ته اچو ته هاڻي
مان ٿو توهان کي رستو ڏيکاريان. مراد ته بروهيءَ پنهي
جو خيال هو ته اها ڪوشش اجائي آهي، پر منهنجي هندستاني
نوڪر جنهن‌جو مون ۾ ڪلي اعتماد هو، هن جو رخ ڏسي پين
به منهنجي رٿ قبول ڪئي تنهنڪري اسان اڳتي وڌڻ شروع
ڪيو، پره ڦٽيءَ مهل ڏٺوسين ته اسان سڌي رستي تي
هئاسين، جتي اسان جو اڳواڻ منجهند مهل پهچي ها ته جبل
کي ٽيرهن ميل ويجهو هئاسين. منهنجن دوستن جن کي خبر
نه هئي ته قطب نما ڇا ٿيندو آهي تن جي نظر ۾ هي معمولي
ڳالهه هڪ معجزو هو. پندرهن ڏينهن کان پوءِ اهو واقعو
مون هڪ ماڻهوءَ جي واتان ٻڌو، جنهن کي مراد هيءَ ڳالهه
منهنجي دانائيءَ ثابت ڪرڻ لاءِ ٻڌائي هئي.

اسان شام جو ستين بجي تائين يڪساهيءَ سفر ڪندا
رهياسين ته اٺيتاليهن ميلن‌کان به زياده پنڌ ڪري وياسين.

---

(١) منهنجو قطب‌نما جيڪڏهن ڪو ڏسي ڇيندو هو ته هي ڇا آهي
ته مان چوندو هوساس ته هي قبله‌نما يعني قبلو آهي. اوزار آهي ته
مان عبادت وقت هميشه ان سان قباو ڏسندو آهيان. قبله يعني محمد صلعم
جي قبر، جنهن ڏالهن مسلمان منهن ڪري نماز پڙهندا آهن. (هيءَ
مصنف جي غلطي آهي.)

منهنجي مرضي اچا اڳتي هان جي هئي ۽ منهنجا ماڻهو ۽ آڳ اچوڪي ۾ گذريل ٻن ڏينهن جو پنڌ ڪري ٿڪجي ٻاهر ٿي پيا هئا، مون پنهنجن ماڻهن سان مشورو ڪيو. فقط مان ٿي ان ڳالهه جي فائدي ۾ هوس ته جبلن کي پهچڻ کان اڳ ساهه نه پٽجي. وڏي مصيبت ته اها هئي جو ڪاڏو ڪٿي ويو ۽ ٻاٽي، جو اسان وٽ هو سو هن منزل ڪرڻ کان اڳ اسان ورهائي ڇڏيو هو. تنهنڪري اسان جي سڄي رات ٿڪ، بک ۽ اڃ ۾ واجهائيندي گذري. مون کي فقط اڃ جي ڪري تڪليف ٿي، پر پاڻ ۾ ٻين کي دلاسو ڏئي خوش ڪيم ته صبح جو اسان کي اهي سڀ ضروري شيون ملنديون ۽ آرام حاصل ٿيندو.

٧- اپريل: اسان ٻارهن ميل پٿرين سان ڇانيل ريگستان ۾ ويران ٽڪرين مان پنڌ ڪري ڪيلوگن جي ڳوٺ ۾ پهتاسين جو مڪران جي هڪ سوڙهي ۽ دلڪش واديءَ ۾ آهي. نوشڪي ڇڏڻ وقت مون جلڪ جي شهر وڃڻ جو خيال ڪيو هو جو ڪلوگن کان چوڏهن ميل اتر طرف آهي. پر مون کي خبر پئي ته مراد سردار جي ڏيءَ سان پرڻيل هو سو مون کي هٿ وٺي آيو هو. ڳوٺ کان اڌ ميل ٻاهر مراد چيو ته تون ڪڇين جي وٽن جي ڇانوَ ۾ ترس ته مان وڃي سردار کي تنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏيان. مون ان ڳالهه تي اعتراض ورتو جو سمجهيم ته ان ڳالهه مان منهنجي وڏائي ظاهر ٿيندي، پر مراد چيو ته هي هن ملڪ جو رواج آهي. ان کان پوءِ مان به هن ملڪ ۾ ان تي عمل ڪندو هوس. مراد جلد موٽي آيو، چيائين ته سردار جنهن جو نالو هن مير خدا داد ڪري ٿي ورتو، تنهن جي مرضي هئي ته تون پاڻ کي پيرزادو(١) ڪري سڏاءِ، نه ته مان توکي

(١) پير يعني ولي ۽ زاده معنيٰ اولاد. يعني هڪ عابد شخص. هڪ متبرڪ نالو آهي.

پنهنجي گهر ۾ پناهه نه ڏيئي سگهندس. مراد وڏيڪ چيو ته هاڻي تون ائين نه سمجهه ته ڪو تون خان (۱) جي ملڪ ۾ آهين. هن ملڪ ۾ خان جي ملڪ جهڙو انتظام ۽ سلامتي نه آهي. اسان هاڻي مڪران ۾ آهيون جتي هرهڪ آدمي ٿورو ذات جو آهي ۽ جتي ماڻهو پاڻرن ۽ پاڙيسرين کي به ڦرڻ کان ڪين ٿرندا آهن، تنهنجو نالو مسافريءَ لاءِ تمام خراب آهي. ڪير اعتبار ڪندو ته هڪ سوداگر جي نوڪر کي سامان سڙو يا گهٽ ۾ گهٽ سامان خريد ڪرڻ جو وسيلو ڪو نه آهي. الهيءَ صلاح لاءِ مون کي مراد جي نيت خراب ڪانه سمجهڻ ۾ آئي. هن جي ڳالهه ۾ البت ڪجهه وڌاءُ هو، پر جيئن نوشڪيءَ ۾ پوڙهي سردار چيو هو ته ان ۾ گهڻو سچ هو. وڏيڪ صلاح مصلحت لاءِ وقت ڪو نه هو، تنهنڪري مون هڪدم پاڻ کي پيرزادو سڏائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي نالي مطابق پيرزادن جهڙي روش اختيار ڪيم.

ڳوٺ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ مسان مسجد جي در تي لٿس جتي مراد مون کي پنهنجي مهري سردار ۽ ٽن-چئن مُلن سان-قلات جو پيرزادو جو هاڻي حج تي وڃي رهيو آهي، تعارف ڪرايو. سردار چيو ته معاف ڪجو جو توهان کي مسجد ۾ رهايان ٿو. مهمانخانو رهڻ جهڙو نه آهي پر مان تنهنجي لاءِ هڪ خالي گهر صفا ڪرايان ٿو. مون چيومانس ته مان توهان جي ڳوٺ ۾ ٿورو وقت آهيان، ڪهڙي به جاءِ هجي سا ٺيڪ آهي. ٿوري دير کان پوءِ هو ۽ پيا رونشي ڪوڏيا ماڻهو جي اچي گڏ ٿيا هئا سي هليا ويا ۽ مون کي آرام ڪرڻ لاءِ ڪلاڪ-ٻه مليا. شام جو مون کي پنهنجي نئين حويليءَ ۾ وٺي ويا. اها ٻن ڪمرن سان ڪکائين جهوپڙي هئي. ٿوري وقت کان پوءِ سردار اسان لاءِ ڪجهه

---

(۱) قلات جو.

ڪاڏو موڪليو، جو ڏسي اسان ڏاڍا خوش ٿياسين، ڇاڪاڻ ته اسان ٿيهه ڪلاڪ فاقو ڪيو هو. رات جو وري مون کي ڪجهه بخار ٿيو. مان اتفاق سان سردار سان اها ڳالهه ڪئي، هن مون کي زورن(١) ڏيڻ لاءِ پنهنجو هڪ ماڻهو موڪليو، جنهن کان مون کي گهڻو آرام پهتو. هو زور ڏيندو رهيو تان جو ننڊ وٺي ويس. صبح جو مان اٿيس ته بلڪل تازو توانو ۽ تندرست هئس.

٥-اپريل: صبح جو سردار وري اسان لاءِ ٻاجهريءَ جي ماني ۽ لسي موڪلي. ناشتي کان پوءِ مون مراد کي ٻاسي ڪري مختصر لفظن ۾ چيومانس ته مان ڪلرڪن ۾ هڪ. ٻه ڏينهن کان زياده نه ترسي سگهندس جو مون کي ٻئي ڏينهن سرحد وڃڻ جو ارادو آهي. تنهنڪري مون کي رستي لاءِ سيڌو سامان وٺي ڏي، جنهن لاءِ مان واجبي قيمت ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. تون ٻه مون سان گڏجي هلڻ لاءِ تياري ڪر. چيائين ته تو هنن ٻن-ٽن ڪلاڪن ۾ ڏٺو هوندو ته ڏڪر هن ملڪ ۾ راڙا ڪيا آهن. کاڌي پيتي جي شين جي قيمت چڙهي آسمان تي وڃي پهتي آهي. سيڌو ملڻ مشڪل آهي. ٻر منهنجي سهري توکي پنهنجي توشاخاني مان ٿوري ڪجور ۽ جوَن جو اٽو ڏيڻ جو ارادو ڪيو آهي. اٿاٽ جي خبر جيتوڻيڪ الولندڙ هئي، پر ان جي ڪري مون کي ڳڻتي ڪانه پيدا ٿي. پر مراد چيو ته مون ٻڌو آهي تہ تفنگچين جي حفاظت ڪاڻ سواءِ اڪيلي وڃڻ خطرناڪ ٿيندو. سرحد وڃڻ

(١) زورن ڏيڻ جو عام طريقو هيءُ آهي تہ سڄي بُت کي ڳوهيندا آهن. ساڳئي وقت سنڌن کي مروٽيندا ۽ ڇڪيندا آهن، پر زورن ڏيڻ جا ٻيا به گهڻا طريقا آهن. مون هڪڙو ماڻهو ڏٺو جو سمهيو پيو هو ٽن-چئن ماڻهن اچي سڄي بدن ٻلڪ منهن تي به ٿڦ ٿڦ شروع ڪيس تان جو ننڊ وٺي ويس.

جيسو تہ سوال نئي نئو اٿي. گذريل ڏهن ڏينهن ۾ سرحد جي
بلوچن (١) ڪلوگن تي حملو ڪيو هو ۽ ٻنهي گولن جا ماڻهو
هڪٻئي جي خون پيئڻ لاءِ تيار هئا. تنهنڪري بهتر ٿيندو
تہ توهان پنپور يا هفتور (٢) واري رستي کان وڃڻ جو فيصلو
ڪيو. جيڪڏهن مير خدا داد کي ٿوري خرچي ڏيندؤ تہ
هو پاڻ توهان سان گڏجي هلندو. مون ان جو جواب ڏنو مانس
تہ مون وٽ پئسو ڪو نہ آهي. جڏهن مون توکي ڀاڙي
ڪيو هو تہ تو وعدو ڏنو هو تہ سرحد تائين مون کي سونهين
تي وڌيڪ خرچ ڪرڻو ڪو نہ پوندو. هن اها ڳالهہ قبول
ڪئي پر چيائين تہ ان وقت ڪيس اها خبر ڪا نہ هئي تہ ملڪ
۾ اهڙي بدامني پيدا ٿيندي. مان تنهنجي لاءِ سيڪا زحمت
برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. جي تنهنجي مرضي هجي تہ
مان توکي وري نوشڪيءَ واپس پهچايان. بيءَ ڪنهن حفاظت
کان سواءِ اڳتي سفر ڪرڻ ممڪن نہ آهي ۽ نہ مان اها
جوابداري پاڻ تي کڻي سگهندس. مون هن کي انهيءَ ارادي
ڦيرائڻ لاءِ گهڻائي دليل ڏنا پر هو آواره سمجهي ويو تہ
هي هاڻي منهنجي چنبي ۾ آهي. اها خاطري هئس تہ هي
هاڻي ڪو نہ موٽندو ۽ نہ مون تي ڪو ٻيو زور هلائي
سگهندو، تنهنڪري هو ڪين مڙيو. لاچار مون کي ساڻس
معاهدو ڪرڻو پيو تہ مير خدا داد مون کي ڇهن هٿيار بند
ماڻهن سان پنجويهہ رپين ۾ هفتور يا پنپور پهچائيندو ۽ اسان
ٻئي ڏينهن ٻارهين بجي جي نماز کان پوءِ ڪنهن بہ صورت ۾
روانا ٿي وينداسين. مون هڪدم روڪ پئسا ڪڍي هٿ ۾
ڏنامانس تہ وڌيڪ نہ ڪا گهٽ ڪري ۽ کولي ڏيکاريو مانس
تہ مون وٽ باقي چويهہ رپيا بچيا آهن. ڪرمان پهچڻ کان
اڳ مون کي اڃا ست سؤ ميلن جو سفر ڪرڻو آهي. سونهين

(١) ڪرد ذات جا. (٢) اهي شهر مون پوءِ وڃي ڏٺا هئا.

جي ڪِرايي کان سواءِ مون کي پنهنجي ۽ ٽن نوڪرن لاءِ
ڪاڌو خوراڪ کپي. هن خانہ بدوش منهنجو باقي بچيل خزانو
ڏسي ڪنگهيائين بہ نہ. چيائين تہ ڌڻيءَ تي آسرو رک، هو
ٻانهي توکي روزي رسائيندو. مون کي هن جي ڪميٽائپ
تي سخت ٺيان لڳي پر سور پيي ويس. ٿوري وقت کان
پوءِ سهڙي کي موڪليائين جنهن چيو تہ مون کي سودو
قبول آهي، تون خاطري ڪر. اسان مقرر ڪيل وقت تي
روانا ٿي ويندا سين. مون ان ڳالهہ تي گهڻو زور ڏنو هو
چاڪاڻ تہ ڊپ هو تہ وري نوشڪيءَ وانگر هت بہ دير نہ پوي.
سج لٿي مهل اسان دستور موافق ساني ڪاڏي. مون
ٽڪڙو ٽڪڙو ساني ڪاٺي پوري ڪئي تہ گهر، جنهن ۾ مون
کي رهايو ويو هو سو ماڻهن سان ڀرجي ويو. خدا داد بہ
انهن ۾ هو. مون ٻڌو تہ اڳئين ڏينهن تي منهنجي بيماريءَ
ڪري هن ماڻهن کي چٺي ڇڏيو هو تہ مون کي تنگ نہ ڪن.
اهڙي مروت ۽ لحاظ ٻان سوتمياڻيءَ پهچڻ کان پوءِ ڪٿي
ڪونہ ڏٺو هو. اهو تہ خواب خيال بہ نہ هو تہ ڪو ڪلوڪن
۾ اهڙي فضيلت هوندي. اسان گهڻن موضوعن تي بحث مباحثو
ڪيو، جن جي ڇيڙڻ جي مون کي مرضي نہ هئي، خاص ڪري
مذهب جو سوال. سردار ڦيريو ڦيريو ان ڳالهہ تي ٿي آيو.
هن جو مقصد هو تہ ڏسان تہ هي ڪهڙي فرقي جو مسلمان
آهي. مون کي هن جي خيالن مان جلد معلوم ٿيو تہ هو
ڪٽر سني هو. مان بہ هن جو سُر ڪنيو، اهڙيءَ طرح مان
ردبدل کان ٻاسو ڪيو. منهنجي هندستاني نوڪر فتح محمد
اڳي ئي مون کي هدايت ڪري ڇڏي هئي ۽ هن اڄ شام
جو منهنجي ڏاڍي وقتائتي مدد ڪئي. اهڙيءَ طرح مان سواءِ
ڪنهن غلطيءَ جي پنهنجي جند ڇڏائي. منهنجي علم جو ماڻهن
تي ايترو تہ اثر پيو جو هڪ بہ دفعا تہ منهنجي راءِ مطابق
فيصلو ڪيو ويو.

انڪل ڏهين بجي مان هڪ ڪمٿنڊ ۾ ڪنبل (١) وڇائي انهيءَ اميد ۾ ليٽي پيس تہ پيا ٻہ مون کي ڏسي وڃي سمهي پوندا. پر جلد ئي مون هڪ دلچسپ بحث ٿيندو ٻڌو. ٻن ڳوٺاڻن پاڻ ۾ مناظرو ٿي ڪيو. هڪڙو چئي تہ سج ۽ چنڊ هڪ شيءِ آهن. ٻئي هن جا لاجواب رد ڏنا. آخر ڪاوڙجي ماڻهن جن وچ ۾ ٻئي ڳالهايو تن کي چيائين تہ مانٽ ڪيو. مان پاڻيهي هن کي جواب ڏيندس. پوءِ ڪيلي پڇيائين تہ سج ۽ چنڊ ساڳئي وقت تي آسمان ۾ مختلف طرفن کان ڇو نظر ايندا آهن؟ پيو ڪجهہ وقت تہ منجهي ويو، پر جواب تي مطمئن نہ ٿيو. چيائين تہ آڻ مڇڻ مڙس جو ڪم نہ آهي، سو نهايت اطمينان سان جواب ڏنائين تہ چنڊ سج جو ٻاچو آهي. اهو بحث ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندو رهي ها، پر ڪنهن چين تہ هن مسئلي جو رايو ڇو نٿا وٺو. مان پهرين تہ چپ هئي سمهي پيس، پر پوءِ خيال ڪيم تہ اهي سمورا دليل وري مون کي ٻڌڻا پوندا. سو جند ڇڏائڻ لاءِ چيو مان تہ مان سچو بحث ڪَن لائي ٻڌو آهي. مون کي ان معاملي ۾ فتوا ڏيڻ جي لياقت ڪانہ آهي، پر مان پوئين جوان سان شامل راءِ آهيان. اهو رايو فيصلہ ڪن سمجهيو ويو ۽ نشست برخاست ٿي. اهو مثال هنن ماڻهن جي جهالت جي انتها ڏيکاري ٿو. انسانن کي خدا عقل ڏنو آهي، هنن کي خالق جي خبر آهي ۽ هن ۾ ايمان اٿن. تعجب آهي تہ پوءِ بہ هو اهڙين واهيات ڳالهين تي اعتبار ڪن ٿا.

---

(١) ديسي ڪٿو.

# فصل (١٠)

٦- اپريل: مير خداداد وعدي تي پورو رهيو. مان ٻن پهرن جي نماز کان پوءِ هڪدم روانو ٿيس، مون کي ٻه لاچار مسجد ڏي وڃي نماز ۾ شريڪ ٿيڻو پيو. انهيءَ قسم جي لکيءَ کان هن وقت تائين پاسو ڪندو آيو هوس ۽ اڃا به پاسي ڪرڻ جي مرضي هئي. پر سردار رواجي طرح مون کي گهران سڏي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني. حقيقت هيءَ هئي ته هن سمجهيو هو ته مان شرط ڪيو هو ته نماز پڙهي نڪرندا سين. مان ڏٺو ته هاڻي پيو چارو ڪونه آهي، تنهنڪري مون وڃي نماز پڙهي. اکيون سردار ڏانهن هيون ۽ ڇپن سان پڻ پڻ پئي ڪيم، جڏهن مان پنهنجي اٺ تي پئي چڙهيس، تڏهن اچي منهنجو هٿ چمي چيائين ته منهنجو سهرو توسان گڏجي هلي ٿو تنهنڪري منهنجي هلڻ جي ضرورت نه آهي. مان هن جي ڪميٽائپ کان اڳي ئي واقف هوس، تنهنڪري مون ڪيس زور ڪونه ڀڏو ته پنهنجو اراد و بدلائي، مان دل ۾ خوش هوس ته هو ڀلي پٺتي رهي. مون سان هاڻي فقط ٽي پهريدار جي سچ پچ ڇوڪرا هئا سي وڃي بچيا، سواءِ مير خداداد ۽ هڪڙي ڪابلي فقير جي، جو مڪي پئي ويو. اسان پهاڙن جي وچان هڪڙي ڪڙيي مان اٽڪل ڇهه ميل ڏکڻ- اولهه پنڌ ڪيو ۽ واٽ تي پورا ۽ ٻهي نالي ٻه گهوٽ ڏٺاسين. ڇئين بجي شام جو هڪ ڪليل ميدان ۾ ترسي پياسين ته جيئن رات جو اوچتو ڪو ڇاپو نه هڻي.

ڪلوگن ۾ اٽڪل ڏيڍ سؤ گهر ٿيندا. انهن مان گهڻا ٻه- ٽي ماڙ آهن. اهي گهر ان ڪري ماڙين سان ٺاهيا ويا

آهن تہ جيئن انهن جا مالڪ حملي جي وقت ماڙيءَ تي پناهہ وٺي سگهن. شهر جا ماڻهو اڪثر مٽي سمهندا آهن. هو هڪ ڏاڪڻ جي رستي ڇت ۾ دريءَ مان مٽي چڙهي ويندا آهن ۽ پوءِ ڏاڪڻ مٿي ڇڪي وٺندا آهن، ان لاءِ تہ جي رات جو چور اچن تہ هو گهر وارن کي ستائي نہ سگهن ۽ نہ انهن جو اَنُّ ۽ پيو سامان کٽي سگهن. ڳوٺ هڪ ڪجين جي سوڙهي جهڳٽي جي پاسي ۾ ٺهيل آهي، جو ڏکڻ طرف ميل ڪان بہ زيادهہ پري هليو وڃي ٿو. هيٺ زمين ۾ ساريون ۽ پيو اَنُّ پوکيندا آهن، وچ مان هڪ ويڪري نهر وهي ٿي، جنهن جي ڪپرن تي وڏا سائيدار گهاٽا وڻ آهن. ڳوٺ جي لڳ وڏا جبل آهن. جي هن وقت ساوڪ سان ڍڪيل آهن. مون ئي ڪا اهڙي جاءِ ڪانہ ڏٺي آهي جنهن کي قدرت پنهنجي هٿن سان ايترو سينگاريو هجي، هڪ سُڃي، ويران ۽ بيابان ۾ نڪري اهڙي سانيتڪي ۽ سندر جاءِ تي اچڻ ڪري پاڻ دل کي وڏيڪ فرحت ٿي آئي.

هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ مڪران جي صوبي جو تفصيلوار بيان ڏنل آهي. هي ضلعا مڪران جو حصو آهن تنهنڪري مان هت انهن جو مختصر احوال ڏيندس. هتي هرڪنهن ڳوٺ ۾ سردار يا چڱو مڙس هوندو آهي. هو انهيءَ عهدي لاءِ عام ماڻهن جي راءِ سان چونڊيو ويندو آهي. ماڻهو هن کي ساليانو اَنُّ ۽ کجور جي فصل جو حصو ڏيندا آهن. ان جي عيوض هو صرف مسافرن کي پاڻ وٽ رهائيندو آهي، جي ان خدمت جي لائق هوندا آهن؛ پر مڪران ۾ مهمان نوازيءَ جو انگ بلوچستان کان گهٽ آهي ۽ مهمان نوازي ڏيکارڻ جا موقعا بہ گهٽ هوندا آهن. ڪلوگن ڪان هنتور تائين جي علائقا آهن، تن جا رهاڪو مڪراني يعني مڪران جا رهاڪو سڏبا آهن، هو قد جا ننڍا

۽ مضبوط ۽ جيتريقدر مون کي معلوم ٿيو ته بهادر آهن. هو هر وقت پنهنجن پاڙيسرين بلوچن جي خوف ۾ رهندا آهن، هو اها ڳالهه قبول ڪندا آهن ته هو سندن ست نه آهن. انهن جي پوشاڪ، روزگار، ۽ عادتون قريباً ساڳيون آهن. انهن جون زالون رواجي شڪل جون هونديون آهن. ڪلوڪن ۾ مان ڪافي وقت رهيو هوس ۽ مون ڏٺو ته هڪ ٻه زال ڪانه هئي جنهن جون اکيون ضعيف نه هجن. مون سردار جي ٻن - ٽن عزيزيائين کي ڦڙڪيءَ ۽ آفيم جو ڊپ ڏنو جو مون سان ساڻ هو، پوءِ ته مان ڳوٺ جي زالن مان اچي ڦاٿس. ڦون ڦون ڪري ولي ويون. فقط اکين جو دارو ته نه پيون گهرن پر ڪيترن پين مرضن جا نالا ورتا جن جون علامتون بنان ڪنهن شڪ شرم جي پيرزادي کي ٻڌايائون، سيني مون کي پيرزادو ٿي سڏيو. ڪيترن رسول جو نالو ولي ۽ حج قبول پوڻ جي دعا گهري چيو ته اهڙو ڪو تعويذ ڏيو جو پار ٿئي. پين کي خفقان ۽ باديءَ جي شڪايت هئي. مطلب ته جيتريون زالون هيون اوترا مرض هئا. هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي بيماري هئي. آخر جند ڇڏائي لاءِ چيومان ته مون کي انهن ڳالهين جو علم ڪونه آهي.

٧- اپريل: اسان رات ڏاڍي مينهن ۽ جهڙ ۾ گذاري. صبح جو سوير سج اڀرڻي کان اڳ اٿياسين. انهيءَ اميد سان ته اٺ - ويهه ٿيندي ته بت گرم ٿيندو، خبر تڏهن پئي ته هڪ پادر لهي ٿي ڪونه، ڪو گدڙ يا پيو جانور کڻي ويو هو، مطلب ته مون سان ويل ٿي ويو. رستو اهڙو خراب هو جو ٻن - ٽن سون ڪامن جي مفاصلي ۾ ٻه - ٽي دفعا لهڻو ٿي پيو. انهن مصيبتن جي هوندي به مان ڏينهن ۾ چويهه ميل پنڌ ڪري ويس، اونهن ڪڙين مان، چپرن تان ۽ پهاڙي پولن وچان رستو وروڪڙ هو، ان جو گهڻو

رستو ڪلهورڪن(١) جي ننڍڙي ضلعي مان ٿي لنگهيو، جو
درچوڪ جي سردار جي ماتحت آهي. مان شام جو ستين
بجي مهل دزوڪ جي وڏي ۽ وڏي شهر لڳ هڪ پٽ
۾ لهي پيس، شهر جي ويجهو ٻه عجيب ٽڪريون آهن جن
مان هڪ کي ڪوهِ گبر سڏيندا آهن؛ مان ان کان ٻارهن
يا چوڏهن ميل پري هوس. جبل عجيب شڪل جو آهي
پريان هڪ قبي وانگي ٿو نظر اچي ۽ آسپاس وارن
ٻين سڀني پهاڙن کان اوچو آهي، چون ٿا ته ان جي چوٽيءَ
تي هڪ آتش ڪده جا نشان آهن پر مون سان اهڙو ماڻهو
نه مليو جنهن اهو اکين سان ڏٺو هجي، ٻي هن پٽ تي هڪ
اڪيلي ٽڪري آهي، جنهن کي ڪوهِ گدانڪا يعني ڀراڏي
جو جبل چوندا آهن. چون ٿا ته جيڪڏهن ان جي تري
۾ پنجاهه گزن جي مفاصلي تي ڪو بيهي ڪجهه چوندو ته
هر هڪ لفظ چٽو ٻڌڻ ۾ ايندو. مان ان کان چوٽي ميل
پنڌ تي اونداهي جي وقت لنگهيس، منهنجن ماڻهن سڏ ڪيا
جي لفظ بلفظ ٻڌڻ ۾ آيا. مون کي جبل شڪل مان
پورو ٿي نظر آيو. هندستان مونکان پوءِ مون انهن ملڪن
جي هڪڙي رهاڪوءَ کان ٻڌو آهي ته ڪوهِ گبر تي
تصويري اکر آهن، عام ماڻهن کي پرم ويٺل آهي ته انهن
ٻنهي جبلن تي ديو رهندا آهن. ماڻهو عجيب ڳالهيون
ٻڌائيندا آهن ته اکين ڏٺهن ۾ جن ماڻهن مٿي وڃي کوجنا
ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تن کي ڪيئن نقصان پهتو
آهي ۽ ديون جو ڀاڇو پيو آهي، هن وقت سڀ ماڻهو انهن
کان پاسو ڪري لنگهندا آهن.

---

* منهنجي خيال ۾ ڪاپورڪن جي معنيٰ آهي، ٻر ٻن يا جنن جو شهر.

سج لٿي مهل اسان پهتاسين ته مير خداداد نماز پڙهي، هو ٿي دنعا ڏينهن ۾ باقاعدي نماز پڙهندو هو ۽ اتي ارڙهن هٿيار بند ماڻهو اسان سان اچي شامل ٿيا. اسان هنن کي پريان جهاتيون پائيندو ڏٺو هو. چڻ ته اهو معلوم ڪرڻ ٿي گهربائون ته اسان پاڻ ۾ ڪيترا مڙس آهيون وره جڏهن اسان هنن سان ڳالهايو، تڏهن چيائون ته اسان توهان جو ٽولو پهن بجي مهل ڏٺو هو، ان وقت سمجهيوسون ته توهان رات جو هن ضلعي جي ڪن ڳوٺن کي ڦريندؤ. اسان رات جو توهان تي حملي ڪرڻ جو خيال ڪيو هو جو سمجهيوسين ته توهان ان وقت مقابلي لاءِ تيار نه هوندؤ. پر جڏهن توهان کي لهندو ڏٺوسين، تڏهن توهان کان حال احوال وٺڻ لاءِ وڏي آياسين. هو مضبوط جوان هئا، تعداد اسان کان پيٺو هئن ۽ هٿيار به اسان کان وڌيڪ هئن. جيڪڏهن اسان اتفاق سان لهون ها ته ممڪن هو ته اسان مان ڪيترا مارجي وڃن يا زخمي ٿي پون ها. پر اسان جي ترسڻ ڪري هنن جون رٿون برصواب نه ٿيون. خداداد منهنجي لاءِ چين ته هي پيرزادو آهي ۽ حج تي وڃي ٿو. ان تي هنن شڪر ڪيو جو سندن غلط فهمي دور ٿي ۽ مون کي تڪليف ڪانه پهتي. مون کي سيني سان ياڪر پاڻي ملٺو پيو. هو پوءِ ٿورو وقت ترسي، پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي آيا.

٨-اپريل: آءُ گل ۾ جو ديزڪ جو پهريون ڳوٺ آهي، ستين بجي صبح جو پهتس. ان ڳوٺ مان پير-ٿي سؤ قدم ڪري ٻاهر نڪتس ته مسجد جي ملان جنهن منهنجي اچڻ جي خبر رات جو انهن ماڻهن کان جي اسان سان گڏيا هئا، تن کان ٻڌي هئي تنهن جو چوڪر پڇندو آيو ته قدم رنج فرمائي چانهه پاڻي پي پوءِ وڃو. مون سمجهيو

تہ هن کي اُتي آهي تہ ڪير آهن، انهيءَ سبب منهنجي
مرضي هئي تہ ڪو مذهبي بحث نہ ٿئي. پر مون کي انڪار
ڪرڻ لاءِ ڪو معقول سبب ڪونہ هو ۽ منهنجن ميزبان
دوستن جي دعوت قبول ڪرڻ جي مرضي هئي، چاڪاڻ
تہ هنن هڪ سٺي ناشتي ڪرڻ جو موقعو منهنجي لڄ جي
ڪري هٿان وڃائڻ نٿي گهريو. مون کي لاچار مڃڻو پيو.
مون ڏٺو تہ چار-پنج معزز ۽ خوش پوش آدمي هڪ وڻ
جي ڇانوَ ۾ ڪاٺ جي پاٽوڙن ۾ ماني ۽ لسي رکيو ويٺا هئا.
هو سڀ اٿي مون سان گڏيا، اسان هڪٻئي جا هٿ چمي پاڪر
پائي گڏياسين، مون کي صدر ملان جي سڄي پاسي کان
ويهاريائون. هن بسم الله چئي ۽ اسان ماني کائڻ شروع
ڪئي، سڀ ڪاڏي کي جنبي ويا ۽ اسان کان سوال جواب
ڪرڻ جو موقعو ئي ڪونہ ملين. اسان ماني کائي پوري
ڪئي. هڪڙو پانهو هٿ ڌوئڻ لاءِ پاڻي کڻي آيو. منهنجي
کٻي پاسي کان جو ماڻهو ويٺو هو، تنهن کي جهڙي تهڙي
فارسي ايندي هئي، هن چيو تہ هاڻي پيرزاد و فاتحہ(١) پڙهندو
اها ڳالهہ منهنجي خواب خيال ۾ بہ نہ هئي. تنهنڪري
آءٌ پهريئن منجهي پيس. پر آءٌ بمبئيءَ ۾ رهڻ کان اڳ
پنهنجي هندستاني نوڪر کان رواجي مسلمانن جون دعائون
سکيو هوس، تنهنڪري نهايت بردباري ۽ ڌيرج سان ڏاڙهيءَ
کي هٿ لائي ٻہ-ٽي سورتون(٢) چيون ۾ چيم ۾ ڪوشش ڪري
الله، رسول ۽ شڪراني جا لفظ ڏاڍيان چيم تہ جيئن ٻڌڻ

(١) ”خدا جي ڳالهہ“. مسلمان هي خطبو هر موقعي تي چوندا آهن،
پر اهو ڪهڙو بہ غيرضروري هجي، هت مالي کان اڳ جي دعا
آهي، جيئن اسان ڪندا آهيون.

(٢) الله خدا رسول محمد صلعم، شڪر، احسان. مون کي جا دعا
گهرڻي هئي، ان ۾ اهڙا لفظ استعمال ٿيندا آهن.

۾ اچن، ان جو ڏاڍو سٺو اثر پيو ۽ اسان هڪٻئي کان ساڻي نموني ۾ موڪلائي اٿياسين.

مون نو ميل وڏيڪ دزوڪ جي ضلعي مان پنڌ ڪيو، جو ڏاڍو زرخيز ۽ آباد آهي، ۽ ست-اٺ ڳوٺ اٿس جن ۾ هرڪنهن کي پنهنجو پنهنجو نالو آهي، پر مڪاني ماڻهو سڀني کي ديزوڪ جي عام نالي سان سڏيندا آهن. اهو رواج سموري بلوچستان بلڪ ايشيا ۾ آهي ۽ ڌارين ماڻهن کي هميشه منجهائيندو آهي. ديزڪ جو مکيه سردار نعمت‌الله خان آهي. مون کي نوشڪيءَ جي سردار هن لاءِ واقفيت جو خط ڏنو هو پر مون کيس خط ڪونه ڏنو، ڇاڪاڻ ته ڊپ هو ته متان هو مون کي ٻه-ٽي ڪلاڪ يا رات نه رهائي ڇڏي. هن کي کجور ۽ ڪڻڪ جي سموري فصل جو ڏهون حصو ڏيل ۾ ملندو آهي. فصل هميشه چڱو ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته ماڻريءَ ۾ هڪ سدا واهه آهي ۽ کجور جا گهاٽا ۽ وڏا باغ آهن. شاهه محراب خان، جو ڇهن ڏينهن جي سفر جي مفاصلي تي هفتور ۾ رهندو آهي، تنهن کي هتي هڪ ديهه آهي، جنهن مان سندس چوڻ مطابق کيس سال ۾ ڏهه هزار رپيا پيدائش ٿيندي آهي. نعمت‌الله خان کي اهڙيون ڏهه ديهون آهن، تنهنڪري خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته هن جي پيدائش سال ۾ ست-ستر هزار رپيا هوندي.

اڄ شام جو سورجي جي ڳوٺ جي پرسان جتي مان جنّي خريد ڪرڻ لاءِ ترسيو هوس، اسان تي باقاعدي مذهبي سببن ڪري حملو ڪيو ويو. هنن مون کي ايراني ڄاڻي شيعو سمجهيو هو. هو شيعن جي فرقي کي سخت نفرت سان ڏسندا آهن. پر مون پنهنجي هندستاني نوڪر جي مدد سان کين ٿوري وقت ۾ خاموش ڪرائي ڇڏيو. اهڙن موقعن تي هندستاني هميشه وفاداريءَ سان منهنجي مدد ڪندو هو. مان جڏهن موڪلائي آيس ته هڪڙي ماڻهوءَ

چيو ته توهان ضرور بهشت ۾ ويندين. تنهنجي شڪل ڏيکاري ٿي ته توهان پنهنجي ملڪ ۾ خوشحال هوندين، تو دنيا جا سمورا سک ترڪ ڪري غربت جي حياتي ۽ سفر اختيار ڪيو آهي. انهيءَ رياضت ڪري توکي آخرت جو فائدو نصيب ٿيندو. جي مان اهڙي حياتي اختيار ڪريان ته مون کي تو جهڙي سعادت نصيب ڪانه ٿيندي، ڇاڪاڻ ته مان گهر ۾ به اهڙو ئي غريب ۽ ڪنگال آهيان جهڙو ٻاهر(١). مون چيو مانس ته منهنجو گهر ۾ به اهوئي حال آهي، جهڙو هيئر ڏسين ٿو. پوءِ مشڪي منهنجن پيرن ڏي نهاري چيائين ته هي تنهنجي انهيءَ دعوا کي غلط ثابت ڪن ٿا ۽ ڏيکارين ٿا ته توهان غربت جي حياتيءَ تي هريل نه آهين. مون هڪدم پنهنجي جُتي ڪڍي پيرن ۾ پاتي. آءٌ ڪوشش ڪري اس ۾ پيرن اگهاڙو گهمندو هوس، تنهن جو لقون پٺجي ويندي هيون، پر تنهن هوندي انهن جو رنگ هنن جي هٿن پيرن جي رنگ جهڙو ڪونه ٿيندو هو. مان جيستائين پنهنجي اٽ تي چڙهي روانو ٿيس، تيستائين هو ماڻهو منهنجي ڪيڏ آيو پر مون کي خاطري آهي ته جيتوڻيڪ هو منهنجي رنگ تي ڀُليو هو. هن کي اهو شڪ ڪونه هو ته مان ڪو يورپي آهيان(٢).

---

(١) هي اصول مساوات جي اصول جي برخلاف آهي، جنهن جي قرآن مومنن کي تلقين ڪري ٿو. ۽ تنهن هوندي به ان جي ترغيب ڏني ويندي آهي ته جيئن دلدار ماڻهو زيارتن تي وڃن جنهنڪري انهيءَ ڪيل زيارتين کي شرف ملندو آهي، ۽ ماڻهو روضن تي پيٽائون ڏيندا آهن.

(٢) ايشيا جا سڀ ماڻهو گوري رنگ جي عزت ڪندا آهن. مان چئي لٿو سگهان ته هو ڇو ائين ڪندا آهن. شايد انگريز جو سندن سردار عام ماڻهن کان زياده گورا هوندا آهن؛ انگريز جو هو ناز سان پليل هوندا آهن. دنيا جي گرمي سرديءَ کي لڪ ڏسندا آهن. وڏا ٿيندا آهن ته پوءِ به سختيون ڪونه ڏسيون هونديون اٿن.

٩-اپريل: اسان رات ديزڪ ٽڪرين جي الهندي واريءَ قطار جي تري ۾ گذاري، اڄ صبح جو ٽڪرين تي چڙهياسين ۽ ڏهه ميل اولهه طرف سفر ڪيوسين ۽ هڪ وسيع پٽ ۾ داخل ٿياسين. اهو سڀ علائقي ۾ اچي وڃي ٿو. جنهن جي وٽ کان چار ميل ڏکڻ طرف "سب" نالي هڪڙو ننڍڙو ڪوٽ هو ۽ ٻه ميل اولهه ڏي ڪلنگيءَ جو ڪوٽ هو، اتر طرف ٻيو ٻه هڪ ڪوٽ هو جنهن کي "ٻوڪي" ٿي چيائون. مان انهن ڪوٽن مان ڪنهن ڏي ڪو نه ويس. انهن جو سردار شيخ مراد خان آهي جو ذات جو ڪرد بلوچ آهي. هن تي ۽ هن جي قوم جي ڪن ماڻهن کي مڪاني ماڻهن پنهنجي علائقي جي حفاظت لاءِ گهرائي پاڻ وٽ رهايو آهي. هو پنهنجي بهادريءَ ۽ پختي ارادي ڪري انهيءَ ڪم لاءِ نهايت موزون آهي. هو هن وقت تائين پنهنجي آزادي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب رهيو آهي، جيتوڻيڪ ٻهرا جي خان، محراب شاهه، جو هن تر جو سڀ کان زياده طاقتور سردار آهي، تنهن مٿس بارها حملا ڪيا آهن. سب جو علائقو اڪثر ويران آهي. ان جي اولهائين طرف هڪ وڏو ڪڙيو آهي، جنهن جي ڪري سب ۾ وڏيون ڪٽڪ جون ٽيون ۽ ڪچين جا جهنگا آهن. جي اهو ڪڙيو نه هجي ته هوند سڄو علائقو غيرآباد هجي. سب جي پٽ لنگهڻ کان پوءِ اسان کي هڪ ننڍي جبلن جي قطار نظر آئي، جنهن جي پٺيان اسان منزل ڪئي. اڄ اسان سراسري ٽويهه ميل پنڌ ڪيو ۽ قريباً اولهه جي ڏس ۾، ڪين سوڙهين ماٿرين ۾ مون کي لئيءَ جا وڻ ڏسڻ ۾ آيا، انهن کان سواءِ ٻي ڪا ساوڪ يا وڻڪار ڪانه هئي.

١٠-اپريل: اڄوڪي سموري سفر ۾ رستو ورو ڪڙ هو ۽ ملڪ جو حليو بدليل هو. تعجب هو ته ايتري ٿوري مفاصلي ۾ ايڏو تفاوت هجي. ڪلوگن ۽ ديزڪ جي پرسان

جبل ۽ ٽڪريون چوٽين تائين ساوڪ ۽ ٻوٽن سان ڇانيل هيون. هتي فقط ڪارا پهڻ هئا. ڪلپورڪن، ديزڪ ۽ سب جي وسيع ۽ سنون علائقن بدران هتي ڪي ٿورا گهٽا پٽ هئا، تن ۾ به ننڍيون ٽڪريون ۽ اونهان تلاءُ هئا. جنهن جي ڪري انهن مان سفر ڪرڻ مشڪل ۽ ناخوشگوار هو. اتي هڪ ڪوتل(١) هو جو نه خاص اونچو هو ۽ نه ڏکيو، پر اهو هڪ اهڙيءَ جاءِ تي هو جو ان جو ٿورا ئي ماڻهو، هڪ وڏي لشڪر جي مقابلي ۾ بچاءُ ڪري سگهن. رستو به سؤ گز ڏکيو ۽ ڏهه فوٽ اونهون آهي ۽ لهري پٿر مان ٽڪيو ويو آهي. چاڙهي اهڙي ته آهي آهي جو پٿر ڪيرائجن ته جيڪو مٿي ايندو سو موت جي گهاٽ رسندو. ماڻهن جو اندازو آهي ته اج اسان اٺاويهه ميل سفر ڪيو. جيتوڻيڪ هڪ منزل کان پوءِ تائين سڌو رستو ان جي اڌ جيترو به نه ٿيندو. سترهين ۽ پنجويهين ميل تي به ننڍا شروڪ ۽ مڪسين جا به ڳوٺ آهن، جن ڪي مٽيءَ جا ڪوٺ ڏٺل آهن. مان مڪسين جي ڳوٺ ۾ رات رهڻ جي ارادي سان لنگهي ويس. پڌم ته لورين جي هڪ ٽولي ۾ ـ ئي ڏينهن اڳ سردار جو خون ڪيو هو ۽ لورين جي اڳواڻ ڪي شاهه محراب خان مقرر ڪيو هو، تنهنڪري مان اهڙن خونخوار بدمعاشن جي نزديڪ رهڻ مناسب نه ڄاتو. ۽ اڳتي وڏي وچي رات جهنگ ۾ گذاريم.

مان گهڻي وقت کان وٺي انهيءَ راهه جو هوندو هوس ته مڪران جي هن علائقي جا ماڻهو بيرحم ۽ ڪٺور دل آهن. پر هڪ پيرسن، جو هڪ خوني ٽولي جو اڳواڻ هو، تنهن جي سنگدليءَ منهنجو عقل چرخ ڪري ڇڏيو. هن خداداد ۽

---

(١) ڪوتل فارسي لفظ آهي ۽ معنيٰ اٿس لنگهه. بلوچيءَ ۾ ان کي لڪ چوندا آهن.

منهنجي اوٺيءَ کي سردار جي خون جو تفصيلوار احوال ٻڌائي
ڳوٺ ۾ هڪ اونچي ماڙيءَ ڏانهن خوشيءَ ۽ نهايت بيحجابيءَ
سان اشارو ڪري چيو ته جڏهن بدبخت سردار کي سندس
ڪٽنب سميت قتل ڪيو ويو هو، تڏهن هن جي پٽ اتي وڃي
پناهه ورتي هئي. هو هاڻ لٽو ته ان جو بہ خاتمو ڪيو
ويندو، ٻڍڙي گنهگار نهايت ٺڏيءَ دل سان وڌيڪ چيو ته
هو جلدي لهي اچي ته چڱو نہ ته ته اسان هن کي محاصرو
ڪري بک ماريندا سين تہ جيئن جاءِ ۽ ٻيءَ ملڪيت کي
ڪو نقصان نہ پهچي. مون پڇيو سانس ته سردار، شاهه محراب خان
جو جاگيردار هو، سو ڇو هن سان اهڙا ظلم ڪري رهيو
آهي. حيران ٿي ويس جڏهن ٻڌم تہ انهيءَ مردود ڪم
ڪان پوءِ، لورين هن جي تابعداري قبول ڪرڻ، رسمي خراج
ڀرڻ جو ذمو کنيو هو. ۽ هنن جي تابعداريءَ جي آڇ قبول
ڪئي ويئي هئي ۽ هنن جي رئيس جنهن کي هو بادشاهه
سڏيندا هئا تنهن کي مکسين جي سرداري باقاعدي سونپي
ويئي هئي. پر تنهن هوندي بہ هنن انتقام وٺڻ جي ارادي
سان اهو ھچارو ڪم ڪيو هو. هنن، ڳوٺ جي پرسان
پهچڻ جي وقت کان اڳ هڪ زمين ٽڪر آباد ڪرڻ جي
ارادي سان رهڻ جي اجازت گهري هئي مگر کين جواب
مليو هو. هنن کي چيو ويو هو ته جيڪڏهن مقرر معياد کان پوءِ
هو علائقي ۾ ڏٺا ويا تہ کين سخت سزا ڏني ويندي،
تنهن کان پوءِ هو گم ٿي ويا، جيستائين هٿيار بند ماڻهو جيڪي
هنن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ موڪليا ويا هئا موٽي اچي پنهنجي
ڪيتي ٻاريءَ جي ڪم کي لڳا(١). هڪ رات هو پهاڙن مان
جتي هو وڃي لڪا هئا، يڪساهيءَ پنڌ ڪري اوچتو سردار

(١) هتي ۽ هن ملڪ جي گهڻن ٻين ڀاڱن ۾ ماڻهو بهار ۾ ڳوٺ
ڇڏي ڪنهن ويجهيءَ آباديءَ واري پٽ ڏانهن ويندا آهن، جتي هو
مال چاري ۽ تورو ان" ٻوکي سرءُ جي ڄڃاڙيءَ ۾ موٽي ايندا آهن.

جي گهر کسي گهيرو ڪري هن کي ساري ڪٽنب سميت ساري ڇڏيائون. ڳوٺ جي ماڻهن هنن مان ڪنهن کي نه بچائڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي ۽ نه سندس پٽ ڏانهن توجهه ڪيو. پين صلحپسند ملڪن ۾ جتي ماڻهن جي جان ۽ ملڪيت جي حفاظت لاءِ خدائي ۽ انساني قانون آهي، اتي اهڙيءَ بيرحميءَ جو تصور ئي هر ڪنهن کي ڪنبايو ڇڏي ۽ ڳالهه اعتبار ۾ ئي نه ايندي، پر هتي حالتون نراليون آهن. هتي خونريزي ۽ قتلنت ڪان سواءِ ٻي ڳالهه ئي ڪانهي! ماڻهو ڏوهن ڪرڻ جا اهڙا ته عادي ٿي ويا آهن جو هو ڪيترن گناهن، جن جو ٻڌي انساني فطرت ڏڪيو وڃي، ٻئري نگاهه سان نه ڏسندا آهن، بلڪ انهن جو فخر سان ذڪر ڪندا آهن.

لوري، جن هن موقعي تي زيادتيءَ ڪان ڪم ورتو هو سي هڪ رولو ۽ رهزن ذات آهن، جنهنڪري پين ۾ گهڻين ڳالهين ۾ يورپ جي رولاڪن جهڙا آهن. هو هڪ خاص قسم جي زبان ڳالهائيندا آهن ۽ هرهڪ ٽولي جو بادشاهه هوندو اٿن ۽ ٻارن چورائڻ ۽ چورين ڪرڻ لاءِ مشهور آهن. هو سيئي ناچ ۽ راڳ جا شوقين آهن ۽ پنهنجا ساز هميشه جماعت سان ساڻ هوندا اٿن. تنهن ڪان سواءِ هنن سان اڌ درجن رڇ ۽ باندر به هوندا آهن، جي عجيب غريب کيل ڪري ڏيکاريندا آهن. جي رمل ۽ قرعسازي (ڊاري)(۱)

---

(۱) رمل، عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي واري. رمل جي رستي پيشنگوئي هن طرح ٿيندي آهي: هڪ تختيءَ تي ڪجهه ٻڙهي ان مٿان واري آڇلائي ان مان سوڻ ڪيلدا آهن- رمل ڪرڻ وارو رمال ڪوٺبو آهي. قرعه معنيٰ فال. ان جا ڪيترائي طريقا آهن. قرعه هڪ مثل ماڻهوءَ جي هڏن سان ڊاري وانگر ٺهيل هولدو آهي، ان تي مخفي نشانيون هولديون آهن. جنهن ماڻهوءَ کي قسمت اجٽي هولدي آهي، اهو ڊارو آڇلائيندو آهي ۽ نجومي ان جو مطلب کيي ٻڌائيندو آهي.

جي پيچيدن علمن جي ڄاڻ جي دعويٰ ڪندا آهن. ان کان سواءِ هو پيشنگوئي ڪرڻ ۽ ٻين طريقن کان به واقف آهن، جنهنڪري هنن کي هر طبقي جي ماڻهن ۾ دخل ملندو آهي، خاص ڪري انهن ماڻهن وٽ جن جو تقدير ۾ پڪو ويساهه هوندو آهي.

لوري مسلمان هئڻ جي دعويٰ ڪندا آهن، پر هنن کي مذهب جو گهڻو خيال ڪونه هوندو آهي، هو سُنين ۽ شيعن جي وچ ۾ جي اختلاف آهن تن جي پرواهه نه ڪندا آهن. هو وقت جي مفاد مطابق سُنين يا شيعن جي اصولن تي عمل ڪندا آهن. مون کي ساڻن انهن ڳالهين متعلق گفتگو ڪرڻ جو موقعو ڪونه مليو آهي، پر پوءِ مون کي پڇا سان معلوم ٿيو ته هو قرآن جي ڪيترن اصولن تي عمل ڪونه ڪندا آهن. چون ٿا ته انسان پيدا ٿيو آهي جيئڻ، مرڻ، کي ٿين، ۽ وساري ڇڏڻ لاءِ. جي ڪو حياتيءَ ۾ خوش آهي ته هن کي وڏي چمار لاءِ دعا گهرڻ کپي، جي هو خوش ناهي ته هن کي اختيار آهي ته عبادت کان ڪنارو ڪري، بلڪ خودڪشي ڪري، پنهنجا ڏک پورا ڪري. جڏهن ڪو لوري مرندو آهي ته هن سان گڏ سندس سڀ ذاتي شيون جهڙوڪ: ڪپڙا، تلوار ۽ بندوق پوريندا آهن ته جيئن هنن جو وسارڻ متعلق اصول پورو ٿي اچي.

پيٽي جنسون زالون ۽ مرد واهيات ۽ بيهودي نموني جا ڪپڙا پائيندا آهن ۽ پاڻ کي ڪنڍن، ڪلن، مٽڪن، ڪوڏين ۽ مٽين سان سينگاريندا آهن. هو بي حيا ۽ بيشرم آهن ۽ سڀ قسم جون برايون ۽ بدڪاريون ڪندا آهن. هو شادي ڪونه ڪن. انهن جون زالون سواءِ ڪنهن امتياز جي مردن سان گذاريندڙيون آهن ۽ انهن جي زناڪاريءَ تي ڪابه حد بندي ڪانه هوندي آهي. هنن کي ٻار ورلي ٿيندا آهن، تنهنڪري هو ڇوڪريون چورائڻ پسند ڪندا آهن ۽ ڪين پنهنجون

عادتون سيکاريندا آهن. جيکڏهن کنهن زال کي پيٽ ٿيندو آهي ته پار ساري جماعت جي گڏيل ملکيت ڪري سمجهيو ويندو آهي. جڏهن هو مقرر عمر جو ٿيندو آهي ته هن متعلق اهڙي قسم جو اعلان ڪيو ويندو آهي.

اڄ مون کي رستي ۾ اها جاءِ ڏيکاري ويئي، جتي جهان خان نالي هڪڙي سيستائي سردار ٻه مهينا اڳ منزل ڪئي هئي ۽ ان کان پوءِ ستن-اٺن سون ڌاڙيلن سان گڏ هن علائقي ۾ حملو ڪري سڀڪجهه ڦري ويو هو. مون سمجهيو ته هن کي گهڻو مال ڦُر ۾ هٿ ڪونه آيو هوندو، پر اهو ٻڌي تعجب ٿيو ته هن ڪيترين هزارين رڍون ۽ ٻين کان سواءِ ڪجهه ٻانهان ۽ اُٺ هٿ آندا هئا. مون کان پوءِ ڪئپٽن ڪرسٽي سيستان ۾ جتي خان جهان خان رهندو آهي اتي ويو هو. هن ٻُڌو ته خان جهان خان کان اتي تَر جا ماڻهو ڪنبندا هئا.

اڄ شام سج لٿي مهل مير خداداد خان چوائي موڪليو ته اچي نماز پڙهه. مون معافي گهري ۽ منزل جي جاءِ تان ڪِسڪي ويس. انهيءَ وچ ۾ ڪابلي فقير بيهي وڏي آواز سان اذان(١) پڙهي. وچينءَ جو وقت ٿورو هو تنهنڪري هو سنهنجي ڪِي ڪونه آيو. نماز بعد مان مکسي ڪوٺ ۾ جو عجيب ڇهڇٽو ڏٺو هو ان تي ويئي فکر ڪيم ته هو مون وٽ آيو ۽ ڳالهيون ڪندي چيائين ته مان سمجهي نٿو سگهان ته تون اسان سان نماز ۾ ڇو نٿو شامل ٿين؟

---

(١) اذان، عربي لفظ آهي. جنهن لاءِ مون کي ڪو انگريزي اصطلاح ڪونه ٿو نظر اچي. ان جو مطلب آهي نماز جي تياريءَ جو چتاءُ يا سڏ. اذان پڙهندڙن کي مؤذن چوندا آهن. اذان وڏي ۾ وڏي مناري جي چوٽيءَ تان پڙهي ويندي آهي. جي مؤذن جو آواز صاف ۽ بلند هوندو آهي ته اڪثر اثين ئي هوندو آهي ته اها دل تي اثر ڪندي آهي.

فتح محمد ۾ تو جهڙوئي ڏوهاري آهي. توهان پيئي حج تي
وڃو ٿا. توهان تي لازم آهي ته مذهبي احڪامن جي
پابندي ڪيو. مون هڪدم خيال ڪيو ته هيءَ جو مراد خان
ڪلوگن ۾ ڏيکاري ڏني هئي ته هن اسان تي اعتبار ٿي
ڪيو ته اسان حاجي آهيون سو دوکو هو. مون ويهي فرصت
۾ سوچيو ته هو جيترو وقت مون سان ساڻ هو اوترو وقت
اشارن سان ڏيکاريندو آيو هو ته ڪيس سچ پچ شڪ آهي،
تڏهن مون کي پنهنجي حماقت تي تعجب ٿيو.

خير، مان خوش هئس ته مراد خان جي منجهه جي مون
کي خبر آهي، پر مون خداداد کي ڪونه ٻڌايو. هو مون
کي چوندو رهيو ته توکي دين جي وڌيڪ واقفيت هئڻ کپي
۽ ان جا احڪام مون کان ۾ وڌيڪ جاڻڻ کپن. مان گهر
کان ٻاهر نماز ڪتي ڪونه وساريندو آهيان. مون انهيءَ
تنبيهه جي جواب ۾ چيومانس ته اسان جي پاڪ ۽ اعليٰ قوت
واري رسول محمدّ صلعم ڪن حالتن ۾ خدا جي عبادت کان
منع ڪئي آهي. هن وقت سنهنجي ۽ دوست فتح محمد جي
اها حالت آهي جو اسان سڄو مهينو ساڳيا ڪپڙا بُت تي
پاتا آهن. توکي خبر آهي ته عبادت کان اڳ هرهڪ
مسلمان کي جان ۽ جسم پاڪ رکڻو آهي(١).

مون کي اميد هئي ته اهڙا مستند دليل جي هڪ
مسلمان لاءِ لاجواب آهن سي کيس خاموش ڪرائي ڇڏيندا.
پر هن پنهنجو بحث جاري رکيو ۽ چيائين ته ياد رک ته
ساڳيو حڪم جيڪو تو هينئر مون کي ٻڌايو آهي سو صاف
لفظن ۾ چوي ٿو ته مسافرن کي هرڪا سهوليت آهي. خدا
چاڻي ٿو ته قسمت مون کي ڪير همراهه ڪري ڏنو آهي.

---

(١) قرآن جي سَنَد سان.

تہ سمجهي نٿو سگهان تہ توهان يهودي، ڪافر، نامراد شيعا آهيو يا ڪير! مون رسول جو قسم کڻي چيو تہ اسين سُني مسلمان آهيون ۽ پيو ڪجهہ بہ نہ. آءٌ پنهنجن اعتراضن جي تائيد ۾ پيا وڌيڪ زوردار دليل ڏيڻ وارو هوس تہ منهنجي هڪڙي آٽ واري اچي ٻڌايو تہ ماني پچي تيار ٿي آهي. اسان اٿي ڪڙا ٿياسون ۽ ماني کائڻ لاءِ هن سان گڏجي وياسين. مان جڏهن فتح محمد سان اها ڳالهہ ڪئي تہ هن کي ان ڳالهہ تي سخت غصو آيو، جو ڪيس يهودي سمجهيو ويو هو. قسم کڻي چيائين تہ مير خداداد بيوقوف آهي ۽ پنهن کي مذهب جي تلقين ڪري ٿو پر پاڻ کي ڪک بہ نہ ايندو اٿس. سڀائي مان اها ڳالهہ سڀني جي اڳيان ثابت ڪري ڏيکاريندس. پوءِ چيا ڪيائين جو مانيءَ کان مير کي ڏيئي چيائين تہ ان مان ايترو کاءُ جو حلال هجي ۽ وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ. سردار هن جو مقصد نہ سمجهيو. فتح محمد چيس تہ پاڻ کي پورو علم نہ هجي تہ ٻين کي سبق نہ سيکارجي.

# فصل (١١)

١١-اپريل: مان اڄ هن ويران ۽ غير آباد علائقي مان جنهن ۾ پهچڻ جون نڪريون ۽ مشڪل ڪڙها هئا، پنجويهه ميل پنڌ ڪيو. انهن ڪيترن ڪڙين جي تري ۾ آلن جي چاري جو جهنگ ۽ ٿورو پاڻي هو. رستو ور وڪڙ هو ۽ ڪالهه کان به وڌيڪ ڏکڻ جي ڏس ۾ پئي ويو. شام جو مان جيتريقدر معلوم ڪري سگهيس ته اسان اڳين منزل کان ڏکڻ - اولهه، هناسين ۽ سڌيءَ ليڪ ۾ ۽ ڏهه ميل ان کان پري.

پارهين ۽ هڪ بجي جي وچ ۾ مان سرحد (ڪنُرد) جي بلوچن جا ٽي ڪنبا ڏٺا جي اتان پڪا ٿي ويا. هنن چيو ته پنڌرهن ڏينهن اڳ سردار جهان خان جي پانڇيي ڪُڇ سپاهين جي مدد سان سارو ملڪ ڦُري ويران ڪري ڇڏيو هو. هو ان وقت شيخ مراد خان جي عَلم هيٺ نوڪري ڪرڻ لاءِ سپ ٿي ويا. مان هنن بدبخت پناهه گزينن کان هڪ ٻڪرو خريد ڪيو (جيڪي سب ۾ شيخ مراد جي جهنڊي هيٺ داخل ٿيڻ لاءِ ٿي ويا)، جنهن لاءِ هنن فقط آڌيو گهريو. پر مون وٽ رهئي کان گهٽ ڪو سڪو ڪونه هو جنهنڪري کين سارو رهيو ڏنم. مير خدا داد سرحدين جي شڪست تي خوشيءَ ۾ گدگد پئي ٿيو ۽ خدا جا شڪرانا پجا آندائين، جو هنن کي ڪلوگن تي حملي ڪرڻ جي عيوض اهڙي سيکت ملي هئي. لاف هئي چيائين ته جي هنن کي منهنجي پانڇيي هٿان اها شڪست نه ملي ها ته مون کي هنن کي منهنجي علائقي ۾ ڇاپي هڻڻ ڪري، هنن جو بڻ ڪڍڻو پوي ها.

پر هن جيڪي اڳي قبول ڪيو هو، ان مان ظاهر هو تہ اهو رڳو اجايو ڏڙڪو هو.

١٢-اپريل: مان اڄ صبح جو پنجين بجي نڪتس ۽ ڏيڍ ميل اوله-ڏکڻ اوله جبلن تان لنگهي هڪ اهڙي ٽڪريءَ تان لٿي، هڪ نديءَ جي تري ۾ پهتس، جا پڻ سؤ گزن کان بہ مٿي جبل تائين موڪري هئي. منجهس لٿي (١)، تاغود، پپر ۽ خربي جو گهاٽو جهنگ هو. پاڻي بہ جام هو. پپر ۽ خربي جا هت وڏا درخت ٿين ٿا. ان وقت انهن وڻن بور ڪيو هو. انهن ۽ ٻين ننڍن جهنگلي ٻوٽن جي خوشبوءِ ساري هوا کي معطر ڪري ڇڏيو هو. هن خوشبوءِ جي گورڪنڊي ۾ رستو اهڙو منجهيل هو جو اسان سمجهيو تہ اڄهو ٿا ڀلجي وڃون. اسان کو ورلي پند رهن - ويهن گزن کان وڌيڪ هڪ ڌرِس ۾ هليا هونداسين. سواءِ هن منزل جي. ٻوين ڇئن ميلن ۾ هتي نديءَ جو پيٽ سخت پيٽ وانگر هو ۽ منجهس ٻوٽا ۽ ننڍا وڻ هئا. مان سڄ لٿي مهل هن پٽ ۾ جو ست ميل ويڪرو آهي ۽ پاسن کان ٽڪريون اٿس. هڪ آبادي ۽ آسمان آباد نالي هڪ ڦٽل ڪوٽ جي پرسان لهي پيس. ڪوٽ جا ماڻهو سواءِ پن-ٽن گهرن جي ٻيا هفتور ۽ ٻهرا ڏانهن لڏي ويا هئا.

منهنجي ڪٿ مطابق اڄ اسان ٻئيهہ ميل سفر ڪيو هو ۽ ڪالهوڪيءَ ڌرِس ۾ نديءَ جي پيٽ ۽ ان جي ڏاڪڻي چيڙي ۾ جو پٽ هو، تنهن مان ظاهر هو تہ هتي سخت ٻوڏون ٿينديون آهن.

---

(١) لٿي، انگريزي لالو. تاغود، لٿيءَ جو هڪ قسم، پپر، انگريزي لالو. خربو، انگريزي لالو يا باداميءَ جو ڪل.

ندي، جي ورن وڪڙن ۾ ڪالين ٻڙن ۽ ڪنڊ ڪچري
جا وڏا ڍير هئا ۽ وڻن جي مٿين ٽارين ۾ زمين کان
ڏهه-ٻارهن فوٽ مٿي اهڙيءَ طرح ڳاهه ۽ ڪک
اٽڪيا پيا هئا جو ان مان ظاهر هو ته آهي پاڻي لهڻ ڪري
آتي رهجي ويا هئا. رات جو اسان کي گدڙن، چراخن، پکڙن
۽ ٻين جانورن پنهنجي موسيقيءَ سان وندرايو. هو اسان جي
ويجهڙائي کان پري هئا، پر ان ۾ شڪ نه آهي ته ويجهو
اڃان هئا، پر ڳوٺاڻن ڪيڪون ۽ آواز ٻڌي ڪيا ته جيئن
جهنگلي سوئر نه اچي سندن ڪنڪن ۾ پون. هن تر ۾
اهي ٻڪيا جانور گهڻائي آهن. هو اڪثر اهڙن جهنگلن
۾ رهندا آهن، جنهن مان اڄ شام جو اسين لنگهيا هئاسين.
هو ڏيهه-ڇاليهه گڏجي نڪرندا آهن ۽ ٿوري وقت ۾
ايڪڙن جا ايڪڙ ٻيلي ناس ڪندا آهن. هن ملڪ جي
ماڻهن کي خيال ويٺل آهي ته سوئرن کي شڪار ڪرڻ
حرام آهي، تنهنڪري هو انهن جي نسل کي ناس ڪرڻ
جي ڪوشش ڪو نه ڪندا آهن. هو ايترو ته تڪڙو
وڌندا ٿا وڃن ۽ وڌندا رهندا. جو ٻوءِ جلد ماڻهن
کي خبر پوندي ته هو هڪ وڏي غلطي ڪري
رهيا آهن.

اسان وارو دوست ڪابلي فقير، اڄ اسان کان موڪلائي،
مڪران جي ڪنهن بندر جو رستو وٺي راهي ٿيندو رهيو.
جتان هن کي مسقط، جدي ۽ مڪي وڃڻ جو ارادو هو.
مان هن جي وڃڻ تي ڏاڍو خوش نه آهيان، ڇاڪاڻ ته هن
ٿوري وقت کان وٺي نماز جي باري ۾ مون کي تنگ
ڪرڻ شروع ڪيو هو، ايتريقدر جو قرآن جي هڪ آيت
مون کي پڙهايائين جنهن جو مطلب هو ته جو مسلمان الاهي
احڪامن جي ڪنهن بهاني تي پابندي نٿو ڪري تنهن کي
مارڻ جائز آهي. دراصل اهو ڏڪو ظاهر ظهور منهنجي
لاءِ هو. تنهنڪري مان سمجهيو ته هاڻي ڪنهن عملي قدم
کڻڻ جو وقت آهي سو ۽ جهٽ پٽ آئي آٿ تي پيل پاڪڙي
جي گهوٽريءَ مان پستول ڪڍي چيومانس ته خبردار، جي وري
اهڙي گستاخي ڪئي اٿئي! منهنجي انهيءَ قدم جو ايترو
اثر پيو جو هن کي وري ڪليو ڪلايو اهڙي ڳالهه ڪرڻ
جي جرات ئي نه ٿي. پر هو مير خدا داد کي چرچ ڏيندو
رهيو ته هو مون کي هدايت ڪري ۽ وعظ پڙهائي.

١٣-اپريل: اڄ صبح جو ڇهين بجي مان آسمان آباد
ڇڏي هڪڙي سرسبز ميدان مان لنگهي هفتور پهتس جو ڇهه ميل
اولهه-ڏکڻ طرف هو. مان اتيا مهمان خاني ۾ اچي مس لٿس ته
هڪڙي بلوچ اچي فراسي وڇائي، تالو ۽ اچڻ جو مقصد پڇيو.
جواب ڏنو مانس ته مان پيرزادو آهيان ۽ مشهد جي مقدس

شهر(١) ڏانهن وڃڻ جو ارادو اٿم ناشتي کان پوءِ سردار مون سان ملڻ آيو. هو گهرَ جي پوشاڪ ۾ هو: ململ جو پهراڻ ۽ نيري رنگ جي ريشمي سٿڻ پيل هيس، مٿي تي پڳ جي بدران هڪ شال ويڙهيل هيس، اها پوشاڪ کيس ڏاڍي ٺهي ٿي ۽ ان جي اٿ ويهه جو نمونو نهايت وڻندڙ ۽ شاندار هو. فارسي اهڙي پيل ڳالهايائين جو مون اهڙي بلوچستان جي ڪنهن به باشندي کان ڪانه ٻڌي هئي. چيائين ته صبح جو تو مون کي نياپو موڪليو هو ان ۾ پنهنجي صحيح سڃاڻپ ڪانه ڪرائي هئي. مون کي قوي شڪ آهي ته تون ڪو ڇڙا پوش (ويس بدليل) ۾ شهزادو آهين. مهرباني ڪري حقيقت ٻڌايو ته توهان جي جوڳي عزت ڪئي وڃي. جڏهن مون ڏنو ته هو منهنجي ڳالهه تي مطمئن نٿو ٿئي، تڏهن ڳالهه بدلائڻ لاءِ مون پنهنجا پستول ڪڍي ڏيکاريامانس. هن انهن جي تعريف ڪئي ۽ مون انهن مان هڪڙو کيس آڇيو. هو انهيءَ تحفي تي ڏاڍو خوش ٿيو. ان کان پوءِ ايتري تميز ڏيکاريائين جو اها ڳالهه وري ڪانه ڇيڙيائين، جنهن کان مون ڪن پئي هنيو.

قائم خان کان ڪڇهه، سيڊو سامان ۽ سندس پاڻ پهرا جي خان لاءِ ڇڏي وڃي مان پين بجي شام جو هفتور ڇڏيو ۽ ڇهين بجي کان اڳ پهرا ۾ پهچي ويس. رستو تمام سٺو هو. اٽڪل ٻارهن - ٻارهن ميلن جو مفاصلو ٿيندو. رستو هڪ پٽ سان

---

(١) مشهد جو شهر، خراسان ۾ هڪ زيارت جي جاءِ آهي جو اتي امام موسيٰ رضا جو مقبرو آهي. ان کي شرف ڏيڻ لاءِ مشهد مقدس چوندا آهن. ايرانين ۽ افغانن جو ان شهر تي هميشه تڪرار هوندو آهي، اهو شهر ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ آهي، تنهنڪري محاصري ڪري شهر ڏانهن رهيو آهي، شهر تي گولاباري يا حملو ڪرڻ گناهه سمجهيو ويندو آهي.

هو جنهن تي ڪکري پيل هئي ۽ ڪٿي ڪٿي ڪجين جا
جهڳٽا هئا. ستين ۽ ٺائين ميل تي ٻه عاليشان نهرون هيون.
ان وقت شاهه محراب خان ڳوٺ جي ڳچ ماڻهن سان
مسجد ڏانهن وڃي رهيو هو. مون کي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ
لاءِ دعوت ڏني ويئي مون انڪار ڪيو. نماز کان پوءِ
خان مهمانخاني جي در تي هڪ پنج-ڇهه فوٽ اوچي ٿلهي
تي (جنهن تي فرش وڇائيا ويا هئا) چڙهي اچي ويٺو. اچڻ
مان پڇيائين ته ڪٿان آيو آهين ۽ ڪهڙي مقصد سان؟
خداداد اسان جو اڳواڻ ٿيو. قائم خان کي شاهه جواب ڏنو
هو سو کيس چٺي ٻڌايائين، وڌيڪ چيائين ته هن کي ڪو
سونهون، سيڌ و سامان کپي جو نرمنشير(١) وڃڻو اٿس. اتي
خان جي هٿن ۾ مون اهو خط ڏنو جو هفتور مان آندو
هئم. هن هڪ مرزا (مفتي) کي سڏي چيو ته ڏاڍيان پڙهي،
سڀ ماڻهو ڌيان سان ٻڌڻ لڳا. خط جي پڄاڙيءَ ۾ قائم خان
لکيو هو ته مون کي شڪ آهي ته هي ماڻهو پنهنجو سچو
عهدو لڪائي ٿو، جو ٻڌي منهنجي دل ڏهلجي ويئي پر اهو
چوڻ مناسب آهي ته هن اهي اکر دوستاني مقصد سان لکيا
هئا. مطلب هوس ته جيئن پاڻس مون ۾ دلچسپي وٺي.

انهيءَ اوچتي انڪشاف ڪري ڪجهه وقت سناٽو
ڇانئجي ويو. سڀ مون ڏي نهارڻ لڳا. هڪ ڏهن-ٻارهن
ورهين جي نينگر دانهن ڪري چيو ته ڪيپٽن (٢) هيءُ پاڻ کي

(١) ايران جو ڏکڻ-اولهه وارو علائقو جو ڪرمان جي سرڪار جي
ماتحت آهي. (٢) بنگال جي ڏيهي پيادل فوج جو سابق ڪئپٽن گرانٽ
هي سرويچ عملدار ١٨٠٩ع ۾ گوادر وٽ لهي پنهور، جو پهرا کان
سورهن ميلن تي آهي، جي خطي تائين وڃي، سمنڊ جو ساحل وٺي
پني رستي کان بندر عباس مان اچي سمنڊ رستي بمبئيءَ موٽي آيو هو.
انهيءَ ڏاکڻي سفر جي دوران ۾ هن وسيع ۽ صحيح معلومات گڏ
ڪئي هئي. مون کي خبر هئي ته هو پنهور جي سردار جو دوست
ٿي ويو هو جنهنڪري مون پاڻ کي هن جو عزيز سڏايو.

پيرزادو ٿو سڏائي! پوءِ قسم کڻي چيائين ته هو ڦرنگي گرانٽ، جو گذريل سال پنپور آيو هو، تنهن جو عزيز يا ڀاءُ آهي. مون ڇوڪري جي لفظن تي ڪو ڌيان ڪونه ڏنو پر هڪو ٻڪو ٿي ويس ۽ خان نهايت نرميءَ سان چيو ته جي اها حقيقت آهي ته پوءِ لڪائڻ جي ضرورت نه آهي. تنهنجو هتي ڪو وار به ونگو نه ٿيندو. اهڙيءَ خاطري ملڻ ڪان پوءِ مون ڏاو ته هاڻ گوٺنائي ڪرڻ مان ڪو فائدو ڪونه ٿيندو. تنهن تي چيومانس ته مان يورپي آهيان ۽ هڪ هندوءَ جي نوڪريءَ ۾ آهيان، جنهن جي ڪم سان ڪرمان وڃان ٿو.

مير خداداد کي هن انڪشاف تي جو تعجب ۽ غصو ٿيو، تنهن جي بيان ڪرڻ ڪان منهنجو قلم قاصر آهي. پنهنجي دعوا کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ چيم ته مان گرانٽ جنهن جي ڇوڪر ڳالهه ڪئي هئي تنهن جو ڀاءُ نه آهيان مگر هن جو ويجهو عزيز ضرور آهيان. مير چيو ته منهنجي لاءِ ته هيءَ هڪڙي ڪجهارت آهي. شاهه محراب خان ڏي نهاري وري ماڻهن ڏي مخاطب ٿي چيئين ته اسان ڪلوگن چڏڻ ڪان پوءِ مذهبي بحث ڪيا. مون هن جي مذهبي دليلن جا رد ڏنا، ۽ مون کي تنبيهه ڪيائين. منهنجي چاڻي مراد خان مون کي هن جي عابد هئڻ جون مقابلي سان جيکي ثابتيون ڏنيون آهن، آهي سڀ ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون ته هن جي دعوا ڪوڙي آهي. خان اهو قصو ٻڌي ڪلي ڪلي کيرو ٿي پيو ۽ ڪاوڙبل جوان کي چيائين ته فقط توسان ڌوکو ڪونه ٿيو آهي. (هن جو اشارو شايد سندس ڀاءُ ڏاڍهن هو). خداداد پوسرجي جواب ڏنو ته ها اها مون کي خبر آهي. پر مان جيترو وقت هن سان گهرو گذاريو آهي اوترو ٻئي ڪنهن به ڪونه گذاريو آهي ۽ مون کي اڄ تائين خبر نه پئي آهي ته هيءُ ڪير آهي، اتي هڪڙي ٻانهوءَ دانهن

ڪٿي ۽ مون ڏٺو ته هو منهنجي جتن مان هڪ هو. جيائين ته مان هن ماڻهوءَ مان ٻه مهينا گڏ گذاريو آهي، مون کي خبر هئي ته هو ٻه سيد (١) آهي نه پيرزادو آهي. پر خدا خير ڪيو ته مون کي ٻه توهان وانگر اهو علم ڪونه هو ته هو فرنگي يا يورپي آهي. اتي هن جي غصي وري ٻيو رخ اختيار ڪيو. چيائين ته لعنت آهي نامراد بي اصول مراد خان تي جو اهڙي پاپي ڌوڪي ۽ هن جو پاڳي پائيوار آهي! اني اوندهه اچي ٿي، نشست برخواست ٿي. خان پنهنجي گهر وڃي آرامي ٿيو، ۽ مان مهمانخاني جي هڪ ڪنڊ تي وڃي قبضو ڪري ويٺس. جتي خوب عاليشان کاڌو جنهن ۾ گوشت جو شوروو، پلاءُ ۽ ڪڪ جون مانيون هيون، کائي ڍؤ ڪيم.

١٤-اپريل: ناشتي کان پوءِ مان محراب خان وٽ ويس هن جو غريباڻو خراج پيش ڪيم، جنهن ۾ ٽورو بندوق جو سنهون دارون، پستول جا چقمق تير، چاڪون ۽ قئنچي هئا. تنهن کان پوءِ عرض ڪيومانس ته مون کي جلد روانو ڪري ۽ ڪجهه آنو ٻه ڏي. مون وٽ انو ۽ کجور فقط اهي بچيا هئا جي هفتورهه قائم خان ڏنا هئا. وعدو ڪيائين ته صبح جو سونهون توسان هلڻ لاءِ تيار هوندو ۽ پنهنجي ديوان کي چيائين ته هن کي ڏهه من (انڪل ست سير) باجهريءَ جو الو ڏي، جو ان وقت ڪڪ جو آٽو ڪونه ٿي ملي سگهيو. وڌيڪ صلاح ڏنائين ته سڌو پهرا کان باسمان وڃو ته چڱو ٿيندو، جو انهن ڪرڻ سان بنپور ٻه نه ڏسڻي پوندو ۽ ٻن منزلن جو سفر ٻه گهٽ ٿيندو. هي مشورو منهنجي فائدي

---

(١) سيد، اهي مسلمان آهن، جي رسول جي اولاد مان هجڻ جي دعوا ڪندا آهن. پيرزادي جي معنيٰ، مون اڳيئي ٣-اپريل جي روزنامچي جي حاشي ۾ ڏني آهي.

۾ آرام لاءِ هو. جنهن لاءِ مون سندس شڪرگذاري ڪئي،
پر چيومانس ته ڪئپٽن گرانٽ کان پنهور جي سردار محراب خان
جي سخا جي ايتري تعريف ٻڌي هئم جو مون کي اتي هن سان
ملڻ جو ارادو آهي.

خان اهو عذر سواءِ چون چرا جي قبول ڪيو ۽ چيائين
ته اها ڳالهه توتي ڇڏيل آهي، پر حقيقت هيءَ هئي ۽ مون
خيال ڪيو ته جي پنهور جي سردار جو فائدو نه وٺندس ته
منهنجو سيڌو ريگستان يعني ايران جي علائقي، نرمنشير ۾
پهچڻ کان اڳ خلاص ٿي ويندو.

انهيءَ فيصلي کان پوءِ مان مهمانخاني ۾ پنهنجيءَ جاءِ
تي موٽي آيس، ۽ باقي ڏينهن سُست ۽ فسادي باوچن جي
هشام ۾ گذاريم، جي مون کي واهيات ۽ اجاين سوالن جوابن
مان تنگ ڪندا رهيا. شام جو سرحد کان هڪ گوسائين(١)
آيو، جنهن سڄي ڳوٺ کي وندرائڻ جو بار پاڻ تي کنيو ۽
مون کي ڪجهه آرام مليو. اڌ تماشبين وڃي هن سان شامل
ٿيا ۽ کانئس سرحد جون تازيون خبرون پڇڻ لڳا. جنهن
خاص ڪري سرحد جي ڳوٺ کي خان جهان خان جي هٿان
لٽجڻ جي خبر، ڪين نهايت شدمد سان ۽ اثرائتي نموني
۾ ٻڌائي. فرصت وقت مون پنهنجي همنوا کان پڇيو ته تون
ڪير آهين؟ معلوم ٿيو ته هن پنهنجو دورو ملتان کان شروع
ڪيو هو ۽ ڪشمير، ڪابل، قنڌار ۽ سيستان مان ٿيندو
سونمياڻيءَ جي پرسان سيڌو ۾ جو هنگلاج جو تيرٿ آهي، اتي
مٿي ٽيڪڻ جي ارادي سان سيستان مان نڪتو هو. پر پوءِ
خيال بدلايو هئائين ۽ ايران مان لنگهي، سمنڊ جي ڪناري

---

(١) گوسائين، هندو اتيرن جو هڪ طبقو آهي.

تي جو مشهور جوالامکي(١) آهي، تنهن جي ڏسڻ جو اراد و
ڪيو هئائين. هو يارباش ماڻهو نظر ٿي آيو ۽ پنهنجي طبقي
جي ٻين پوڄارين وانگر تعصبي ۽ ڪٽڪيو نہ هو. تنهنڪري
مون ڪيس پاڻ سان گڏ اُت تي ڪرمان ڳوٺ ڏي هلڻ
جي صلاح ڪئي جا هن خوشيءَ سان قبول ڪئي. پر اُت
بيمار ٿي پيو ۽ گوسائينءَ کي فراموش ڪرڻو پيو. وچارو فقط
ٻنهور تائين پهتو.

شام جو خان دستور موافق مهمانخاني اڳيان هڪ دڙي
تي ڪچهري ڪئي، جتي ڳوٺ جي ماڻهن جو وڏو حصو
موجود هو. مون بہ مڪاني معلومات حاصل ڪرڻ جي ارادي
سان موقعي جو فائدو وٺي، اتي ويس. ۽ چڱو ڪامياب ٿيس.
آخر اوندهہ ٿي ۽ موڪلائڻ جو وقت آيو. اسان هڪبئي
سان ڏاڍو گهائل مائل ٿي وياسين. هڪ مُلان صلاح ڪئي
تہ مانيءَ کان پوءِ وري مهمانخاني ۾ گڏجي ها؟ ڳالهہ
سڀني خوشيءَ سان قبول ڪئي. خان بہ خوشيءَ سان اچڻ
قبول ڪيو.

سڄو مهمانخانو ڀرجي ويو، اڌ رات تائين مجلس هلي.
خان جي موجودگيءَ ۾ هرڪو ماڻهو بافضيلت ويٺو هو
هرڪنهن نقل ٻڌائي پنهنجو هنر ظاهر ٿي ڪيو، ۽ مجلس جي
رونق وڌائي. سڀني کان وڌيڪ خان، مجلس جو مور هو.

مون کي اتفاق سان معلوم ٿيو تہ هو بلڪل اٽڙهيل
هو. مون هن کي ٻڌايو تہ مان نوشڪيءَ مان عيدل خان کان،
جڻ سردارن جي حد مان مون کي لنگهڻو آهي، تن لاءِ خط
آندا آهن، پر مون اهي ڪين ڏنا آهن. تنهن تي

(١) هي جوالا مکي هڪو ٻا ٻاڪرءِ ۾ آهي. جو سمنڊ جو هڪ بندر
آهي. جوالا مکي، جاڪاڻ تہ تيل لنظر ٿو اچي جو اني جام اڪراه و
آهي. ڏسو ڪيٽر جو ايران جي جاگرافيءَ متعلق مضمون.

پڇيائين ته مان اهي خط ڏسي سگهان ٿو؟ مون خطن جو سرنامو پڙهي ٻڌايومانس. ٻڌي عجب وٺي ويس. چيائين تون مُلان ته ناهين جو لکڻ پڙهڻ ڄاڻين! مون چيومانس ته مون کي پنهنجي زبان جو چڱيرڙو علم آهي، تنهن کان سواءِ ڪڇهه، فارسي ۽ هندي به ڄاڻان. انهيءَ جواب تي چيائين ته مون کي سمجهاءِ ته فارسيءَ ۽ لکيل انگريزيءَ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ آءٌ زباني طرح هن کي خاطريءَ جهڙي سمجهاڻي ڏيئي نه سگهيس، تنهن تي مَس قلم ۽ پنو گهرائي مون کان ڪيترا جملا لکارايائين، جنهن ۾ پڇاڙيءَ جو سندس نالو ۽ القاب هئا. پوءِ ليلائي چيائين ته هاڻي پنهنجو نالو، پيشو، منهنجي ڪوٽ ۾ اچڻ جو عيسوي سال ۽ توسان جنهن به قسم جي خاطرداري ڪئي ويئي آهي خواهه چڱي هجي يا خراب، سي به ان ۾ درج ڪر. اهو رقعو پوءِ سندس مرزا يا منشيءَ جي حوالي ڪيو ويو. چيائين ته هاڻي جيڪو پيو فرنگي هتي ايندو، تنهن کان پڙهايو ويندو. جيڪو تو ان ۾ منهنجي باري ۾ لکيو هوندو تنهن مان مون کي خبر پوندي ته تون ڪهڙي قسم جو انسان آهين. مون خيال ڪيو ته مون جنهن نموني جو هن کي ڏوڪو ڏنو آهي، تنهن هوندي به هو مون سان نهايت مروت ۽ مرادونديءَ سان هليو آهي. تنهنڪري مون به هن جي باري ۾ مناسب لفظ لکيا.

مان اچوڪي ڪارروائيءَ تي مجمل تبصرو ڪيو آهي، جو شايد ڪين کي مناسب نظر نه اچي. مون هيٺ ۽ هن تذڪري ۾ پين ڪيترن هنڌن تي اهڙا تفصيلوار بيان ڏنا آهن جن مان نه فقط فردن جي پر سڄي قوم جي طبع ۽ ذهن جي خبر پوي ٿي، جن جي مدار تي مون هن ڪتاب ۾ بلوچن جي تصوير جو خاڪو چٽيو آهي. هتي توهان ڏسندؤ ته هڪڙو سردار آهي، جنهن جي پيدائش ۽ رياست جي ايراضي پر وارن سردارن جي مقابلي ۾ شاهاڻي آهي.

هو پنهنجي ادني ۽ ادني رعايا سان محبت ڪري ٿو ۽ انهن
کي آزاديءَ سان سندس خلاف پنهنجا رايا ظاهر ڪرڻ جو
حق ڏئي ٿو ۽ ساڳئي وقت هن ماڻهوءَ کي عام جي لاءِ
اهڙي حقارت آهي جو هو لڪي پڙهي به نه چائي. هن وقت
فقط ايشيا نسي هڪڙو اهڙو ملڪ آهي، جتي اهڙي قسم جا
جهالت جا مثال ملن ٿا. پر هنن ماڻهن جون عادتون ۽ آئين،
انهن وحشي قومن سان هوبهو ملي اچن ٿا، جن رومي سلطنت
جو خاتمو ڪيو هو.

## فصل (۱۲)

۱۵ - اپريل: مان اڄ شام، ذري گهٽ ڏهين بجي تائين انتظار ۾ ويٺو رهيس. جڏهن هڪڙي ماڻهوءَ اچي چيو ته خان توسان پنهنجي گهر ۾ ڳالهائيندو. مون اهو حڪم خوشيءَ سان مڃيو. خان مرزا کي به خط ويٺي لکايا. اهي پورا ڪري منهنجي حوالي ڪيا ويا. انهن مان هڪڙو پنپور جي سردار محراب خان لاءِ هو ۽ ٻيو باسمان جي سردار مراد خان لاءِ. خان، سونهي کي تاڪيد ڪيو ته هن (مون) کي پنپور ۾ ڪو پنهنجو ماڻهو وٺي ڏي ڪنهن به حالت ۾ کيس سندس اجازت کان سواءِ ڇڏي نه وڃي. مون انهيءَ عنايت لاءِ وري سندس شڪرگذاري ڪئي. آخر منجهند ڌاري ڪانئس موڪلائي پنهنجي اُٺ تي سوار ٿيس. سورهن ميل ڏکڻ-اولهه هڪ ڪانڊيرن واري پٽ ۽ ٻن-ٽن زمين جي آباد ٽڪرن سان پنڌ ڪري انڪل سادي ڇئين بجي پنپور ۾ پهتس. ٻن مختلف جاين تي اسان هڪ نهر جو ڪپر ڏٺي پنڌ ڪيو، مون کي معلوم ٿيو ته انهيءَ ساڳيءَ نهر تان اسان هفتور ۽ پهرا جي وچ ۾ ٽپيا هئاسين، انهيءَ ساڳيءَ نهر جو پاڻي آسپاس جا ماڻهو نه فقط گهرو ڪمن لاءِ، پر آباديءَ لاءِ پڻ ڪم آڻيندا آهن.

مير خداداد جنهن جو غصو رات ۾ بلڪل لهي ويو هو، سو پهرا مان پهرئين ميل تائين مون سان هليو. موڪلائڻ وقت مون کيس پاڪر پاڻي سندس شفقت جي عيوض کيس پنهنجن ٽن اٺن مان هڪ سوغات طور ڏنو. نوسڪي ڇڏڻ وقت اُٺ نهايت پلو هو پر سفر ۾ ڳري ڪندا ٿي ويو هو ۽ منهنجي لاءِ هڪ وبال ٿي پيو هو. مون هن آزار سان جند ڇڏائي ۽ ساڳئي وقت خداداد کي به هڪ دلگهري سوکڙي ملي.

هفتور ۽ پهرا جا ڳوٺ تمام ننڍا پر صفا ۽ سهڻا لهيل آهن. هفتور ۾ ادائي سؤ ۽ پهرا ۾ چار سؤ گهر آهن ۽ پيٺي ڳوٺ ڪجين جي جهڳڻن ۾ لهيل آهن، جن مان سندن مالڪن کي وڏي آمدني جو ذريعو آهي. هن تر ۾ شاهه محراب خان سڀ کان وڏيڪ طاقت وارو سردار آهي. هن کي قاعدي ۾ ڇهه هزار ماڻهن جي فوج آهي. نه ته به هو ٻن ڏينهن اندر ايترا ماڻهو گڏ ڪري سگهندو آهي. ديزڪ کان باسمان تائين هن جي اختياري هلندي آهي. هن جو پٽ قائم خان سندس پاران هفتور ۾ حڪومت ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح پيا سردار، نوي يا سؤ ميلن جي چڪر ۾ پنهنجين پنهنجين ابراضين ۾ حڪومت ڪندا آهن. هو شڪل جو نهايت ناهوڪو آهي ۽ هن جي ڳالهائڻ مان بزرگي ۽ فضيلت پئي بکندي آهي. هو نهروبن قوم جي اربابي شاخ مان آهي. اها شاخ ڪا خاص اهميت ڪانه رکندي هئي. هو سرحد پرسان هڪ ويران پوٺي تي گمناميءَ ۾ رهندا هئا. جتان هاٿوڪي خان جا وڏا پنهنجن ڪن ماڻهن سان لڏي ديزڪ ۾ آيا، جتي ڪن مڪراني سردارن کين زمين جا ٽڪرا ڏنا جنهن جي بناء تي هنن پنهنجا پير ڄمايا. تنهنڪري شاهه محراب خان جي ابائي ملڪيت ديزڪ ۾ هئي پر هن پنپور جي سردار جي ڀيءَ سعيد خان جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن کان پوءِ هن لشڪر ڪٺو ڪري پنهنجي سهري جي مدد سان هفتور ۽ پهرا ورتا. اهڙيءَ طرح قصو وڌندو ويو ۽ هن پيا ملڪ فتح ڪيا. تان جو هاڻي تخمينو ڪيو ويو آهي ته هن جي ماليائي پيدائش ساڍا چار لک رپيا ٿيندي (١).

پهرا، هفتور، مڪسي وغيره ڳوٺن ۽ وچ واريءَ ابراضيءَ جا اصلوڪا مالڪ ملڪوهه بلوچ هئا، جي اربابين سان

(١) ٥٦٢٥٠١ شانگ.

لڙائين ۽ جهڳڙن ۾ ذري گهٽ ختم ٿي ويا آهن، باقي ڪي ٿورا، جي تلوار جي منهن مان بچيا، سي نرمنشير ٿي ويا، جتي ايران جي سرڪار کين زمين ۽ پناهه ڏني آهي.

بلوچن جون جيڪي قومون مان ڏٺيون آهن، تن سڀني ۾ اربابي سڀني کان سهڻا آهن. هنن جي شڪل ۾ هڪ قسم جي بزرگي نظر ايندي آهي، جا کين پنهنجن پين هموطنين کان ڌار ظاهر ڪندي آهي. هو سڀ قداور، سهڻا ۽ چستيءَ ڏانهن مائل هوندا آهن. هو لشڪري هئڻ تي فخر ڪندا آهن، سندن ڪارناما جن جو اڳيئي ذڪر ڪيو ويو آهي، سي مشهور آهن.

خير، هاڻي آءٌ وري پنهنجو تذڪرو شروع ڪريان ٿو، مان پنهور ۾ لهڻ سان محراب خان ڏي خط موڪليو. ٿوري وقت ۾ هڪ سٺ ورهين جو ٿلهو ۽ پڪو ماڻهو چهن-ستن نوڪرن سان گڏ اچي حاضر ٿيو(١). هو اڪيلو هجي ها ته مان کيس ڪونه سڃاڻان ها ته هو ڪو سردار آهي، ڇاڪاڻ ته هن کي تمام سادا ڪپڙا پيل هئا. هڪ معمولي اچو پهراڻ، نيري رنگ جي سوٽي ڪانچ ۽ مٿي تي ننڍڙي جمنيءَ جهڙي ٽوپي، پر هڪڙي شيءِ منهنجو خاص طرح ڌيان ڇڪايو سا هن کي هڪ لسي لوهه جي چار نوٽ ڊگهي ۽ چار انچ ٿلهي لٺ هئي، جنهن تي لوهه جون ٿلهيون ڪڙيون چڙهيل هيون، جي هن سمورو وقت پئي وڄايون. جڏهن هو ويجهو آيو ته مون ڏٺو ته هو منڊو هو ۽ لٺ تي ٽيڪ ڏئي پئي هليو. پر کيس ڪڙين ڪڙڪائڻ

(١) شاهه محراب خان پاڻ کي نهايت اطمينان ۽ فخر سان چيو ته هن کي ڪابل ۽ ايران جي حڪومتن وٽان شهر ايڪالي مليل هئي. ممڪن آهي ته انهيءَ اهميت ۾ هو پنهنجي عزت افزائي سمجهندو هجي، ڇاڪاڻ ته بلوچستان ۾ اهو هڪ ئي ماڻهو آهي جنهن جي اڳالي سان بخشش اول آهي.

۽ خاص لطف ٿي آيو، ڇو ته جڏهن هن ڳالهايو پئي، تڏهن به ڪڙيون هيٺ مٿي پئي ڪيائين. لٽ جي ڇيڙن تي وڏا ڀمبا هئا، جنهنڪري ڪڙيون هيٺ مٿي ڪرڻ سان ٻاهر نڪري نٿي ويون.

مون هن جو عزت سان سلام ڪيو، جنهن جي جواب ۾ هن ٽي-چار دفعا ڳيڪهي آواز سان چيو ته ڀلي آيؤ. پوءِ مهمانخاني جي اڳيان پاڻ سان گڏ هڪ بينچ تي ويهاريائين. منهنجو سونهون هڪ وڏو ٻڪڪيو هو. سو ڪنهن ٻ سوال لاءِ ڪونه ترسيو. ٻهرا ۾ جي واقعا ٿيا هئا، سي هڪدم ٻڌائڻ شروع ڪري ڏنائين، جنهن تي هن ڪئپٽن گرانٽ متعلق گهٽائي سوال پڇيا. جنهن جي ساراهه ۽ تعريف سان هو ڍاپي ئي نه پيو. هيٺ ڏنل نقل مان ظاهر ٿيندو ته انهيءَ مرحوم عملدار لاءِ هن کي ڪيڏي نه عزت هئي. منهنجي اتي پهچڻ کان اڌ ڪلاڪ پوءِ پنهنجي طنبيلي مان، جنهن ۾ گهوڙين کان سواءِ ستر-اسي گهوڙا ٻ آهن، سڀ سٺا گهوڙا منهنجي ڏسڻ لاءِ ٻاهر ڪڍارايا. انهن ۾ ٻه شاندار ٻيهاڻ هئا، جي مون کي خريد ڪرڻ جي صلاح ڏنائين. مون انڪار ڪيو جو مون وٽ ايتري روڪڙ ڪانه هئي. مون کي چيائين ته اها ٻ ڪا مشڪلات آهي؟ تون ڪنهن به بندر تي وڃي فقط چئو ته مان ڪئپٽن گرانٽ جو عزيز نه آهيان پر ڪيس سڃاڻان ته توکي جيترا پئسا اڌار کپن، اوترا ملندا. پوءِ هو جلد مغرب جي نماز پڙهڻ ويو. ۽ منهنجي ۽ منهنجن ٽن ماڻهن لاءِ مختصر کاڌو موڪليائين.

١٦-اپريل: محراب خان اڄ صبح جو سج اڀرڻ کان اڳ جهوپڙيءَ ۾ جتي مان رهيل هوس، اتي آيو. مون هن کي بندوق جا پٿر، سنهي باروت جي دُنگي ۽ هڪ چاڪون سوکڙيءَ طور ڏنا. هو هن پيٽا تي ناراض ٿيو. هن ڪري مون کي ڏسڻ کان پوءِ وڏيون اميدون پيدا ٿيون

هيون، تن مطابق سوکڙي نہ هئي. مون کي حڪم ڏنائين تہ مون کي سڀ شيون جي تو وٽ آهن سي ڏيکار، مون چيو مانس تنهنجو حڪم برچشم آهي پر ياد رک تہ مان هڪ نوڪر آهيان ۽ ٻئي ماڻهوءَ جي ڪم سان سفر ڪري رهيو آهيان. مون جيڪي توکي ڏنو آهي ان کان سواءِ ڏيڻ لاءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. انهيءَ ڳالهہ جي تصديق سنڌ هڪ عزيز بہ ڪئي جنهن کي مان اڳهين سموري حقيقت سمجهائي هئي. پر بدقسمتيءَ سان هن ٻن سواريءَ جي پستولن جو نالو ورتو، جي اڪثر فتح محمد ۽ منهنجو هڪ جت ڪمر ۾ ٻڌي ڪندا هئا. خان چيو تہ اهي مون کي ڏيکار. ٿورو وقت ڏسي چيائين تہ ڪئپٽن گرانٽ، جو مون کي پستول ڏنو هو تنهن جي مقابلي ۾ هيءَ ڪابہ شيءِ نہ آهي. مان وري ياد ڏياريو مانس تہ ڏس تہ اسان جي عهدي ۾ ڪيڏو فرق آهي. هو هڪ سوداگر هو، جنهن پنهنجي موڙيءَ سان تجارت ٿي ڪئي، مان هڪ هندوءَ گهوڙن جي سوداگر جو نوڪر آهيان.

اتي وچ ۾ ٻيو چيائين تہ تون اهڙي هڪ مردود بيدين کي شاهوڪار ڪرڻ لاءِ چوٿو اهڙا جوکا کڻين ۽ اهڙي بيحاليءَ ۾ سفر ڪرين! اهڙي بيشرمائيءَ جي پورهيي کان بهتر ٿيندو تہ بندوق کڻي وڃي لڙائي ڪر. هن بزگيريءَ جي ڌنڌي ۾ نہ آهي جس نہ سود! منهنجي صلاح آهي تہ ڪرمان وڃڻ جو ارادو ڇڏي پنهنجي ملڪ موٽي وڃ. هندستان ۾ پهچڻ سان هندو حرامزادي ۽ هن جي ڌنڌن کي جهنم ۾ داخل ڪر، سپاهي ٿي وڃي ملڪ ۾ ڇاپا هڻ(١) هيءَ تقرير سنڌس خوءِ مطابق هئي، هن جي جواب ۾ مون چيو مانس تہ اها صلاح بيشڪ نيڪيءَ جهڙي آهي پر هن وقت مان لاچار آهيان پر انشاءالله مان ڪرمان

---

(١) ڦرلٽ

پهچي هندو ۽ جي نوڪري ۽ هيءَ رولو حياتي ترڪ ڪندس، هي وحشي انهيءَ جواب تي مطمئن ڪونہ ٿيو تہ ڪو منهنجي لاءِ ڪرمان وڃڻ ضروري آهي، پر جڏهن ڏٺائين تہ مان مڙڻ وارو نہ آهيان، تڏهن صاف لفظن ۾ چيائين تہ اجا خوفائتي ۽ ڏکي مسافري اڳتي آهي.

جڏهن هن باري ۾ هن جي تقرير ختم ٿي، تڏهن هن مون کان پڇيو تہ انگريزن جي حڪومت ڪهڙي نوع جي آهي، هنن وٽ ڪيتري بري ۽ بحري فوج آهي، ايڏي وڏي لشڪر کي پگهار ڏيڻ، ڪارائن ۽ منظم رکڻ جا ڪهڙا اپاءَ آهن. هنن کان اڪثر گهر ۾ يا ٻاهر ڪم ورتو ويندو آهي؟ مون انهن سوالن جا جواب ڪيس سندس سمجهہ مطابق ڏنا. پوءِ پڇيائين تہ توهان فرنگي يا يورپي، ايراني، جي ڪافر شيعا آهن، تن جي پاڙ ڇو نٿا پٽيو؟ گرانٽ ۽ تنهنجي چوڻ مان ظاهر آهي تہ انگريز سرڪار نهايت طاقت واري آهي. جي اها حقيقت آهي تہ الهيءَ ملعون قوم کي ناس ڪرڻ ۾ هنن کي ڪا دقت ڪانہ ٿيندي. مان پڻ سؤ گهوڙيسوار موڪلي هڪ سڄو ضلعو ويران ڪري سگهان ٿو، بلڪ هنن جا ڪتا بہ آڻي سگهان ٿو. مون چيومانس تہ اهي ڳالهيون منهنجي هستيءَ يا حياتيءَ جي دائري کان ٻاهر آهن ۽ مون هنن تي ڪڏهن بہ غور ڪرڻ جي تڪليف ڪانہ ڪئي آهي.

هوڏانهن مون کي ايرانين ۽ بلوچن جي باهمي تعلقات معلوم ڪرڻ جو اونو هو تہ جيئن نرمنشير ۾ پهچڻ سان اهڙي نموني جي روش اختيار ڪريان. تنهنڪري پڇيومانس تہ توهان جو ڪرمان جي سرڪار سان گهڻو وهنوار آهي يا نہ؟ ۽ توهان جي ملڪن جا هڪٻئي سان تجارتي تعلقات آهن؟ ڪلي چيائين تہ وهنوارا نہ نہ، گذريل ٻن سالن ۾ ڪو بہ وهنوار ڪونہ ٿيو آهي ۽ نہ وري ٿيڻ جو امڪان

آهي. ان کان پوءِ ٿي مهينا اڳ شاهه محراب خان، قائم خان ۽ مان لارستان (١) ۾ مشترڪ فوج موڪلي، انهيءَ صوبي کي ناس ڪيو. تقريباً ٽي مهينا صوبو اسان جي قبضي ۾ هو، پوءِ اسان جي فوج موٽي آئي. اسان وٽ ان جا وڏا ڳلا هئا، جي سڀ انن ۽ کجور پاڻ سان کڻي آيا هئا. نتيجو اهو نڪتو جو انهن جي آمدني بند ٿي ويئي. ميناب (٢) جي حاڪم کي ڪرمان ڪهرائي ڪيس انهيءَ ڳهوڙيءَ لاءِ جوابدار ٺهرايو ويو. جڏهن هن شهزادي (٣) کي سچي حقيقت ٻڌائي، تڏهن هن جا بند خلاص ڪيا ويا ۽ اسان ڏانهن ٻه قاصد سخت فرمانن (٤) سان موڪليا ويا. اسان کي ان ڳالهه جو پتو پنجي ويو. اسان باسمان جي سردار مراد خان ڏانهن لکيو ته هن کي اڳتي وڌڻ نه ڏي. تنهنڪري اتي ترسي پيا ۽ اسان کين شهزادي لاءِ خط لکي موڪليا ته اسان کي تنهنجي ۽ تنهنجن گڏ ٽپڪين جي پرواهه ناهي، ۽ تون نالائق ۽ ڪمينو آهين.

تقرير ته نه هئي رڳو گارين ۽ بدالفاظن سان ڀريل هئي. اسان جي ڪل ٻيهي ٽي نه، اسان تي رعب ويهارڻ لاءِ اچي سٽيو. وڏيو زور سان ڏلڊو زمين تي هٽي چئي ته ايرانين جا هڏا هئا، جن کي ڪٽي پٺي کانئن انتقام ورتائين. پوءِ ويهي غنيمت، جا کيس سندس حصي ۾ ملي هئي، تنهن جو تفصيل ڏنائين هن جي خيال ۾ ان جي قيمت ڇهه هزار رپيا هئي. ظاهراً اها ٿوري رقم نظر اچي ٿي، پر جي داد ڪبو ته ان چاپي ۾ ٽن طاقتور سردارن جي مشترڪ فوج

---

(١) ايران جي ڏکڻ - اوڀر وارو صوبو. (٢) لارستان جي گاديءَ جو شهر.

(٣) شاهه معنيٰ حاڪم. زائيدن معنيٰ ڄمڻ - مان نڪتو. (٤) شاهي خطن کي فرمان چئبو آهي.

ڀرا ورتو هو ته ٻوءِ ايتري نظر نہ ايندي ته، ڀيو ڇا؟ تنهن کان سواءِ جنهن ايراضيءَ ۾ اهو ڇاپو لڳو هو، سا ويران ۽ غيرآباد آهي ۽ خانہ زاد غلامن کان سواءِ هرهڪ شخص کي سندس عهدي ۽ ڪارنامن مطابق غنيمت جو حصو مليو هو. انهن کي جيڪو مال هٿ آيو هو، تن ۾ ڇيائين ته، غلام ٻنهي جنسن جا، اٺ، ڪجور، ڪٽڪ، غاليچا، بندوقون ۽ ٻيا هٿيار هئا. هنن کي گهوڙا مشڪل سان هٿ ايندا هئا، ڇاڪاڻ ته شهر جا ماڻهو جن کي گهوڙا هوندا هئا، سي هٽل ٻڌڻ سان گهوڙن تي سوار ٿي ڀڄي ويندا هئا.

جڏهن خان موڪليو ويئي، تڏهن مان چيومانس ته مون کي سيڏي جي قلت ڪري سخت تڪليف آهي. اميد ته تون منهنجي مدد ڪندين؟ انهيءَ منٿ جو هن نهايت ترشيءَ ۽ سنگدليءَ سان جواب ڏنو ته مان توکي سيڏو ڪٿي وڃي ته نہ ڏيندس، پر مان توکي ۽ تنهنجن ماڻهن کي ڀنپور ۾ ٻہ شايد ٿي ڪارايان! مون چيومانس ته جي تون اسان کي ايترو سيڏو ڏيندين، جيترو هتي هڪ-ٻن ڏينهن جي قيام ۾ اسان کپائيندا سين ته مان هاڻي جو هاڻي باسمان روانو ٿي ويندس. پر هو سواءِ ڪنهن جواب ڏيڻ جي هليو ويو. ڪلاڪ کان پوءِ چوائي موڪليائين ته، جيڪو پستول ڏيکاريو هوَءِ سو ڏيارَي موڪل. مان ڀريائين ته انهيءَ فضول طلب جي پيروي ڪرڻ کان بلڪل نٺو اڪر واريو. قاصد کي چيم ته وڃي پنهنجي مالڪ کي چؤ ته جي تون ٿورو ٿي ويچار ڪرين ها ته مون کي اڳيان سفر ۾ ڪهڙيون مشڪلاتون درپيش ايندڀون ۽ خبر هجئي ها ته مون وٽ ٻيو ڪو وسيلو ڪونہ آهي مون کي يقين آهي ته اهڙي گهٽر ڪڏهن ڪونہ ڪرين ها. منهنجي انهيءَ التجا، هن وحشيءَ جي جذبات تي ڪو اثر ڪونہ ڪيو. آخر فتح محمد جي

چوڻ تي مون کيس هڪڙو پستول موڪليو جو هڪدم پنهنجن سلامن سان واپس موڪليائين. جي مان ولندس تہ بيٺي، نہ تہ هڪ بہ نہ. اهڙيءَ طرح سڄو ڏينهن گذري ويو. مون سمجهيو تہ شايد ضد ڪرڻ مان ڪو فائدو ٿئي. شام جو اسان کي ماني ڪانہ ملي. مهمانوازيءَ جي فرض جي انهيءَ ذليل نظراندازيءَ مان مون سمجهيو تہ هي پوڙهو شرارتي ضد ڪندو ۽ شايد مون کي تڪليف ڏيندو، تنهنڪري مان بہ کيو ٿي مايوس ٿي ڪري سمهي پيس. ويچارو گوسائين جو مون سان پهرا مان گڏجي آيو هو ۽ مون سان گڏ ماني کائڻ جي اميد هيس، تنهن پاڻ کي نراس ٿيڻ نہ ڏنو. هو ويو پنڊ، اڌ ڪلاڪ ۾ موٽي آيو، جهولي مانيءَ جي ٽڪرن ۽ کجور سان پريل هيس، جي هن ۽ منهنجن ٻن ٻروهين کائي خوب ڍؤ ڪيو.

١٧-اپريل: اڄ صبح جو روشني ٿيڻ کان اڳ هڪ ماڻهو ظاهراً مخفي طرح مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ تنهنجو عزيز گرانٽ صاحب منهنجو گهرو دوست هو. تنهن جي خاطر مان توکي هن طرح لڪي ڀڄائڻ آيو آهيان تہ خان فيصلو ڪيو آهي تہ جيستائين تون کيس پستولن جو جوڙو نہ ڏيندين، تيستائين هو توکي سونهون نہ ڏيندو بلڪ توکي هتان نڪرڻ بہ نہ ڏيندو. مون کي هن طرح زوريءَ پستولن ڏيڻ جو ارادو ڪونہ هو، تنهنڪري پنهنجي خابروءَ ۽ خيرخواهيءَ جي دعوا گير کي چيم تہ جي تون مون کي باسمان پهچائيندين تہ مان توکي ڪجهہ انعام ڏيندس. چيائين تہ مان رستي جو واقف نہ آهيان ۽ خان مون کي جلاوطن ڪري ڇڏيندو، جو مون کي پنپور يا ان جي ويجهو وري اچڻ جي همت ڪانہ ٿيندي. مون کي اميد ڪانہ هئي تہ هو ڪو منهنجي لاءِ اهڙي قرباني ڪندو. پوءِ مون خيال ڪيو تہ هن کي يقيناً محراب خان موڪليو هو. تنهنڪري مان لاچار

ٿي جڏهن معلوم ٿيو ته هو اٿيو آهي، تڏهن پستول موڪلي ڏنائينس. ۽ چوائي موڪليومانس ته سونهي کي هڪدم ڏنو وڃي ته مون سان هلڻ لاءِ تيار ٿئي. اڌ ڪلاڪ اندر سونهو اچي حاضر ٿيو. مان هن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪانئس باسمان جي سردار لاءِ خط وٺي پنهور مان روانو ٿيس. ارمان هئم ته مان اتي آيو چو هئس! اسان سورهن ميل اتر-اوڀر جي ڪنڊ ڏيئي هڪ پهاڙي پوئي تان سواءِ پاڻي ۽ اَن جي چاري جي پنڌ ڪيو. شام جو ڇهين بجي اسان ترسياسين.

پنهور جو ڪوٽ ننڍو ۽ خراب ٿهيل آهي. ڪنهن وقت ان کي چوڌاري مٽيءَ جو ننڍو ڪوٽ ڏنل هو، جنهن کي وٿيءَ وٿيءَ تي مورچا هئا، پر هاڻي سڄو زبون ٿي ويو آهي. ڪوٽ جي پسگردائي ۾ ڪجهيءَ جا وڻ يا آباديءَ جو نشان ڪونه آهي، جنهنڪري اهو غيرآباد ۽ سُڃو ٿو نظر اچي. سردار جوگهر يا ڪوٽ مٽيءَ جي هڪ شاهي دڙي تي ٺهيل آهي. عام روايت آهي ته ڪبرن جو هڪ شاهي لشڪر اتان لنگهيو هو. لشڪر جي سپهسالار جبلن مان نڪرڻ وقت سوارن کي حڪم ڪيو ته توبرن کي پٿرن سان ڀرين. فوج جو تعداد ايترو هو جو چون ٿا ته جڏهن توبرن مان پٿر هاري ڍِڪ ڪيائون ته هاڻوڪي ٽڪري ٺهي پئي. پنهور ڇڏڻ کان اڳ مان محراب خان کان خط وٺڻ ۽ موڪلائڻ لاءِ ان دڙي جي چوٽيءَ تي چڙهي ويس. آءٌ سمجهان ٿو ته اها ڪم از ڪم سؤ گز اونچي ٿيندي ۽ اٺ سؤ گز ويڪر ٿيندس. ان جو لنگهه هڪ هيٺانهينءَ سرنگهه مان آهي جا ڏهه-ٻارهن گز ڊگهي ٿيندي. تنهن کان سواءِ هڪ ڏاڪڻ جي رستي مٿي چڙهجي ٿو. ڏاڪڻ کهُري نيري پٿر جي ٺهيل آهي. پهرين ڏاڪڻ دڙي مان تمام هيٺان وڃي ٿي، وري ڦري ٽڪريءَ جي ٻاهرئين پاسي کان نڪري ٿي. پوءِ ڏاڪڻيون دڙي ۾

چار- پنج فوٽ اونهيون آهن، پر مٿان ڪليل آهن. ڏاڪيون هڪٻئي ڪان ڪُنڊائتيون رکيل آهن. مان سمجهان ٿو ته قلعو اهڙو مضبوط آهي جو اهو ڪنهن به ايراني فوج جو مقابلو ڪري سگهي ٿو. جي هي دڙو سچ پچ هٿراڌو ٺهيل آهي ته ان تي ڏاڍي محنت ٿي هوندي، ڇاڪاڻ ته اهو جبلن ڪان ڇوڏهن ميل پري آهي. وچ ۾ ڪا ڪڏ يا کهارو ڪونه اٿس، جنهن مان ايتري مٽي ڪڍي سگهجي. دڙي جي اڌ تي مٿي، هڪ مٿي پاڻيءَ جوکوهه آهي. ماڻهن کي عام خيال ويٺل آهي ته اهو کوهه هڪ فرسخ (١) اونهون آهي.

پنپور جا رهاڪو رخشاڻي بلوچ آهن، جو نهروين جو هڪ مکيه پاڙو آهي. جيتوڻيڪ اهو تعداد يا دولت جي لحاظ ڪان اڳرو نه آهي. هو پنهنجي پاڙيسرين اربابين کان وڌيڪ مضبوط ۽ سانورا آهن. هنن جا اربابين سان سٺا تعلقات آهن ۽ پنهي قومن جي سردارن جو پاڻ ۾ عزازت جو ناتو آهي. پنپور جي سردار کي وڏو عيال آهي. هن کي سؤ کن زالون آهن. هن جي پوئين زال موجود هئي، جڏهن مان ڪوٽ ۾ ساڻس ملاقات ڪرڻ ويو هوس. هوءَ هڪ ڪمسن ڇوڪري هئي. رنگ جي تمام اُوري، بدن ۽ شڪل جي موچاري هئي. هوءَ منهنجي سونهي، جو خان جو سؤٽ هو تنهن ڪان معلوم ٿيو ته هوءَ ڇوڪري هڪ ايراني خاندان جي هئي. هن کي پنهنجي زال مون کي ڏيکارڻ ڪان عار ڪونه هو. ڇيائين ته مون کي اوهان جي رسمن جي خبر آهي. مان ڪئپٽن گرانٽ ۽ توکان ڳالهيون ٻڌيون آهن. پر مان سمجهان ٿو ته مون کي مائي ڏسڻ جو موقعو انڪري مليو هو، جو هن کي خود منهنجي ڏسڻ جي آتڻ هئي، ۽ نه ٻئي سبب ڪري.

---

(١) فرسخ يا پرسنگ = ست پاڱي اٺ ميل آهي.

پنپور جي سردارن جي آمدني اڪثر ٺيڪي تي ڏني ويندي آهي، جنهن موسم ۾ مان اتي هئس هن کي ڏيلن جي عيوض ٢٦٠٠٠ هزار رپيا، ١٤٠ بندوقون، ١٤٠ رڍون يا ٻڪريون ۽ ١٢٠ ڪاسا ڪڻڪ ۽ اوترائي ڪاسا کجور جا مليا هئا. هڪ ڪاسي ۾ هڪ سؤ ڇهه پائونڊ ليندا آهن. هن جي ملڪ جي ايراضي ۽ حدون هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ داخل آهن. هن کي ڪيترا ننڍا ڀائر آهن، جن کي ڪوٽ ۾ اچڻ جي اجازت ڪانه آهي، ۽ نه وري ڪو هو رعيت جي ٻين ماڻهن ڪان خوشحال آهن.

پنپور ۾ مشترڪ فارسي ۽ بلوچڪي زبان ڳالهائي ويندي آهي.

١٨- اپريل: مون اڄ چاليهن ميلن ڪان وڌيڪ هڪ ويران پٽ مان پنڌ ڪيو. انهيءَ سموري مفاصلي ۾ اسان کي پاڻيءَ جو فقط هڪ کُوهه، ڪاسڪين نديءَ جي سڪل پيٽ ۾ جتي اسان سمهيا هئاسين، اتان ڇهه-ميل پري نظر آيو. اهو ٻه نه ٿلهو ۽ نه جالارو. اهو کوهه پنپور ڪان ٻاويهه ميل قريباً سڌو اتر طرف آهي. ٻهرا ۾ سج جي اُس ۽ تاءَ ڪري منهنجي هڪ اک سُڄي پئي هئي. هاڻ ٻيئي اکيون سُڄڻ لڳيون. اکيون اهڙيون ضعيف ٿي ويون. جو پنج گز ٻه اڳيان نظر نه پئي آيا. تنهنڪري مون کي لاچار تيز روشني ۽ گرميءَ ڪان اکيون ڍڪيون پيون. مان پٽڪي مٿان هڪ پراڻو ڪارو رومال ٻڌي منهن ڍڪي سواري ٿي ڪئي، جنهنڪري ڪا شيءِ ڏسي نه سگهيس.

١٩-اپريل: چار ميل اتر-اولهه طرف پنڌ ڪري ستين بجي باسمان ۾ پهتس، جو جبلن هيٺان ڪجين جي جهڳٽن ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. مون ڳوٺ ڪان اٽڪل هڪ سؤ گزن جي مفاصلي تي سهڻن ۽ سائيدار اڪروٽ جي وڻن جي هيٺان

منزل ڪئي. منهنجو سونهون، سردار مراد خان کي منهنجي اچڻ جي خبر ڏيڻي پئي. هُو هن سان گڏجي مون وٽ آيو. مون کيس پهرا جي سردار، شاهه محراب خان ۽ پنجپور جي سردار محراب خان جا خط ڏنا ۽ ساڳئي وقت زباني عرض ڪيو مانس ته مون کي ڪو سونهون کپي جو نرمنشير تڪڙو وٺي اچي. هن خط ويهي پڙهيا ته سندس غلامن غاليچا ڪڍي آڻي وڇايا. جڏهن اسان ويٺاسين، تڏهن هن مون کي آهستگي ۽ نرميءَ سان ساڳئي پنجپور جي سردار واري صلاح ورائي ڏيڻي: ته رستو ڏاڍو اڻانگو آهي. ڪيترن مهينن ۾ ڪو به ماڻهو دشت پار ڪري نرمنشير ڪونه ويو آهي، تنهنڪري تو کان جيڪڏهن ٿي سگهي ته اڳتي وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪر. مون هن کي سمجهايو ته ائين ممڪن ناهي. وڌيڪ گفتگو ڪان پوءِ چيائين ته، چڱو مان تنهنجو انتظام ڪندس. پر تو کي بک لڳي هوندي ۽ مان هت ويٺو آهيان، تنهنجو ڪو خيال ڪونه ڪيم. اڌ ڪلاڪ جي اندر مون کي هڪ جيئرو دنبو ۽ هڪ وڏو ٿالهه پٽ جو موڪليائين. پٽ ٻاجهر ۽ تازي لسيءَ جو ٺهيل هو. ان لاءِ ٻاجهريءَ جا تازا سنگ باهه تي سيڪي جوڙيءَ جي کهڙي ۾ مهني صفا ڪيا آهن. هي خوراڪ لذيذ نه آهي، پر مون ڏٺو ته هو به پيٽ پالڻ لاءِ لاچار ٿا کائين. مون هت خود پنهنجين اکين سان ڏٺو ته ماڻهو نوت جا پن، جو هڪڙي قسم جو تيز ۽ رس وارو گاهه آهي، جنهن کي اٺ خوشيءَ سان کائيندا آهن تنهنڪري 'اوچ خور' سڏبو آهي، سو اُباڙي کائي پيا! منهنجي دوست تڪڙو دنبو حلال ڪيو، جيتوڻيڪ پٽ سوادي ڪونه هو ته به اسان ڊؤ تي ماني کاڌي. شام جو مراد خان مون وٽ آيو ۽ اسان مانيءَ جي وقت تائين ويهي ڳالهيون ڪيون. مون کي وري پيهر ٻاجهريءَ جي رب ۽ گوشت جو شوربو موڪليو ويو، جو اسان کاڌو.

۲۱-اپريل: منهنجو سونهون پورو تيار نه هو، تنهنڪري مون هي ڏينهن سردار جي چوڻ تي پاسمان ۾ ترسي گذاريو. پارهين بجي مان گرم پاڻيءَ جو هڪ چشمو ڏسڻ ويس، جنهن جي تعريف ٻڌو ۽ خواهه هتي پڏي هئس. چشمو ڏوريءَ ۾ پارهن گزن کان وڌيڪ نه هو، ۽ ۾-ني لوڻ اونهو هو. ان جي وچ ۾ ڳاڙهين پڪين سرن جو هڪ گول لله هو. اهو الڪل اٺ انچ موڪرو هو ۽ پاڻيءَ جي سطح کان اٺ انچ هيٺ هو، مون کي ان ۾ وهنجڻ جي همت ڪانه ٿي ٿي. چشمي جو هڪ طرف لڳاتار پاڻيءَ وهڻ ڪري کسي ويو هو. اتان هڪ شفاف پاڻيءَ جي نهر نڪري ڳوٺ ڏانهن ويئي ٿي. اها ڪڙمين کي سندن زمين جي نڪرن جي آباديءَ لاءِ ڪافي هوندي آهي. مان هن نهر ۽ چشمي کان پنجن گزن جي مفاصلي تي وهنتس. پاڻي نيم گرم ۽ وٺندڙ هو. ان ۾ گندرف جي سخت بانس ۽ ذائقو هو، جنهنڪري اهو رڌڻ پچائڻ لاءِ ڪارائتو ناهي. بلوچن جو خيال آهي ته ان ۾ جلاب جو اثر آهي ۽ پيٽ جي بيمارين لاءِ مفيد آهي. مان جڏهن ڳوٺ ڏانهن گهر موٽي آيس، تڏهن مراد خان پندرهن ميل پري جبل ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته اتي پهاڙ مان ڪيترن ئي شڪافن مان اهڙو گرم پاڻي نڪرندو آهي، ان ۾ گوشت ٿوري ئي وقت ۾ رڌجي وڃي ٿو. هن جو ۽ ٻين ڪيترن ماڻهن جو خيال هو ته آءٌ جو چشمو ڏسڻ ويو هوس، سو هڪ زير زمين نهر جي رستي نڪريءَ سان ڳنڍيل آهي. انهيءَ جي تصديق هين مان ٿي ٿيي، جو جين سرن جو چشمي جي وچ ۾ لله لهيل هو سو شڪل خواهه جنس ۾ اهڙين سرن جي نڪرن جا ڍير بلڪ سڄيون ساريون سرون انهيءَ جي وچ ۾ ڪيترن هنڌ لڀنديون آهن. مان پڇيو مان ته ڪنهن ايترو خرچ ڪري ۽ تڪليف وٺي زمين اندران اهڙي گوناگون

جبلن ۾ لڪرين ۾ ماڙرين واري ملڪ ۾ ايڏي ڏکي نهر کوٽي هرندي؟ جيائون ته ڪن نادان ماڻهن جو چوڻ آهي ته اهو ديون يا ٻين ڪنهن غيبات جو ڪم آهي. پر هتي جي قومن ۾ هڪ روايت آهي ته هاٿوڪي باسمان جي ڪوٽ جي مقام تي يا ان جي ويجهو هڪ گبرن جو شهر هوندو هو ۽ ان شهر جي ماڻهن حمامن لاءِ اها نهر تيار ڪئي هئي، پر اها ڳالهه مشڪوڪ آهي ۽ هميشه مشڪوڪ رهندي. اسان بلوچ اهڙين منجهيل ڳالهين تي سوچ ويچار ڪونه ڪندا آهيون. اسان لاءِ اهو ڪافي آهي ته اسان جي وڏن به انهيءَ حالت ۾ ڏٺو هو، جنهن حالت ۾ اسان ڏسون ٿا.

آهي جبل جن ڏانهن سردار اشارو ڪيو هو، سي ڪوهِ نوشادر جي نالي سان سڏبا آهن. نوشادر انهن جبلن جي پيدائش آهي ۽ جبل جي شڪافن مان لڀندو آهي. مون ڪي انهيءَ معدنيات ڏسڻ جو موقعو ڪونه مليو، پر مراد خان خاطري ڏني ته اتي گهڻو نوشادر ۽ گندرف لڀندو آهي. جيائين سياڻڪو ڏينهن رهين ته مان پنهي شين جون جنسون گهرائي ڏيکاريانءِ، پيو جيائين ته اسان کي خبر ناهي ته نوشادر ڪهڙي ڪم تو اچي، پر گندرف جو ڏاتو، بندوق جي باروت جو هڪ ضروري ۽ طاقتور جزو آهي.

شام جو سمورو وقت مون کي رواني ٿيڻ جو ايترو ته انتظار هو جو خان به محسوس ڪيو. الڪل پنجين بجي شام جو هو سونهي کي وٺي آيو ۽ جيائين ته هي توسان صبح جو هلڻ لاءِ تيار آهي. مان شام جو اوندهه وقت جڏهن خان سان پاڪر پائي ڪانٽس موڪلايو پئي ته مون کي ان وقت ڏک ٿيو ته مان هن کي سندس دوستيءَ ۽ مهمانوازي عيوض ڪو بدلو ڪونه ڏنو. مان هن جي دوستيءَ ۽ مهمانوازيءَ جو عمر پر شڪرگذار رهندس. هن ۾ مهمانوازيءَ جو بي انتها انگ هو، هن جي مهربانين جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، مان

خاطريءَ سان چوان ته نوشڪيءَ کان شيراز تائين مون کي ڪنهن به قوم يا طبقي جو ماڻهو ڪونه مليو، جنهن کي منهنجي سلامتيءَ ۽ خيرعافيت جو ايترو اونو هجي. شاه محراب خان ۽ پيا به سچ پچ هنن جي اميدن مطابق مهربان ۽ شفيق هئا، پر مراد خان ۾ زياده گرمجوشي هئي. منهنجن پنن اٿڻ ويهڻ جنن به اها ڳالهه محسوس ڪئي، ايتريقدر جو شام جو جڏهن موڪلايائين پئي، تڏهن هنن چيو ته مراد خان اسان توکي ڪڏهن ڪونه وساريندا سين، شل تنهنجون نيڪ مرادون پوريون ٿين ۽ تنهنجو رزق وڌي، توکي گهٽو ڪجهه ناهي، پر جيڪي تون ڏين ٿو، سو وڏيءَ خوشيءَ ۽ دل سان (١).

---

(١) بروهين جي هيءَ داددهي مون کي خاص طرح ياد آهي جو ان ۾ ڏو معنيٰ لفظ ڪم آندل آهن. جي ايراني زبان جا عالم سولائيءَ سان سمجهائي سگهندا. مراد خان سردار جو نالو آهي. مرادي خالي معنيٰ سرداري مرادون. جي زبان کان غير واقف آهن، انهن لاءِ وڌيڪ هي ٿو لکجي ته مراد معنيٰ خواهش، منشيٰ وغيره ۽ خالي جي معنيٰ بلوچڪي ۾ خان مان نڪتل آهي. ۽ بلوچڪي ۾ معنيٰ اٿس شاهي.

## فصل (۱۳)

۲۱-اپريل: اسان پاڻيءَ جون سانداريون ڀري پاسمان
مان سج اڀرڻ مهل نڪتاسين. ين-چئن ميلن جي پنڌ ڪرڻ
کان پوءِ مون پنهنجي رهبر کي رپيو ڏئي رخصت ڏني.
منهنجو مقصد هو ته ڪنهن به طرح فرنگي يا يورپيءَ جي
ناليءَ کان جند آزاد ڪرايان، ڇاڪاڻ ته مون کي خاطري ٿي
وئي هئي ته سفر لاءِ اهو بري ۾ برو نالو هو. انڪري
مون کي هر قسم جي لڳيءَ ۽ فريب جو شڪار ٿيڻو ٿي پيو.
ان کان سواءِ مون کي هر ڪنهن ڳوٺ ۽ شهر ۾ انگشت نما
ٿيڻ ويهڻ پسند نه هو. مون اڳي ئي خيال ڪيو هو ته
بلوچستان مان ڪم از ڪم ان جي آباد حصي مان نڪرڻ
مان اٺين ڪندس. اڄ صبح جو منهنجو سفر بلوچستان جي
حد کان ٻاهر هو، پر جڏهن مون کي خبر پئي ته منهنجو
مونهون جيتوڻيڪ پاسمان جو رهاڪو نه هو ته به هن کي
ڪنهن رستي خبر پئجي ويئي هئي ته مان کهڙيءَ قوم جو
آهيان، هو لاشڪ ان ڳالهه جو نرنشير ۾ پڙهو کهائي ها،
تنهنڪري البت مون کي گهبراهٽ ٿي. منهنجن جتن کي
ڀريائين هن مان موٽي وڃڻ جو خيال هو، جو سمجهيائون
پئي ته رستو پڌرجي نه وڃون. مون جلدي هنن کي سمجهايو
ته سونهي کي موٽائڻ اسان جي لاءِ ضروري آهي. ۽ تسلي
ڏنيمان ته اسان کي ڪي ريڊار ضرور ملندا ۽ انهن مان
ڪنهن کي پاڻ سان ڪنداسين پر جي ڏاڍ نه به پڙايو ته
به مون کي خبر آهي ته اسان کي ڪهڙيءَ ڏس ۾ سفر ڪرڻو
آهي، ۽ اسان کي رستو ضرور ليندو.

اچا اسان ڪلاڪ ڪن مس پنڌ ڪيو تہ منهنجن ماڻهن مان هڪڙي پري کان هڪ لڪريءَ تي هڪ ماڻهو ڏٺو. اسان هن کي سڏ ڪيو. هو ڊچندو ڊچندو ويجهو آيو. مون چيومانس تہ جي تون مون کي ريگن، جو ارمنشير جو ڀهريون ڀهريون شهر آهي، ان تائين پهچائيندين تہ مان توکي خرچي ڏيندس. هو ڀهريائين ڪجهہ هٻڪيو ۽ انڪار ڪرڻ تي هو پر منهنجي هڪڙي جت همت ڪري چيس تہ اسان پنهور مان آيا آهيون ۽ هي سيد حاجي آهي ۽ توکي چڱو انعام ڏيندو. پوءِ ڪوڙ جي تڏهن انتها ڪيائين، جڏهن چيائينس تہ تون اسان سان گڏجي مونجانءِ. ٿوريءَ صلاح مصلحت کان پوءِ چيائين تہ چڱو ترسو تہ مان پنهنجي گهيڏڻ مان ٿي اچان. مون کي اها صلاح نہ وڻي جو ان ۾ اسان جو وقت ضايع پئي ٿيو ۽ مون کي ڊپ هو تہ متان نيت خراب نہ هجيس ۽ آٿ-ڏهہ جٺا وٺي اچي اسان جي ٿر لہ ڪن. پر منهنجو شڪ بي بنياد هو. هو پنهنجي وعدي تي پورو رهيو ۽ مون جيترو سمجهيو هو ان کان بہ گهٽ وقت ورتائين. هو پنهنجو ويس بلڪل بدلائي آيو هو. بدن تي ٽڪڙيون هيس ۽ پنهنجي تفنگ جا ڀهريائين ساڻ هيس سا بہ چڏي آيو هو. پوءِ پڌايائين تہ تفنگ انڪري پٺتي چڏي آيو آهيان، جو ڊپ هو تہ ڪو ڦري نہ وٺي. هن جي اچڻ کان پوءِ اسان سوار ٿـي وياسين. رات جو يارهين بجي اسان ترسياسين. آءٌ سمجهان ٿو تہ اها جاءِ باسمان کان چاليهہ ميل اتر-اولهہ هئي. انهيءَ پنڌ ۾ اسان سٺين ميـل تي لڪر ۾ هڪ ننڍي کڏ ۾ پاڻي ڏٺو، پر ان ۾ ايترو لوڻ ملپل هو جو اهو پيئڻ جهڙو نہ هو. سچو ڏينهن ملڪ اسان کي ويران ۽ لڪرائتو نظر آيو، سواءِ پولين ڇهن ميلن جـي. جتي هڪ پٿرائتو پٽ هو، جنهن ۾ نہ پاڻي هو ۽ نہ ساوڪ.

مان اگي ٿي عرض ڪري چڪو آهيان ته باسمان جو ڳوٺ، بلوچستان جي آخرين ڳڪي بستي هئي. اڄوڪي سفر جي پڄاڻيءَ ۾ مان پاڻ کي بلوچستان جي حدن کان ٻاهر سمجهيو. پر اٿين آهي ته بلوچن جون ڪيتريون قومون پرتي اولهه طرف رهن ٿيون، پر اهي اتان جا اصلوڪا رهاڪو نه آهن. هو اتي هاڻي تازو وڃي رهيا آهن. تنهنڪري آءٌ هن کان پوءِ پنهنجي سفرنامي ۾ ايران جي انهن صوبن جو، جن مان سون سفر ڪيو هو، تن جي جاگرافيءَ خواهه ٻين ڳالهين متعلق معلومات ۽ انگ اکر ڏيندس. جي مون پاڻ مڪاني ماڻهن کان پڇائون ڳاڇائون ڪري ۽ کوجنا ڪري گڏ ڪيا آهن. هاڻوڪي ايران جي حڪومت جي ڪنهن به حصي متعلق مون کي هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ڪجهه ڏيڻ جو ارادو ڪونه آهي.

باسمان جي ڳوٺ جي متعلق گهڻي اپٽار ڪرڻ جو ضرور ڪونه آهي: ان ۾ اٽڪل ڏيڍ سؤ گهر آهن، جن مان ڪي ٻه-ٽيماڙ آهن. گهر پٿر جا ٺهيل آهن، پر انهن ۾ ڪچ يا چونو ڪم آندل ناهي. پٿر هڪٻئي تي اهڙيءَ طرح ڳنڍيل آهن جو انهن تي برسات جو اثر ڪونه پوندو آهي. انهن کي الدران ليپو ٿيل آهي ۽ چوڌاري عيا ڳپيٽي نموني جو ڪوٽ ڏنل آهي. اتي جو سردار محمد خان ڪُرد بلوچ آهي. انهيءَ سردار جو گهر اتر-اولهه طرف جبلن ۾ آهي. به سال ٿيا ته هن ڀنپور جي سردار محراب خان جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. هن کي ڏاج ۾ ڀنپور جي سرداري ملي هئي. هن کي پنجاهه سپاهين کان وڌيڪ لشڪر ڪونه آهي ۽ آمدني به گذران لاءِ مس پوري اٿس. هو حليم طبيعت جو آهي. هو ايرانين وانگر اخلاق ۽ مروت وارو ماڻهو آهي. هن جو ڳوٺ، پهريون ٿي ڳوٺ هو جتي فارسي زبان عام ڳالهائي

پئي ويئي. باسمان جا ماڻهو اربابين ۽ رخشائين وانگر وڏا ۽ قداور نه آهن، مگر هنن جا هشيار ۽ شغل ساڳيا آهن.

٢٢-اپريل: صبح جو ڇهين بجي کان شام جو ڇهين بجي تائين مون هڪ ويران سنئين پوليءَ مان ايڪيهه ميل سفر ڪيو. جنهن ۾ پاڻي يا ڪنهن به قسم جي ٻي ساوڪ ڪانه هئي. سواءِ ناغود جي ڪن ننڍن وڻن جي، جي مون کي سڪل ڪرڙين جي ٻيٽ ۾ ڏٺا. ڪٿي ڪٿي ڪي شنز يا ڪانڊيرن جا جهڳٽا هئا. ڪالهه جنهن جبلن جي قطار تان مان ٽپيو هوس، تنهن جي هڪ اولهائين شاخ سون کان سراسري پنج يا ڇهه ميل ڏکڻ طرف هئي ڪٿي ڪٿي اها اتر طرف وڌي پئي آئي، تقريباً رستي تائين. هندستان ڇڏڻ کان پوءِ مون اهڙي گرمي ۽ هٻس ڪٿي ڪانه محسوس ڪئي هئي. اسان کي پاڻيءَ جي قلت ڪري به تڪليف ٿي. باسمان واري پاڻيءَ مان ڪجهه بچيو هو سو مون کهاڻن نٿي گهريو. اهو مون ضرورت جي وقت لاءِ سانڍي رکيو هو. اسان جي چوطرف صحراب(١) تريو پئي، چڻ ته جنهن شيءِ جي لاءِ اسان وڃياسين پئي، تنهن جو پاڇو ڏيکاري، اسان کي ويچارا پئي ڪلڪ ڏيائين. آءٌ پنهنجي ذاتي آزمودي مان چئي سگهان ٿو ته زندگيءَ جي ضروريات مان پاڻيءَ ٿي هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن کان سواءِ هڪ پل به جيئڻ جنجال آهي. انسان ٿڪ، بک، گرمي، سرديءَ جي تڪليف ۽ فطرتي آرام يعني ننڊ جي ڪمي گهڻي وقت تائين صبر ۽ اميد سان سهي سگهي ٿو، پر منهنجي خيال ۾ هڪ سيلانيءَ لاءِ هن کان وڌيڪ ٻي ڪا شامت نٿي ٿي سگهي ته هو سارينڌڙ سج ۾ ٻرندي ۽ ٽڙي سڪي اهڙي خشڪ ٿي وڃيس جو ساهه پوسانجي، مرڻ جهڙي ڏپ کان زبان چوري به نه سگهي ۽ انهن خوفناڪ جذبن کي منهن ڏيڻ جو ڪو وس يا وسيلو به نه هجي. چون ٿا ته اهو

(١) لٺي جو قسم. صحر معنيٰ بيابان، آب معنيٰ پاڻي.

صحراب جنهن جو مون ذڪر ڪيو آهي، سو سخت گرميءَ ۾ سج جي ڪرڻن جي مٿي چڙهڻ ڪري ٿيندو آهي. اهو اڪثر نشيب واري زمين ۾ نظر ايندو آهي. جتي پاڻيءَ هئڻ جي اميد هوندي آهي. جنهنڪري پاڻ وڏيڪ ڏوڪو ايندو آهي. ان ۾ ٻوٽن ۽ وڻن جو پاڇو اهڙو چٽو نظر ايندو آهي جهڙو ڪنهن شفاف ۽ مانيٽي ڍنڍ ۾. هڪڙي دفعي مان ايران جي ڪرمان پرڳڻي ۾ ڏٺو ته رڃ هڪ چادر وانگر جبل جي پاسي ۾ ٽنگي پئي هئي، ان ۾ جبل جي چوٽيءَ جو پاڇو پئي نظر آيو، جيتوڻيڪ اها چوٽي ان جي مٿان نه هئي. هتي هيءَ لقاءُ عام نظر ايندو آهي. ايراني، جي مون سان سفر ۾ گڏ هئا، تن چيو ته هن ٽڪر ۾ لوڻ جام آهي ۽ هي لقاءُ لوڻ جي پاڙن مان جي بخار نڪرن ٿا تن ڪري ٿئي ٿو. منهنجي وفادار نوڪر، فتح محمد جڏهن ماني پچائي تيار ڪئي(١)، تڏهن سڀني يڪراءِ فيصلو ڪيو ته، باقي بچيل پاڻي تقسيم ڪيو وڃي. ائين ڪرڻ سان هڪ-هڪ کي سونهي سميت سنڌس حصي ۾ ڏيڍ پاءُ جيترو پاڻي ٿي آيو. انهيءَ مختصر کاڌي کان پوءِ اسان سمهي پياسون.

٢٣- اپريل: رات صاف ۽ چانڊوڪيءَ واري هئي. مون ان جي ٿڌيءَ هوا وٺڻ جي فائدي جو خيال ڪيو. انهيءَ اميد تي ته جيئن شام تائين ريگ ۾ پهچي وڃان، تنهنڪري مان ماڻهن

(١) ماني پچائڻ جو هڪڙو طريقو ته اهڙو سولو هو جو اهڙو مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو آهي: چاڪن جو سڪون ڪاٺين جو ڍڳ ڪري ان جي مٿان واري وجهن. پوءِ ڏينس باهه. ڪاٺيون سڙي پوريون ٿين ته واري تپي ڳاڙهي ٿي وڃي. ڳوهيل اٽي جو چاڻو ڪٽي ان جي وچ ۾ وجهن. اهو ڏهن منٽن ۾ پچي تيار ٿيو وڃي. انهيءَ طريقي ۾ هڪڙو احتياط ڪيو آهي، سو هيءُ ته چاڻو پاسن کان ڍڪيو آهي ته جيئن ان ۾ هوا اندر نه وڃي، نه ته ماني سڙي ويندي.

کي فقط ٻن ڪلاڪن جي آرام جي مهلت ڏني. اسان هڪ بجي روانا ٿياسون. ڇهن ميلن کان پوءِ اسان گيهڪن نالي هڪ چشمي تي پهتاسين، جنهن جو پاڻي اهڙو ته کارو هو، جو اسان اچايل هئاسين ته به پيي نٿي سگهياسين. تنهن هوندي به اسان ڏوهه تي پاڻي پيتو ۽ مشڪون ڀري ڪنيون. اهڙيءَ ميل پيا پنڌ ڪري نرمنشير جي جهنگل جي وٽ انڪل ڏهين بجي صبح جو ترسياسين. هتان ريگن انڪل پندرهن ميل پري آهي. مان اتي پنجين بجي شام جو پهتس. رستي تي اسان ٻن ڊاڪل قلعن ۽ ميدان نالي ڳوٺ وٽان لنگهياسين.

اڄ سڄو ڏينهن ملڪ گوناگون شڪل جو هو. گيهڪن واريءَ پوئينءَ منزل وٽ پهاڙي علائقو هو. تنهن کان پوءِ نرمنشير جي جهنگل تائين سخت اگهاڙو پٽ ۽ پولو، وري نَو يا ڏهه ميل ساندهه يڪو جهنگ جنهن ۾ ننڍا ٻوٽا ۽ ڪٿي ڪٿي وڻ هئا ۽ منجهن ڪيترا آباديءَ جا نڪر هئا، جن کي جبلن مان نهرن رستي پاڻي ٿي مليو. اسان جو سولهون انهن مان هڪڙيءَ نهر مان پنهنجي ننڍي سانداري پوري موڪلائي ويو. چيائين ته، مون کي ريگن مان اڪيلو موٽڻ جي همت ڪانه آهي. مون هن کي سير اتي جو ۽ ٻي رپيا ڏنا، جنهن تي هو راضي ٿيو. جهڙيءَ طرح زمين مختلف نمونن جي هئي، اهڙيءَ طرح اسان جو رستو به مختلف طرفن ڏانهن ٿي هليو. پر اهو سراسري ڏکڻ-اولهه ۽ اتر-اولهه جي وچ تي هو. مون کي جيڪڏهن گرميءَ جي ماپڻ جو اوزار هجي ها ته مان ٻانيان ٿو ته، ائين معلوم ٿئي ها ته اڄ به ڪلهه کان گهٽ گرمي ڪانه هئي. پر اسان وٽ اڄ لاهن لاءِ ڪافي پاڻي هو پوءِ خواهه اهو ڪهڙو به هو هڪ ٻي به عجيب ڳالهه هئي، جنهنڪري مون کي ڪم از ڪم خيال ۾ گهٽ گرمي محسوس ٿي ٿي، تنهنڪري تڪليف به گهٽ ٿي ٿيءَ سا هيءَ ته، اسان جي ڏکڻ ۾ جبلن جي

هڪ اونچي قطار هئي جنهن جي چوٽي برف سان ڍڪيل هئي. جيڪڏهن ان طرف کان هوا لڳي ها ته پوءِ سان يقيناً چوان ها ته متهنجا جذبا خيالي نه هئا، پر ان وقت هوا ڪانه هئي ۽ جيڪا ٿوري هئي ته به اها مخالف طرف کان پئي لڳي.

ريگن ۾ پهچڻ شرط سان سڌو ڪوٽ جي دروازي ڏانهن ويس، اتي ڪيترا ماڻهو ويٺا هئا ۽ ٻارن راند پئي ڪئي. ٻار رڙيون ڪري ڊڄي ڀڄي ويا. ماڻهن جي شڪلين مان به ظاهر هو ته هنن ۾ ڌڪاءُ پئجي ويو هو ۽ حيرت ولي ويئي هين. ڪن سمجهيو ته ڪو ڇاپي هڻڻ لاءِ ٽولو اچي رهيو آهي. سڀ حيران هئا ته اسان ڪيئن هنن ڪي خبر ڏيڻ ڪان سواءِ ملڪ ۾ داخل ٿيا آهيون. سان اچا لهي ڪنهن ڪي ٻڌايان، تنهن ڪان اڳ سڄي شهر ۾ خبر پکڙجي ويئي. چڱي مڙس عباس علي خان گهرائي پڇا ڪئي ته ڪٿان ۽ ڪهڙي ڪم سان آيا آهيو؟ مون ٿورن لفظن ۾ چيو مانس ته آءٌ هڪ هندو سوداگر جو نوڪر آهيان ۽ قلات ڪان ڪرمان ٿو وڃان. ڳالهائيندي ڳالهائيندي مون ڪيس باسمان جي سردار جو خط ڏنو، جنهن ۾ هن منهنجي دعوا جي تصديق ڪئي آهي ۽ هن ڪي سفارش ڪئي هئي ته مون ڪي ڪو سونهون ۽ رستي ۾ ٻيون سهولتون ولي ڏي. خط پڙهي چيائين ته مون ڪي تنهنجي قول ۾ شڪ ڪونهي ۽ نه توکي تڪليف ڏيڻ جو ارادو آهي. تون جي سڌو رستو ولي ڪرمان وينديين ته مان توکي آڏو نه ايندس. جيتوڻيڪ شهر جي حاڪم جي حڪم مطابق توکي نرمنشير جي حاڪم رشيد خان ڏانهن موڪلڻ کپي، جو ٽيهه ميل پري ڪروڪ جي شهر ۾ رهي ٿو. پوءِ مون کان پڇيائين ته تومان بلوچ ڪهڙي لموني هليا هئا؟ چيائين ته تعجب آهي ته توکي دست اندازيءَ کان سواءِ اچڻ ڏنو اٿن! مون جواب ڏنومانس

تہ فقر منهنجو پروانو آهي. مون وٽ ڪجھ ڪونہ هو جو مون کان وٺن. جنهنڪري هنن مون کي سڀڪجھ ڏنو. انهيءَ مذاق تي کلي چيائين تہ تون مهمانداريءَ جي رواج تي اهڙو هيري ويو آهين جو توکي اميد هوندي تہ مان بہ تنهنجي خوشامد ڪندس. مان انڪار ڪرڻ تي هوس تہ چيائين ضرور مان بہ مهمانوازي ڪندس. توکي ائين سمجهڻ نہ کپي تہ شهسوار(۱) خراب بلوچ آهن(۲). پوءِ مان ڪوٽ پاهران وٽن هيٺان رات گذارڻ لاءِ روانو ٿيس، جو هتان جو قاعدو آهي تہ قلعي جي پٽين اندر ڪنهن بہ ڌاريي ماڻهوءَ کي سمهڻ ڪونہ ڏيندا آهن. اڌ ڪلاڪ ۾ اسان کي ڏهہ جيتري باجهريءَ جي ماني ۽ کير موڪليائين.

۲۳-اپريل: اڄ مان پنهنجن ماڻهن ۽ انهن کي ڪجھ آرام ڏيڻ لاءِ ريڪڻ ۾ ترسي پيس. جو هنن تارو ڏاڍا جاکوڙا ڏٺا هئا ۽ کاڌو بہ پورو ڪونہ مليو هون. باسمان ڇڏڻ کان پوءِ اسان وٽ ايترو کاڌو مس هو، جو اسان هڪ ويلو کائيندا هئاسين. ويچارن اٺن تہ بلڪل ڪجھ ڪونہ کاڌو هو. هنتور ڇڏڻ کان پوءِ مان لاچار هنن جي اٺن جي خوراڪ(۳) بند ڪئي هئي ۽ هنن کي

---

(۱) هن جي قبيلي جو نالو هو. (۲) اٺن کي روزالو اٽي جي خوراڪ بڻ ڏلي ويندي هئي، جنهن تي تمام تڪڙو ۽ گهڻو وقت هلي سگهندا آهن. اٽو اڪثر اڌ پيٺل (ڌارو ڪيل) هولدو آهي. اهو پاڻي مان گوهي لنڊي پار جي مٽي جيڏا گوڙها ٺاهي اٺ جي لڙيءَ ۾ وجهندا آهن. بلوچ اڪثر انهن گوڙهن ۾ ڪڙ ۽ آفيم بہ گڏيندا آهن (ڏسو ۲۸-جنوريءَ جو روزنامچو). هو سمجهندا آهن تہ جيئن گوڙهو وڏو تيئن وڌيڪ فائدو. مان ڪرمان ۾ پنهنجن اٺن کي ساڍا ست سير اٽو روز ڏيندو هوس جو هو شام جو کائيندا هئا. با وجود ان جي هو ڏينهن ۾ ٿلو ۽ گاهہ بہ چرندا هئا. ان مان ثابت آهي تہ هو ڏاڍا سخت جانور آهن. پنج-ڇهہ ڏينهن کاڌي کان سواءِ بہ گذاري سگهندا آهن.

چاري جو وقت ٻہ ڪونہ مليو هو. ٻہ ڪري ڪنڌا ٿي ويا هئا ۽ بلڪل هيٺا هئا. اسان ٻاسمان ۽ ريگڻ جي وچ ۾ گهٽو مفاصلو پيادل ڪيو هو. اسان اڳيان اڳيان پئي هلياسين ۽ آٿ پويان ٿي آيا.

ريگڻ هڪ صاف مٽيءَ جو قلعو يا ڪوٽ ڏنل ڪوٽ آهي. ڪوٽ چورس شڪل جو آهي، اڊائي سؤ وال ڊگهو ۽ ويڪرو ٿيندو. پيتيون اونچيون اٿس ۽ تمام چڱي حالت اٿن. ڪنڊن تي وچ ۾ مورچا اٿن. منهنجو خيال آهي ته ديواريون هيٺ تري ۾ پنج يا ڇهہ فوٽ ويڪريون ٿينديون. پر مٿي تي آهن ۽ مٿي ارڙهن انچن کان وڌيڪ موڪرا ڪانہ اٿن. ڪوٽ کي فقط هڪڙو دروازو آهي، جو ڏکڻ واري وچئين مورچي هيٺان لنگهي ٿو. اتي هميشه پهرو رهندو آهي ته جيئن ڪو بہ ڌاريو ماڻهو اندر اچي نہ سگهي. اهو احتياط سڄي صوبي ۾ ڪيو ويندو آهي. اندر گهرن کي خلوت ۽ سلامتيءَ جي خيال کان ٻي ديوار ڏنل آهي. هرهڪ ديوار جي اوچائي ۽ ٿولهہ مالڪ جي خواهش مطابق نرالي هوندي آهي. اندرين پٽين ۽ ٻاهرين ديوارن جي وچ ۾ اٽڪل ٽيهن فوٽن جو مفاصلو آهي ۽ ان ۾ رات جو هرقسم جو چوپايو مال رهندو آهي. عام ماڻهن جي سهولت لاءِ پنج-ڇهہ فوٽ ويڪرو رستو ڇڏيل آهي ۽ باقي اراضيءَ ۾ جانورن جي تعداد مطابق واڙا ۽ ستنهہ ٺهيل آهن. واڙي جي مالڪ کي قانون مطابق روز صفائي ڪرائڻي آهي پاڻ جي خاطر. انهيءَ قانون جي هرڪو پيروي ڪندو آهي.

دروازي تي تفنگچن جو پهرو هوندو آهي. انهن کي سرڪار مان پگهار ملندو آهي. انهن کان سواءِ رات جو مٿيني مورچن ۾ پهريدار ويهندا آهن، جي سڄي رات سجاڳ هوندا آهن. ٻه هڪٻئي کي هٽائڻ لاءِ ۽ ٻاهرين ماڻهن کي ڊيڄارڻ

لاءِ وقت بوقت وڏي آواز سان هڪٻئي کي سجاڳ ڪندا
آهن. هيءَ رات جو پهرو عام ماڻهن جي فائدي لاءِ هوندو
آهي، تنهنڪري ماڻهو خوشيءَ سان پنهنجي فرض ادائي ڪندا
آهن. هنن کي هر وقت سرحد، ڀرپور ۽ اڀرندي وارن ٻين
علائقن مان بلوچن جو خطرو رهندو آهي. بلوچ ٻه سال ۾
هڪ ٻه دفعو انهن وٽ ڀا ايران جي حڪومت جي ٻئي
ڪنهن حصي ۾ ضرور ڪينڪر ڪرڻ ايندا آهن. ريگڻ جو
سردار عباس علي خان بلوچي نسل جو آهي ۽ سندس ماتحت
جي ماڻهو رهن ٿا، سي ٻه بلوچ آهن. هن کي ڇهه پٽ
آهن، جي سڀ ڪوبا جوان آهن. هو مون تي ڏاڍا مشفق
۽ مهربان هئا. ڳالهائيندي ڳالهائيندي اتفاق سان جريد بازيءَ(1)
جو ذڪر نڪتو. مان چيومان ته مون ڪڏهن جريد بازيءَ
ڪانه ڏٺي آهي. انهن مان ٻن ڄڻن هڪدم پنهنجا گهوڙا
ڪڍرائي قلعي جي دروازي اڳيان ميدان ۾ ڪُشتي ڪئي.
هو شاندار سوار ٿي نظر آيا ۽ گهوڙن تي پورو قبضو هون.
اهو شغل ئي اهڙو آهي جو گهوڙن تي قبضو هئڻ ضروري
آهي. مان هيٺ جريد بازيءَ جو مختصر احوال ڏيندس، جنهن
جو ايران جي سڀني طبقن جي ماڻهن کي شوق آهي. بازي ٻن
قسمن جي آهي: هڪڙيءَ ۾ ٻه سوار گهوڙن تي ٻارهن فوٽ
ٻا وڏيڪ ڊگهن نيزن سان مقابلو ڪندا آهن. ٻيءَ ۾ هڪ
سوار ٻه-ٽي فوٽ ڊگهيءَ لٺ سان پنهنجو ڪرتب ڏيکاريندو
آهي. پهرئين قسم ۾ رقيب واري تي هڪٻئي پٺيان
گهوڙو ڀڄائي زور سان جريد ڀا ڀالو اڇلائيندا آهن.
جريد انداز، رقيب کي جريد هٽي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪندو
آهي ۽ اڳلو پنهنجي چالاڪيءَ ۽ ڦڙتائيءَ سان وار گُسائي هن

(1) جريد بازي، يعني نيزي راند. جريد معنيٰ نيزو ۽ بازيدن
معنيٰ کيڏڻ.

تي حملو ڪندو آهي، ٻئي قسم ۾ سوار زور سان گهوڙو ڀڄائي لٺ زمين تي هڻي ٿو ورپي جهپي وٺندو آهي. ڏوريءَ ڪسرت ڪان پوءِ جهٽ الڪل اچي ويندي آهي ۽ ان ۾ ڪو خطرو ڪونه آهي. مان جڏهن ڀريائين جريد تيز رفتار سان هڪ طرف اڇلائيندو ڏٺو تہ سمجهيم تہ اجهو ٿو لڳي پٽ تي ڪيرائيس، پر مان ڀانيان ٿو تہ اهڙو خيال فقط مون کي ئي هو. ٻيا سڀئي خوش ٿي ٿيا ۽ هن جي چترائيءَ جي تعريف ٿي ڪيائون.

# فصل (١٤)

٢٨- اپريل: اڄ صبح جو ڪوٽ جو در ڪليو ته سونهون جنهن جي مان اڳينءَ رات گهُر ڪئي هئي، سو به اچي مون مان گڏيو. مان ريگڻ مان ڇهين بجي صبح جو نڪتس. چوڏهن ميل سڌي جهنگل واري علائقي مان اتر-اولهه طرف پنڌ ڪيم. اسان نائتي ڪرڻ لاءِ هڪ ٻاجهر جي پوک ۾ ترسياسين، جتي ڪجهه ماڻهن لابارو ٿي ڪيو. جنهن تي مون کي البت تعجب ٿيو، جو اڃا لاباري لاءِ سوير هئي. پر جيئن اولهه طرف وڌندو ويس ته ڏٺم ته ان اڃا ٻه، وڏيڪ نسريل هو. گرمي ڪجهه جهڪي ٿي ته مان به وري روانو ٿيس. شام جو ستين بجي هڪ گول ننڍو ڪوٽ، جنهن کي "برج" ٿي چوائون پهتس. ان ۾ پنجاهه-سٺ گهرن جو هڪ ڳوٺ آهي. جهنگ وڏيڪ گهاٽو هو؛ رستي ۾ ايترا ور وڪڙ هئا جو مان سمجهان ٿو ته ريگڻ کان هن ڳوٺ تائين سچ پچ جيترو پنڌ هو، تنهن کان اسان ٽيڻو پنڌ ڪيو هوندوسين. شام جو منهنجي خيال ۾ اسان پندرهن ميل پنڌ ڪيو هوندو ۽ سڄي ڏينهن ۾ ڪل اوڻيهه ميل. وهندڙ نهرن ۾ پاڻي جام هو. ڪٿي ڪٿي ڏاڍا سهڻا نظارا هئا. قسمين قسمين وڻ هئا، جن ۾ مون کي ٻهل، ٽيم، گدامڙي، ٻير، انب، اکروٽ، جهنگلي بادام ۽ گز(١) سڃاڻڻ ۾ آيا. گز جا ايڏا ته وڏا درخت هئا، جو ايڏا مون ڪٿي ڪونه ڏٺا آهن. انهن ۾ ان وقت تازا پَنَ نڪتا هئا ۽ سنجهن ٻور هو. اسان جي ڪهي طرف، جي سڄا ۽ برف سان ڇانيل جبل هئا تن جي مقابلي ۾ ساوڪ ڏادي سهڻي ۽ خوشنما ٿي لڳي.

---

(١) ٻهل، ٽيم، ٻير ۽ گز جا انگريزي نالا.

مان اجا آڳ تان لنگهي ته هڪڙو بدصورت غليظ ماڻهو جو پوءِ معلوم ٿيو ته اتان جو ڪدخدا يا چڱو مڙس هو رعب سان ايندي مون کان پڇيائين "ته ڪير آهيو ۽ ڇو آيا آهيو؟" مون به ساڳئي لهجي ۾ جواب ڏنو ماڻس ته توکي اهڙيءَ پڇا ڪرڻ جي ڪهڙي اختياري آهي. اتي منهنجو سونهون ڳوٺ ۾ ٻاهر ٻارڻ لاءِ ڏانڊو ڪٺو ڪري ويو هو سو موٽي آيو ۽ ڪدخدا کي چيائين ته "هيءُ اهو ماڻهو آهي، جنهن جي ڳالهه مون توسان ڪئي هئي. ان تي مون کي وڏيڪ مٺيان لڳي، جو مون کي خاطري ٿي ته هن جي مون کان سوال جواب ڪيا هئا، تن جي ڪيس اڳيئي سموري خبر هئي ۽ هو پنهنجو رعب ڏيکارڻ ۽ مون کي بيعزتو ڪرڻ لاءِ هرو ڀرو قاعي مان آيو هو. پر هن جلد محسوس ڪيو ته هن هڪ عظيم چوڪ ڪئي. منهنجي سونهين کي چيائين ته تحقيق هي ساڳيو ماڻهو آهي. هو منهنجي حيثيت نٿو ڄاڻي. مان هن کي سپاٽي رشيد خان ڏي موڪليندس، پوءِ خبر پوندس ته هتي هن جي ٿي هلي يا منهنجي. هو پاڻيهي سڏو ڪندس. هن ٻنهي ڪيءَ جي ڏسڪيءَ تي آءٌ جيڪر کلان، ها، پر مون کي خبر هئي ته هن کي انهيءَ دڙڪي تي عمل ڪرڻ جي قوت آهي، تنهنڪري مون سمجهيو ته هن کي ڪجهه حملي ۾ ئي تڪڙ تي منهن ڏجي ۽ اک ڏيکارجيس. چيو ماڻس ته مان هڪ انگريز سوداگر آهيان. خبردار مون سان ڪا حرڪت ڪئي اٿئي. انهيءَ ڳالهه تي هن کي حيرت وٺي ويئي. پر ٿوري وقت کان پوءِ منهنجن بلوچن ڏي منهن ڪري چيائين ته توهان نرمنشير ۾ اچڻ لاءِ اهڙو عذر ڪونه ٿا پيش ڪري سگهو. انشاءالله توهان کي ڪنهن به حالت ۾ ڪروڪ وڃڻو پوندو. ان جو اهڙو هٺ ڏسي منهنجي صبر جو پيمانو ڀرجي آيو. چيو ماڻس ته تون گستاخ ۽ نالائق آهين، توکي ڇا مجال آهي جو تون مون کي ۽ منهنجن ماڻهن کي رشيد خان

ڏي موڪليندا ٿي! مون کي ڪرمان پهچڻ ڏي ته مان شهزادي کي سڀ خبرون ٻڌائيندس. اتي سونهون ۽ ٻيا تماشبين وچ ۾ پيا. هن ۾ سمجهيو ته مون ڏاڍو ڪا ڏٺي تڪڙ کان ڪم ورتو آهي ۽ جهڙي ۾ پڙ پڙ ڪري لڳو ته ياد رک ته تون بادشاهه جي مملڪت ۾ آهين، جتي ڌارين کي مقصد ٻڌائڻ کان سواءِ مسافري ڪرڻي ناهي. مون جواب ڪونه ڏنو جو اتي برسات پوڻ لڳي ۽ هو ڇپ ڇپائيءَ ۾ ميدان ڇڏي ڪوٽ اندر هليو ويو.

٢٦-اپريل: مون سونهي کي چتايو ته هو اسان جي پرسان سمهي، جيئن هن جي ڪري اسان کي ڪا دير نه پوي. اسان برجا مان اهڙو سوير نڪتاسين جو اڃا ساڍو اٺ وڳا نه هئا. ڏهه ميل اتر-اوله طرف جهنگ ۽ ڪيڙ پل پٽ مان لنگهي، نهيم آباد پهتاسين. هن ڪوٽ جو ڪد خدا ڪريم خان نالي هڪ ڪرد بلوچ آهي. هو سرحد جي مکيه سردار الفت خان جو ڀاءُ آهي. هن پنهنجي ڀاءُ ۽ علائقي جي سردارن سان تڪرار ڪيو هو. جنهن تي هن کان سندس ابائي ملڪيت کسي ورتي هئائون. هو پوءِ نرمنشير پڄي ويو، جتي ڪرمان جي حڪومت کيس نهيم آباد جو قلعو ڪوٽ ۽ شهر ڏنو. حڪومت گذريل پنجن-ڇهن سالن کان اهڙي قسم جا عطيه فراخدليءَ سان ڏيندي آئي آهي. ان جو سبب اڳتي هن صوبي جي بيان ۾ ڏنل آهي. ڪريم خان پنهنجي هموطنن کي صلاح ڏني ته هو هن نئين ملڪ ۾ سندس حڪومت هيٺ هلي رهن. هو انهيءَ ڪوشش ۾ اهڙو ته ڪامياب ٿيو آهي جو نهيم آباد هاڻي ريگن کان وڌو، بلڪل آباد ۽ وسندڙ شهر آهي. هو ان وقت ڪروڪ ۾ هو، جنهنڪري مون کي اندر ڪوٽ ڏسڻ جي اجازت نه ملي، پر ڪوٽ جي تمام سٺي حالت آهي: ان جون پٽيون اهڙيون صاف ۽ سٺيون آهن جو قلعي وانگر نه پر هڪڙي گهر وانگر نظر ٿو اچي. قلعي

جي رٽ ريگڻ جي ڪوٽ جهڙي آهي، پر اهو ڏکو ۾
ڇورسو آهي، جنهنڪري ڏکڻ پاسن ۾ هڪ ٻدران ٻه-ٻه برج
اٿس. مان ڪريم خان لاءِ نهيم آباد ۾ سارو ڏينهن ترسيس. آخر
بم شهر جي رستي ڏيکارڻ لاءِ مان ساڳيو سونهون پاڙي ڪيو،
جو ريگڻ مان مون سان گڏجي آيو هو. هن انهيءَ موقعي
جو فائدو وٺي مون کان تمام گهڻا پئسا ڪڍيا. ايترن پئسن
۾ مون کي ريگڻ ۾ سورو رستو ڏيکارڻ لاءِ ماڻهو ملي
وڃي ها. پر مون کي پنهنجي هڪڙي جت کان معلوم ٿيو
ته ڪريم خان هڪ دفعو محمود خان کي گڏجڻ لاءِ قلات
ويو هو انڪري مون کي هن سان ملاقات ڪرڻ جو خيال
هو. تنهنڪري سونهي کي راضي رکڻ لاءِ کيس وڌيڪ
پئسا ڏنم.

٢٧- اپريل: ٽيرهن ميل اتر-اولهه طرف هڪ آباد ۽
سرسبز علائقي جنهن ۾ هرطرف پاڻيءَ جون نهرون ٿي وهيون،
سفر ڪري اسان اڄ صبح جو جمالي نالي هڪ ننڍي ڳوٺ
۾ پهتاسين، جتي ٻن-ٽن سوَن ماڻهن هڪ پڪل ديوار جي
مرمت ٿي ڪئي. اسان شهر جي ڀرسان هڪ نهر جي ڪناري
تي نهايت سائيدار اکروٽ جي وڻن هيٺان ناشتو ڪيو.
يارهين بجي اسان اتان ڪُوچ ڪيو. اڃا ٻن ميلن کان ٿورو
وڌيڪ پنڌ ڪيوسين ته ڪريم خان گڏيو. مون هڪدم وڏي
ٻڌايومانس ته مان ڪير آهيان. چيومانس ته مون محمود خان
کان ٻڌو آهي ته تون قلات ويو هئين. اميد ته هن جي
دوستيءَ خاطر تون مون کي بم کان ڪرمان تائين پهچائڻ
لاءِ سونهي ۽ اجازتنامي وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪندين. هو مون
کي پاڻ سان جماليءَ موٽائي وٺي آيو جتي ڪن رواجي
ڳالهين ٻولهين کان پوءِ ڪن پنهنجن همرڪاب سوارن سان
مشورو ڪرڻ بعد چيائين ته اجازتنامي وٺڻ لاءِ ضروري
آهي ته ڪروڪ ۾ رشيد خان سان ملجي. ڪروڪ ڇهن فرسخن

کان ٻري ناهي. مون وري خاطري ڏنيمانس ته مون کي ڏنس وڃڻ ۾ ڪو اعتراض ڪو نه آهي، ٻر ڪروڪ منهنجي رمتي کان ٻاهر آهي. مون کي ڪرمان ٻهڃي، شهزادي جو نياز ڪرڻو آهي. منهنجي مرضي نه آهي ته مان ٻاڻ ۽ ٻنهنجن ماڻهن کي اجائي تڪليف ڏيان. ڪجهه وقت خيال ڪري جواب ڏيڻ کان سواءِ قلم مَس ۽ ڪاغذ گهرائي خط لکيائين جو مون ٻاڻ سمجهيو ته رشيد خان لاءِ آهي. خط پورو ڪري مون کي هٿ ۾ ڏيئي چيائين ته، مون هن خط ۾ تنهنجي ڪهاڻي ٻم جي حاڪم لطف علي خان ڏانهن لکي آهي. هو جيڪي مناسب سمجهند و سو ڪندو. پر تون ياد ڪري ڪيس زباني طرح چئجانءِ ته مون توکي هتان ڪروڪ نه موڪليو آهي جو تنهنجي مرضي نه هئي. مان انهيءَ حڪم ٻجا آڻڻ جو وعدو ڪيو ۽ ڪانئس موڪلائي آٽ تي سوار ٿي روانو ٿيس. چار ميل اولهه - اتر اولهه طرف پنڌ ڪري، لورآباد جي ڳوٺ ۾ پهتس. ائين ٻجي شام جو مان ڳوٺ جي پرسان لهي پيس.

وچ وارو علائقو سواءِ پهرين اڌ ميل جي هڪ ويران ۽ غيرآباد پٽ هو، جنهن ۾ نه ساوڪ هئي نه پاڻي.

٢٨- اپريل: لورآباد کان ڏهه ميل اولهه - اتر طرف ٻم جو شهر آهي. رستو هڪ آباد پٽ مان لنگهي ٿو. مان ٻم ۾ اڄ صبح جو ائين ٻجي کان ٿورو اڳ پهتس ۽ ٻاهرينءَ بازار ۾ هڪ خالي نيروٽيءَ (کهنباٽيءَ) جي دڪان ۾ ديرو ڪيم. ناشتي کان پوءِ شهر ڏانهن ويس. پڇندي پڇندي وڃي ڪوٽ ۾ پهتس، جتي حاڪم لطف علي خان رهندو آهي. مون هن ڏي ڪريم خان جو خط موڪليو. سڄا سارا ٻه ڪلاڪ دروازي تي بدتميز ۽ بيحيا تفنگچين ۾، جي ٻهري تي هئا، ترسڻو پيم. سارو وقت نوس نوس ۽ ٻڇ ٻڇان پئي ڪيائون. مان حاڪم کي ڏسڻ يا ڪانئس جواب ماڻ جي اميد لاهي ويٺو

هوس ۽ نراس ۾ پنهنجن ماڻهن ڏي موٽي وڃڻ جو خيال
پئي ڪيم ته هڪ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو ته خان هيٺ دربار ۾
اچي ٿو. ان اطلاع ڪان پوءِ جلد ئي هو پنهنجي عملي سان
اچي اڳڻ مان لنگهيو. جڏهن هو منهنجي ڀرسان لنگهيو، تڏهن
پنهنجي هڪ ماڻهوءَ ڏي منهن ڪري پڇيائين ته "فرنگي ڪٿي
آهي؟" هن مون ڪي ڏسڻ ڪان پوءِ هٿ سان اشارو ڪري
چيائين ته "اڇو!" ساڳئي وقت مون ڪي مٿي ڪان پيرن تائين
نهاري منهنجي پوشاڪ تي پنهنجي حيرت جو اظهار ڪيائين.
سچ پچ منهنجي پوشاڪ جي به اهڙي بڇڙي حالت هئي، جو
هن ڪي گهور ڪري ڏسڻ لاءِ ڪو ڏوهه نٿو ڏيئي سگهجي.
مون ڪي هڪ ٿلهو بلوچڪو پهراڻ پيو هو ۽ هڪ سٿڻ،
جا ڪنهن وقت اڇي رنگ جي هئي، پر ڇهن هفتن جي پهرڻ
ڪان پوءِ ذري گهٽ ناسي رنگ جي ٿي، ٽيڪرڙيون ٽيڪرڙيون ٿي
ويئي هئي. مٿي تي هڪ ڪارو پٽڪو هوم ۽ ڪمربند (اڳٺ)
لاءِ هڪ سوٽي نوڙيءَ ٽڪر چيلهه سان ٻڌل هو، هٿ ۾ هڪ
ڏنڊو هو، هلڻ ۾ ۽ ڪتن کي هڪلڻ لاءِ ڏاڍو ڪارائتو هو.

دربار ۾ پهچڻ ڪان اڳ اسان ٻن ـ ٽن اڱڻن مان لنگهياسين،
جن کي فرش لڳل هو. دربار هڪ وڏي اڱڻ جي چيڙي
تي هئي. اڱڻ جي ٻنهي پاسن ڪان رستا هئا هن جي وچ ۾
گلن سان پوٽا ۽ ٽي فوهارا هئا. دربار جو ڪمرو چورس ۽
سهڻو ٺهيل هو. ٻنهي پاسن ڪان ٻاهر تي نڪتل گول دريون
هئس. زمين تي آڇا ايراني غاليچا وڇايل هئا، ويهڻ لاءِ پٽين
سان لڳ نمدا پيل هئا. ڪمري کي صفا اڇو رنگ ڏنل هو
۽ سونهري ڪمانيون هيون ۽ نهايت شاندار پئي لڳو. ڪوبه
اجايو ڏيک ويک ڪو نه هو. خان اڳيان دريءَ ڀرسان
ويٺو ۽ آءٌ صفي جي چيڙي تي درجي لڳ ويٺس. هن مون
ڪان منهنجي سفر جي باري ۾ ڪيترا سوال پڇيا. مون کيس
مختصر احوال ڏنو ۽ چيومانس ته "مون کي طهران ۾ انگريزي

سفير، جنرل مالڪوم سان گڏ جڻ جو ارادو آهي." ان ڪان سواءِ ڪريم خان جي هدايت جي به پيروي ڪيم. سفير جي ڳالهه انڪري ڪيم ته جيئن هو ان متعلق شهزادي کي ڪرمان ۾ اطلاع ڪري. پوءِ ڪلياڻ (حقا) آندا ويا. ڪلاڪ کن ترسائڻ کان پوءِ چيائين ته مان ڪرمان ۾ شهزادي ڏانهن هڪ چپر يا سوار موڪليان ٿو جو هن کي هاڻ حڪم ڏيو ته تنهنجو همرڪاب ٿي رهي. هو اڄ شام جو روانو ٿيندو، تنهنڪري تون به جلدي پنهنجي تياري ڪر ۽ سيڌي سامان جو بندوبست رک، جو رستي ۾ ڪجهه ڪو نه ملندءِ. مون هن جو شڪر ادا ڪيو ۽ ڪانئس موڪلايم. لطف علي خان کي سندس عمر مطابق وڏو عهدو مليل آهي. هن جي مروت واري روش منهنجي دل تي ايرانين جي فضيلت جو چڱو اثر ويهاريو. هو شڪل مان ٻاويهن ورهين کان وڌيڪ عمر جو نٿي لڳو. مون کي معلوم ٿيو ته هُو اصفهان جو رهاڪو آهي. مون پوءِ هن جا هموطني ڏٺا، هو انهن کان وڌيڪ خليق ۽ فضيلت وارو هو.

منهنجي غير حاضريءَ ۾ منهنجي هندستاني نوڪر اٽي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ملي ڪو نه سگهيو هئس. مون کي لاچار ٻاجهريءَ جو ڪجهه اٽو خريد ڪرڻو پيو جو پيو ڪو اناج ڪو نه ٿي مليو. آسرو هئم ته ڪٽڪ جو اٽو پٺي ڪنهن هنڌ ڪٿي ملي ويندو، پر مون پاڻ سان تمام ڪمرين ڪارڪن ۽ ڏاڙهن جو چڱو انداز ڪنيو. چپر (سوار) شام جو پنجين بجي آيو ۽ اسان هڪدم روانا ٿياسين. ساڍا ٽي ميل پنڌ ڪيوسين. رستي جي ڪجهه حصي ۾ گند ڪچرو ۽ ڦڦل جايون هيون. آخر رستي تي هڪ ٻاڻي جي جهڪيءَ وٽ پهتاسين ۽ رات آتي رهياسين. خوشقسمتيءَ سان اسان کي ٻاجهريءَ بجاءِ اتي ڪٽڪ جو اٽو ملي ويو. فقط پيسائي ۽ زيان وغيره جي عيوض ڪجهه ڏيڻو پيو.

۾ ڇڏڻ کان اڳ مون کي هڪ خراسان ۾ مشهد جي رهاڪو تعصبي سيد ڏاڍو تنگ ڪيو. هن کي جڏهن خبر پيئي ته هڪ ڪرستان ڦاٿو آهي، تڏهن هو تبليغ ڪرڻ لاءِ لڏندو لمندو ٻاهر آيو. چيائين ته مان توکي ثابت ڪري ڏيکاريندس ته تنهنجو مذهب ظاهر طور باطل آهي. پوءِ پاڻ هن منهنجي ڪمري ۾، جتي مان ليٽيو پيو هوس. ليٽو پاتو ۽ نهايت اطمينان سان چيائين ته تون يوروپي نه آهين، پر ڪو هڪ افغان يوروپيءَ جي ويس ۾ آهين. مون خيال ڪيو ته جي عام ماڻهن کي اهو خيال ويهي ويو ته ان ۾ خطرو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن ٻن قومن جي وچ ۾ ازلي دشمني آهي. تنهنڪري هن کي رد ڏيڻ لاءِ اٿي ٻاهر وراندي ۾ ويس. ان کان پوءِ هو ماڻهن کي وعظ ڪرڻ لڳو ۽ سڀني ڪرستانن کي هن ڪافر ٺهرايو ۽ گهڻا وڏا ڳالهائڻ لڳو. مون کي چيائين ته توکي اهڙي همت ٿي آهي جو تون مسلمانن جي پوشاڪ ٿو پهرين ۽ هن جي رسول تي ايمان نٿو آڻين؟ توکي خبر آهي علي عليه السلام ڪير هو؟ تنهن کان سواءِ پوءِ مون کان علي عليه السلام تي ڪلمو پڙهائڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر مون ان کان انڪار نه ڪيو. تنهن کان پوءِ ڳالهه بدلائي چيائين سچ چئو ته توهان ۾ هڪ زال کي ڪيترا مڙس ڏيندا آهن؟ ڇو توهان ۾ پاڻ پيرن ۽ ڀين ويجهين عزيزياڻين سان شادي نه ڪندا آهن؟ انهيءَ قسم جا ٻيا به ڪيترا واهيات سوال پڇيائين ۽ پوءِ ماڻهن ڏي مخاطب ٿي قسم کڻي چيائين ته گذريل سال مشهد ۾ ٻن يوروپي* سيلانين اهي سڀ ڳالهيون قبول ڪيون هيون. هڪ گروهه ان سان گڏ هو. پوءِ سوئر جي گوشت، شراب ۽ ٻين منع ٿيل کاڌن متعلق واهيات واهيات بڪواس ڪندو رهيو. مون کي اهڙو غصو

---

* مون کي پوءِ معلوم ٿيو ته اهي يوروپي جن جو هن ذڪر ڪيو هو، سي ايران ۾ فرانسيسي سفارت جا ٻه عملدار هئا.

آيو جنهن ۾ هن کي روڪي نٿي سگهيس. ۾ خبر هئم ته هو سيد هو ۽ جي ڪو جهڳڙو ٿيو ته اسان سڀ مارجي وينداسين. تنهنڪري مون ڀرپاسي وارن کي نرميءَ سان جواب ڏئي ماٺ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻوءِ ڏينهن ڪو ڏنو مانس ته لطف علي خان کي شڪايت ڪندس. نعمو اهڙيءَ طرح هلندو رهيو. بازار جا ماڻهو ٻن-ٽن هزارن جي تعداد ۾ اچي گهر جي چوڌاري گڏ ٿيا. وقتي ٽوليون ٺي ڪيائون. وقتي لعنتون ٿي وڌائون ته تون اهڙو تهڙو آهين. آخر خوشقسمتي سان چٽر ڪري پڇيائين ته توکي خبر آهي ته خدا ڪٿي آهي؟ مون چيومانس ته مان انهيءَ سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، بشرطيڪ تون اول منهنجي هڪ سوال جو جواب ڏين؟ اها ڳالهه هن قبول ڪئي. تنهن تي مون پڇيومانس ته چڱو ٻڌاءِ خدا ڪٿي نه آهي؟ هڪدم اٿي ماڻهن ڏي منهن ڪري چيائين ته والله هي مسلمان هجي ته چڱو. ماڻهن کي ائين چئي هو هليو ويو ۽ ماڻهو سڀ سنڌس ڪيو ويا ۽ مون ٿڌو ساهه ڀريو.

نرمنشير جو ڀرڳئو ڏيکهه ۾ ريگستان کي بلوچستان کان جدا ڪري ٿو. ريگڻ کان ولي ٻم جي شهر تائين سٺ ميل مفاصلو آهي. اولهه طرف ان جي حد ڪرمان جو ڀرڳئو آهي، جو هاڻي منهنجي خيال ۾ ان جو هڪ حصو سمجهيو وڃي ٿو، اولهه طرف جيئن اڳي ذڪر ٿي چڪو آهي ريگستان اٿس، اتر ۽ ڏکڻ ۾ جبلن جون قطارون آهن. ڏکڻ واري قطار ٻنهي سان وڌيڪ اوچي آهي جنهن جي چوٽي هميشه برف سان ڍڪيل هوندي آهي. جنهن موسم ۾ مون اها ڏٺي هئي ان وقت چوٽي تي برف هئي ۽ ان وقت هيٺ ميدان ۾ سخت گرمي هئي. مان ٢٤- اپريل جي روزنامچي ۾ ريگڻ جي قلعي جو اهڙو تفصيلوار بيان ڏنو آهي جو هت وڌيڪ ڪجهه لکڻ اجايو آهي. اهو هين علائقي ۾

جيڪي ۾ قلعا مون ڏٺا، تن مان لڳي اچي ٿو، مون کي
وڌيڪ ايترو معلوم ٿيو ته ڪروڪ شهر جي گورنر جي
رهڻ جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ تختگاهه آهي. تنهن کي،
چوڌاري هڪ سڪل کاهي کٽايل آهي. اهو نهيرآباد کان
چؤلو وڏو آهي.

نَو سال ٿيندا جو ايران جي سرڪار غلزئي افغانن کي
نرمنشير مان، جو گهڻو وقت هنن جي قبضي ۾ رهيو هو،
ڏڪي ڪڍي ڇڏيو. ان کان پوءِ بلوچستان جي سرحد
تي رهندڙ قومن گهرائي انهن کان ويران ڳوٺ آباد
ڪرايائون. انهيءَ نوآباديءَ کان پوءِ هنن سني شعيا مذهب
اختيار ڪيو. هو ايران جي بادشاهه جي رعيت هجڻ جي شان
تي فخر ڪندا آهن. غلزئي،* جن کي پنهنجن گهرن مان
تڙيو ويو هو تن مان گهڻا سيستان جي پرڳڻي ۾ خوبين،
ينهه ۽ عين جي شهرن ڏانهن ڀڄي ويا. انهن مان ڪي ٿورا
بلوچستان جي علائقي قلات ۾ رهن ٿا. هو باڻ پرڳڻي جا
اصلي رهاڪو نه آهن. هو افغانن جي پيدائش آهن. ١٧١٩ع
۾ ايران تي افغانن جي حملي ڪرڻ وقت هنن وڃي اتي
بيٺڪ وڌي هئي. مون کي اهو خاطريءَ سان معلوم نه ٿي
سگهيو آهي ته هنن اها بيٺڪ حڪومت جي مرضيءَ سان ڪئي
هئي يا ڪنهن ٻيءَ قوم کان زوريءَ کسي هئائون. منهنجو
خيال آهي ته هنن نادرشاهه طهماسپ جي فوجن جو سپه سالار
هو جو صفوي خاندان جو پويون ۽ ضعيف ۾ ضعيف بادشاهه
هو. حقيقت ۾ هو فوج خادم سالار نه، پر مدبر هو. انهيءَ
مشهور فاتح ايران ۾ افغانن جي غضب ڪيل ۽ ضعيف طاقت
کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. اهو هن پنهنجي طاقت وڌائڻ
لاءِ ڪيو هو. پر سڀ ان ڳالهه جا قائل آهن ته شاهي اقتدار
حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو پنهنجي افغان رعيت تي ڏاڍو

* غلزئي، افغان قوم جو هڪ وڏو پاڙو آهي.

مهربان هو. ان سان اهو انوسان خاطريءَ سان ڪيري سگهجي ٿو ته نرمنشير جي غلزين کي مطيع ڪري پنهنجي راهه سان ڪيري هن کين خوشيءَ سان پنهنجيءَ مملڪت ۾ آجهو ڏنو، جنهن جو هن پهاڻ کي آئيندي جو مالڪ ٿي تصور ڪيو. انهيءَ ڳالهه جي تصديق هن سان به ٿيي ٿئي، هن جي اقتدار جي اوج جي زماني ۾ هو سمورو وقت انهيءَ زرخيز علائقي ۾ امن امان سان رهيا. بلڪ هنن سندن پوئين کي به راضي رکڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن جا زندن سان اهڙا ته دوستانا تعلقات هئا جو هنن انهيءَ قوم جي پوئين شهزادن کي شاهي خاندان جي خلاف سندن جهڳڙن ۾ مدد ڪئي، جنهنڪري آخر سندن خاتمو ٿيو. انهن مائهن جو طول طويل تاريخي احوال هيت ڏيڻ بلڪل اجايو ٿيندو، جو ان جو منهنجي مضمون سان واسطو ڪو نه آهي. هو سچ پچ ته هڪ وڏي قوم جي ادني ٻيلڪ هئا.(١)

نرمنشير جي ميٽي اڪثر ڪاري رنگ جي ۽ زرخيز آهي، پر ڏکڻ طرف جيئن ريگستان ڏي ويجهو وڃجي ٿو ته زمين وارياسي ۽ غيرآباد ٿيندي وڃي ٿي- سراسري سموري زمين آباد آهي. ان کي پهاڙي نهرن مان پاڻي ملي ٿو. اهي قدرتي چشمن مان نڪرن ٿيون ۽ برف جي رفتي رفتي پگهرجڻ ڪري جام پاڻي ملي ٿو. اهي چشما آباديءَ جي ضرورتن پوريڻ ڪرڻ کان سواءِ ڪيتريون پاڻيءَ جون چڪيون به هلائين ٿا. ريگڻ ۽ ٻرجي وچ ۾ مون امڙيون

(١) غلزئي، ڪابل جي بادشاهه جي رعيت آهن. چون ٿا ته هنن جي قريباً ڏهه لک آبادي ٿيندي. هنن جا پنهنجي ٻاڙهسرين ابدالين ۽ دورانين سان سٺا تعلقات نه آهن، جو هنن جون سندن ملڪ ۾ اکيون هوالديون آهن. الهن سان گهڻا شبها آهن. هو هميشه هڪ بهادر قوم ليکيا ويندا آهن.

وڃي، چڪيون ٿيون، ڇو ته اونهاري ۽ سرءُ جي مهينن ۾ هوا گرم پر صحت بخش هوندي آهي، جنهن جي تصديق ماڻهن جي شڪلين مان ملي ٿي. جيڪڏهن اهو صوبو ڪنهن ترقي پسند حڪومت جي هٿ هيٺ هجي ته اهو اڳتي هلي ايران جي مملڪت جو سڀ کان وڌيڪ زرخيز پرڳڻو ٿيندو، پر ٿوري وقت ۾ جڏهن ماڻهو اهڙا آسودا ٿيندا آهن جو بادشاهه ۽ سندس وزير هنن کي ڦري پنهنجي طمع پوري ڪري ۽ پيٽ ڀري سگهن، تڏهن هنن سان هرقسم جي زبردستي ۽ بي انصافي ڪئي ويندي آهي ۽ هنن جي ترقي بند ٿي ويندي آهي ۽ ملڪ پست ٿي ويندو آهي.

١٨١٠ع ۾ مختلف شهرن ۽ ڳوٺن جي حفاظت لاءِ فوجي عملو مقرر ٿيل آهي، اُن جي خرچ لاءِ ان جي پيدائش چاليهه هزار رپين کان وڌيڪ هئي. اهڙو سال ۾ اڌ لک رپيا خرچ به ٿيندو هوندو. تنهنڪري ڪُل آمدني هڪ لک رپيا يا ٻارهن هزار پنج سؤ پائونڊ ٿيندي هوندي.

ان ۾ هيٺيون جنسون پيدا ٿي ٿيون: انُ، ڪپهه، موٽُ، گلاب (گلقند ۽ گلاب جي عرق لاءِ)، ميوو جنهن مان اڪروٽ، باداميون ۽ سڪل ڪشمش ٻاهر موڪليا ويندا آهن. ماڪي ۽ ڪؤنر (ڪؤنر ٻڪر جي مختلف قسمن مان نڪرندو آهي ۽ تمام ڪارائتو هوندو آهي، جو ڇو ته جو ٻاڙهي سمنڊ کان ڪؤنر ايندو آهي ان کان به سٺو هوندو آهي)، اهو ڇهڙي جي ڳوٺرين ۾ ايندو آهي. هڪ-هڪ ڳوٺري پوڻن ڇڻن سيرن جي هوندي آهي. ڪرمان جي بازار ۾ اهو انهن ڳوٺرين ۾ وڪامندو آهي.

افغانن جي وڃڻ کان اڳ ٻه جو شهر جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، ڪرمان جي صوبي جو سرحدي شهر هو، شاهي فوجن، جي نرمنشير شهر تي حملا ڪيا هئا، تن جو بدلو وٺڻ لاءِ افغانن پنهنجي ٻاڙيسري بلوچن جي مدد سان

گذريل ويهن سالن ۾ ان کي ڊاهڻ جي بار بار ڪوشش ٿي ڪئي آهي. تنهنڪري ان جي قلعبندي اهڙي ته ڪئي ويئي آهي جو اهو هاڻي ايران ۾ ٻين سڀني قلعن کان وڌيڪ محفوظ سمجهيو وڃي ٿو. قلعو مٿانهين زمين تي ٺهيل آهي. هن وقت ان کي وڏيون ٿلهيون ڀتيون ۽ جوڙاري اونهي کاهي ڪٽايل آهي. هڪ-هڪ طرف ڇهه وڏا مورچا اٿس، سواءِ ڪنڊن وارن مورچن جي، جي ٻين کان ڪيترا گز اوچا آهن. سارو قلعو ٻهه ۽ مٿي سان گڏيل ميني جو ٿلهه آهي. ڏاکڻي طرف واري پيٽ ۾ جي وچ وارا ٻه دروازا آهن، تن جي وچان هڪ دروازو آهي. جنهن دڙي تي شهر آهي قلعو ان جي مٿانهين حصي تي ٺهيل آهي، ان کي هڪ مضبوط ڪوٽ ڏنل آهي ۽ ڪنڊن تي برج ٺهيل آهن. انهيءَ ايراضي ۾ حاڪم جو محل ۽ ان سان تعلق رکندڙ جايون آهن. بزار ڪافي ڊگهي آهي ۽ ان ۾ ڪافي اسباب رکيل آهي. منهنجي هوندي ڪٽڪ جي قلت هئي پر ٻاجهري، ڪجور، ڪير ۽ قسمين قسمين ميوا ملي ٿي. هتان جا باغ ڏاڙهن کان مشهور آهن، اهي لاشڪ ته خوشبوءِ ۽ رس ۾ شيراز ۽ بغداد جي ڏاڙهن کان، جي دنيا ۾ سڀ کان اعليٰ سمجهيا ويندا آهن سٺا هئا.

گذريل چند سالن ۾ بم جي شهر ايرانين ۾ شهرت حاصل ڪئي آهي، جو اتي اوڻويهه سال اڳ زند خاندان جو پويون فرد لطف علي خان، جنهن تخت جي دعوا ٿي ڪئي قيد ڪيو ويو هو. جنهن جاءِ تي هن کي گهوڙي تي سوار ٿي ڀڄي ويندي پڪڙيو ويو هو، اتي اچا يادگيريءَ لاءِ هن جي مددگارن جي کوپرين جو منارو بيٺل آهي جو سندس قاچار ظالم رقيب آغا محمد خان جي حڪم سان بنايو ويو هو. آغا محمد خان پنهنجي خاندان مان ايران جو پهريون حاڪم هو. مان انهيءَ خوفناڪ حادثي جو وڌيڪ ذڪر اڳتي هلي

ڪرمان جي احوال ۾ ڏيندس. ان جي هت تفصيل ڏيڻ جي ضرورت ناهي.

بم جي هاڻوڪي قلعي جي چوڌاري، جي وسيع آثار ۽ ڦيٽل جاين جا نشان آهن، سي ڏيکارين ٿا ته بم جو قديم شهر ڪيڏو نه وڏو هوندو. چون ٿا ته اهو پنهنجي اوج جي زماني ۾ شان شوڪت ۾ ايران جي ٻئي ڪنهن به شهر کان گهٽ ڪو نه هو. چون ٿا ته شهر کي ڀهرپائين افغانن ١٧٢١ع ۾ ايران جي فتح وقت سينگاريو هو. هنوئي ان جا باني آهن، جو شهر تمام قديم آهي. خير، جڏهن غلزين شهر ورتو. تڏهن ان جي کهڙي به حالت هئي پر اها خاطري آهي ته جي انهن شهر ناس نه ڪيو، تڏهن به ڪم از ڪم ان جي تبديل جو باعث آهي آهن. چون ٿا ته ڪي ڦوهارا پاڻي ايترو مٿي ۽ پري اڇلائي سگهندا هئا جو اڇوڪي ايرانين جي طاقت کان ٻاهر آهي، جيتوڻيڪ هو علم ماهيت ۾ ڪافي دلچسپي وٺندا هئا. ڪو به گهر مڪمل نه سمجهيو ويندو آهي جيستائين ان ۾ سنگمرمر جو حوض ۽ ڦوهارو نه هوندو هو. ڪوٽ کان اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي منهنجي سونهين مون کي هڪڙو باغ ڏيکاريو، جنهن جي ايراضي ڪيترا ايڪڙ هئي. ان جي چوڌاري ديوارن جا نشان هئا. ڪنڊ ڪنڊ تي نفيس چبوترا ٺهيل هئا. هن چيو ته افغانن جي عروج جي زماني ۾ سڄي باغ کي ڏينهن ۾ به دفعا هڪ حوض مان مصنوعي بارش رستي پاڻي ملندو هو. واقعاً بم جو شهر ان قسم جي آسائشن کان نهايت موزون آهي. اهو اوچن جبلن- جن تي هميشه نه، ته به اڪثر برف هوندي آهي. جي ٻرسان هڪ پٽ ۾ ٺهيل آهي، جنهنڪري پاڻي هميشه جام ملي سگهي ٿو. هاڻ مان وري پنهنجو ذڪر شروع ڪريان ٿو.

---

# فصل (١٥)

٢٩- اپريل: اسان اڄ صبح جو ڇهين بجي کان اڳ سوار ٿياسين. سڄي ڏينهن ۾ اوله-اتر جي ڏس ۾ چوئيتاليهه ميل پنڌ ڪيوسين. پونين اٺاويهه ميلن ۾ پاڻي ڪونه آهي. اهي هڪ ويران ۽ غيرآباد پٽ لڳا پيا آهن، باقي رستو سٺو ۽ سڌو هو. ٻه ڪلاڪ اٺن ميلن تي هڪ سراءِ آهي جنهن ۾ هڪ تمام اونهو کوهه آهي ان جو پاڻي اهڙو ته مٺو آهي جو مون اهڙو پاڻي ڪڏهن نه پيتو آهي. اڌ رات جو مان مقبرستان جي ڀرسان هڪ ڳوٺ جي ڀرسان هڪ ننڍي ٽڪرين جي قطار جي وچ ۾ ترسيس. اتان ٿهروت جو شهر اٺ ميل اتر-اتر اوله طرف هو.

٣٠- اپريل: اڄ منهنجي رستي جا پهريان ٻارهن ميل اوله طرف هاڙهي پوٺي تان هلڻ هو. تنهن کان پوءِ مان اشڪو نالي هڪ نديءَ جي پيٽ ۾ داخل ٿيس جو قريباً سڪل هو. رستو ان مان ڇهه ميل سير جي سنڌي لڳو لڳ هو. پوءِ اسان اندي ٿي ڏهه ميل وڌيڪ پٽ تان هلياسين ان ۾ هڪ کاري پاڻيءَ جي ڍُبي جي لڳ منزل ڪئيسون، اشڪو ندي، جا ٿهروت کان لنگهي ٿي جي اتر-اوله جبلن پٺيان ريگستان ۾ گم ٿي وڃي ٿي. تنهن جو پيٽ ڪن هنڌ ميل کان به ويڪرو آهي ۽ ڪن هنڌ ڏيڍ يا ٻه سؤ گز مس ٿيندو. ان جا ڪپر سڌا ۽ اونچا آهن. ساري نديءَ جي ڪپرن تي ڪنهن ڪنهن هنڌ وڻ ۽ جهنگ هو. پر ڪن محنتي ڪڙمين وڏا وڏا زمين جا ٽڪر صاف ڪري انهن ۾ ڪڻڪ، ڪمند، تماڪ، ڪپهه وغيره جون پوکون آباد ٿيون ڪيون هيون. ريٺون جو ننڍڙو ڳوٺ جو هڪ اونچن جبلن جي قطار لڳ آهي، هن جاءِ کان پاويهه ميل اوله-ڏکڻ ڏي آهي.

١- مئي: هنن چوڏهن ڪلاڪن ۾ مون اوڻيهه ميل هڪ ويران ۽ غيرآباد پٽ مان پنڌ ڪيو. رستو اتر- اولهه ۽ اتر- اوڀر طرف ڏي ٿي ويو. سڄوري رستي ۾ پاڻي فقط سورهين ميل تي هڪ ٽڪريءَ جي پاسي ۾ هڪ ننڍي چشمي ۾ هو. رستي جي ٻنهي پاسن کان اسان جيمي ويجهو پهاڙ هئا. رستو پٿرائتو ۽ خراب هو.

٢- مئي: مان صبح جو پنجين بجي کان وٺي رات جو نائين بجي تائين يڪي سواري ڪئي. پر سنجهند بعد اهڙو خراب رستو آيو جو ايران ۾ مون پهرو اهڙو رستو ڪونه ڏٺو هو. تنهن کان سواءِ منهنجا اٺ به ٿڪجي ۽ ضعيف ٿي ويا هئا، تنهنڪري اسان قريباً سڄورو مفاصلو پنڌ ڪيوسين. ۽ مان نٿو سمجهان ته اسان ٽيهن ميلن کان وڌيڪ پنڌ ڪيو هوندوسين. جي منهنجن ماڻهن جي شڪايت ۽ منهنجن سڄيل پيرن مان اندازو لڳائجي ته مان جيڪر چوان ته ان کان پٽو پنڌ هو. ڇهويهين ميل تي اسان ماهون جي شهر مان لنگهياسين، جو ڪرمان کان چوويهه ميل اوڀر- ڏکڻ آهي. اهو هڪ سهڻو ننڍڙو ڳوٺ آهي چوڌاري پناهه دار باغ اٿس، جن ۾ هر قسم جي ميون جا درخت آهن. شهزادو ابراهيم خان، جو ڪرمان جي صوبي ۽ شهر جو والي آهي، تنهن جو هت هڪڙو شڪار جو مڪان آهي، جو پري کان هڪ چڱي خاصي عمارت نظر ٿي آئي. تنهن کان سواءِ ڪرمان جي سرڪار جا گهوڙا ۽ خچر به، جڏهن سرڪاري ڪم ۾ نه ايندا آهن، تڏهن اتي رکيا ويندا آهن. اتي طنبيلن کان سواءِ عملي جي ماڻهن لاءِ پنج- ڇهه، تمام وڏيون سرايون ٺهيل آهن. انڪري اتي گهڻا ٻاهريان ماڻهو ايندا آهن ۽ واپار جهجهو هوندو آهي. ماهون جي ڀرسگردائي تمام آباد ۽ ظاهراً آسودي آهي. مون هتي پهريون دفعو زمين هيٺان پاڻي ڪڍڻ وجهڻ جو طريقو ڏٺو،

جنهن جو ايشيا جي مختلف ملڪن ۾ رواج آهي ۽ جنهن کي ايراني ڪاريز چوندا آهن. سؤ يا ڏيڍ سؤ قدمن تي ٽيهن کان ٽوي فوٽن تائين اونهيون ۽ ڇهه فوٽ ويڪريون کڏون کوٽي انهن کي پوءِ زمين ۾ اندر ڪسين سان ڳنڍي ملائي ڇڏيندا آهن. انهيءَ طريقي سان پاڻي بخارن جي رستي زيان ڪونه ٿيندو آهي. اڪثر کڏن يا نالين ۾ چشما هوندا آهن، جنهنڪري پاڻيءَ جو انداز اصل سرچشمي کان وڌڪرو ڪرڻ ۾ گهٽبو ته ناهي پر الٽو وڌندو آهي. چشمو اڪثر ڪنهن ٽڪريءَ جي تري ۾ هوندو آهي، جتي گهڻا چشما يا نهرون هونديون آهن. مان اهڙيءَ طرح آباديءَ لاءِ پاڻي ٽيهن-چاليهن ميلن تائين ويندو ڏٺو آهي. جي ڪو ڪوهه ڪيري پوندو آهي ته هڪ طرف کان ٽورو پرپرو کڏ کوٽي نالي مان لنگهائي ان کي ٻيءَ کڏ سان هيٺان ڳنڍي ڇڏيندا آهن. ظاهر آهي ته ڪاريزن کوٽڻ ۾ سخت محنت ۽ تڪليف ٿيندي هوندي پر ان کان سواءِ جيڪر ايران جا ڪيترا وڏا صوبا غيرآباد رهن ۽ سيٺي ضلعا ويران ٿي وڃن.

٣- مئي: مون اڄ صبح جو پنج بجي پنهنجي منزل پني، پنهنجي سلامتيءَ لاءِ مالڪ جو شڪرانو ادا ڪيو. منهنجي دل بهار بهار هئي ته سفر جو ڏکيو حصو ختم ٿيو هو. انهن امنگن سان هڪ آباد پٽ مان جنهن ۾ ڪئي ڪئي ڳوٺ ۽ باغيچا هئا، ويهه ميل پنڌ ڪري ڪرمان جي شهر ۾ پهتس. منهنجو سونهون اسان کي بازارن مان لنگهائي هڪ ڪارروان سراءِ ۾ وٺي هليو، جتي مون کي هڪدم هڪ ڪمرو ڏنو ويو. ٿوري وقت ۾ ڪمري ۾ درتي مون کي ڏسڻ لاءِ سوين ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا. جن مون کي واهيات ۽ اجاين سوالن سان تنگ ڪيو، پر مون ڪين انهن جا موزون جواب ڏنا، پوءِ مون ڪاٺ جي مانين خريد ڪرڻ لاءِ

ٻاهر نڪتس. مون بازار ۾ دڪانن تي وڪري لاءِ رکيل
ماني ڏٺي هئي، مگر ان کان اڳ ڪيترا دفعا خاطري ڪئي
ته اها شيءِ جا مون ڏٺي هئي، سا سچ پچ ڪڻڪ جي ماني
هئي! جا منهنجي لاءِ هڪ نادر شيءِ هئي. حقيقت هيءَ هئي
ته مان ٻڪ ڪاڻ تي اهڙو هيري ويو هوس جو ڪيترا دفعا
خاطري ملڻ کان پوءِ به، مون کي پڪ نه هئي ته ڪڻڪ جي ماني
ڪيترن شهرن ۾ خاص ڪري نرمنشير ۾ ملندي، ۽ هر موقعي
تي نراس ٿيڻو ٿي پيم، جو هاڻي مون کي شڪ هو ته ڪا
ڪرمان جي شهر ۾ اها ماني ملي سگهندي.

ناشتي ڪائڻ کان پوءِ مون لطف علي خان جي ماڻهوءَ
کي موڪليو ته محل ۾ وڃي حاڪم کي منهنجي اچڻ جو
اطلاع ڪري ۽ ڪانئس منهنجي پاران ڪرمان ۾ ٿورن ڏينهن
رهڻ جي اجازت وٺي اچ. انهيءَ نياپي جو مون کي نهايت
پُرتڪلف ايراني طرز جو جواب مليو: ته هيءُ شهر ۽ ان
جي هرڪا شيءِ تنهنجي ملڪيت آهي؛ پيو حاڪم چوائي
موڪليو ته تون سفر ڪرڻ کان پوءِ شايد ٿڪل هوندين
تنهنڪري مان توساڻ سڀاڻي ملاقات ڪندس. مون کي سائس
ايترو جلد ملڻ جو ارادو ڪو نه هو، جو مون وٽ ڪپڙا
بلڪل ڪو نه هئا. پر هڪڙو هندو چگومڙس جو ڪاروان سراءِ
۾ منهنجي سامهون رهيل هو، تنهن مون کي ان موقعي لاءِ
ڪپڙن ڏيڻ جو وعدو ڪيو، تنهنڪري مون ڪو عذر ڪو نه
واريو. انهيءَ هندوءَ جي ٿوري ڪرڻ جي خبر سڀني کي پئجي
ويئي، ۽ انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪرمان ۾ مون کي
جيتري عزت ملڻ کپندي هئي، تنهن ۾ تفرقو پئجي ويو.

رات ٿي ته مون کي ملاقاتين کان ڪجهه فرصت ملي.
هڪڙي دڪان تان نهايت لذيذ پلاءُ ٺهيل گهرائي کائي
لَت ڪوڙي سمهي پيس. ٿن مهينن ۾ مون اهڙي آرام واري
ننڊ اڳ نه ڪئي هئي.

۴- مئي: مان اڄ برگيڊيئر جنرل مالڪوم ڪي شيراز ۾ هڪ قاصد رستي احوال موڪليو ته مان ڪرمان ۾ سلامتيءَ سان پهچي ويو آهيان. مان محمد نبي خان ڏانهن جو ان وقت فارس جي صوبي جو حاڪم هو ۽ ٿورو وقت اڳ هند سرڪار وٽ سفير به هو، فارسيءَ ۾ هڪ خط لکرايم، جنهن ۾ کيس عرض ڪيل هو ته جي جنرل مالڪوم شيراز ۾ نه هجي ته منهنجو خط کيس، هو جتي هجي اتي موڪليو وڃي ۽ حضور شهزادي کي اطلاع ڪري ته مان اميد ته ٽن هفتن ۾ شيراز پهچي ويندس.

مون کي ڏهين بجي ڪنهن شخص اچي اطلاع ڪيو ته شهزادو دربار ۾ آهي، جتي مون کي ملاقات جو شرف بخشيو ويندو. مان ٺاٺ سان آدارا ڪپڙا پهري قاصد سان روانو ٿيس. ڪيتريون گهٽيون لنگهي محل ۾ پهتس. اٽڪل ٽي-چار صحن لنگهياسين ته عرض بيگي گڏيو. مون کان نالو پڇي وڃي شهزادي کي ٻڌايائين، جنهن مون کي گهرايو. عرض بيگيءَ مون کي چيو ته مون ڏي نهار ۽ جيئن مان ڪيان تون به تيئن ڪر. شهزادو هڪ دريءَ ۾ ويٺو هو، جا زمين کان ڏهه فوٽ مٿي هئي ۽ پٺيان هڪ صحن هوس، جنهن ۾ پاڻيءَ جو ڦوهارو پئي وهيو. جڏهن اسان شهزادي جي سامهون ٿياسون تڏهن اسان جهڪي سلام ڪيو. پوءِ ٻه-چار قدم وڌي وري ٻيو سلام ڪيوسين ۽ اهڙيءَ طرح ٽيون به. شهزادي سلامن جو جواب ڪنڌ جي اشاري سان ڏنو. مون سمجهيو هو ته مون کي سڌي دربار ۾ اندر ويهاريندا، پر منهنجي پوشاڪ اول درجي جي نه هئي، تنهنڪري مان پانيان ڏو ته مان انهيءَ شان جي لائق نه سمجهيو ويس، انڪري مون کي شهزادي جي سامهون اڱڻ ۾ بيهڻ جو حڪم ڏنو ويو، جنهن جي پٺيان مان سڀ سرڪاري عملدار پانهون ٻڌيو بيٺا هئا. عرض بيگيءَ مون کي ڪنن ۾ چيو ته تون به ائين

ڪر پر مون کي معلوم هو تہ ايران ۾ رواج آهي تہ نوڪر مالڪ اڳيان ٻانهون ٻڌي بيهندا آهن، تنهنڪري اهو رواج مون سان لاڳو نہ هو مون ان جي پيروي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن مان شهزادي جي سامهون اچي ويٺس، تڏهن وڏي سڌ مون کان پڇيائين تہ تون ڪٿي هئين؟ سفر ڇا لاءِ ڪيو اٿئي ۽ رستي جي ڏکن ڏاکڙن کان ڪيئن بچيو آهين؟

محل ۾ وڃڻ کان اڳ مون هڪ ڳالهہ اڳيئي ڳاهي رکي هئي تہ: مون کي هڪ وڏي عملدار سان هندستاني فوج واسطي گهوڙن پسند ڪرڻ لاءِ قلات موڪليو ويو هو، جتان حڪم ٿيو تہ سمنڊ رستي وڃي ايران ۾ جنرل مالڪوم سان گڏجان، پوءِ ساحل تائين پهچي جهاز ۾ چڙهڻ جي موسم تبديل ٿي ويئي هئي، تنهنڪري مان خشڪيءَ رستي بلوچستان اچڻ پسند ڪيو هو. اها ڳالهہ اهڙي وسهڻ جوڳي هئي جو شهزادي کي اعتبار ۾ آئي- اڌ ڪلاڪ کان پوءِ مون کي ساڳئي دستور سان رخصت ڏني ويئي.

محل ۾ ڪافي شان شوڪت ۽ اڊمبر هو. اتي ڪيترائي خوش پوشاڪ ماڻهو خدمت لاءِ حاضر هئا. جنهن ڪمري ۾ شهزادو ويٺو هو سو ننڍو هو ۽ اهڙو سينگاريل بہ نہ هو جيئن ڪي پيا خانگي گهرن جا ڪمرا، جي پوءِ مون ڏٺا هئا. پر شاهي ڪمرا نهايت شاندار هئا. شهزادو پاڻ سهڻو جوان آهي، هن جو رنگ زيتون جي رنگ جهڙو آهي ۽ ڏاڙهي ننڍي ۽ ڪاري اٿس. هن کي بدن تي هڪ سادي

ولائتي ڇيٽ جي قبا ۽ مٿي تي بخاري دنبي جي ڪَنَل جي ڪاري ٽوپي پيل هئي. هن جي بادشاهه سان ٽن قسمن جي عزازت آهي. هو هن جو ڇاٽو، ڀائٽيو ۽ ماٽيلو پٽ ٿئي. خانگي حياتيءَ ۾ هو هڪ رحمدل ۽ مهربان ماڻهو سمجهيو ويندو آهي ۽ گورنر جي حيثيت ۾ انصاف پسند ۽ عادل. ممڪن آهي ته هو سڄي ايران ۾ هڪ عادل ۽ رحمدل حاڪم هجي. پر ماڻهن ڪيترين ڳالهين ٿي ڪيون جن مان سندس اهي پيئي خوبيون ثابت نٿي ٿيون. هن جي سختي عذر جوڳي آهي. ڪرمان جو شهر ۽ صوبو ماڻهن جي زيادتين ڪان ساري ايران ۾ مشهور آهي ۽ هن کي شاهي حڪم مليل آهي ته اهي زيادتيون بند ڪري.

مان هن شهر ۾ پنجويهين مئي شام تائين انهيءَ آميد تي رهيس ته ڪئپٽن ڪرسٽي هرات کان اچي مون سان گڏبو. پر منهنجي لنبي قيام ۾، جي واقعا ٿيا، سي ايترا نه لُڀائيندڙ آهن ۽ نه اهڙا عجيب غريب آهن، جو مان پنهنجو روزنامچو وري شروع ڪيان. تنهنڪري مان فقط انهن واقعن جو مختصر بيان ڏيندس، جي دلچسپ ۽ وندرائڻ جهڙا هوندا. هن کان پوءِ مان صوبي جو مختصر احوال ڏيندس.

جنهن ڏينهن مان شهزادي جي محل ڏانهن ويو هوس، ان جي ٻئي ڏينهن مان وزير جي ملاقات لاءِ ويس. هو مون سان ڏاڍي خوش خلقيءَ سان پيش آيو ۽ مون کي پاڻ سان ساڳئي نمدي تي ويهاريائين، جنهن تي هو پاڻ وينو هو. هن جي مهربانيءَ جو سبب مون کي تڏهن معلوم ٿيو جڏهن

خبر پيم تہ ھن پڌو ھو تہ مان اڳئين ڏينھن محمد نبي خان ڏي خط لکيو ھو، جنھن ماڻھوءَ کان مون اھو خط لکايو ھو، تنھن مون کي منھنجي ڪُٽل پوشاڪ مان گھٽ درجي جو ماڻھو سمجھي-اھو ھڪ عريضيءَ يا درخواست جي صورت ۾ لکيو ھو. خط لکي جڏھن مون کي پڙھي، ٻڌايائين، تڏھن مون کي پسند نہ آيو. چيائين تہ ڀلا تون ٻڌاءِ تہ تنھنجو جنرل مالڪوم مان ڪھڙي قسم جو رستو آھي؟ مون سمجھيو تہ منھنجي لاءِ چڱو ٿيندو تہ مان پاڻ کي ھن جو عزيز سڏايان. چيومانس تہ مان سندس ڀائٽيو آھيان. اھا خبر جلد وجي وزير جي ڪن تي پيئي. ھن جي تلطف جو اھوئي سبب ھو. آءٌ ھن سان قريباً ڪلاڪ ڪن ڳالھيون ڪندو رھيس. موڪلائڻ وقت مون کي ٻيءَ رات لاءِ دعوت ڏنائين، جا مون قبول ڪئي. ايران جون سڀ دعوتون ھڪجھڙيون ھونديون آھن. تنھنڪري مان ھن دعوت جو تفصيلوار احوال ڏيندس، جنھن مان پڙھندڙن کي ھن طرف جي گھرو رسمن جي خبر پوندي.

مان جڏھن پھريائين ھن جي گھر اٽڪل ستين بجي شام جو ويس تہ ڪلياڻ (حقو) ڪٽي آيا. ڪلياڻ ٻن قسمن جا ھوندا آھن: ھڪڙا ڪرنبي يا نانگ ۽ ٻيا دستُو يعني ھٿ جا. پھرين قسم جا ڪلياڻ کي ھڪ سوگھو ھندستان جي حقن وانگر ڍڳھو چمڙي جو ملايم نانگ جھڙو نڙ ھوندو آھي. ٻيو جيئن سندس نالي مان ظاھر آھي، ھٿ ۾ جھلي ھڪ نڊي سون يا چانديءَ جي سھڻي ميناڪاريءَ

واري نڙ سان چڪبو آهي. اهي جقا ٿوريءَ ديرڪان
پوءِ بدلائي منجهن تازو تماڪ ڀريو ويندو آهي. تنهنڪري
ماڻهو عام طور اهي هڪ ئي وقت ڏهن-ٻارنهن دفعن کان
وڌيڪ نه چڪيندا آهن. هتي ڏوئڻ کان پوءِ کائڻ پيئڻ
شروع ٿيندو آهي. پهريائين مٺائي ۽ ٻن قسمن جي ڪافي
پيئڻ لاءِ ڏيندا آهن. هڪڙي سني ڪافي هوندي آهي، جا
شربت ۽ قسمين قسمين ميون جي رس مان ٺهندي آهي. اها
۽ سچي ڪافي چيني جي ننڍين پيالن ۾ ڏيندا آهن. جنهن
۾ وڏي چمچي جيتري ڪافي پوندي آهي، اهي پياليون وري
سوني يا چانديءَ جي وڏين پيالين ۾ پيل هونديون آهن، تنهن
کان پوءِ وري ساوا ۽ سڪا ميوا، مربا ۽ آچار ڏنائون.
ان بعد شربت جي پيالن جا خونچا ڦيرايائون، جن ۾ وڏا
ڪافيءَ جا چمچا پيل هئا، جنهن سان هرڪنهن پنهنجي مرضيءَ
مطابق ٿي پيتو. پوءِ جماعت اڳيان زمين تي دسترخوان وڇائي
ان تي سنهيون وڏيون مانيون رکي ويا ۽ کاڌو آندو ويو:
قسمين قسمين جا پلاءَ پورا ۽ ٻيا طعام خونچن ۾ آڻي هڪ-هڪ
اڳيان رکندا ويا. جڏهن اهڙيءَ طرح سڀڪجهه رکجي ويو،
تڏهن وزير بسم الله چئي کائڻ جو اشارو ڪيو ۽ سڀ هڪدم
جنبي ويا. شڪر شربت پاڻي ڏيڻ لاءِ ڪمري جي وچ ۾
بيٺا رهيا. ميزبان جي ڏاڍي مرضي هئي ته مون کي شراب

پياري، پر مون اها ڳالھ قبول نہ ڪئي. ڇيومانس تہ مون ڪيترائي مهينا شراب چکيو بہ ناهي ۽ مون کي توهان جا ٺڏا شربت وڌيڪ پسند آهن. اسان کي ڪم از ڪم ٽن قسمن جو گوشت ڏنو ويو هو. ايتريون ٿالهيون کڻي وري پيون رکڻ هڪ ٽڪائيندڙ ڪم هو، تنهنڪري جڏهن گھر وڃڻ جو وقت آيو، تڏهن مان ڏاڍو خوش ٿيس.

هي ماني جا ايرانين جو مکيہ کاڌو آهي، سا هوبهو اسان جي ڊنر سان ملي اچي ٿي. انهيءَ کاني کان پوءِ ايراني، ٻئي ڏينهن ٻنپهرن تائين، جڏهن هنن جي ناشتي جو وقت ٿيندو آهي ڪجھہ ڪونہ کائيندا آهن. سواءِ ڪجھہ تازي ميڙي جي سو بہ سوير صبح جو. هنن جي کاني ۾ ٻہ-ٽي ڳالهيون تمام تڪليف واريون هونديون آهن: هڪڙو تہ جا شيءِ ويجهي هوندي آهي تنهن مان کائڻو پوندو آهي، نہ تہ ڪنهن هڪ کي سڀني جي وچ ۾ ٻيٺي پسنديءَ جي شيءِ ڪٺي ڏيڻي پوندي، ٻيو هڪ يورپي آدميءَ لاءِ پلٿي ماري کاني جي سطح تي ويهي کاڌو کائڻ هميشه ڏکيو هوندو آهي؛ خود ايراني بہ پاڻ کي سکيو نہ سمجهندا آهن. جي هتن سان ماني کائبي تہ ضرور آهي تہ ننڍا ٽوال بہ موجود هجن پر سون ايرانين جي مجلس ۾ اهي ڪڏهن ڪونہ ڏٺا.

وزير سان ملاقات ڪان پوءِ چار ڏينهن پوءِ سان ڪاروان سراءِ جي پنهنجي ڪمري ۾ هڪ هندوءَ سان ويٺي ڳالهايو ته هڪ هلڪي طبعيت جو ماڻهو جنهن ڪي نفيس ريشمي ڪپڙا پيل هئا، سو حقي سميت ۽ نوڪر سان هئس، ٽلندو اندر آيو، منهن ۾ گهنڊ هجيس ته هيءُ چو نٿو مون سان اٿي آدرڀاءُ ڪري. هندوءَ ڪان پڇيائين ته هيءُ چو نٿو مون سان اٿي آدرڀاءُ ڪري. يعني هيءُ چو نٿو مون سان گڏجي؟ هن مون ڏي اشارو ڪري جواب ڏنس ته هيءُ خود فارسي سمجهي ۽ ڳالهائي چاڻي. پوءِ ساڳيو سوال مون ڪان تمام لاپرواهيءَ ۽ حقارت سان پڇيائين. مون چيس ته چا تون سمجهين ٿو ته آءٌ ڪرمان ۾ فقط ان لاءِ آيو آهيان ته جيڪو اڻ ڪوٺيو ماڻهو مون وٽ اچي، آءٌ اٿي ان جو خيرمقدم ڪريان؟ جواب ڏنائين ته جڏهن اعليٰ عهدي جا ماڻهو اچن، تڏهن توکي هنن جي تعظيم ڪرڻ جڳائي، جڏهن ڏنائين ته مان هن جي رضامنديءَ حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪونه چڙيس، تڏهن چيائين ته مون کي هڪ ڪافر فرنگي* ڪان اهڙي ئي اميد رکڻ ڪپندي هئي. هن پوءِ ڊائي جي وڏائيءَ تي مون کي سخت غصو آيو. پڇا تي معلوم ٿيو ته هو شهزادي جو

---

* بيدين يورپي.

پيش خدمت هو. خير، مان سور پيي ويس. پنهنجن بروهي نوڪرن مان هڪڙي کي حڪم ڪيم ته هن وڏي ماڻهوءَ کي ٻاهريون در ڏيکاريو. اهو ٻڌي هو چپ چپاتيءَ ۾ ڪک پن ٿي ويو. انهيءَ ٿيڻ جي خبر جلد ئي ساري ڪاروان سراءِ ۾ پکڙجي ويئي. ان کان پوءِ منهنجا ملاقاتي مون سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ اچ وڃ ۾ وڌيڪ احتياط کان ڪم وٺندا هئا ۽ مون کي در بند ڪري اوڻ ۾ نه ويهڻو پوندو هو. جو ته مان ماڻهن جي آزار کان در بند ڪري ويهندو هوس. مان انهن ماڻهن سان ملڻ هميشه پسند ڪندو هوس جن جي صحبت مان دل وندرندي يا معلومات حاصل ٿيندي هئي. پر مون ڏٺو ته منهنجن ملاقاتين ۾ اهڙا ٿورا ماڻهو هوندا هئا. اڪثر سست، جاهل ماڻهو بلڪ ملڪ جي ڪٽ خلق مون کي اچي تنگ ڪندي هئي. مون کي اهڙو واقعو خاص طرح ياد ٿو اچي: هڪڙي ڏينهن مان شالن جو ڪارخانو ڏسڻ ويس. موٽي اچان ته چا ڏسان جو منهنجي ڪمري تي اٺ-نوَ رڇن وارا لوطي (ڪهيري) پنهنجن رڇن سميت قبضو ڪيو ويٺا آهن. ڪانئن جان ڇڏائڻ لاءِ مون کي کين ڪافي ڳري رقم ڏيڻي پئي، انهيءَ شرط تي ته هو وعدو ڪندا ته وري موٽي نه ايندا. تعجب جي ڳالهه آهي ته هو پنهنجي وعدي تي وفادار رهيا. اهي لوطي ايران جا مسخرا آهن ۽ غالباً هنن جهڙي خوش مزاج قوم ملڪ ۾

ورلي هوندي. هنن کي جيڪي وڻي سو ڇوڻ ۽ ڪرڻ جو اختيار آهي. شاهي خاندان جي ڦريبن ۽ وڏن سرڪاري عملدارن ڪي بہ مجال نہ ٿيندي آهي جو هنن کي تنگ ڪن.

مئي جي ١٠- تاريخ شهزادي ڪن ماڻهن تي مقدمو هلايو، جن تي سندس هڪ خادم کي قتل ڪرڻ جي تهمت هئي. انهيءَ ڪري اتي ماڻهن ۾ اهڙو هراس ۽ انتظار هو جو ان جو اندازو لڳائڻ بہ مشڪل آهي. شهر جا دروازا بند ڪيا ويا هئا، ڪنهن کي بہ ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڪانہ هئي. سرڪاري عملدارن ڪو ڪاروبار ڪونہ هلايو. شاهد ٻنان اطلاع جي گهرايا ويا. مون بہ- تي شاهد ڏٺا، جن کي محل ڏي وٺيو ٿي ويا. بس، اهڙي حالت هين جو ڇڻ سوريءَ تي ٿي چاڙهيائون. اٽڪل ٻين ٻجي ٻنپهرن جو شهزادي نيٺ فتوا ڏني: زبانن ۾ سوراخ ۽ کي خصي ڪرايا ويا، سندن هٿن پيرن جون آڱريون ڪپايون ويون. پوءِ سيني کي ٽڪا ڏيئي گلين ۾ اڇلايو ويو ۽ ماڻهن کي چتايو ويو تہ هنن کي ڪو سهارو نہ ڏين ۽ نہ هنن سان ڪو واهپو رکن.

اهڙن موقعن تي شهزادو پيلي رنگ جو لباس اوڍيندو آهي ۽ ساڳئي رنگ جو ڪپڙو جنهن تي هو ويهندو آهي سو غاليچن متان وڇايل هوندو آهي، تنهنڪري ان کي غضبناڪ

پوشاڪ چوندا آهن. جڏهن اها پوشاڪ پل هوندي آئس تڏهن سندس وزيرن کي بہ سائس ڳالهائڻ جي اجازت نہ هوندي آهي. جيستائين ڪانئن کو سوال نہ ڪيو وڃي. پوءِ مون کي معلوم ٿيو تہ هو اهو سمورو وقت، جڏهن مان محل ڏانهن ويو هوس، تہ هو ڪرڙڪيءَ مان انهن ڪمبخت ڏوهين جي سزايابي ڏسندو رهيو * حڪم ڏيندو رهيو * مٿن ذري ماتر بہ رحم نہ ڏيکاريائين * نہ وري ڪو هن جي دل کي ارزو آيو.

هڪ ڏينهن صبح جو هڪ ڪرڙ ودِ آدمي مون سان ملاقات ڪرڻ آيو. هن سان گڏ هڪ نوڪر بہ هو. اچڻ سان هن نوڪر کي رخصت ڏني. دربند ڪرڻ جي اجازت ورتائين. چيائين تہ ڪا مخفي ڳالهہ ڪرڻي اٿم. مون کيس اجازت ڏني، پوءِ تہ هو عيسائي مذهب جي خوبين تي اچي پلٽيو. آخر چيائين تہ مون کي تنهنجي مذهب اختيار ڪرڻ جو بيحد شوق آهي، ديا ڪري مون کي ان جا مکيہ عقيدا ٻڌاءِ؟ مون کي ان عجيب غريب دعوىٰ * عرض تي تعجب آيو. جيئن تہ مون کي انهن پنهي ڳالهين جي سچائيءَ تي شڪ پيدا ٿيو. مون کيس چيو تہ هدايت جي اصولن جي روشني وجهڻ منهنجي طاقت وغيره کان ٻاهر آهي. نہ مون کي اهڙي طاقت آهي تہ اختياري، جو مان توکي اهڙي تلقين ڪري سگهان، پر توکي انهن ڳالهين جو چڱيءَ طرح اڀياس ڪرڻو آهي تہ تون هندستان وڃ، جتي توکي گهڻا قابل ماڻهو ملندا جي توکي خوشيءَ سان تعليم ڏيندا. جڏهن ڏٺائين تہ انهيءَ معاملي ۾ دال نٿي ڳري، تڏهن چيائين تہ ڪرسان ۾ ڇهہ هزار ماڻهو انگريز جي انتظار ۾ ويٺا آهن. ٻڌاءِ تہ توهان ڪڏهن ٿا اچو؟ فارسي زبان جي اصطلاح مطابق اهي الفاظ انگريزن جي قوم سان بہ لاڳو ٿي پئي سگهيا * مون سان بہ. مون انهن کي پوئين معنيٰ ۾

---

* هن 'شما' لفظ استعمال ڪيو هو.

وٺي جواب ڏنو. رنجيدگيءَ سان چيائين ته تون مون تي اعتبار نٿو ڪرين، منهنجي ڳالهه نٿو سمجهين! مان توهان جي مدد ڪندس. منهنجي پٺيان ڇهه هزار ماڻهو آهن. آءٌ به هن کي غلط سمجهندو رهيس، ۽ ساڳئي وقت چيو مانس ته يورپي ماڻهن جو رواج آهي ته هو ڌارين ماڻهن کي پنهنجو همراز نه ڪندا آهن. هو جواب ڏيڻ تي هو ته هڪ ٻيون ماڻهو اندر آيو ۽ جاسوس رمندو رهيو.*

ساڳئي ڏينهن شام جو مون هڪ تمام عجب رسم ادا ٿيندي ڏٺي. منهنجي هوندي ڪرمان ۾ ٻه-ٽي دفعا پيا به ان رسم جو مظاهرو ٿيو. اٽڪل پنجين بجي شام جو هڪ شاهي هجوم جنهن ۾ ڪم از ڪم چار-پنج هزار ماڻهو هئا ڪاروان سراءِ جي حاطي ۾ ڪٺا ٿيا، هڪ ملان وچ ۾ ڏاڪڻ جي منبر تي چڙهي ڪري بلند ۽ سريلي آواز ۾ محمد صلعم جي ڄاڻي علي رضه جي درد ڀري ڪهاڻي ٻڌائڻ لڳو. آهستي آهستي سموري جماعت جا لڙڪ وهڻ لڳا. ٻارن وانگر روج راڙو شروع ٿي ويو، ڀهريائين مون سمجهيو ته هو ڏيک ٿا ڪن، پر جلد معلوم ٿيو ته ائين ناهي. ملان وقت بوقت پڙهڻ بند ڪري ڏهه منٽ ويهي ٿي رهيو ۽ سڏڪا پئي ڀريائين ۽ ڳوڙها هن جي ريش مبارڪ تي ٿي پيا. سامعين تي به گهڻ اثر ڪونه هوا! منهنجي دل کي به

---

* هي جاسوس جو استعمال ايراني حڪومت، جو جنرل مالڪوم جي سفارت مان برتاءُ اختيار ڪيو هو، ان جي خلاف هو. ان وقت هنن ملڪ جي پيمائش ۽ آمدني وغيره جي جانچ پڙتال تي اعتراض ڪونه ورتو هو، مگر هن موقعي تي ڪوبه شڪ ٿي اٿو سگهي ته هو جاسوس هو. شهزادي جي اجازت کان سواءِ ڪوبه تڪليف وٺي مون وٽ ڪوله اچي ها. الهيءَ ڳالهه جي تصديق هن مان ملي، جو پوءِ معلوم ٿيو ته هي ڪرمان ٿيڻ جو خواهان، هڪ ادنيٰ سرڪاري عملدار هو.

سڪون ڪونہ هو، منهنجي ماڻهن کي ٻہ ايرانين جيترو ئي ڏک هو. هر عمر جا ماڻهو جماعت ۾ شريڪ هئا. ڏهن - ٻارهن ورهين جي ڇوڪرن کان وٺي سٺ - اسي ورهين جي پيرسنن تائين. ايترن ماڻهن کي زاروزار روئندو ڏسي، سندن مذهب لاءِ ضرور دل ۾ عزت ۽ احترام پيدا ٿئي ٿو.

ٻڌ م تہ پنجويهين تاريخ هڪ ڪاروان شيراز ڏانهن وڃڻو آهي، تنهنڪري مان بہ ان سان وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳس. مون سمجهيو تہ شيراز کان ڪئپٽن ڪرسٽيءَ جي موٽڻ جي آسيد ۾ ويهڻ اجايو آهي. جڏهن وزير کي منهنجي ارادي جي خبر پيئي، تڏهن ماڻهو موڪلي پڇا ڪرايائين تہ وڃڻ کان اڳ مون سان الوداعي ملاقات ڪندين يا نہ؟ مان انهيءَ عزت افزائي قبول ڪرڻ کان معافي گهري، ڇاڪاڻ تہ شهزادي مون کي ڪوبہ توجهہ ڪونہ ڏنو هو ۽ مون وزير کي اهڙو جواب موڪليو. قاصد کي ڪلاڪ ڪن وٺي مس ٿيو هو تہ ڪاروان سراءِ جو داروغو اچي سهڙيو ۽ هڪ - هڪ رپيو رواجي محصول آڻن تي ۽ منهنجي گهوڙي تي، جو مون ٿورا ڏينهن اڳ ورتو هو، گهرڻ لڳو. مون هن کي ٽي رپيا ڏنا ۽ سمجهيم تہ ڪاروان سراءِ شهزادي جي خانگي ملڪيت آهي، تنهنڪري وڌيڪ ڏن ڀرڻو ڪونہ پوندو. ٻئي ڏينهن صبح جو هو مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ ڪمرو جنهن ۾ مان رهيو هوس، تنهن جي مسواڙ وٺڻ وسري ويئي اٿم، رقم آڏيو ۽ ٻہ - ٽي ٽامي جا پئسا هئي. پڇو مانس انهيءَ ڳريءَ رقم جي وصوليءَ لاءِ ڪنهن موڪليو اٿئي؟ منهنجو خيال صحيح نڪتو. نهايت گنڀيرائيءَ سان چيائين تہ شهزادي جي حڪم مطابق آيو آهيان. وڌيڪ چيائين تہ جي حضور اعليٰ سان ملاقات ڪرڻ قبول ڪرين ها تہ انهيءَ رقم ۽ اڳين ڏينهن، جو وهٽن تي محصول ڀريو هوءِ، ڏيڻ

ڪان معافي ملئي ها. منهنجي نظر ۾ اهو اقرار ڪميڻائپ جي حد هئي. مون داروغي ڪان پڇيو ته تون ڪيئن ٿو سمجهين ته پئسو، پل ته انهيءَ عزت ڪان هزار دفعا وڌيڪ هجي، پر منهنجي يا برطانيا حڪومت جي ڪنهن به عملدار جي نظر ۾ ڪا حيثيت نٿو رکي. مون چيومانس ته آءٌ جڏهن شهر ۾ آيو هوس، تڏهن شهزادي وٽ اچي مون پنهنجو فرض ادا ڪيو هو، پوءِ مون سان ڪهڙا پال پلايا ويا، موجوده فيصلي ڪرڻ جو مون کي حق هو. داروغو جيتوڻيڪ ايراني هو ته به هو پنهنجي مالڪ جي روش تي شرمسار ٿيو، ۽ عذر طور ڪو جواب ڏيڻ تي هو ته مون وڏي هٿ ۾ رپيو ڏنومانس ۽ چيومانس ته باقي رهيل پئسا شهزادو شوق سان پاڻ وٽ رکي سگهي ٿو.

داروغي پئسا کيسي ۾ وڌا ۽ نوڪرن کي چيائين ته هن جي شڪايت واجبي آهي، ائين چئي هليو ويو. ان ڪان پوءِ مون شهزادي يا سندس اردلين جو ڪوبه احوال ڪونه ٻڌو. ساڳئي ڏينهن اٽڪل ٽين بجي شام جو مون ڪرمان جو شهر ڇڏيو، جنهن جو ۽ صوبي جو مفصل احوال ٻئي فصل ۾ ڏنل آهي.



## فصل (١٦)

ڪرمان جي صوبي جي اوڀر ۾ سيستان جو حصو ۽ بلوچستان آهن، اولهه ڏانهن فارس جو صوبو، ڏکڻ ڏانهن لارستان، مڪران ۽ ايراني نار جا ٽڪرا ۽ اتر ڏانهن عراق ۽ خراسان. قديم زماني کان ڪرمان ٻن حصن ۾ ورهايل آهي: هڪڙو آباد حصو ۽ ٻيو ريگستان. مان به ساڳي تقسيم اختيار ڪندس. پهرين آءٌ آباد حصي جو ذڪر ڪندس. انهيءَ حصي جي ڊيگهه، نرمنشير کان جو ريگستان ۾ آهي، روبات تائين، جو فارس جي حد تي آهي، اٽڪل ٽي سؤ پنجهٺ ميل ٿيندي. ان جي ويڪر، عراق جي ڏاکڻين حد کان گانبرون يا بندر عباس، جو ايراني نار جي ڪناري تي آهي، تائين ٻه سؤ اسي ميل ٿيندي(١). انهيءَ علائقي جي زمين اڪثر اوسر آهي ۽ سارو ملڪ غيرآباد ۽ ويران ٿو نظر اچي.

سڄي صوبي ۾ هڪ به نهر ڪانهي (٢). جيڪڏهن پهاڙي علائقي ۾ جي ٻه-ٽي چشما ۽ ڪاريز، جن جو بيان مون پنهنجي ٻي تاريخ مٺي جي روزنامچي ۾ ڏنو آهي، نه هجن ها ته ماڻهن جو مشڪل سان گذران ٿي سگهي ها. پاڻي گهڻي تڪليف ۽ محنت سان دستياب ٿئي ٿو، سو به

(١) اها ماپ سڌيءَ ليڪ ۾ آهي. رستي ۾ وروڪڙ آهن، جنهنڪري ريگستان کان روبات تائين، ان کان ٻيڻو رستو ٿيندو.

(٢) مان هيءَ ڳالهه خاطريءَ سان ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ ته مون صوبي جو سفر اوڀر کان اولهه طرف ڪيو آهي. مان ٣٠- اپريل تي ام شهر مان رواني ٿيڻ تي ٻئي ڏينهن اشڪولدي، جا هڪ لٺي آهي ۽ برسات ۾ پربي آهي ڏٺم. ڪرمان کان بندر عباس واري رستي ۾ اهڙيون ٽي-چار لٺيون آهن. منهنجي خيال ۾ انهن کي اهرون چوڻ غلط ٿيندو.

ايترو جو ان سان تمام ٿورڙي زمين آباد ٿي سگهي ٿي. نرمنشير جو سوال پيو آهي، اتي پاڻي جام آهي. مگر اڳي اتي پوڏون ٿيندا هيون. گذريل ويهن ورهين ۾ پاڻي اتي به گهٽ ٿي ويو آهي. هم ۽ ڪرمان جي اوريان سون کي غير آباد ميدان ٿي ميدان نظر آيا، ان سان ظاهر آهي ته ريگستان ان طرف تڪڙو تڪڙو وڌندو وڃي ٿو. اتي جا ماڻهو به ان ڳالهه جو اعتراف ڪن ٿا.

ڪرمان اڪثر ڪري پهاڙي علائقو آهي، پهاڙن جي مکيه قطار اها آهي جا نرمنشير کي لارستان کان جدا ڪندي، ڏکڻ-اولهه طرف گاهرون کان چئن ڏينهن پنڌ جي مفاصلي تي ختم ٿي ٿئي. اتان وري ڪنارو ڏيئي اولهه ۽ اتر-اولهه وڃي فارس جي جبلن سان ۳۰-۲۹ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ ۵۴ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ وٽ ختم ٿي ٿئي. انهيءَ عرصي ۾ ان سان ڪيترين شاخون خصوصاً اوڀر طرف واريون جي ريگستان ڏانهن وڃن ٿيون سي ڊگهائي ڦاڪ جي ۳۰-۳۱ ڊگرين جي وچ ۾ ختم ٿين ٿيون. اولهه طرف واريون شاخون عراق جي صوبي ۾ پهچن ٿيون. ڪٿي ڪٿي هو مکيه جبل، جنهن سان هو نڪرن ٿيون، تنهن کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهن. اهي قطارون ملڪ کي اهڙيءَ طرح ڪپين ٿيون جو انهن جي وچ ۾ جي پٽ آهن سي ورلي ڏهن-ٻارهن ميلن کان ويڪرا آهن، البت ڊيگهه ۾ پٽ تمام لنبا آهن.

ملڪ جي آبهوا به اهڙي ٿي مختلف آهي، جهڙي سندس شڪل سڄي ايران ۾ انهيءَ صوبي جي آبهوا گهٽ ۾ گهٽ صحت بخش سمجهي ويندي آهي. گهٽي بارش ورلي پوندي آهي، مگر سياري ۾ جبلن تي ڪافي برف هوندي آهي ۽ چوٽين تي برف سال جو چڱو عرصو رهندي آهي، نتيجو اهو نڪرندو آهي جو ميدانن ۾ ماڻهو گرميءَ ۾ پيا ڪڙهندا آهن ۽ سندن ويجهو جبلن جي چوٽين تي سخت ٿڌ هوندي آهي.

ٻهاڙن جي چوٽين تان جا هوا لڳندي آهي سا ٿڌي ۽ وڻندڙ هوندي آهي مگر ان سان گڏ تپ بخار ۽ ٻيا مرض به پيدا ٿيندا آهن. ڏيهي ماڻهو ان جي موسم کان اهڙو ته ڊڄندا آهن جو هو ان جي اتر کان گرم هوا وڌيڪ پسند ڪندا آهن.

انهن جبلن جي شاهي قطار جي ڏکڻ ۾ جبلن جي تري ۽ سمنڊ جي وچ ۾ گرمسير يعني گرم ملڪ آهي. گرمسير هڪ سوڙهي پٽي ٣٠ کان ٩٠ ميلن تائين موڪري، جا لارستان جي ڪادي ميداب کان شط العرب يا بصري دريا تائين سمنڊ جي ڪناري سان هلي وڃي ٿي. ڪرمان جي حد اندر هن علائقي جي زمين ڪلرائي ۽ واريءَ واري آهي ۽ سندس آبهوا صحت لاءِ تمام نقصانڪار آهي. ان ۾ کجور کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ ڪانه پيدا ٿيندي آهي ۽ آها به سٺي نه. انڪري ان جي آبادي تمام ٿوري آهي.

ڪرمان جو شهر اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٥٦-٢٩ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ جي ٥٦-٦ ڊگرين ۾ هڪ ڪشادي ميدان جي اولهه ۾ جبلن جي ڀرسان ويجهڙو آهي. هن جبل جن تي پراڻا قلعا آهن اهڙو ته ويجهو اٿس جو انهن تان مٿس وار (حملو) ٿي سگهي ٿو. هيءُ ڪنهن زماني ۾ ايران جو آباد شهر هو ۽ تختگاهه اصفهان کان پوءِ ٻيو نمبر شمار ڪيو ويندو هو. اهو بلخ بخارا، ماوراءِ النهر ۽ ايراني سلطنت جي اترين شاهراهه، جا بندر عباس ڏانهن وڃي ٿي ۽ ان تي موجود آهي. جنهنڪري وڏي تجارتگاهه دولت آسائش ۽ عظمت جو مرڪز هو.

شهر جو پورو بون پايو ڪنهن وقت تنهن جي ثابتي ڪانه ٿي ملي. البت اها خاطري آهي عربن جي ڪاهه وقت آخري ايراني پادشاهه اتي وڃي پناهه ورتي هئي ۽ پنهنجي گادي قائم ڪئي هئي. تان جو شهنشاهت جو خاتمو ٿيو ۽ زرتشت جا پوڄاري ٽڙي پکڙي ويا. مڪران جي فتح جي هڪ

قلمي تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي ته سن ٩ھ ۾ مڪران جي فتح وقت ڪرمان تمام وڏو شهر هو، ان جا ماڻهو مالا مال هئا. اتان جون شالون ۽ هٿيار ديسان ديس مشهور هئا. غالباً شهر جو پايو ان وقت پيو يا ڪم از ڪم ان جي شهرت ۽ دولت جا ان کي اسلام جي اچڻ وقت حاصل هئي، تنهن جي شروعات ان وقت ٿي. ڪرمان جي ڪناري تي هرمز جو شهر پڌرو ويو آهي، انهيءَ تاريخ مطابق جنهن ڏانهن مون اشارو ڪيو آهي. هرمز شهر جو بنياد ساساني خاندان جي اولين بادشاهن مان هڪ وڏو ۽ ان تي سندس نالو پيل آهي. ڪرمان جي نالي جي باري ۾ کڻيون ٿي ڏند ڪٿائون آهن. ڪي چون ٿا ته اهو خرمان يعني آن جي ڍيري مان نڪتل آهي- اشارو آهي شهر جي آباديءَ ڏانهن. ٻين جو چوڻ آهي ته هڪ گبر شهزادي اتي صوف ڪاڏو هو ان مان هڪ ڪيرم يا ڪيئون نڪتو. شهزادي ڏسندي ئي سڃهڻ ڪاڏو ته اتي هڪ شهر ٻڌائيندس جو ڪيڙي وانگي ساري پسگردائيءَ جو فائدو وٺندو. شهر جو بنياد ۽ نالو ائين پيو. انهن ڏند ڪٿائن کي ڪا اهميت ڏيڻ نه کپي. البت اهي ڏيکارين ٿيون ته شهر تمام موزون جڳهه تي آهي. اهو ئي سبب آهي جو اهو شهر ايڏا لوڏا سهي سگهيو آهي. دنيا ۾ پيو ڪو ٻيو شهر ڪونه آهي، جنهن قسمت جون ايتريون لاهيون چاڙهيون ڏٺيون هجن يا جنهن ۾ ايتريون موتمار لڙائيون بيروني خواهه گهرو لڳيون هجن.

انهن لڙاين جو ذڪر منهنجي مقصد کان ٻاهر آهي. خليفن، چنگيزين، تيمورلنگ، افغانن ۽ نادرشاهه بار بار هڪپئي پٺيان شهر فتح ڪيو، ڦُريو ۽ ناس ڪيو. ازانسواءِ ڪيترين خانه جنگين ۾ به ان شهر تي ڪيترا دفعا زوريءَ قبضو ڪيو ويو. اهڙيون پويون سوپون واقع تازو ١٧٩٤ع ۾ ٿيون آهن. جڏهن هاڻوڪي بادشاهه جي چاچي ۽ قاچار خاندان جي باني

آغا محمد خان ڪيترا مهينا گهيري ڪرڻ بعد چالاڪيءَ
سان شهر هٿ ڪيو. شابس هجي فراخدل لطف علي خان* کي،
جنهن مشڪلاتن هوندي بہ نهايت شجاعت ۽ اورچائيءَ سان
مقابلو ڪيو. جيتوڻيڪ هن جي لشڪر ۽ شهر جي آباديءَ
جا بہ حصا ماڻهو بک ۽ آج وگهي مري ويا. آخر تاريخ
٢- جولاءِ ١٧٩۴ع جي نجف قلي خان نالي هڪ سردار معافي
۽ ڳري رشوت جي لالچ ۾ اچي آغا محمد خان جي لشڪر
جي هڪ دستي کي هڪ چور دروازي مان اندر اچڻ ڏنو
جو ان جي زيرنگرانيءَ ۾ هو. انهن ماڻهن اندر اچي سان
هڪ غير مڪمل دروازو ڊاهي سارو لشڪر اندر آندو.
لطف علي خان جڏهن ڏٺو تہ بازي هارائجي ويئي، تڏهن گهوڙي
تي چڙهي اوندهہ ۾ چند بهادر ساڻ ڪري محاصرو ڪندڙن
وچان ڪس چيري ٻاهر نڪري ويو ۽ وڃي بم شهر ۾ پهتو.
اتي جي گورنر* هن کي ڌوڪي سان قيد ڪري

---

*لطف علي خان زند خاندان جو پويون فرد هو. اڪثر ايراني اڄ
تائين هن جي وفات تي ماتم ڪندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هو بهادر ۽
وڏي ڳالهہ اقبالمند هوندي بہ سخي هو، جا ڳالهہ ايرانين ۾
غير رواجي آهي.

*ان وقت محمد علي خان سيستاني بم شهر جو گورنر هو. هن جو
هڪ پاءُ لطف علي خان جي نوڪريءَ ۾ هو. جڏهن لطف علي خان
بم پهتو تڏهن محمد علي خان پنهنجي ڀاءُ جي ڪاڻس اچا ڪئي.
هن چيس تہ هو بلڪل سلامت آهي. تنهن ڪان پوءِ هن لطف علي
خان سان ڪا چيڙ چاڙ ڪانہ ڪئي. بلڪ هو ساڻس عزت سان پيش
آيو. پٺي ڏينهن هن کي معلوم ٿيو تہ ڀاڻس ني آغا محمد خان کي قيد
ڪيو هو. ان هوندي بہ هن لطف علي خان کي نظربند ڪيو. مگر
ان مان بہ ڪوس فائدو ڪونہ ٿيو. پوءِ معلوم ٿيو تہ ڀاڻس ڪرمان
۾ مارجي ويو هو.

محمد خان ڏي موڪليو، جنهن ڪيس پنهنجن هٿن سان انڌو آغا ڪري ڪيو. آخر ڪيس طهران ۾ گهوگهو ڏيئي ماريو ويو.*
شهر اميرن جي صلاح سان ٽي مهينا ماندهه ٿورانت لاءِ بيرحم لشڪر جي حوالي ڪيو ويو، جنهن هر قسم جون زيادتيون ڪيون. زالون ۽ ڇوڪريون بلڪ معصوم ٻار ڪلميو ڪلايو سندن مردن ۽ پيئن جي اکيان عصمت دريءَ لاءِ درندن جي حوالي ڪيون ويون. انهيءَ بيعزتيءَ کان پوءِ هنن کي وري سندن عزيزن کي واپس ڏنو ويو ته ٻل هو پاڻ پنهنجن هٿن سان سندن خاتمو ڪن. افغانن**، جي قلعا ۽ خوبصورت جايون آرائش لاءِ ٺهرايون هيون سي ڊاهي زمين دوز ڪيون ويون. آغا محمد خان لاءِ اها ڳالهه ڪافي نه هئي ته ڪو ماڻهو غير جانبدار رهن، تنهنڪري هن انهن سڀني کي پنهنجي ڪيني جو شڪار بنايو، جن جي وفاداريءَ ۾ ڪيس ذرو به شڪ هو. هو شهر جا ٽيهه هزار رهاڪو غلام ڪري پاڻ سان وٺي ويو يا ڪين مازندران ۽ آذربائجان جي ڏورانهين صوبن ڏانهن موڪلي ڇڏيائين.

ڪيترا سال شهر ويران پيو هو. تان جو هاڻوڪي بادشاهه قلعو وري تعمير ڪرايو، مگر گهٽ پيماني تي، مگر

---

* زند خاندان جي خاتمي جي خوشيءَ ۾ آغا محمد خان فيصلو ڪيو ته جنهن جاءِ تي لطف علي خان قيد ٿيو هو اتي کوپرين جو منارو اڏائجي. ان لاءِ هن ڇهه سو ماڻهن جو سريون وڍارائي، ٽن سون ماڻهن جي هٿان ٻم ڏانهن روانيون ڪيون. هڪ-هڪ ماڻهو کي زوريءَ پنهنجن دوستن جون سريون کڻيون پيون. جڏهن هو اتي پهتا ته هنن جون سريون به ڌڙن کان ڌار ڪيون ويون. ۱۸۱۰ع ۾ آءٌ جڏهن اتي ويس ته منارو خوندار ۽ ظالم قاتل جي يادگيريءَ ۾ اجا بيٺو هو.

** افغان، هن علائقي جا ڪيترا سال حاڪم ٿي رهيا هئا.

اجا بہ قلعو ڳهٽو رهيو پيو آهي. ان کي چوڏاري اوچيون مٿيءَ (گنب) جون پٽيون آهن. ٻاهران ويهہ وال ويڪري ۽ ڏهہ وال سنڪي خندق اٿس. قلعي جي چوڌاري ڦٽل جايون آهن جي ڏکڻ ۽ اوڀر طرف ڪيترن ميلن تائين هليون وڃن ٿيون. قلعي جي اندر بہ ڪيتريون ڪنڊون ڪڇون ويران پيون آهن. قلعي کي چار دروازا آهن. ڪوٽ جنهن ۾ صوبيدار جو محل آهي سو ڏکڻ طرف ڏانهن آهي ۽ قلعي جهڙا مورچا اٿس. بزار ۾ هرقسم ۽ ملڪ جو سامان ملي سگهي ٿو. بزار جي هڪ حصي مٿان نيلي رنگ جي خوبصورت پٿر جا خوشنما گنبذ آهن. پٿر پر وارن جبلن ۾ جي کاٽيون آهن تن مان ڪڍيل آهي. فصيل اندر آٺ-نوَ ڪاروان سرايون آهن. ان کان سواءِ ٻاهر بہ ڪيتريون معمولي رهڻ جون جايون آهن. جنهن سراءِ ۾ مان رهيو هوس، سا شهزادي جي خانگي ملڪيت هئي. مگر اها بہ پين جهڙي ڪشادي ۽ خوبصورت نہ هئي.

ڪرمان جي آبادي هن وقت ٽيهن هزارن کان زياده نہ آهي. ان ۾ ڪجهہ گبر يا پارسي لوڪ بہ آهن مگر شهر ۾ ڪي بہ آرمينين، هندو يا يهودي ڪو نہ ٿا رهن. البت آرمينين ۽ هندو بعضي بعضي واپار سانگي ايندا آهن. ڪرمان ۾ ڪافي تجارتي ڪاروبار هلندڙ آهي. مگر اهو انهيءَ حد کي اچا ڪو نہ پهتو آهي جهڙو حملي ٿيڻ وقت هو ۽ نہ شايد انهيءَ حد کي پهچندو. اڄڪلهہ واپارين جو زياده رُخ ايراني نار جي مٿئين طرف بُوشهر جي بندر ڏانهن آهي. بندر عباس آهي، تنهنڪري ڪرمان کي ڪافي صدمو پهتو آهي. ڪرمان جون شالون، بندوقون ۽ نمدا ساري ايشيا ۾ مشهور آهن. شهر جي پنهي جنسن جي آباديءَ جي ٽئين حصي جو گذر انهن صنعتن تي آهي. شالون آن مان ٺهنديون آهن، جن کي 'ڪرمانيا' جي قديم صوبي جي نالي

سان سڏيندا آهن. منهنجي خيال مطابق آهي ڪپڙي ۽ اُن جي لطافت جي لحاظ کان ڪشميري شالن کي به شهه ڏيو ڇڏين. البت اهي اهڙيون نرم ۽ گرم نه آهن. دُنيا جن جي اُن ڪتري ويندي آهي، سي قد جا ننڍا ۽ بندرين ٽنگن وارا هوندا آهن. اهو غلط خيال آهي ته انهن جي پشم خود بخود ڇڻندي آهي. فتح علي خان بادشاهه اهي دُنبا ملڪ جي مختلف صوبن ۾ پکيڙيا آهن، اتي جيتوڻيڪ ٻـن قسمن جا دُنبا بـه رهي سگهن ٿا. هنن جي پشم هلڪي قسم جي ٿئي ٿي. تعجب جهڙي ڳالهه آهي ته ڪرمان کان سواءِ ٻئي هنڌ ڪٿي بـه اهڙي پشم نٿي ٿي سگهي. لاشڪ شهر جي آبهوا ۾ ڪا خاصيت آهي. وڏي ڳالهه ته ڪشمير جي صوبي ۾ بـه ائين آهي. مان ڪرمان جا سڀ وڏا ڪپڙي جا ڪارخانا وڃي ڏٺا. اُتي ۾ ڪا خاص اهڙي ڳالهه ڪانهي جنهن جو هت بيان ڏجي. هڪڙي ڪارخاني مان مون هڪ پشم جو ذرو نموني طور ورتو جو ڪپهه کان به زياده نفيس ۽ نرم هو. مون ڪي شالون بـه خريد ڪيون جي اهڙيون ته ملايم ۽ خوبصورت هيون جو بعد ۾ هندستان جي واپارين انهن جي پنجوڻي قيمت ڪٿي. پشم ڪترڻ کان پوءِ بار بار ڇاڻي صفا ڪئي ويندي آهي، تنهن کان پوءِ ان کي ڪنهن ٿانءَ ۾ ڪيترا هفتا پُسائي رکندا آهن. ان ۾ ڇا هوندو آهي سا خبر فقط ڪاريگرن کي آهـي. غالباً انهيءَ ۾ مختلف قسمن جا پن ۽ چوڏا هوندا آهن، جي اُن کي نرم ۽ ملايم ڪندا آهن تان جو اها ڪتجي نهي سگهي. ڏاڍو زالون ٺاهينديون آهن تنهن کان پوءِ اهو آڏاڻن ڏانهن موڪليو ويندو آهي.

ڪرماني پنهنجون شالون، نمدا ۽ بندوقون خراسان، ڪابل، بلخ، بخاري ۽ آتـر وارن صوبن ڏانهن موڪليندا آهن، انهن جي عيوض هو اتان هگ، ڪؤنر، رِوند چيني، موت ۽ پيون ٻونيون، بخاري جون کلون، پشم، ريشم، رُڪ،

ٽامو ۽ چانهه گهرائيندا آهن. پويون ٻي شيون هو پاڻ ڪم
آڻيندا آهن. باقي پيون شيون هو هندستان، سنڌ، عربستان
۽ بحرالاحمر موڪليندا آهن. هو پستا، گلاب جا گل ۽
مکڙيون جنهن مان گلقند ٺهندو آهي، ڪوُنر، ڪپهه، غاليچا
۽ سون ٻه انهن ملڪن ڏي موڪليندا آهن. هندستان مان
هو قلعي، شيهو، لوهه، ٽامو، رڱ، ڪارا مرچ ۽ ٻيا مصالح
گهرائيندا آهن ۽ پاڻ ولائتي ۽ هندستاني چيٽون، نيرو، ململ،
چانهه، (١) اطلس، ڪيمخواب، زربفت، ناريل، چيني ۽ شيشي
جو سامان ۽ لٺو وغيره ۽ سنڌ مان هو اڇو ڪپڙو ۽ لونگيون،
عربستان ۽ بحرالاحمر مان ڪافي، سون وغيره گهرائيندا آهن.

ڪرمان شهر جي ساليانو آمدني ١٨١٠ع ۾ فقط پنجويهه
هزار تومان (٢) هئي. مگر چون ٿا ته اها ڏينهون ڏينهن وڌندي
ٿي ويئي. اها رقم بادشاهه جي اجازت سان شهزادو ڪٺندو
آهي، جو پنهنجي دربار ۽ لشڪر، جو هن شهر ۽ ان جي
پسگردائيءَ جي بچاءَ لاءِ رکيو آهي، جي خرچ لاءِ. اها آمدني
بزار جي خراج ۽ شالن (٣) ۽ بندوقن تي جي ڳرا محصول

(١) ايراني، جيڪا چانهه آڻر جي ملڪن کان گهرائيندا آهن، سا سائبيريا
جي رستي ايندي آهي. (٢) تومان، اٽڪل رپين يا هڪ پائونڊ جي
برابر آهي. ٻه سوَ ورهيه اڳ ١٦١٠ع ۾ شاهه عباس جي خزاني ۾
هر مهيني ڪرمان مان، ان کان ٻه وڌيڪ رقم جمع ٿيندي هئي.
(٤) ڪيتري وقت کان شالن جو محصول نه وصول ڪيو ويندو آهي.
ان باري ۾ هڪ عجيب واقعو ٿيو هو، جو ڪرمان ملڪ ساري ايران
جي هاٿوڪي حڪومت تي روشني وجهي ٿو. شهزادي ڏٺو ته شالن
جي پيدائش وڌي ويئي آهي ۽ اها ٻه وڌندي، تنهنڪري ڍنڍورو
گهمارايائين ته فلاڻيءَ تاريخ کان پوءِ ڪو به ماڻهو شهر خواه صوبي
۾ سرڪاري مُهر لڳل کان سواءِ شال وڻندو ته مٿس ڳرو ڏنڊ وڌو ويندو.
(ڏسو ص ٢٤٨).

آهن انهن مان پيدا ٿيندي آهي. تنهن ڪان سواءِ هرهڪ آنءَ ۽ گهوڙو جو ڪاروان سراءِ ۾ داخل ٿيندو آهي، تنهن کي هڪ رپيو محصول ڏيڻو پوندو آهي، ٽنون هڪ رپيو، ڳڏهه تي پائلي وغيره. باقي صوبي جون ڍلون باقاعدي شاهي خزاني ۾ جمع ڪرايون وينديون آهن. آءٌ جڏهن ڪرمان ۾ هئس ان وقت هڪ وزير کي ان باري ۾ گهرايو ويو هو. ڪيتري رقم آهي تنهن جو آءٌ پورو اندازو نہ ڪري سگهيو آهيان، سمجهان ٿو تہ بندر عباس جي خراج جي علاوه اها پنجاهہ هزار تومان ٿيندي. اها رقم زمين جي ڍل ۽ شهرن ۾ جو محصول اڳاڙيو ويندو آهي، ان مان وصول ٿيندي آهي. ايڏي وڏيءَ ايراضيءَ لاءِ اها رقم ٿوري ٿي نظر اچي، مگر ياد رهي تہ صوبو قدرتاً غيرآباد آهي ۽ آدمشماري گهٽ اٿس. مان چئي نٿو سگهان تہ ڪل آبادي ڪيتري آهي.

هن صوبي جي مشرقي حصي ۾ جي شهر آهن تن جو ذڪر مان اڳيئي ڏيئي چڪو آهيان. هاڻي مان پنهنجي تذڪري ۾ انهن جو احوال ڏيندس، جي دارالسلطنت جي مغرب ۾ آهن، اتر طرف ڪوبہ شهر ڪونهي.

---

آلدل صفحي ٢٤٧ تان

ساڳئي وقت شالن تي مُهرن هڻڻ لاءِ هڪ آفيس کولي ويئي. خريدار جو فرض هو تہ شال خريد ڪرڻ کان اڳ ان تي مهر هڻائي. ماڻهن سمجهيو تہ هي حڪم لين شالن جي باري ۾ آهي، تنهنڪري هو پرانيون اڳ جون خريد ڪيل شالون پائيندا رهيا. مگر شهزادي جو مطلب اهو نہ هو. مقرر تاريخ گذري تہ هن ساري شهر جي تلاشي ورائي، جنهن جي گهر مان بنا مُهر جي شال ملي ٿي، تنهن تي ڏنڊ ڪيو ٿي ويو. الهيءَ حڪمتعمليءَ سان هن کي ضبط ڪيل شالن سميت اٺڪل لک رپيا فائدو ٿيو.

اتي جيڪو شهر قابل ذڪر آهي، اهو ڪرمان کان ارڙهن منزلن جي مفاصلي تي آهي. هڪ منزل برابر اٺن فرسخن جي برابر ٿيندي، تنهنڪري سارو مفاصلو ساڍن پنجن سون ميلن کان ڇهن سون ميلن تائين ٿيندو. ڪنهن زماني ۾ گامبرون زبردست واپار جو مرڪز هو، جاڪاڻ ته هو هرمز جي شهر لاءِ بندر جو ڪم ڏيندو هو. سن ١٦١٣ع ۾ جڏهن شاهه عباس اعظم اهو مرڪز پرتگالين کان هٿ ڪيو، تڏهن هن اُن جو سارو واپار، جو ان وقت جي ساري دنيا ۾ نه، ته به ايشيا ۾ سڀ کان اهم هو، گامبرون ڏانهن ڦيرايو ۽ ان کي بندر عباس جي نالي سان نوازيو. ڪجهه وقت بندر تمام سرسبز رهيو مگر ١٦٢٩-١٦٣٠ع ۾ شاهه عباس گذاري ويو. هن جي پوئين ۾ انهيءَ بيٺڪ جي سنڀالڻ جي يا ته طاقت نه هئي يا مرضي نه هئي تنهنڪري لارستان جا ساحلي ماڻهو ۽ درياهي چورن لٽيرن جون قومون ان کي آزارڻ لڳيون. آهستي آهستي انگريزي ۽ پرتگالي ڪمپنيون پنهنجا گماشتا ۽ ڪارخانا ڪڍندڙيون ويون. حڪومت کي نه ايترو سليقو هو نه طاقت هئي، جو ماڻهن جو بچاءُ ڪري سگهي، تنهنڪري واپاري پنهنجو سامان موڪلڻ کان گريز ڪرڻ لڳا ۽ شهر ڦٽندو ويو. مگر اڃا به ان جو هندستان، بحرالاحمر، افريڪا جي مشرقي ساحل وارن بندرن سان واپار هلندو ٿو اچي. هاڻي اهو، امام(١) جي سپاهين جي قبضي ۾ آهي، جو ايران جي بادشاهه کي چار هزار تومان(٢) ساليانو خراج ڏيندو آهي. چون ٿا ته ڪن سالن ۾ محصول انهيءَ کان گهٽ ملندو آهي. شهر غليظ ۽ بيترتيب اڌيل آهي. گليون سوڙهيون ۽ اونداهيون، منجهس جا ڍير لڳا پيا آهن، قلعبنديءَ جي به خير ڪا سنڀال ٿيندي هئي، مگر ڇهه سال

(١) امام يعني مذهبي پيشوا. مسقط جو حاڪم پاڻ کي 'امام' سڏائيندو آهي.
(٢) چار هزار تومان=...٤م هزار پائونڊ يا ٣٢٠٠٠ هزار رپيا.

اگ جواسبي نالي عرب درياهي لئيرن جي ڊپ ڪان، امام قلعي جي مرمت ڪرائي ۽ هاڻي هو ڪنهن به ايشيائي فوج جو موچارو مقابلو ڪرڻ جي قابل آهي.

آءٌ اڳ لکي چڪو آهيان تہ ڪرمان ۽ بندر عباس جي وچ ۾ جو علائقو آهي سو گهڻي قدر ويران ۽ غيرآباد آهي ۽ ان ۾ ڪي ٻہ-ٽي اجڙ ڳوٺ آهن. شاهہ عباس، منزل منزل تي ڪي شاندار ڪاروان سرايون ٺهرايون هيون، مگر هاڻي اهي ڊهي ويون آهن ۽ ايراني حڪومت اهڙي تہ حريص آهي جو انهن جي مرمت جو اسڪان ڪونہ ٿو نظر اچي. بندر عباس جي ڪل آبادي پنجويهہ هزار ماڻهو آهن، جن ۾ عرب، هندو، ايراني، هندستاني ۽ ٻيا ڌاريا ماڻهو بہ اچي وڃن ٿا.

ڪرمان جي صوبي جو ريگستاني حصو نرمنشير جي اترين حد ڪان جا اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٣٠-٢٩ ۾ آهي خراسان جي جبلن تائين چوٽيهن ڊگرين ۾ ٻہ سؤ ستر ميل ٿيندي. ان جي ويڪر يزد جي شهر ڪان، جو اوپر ڊگهائي ڦاڪ جي ٥٥-٤٠ ۾ جبلن تائين، جي اوڀر سٺ ڊگرين وٽ ان کي سيستان ڪان ڌار ڪن ٿا، ٻہ سؤ ميل آهي ۽ غيرآباد آهي، جو اسي يا نوي ميلن ۾ گاهہ يا ڪا ٻي سبزي منجهس پيدا نٿي ٿئي، پاڻيءَ جو تہ نالو بہ ڪونهي. ١٧١٩ع ۾ جڏهن افغانن ايران فتح ڪيو، تڏهن انهن جي فوج کي ان ويران علائقي ۾ ڏاڍيون تڪليفون ڏسڻيون پيون. ٽيون حصو لشڪر جو چٽ ٿي ويو، باقي مس مس بي سرو ساماني‌ءَ جي حالت ۾ وچي نرمنشير ۾ پهتا. ڪرمان ڪان خراسان ۾ هرات تائين ريگستان مان هڪڙو پيچرو آهي، جنهن جي رستي قاصد ارڙهن ڏينهن ۾ وڃي اچي سگهن ٿا، مگر رستي ۾ هلاڪ ٿيڻ جو خطرو آهي. مون کي ڪئپٽن ڪرسٽيءَ

احوال لکڻ جي هدايت ڪئي هئي، مان هڪ قاصد سان ڳالهايو ۽ هن انهيءَ ڪم لاءِ ٻه سؤ رپيا گهريا.

خبيص جو شهر قريباً انهيءَ علائقي جي وچ ۾ اتر ويڪرائي ڦاڪ ٠٢-٣٢ تي آهي. اهو ٽڪر سارو سال سرسبز هوندو آهي ۽ ڪيترا خوشنما باغيچا اٿس. قديم زمان ۾ اهو ڪوٽ شايد امن پناهه لاءِ جوڙيو ويو هو. ممڪن آهي ته اهو ايران سيستان جي وچ ۾ واپار کي ترقي ڏيڻ لاءِ ٺاهيو ويو هجي، ڇاڪاڻ ته اهو ٻنهي ملڪن کان هڪجيتري مفاصلي تي آهي. ڪنهن زماني ۾ شهر تمام آباد هو ۽ اتي سيستان جي حاڪم طرفان بيگلر بيگ رهندو هو. هاڻي ته هڪاجڙيل ۽ ٿلشهر آهي. اتان جا رهاڪو چور ۽ باغي آهن. هو خراسان ۽ ايران جي وچ ۾ رستي تي ڪاروان ڦري پنهنجو گذران ڪندا آهن. جڏهن ڪو هنن جو پيڇو ڪندو آهي ته هو ريگستان مان خفيه پيچرن جي رستي پنهنجن گهرن ڏانهن ڀڄي ويندا آهن.

تعجب آهي ته خبيص جي باغيچن ۽ پسگردائيءَ ۾ پاڻي مٺو به آهي ۽ جام به. ان دائري جي ٻاهر هرطرف ڪيترين منزلن تائين واري ئي واري آهي، جتي گاهه جو تيلو يا ڪو ڊِپ به ڪونه ٿيندو آهي. هاڻي مان پنهنجي سفر جو روزنامچو شروع ڪريان ٿو.

# فصل (١٧)

٢٥- مئي اڄ اسان پنهنجو سفر شروع ڪيو. مگر فقط ڇهه ميل پنڌ ڪيوسين. منهنجن سائين جي خيال مطابق اڄوڪو ڏينهن تمام نيڪ آهي. رستي ۾ اسان ڪن قلعن جاين ۽ هڪ باغيچي جي پاسي ۾ ترسياسين. شهرڪان ٿورو پرتي اسان کي قاصد مليو، جنهن کي مون ڀهچڻ سان جنرل مالڪوم ڏانهن موڪليو هو. هن جي خط مون کي ڏنا تن مان معلوم ٿيو ته جنرل مالڪوم شيرازڪان ايراني دربار جي طرف روانو ٿي ويو هو.

٢٦- مئي اسان هڪ بجي صبح جو سوار ٿي روانا ٿياسين ۽ چاليهن ميلن جي ڏکئي سفر ڪان پوءِ منجهند جو روبات جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ منزل ڪئيسين، جتي هڪ شاهي قلل ڪاروان سراءِ آهي، جنهن ۾ پنج-ڇهه سؤ گهوڙن بيهارڻ جو انتظام آهي. اسان جو رستو سورو وقت اولهه-ڏکڻ اولهه يا اولهه-اتر ڀئي هليو. مفاصلو الڪل ڏهه فرسخ ٿيندو ۽ رستو سارو سڌو ۽ سئو هو. ڪرمان ڪان ٽيهن ميلن جي مفاصلي تي اسان باغين نالي هڪڙو ڪوٽ ڏٺوسين. بار وارن وهڻ لاءِ اها ڀهرين منزل آهي، پر اسان جا خچر هلڪا هئا، تنهنڪري اسان ڏهه ميل اڳتي لنگهي وياسين.

٢٧- مئي اسان روبات مان ٢٦- تاريخ الين بجي شام جو نڪتاسين ۽ ٢٧- تاريخ منجهند جو قلعي آغا(١) ۾ پهتاسين. مفاصلو ٦٣ ميل هو، جنهن ۾ ٥٠ ميل ڪان زياده هڪ سخت پٽ مان گس هو. ان ۾ ڪئي جهنگ هو باقي حصو جبلن جي وچ ۾ آباد پٽ مان لنگهي ٿو، جنهن

---

(١) يعني آغا محمد خان جو قلعو.

۾ پاڻي جام آهي. آغا جو قلعو ڪنهن وقت تمام مضبوط سمجهيو ويندو هو. آغا محمد خان جڏهن ڪرمان کي محاصرو ڪرڻ ٿي ويو، تڏهن هن کي انهيءَ قلعي وٺڻ ۾ ڪافي تڪليف ٿي هئي. ان کان پوءِ قلعي جي مرمت ڪرائي ويئي آهي. ان ۾ هڪ چڱي خاصي بزار آهي، جتي مسافرن لاءِ ضروري سامان ملي سگهي ٿو. شهر جي ڪدخدا ٻڌو ته ڪو يورپي آيو آهي، تنهنڪري هو مون سان ملڻ آيو. مان ان وقت ايراني لباس اختيار ڪيو هو جو ڏسي ڪيس تعجب ٿيو. ڪجھ وقت ته هو اڪيون ڪوڙي ڏسندو رهيو ۽ آخر پڇيائين ته ڪير آهين؟ هن کي پڇاڙيءَ تائين شڪ هو ته مان ڪو اصلي فرنگي يا يورپي آهيان! تنهن هوندي به هو نهايت خوش اخلاق هو. هن مون ڏي هڪ وڏو ٿالھ عمدن شاهدائن جو موڪليو جنهن جي عيوض مون ڪيس ڪجھ پئسا ڏنا.

۲۸-مئي قلعي آغا کان اسان پاءِ قلعي ڏانهن روانا ٿياسين، جو هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي ننڍڙو ڪوٽ آهي. اها اٽڪل ٽيهن ميلن جي منزل آهي. جنهن جا پهريان پندرهن ميل هڪ آباد پٽ مان لنگهن ٿا ۽ پويان پندرهن ميل جبلن ۽ پهاڙن مان، رستو پيچيدو ۽ ڏکيو آهي. اهي جبل اتر طرف يزد جي شهر تائين وڃن ٿا. يزد جو رستو قلعي آغا کان ٽي ميل پرتي نڪري ٿو، رستو اڪثر اولهه-ڏکڻ وڃي ٿو. رستي ۾ گهوڙن ۽ اٺن لاءِ ڪافي چارو ملي ٿو. مگر هٿيار بند ٽولي کان سواءِ سفر ڪرڻ خطرناڪ آهي. اهو چورن جو اڏو آهي. منهنجن سائين کي

پڪ هئي ته چورن سان ضرور مقابلو ٿيندو. اسان اونداهه ۾ ڏهين بجي رات جو نڪتاسين، مگر بندوقون پريل ساڻ هيون بلڪ پليتا به ٻاريل هئا.

٢٩- مئي اسان پاءِقلعو شام جو ڇهين بجي ڇڏيو. رستي ۾ ڪيترا ڏکيا ڪوتلا يعني لڪ ۽ چاڙهيون ٽپي آٺ ميل پنڌ ڪري ميند جي ڳوٺ ۾ پهتاسين. ان ڳوٺ ۾ ٽي-چار سؤ غفائون يا غارون آهن، جن ۾ ماڻهو رهن ٿا. غفائون جبل جي پاسي ۾ کوٽيل آهن ۽ ڏهن فرلانگن تائين هليون وڃن ٿيون. انهن مان ڪي ٻه ٿهرا هڪ-ٻئي جي مٿان ٺهيل آهن ۽ وچ ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ ڏاڪا ۽ پيچرا ٺهيل اٿن. اڪثر ڪري اهي همسطح آهن انهن جي وچ ۾ هڪ وڏو ڪمرو آهي. ۽ پاسن کان دالان اٿن. وهڻ لاءِ جَو ۽ چارو خريد ڪرڻ جي بهاني سان مان ڪيترا گهر اندر وڃي ڏٺا، اهي نهايت غليظ هئا. شايد ڪنهن زماني ۾ آبادي وڌيڪ هوندي، ڇاڪاڻ ته ڪيتريون غفائون خالي پيون هيون. ميند جا رهاڪو راسخ الاعتقاد مسلمان نه آهن. هو علي-الله (١) فرقي جا آهن.

شيعن کي حضرت علي رضه لاءِ تمام گهڻي عزت آهي. تنهنڪري انهيءَ فرقي کي ايران ۾ سڀ کان زيادهه آزادي ڏنل آهي، تاهم هنن کي مڪمل آزادي ڪانهي. انهن کي ايذاءُ ڏنا ويندا آهن ۽ ماڻهو کين نفرت ۽ حقارت سان ڏسندا آهن. هو گلهبان آهن ۽ ٻڪرين، رڍن جا ڌڻ هوندا اٿن.

---

(١) انهيءَ لفظ جو ترجمو ڪرڻ ڏکيو آهي، مگر ان جي معنيٰ آهي اهو فرقو جو حضرت علي رضه کي خدا ڪري مڃي.

۳۰-مئي چوويهہ ميل اولهہ طرف پنڌ ڪري، اسان يارهين بجي صبح جو شهر بابق يا بابا بيگ(١) ۾ پهتاسين، جو ڪنهن زماني ۾ ڏاڍو سهڻو شهر هو پر هاڻي سمورو ڊٺي ويو آهي. رستي جا پهريان ڏهہ ميل، جبلن جي قطار جي مٿان هئا ۽ پاڻي موجود هو مگر غيرآباد پٽ مان، شهر ڏانهن جيڪي رستا اچن ٿا، انهن جي ٻنهي پاسن تي نارنگين، ليمن، توتن، بادامين، اکروٽن، شاهداڻن ۽ انارن جا وڻ آهن. انهن کان سواءِ انگور، صوف، شڪربالا، آڙو، شفتالو، بهيداڻا، ڪشمش، آلوبخارا، انجير ۽ ناسپاتيون بہ هت ڪثرت سان پيدا ٿين ٿيون. چوڻي آهي تہ جي سارو ايران ريگستان هجي تہ بہ شهر بابق ۾ ايترو ميوو ٿئي ٿو جو سڄو ايران کائي سگهي. چون ٿا تہ اجا باغات ۾ ڪجهہ ڪمي ٿي آهي. لاشڪ اتان جا باغ اصفهان ۽ شيراز جي باغن کان وڌيڪ خوبصورت ۽ نزاڪت ڀريا آهن.

شهر کي چار دروازا آهن جنهن مان چار رستا لڪرن ٿا. وچ ۾ جا بزار آهي تنهن ۾ وچي پون ٿا ۽ شهر کي چئن حصن ۾ ورهائين ٿا. بزار ۽ وڏن رستن مٿان گنبذن مان ڇت آهي. ڪيترا گنبذ هاڻي ڪري پيا آهن ۽ جي بيٺا آهن، سي بہ زبون حالت ۾ آهن سنڌي‌ءَ جي مٿان جو گنبذ آهي سو اجا مڪمل آهي، اهو ايران ۾ سڀ کان وڏو گنبذ آهي.

شهر بابق، ڪرمان، شيراز ۽ يزد کان هڪجيتري مفاصلي تي آهي. ڪجهہ وقت اڳ شيراز ۽ يزد جو واپار بندرعباس جي رستي ايندو هو. انهيءَ مان ڪافي محصول وصول ٿيندو هو. اجا بہ شهر ۾ هڪ نائب صوبيدار رهندو آهي، جو شهزادي جي نظر هيٺ ڪاروبار هلائيندو آهي. شهزادو پاڻ ڪرمان ۾ رهندو آهي.

---

(١) بابق=بابا بيگ جو شهر.

٣١-مٿي شهر ٻاٻڪ ڪان روبات تائين، جو ڪرمان جي صوبي جي اولاهين حد تي هڪ ننڍڙو ڪوٽ ڏنل شهر آهي، مفاصلو اٽاويهه ميل ٿيندو. رستو تمام سٺو آهي ۽ ڪشادي پٽ مان لنگهي ٿو، جنهن ۾ گهڻا ئي ڳوٺ ۽ آبادي خاص ڪري تماڪ ۽ گلاب جي آهي. هن وقت گلاب ڦوهه جوانيءَ ۾ آهي. آبادين مان لنگهندي دماغ معطر ٿي ٿيو. گلاب جي ٻانيءَ لاءِ گل ڪٺا ڪان اڳ ٻٽيا ويندا آهن ۽ گلقند لاءِ مکڙيون پٽيون آهن. هن ايراضيءَ جو تماڪ دنيا ۾ سڀ ڪان سٺو ۽ مٺو هوندو آهي. اهو شيرازي تماڪ جي نالي سان سڏبو آهي ڇاڪاڻ ته ماڻهن ۾ غلط اثر ويٺل آهي ته اهو شيراز ۾ پيدا ٿيندو آهي. شيراز جو تماڪ روبات جي تماڪ سان لذت ۽ ذائقي ۾ مقابلو ڪري نٿو سگهي.

منهنجن همراهن ڪي ڪرمان جي صوبي ڇڏڻ تي البت ڏک ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڪين شهزادي طرفان پنهنجي ۽ سندن وهٽن لاءِ سرسات(١) وصول ڪرڻ لاءِ پروانو مليل هو. هنن انهن جو پورو پورو فائدو ٿي ورتو. روبات

(١) سرسات هڪ لوازمو آهي جو سرڪار مسافرن ۽ ڪن ٻين خاص ماڻهن کي شهر ۽ ڳوٺن مان وصول ڪرڻ ڏيندي آهي. ان جي عيوض ڪجهه ڏيل جي معافي ملندي آهي. ٻر ويچارن آبادڪارن کي ڪجهه هڙ حاصل ڪونه ٿيندو آهي. ان جو فائدو اڪثر ڪري ڳوٺ جو وڏيرو وٺندو آهي. انهيءَ منحوس رواج جي ڪري غريب آبادڪارن کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي. خاص ڪري جڏهن ڪا سفارت ملڪ مان لنگهندي آهي، ڇاڪاڻ ته سفارت جا سڀ ملازم سمجهندا آهن ته ڪين الهيءَ لوازمي وصول ڪرڻ جو حق آهي. جيڪڏهن انهن کي جي ڪو نه روڪي ته غريبن سان ڏاڍو ظلم ٿئي. هڪ هنڌ ڳوٺائن لوازمي ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو. ملازمن ڇا ڪيو جو پنهنجا خچر هنن جي فصل ۾ وڌا ۽ فصل ناس ڪري ڇڏيو.

جي ڳوٺ ۾ سيد(١) رهندا آهن جي ڏسڻ ۾ محنتي ۽ نيڪ ٿا اچن. هنن ۾ اهو غرور ۽ انسانذات لاءِ حقارت ناهي، جا ٻين هنڌن جي اهلبيتن جي خصوصيت آهي.

هتي ڪاروان سراءِ يا مسافرن جي رهڻ لاءِ ڪا بي جڳهه ڪانه آهي تنهنڪري اسان کي مسجد ۾ رهايو هئائون.

هتي اسان جي هونلدي خچرن وارن ۽ هڪڙي ماڻهوءَ جنهن اسان سان ڪوڙي نالي ۾ سفر ٿي ڪيو. هڪ عجيب قسم جو ٽنٽو ٿيو. خچر واري جو ان ماڻهوءَ سان ڪنهن معمولي ڳالهه تي تڪرار ٿيو. آخر فيصلو ٿيو ته ان ڳالهه جو نبيرو ڪُشتي رستي ڪجي. خچر واري اسان جي ٻهروپي (٢) دوست کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ڪامياب خيرڪو ٿيو. نيٺ هن موقعو وٺي لاآزمودگار خچر واري کي ٻک وجهي هوا ۾ مٿي اڇلايو، جتان هو زور سان اچي فرش تي ڪريو ۽ بيهوش ٿي ويو. هن جي همراهن ٻهريائين ته تماشو بيٺي ڏٺوءِ هاڻي خيال ڪيائون ته فاتح کي ڪجهه گوشمالي ڪجي سو اول ته اچي گارين جو وسڪارو ڪيائون. آخر ٽن چئن ڄڻن گڏجي هن تي حملو ڪيو مگر انهن جو به ساڳيو حال ٿيو. ڪو مسجد جي هيٺ ڪنڊ ۾ پيو آهي ته ڪو هُن ڪنڊ ۾. ويچارن جو سنڌ سنڌ چور ٿي ويو. تنهن ڪان پوءِ فاتح هنن کي للڪاري چيو ته مان ڇهن ڇئن سان ڪٺو وڙهڻ لاءِ تيار آهيان، مگر انهن مان ڪنهن کي به مقابلي ڪرڻ جي همت ڪانه ٿي.

---

(١) سيد، حضرت محمد جي اولاد مان آهن. (٢) هن ماڻهو جو سچو نالو علي اصغر هو ۽ ايران جو هڪ مشهور پهلوان هو. هن پنهنجو نالو هيٺين سبب جي ڪري بدلايو هو: اها ڳالهه ڪيپٽن ڪرسٽيءَ به يزد جي شهر ۾ ٻڌي هئي، جتان جو اهو پهلوان رهاڪو هو. اٽڪل ٻه سال اڳ بادشاهه جي خاص پهلوان (ڏسو صفحو ٢٥٨ حاشي)

١- جون هنن چوويهن ڪلاڪن ۾ اسان ٻه منزلون ڪيون. پهرين منزل ٽيهه ميل روبات ڪان ڪُرد تائين جا هڪ غير آباد پٽ مان هئي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي جهنگ هو، ٻي منزل چوڏهن ميلن جي ڪُرد ڪان خونسار جي ٽِل ڪوٽ تائين. روبات ۽ ڪرد جي وچ تي اسان هڪ پاڻيائي لوڻ جي نهر ٽپي، جنهن ۾ گهوڙي جي گوڏن تائين لوڻ هو. نهر جي ٻنهي طرفن ڪان ڪيترن سَون والن تائين پٽ برف جهڙو سفيد لوڻ سان ڀريل هو. جو گهوڙن جي

---

(آلدل صفحي ٢٥٧ تان)

اعلان ڪيو هو ته مان بادشاهه جي اڳيان ايران جي ڪنهن به پهلوان سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. علي اصغر هن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ دربار ڏانهن ڪٺي ويو هو. مقابلو محل جي اڳڻ ۾ ٿيو. اڳڻ جي وچ ۾ هڪ ڦوهارو هو جنهن ڀرسان ٻئي ڄڻا هڪٻئي کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪنديون رهيون، آخر علي اصغر پنهنجي رقيب کي پاڪر وجهي ڦيرائي اهڙي ته زور سان ڪيس ڦوهاري ۾ اڇلايو جو ويچاري جي ٽنگ ڀڄي پئي ۽ هڏ هڏ تي ضرب آهس. ٽورن هفتن جي اندر هن لاڏاڻو ڪيو. بادشاهه علي صغر کي شهر ليڪالي ڏاي، مگر هو ڇڏي ويو. ١٨٠٩ع جي سرءُ ۾ جڏهن بادشاهه سلطانيه جي ميدان مان طهران ڏي آيو تڏهن علي اصغر وڃي سائس شهر ڪان ڇئن فرسخن جي مفاصلي تي مليو. اتان هو بادشاهه جي گهوڙي اڳيان يڪساهيءَ ٻه ڪريون ڪريون ڦيرائيندو پنهنجو شهر تائين هلندو آيو. رستي ۾ نه ڪٿي بيٺو نه ساهي پٽيائين. بادشاهه هن جي طاقت ڏسي خوش ٿيو ۽ معافي ڏنائينس. ان ڪان پوءِ هو ظاهر ٿيو. مگر مرحوم پهلوان جي عزيزن قسم کنيو ته هن ڪان انتقام ضرور وٺنداسين. هن ڪيس ڪرمان ۾ اچي ڪولي لڌو. جڏهن هو اسان سان هو، تنهنڪري هو ڪرمان مان ڀڳو هو.

سنبن هيٺان ٽڙڪيو پئي. نهر ۾ اوڻ جون چهون پئي تريون مگر اهي اهڙيون گهاٽيون ۽ هيون جو انهن مان خچر لنگهي نه سگهن.

ڪُرد هڪ صاف ڳوٺ آهي. ان جي بازار ۾ مسافرن کي هرڪا شيءِ ملي سگهي ٿي.

ڪُرد ۽ خونسار جي وچ ۾ جو علائقو آهي سو نهايت خوشنما ۽ دلڪش آهي، ان ۾ نديون سرسبز واديون ۽ پٽ آهن. پٽن کي نندڙيون ٽڪرين جون قطارون ڌار ڪن ٿيون. ٽڪرين جي چوٽين تائين نرم گاهه ۽ ساوڪ آهي. انهن مان هڪڙي ٽڪريءَ مان جو رستو هو سو پنجاهه والن تائين اهڙو سوڙهو هو جو ان مان وقت تي هڪ خچر لنگهي ٿي سگهيو، باقي رستو ٺيڪ هو. وهٽن لاءِ عليا- پوت جي خانه بدوش قوم جي ماڻهن کان چارو ملي سگهيو ٿي. هي ماڻهو نود جي ڪارن تنبن ۾ رهندا آهن. خونسار ۾ هنن جي هڪڙي بيٺڪ هئي.

واقعي خونسار جهڙي دلڪش منزل ايران ۾ ٻي ڪٿي به ڪانه آهي. ماٿريءَ جي تري ۾ ڪٽڪ ۽ سارين جي پوکن جي وچ مان هڪ نهر ٿي وهي. انهن جا تنبو اڪروٽ جي وڻن جي هڪ جهڳٽي جي پرسان هڪ ٽڪريءَ مٿان اڏيل هئا. ساري واديءَ ۾ ان طرف کان اڪروٽن جا وڻ هئا. ريڍارن جي گهرن جي لڳ رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ آتانهين ٽڪرين جي چوٽين تي پئي چريا. ماڻهو محنتي هئا. سندن چهري مان قناعت جا آثار پئي ظاهر ٿيا. اهو ڏسي مون کي يقين ٿيو ته ايران ۾ به ڪي ۽ قناعت سان حياتي بسر ڪري سگهجي ٿي.

٢- جون: خونسار کان مزار تائين رستو چوڏهن ميل هو. نظارو ڪاله جهڙوئي دلڪش ۽ خوشنما هو. مزار هڪ آجڙيل ڳوٺ آهي، جنهن ۾ نه آهي بزار نه سرو سامان.

جيتوڻيڪ عليا- پوتن ان جي ويجهو ڪافي زمين آباد ڪئي آهي.

٣- جون: اسان مزار، ٽين بجي صبح جو ڇڏيو. پائيتاليهه ميل پنڌ ڪيوسون. شام جو منزل پٽ ۾ ڪئيسون، ڇاڪاڻ ته ٻن فرسخن جي اندر ڪا بستي ڪانه هئي. سڄي رستي ۾ جبل ٻنهي پاسن کان ويجها هئا ۽ رستو سخت ۽ کهرو هو. رستو اڪثر ڪري هڪڙي ماٿريءَ مان ٿي هليو جا ڇهن ميلن کان ڇهن سوَن والن تائين موڪري هئي، ان ۾ ڪافي جهنگ هو مگر پاڻي خيرڪو هو. واديءَ جي اولهه طرف پهاڙيءَ ۾ ارسنجن جو لڪ آهي. رستي جي اٺيهين ميلن تي اتر طرف ارسنجن جو کوٽ آهي. لڪ ان کوٽ جي نالي پٺيان سڏبو آهي. اهو لڪ ڪٿي پنجاهه والن کان ويڪرو نه آهي. ان جي ڊيگهه اٽڪل ٽي ميل ٿيندي. ٻنهي طرفن کان سڌا اونچا جبل آهن. ان ۾ جي قلعبندي ڪئي وڃي ته ٿورڙئي فوج وڏي لشڪر کي روڪي سگهي ٿي.

ارسنجن جي شهر ۾ حاڪم يا گورنر رهندو آهي. اهو ڪافي وڏو شهر ٿو نظر اچي. چوڌاري وڏا باغ اٿس. شهر هڪ واديءَ ۾ آهي. چوڌاري ٽڪريون اٿس جن تي گهاٽي آبادي آهي. انهن ۾ ڪيتريون نهرون آهن. هڪڙي لهر تي اڌ ميل ۾ ڏهه- ٻارهن پاڻيءَ جون چڪيون رکيل آهن.

٤- جون: اسان ڇئين بجي صبح جو منزل پٺي، ويهه ميل هڪ آباد ۽ سنئين پٽ مان پنڌ ڪيوسين. ٻارهين ميل تي ڪنجن نالي هڪ صاف سٺو کوٽ هو. ٽي ميل اڳتي بند امير(١) وٽ درياءَ جي پل ٽپيسون. هن ٽڪر ۾ ڏيهي

(١) انهيءَ درياءَ تي بند امير لالو انهيءَ ڪري پيو آهي، جو آٺ سؤ ورهيه اڳ عباس خاندان جي پنجويهين خليفي القادر جي ڏينهن ۾

(ڏسو صفحو ٢٦١)

ماڻهو الهيءَ درياءَ کي ڪوابر سڏيندا آهن. انهيءَ پٽ ۾ مارين جي پوک ڪثرت سان ٿيندي آهي. منهنجي همراهن ٻڌايو ته هي ضلعا، ايراني سلطنت ۾ زرخيز ۽ سستا آهن. انهيءَ دعويٰ جي تصديق ۾ ڪافي ثبوت پيش آهي: مون رستي ۾ ڪم از ڪم ٽيهه ڳوٺ ۽ شهر ڏٺا، ميني ڳوٺن جي آسپاس ۽ وچ ۾ کيتي هئي. سارو رستو سٺو هو. سموري پٽ ۾ هر درخت ۽ آباديءَ لاءِ نهرون هيون. ساري ملڪ ۾ نهرون هيون ۽ انهن تي نديون نديون پليون هيون، جي پليون ڍاهجن ته آمدرفت ڪجهه وقت لاءِ بند ٿي سگهي ٿي. انهن مان ڪي نهرون ٽيهه-چاليهه فوٽ اونهيون آهن، مگر انهن جي ويڪر اڪثر پنجن-ڇهن فوٽن کان زياده نه آهي. بند امير جي پل، ايران جي ٻين پلين وانگر خراب حالت ۾ آهي ۽ ان جي جلد ڪرڻ جو امڪان آهي. پل جي فرش ۾ ڪيترا سوراخ هئا جن جي مٿان رات جو مسافرن جي چتاءَ لاءِ ڪانڊيرا رکيا هئائون. پُل کي ٻارهن ڪمانون آهن. پُل جي مٿان نظارو ڏاڍو دلڪش آهي. ٻنهي پاسن کان مارين جون ٻنيون آهن، چوڌاري ساوڪ لڳي پئي آهي.

سونمياڻي پهچڻ تي، اڄ تائين آءٌ پندرهن سؤ ميلن کان به زياده سفر ڪري چڪو هوس. انهن مان تيرهن سؤ ميل تقريباً سڌا اوڀر کان اولهه جي ڏس ۾ هئا. ساري سفر ۾ مون اها پهرين ندي وهندي ڏٺي هئي، جنهن ۾ گهوڙي جي گوڏي کان مٿيرو پاڻي هجي. ان مان ظاهر آهي ته وچ وارا علائقا ڪهڙا نه بٽ ملڪ آهن. حالانڪ انهن علائقن جي زمين

---

(اڳئين صفحي ٢٦٠)

امير آزاد دولهه ان تي هڪ بند ٻڌرايو هو، ان لاءِ ته پاڻي پئي ايٽ مان مير دشت جي پٽ تائين پهچي، جتي ارسيپولس جو قتل شهر آهي، اتان اهو پاڻي واهن رستي ساري ملڪ کي پهچايو ويندو هو.

حرارت جا درجا ۽ بناوت مختلف آهن. اهڙو غير آباد مُلڪ دنيا ۾ پيو ڪو مشڪل هجي.

ڪوابر چڏڻ کان پوءِ اسان ڇهه ميل سفر ڪيو. تنهن کان پوءِ اسان ٻه-ٽي ڪلاڪ ترسي ڇهه ميل اڳتي وڌياسين. رستو ' هڪڙي پٽ مان هو. تنهن کان پوءِ هڪ سوڙهي وادي شروع ٿي ٿيي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان اونچن جبلن جون قطارون هيون. اها وادي چوڏهه ميل سڌي اوله طرف شيراز جي پٽ تائين هلي وڃي ٿي. اسان شيراز ٥-جون، نائين بجي صبح جو پهتاسين. شيراز ڏسي دل نهايت خوش ٿي. مان سڌو فارس جي وزير محمد نبي خان جي محل ڏي ويس، جنهن مون کي مدراس جي ڏيهي فوج جي ليفٽيننٽ ليٽل جي گهر ڏانهن موڪليو. هو صاحب برگيڊيئر جنرل مالڪوم جو سياسي نائب هو. هن کي سفارت پهچڻ کان اڳ شيراز موڪليو ويو هو، ايلچيءَ جي طرفان فارس جي حڪومت سان ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لاءِ. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ وزير مون ڏانهن خيرمقدم طور ميوي ۽ مٺائي جا ٿالهه موڪليا. ساڳئي وقت هن منهنجي طبع پرسي ٻه ڪرائي. هاڻي مان وري محسوس ڪرڻ لڳس ته مان ٻه ڪو برطانيه جو عملدار آهيان.

٦-جون جي مان وزير سان ملاقات ڪئي هن منهنجو نهايت پرجوش استقبال ڪيو. ١١-تاريخ منهنجو فارس صوبي جي بيگلر بيگ ۽ شيراز جي حاڪم شهزادي محمد علي بيگ مرزان سان تعارف ڪرايو ويو. شهزادو هڪ نهايت شڪيل جوان آهي. هن کي هڪ نهايت خوبصورت ڪوٽ پهريل هو جنهن تي سچن موتين ۽ هيرن جو پرت هو. جهڙو شهزادي جو جاه و جلال ۽ شان شوڪت هو، اهڙوئي دربار جي عظمت ۽ رونق هئي، مگر رسوم آداب معمولي هيون. مان عرض بيگيءَ جي معرفت اعليٰ حضرت سان ڪجهه وقت

ڳالهيون ٻولهيون ڪيون. ڪلياڻ (حقو) چڪن کان پوءِ مون کي رخصت ڏني ويئي.

بلوچستان ۽ ايران جي سفر جو تذڪرو هتي پورو ٿيو. اميد ته پڙهندڙن کي دلچسپ لڳندو. آخر ۾ آءٌ هندستان موٽي تائين، جيڪي بعد ۾ ڪارروايون ٿيون تن جو ڪجهه احوال ڏيئي پنهنجي ڪهاڻي ختم ڪندس.

مدراس جي ڏيهي پيادل فوج جي آفيسرن مسٽر مارٽير ۽ ليفٽيننٽ منڪڊونالڊ ڪينئر، جي تازا ڪتاب لکيا آهن ۽ ايران جي دربار ڏانهن جي سفارتون موڪليون ويون آهن تن جا فاضل صاحب جي پنهنجون تصنيفون لکندا سي ايران جي سلطنت جي اڄوڪي حالت جو اميد ته مڪمل احوال ڏيندا. آءٌ پنهنجي ايران جي سفر جي دوران ۾ انهن متعلق جن جو مون هنن اوراقن ۾ احوال ڏنو آهي تحقيقات ڪندو رهيس. مگر مٿين سببن جي ڪري انهن تي وڌيڪ تفسير ڪرڻ جو هن وقت ضرور ڪونه آهي. خصوصاً انهن صاحبن کي انهن موضوعن جي اڀياس ڪرڻ جو مون کان وڌيڪ وقت ۽ موقعو مليو آهي.

شيراز ۾ رهائش جو مون پورو پورو فائدو ورتو. جيڪي ڏسڻ جون جايون هيون تن سڀني جو معائنو ڪيم. ٻه جايون مون کي ڏاڍيون پسند آيون. هڪڙو جهان نما باغ، ٻيو حافظ جو مقبرو. باغ وڪيل ڪريم خان زند ٺهرايو هو. باغ ۾ جي ڏيوريون آهن انهن تان چڙهڻ سان ساري شهر ۽ ان جي پسگردائي جو نظارو پيو ڏسڻ ۾ اچي. هڪڙي برج جو نالو آهي ڪلاه فرنگي، ڇاڪاڻ ته ان جي شڪل ولايتي ماڻهن جي ٽوپلي جهڙي آهي. حافظ جو مقبرو هڪ دهشتناڪ پر منهنجي خيال ۾ بدزيبي عمارت آهي مگر ان ۾ حافظ جي هڪ غزل جو ايراني خط ۾ ڪتبو لکيل آهي سو قابل ديد آهي. جون ٽا حافظ جي ديوان جو سڀ

ڪان صحيح ۽ پراڻو اسخو مقبري ۾ رکيل آهي. مون اُن
جي ڪوشش ڪئي پر ڇپائون ته مجاور جنهن جي حوالي ۾
اهو آهي سو خيرڪو هو. اڇو سنگمرمر جنهن جو مقبرو
ٺهيل آهي تنهن جو رنگ هوا ۾ ڦٽي ويو آهي. مقبري جي
چوڌاري سروَ جا درخت آهن جي اُن کي وڌيڪ دهشتناڪ
ڪن ٿا.

آءٌ ١١- جون جي مدراس جي ڪمپنيءَ جي ڊاڪٽر
ڪارمڪ سان گڏيس جو برگيڊيئر جنرل مالڪوم جي سفارت
۾ شامل هو. شيراز ڇڏڻ کان پوءِ اسان پهرين منزل زرگان
۾ ڪئي هئي، جو هڪ اتانهين جبل جي تري ۾ هڪ سهڻو
شهر آهي، ٻي منزل اسان پرسيولس جي مشهور قلعي شهر ۾
ڪئي. کنڊرن جي معائني ڪرڻ لاءِ اسان ٻه ڏينهن اتي
ترسياسين. پوئين منزل ۾ اسان بند امير درياءَ تان هڪ پراڻي
پُل جي رستي ٽپياسين. پُل کي نَوَ ڪمانون آهن. هي
درياءَ نه اهڙو اونهون، نه ويڪرو آهي جهڙو اهو ڪرمان
واري رستي هو. پرسيولس کان اسان سرحد واري ننڍي سڙڪ
وٺي اصفهان روانا ٿياسين، جتي ٢٧- جون جو پهتاسين. شيراز
کان اسان ڪل ست منزلون ڪيوسين. جن مان چار فارس
جي صوبي ۾ هيون ۽ ٽي عراق جي حد تي. يزدخواست جي
شهر وٽ واهه آهي جنهن جا ڪنارا پيٽ جي مٿان وري
ٿا اچن هتي هڪ عاليشان نئين ڪاروان سراءِ آهي. رستي
تي ٻيون ڪاروان سرايون زبون حالت ۾ هيون. ان وقت
ايران ۾ اونهارو هو، مگر رات جو اهڙي ٿڌ پوندي هئي
جو اسان وهٽن تان لهي پنڌ ڪري پاڻ کي گرم ڪندا هئاسين.

اصفهان ۾ اسان آٺ-نوَ ڏينهن رهياسين انهيءَ وچ ۾
هرات ۽ يزد ۾ ڪئپٽن ڪرسٽي آيو، جنهن سان گڏجي نهايت
خوش ٿياسين. اهڙي مسرت حاصل ٿي جو ڪنهن کي ورلي
نصيب ٿي هوندي. خصوصاً جڏهن ملاقات اچانڪ ٿي هئي.

ڪئپٽن ڪرسٽي شهر ۾ شام جو پهتو. هن کي اسان جي خبر نه هئي ۽ نه هن کي ڪنهن سڃاتو. هو سڌو حاڪم جي محل ڏي ويو ۽ رهڻ جي جاءِ جي طلب ڪيائين. حڪم مليو ته هن لاءِ ڪو انتظام ڪيو وڃي. ان وقت ڪنهن ملازم ٻڌايس ته ٻه فرنگي چهل ستون(١) ۾ رهيا پيا آهن. شايد هي صاحب اتي رهڻ پسند ڪندو تنهنڪري هو محل ڏي آيو ۽ اسان جي پڇا ڪيائين. آءٌ هيٺ لهي ويس. ان وقت اونده هئي ۽ مون کيس ڪونه سڃاتو مون کي ايراني پوشاڪ پيل هئي، هن سمجهيو ته مان ايراني آهيان. اسان ڪجهه وقت ڳالهيون ڪندا رهياسين تان جو هڪٻئي کي سڃاتوسين. ان وقت منهنجي خوشيءَ جي انتها نه رهي!

اسان ڏينهن جو ڪجهه حصو هن شاهي شهر جي نادرات ڏسڻ ۾ صرف ڪندا هئاسين. هتي جي ٻن محلن ۾ يورپي ۽ ايراني مصوريءَ جون نادر تصويرون تاريخي موضوعن تي ٺهيل آهن. چون ٿا ته شڪليون نهايت صحيح نڪتل آهن. لڙائي جي هڪ-ٻن تصويرن ۾ طرفين لهايت تناسب سان چٽيل آهن. البت انهن ۾ مصيبت جي لحاظ کان ڪجهه ڪسر رهجي ويل آهي. مگر گذريل ٻن صدين ۾ ايراني پوشاڪ ۽ لڙائي جي طريقي جو چڱو نقشو پيش ڪن ٿيون. هڪڙو محل، جو پنج-ڇهه سال اڳ هاٿوڪي منتظم دوله محمد حسين خان ٺهرائي بادشاهه کي تحفي طور ڏنو هو سو جديد ايراني عمارتي فن جو چڱو مثال آهي. ان جي درين تي ڪنڊن ۽ ميناڪاريءَ جو سهڻو ڪم ٿيل آهي ۽ شاهه جي شان ۾ مصرعون ۽ قرآن شريف جون آيتون اُڪريل آهن. ساري محل جي هيٺان گرميءَ ۾ رهڻ لاءِ سرداب يا ڀُورا ٺهيل آهن. اصفهان جون بزاريون ساري

(١) چهل ستون، هڪ محل آهي جنهن ۾ ڊاڪٽر مارمڪ ۽ مون کي رهايو هئائون.

ايران ۾ سڀ کان ڏکيون آهن مگر طرز تعمير ۽ هنر وغيره
جي لحاظ کان شيراز جي بزار وڪيل ۽ ڪرمان جي بازار
جديد ڪنهن به صورت ۾ انهن کان ڪم نه آهن. اصفهان
۾ شيشي جا ڪيترائي ڪارخانا آهن. انهن ۾ جي حقا ٺهن ٿا
سي انگريزي ڪاريگرن جي ٺهيل شين جو بخوبيءَ مقابلو
ڪري سگهن ٿا.

مسٽر ڪارمڪ، ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ آءٌ اصفهان مان ۹-جولاءِ
جي روانا ٿياسون ۽ ۱۴-تاريخ ڪاشان جي شهر ۾ پهتاسين.
ڪو وقت اهو شهر ڦٽل هو مگر ٿورن سالن ۾ محمد حسين خان
انتظام دوله جي ڪوشش سان ڏاڍو وسي ويو آهي. شهر
جون مکيه صنعتون: ٽامي جا برتن، غاليچا، رنگين ۽ گلدار
ريشمي ڪپڙو آهن. هتان جو گلدار ڪپڙو نهايت خوبصورت
هوندو آهي. مون ٻه-ٽي گلدار دوپٽا خريد ڪيا، جي
ڪشمير جي شالن جي نموني تي ٺهيل هئا. جهڙو هو انهن
جو رنگ تهڙي هئي سندن چمڪ دمڪ. ڪاشان، هڪ
وڏي رڻ جي ڪنڊ ۾ آهي. جو مازندران جي جبلن تائين
هليو وڃي ٿو. ڪاشان جي آسپاس وارياسي زمين آهي.
جنهن ۾ وڇون ۽ ڪوريئڙا گهڻا آهن ۽ ڪاشاني وِڇن جو
ڏنگ مشهور آهي. اسان ڪاشان ۾ ٻڌو ته جنرل مالڪوم
بادشاهه کان موڪلائي پنهنجي سفارت سان گڏ هندستان موٽڻ
وارو هو، تنهنڪري اسان اوڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو،
جتي اردو يعني شاهي منزل ان وقت هئي. مگر ان کان اڳ
اسان کي ڏهه ڏکيون منزلون ڪري ميانيءَ پهچڻو پيو،
جو قافلان ڪوهه يعني شينهن جي جبل جي لَڪَ جي تري
۾ هڪ ڪوٽ آهي. انهيءَ جبل جي تري ۾ ڪزلوزين
يعني سونهري نهر آهي جنهن جي مٿان هڪ تمام پراڻي اَٺن
ننڍين وڏين ڪمانن جي پل ٺهيل آهي. پل تمام اتانهين

آهي ۽ ان جي مٿان، جو نظارو نظر ايندو آهي سو نهايت دلڪش آهي. لڪ تي چڙهندي رستي جي ساڄي پاسي کان قلعي مورچا ۽ ديواريون نظر اچن ٿيون. رستي جو ڪجهه ٽڪر بند تي آهي، جو شاهه عباس پهرئين شروع ڪيو هو. ۽ شاهه عباس اعظم پورو ڪيو هو. ڪزلوزين، عراق عجمي ۽ آزربائجان جي حد تي آهي.

تنهن ڏينهن ميانجي پهچڻ سان اسان کي هڪ چير يعني سوار ڏنو ويو، جنهن اسان لاءِ خط آندا هئا. انهن ۾ اسان کي هدايت ڪئي ويئي هئي ته اسان سڌو جنرل مالڪوم سان مراغي ۾ وڃي ڏجون، جو تبريز کان ويهه فرسخ ڏکڻ-اولهه آهي. تنهنڪري اسان تبريز جي شاهراهه ڇڏي اولهه رخ ڪيو، سو ٽن منزلن کان پوءِ اسان وڃي پنهنجن دوستن سان گڏياسين ۽ جن کان ست مهينا اڳ بمبئيءَ ۾ وچڙيا هئاسين، انهيءَ عرصي ۾ ڪئپٽن ڪرسٽي سنڌ مس حساب موجب ٻه هزار ۽ اڍائي سؤ ميل سفر ڪيو هو ۽ آءٌ ٻه هزار چار سؤ ٻارهن ميل پنڌ ڪري چڪو هوس.

بادشاهه سلامت جي ايراني ايلچيءَ عهدنامي موجب ايراني فوج کي منظم ڪرڻ لاءِ ڪئپٽن ڪرسٽيءَ کي ڪن ٻين عملدارن سان گڏ انتخاب ڪيو هو. مگر هن صاحب کي پنهنجي سفر جو تذڪرو لکيو هو. هن کي تذڪري جي لکڻ جي موقعي ڏيڻ لاءِ جنرل مالڪوم مراغي ۾ پنج-ڇهه ڏينهن ترسيو، نوشڪيءَ مان ڏار ٿيڻ بعد مان پنهنجي دوست جي تذڪري جو اختصار ڪتاب ۾ ضميمه طور ڏنو آهي. هو جيڪڏهن زنده هجي ها ۽ هندستان وڃي ها ته ضرور انهيءَ تذڪري کي سڌاري مفصل طرح ڇپرائي ها. بدقسمتيءَ سان ڪئپٽن ڪرسٽي ٣١-آڪٽوبر ١٨١٢ع جي روسي فوج جي هڪ ايراني دستي، جو ايراني ڇانوڻي تي حملو ڪيو ان ۾

مارجي ويو. هن جي وفات حسرت آيات تي ميڻي ماتم ڪيو. ڪرسٽيءَ جي هرڪو عزت ڪندو هو. ۽ سڀ هن کي محبت جي نظر سان ڏسندا هئا. هن جي موت سندس دوستن کي سخت صدمو پهچايو ۽ سندس موت هن جي ملڪ ۽ مالڪ لاءِ وڏو نقصان آهي.

سفارت ٨- تاريخ آگسٽ جي مراغي مان رواني ٿي ميانا ۽ ڪرمان شاهه جي رستي ٢٠- سيپٽمبر جي بغداد پهتي. اتان اها پيڙين رستي دجله درياء ۽ شط العرب مان بصري ويئي، جتي مان سرڪاري ڪم مان قريباً ٽي مهينا رهي پيس. آخر مان تيرهن مهينن ۽ ڪجهه ڏينهن جي سفر بعد مانواري ڪمپني جي جهاز مان دکيءَ ۾ چڙهي اچي فبروري ١٨١١ع جي ٦- تاريخ بمبئيءَ ۾ پهتس.

# پاڱو پهريون

## فصل (۱)

بلوچستان يعني بلوچن جي ملڪ ۾ اها سموري ايراضي اچي وڃي ٿي جا ڏکڻائي ڦاڪ ۲۴.۳ ۽ ۳۰.۲۴ اتر ڏکڻائي ڦاڪ ۽ ۵۸-۵۵ ۽ ۶۷-۳۰ اوڀر طول البلد جي وچ ۾ آهي. ان کان سواءِ ان جا ڪي صوبا پري اولهه ۽ اوڀر هليا وڃن ٿا. انهن جي صحيح ڏکڻائي ڦاڪ سان اڳتي هلي اتي ڏينداسين جتي انهن جو تفصيلوار بيان ڪيو ويندو.

اهو سارو وسيع علائقو ڪنهن وقت خان قلات جي پيءُ نصير خان جي حڪومت اندر هو، خان کي اهو سن هڪ هزار ست سؤ اڻيتاليهه عيسوي (۱۷۳۹ع) ۾ ايراني فاتح نادر شاهه ساري بلوچستان جي بيگلربيگ جي خطاب سان گڏ عطا ڪيو هو. انهيءَ سند جي بناء تي مون اهي لفظ ڪم آندا آهن. مگر ان وقت کان پوءِ ملڪ جي سياسي حالت بلڪل بدلجي وئي آهي، تنهنڪري ضروري آهي ته ان جي بيان ڏيڻ کان اڳ، ان جا طبعي حصا نروار ڪيا وڃن.

انهيءَ وسيع معنيٰ ۾ بلوچستان جون حدون هيءُ آهن: ڏکڻ ڏانهن بحر هند، اتر ڏانهن سيستان ۽ افغانن جو ملڪ، اولهه ڏانهن لارستان ۽ ڪرمان جا صوبا، اوڀر ڏانهن سنڌ جو ڪڇ، حصو ۽ شڪارپور جو ضلعو، جو هن وقت ڪابل جي بادشاهه جي هٿ ۾ آهي. هنن حدن جي اندر هيٺيان صوبا اچي وڃن ٿا. انهن صوبن جو احوال آءٌ نمبروار با تفصيل ڏيندس. ان کان پوءِ مان سنڌ جي صوبي جو اچوڪي حالت

۾ مختصر احوال ڏيندس. سنڌ جا حاڪم ۽ ان جي آباديءَ جو ڪجهه حصو بلوچ قوم آهي.

١- جهلوان ۽ سروان جا صوبا ۽ قلات.

٢- مڪران ۽ لس جا صوبا.

٣- ڪڇ گنداواهه جو صوبو ۽ هرنه دجل جو ضلعو.

٤- ڪوهستان يا بلوچي علائقو جو ريگستان جي اولهه ۾ آهي.

٥- ريگستان.

پڙهڻ وارا خود محسوس ڪندا ته ايڏي وڏي ايراضي ۽ ملڪ جو حليو مختلف هنڌن مختلف هوندو، تنهنڪري ساري ملڪ جو هڪ هنڌ احوال ڏيڻ ناممڪن آهي. انڪري هت آءٌ فقط مکيہ جبلن جو تمهيد طور احوال ڏيندس ۽ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندس ته اهي پر وارن ملڪن سان ڪيئن ڳنڍيل آهن۽ بلوچستان اندر ڪهڙيون شاخون ۽ ريخون آهن ۽ انهن جي اوچائي، ڊيگهه ۽ ويڪر ڪيتري آهي: ان سان گڏ مان اهڙيون حقيقتون پيش ڪندس، جن جي مدد سان پڙهندڙ صوبن جو مجمل احوال، جو پوءِ ڏنو ويندو سو آسانيءَ سان پڙهي سگهندا.

لس جي صوبي کان افغانستان جي سرحد تائين ٦٥ ۽ ٦٦ اوير ڊگهائي ڦاڪ جي وچ ۾ جو بلوچستان جو حصو اچي وڃي ٿو، سو سارو ڪوهستاني علائقو آهي. اها حيرت انگيز جبلن جي قطار جنهن ڪي مان بروهي جبلن جو نالو ڏيان ٿو، چاڪاڻ ته ان ۾ بروهي رهن ٿا، سا سيني بين جبلن جي جڙ آهي. تنهنڪري هن ڪتاب ۾ ان تي خاص توجهه ڏنو ويندو ۽ آءٌ ان جي خاص بناوت سبب، دستور جي خلاف ان جو بيان ڏکڻ کان شروع ڪندس ۽ ڏيکاريندس ته ڪيئن اها ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري کان اتر طرف مٿي هلي وئي آهي.

اها قطار اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٢٥ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ جي ٥٨-٦٦ ۾ ماوري يا مانزي راس وٽان سمنڊ مان نهايت شان شوڪت سان مٿي اڀري نوي ڀيل اتر-اوڀر هلي وڃي ٿي. اتي ان مان هڪ شاخ اوڀر-اتر نڪري ٿي. سيوهڻ جي قلعي وٽ سنڌو ندي، انهيءَ جي شاخ اوچائي جي لحاظ کان قابل ذڪر ناهي. ان جو نالو هيٽ انڪري ورتو ويو آهي جو اها انهن جبلن جي اوڀارين حد آهي. اها شاخ ويڪرائي ڦاڪ جي ٢٥-٣٠ ۽ ٣٠ جي وچ ۾ نڪري ٿي، جتان اصلي قطار سنڌو اتر هلي وڃي ٿي ۽ هاڻي سنڌ، ڪڇ، ڪندوا ۽ سيوستان جي حصي جي حد نروار ڪري ٿي. اڳي اها هندستان جي حد ڪري سمجهي ويندي هئي. ان کان پوءِ، اها وري پنهنجو اصلوڪو رخ اتر-اوڀر وارو وٺي ٿي ۽ ٽڪرو ٽڪرو ٿيندي وڃي ٿي، تان جو وڃي انهن ٽڪرين سان هڪ ٿئي ٿي، جن ۾ ڪاڪڙ ۽ پيون افغان قومون رهن ٿيون. ظاهر آهي ته جيڪڏهن مان پنهنجي تفتيش انهيءَ طرف وڌايان ها يا بروهي جبلن جو سمنڊ جي ساحل بدران مٿان کان سفر شروع ڪريان ها ته مون کي پهريائين انهن ٽڪرين جي اصليت تي کوجنا ڪرڻي پوي ها. مون کي هڪ مضمون لکڻو پوي ها جنهن جو بلوچستان جي جاگرافيءَ سان ڪو تعلق نه هجي ها. انهن سببن ڪري مون انهيءَ موضوع کان پاسو ڪيو آهي.

اولهه طرف بروهي جبل وڏيڪ پيچيدا آهن. سمنڊ کان نڪرڻ وقت انهن جي تر جي ويڪر هڪ طرف کان ٻئي طرف تائين ٽيهن ميلن کان زياده نه آهي. جبلن جي اوچائيءَ جي لحاظ کان اها ويڪر ڪجهه به ناهي مگر ساڍن ويهن جي ويڪرائي ڦاڪ جي ساڍن ٽيهن کان آهي آهستي اتر، اتر اتر-اولهه، اتر-اولهه ۽ اولهه اتر-اولهه هليا وڃن ٿا. تان جو اهي ڊگهائي ڦاڪ جي ڪيترن خطن اندر ڦهلجي وڃن

ٿا ۽ انهن مان ڪيتريون، ننڍيون ننڍيون شاخون نڪرن ٿيون. انهن مان شاخون ڪي سڄو بلوچستان لتاڙي اوله، طرف ايران جي جبلن سان وڃي ملن ٿيون. ٻيون ڏکڻ طرف سمنڊ تائين يا ان جي ويجهو وڃي پهچن ٿيون ۽ ان کان پوءِ يا ساحل سان گڏ وڃن ٿيون يا ان جي ويجهو ويران پٽن ۾ گم ٿي وڃن ٿيون. اصلي قطار يا ان جي اولهائين پٽ اتر، اوله-اتر طرف اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٢٨ خط تائين وڃي ريگستان جي ڏکڻ-اوڀر واري ڪنڊ سان ملي ٿي. اتان وري اها اتر-اوڀر نوشڪي طرف هلي ٿي جا اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٣٠ خط ۾ آهي. اتان وري اها اوڀر جو رخ وٺي ٿي تان جو سڄي افغان ٽڪرين جيتري وڃي ٿي ٿئي ۽ پنهنجي حيثيت وڃائي ڇڏي ٿي.

مگر انهن ٽڪرين جي وچ ۾ ڪيتريون اونچيون قطارون جي اڪثر اتر-اوڀر کان اچي ريگستان جي پاسي ۾ ٦٦ ۽ ٦٧ ڊگهائي ڦاڪ جي ٦٦ ۽ ٦٧ خطن جي وچ ۾ ختم ٿين ٿيون. ممڪن آهي ته بروهي جبلن جي قطار جنهن جو مون هي نقشو چٽيو آهي سا انهن ٽڪرين سان ڳنڍيل هجي ۽ اها خود هندوڪش يا هندستان يا ڪوهِ قاف جي پربت جي ڏاکڻي شاخ جو ڀڃ هجي، جنهن مان هزارو يا رويوميسين شاخ نڪري اوله طرف ڪئسپين سمنڊ تائين وڃي ٿي. انهيءَ جي هڪ شاخ مشهور تخت سليمان جبلن جي، ان جي چوٽيءَ واري نالي سان سڏبي آهي. پر اهي جبل منهنجي ڪتاب جي مقصد کان ٻاهر آهن، تنهنڪري مان انهن جو وڌيڪ احوال ڪونه ڏيندس.

انهيءَ پربت کي جتي ريگستان روڪي ٿو. ان کان ٿورو پري ٻيون شاخون ٿيون ڏکڻ ۽ اوله طرف وڃن ٿيون. انهن مان هڪ اولهائين شاخ جا ٻين کان اونچي ۽ جبري آهي سا ريگستان جي ڏاکڻي طرف کان ۽ خط اوله طرف

وچي ريگستان جي حدبندي ڪري ٿي. اتان اها اوچتو ڦري اتر-اولهه پنجاهه ميل هلي وڃي ٿي. اتي جو ڦيرو ڪائي ٽي تنهن جو سبب مان اڳتي هلي ڏيندس. تنهن ڪان پوءِ اها اچا ۽ وڏيڪ اولهه وڃي پين ڪيترين شاخن سان هڪ هنڌ ملي ٿي. اهي سڀ شاخون اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٣١ خطي وٽ گڏجي هڪ اولچي مگر اتانهين شاخ ٺئي ٿي. جا ڏگهائي ڦاڪ ٥٩ ۽ ٦٠ خطن جي وچ ۾ ايترو ته اتر طرف هلي وڃي ٿي جو اها ننڍين ٽڪرين جي وسيلي هزاره جبلن سان خراسان جي تختگاهه هرات وٽ وڃيو ڳنڍجي.

اها قطار سيستان جي پرڳڻي کي ڪرمان جي ريگستان کان جدا ڪري ٿي ۽ ايران ۽ ڪابل جي بادشاهن جي حڪومتن جي حد ڏيکاري ٿي. اها پين آسپاس ملڪن وانگي ويران ۽ خشڪ آهي. نه پاڻي اٿس نه ساوڪ. ان ۾ اٺسڌريل ۽ وحشي ريڍار رهن ٿا. جن کي بلوچ ۽ جهنگلي آدمي ڪري سڏيندا آهن.

ڏيل ۽ فوقيت جي لحاظ کان ٻيو نمبر شاخ بروهي جبلن جي ڏکڻ-اولهه ڪنڊ مان اڳين قطار کان الڪل ڏيڍ خط ڏکڻ ۾ نڪري ٿي. اهي پيئي شاخون ٻه سؤ ٽيهن ميلن کان ٻه زياده مفاصلي تائين پهلو ٻه پهلو وڃن ٿيون. وچ ۾ ڪيتريون ريخائون پنهي مان نڪري ڪين ڳنڍين ٿيون. جيڪڏهن انهن جي وچ ۾ وسيع ۽ ويران پٽ نه هجن ها ته ڪين هڪ جبلن جو ميڙ ڪري ليکيو وڃي ها. اولهه طرف هڪ ٻيو شاهي پربت جبڙو جبلن جو ميڙ اڳتي وڌڻ کان روڪي ٿو. تنهنڪري انهن مان هڪڙو ڦري اتر طرف هليو وڃي ٿو جيئن مٿي ڏيکاريل آهي. مذڪور قطار ڦٽي ٻه شاخون ٿين ٿيون جي ٿورو وڪڙ ڪري وري اڳتي ڳنڍجن ٿيون. ان کان پوءِ اها شاخ ڏکڻ-اولهه طرف ڪٽي موڙهي ڪئي ويڪري ٿيندي، پين پهاڙن کي

چيرينديءَ ايران جي لارستان ڪوهستان علائقي سان ملي غائب ٿي وڃي ٿي. شروع کان آخر تائين انهيءَ قطار مان ڪيتريون ريخون ڏکڻ طرف نڪري وڃي مڪران جي ساحل ۾ راسين جي صورت اختيار ڪن ٿيون. انهن مان عربو راس ۽ مبارڪ (جي اسان جي بحري نقشي ۾ بمبارڪ ڪري ڏيکاريل آهي. سڀ کان اونچيون آهن(١). جي مڪران جي اوله، ۾ جيڪي جبل نڪرن ٿا، انهن کي اکثي وچڻ جو رستو ناهي، تنهنڪري اهي چڙهِ تہ پئي هڻي اصلوڪن جبلن سان ملي ڍير ٿين ٿا، ڏيهي ماڻهو انهيءَ ايراضيءَ کي سڏين ڪوهستان. ڪئپٽن گرانٽ جي لکڻي موجب انهيءَ علائقي جي اولاهين ضلعي کي شڪرد(٢) چوندا آهن. شڪرد هڪ مرڪب لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڪُرد يا ڪُرد بلوچن جو گهر. انهن جبلن جون فلڪ بوس چوٽيون بمپور مان نظر ايندڙيون آهن، جو سؤ ميل کان بہ زيادہ پري آهي.

انهن ڪوهستان جي جبلن مان، اتي ملڻ کان اڳ ڪيتريون ننڍيون وڏيون شاخون نڪري مڪران جي انهيءَ

(١) عرب جهازران ان کي راس المبارڪ چوندا هئا. مگر اشتقاق جي ماهرن لفظ جو حليو بگاڙي ڇڏيو آهي. ان راس کي ڪوه مبارڪ الڪري چوندا آهن جو اها خلاصين کي ڏکڻ طرف کان سمنڊ مان ايندي پهريائين نظر ايندي آهي. اها نڪري سمنڊ کان لوَ ميل الدر آهي. تائيہ ان کي ڪوهہ بارڪ ڪري لکي ٿو. هو لکي ٿو تہ اها راس وارياسي آهي جنهن مان ظاهر آهي تہ هن کي صحيح املا جي خبر هئي. مگر لفظ جو اشتقاق معلوم نہ هوس. هن جي چُڪن پڻ کي بہ گمراہ ڪيو آهي. انگريز آفيسرن جن انهيءَ ساحل جو معائنو ڪيو آهي تن بہ چُڪن کي درست ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي. سنڌ وارديءَ کان شط العرب تائين ڪا جاءِ ناهي جا انهيءَ نقشي ۾ صحيح ڏيکاريل هجي، جا ڏيهي ماڻهو نہ سمجهي سگهن.

(٢) فارسي لفظ باشدن يعني رهڻ ۽ ڪرد قوم جو نالو آهي.

حصي ۾ هليون وڃن ٿيون جنهن سان مون سفر ڪيو هو. انهن شاخن کي هڪ طرف ڏانهن ڪوهستان جا بيابان آهن ۽ ٻئي طرف کان ڪوهستان جبلن جي اها قطار، جا اتر طرف وڃي ٿي. انهن جي وچ ۾ شاخون سوڙهيون ٿينديون وڃن ٿيون. تان جو وڃي هڪ هنڌ گڏجن ٿيون. جيئن مٿي ڏيکاريل آهي. ڪي شاخون وري ڏکڻ اولهه وڃن ٿيون. ۽ اڳتي هلي، انهيءَ قطار سان ڳنڍجن ٿيون. جا مون باسمان سان نڪرڻ وقت ڏٺي هئي(١) جنهن ۾ ڪوهه لوشادر اچي، وڃي ٿو.

اهي سڀ شاخون ريگستان واري شڪرد کي نرمنشير کان جدا ڪن ٿيون ۽ وڃي اڳين ۽ هولناڪ وڪڙن جي صورت ۾ ختم ٿين ٿيون.

هاڻي اسان انهن ٻربت جهڙن قطارن جي مقدار ۽ اونچائي متعلق ڪجهه لکنداسين. لاشڪ بروهي جبل پنهن سيني کان زور آهن اتر ويڪرائي ڦاڪ جي ٣٠ خطي ۾ انهن جي گهٽي ۾ گهٽي ويڪر قريباً ٻه سؤ ميل ٿيندي. ۽ نوشڪيءَ کان سيوستان جي آباد پٽ تائين ان جي اترئين طرف کان هڪ سؤ ٽيهه ميل مگر انهيءَ قطار جي وچ ۾ هڪ ويهن ميلن جو شگاف آهي جنهن ۾ هڪ ويران پٽ آهي، جو اهڙو ته غيرآباد آهي جو ان کي سڏين ٿا دشت بي دولت(٢). بروهي جبلن جي قطار سمنڊ جي ويجهو وڃي سوڙهي ٿيندي ٿي. جهلوان صوبي جي ڏکڻ ۾ ڪوهه نوات وٽ ان جي ويڪر اوڀر کان اولهه تائين ويهن ميلن کان زياده نه آهي. مووري يا مانزيءَ جي راس تائين ان جي ساڳي ويڪر آهي. ان جي گهٽي ۾ گهٽي ڊيگهه ڏکڻ ڏکڻ-اوڀر کان اتر اتر-اولهه ۾ آهي جتي اها ٻه سؤ اسي ميلن کان ٻه

---

(١) ٢-اپريل جو روزلامچو ڏسو.

(٢) ان کي دشت بي دولت يعني ويران پٽ به چوندا آهن.

زياده آهي. ان جي سڌي ماپ اتر کان ڏکڻ تائين ٻه سؤ
ميلن کان گهٽ نه ٿيندي. مگر ياد رهي ته مان فقط سڌيون
ماپون ڏنيون آهن، رستن جي ڏنگائي ۽ ور وڪڙن کي
مون خيال ۾ ڪونه آندو آهي. هيٺ ڏنل مثال مان ظاهر
ٿيندو ته ورن وڪڙن جي ڪري ڪيترو تفاوت ٿي سگهي
ٿو. نقشي تي جيڪڏهن ڏسبو ته ائين نظر ايندو ته لس جي
گادي ٻيلي کان قلات تائين مفاصلو هڪ سؤ سٺ ميل کان
زياده ناهي پر ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ مون حساب ڪري ڏٺو ته
اهو ٻه سؤ ٽيانوي ميل يا ان کان به زياده آهي.

اها تسليم شده ڳالهه آهي ته انهيءَ قطار جي سڀ کان
زياده اونچائي قلات وٽ آهي. ڏيهي ماڻهن جو چوڻ آهي
ته ڪنهن به طرف وڃبو ته قلات کان ضرور هيٺ لهڻو پوندو.
مگر جبل جي ملاپ گهٽي ڪانه آهي، تنهنڪري قلات مان
آسپاس وارو پٽ ننڍو نظر اچي. انڪري اونچائيءَ جي ماپ
وٺڻ لاءِ ڪو ٻيو طريقو اختيار ڪرڻو پوندو. اونچائي ماپڻ
جو سڀ کان آسان طريقو آهي نهرن جون لاهيون چاڙهيون
ڏسڻ. مون انهيءَ طريقي جو پورو استعمال ڪري پنهنجو
رايو قائم ڪيو جو متينءَ راءِ بسان ٺهڪي اچي ٿو.

قلات جي واديءَ ۾ نهرون اتر کان اوڀر ڏانهن وهن
ٿيون. ڏهه ميل ڏکڻ ڏي اهي آبتيون ٿيون وهن. معلوم
ڪيو ويو آهي ته اولهه طرف جبل جي اونچائي هموار آهي.
منهنجي خيال موجب ڪور جي ڳوٺ کان جو قلات کان
سٺ ميل اتر-اولهه کان وٺي سروان جي جبلن تائين جي
ريگستان جي وٽ تي آهن، هڪ مٿانهون پٽ آهي مگر
ان جي اها معنيٰ ناهي ته اهو ڪو سنئون سڌو ميدان آهي.
ان ۾ ڪيتريون اونچيون چوٽيون ۽ ٽڪريون آهن جي آسمان
سان ٻيون لڳن. مگر سراسري انهن جبلن جو تر هڪ سطح
تي آهي. برسات جي ڏينهن ۾ ننڍيون هرطرف وهنديون آهن

پر قلات جي طرف اهي ڪور جي ڪوٽ ڪان اڳتي ٿا وڌند يون آهن. قلات جي اوڀر طرف پنجويهن - ٽيهن ميلن تائين ملڪ جو حصّو سا ڪيو آهي. ان ڪان پوءِ ڪچ گنداوا جي پٽ تائين هلڪي هلڪي سلامي آهي، پر سلامي به يڪي نه آهي. بلوچستان جا ڏکيي ۾ ڏکيا لڪ انهيءَ ايراضيءَ ۾ آهن. اهي هر طرف نئن ڪي لنگهڻ ڪان روڪين ٿا. مون ڪي ياد آهي ته سرڪجور منزل گاهه جو پاڻي، جو قلات ڪان ستر ميل اتر - اوڀر طرف آهي. هيٺان مٿان سارين ماڻ لنگهي ساڪنهي هموار ايراضيءَ ۾ پهچي ٿو.

مون ڪي ڪو اوزار ساڻ ڪو نه هو جنهن جي مدد سان آءٌ قلات جي اونچائي جي صحيح ماپ وٺي سگهان ها. منهنجو رايو حقيقتن جي مقابلي جي بناءَ تي ٻڌل آهي. جيئن مون اڳي عرض ڪيو آهي ته قلات جي ويجهو بيهي ڏسبو ته ان جي اونچائي معلوم ڪانه ٿيندي مگر ڏکڻ طرف سلامي ڪافي نمايان آهي. رودنجي تائين جو قلات ڪان پنجويهه ميل پري آهي وڏيون لاهيون آهن. ڪي ڪي لاهيون ايڏيون آهن جو سارو ڏينهن انهن جي پار ڪرڻ ۾ لڳيو وڃي. اتر طرف ڪرڪ تائين جو قلات ڪان ست ميل پري آهي، سلامي ڪانه آهي مگر ڪرڪ ڪان نوشڪيءَ تائين چڙهه، اوچا لڪ آهن جن جي اترين لاهين ڏاڪڻي لاهيءَ ڪان پيٽي ۾ ڪٽي ڪٽي ته چوٽي آهي، انهن لاهين چاڙهين جو تفاوت ڪافي ٿيندو. پر آسان جڏهن اهي لڪ ٽپي تري آياسين ته ڏسڻ ۾ آيو ته ريگستان اجا گهڻو هيٺ هو. اڳتي اجا به ستون لڪ هو جنهن جي لاهي پڻ لڪن ڪان پيٽي هئي تنهن ڪان پوءِ به هڪ مٿانهون پٽ هو جتان برسات يا برف جو پاڻي نئن جي رستي تيز رفتاريءَ سان وهي وڃي مڪران جي صوبي ۾ ٿي پيو.

قلات جي حرارت ۽ ان جي اوچائيءَ جي تصديق ڪري ٿي. هن تذڪري جي ٻچاڙيءَ ۾ آءٌ ملڪ جي جدا جدا حصن جي موسمن بنسبت ڪجھ تبصره ڪندس، تنهنڪري ان باري ۾ وڌيڪ لکڻ مناسب ناهي. قلات جي ايراضي فقط اڍائي ڪهڙيون راس الجديءَ کان دور آهي(١). تنهن هوندي به ان ۾ تمام سخت ٿڌ پوندي آهي. نومبر جي پڇاڙيءَ کان وٺي فيبروريءَ جي شروع تائين ترائين ۾ برف هوندي آهي. سارين ۾ پيا فصل جن جي پچڻ لاءِ گرميءَ جي ضرورت آهي سي اتي ڪو نه ٿيندا آهن. ڪڻڪ ۽ جَوَ برطانيا کان به دير سان پچندا آهن. انهن سڀني ڳالهين جي بناء تي چئي سگھجي ٿو ته قلات، يورپ ۾ جي سڀ کان اوچا پهاڙ آهن تن کان گهٽ نه آهي. ان ڳالهه ۾ تعجب نه هئڻ گهرجي(٢). تازين کوجنائن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته دنيا جا سڀ کان عظيم ۽ اوچا پهاڙ ايشيا کنڊ ۾ آهن(٣).

---

(١) قلات اتر ويڪرائي ڦاڪ ٦-٢٩ ۾ آهي.

(٢) ان باري ۾ ڏکو هٿڻ شايد فضول نظر اچي. ۾ منهنجو رايو آخرين ناهي. ممڪن آهي ته اهو صحيح نه هجي، جيڪو ريگستان جي ويجهو لڪ آهي ان جو هندستان جي الهن لڪن سان، جن جي اوچائي معلوم آهي، مقابلو ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته ان جي اوچائي ريگستان جي سطح کان پنج هزار فوٽ مٿي ٿيندي. جيڪڏهن ان ۾ چهن لڪن جي به اوچائي ڳڻي جي ۽ فرض ڪجي ته ريگستان خود سمنڊ جي سطح کان پنج سؤ فوٽ مٿي آهي ته قلات جي اوچائي آٺ هزار فوٽ ٿيندي. اها اوچائي اسپين جي پرلير جبلن کان اڻون حصو زياده آهي.

(٣) ليفٽيننٽ مئڪارٽني ١٠-١٨٠٩ع ۾ ڪابل جي سفارت سان گڏ جي سروير جي حيثيت ۾ ويو هو تنهن جي حساب مطابق هندوڪش جبل (ڏسو صفحو ٢٧٩).

بلوچستان جي جبلن جون پيون قطارون ڏيک ۾ اونچائي جي لحاظ کان اهڙيون نہ آهن جو انهن تي هہ، مقدمي ۾ بحث ڪجي يا نکتہ چيني ڪجي. مختلف صوبي جو احوال ڏيندي آءٌ انهن نمايان جڳهن جو خاص ذڪر ڪندس، جي هت رهجي ويون هونديون. ساڳين سببن جي ڪري آءٌ هت چونڊين موٽين نهرن جو احوال بہ ڪو نہ ڏيندس. ها، البت ايترو چوندس تہ بلوچستان جي اترئين حصي ۾ ڪا اهڙي نهر نہ آهي، جا ڪسيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻئي لقب جي لائق هجي. البت نئيُون برسات جي ڏينهن ۾ تيڪيون ۾ پرپور وهنديون آهن ۾ نہ وري ڪا اهڙي نهر آهي جا شروع کان آخر تائين يڪي وهي، جو سان بلوچستان جي ٻرڪٽن جي بيان ۾ پڌائيندس - هاڻ اهو شروع ڪريان ٿو.



(اڳلي صفحي ٢٧٨ تان).

جي اونچائي ٻاويهہ هزار فوٽ ٿيندي. ليفٽيننٽ ويب جنهن کي ١٨٠٧ع ۾ گنگا نديءَ جي منڍ جي ڳولا لاءِ موڪليو ويو هو، ان جو چوڻ آهي تہ همالہ جبلن جي قطار روهلکنڊ جي پٽ کان ايڪويهہ هزار فوٽ مٿي آهي.

# فصل (٢)

جهلوان ۽ سروان جا صوبا ۽ قلات جو ضلعو بروهي
جبلن جي قطار ۾ سواءِ انهيءَ حصي جي، جو ويڪرائي ڦاڪ
جي چوويهين خط جي ڏکڻ ۾ آهي ۽ اچي وڃي ٿو. انهيءَ
حصي جون وڏيڪ حدون نروار ڪرڻ شايد فضول نظر
اچن پر منهنجي خيال موجب انهي ملڪ جي جاگرافي چڱي طرح
سمجهڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ان جا سنڌا چٽائي سان
ظاهر ڪيا وڃن.

جهلوان سڀ کان ڏاکڻو ۽ وڏو صوبو آهي. ان جي
ڏکڻ ۾ لس ۽ مڪران جو حصو آهي، اتر طرف قلات جو
ضلعو ۽ سروان، اوڀر طرف سنڌ جا ڪڇ، حصا ۽ ڪيچ
گنداوا ۽ اولهه طرف خود مڪران. ان ۾ ود، خزدار، نال
پندران، زهري، زيدي ۽ ڪي ٻيا ود يا ضلعا جي قابل ذڪر
ناهن، اچي وڃن ٿا.

انهن جو مجمل طور احوال ڏيڻ جو ضرور ناهي. هر هڪ
ضلعي کي پنهنجو حاڪم آهي. هو سڀ قلات جي
خان جا زيردست آهن. جيتوڻيڪ ڪين خان کان اختياريون
مليل نه آهن. جيئن اڳتي هلي ڏيکاريو ويندو.

صوبي جو وڏي ۾ وڏو شهر زهري آهي. زهري هڪ
ضلعي جو ٻه نالو آهي. ۽ ٻدوءَ جي قوم جو ٻه. انهن جو
سردار آهي قادر بخش. شهر ۾ ٻه-ٽي هزار گهر آهن ۽ چوڌاري
ڪوٽ ڏنل آهي. وڏي ۾ وڏي ازباڪ نهر آهي جا مون
فيبروري جي مهيني ۾ ڏٺي هئي. ان وقت ان جي موڪر
ٽن وارن کان زياده نه هئي، ۽ اونهائي ڏهه انچ. خشڪ
موسم ۾ اها نه وهندي آهي، مگر ان جي پيٽ ۾ ٿوري

ڪٿ ڪوئي سان آبادي؛ جيترو پاڻي هميشه ملي سگهي ٿو اهڙي طرح نئين مان به پاڻي ڪڍي سگهجي ٿو.

سروان جي اتر ۾ افغان جبل ۽ ريگستان، جو انهن کي قنڌار کان جدا ڪري ٿو. ان جي اوڀارين پاسي آهن. ڏکڻ ڏانهن جهلوان ۽ قلات، اوڀر ڏانهن سيوستان ۽ ڪڇ گنداوا اولهه ڏانهن ريگستان - نوشڪي، ڪور، ڪوهڪ، نئين ڪوتل سروه، ڪشتن ۽ خاران وغيره سروان جا ضلعا آهن. انهن متعلق ڪجهه وڌيڪ معلومات ڏيڻ جي ضرورت ناهي، مگر جهلوان جهڙائي آهن. انهن ۾ ڪي پڪا شهر يا ڳوٺ ڪين آهن. بروهين جا تمن هر وقت چاري پٺيان پيا هلندا آهن.

درحقيقت قلات جو ضلعو سروان جي صوبي جو حصو آهي. مگر رواجي طرح اهو هڪ جدا ايراضي ڪري ليکيو ويندو آهي، چاڪاڻ ته قلات جا خان ان جي آمدني پنهنجن خانزادن* ۽ ٻين توصل وارن کي عطا ڪندا آهن. خيلن جي سردارن جي منظوري کان سواءِ. ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو سردار آهستي آهستي نڪري ويا آهن. ۽ پيا ساڻهو انهن جو فائدو وٺندا رهندا آهن.

ڏسبو ته انهن ٻن صوبن مان هڪڙي کي بمقابل ٻئي جي وڌيڪ قدرتي سهولتون آهن. جهلوان هڪ ڪوهستاني

---

*خالزادا، گهرو غلام آهن. اهو لفظ خانه يعني گهر ۽ زادن يعني ڄمڻ مان اڪتل آهي. هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جي چوٿين فصل ۾ غلامن جي باري ۾ جي بلوچن جا رواج آهن تن جو ڪجهه احوال ڏنل آهي. خانزادن جو اوچو درجو هوندو آهي، تنهنڪري سردار ڪين هميشه پاڻ سان رکندا آهن ۽ ڪين اهم ڪمن ۾ استعمال ڪندا آهن هو نهايت معتبر ۽ معزز سمجهيا ويندا آهن. هنن کي جڏهن آزاد ڪيو ويندو آهي ته ڪين زمين جو حصو ڏنو ويندو آهي تنهن کان سواءِ هو خالزادا به سڏبا آهن.

علائقو آهي مگر ان ۾ ٻه-ٽي ننڍا پٽ يا واديون آهن جهڙوڪ وڍ، سوهيراب ۽ خوزدار. مگر سروان ۾ دشت دولت کان سواءِ جنهن جو احوال اڳئي ڏنل آهي ڪو اهڙو پٽ ناهي. جنهن جي ايراضي ٻن-ٽن ميلن کان زياده هجي. جهلوان جي آبهوا به موافق آهي ۽ برسات ڪثرت سان پوندي آهي، جنهنڪري ان جي زمين، جا هونءَ ته سادي ۽ سخت آهي، آباد ۽ زرخيز ٿيو پوي. انهن سهولتن هوندي به تخمينو ڪيو ويو آهي تہ قلات جي ضلعي کان سواءِ سروان جي آبادي جهلوان کان ٻيڻي آهي. ڏسجي ٿو ته ماڻهن کي اترين ملڪن لاءِ ڪا خاص رعايت آهي.

ڪيترين پيڙهين کان وٺي قلات جو شهر انهن صوبن جي گاديءَ جو هنڌ آهي. ڪنهن وقت ته اهو سموري بلوچستان ۾ برک هو. جيتريقدر سون کي خبر آهي تہ بلوچستان ۾ اهو هڪ ئي شهر آهي جو هڪ منتظم حڪومت جو تختگاهه آهي تنهنڪري انهيءَ جي احوال ۾ ٻين صوبن بابت، جي قابل ذڪر ۽ نمايان ڳالهيون آهن تن جو ذڪر ڪيو ويندو ان ڪري مون وٽ جو ٿورو گهڻو ۽ غير مسلسل مواد آهي تنهن کي مان سلسليوار ۽ باترتيب نموني ۾ هن ۽ ايندڙ فصل ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس پر ان کان اڳ مناسب آهي ته هن تذڪري ۾ ملڪ جي قديم احوال تي هڪ سرسري نظر وجهجي.

بلوچن جي باري ۾ تحقيقات ڪندي بار بار منهنجي ڌيان تي اها ڳالهه آئي آهي ته آفريڪا کان سواءِ پراڻي دنيا ۾ بلوچستان جي صوبي جهڙو ٻيو ڪو ملڪ نہ آهي جنهن بنسبت ايتري ڪم معلومات هجي ۽ اهڙا غلط ۽ مختلف رايا هجن. هندستان جي اولاهين سرحد وارن ملڪن جو سڀ کان ڪهنو احوال اسان کي يونانين کان ملي ٿو. مگر اهي به هن ايراضيءَ کان غيرواقف هئا يا ته ڪين معلوم

ٿيو هو ته هي هڪ غير آباد ۽ ويران علائقو آهي. جنهنڪري هو ان باري ۾ بلڪل خاموش آهن. البت ڪين اهو معلوم هو ته ملڪ پهاڙي آهي، ان ۾ هڪ ڏيهي قوم رهي ٿي جن جا رواج ۽ شغل سنڌين قوم جهڙا هئا، تنهنڪري انهن ان کي انڊوسٿيا جو نالو ڏنو. درحقيقت اهو نالو فقط بروهي جبلن جي ذڪر - اوپر واري ڪُنڊ ۽ قديم مالي قوم جي ملڪ يعني ملتان جي صوبي تائين جا ايراضي پڪرڙيل آهي ان سان سچ پچ لاڳو ٿي سگهي ٿو. مون کي شڪ آهي ته ڪو يونانين جي چڙهائي وقت انهن جبلن جي اترئين حصي ۾ آبادي هئي، ان لاءِ آءٌ پنهنجا سبب اڳتي هلي ڏيندس.

سڪندر اعظم پٽالا (ٺٽو) جو سنڌو نديءَ تي آهي ڇڏڻ کان پوءِ پنهنجي لشڪر سان عربيٽا قوم جي ايراضيءَ مان، جا هاٺوڪي لس جي صوبي ۾ آهي لنگهيو هو ۽ ان ۾ عربس يعني پورالي ندي ٽپيو هو(۱). تنهن کان پوءِ هو انهيءَ ننڍڙي نديءَ جي اولهه ۾ اوريٽا قوم جي ملڪ مان لنگهي هڪ جبلن جي قطار ٽپي گيڊروسيا يعني مڪران جي صوبي ۾ داخل ٿيو. جتي اُڃ، ڏڪار، ضعف ۽ ٻين تڪليفن وڪهي سندس لشڪر جو ڪيترو حصو ناس ٿي ويو. لاشڪ هن جو رخ بروهي جبلن جي ذڪر ڏانهن هو. جيڪڏهن يوناني تاريخ نويس ان باري ۾ چپ نه به هجن ها ته به ملڪ جي نوع مان انهن جا مسئلا حل ٿي سگهن ها.

---

(۱) جيڪڏهن سڪندر برسات جي موسم ۾ پورالي ندي وٽ پهچي ها ته هو شايد درياهه نه ٽپي سگهي ها. اها ڳالهه منهنجي ۳۰ جنوري جي روزنامچي مان واضح ٿيندي. جهلوان جي صوبي ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ لشڪر لاءِ سواءِ خوزدار کان پنجگور ويندڙ رستي جي، جو اتر ويڪرائي ڦاڪ ۲۷-۵۴ خط ۾ آهي، ٻاهر اڪرڻ جي ٻي واهه ڪانه هئي.

اها ٻه خاطري آهي ته ڪرئيٽرس ڪري سامان ۽ بيمار سپاهين جي سپرد هو. آرڪوسيا ۽ ڊرنگيانا جي رستي اتر طرف ويو هو، ڇاڪاڻ ته اهي صوبا هاڻوڪي قنڌار ۽ سيستان جو حصو آهن ۽ ساڳئي ويڪرائي ڦاڪ ۾ ٻه آهن جنهن ۾ بلوچستان آهي. اهو ٻه ظاهر آهي ته ڪرئيٽرس کي فوج کان انڪري ڌار ڪيو ويو هو ته جيئن هن کي گيڊروسيا يعني مڪران جي ويران پٽن مان لنگهڻو نه پوي، تنهنڪري هن اهو رستو نه ورتو هوندو جنهن ۾ سڪندر جي هٿ هيٺ جي دستا هئا تن کي انيڪ مشڪلاتون پيش آيون هيون، جي جبلن جي لڪن، لاهن ۽ لنگهن ۾ پيش اچن ها.

يونانين جي ڪاهه ۽ سڪندر جي وفات بعد جو ان جي وسيع سلطنت جي ورهاڱي کان پوءِ ساڍين نَوَن صدين تائين وري انهن ملڪن جو نالونشان ٻه ٻڌڻ ۾ ڪو نه ٿو اچي، سواءِ ڪن گبرن يا قديم ايرانين جي اڏورين ڏندڪٿائن جي انهيءَ دوران ۾ هندستان جا هندو راجائون ايران جي سلجوقي، ارسا سيڊي ۽ ساساني خاندانن جي تعبيداري قبول ڪري کين ڏَن ڏيندا هئا(١)، تنهنڪري انهن ملڪن جي وچ ۾ ڪافي آمدرفت يا اچ وڃ هوندي هئي، مگر اها آمدرفت يا ته سمنڊ جي رستي يا خراسان جي رستي ٿيندي هئي. جنهنڪري انهن ملڪن تي جن جي باري ۾ هن وقت

---

(١) گجرات جي هڪ قديم قلمي تاريخ ۾ لکيل آهي ته ايران جو بادشاهه بهرام گور ويس بدلائي گجرات ويو هو. مگر هندستان ۾ شڪار ڪندي هن جو پيد ظاهر ٿي پيو، جنهنڪري هو ايمروز يا هاڻوڪي سيستان جي صوبي رستي پنهنجي شاهي لشڪر سان واپس ويو. هي واقعو هندو راجا رامديو جي ڏينهن ۾، چوٿين صدي هجريءَ ۾ ٿيو هو. ان وقت سيستان هڪ سرسبز ۽ آباد صوبو هو. هاڻي اهو هڪ غيرآباد ريگستان آهي.

بحث هلي رهيو آهي ڪاڻ روشني ڪانئ تي پوي ۽ اهي ملڪ تاريڪيءَ جي پردي ۾ رهجي وڃن ٿا. هجري (١) ٩٢ سال ۾ بغداد جي خليفي دين اسلام ڦهلائڻ جي شوق ۾ ۽ بُت پرستن (ڪافرن) (٢) جا سندس شان جي هتڪ ڪئي، تنهن جي انتقام وٺڻ جي ارادي سان ساڳئي رستي ڪان جنهن رستي هزار سال اڳ مقدونيه جو سورمو بثبلان مونيو، سنڌ جي فتح لاءِ هڪ لشڪر چاڙهي موڪليو. اها ڳالهه خاص طرح واضح ڪئي ويئي آهي تہ اها فوج سمنڊ جو ڪنارو وٺي آئي هئي تہ جيئن ڪين پاڻيءَ جي تڪليف نہ ٿئي چاڪاڻ تہ سمنڊ جي وارياسي ڪناري تي ٿوري ٿي کڏ کوٽڻ سان پاڻي نڪرندو آهي. تنهنڪري ڪين انهن اندرين ملڪن جي مڪابہ خبر ڪان هئي. جيتريقدر مون کي معلوم ٿيو آهي تہ اميہ ۽ عباسيہ گهراڻن جي خليفن جي ڏينهن ۾ انهن جي باري ۾ ڪا تحقيقات ڪانہ ڪئي ويئي هئي.

غزنوي گهراڻي جي پهرئين سلطان سبڪتگين جي پُٽ محمود، جڏهن پنهنجي طاقت جي اوج ۾ هندستان ڏانهن رخ ڪيو، تڏهن سنڌو درياءَ جي اولهہ ۾ جو پٽ آهي سو سارو بروهي جبلن جي تري تائين هن فتح ڪيو. پوءِ هن جي پُٽ مسعود پنهنجي سلطنت جون حدون اولهہ طرف مڪران تائين وڌايون، مگر هن پنهنجي پيءُ وانگر جبلن وٺڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي. هن ڪان پوءِ پين جن سنڌ فتح ڪئي، سي بہ انهن جي نقش قدم تي قائم رهيا. جيڪڏهن هو اتفاق سان شڪست خورده دشمن جو پيڇيو ڪري جبلن ۾ اندر ڪاهي ويا تہ بہ هنن انهن کي باقاعدي مستقل طرح فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي.

---

(١) برابر ٦٧٧ عيسوي.

(٢) مسلم مصنف، هندن کي ڪافر ڪوٺيندا آهن.

ان لاءِ ٻه مختلف سبب آهن هڪ ته ملڪ ويران آهي ۽ ٻيو ته پنڌ اڙانگو آهي. ملڪ جي غيرآباديءَ جي خبر ڪافي ڳنڌريل وقت کان هلندڙ هئي. سنڌ جي بهترين تاريخ چچنامي ۾ لکيل آهي ته ڪافر، جن جو قرآن جي عقيدن ۾ اعتقاد ڪونه آهي تن کي جبلن ڏانهن ڀڄايو ويو ته پل ته هو ٻڪريءَ ۽ ڍڳن ۾ پاهه ٿي مرن. غالباً انهن جبلن ۾ ان وقت آبادي ڪانه هئي. منهنجي خيال موجب جهلوان ۽ سروان صوبا ڪم ازڪم انهن جي ٻهاڙن کي ڀهريون ڏنو ان وقت آباد ڪيو ويو هو (١). انهن ملڪن بنسبت جيڪي ڪجهه آءٌ لکي چڪو آهيان ان مان ظاهر ٿيندو ته پنڌ اٽانگو آهي. جيڪڏهن وڏيڪ اکين ڏٺي ثابتيءَ جي ضرورت هجي ته ڪيترن موقعن تي هندستان ۽ ايران جي هٽ ڪرڻ لاءِ جي تاتاري پٺاڻن ۽ مغلن جا مقابلا ٿيا آهن تن ماڻهن انهن ملڪن ۾ وڃي عارضي طور پناهه ورتي آهي. تازو ١٨٠٦ع ۾ ڪابل جي شاهي خاندان جي قيصر نالي هڪ شهزادي بلوچستان ڀڄي وڃي امان ورتي هئي. اها جاءِ اهڙي ته محفوظ سمجهي ويئي هئي جو باوجوديڪ شهزادي کي ڪو به لشڪر ساڻ ڪونه هو ته به هن جو پيڇو ڪونه ڪيو ويو. پراڻن خواهه نون نقشن تي هڪ نظر ڦيرائڻ سان ظاهر ٿيندو ته هن وقت تائين اهو ملڪ تاريڪيءَ جي پردي ۾ رهيو آهي. ڪنهن به نقشي ۾ بلوچستان يا بلوچن کان سواءِ ان ملڪ کي ٻيو نالو ڪونه ڏنل آهي (٢). مگر اهي نالا فقط ڏيهي ماڻهن جي هڪ قوم

(١) محمود جي پٽ مسعود انهن ملڪن کي فتح ڪرڻ لاءِ مڪران ۾ لشڪر ڪلو ڪيو هو، مگر سلجوقي تاتارين ڀهريون ڏنو ان وقت منهن ڪڍيو، جهنڪري هن پهنجو لشڪر واپس ڪُهرائي ورتو هو.

(٢) ميجر رينيل مڪران جو صوبو نقشي ۾ ايترو ته مٿي وبڪرائي فاڪ ۾ ڏيکاريو آهي جو جهلوان ۽ سروان به ان ۾ اچي وڃن ٿا مگر (ڏسو صفحو ٢٨٧).

هائي اسان انهيءَ هند کي پهتا آهيون جنهن ۾ بلوچستان جي ڪن تاريخي واقعن جي يادگيري زباني ڏند ڪٿائن ۾ محفوظ ٿيل نظر اچي ٿي. مگر انهن کي سمجهڻ لاءِ مناسب بلڪ ضروري آهي ته ڏيهي ماڻهن جي مختلف طبقن جي اصليت تي ڪجهه روشني وڌي وڃي. اهي ماڻهو هن غيرآباد ۽ ويران ملڪ ۾ پهريائين ڪڏهن ۽ ڇو لڏي آيا ۽ زمين ڪهڙي طرح پاڻ ۾ تقسيم ڪيائون. پڙهندڙ محسوس ڪندا ته ان باري ۾ منهنجا رايا قياس آرائي تي ٻڌل آهن. اڻپڙهيل ماڻهن کان زياده اميد نٿي رکي سگهجي ۽ نه وري هنن ماڻهن ۾ پنهنجي اصليت معلوم ڪرڻ جو شوق آهي جيڪو زياده تربيت يافته ماڻهن ۾ هوندو آهي. مگر مون پنهنجي معلومات ڪوشش ڪري بهترين ۽ با سند ڪتابن مان اخذ ڪئي آهي ۽ فرضي ۽ بي حظ ڳالهين کي دخل ڪونه ڏنو اٿم.

بلوچڪي ۽ بروهي زبانون لکيل نه آهن، تنهنڪري جيڪو به احوال ملي ٿو سو روائتي ۽ غيرمعتبر آهي، بلوچ

---

(حاشيو آندل صفحي ٢٨٦ تان)

الهيءَ قابل ۽ باعلوم صاحب سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۽ سنڌ جي اولهه وارن ملڪن جي باري ۾ جا معلومات حاصل ڪئي، سا ناقص نظر ٿي اچي، جنهنڪري ڪانش ڪيتريون غلطيون ٿيون آهن. منهنجو ڪيترين ڳالهين ۾ ميجر رينيل ۽ موسيو ڊي انئول جيڪي غلطيون ڪيون آهن، تن سان اختلاف آهي. انهن فاضلن جيڪو قيمتي ڪم ڪيو آهي تنهن تي اکتهچيني ڪرڻ جي نه مون کي لياقت آهي ۽ نه ارادو. آءٌ ته فقط اکين ڏٺيون حقيقتون پيش ڪريان ٿو: سڪندر جي زماني کان پوءِ ممڪن آهي ته ادمي بدليا هجن مگر زمين جو حليو ڪوانه قريو هوندو. مون اهو ملڪ اکين سان ڏٺو آهي، تنهنڪري ان جي باري ۾ ڪجهه خاطري سان چئي سگهان ٿو.

يا بلوچڪي ڳالهائيندڙ ماڻهو پاڻ کي ايران جي ڀرين مسلم فاتحن سان ڳنڍيندا آهن. سندن دعويٰ آهي ته هو عرب نسل جا آهن. عام خيال آهي ته هو هڪ افغان قوم جي اولاد مان آهن. جيتوڻيڪ بلوچ خود انهيءَ ڳالهه جا منڪر آهن. هنن جي اها دعويٰ صحيح نظر اچي ٿي ڇاڪاڻ ته هو افغانن کي ويجهو هوندي به مختلف زبان ڳالهائين ٿا.

مگر مان انهن جي اها دعويٰ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان هو اسلام جا بنيادي مبلغ آهن. انهيءَ شان جي دعويٰ خسيس قوم ڪندي آهي، پر ان ڳالهه ۾ ذري ماتر به شڪ ناهي ته هو مغرب کان آيل آهن. انهيءَ ڳالهه جي ثابتي هن مان ملي ٿي ته بلوچڪي ايراني زبان سان گهڻو ملي اچي ٿي، تنهن کان سواءِ انهيءَ قوم جا زياده ماڻهو اولاهين سرحد تي رهن ٿا. بلوچستان جو هاڻوڪو نالو به ان تي انهيءَ ڪري پيو آهي. نادرشاهه نصيرخان کي بيگلار بيگ جو خطاب عطا ڪيو هو سو بلوچن جو، بروهين کان وڌيڪ واقف هو تنهنڪري هن ان ملڪ تي انهن جو نالو وڌو. فرض ڪيو ته هنن جو مغرب کان لڏي اچڻ جو مسئلو حل ٿيو پر مکيه سوال جو اڃا فيصلو ڪرڻو آهي. سوال آهي بلوچ ڏيهي ماڻهن يا ايران جي فاتحن جي ڪهڙي طبقي مان آهن. بدقسمتيءَ سان ترڪي يا تاتاري زبانن کان واقف نه آهيان نه ته هوند انهيءَ مسئلي تي ڪافي روشني پئجي سگهي ٿي. پر نه هنن جا نقش عربن سان ٿا ملن نڪي رسمون رواج ۽ زبان. تنهنڪري دعويٰ بلڪل رد ڪجي ٿي.

سلجوقي تاتاري هجري سن جي پنجين صديءَ جي شروع ۾ ڀربون پيرو خراسان ۾ ظاهر ٿيا ۽ ڏهن ورهين جي عرصي ۾ سندن سردار تغزل بيگ غزنوي گهراڻي جي حڪومت ڇني پنهنجي قبضي ۾ ڪئي. تنهن کان پوءِ اها هن جي وارث الپ ارسلان جي هٿ آئي ۽ سلجوقي سلطنت جو حصو ٿي

رهي تان جو ڏيڍ سؤ سالن بعد انهيءَ قوم جو خاتمو ٿيو. انهيءَ وچ ۾ بلوچن جي قوم ۽ پاڙن جا ڳالا ڪيترا دفعا ورتل آهن، بلڪ ائين به ڏيکاريل آهي، ته انهن ئي ضلعن ۾ رهندا هئا، جتي هو هاڻي رهن ٿا.

ملڪ ۾ انقلاب آڻي لٽيرن ڪيئن هڪبئي پٺيان حڪومت جون واڳون هٿ ڪيون، تنهن جو هت احوال ڏيڻ جو ضرور ڪونه آهي. يونان ۽ ايشيا جي مستند تاريخ نويسن کان معلوم ٿيو آهي ته انهن سردارن جي موت يا هار کان پوءِ سندن نوجوان چڙ وچڙ ٿي ويون ۽ سندن وحشي سپاهي رلندي رلندي وڃي ڪو پيو فائدي وارو پيشو اختيار ڪيو يا ڪنهن بئي ڪامران سردار جي نوڪري ڪئي. منهنجي خيال ۾ بلوچن جي به اهائي حالت رهي. ڪيترين ڳالهين مان ثابت ٿئي ٿو ته هو ترڪماني* نسل جا آهن. سواءِ سندن زبان جي، باقي سڀ ڳالهيون مثلاً: هنن جون رسمون رواج چال چلن ۽ مذهب ساڳيا آهن. هنن جي زبان جو مختلف ٿي آهي تنهن جي لاءِ هڪ تمام معقول سبب آهي: سلجوقي گهڻي وقت کان ايران ۾ آباد هئا جو ان وقت ايشيا جو واقعي سڀ کان سرسبز ۽ صحت بخش ملڪ هو. قدرتاً هنن مڪاني زبان اختيار ڪئي. جڏهن خوارزم جي شهزادن اتان کين هڪالي ڪڍيو ته هو پنهنجي زبان به پاڻ سان کنيو آيا. خوارزمين کان پوءِ چنگيز خان وارا مغل آيا، هنن جي زبان ۾ پروارين قومن سان ملي ڪري ڪي معمولي ڦيريون گهيريون ٿيون آهن.

---

* ڏيهي ڪتابن مطابق موٺ سلجوقين کي ترڪمان سڏيو آهي. سلجوقي ۽ مغل تاتاري نسل جا آهن، مگر کين هڪئي قوم ڪري سڏڻ اهڙو غلط ٿيندو جهڙوڪ هسپانين ۽ فرينچن کي يورپي قوم ڪري سڏڻ.

ڪي پڙهندڙ شايد انهيءَ خيال جا هجن ته بلوچ مغل نسل جا آهن، تنهنڪري آءٌ ترڪمانن جي تائيد ۾ پنهنجا وڌيڪ دليل مفصل طور ڏيندس. پيا صاحب جي مون کان قابل آهن، ضرور سمجهن ته، ان باري ۾ وڌيڪ کوجنا ڪري سگهن ٿا: مغل قوم، جنهن جو پين سيني کان، جن جو مون ذڪر ڪيو آهي، وڌيڪ مجمل احوال ملي ٿو. پهريائين قوم چنگيز خان جي هٿ هيٺ نمودار ٿي. هن ۾ هُن جي پوين سڀني حڪومتن کي اُلٽ پُلٽ ڪري ڇڏيو. خوارزمي بادشاهن جي ڪيني کان تنگ اچي، هشام ماڻهو، جي صدين کان ايران ۾ آباد هئا ڀڄڻ لڳا. ڪي سيستان ويا ۽ ڪي پين پروارن ملڪن جهڙوڪ: سنڌ، سيوستان ۽ بروهي جبلن ۾. مجموعہ تاريخ جنهن ۾ سنڌ ۽ سيوستان جي تاريخ(١) جو اختصار ڏنل آهي، تنهن ۾ لکيل آهي ته ٧٤٣ هجري ۾ ٺٽي جي شهر ۾ ڏهہ هزار مغل رهندا هئا. ۽ ڪين هڪ جدا محلو مليل هو جنهن کي مغلواڙو سڏيندا هئا. اهو محلو اڄ ڏينهن تائين انهيءَ نالي سان سڏيو ويندو آهي. ساڳئي ڪتاب مان معلوم ٿو ٿئي ته ٧٣٤ هجريءَ ۾ جلوا، نالي هڪ مغل سردار سيستان تي ڇهہ هزار ماڻهو ساڻ ڪري جبلن مان لنگهي اوڇتو وچي سنڌو نديءَ جي اولهہ ۾ جو ملڪ آهي تنهن تي حملو ڪيو، پر ملتان، سنڌ ۽ اُچ جي حاڪم جي فوج کيس گهيرو ڪيو ۽ هن کي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. هن شهنشاهہ علاوالدين(٢) جي آڏ مڃي ۽ کيس ۽ سندس سردارن کي جاگيرون(٣) ڏنيون ويون ۽ سندن ڏوهہ معاف ڪيو ويو.

اهي مثال ثابت ڪن ٿا ته ڪنهن زماني ۾ مغل انهن ملڪن ۾ رهندا هئا. پر ان کان پوءِ هندستان تي ڪيترين

---

(١) برابر ١٣٢٨ عيسوي. (٢) ڏسو ٻڌو جو هندستان (٣) زمين انعام ۾ ڏنل.

ڪاهون ٿيون. پٺاڻن جي حڪومت نيٺ ختم ٿي ۽ هلندڙ
حڪومت جو پايو پيو ۽ انهن رولو ۽ بکين لٽيرن کي پنهنجن
پنهنجن هموطنين جي جهنڊي هيٺ لڙڻ جو موقعو مليو،
تنهنڪري هو پنهنجو نئون فتح ڪيل ملڪ ڇڏي وڃي
هندستان جي لُٽ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيا. ڪين اهڙي ڪا
ڪشش ٿي جو انهن جي پوئين جو ڪوبه نشان ڪونه ٿو
ملي. اهڙا ڪي ٻه ماڻهو ڪونه رهيا آهن جن لاءِ خاطريءَ
سان چئي سگهجي ته هو هنن جو اولاد آهن: انهن ٻيڻڪن
جي غائب ٿيڻ جو سبب اهوئي ٿي سگهي ٿو ته هو خود
لڏي ويا، جيڪڏهن ڪو ٻيو سبب هجي ها ته ڏيهي
تاريخ نويسن جن جون تصنيفون مون پڙهيون آهن، ضرور ان جو
ذڪر ڪن ها.

بلوچن جي اصل نسل ڏيڻ کان پوءِ، هاڻ آءٌ بلوچستان
جي ٻين قومن ڏانهن توجهه ڏيندس. جي آدمشماريءَ جي
ڪثرت ۽ هاڻوڪن سردارن جي رتبي جي لحاظ کان بروهين
جو ذڪر پهرين اچڻ کپي، پر هنن جي تاريخ منڊل آهي:
ڪا دلچسپي منجهس ڪانهي. تنهنڪري ان جي وڌيڪ ذڪر
ڪرڻ جي گنجائش ڪانهي. ڏسجي ٿو هو هڪ تاتاري
پهاڙي قوم آهن، جي ڪنهن زماني ۾ ايشيا جي ڏاکڻن
ملڪن ۾ اچي ويٺا هئا. هو جبلن ۾ رهندا هئا ۽ خانہ بدوش
زندگي هوندي هين. ڪين پنهنجا سردار ۽ پنهنجا قانون هوندا
هئا. ڪيترين صدين کان پوءِ هو جذب ٿي ويا. قلات ۽
بلوچستان ۾ جا هنن حيثيت حاصل ڪئي، تنهن لاءِ هڪ خاص
سبب آهي، جنهن جو ذڪر هيٺ ڪبو.

جنهن ملڪ ڪان هو بلوچستان آيا، تنهن جي ڪيفيت خاطريءَ سان ڏيئي نٿي سگهجي ۽ جا ڏيهه هن موضوع لاءِ ضروري آهي: هنن هو پيشو ۽ گهرو زندگيءَ جو نمونو ڏيکاري ٿو ته هو اصل پهاڙي ماڻهو هئا. سندن چوڻ آهي ته بروهي لفظ جو اشتقاق آهي بر معني تي، روهه يعني ٽڪر. ٽيپ ۾ جا زبان ڳالهائي ويندي آهي ان ۾ به انهن لفظن جي اها معني آهي. پر اهو دليل خاطريءَ جهڙو ناهي. ملڪ جي هڪ حصي ۾ بلوچن کي ند، نهروئي يا نيروهي يعني ٽڪرن ۾ نه رهن، چئجي ٿو. اهو نالو مٿن ان ڪري پيو جو هو يعني بروهي جبلن ۾ اچي رهيا، پر هنن هيٺ وارن ضلعن، وادين ۽ پٽن ۾ رهڻ پسند نه ڪيو.

بروهي قوم متعلق جيڪي مون هن ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ لکيو آهي (١) ان ۾ مون ڏيکاريو آهي ته هنن جي پراڻي تاريخ ڏندڪٿائن سان سجايل آهي. مون کي ڪنهن وقت انهن ڏندڪٿائن ڏيڻ جو خيال هو مگر مون ڏٺو ته انهن فضول ۽ احمقانه ڳالهين کي باريڪ نظر سان ڏسڻ، اجايو وقت وڃائڻو آهي. انهن جو حاصل مطلب هيءُ آهي ته هو ملڪ جا اصلي رهاڪو آهن.

بروهي، دنيا ڪان دور پنهنجن ڏيهي جبلن ۾ رهن ٿا. انهن مان ڪيترن کي اسلام ڪان اڳ جي ڪا خبر ڪانهي سواءِ ان جي ته عالم اڳ به موجود هو، جيئن قرآن ۾ لکيل آهي. مگر قرآن انهن مان ڪو ورلي پڙهي سگهندو آهي.

(١) فصل ١٤ ڀاڱو پهريون.

هنن جو سارو مدار جاهل فقيرن تي هوندو آهي، جي اسلام جي محبت ۽ پنهنجي پيٽ خاطر خيلن ۾ وڃي پنهنجي مقصد ن مطابق ماڻهن کي الاهي احڪامن کان واقف ڪندا آهن. اها اڏوري ۽ مشڪوڪ سکيا ڏندڪٿائن لاءِ رستو تيار ڪري ٿي. وڏن جي عجيب و غريب ڳالهين، افسانن ۽ ڏندڪٿائن ۾ ته هنن جو سورهن آنا اعتبار هوندو آهي، تنهنڪري هي ماڻهو بلڪل جهالت ۾ آهن.

دهوارن جي باري ۾ فقط ٻه-ٽي لفظ عرض ڪندس. ڪنهن وقت منهنجو خيال هو ته هو گبر يعني قديم ايراني آهن جي زوريءَ اسلام اختيار ڪرڻ کان ڀڳا هئا. پر مون کي تازين کوجنائن مان معلوم ٿيو آهي ته اهي ماڻهو مختلف نالن هيٺ ايشيا جي مختلف ملڪن ۾ رهن ٿا. هو سڀ اصل ايراني زبان ڳالهائيندا آهن. هنن جي چال چلن ۽ پيشو هڪجهڙو آهي. تعجب ته هيءُ آهي ته ساڻن ساڳيون ئي بندشون ۽ رعايتون لاڳو آهن جي بلوچستان ۾ لاڳو آهن. ان مان ظاهر آهي ته هو ڪي ڪنهن ٻئي ملڪ مان لڏي آيا هئا ۽ ڪين ڪن شرطن تي اتي رهڻ ڏنو ويو هو.

اها ڳالهه تسليم شده آهي ته عربن قرآن جي مبلغن جي حيثيت ۾ ايشيا ۾ ڀهريون مخالف قدم ارڙهين هجري (٦٠٣ع) ۾ رکيو، پر هو ڪرمان، عراق، عجم ۽ مڪران جي ڏکڻ-اوڀر وارن صوبن ۾ جتي هنن جي گهٽي مخالفت ڪانه ٿي، هجري سن جي ٽيهين يا ايڪٽيهين سالن کان اڳ کوڙ ويا هئا.

هن جي موت کان پوءِ گبر سپ ٽيڙي پکڙي ويا، جيئن اسلام جي فوج اوڀر طرف وڌندي ويئي تيئن هيءَ بدبخت قوم به پکڙندي ويئي تان جو تخت زمين تان غائب ٿي ويا (١). جي تاريخون مون مطالعي ڪيون آهن تن ۾ گبرن جو وڌيڪ احوال مسعود جي حڪومت ٤٢٧ هجري تائين ڪونه آهي. مسعود جي ڏينهن ۾ ڪي ٽيڙيا پکڙيا، گبر مڪران ۽ سيستان جي صوبن ۾ هئا، جتان هو شايد ايران واپس آيا. هو اڪثر يزد ۾ رهن ٿا (٢).

مٿين ٻن فقرن ۾ مون پنهنجن دليلن جو اختصار ڏنو آهي جو ته منهنجي خيال مطابق هو دهوار گبرن جي نسل مان آهن. فقط هنن جو تعداد ئي ان راءِ جي خلاف هڪ دليل ٿي سگهي ٿو.

مون پنهنجو رايو پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو آهي. ٻيا صاحب، جن کي ان باري ۾ دلچسپي هجي سي وڌيڪ کوجنا

(١) مون هتي مجمع الواردات جي حوالي جو ترجمو ڏنو آهي، جاڪاڻ ته ان ۾ ڪجهه مونجهارو ٿو نظر اچي. مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ مراة الجناة ۽ گزيده نامي جا حوالا ڏئي ٿو، مگر هو هڪ غيرجانبدار تاريخ نويس جي بدران هڪ واسطيدار تعصبي وانگر لڳي ٿو. هتي شايد هن جو مطلب آهي ته نومسلم پناهگير ۽ غازي سپ هڪ قوم هئا. هن جي لکڻ جو طريقو صاف نه آهي. هو پارسين ۽ هندن کي ڪافر ۽ گبر يعني بت پرست ڪري سڏي ٿو. مون انهن ۾ امتياز ڪيو آهي ۽ فرض ڪيو اٿم ته ويڪرائي ڦاڪ جو ٦٥ خط کين جدا ڪري ٿو. اڳتي هلي ثابت ڪندس ته هندو سنڌ وندي‌ءَ جي اولهه ۾ رهندا هئا.

(٢) ڏسو پاڳو ڦيبروري ٢٧ - مارچ جو روزنامچو آتشڪده.

ڪري سگهن ٿا. بلوچستان جي ڏيهي ماڻهن جي طبقن ۾ باقي رهيا هندو سنهنجي خيال موجب هو پهريان ماڻهو هئا جن سنڌ، لس ۽ مڪران مان خليفن جي فوج کان ڀڄي وڃي مڪران جي جبلن جا مٿيان ڀاڱا وسايا. هي واقعو سنڌ جي تاريخ جو آهي جا هن ڪتاب جي ڇهين ڀاڱي ۾ ڏنل آهي پڙهندڙن جو ڌيان ان ڏانهن ڇڪائجي ٿو.

جيئن اڳ اڳيئي ڪٿي چئي آيو آهيان ته هندن جي نڪرڻ جو واقعو هجري سن ٩٣ ۽ ٩٤ سالن ۾ ٿيو. ان کان پوءِ ڪيترين صدين تائين بلوچستان جو احوال ڪو نه ٿو ملي. ڏيهي ماڻهن جو چوڻ آهي ته هندو واپار ڪندا هئا ۽ انهن جا راجائون، بروهي جي سنڌن ويجهو رهندا هئا تن تي سختي ڪو نه ڪندا هئا. آهستي آهستي بروهي ۽ بلوچ ملڪ ۾ پکڙندا ويا. آخر انقلاب آيو هندن جي حڪومت ختم ٿي ۽ گدي (١). خان قلات جي وڏن جي هٿن ۾ آئي. ان انقلاب کان وٺي بلوچستان جي جديد تاريخ شروع ٿي ٿئي، جنهن جو احوال اڳ ٻئي فصل ۾ ڏيندس.

---

(١) گدي معنيٰ تڪيو. پر تخت ۽ مسند کي ب چوندا آهن، جن تي هندو راجائون ويهي راج هلائيندا هئا.

# فصل (٣)

انقلاب، جنهن جو مٿي حوالو ڏنو ويو آهي، سو ڪڏهن آيو تنهن لاءِ خاطري سان چئي نٿو سگهجي! غالباً ٻن صدين جي اندر ٿيو هوندو. اهو قياس هن حقيقت تي ٻڌل آهي ته هاڻوڪو شاهي خاندان ان وقت کان وٺي ٻڪو حڪومت ڪندو پيو اچي. شاهي خاندان جو شجرو هن ريت آهي.

١- قنبر جو پٽ سمبريا سمندر ٢- سمندر جو پٽ محمود خان ٣- محمود خان جو پٽ عبدالله خان ٤- عبدالله خان جو پٽ نصيرخان ٥- نصير خان جو پٽ محمود خان پيو.

پهريان ڇهه خان سواءِ محمود خان جي، وڏيءَ عمر ۾ مٿا يا خون ٿيا هئا. تنهنڪري انهن ڏيڍ سؤ ورهيه يا ان کان ڪجهه وڌيڪ عرصو راڄ ڪيو هوندو.

هن خاندان جي هٿ ۾ حڪومت جون واڳون آيون تنهن کان اڳ قلات ۾ هڪ هندو گهراڻو راڄ ڪندو هو. پوئين راڄا جو نالو سهراڪ هو. ممڪن آهي ته اهو هڪ موروثي خطاب بہ ڪٿي هجي! جو ان گهراڻي جا راڄائون گديءَ تي ويهڻ وقت اختيار ڪندا هئا. اهو قياس صحيح نظر اچي ٿو. اڄ تائين قلات کي سهراڪ سڏيندا آهن، سو مناسب ائين ٿو نظر اچي ته اهو لقب پيڙهائتن راڄائن کان ورتل هجي ۽ نہ ڪنهن شخص کان. جيستائين اهو شخص هڪ هستي بنيل نہ هجي. جهڙو نصيرخان جو هڪ نهايت قابل ۽ لائق شخص هو.

سهراڪ خود گهٽو ڪري قلات ۾ رهندو هو. هن جو ولي عهد پٽ، نائب جي حيثيت ۾ زهريءَ ۾ رهندو هو. جون ٻئا ته انهن ٻنهي جي حڪومت حقوسند هوندي هئي. هو واپارين ۽ مسافرن کي همٿائيندا هئا. سهراڪ کي آخر ۾

پهاڙي ريڊارن ۽ ان جي سردارن کان مدد ورتي ھئي، جو مٿس ملتان، شڪارپور ۽ اتر سنڌ جي طرف کان ڏورن جي ٽولن جا حملا ٿيڻ لڳا. لٽيرن جو سردار ھڪ افغان امير ھو جو ٽورن ماڻھن سان رند بلوچن جي قوم مزارين، جي اڄ ڏينھن تائين مشھور چورانا آھن، جي مدد سان سارو ملڪ ورتي ويو ۽ ملڪ جي گاديءَ تي، جو ان وقت ھڪ معمولي ڳوٺ ھو حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

سھراءَ جو، جنھن سردار اول سڏ اونايو سو قنبر ھو(١). جنھن جو نالو ھن فصل جي شروع ۽ شجري جي منڍ ۾ ڏنل آھي. چون ٿا ته ھن جا وڏا اصل حبشي ھئا ۽ ھو ھڪ مشھور پير جنھن پنھنجي وقت ۾ ڪيترا معجزا ڏيکاريا ھئا، جي اولاد مان ھو، تنھنڪري قنبر ۽ سندس پوئلڳن کي پنھنجي ھموطنين ۾ ھڪ قسم جي اختياري ۽ عزت حاصل ھئي. جنھن جا ھو حقدار نه ھئا. ڇاڪاڻ ته ھن کي پوئلڳ گھٽا ڪونه ھئا ۽ نه وري ڪا موروثي ملڪيت ئي ھئن. البت ڪيس ڪجھ ملڪيت مڪران جي پنجگور ضلعي ۾ ھئي.

جڏھن ھي ماڻھو جھلاوان ۽ سروان جي بلند جبلن تي پھتا ته سھراءَ ھنن لاءِ ڪي معمولي لوازما مقرر ڪيا جي ھنن جي گذر لاءِ ڪافي ڪونه ھئا مگر ٿورن سالن جي اندر ھنن لٽيرن کي ساري انھن جو خاتمو ڪري ڇڏيو. پوءِ ته ڪانئن سواءِ ٻي ڪا فوجي طاقت ملڪ ۾ ڪانه رھي، تنھنڪري ھو ملڪ جا والي ٿي ويٺا. قنبر، راجا کي گادي تان لاھي، حڪومت جون واڳون پنھنجي ھٿ ڪيون. ڪيترن ھندن کي مسلمان ڪيو ۽ ٻين کي مذھبي جوش ۾ اچي ماريو ويو.

---

(١) بلوچڪيءَ ۾ قنمبر لفظ جي معنيٰ آھي حبشي. قنمبراڻي ان مان اڪتل آھي. محمود خان، قنمبراڻي قوم جو آھي.

راجا سهراڻ ڪڇھ ماڻهن سان زهريءَ ڏي ڀڄي ويو، جتي هن جو پٽ حڪومت ڪندو هو. پر سندن دشمن حي طاقت ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي ۽ نيون نيون قومون هنن سان شامل ٿينديون ويون. آخر انهن هنن کي انهيءَ اجهي مان ب ڌڪاري ڪڍيو ۽ هنن شڪارپور، بکر ۽ ملتان جي شهرن ڏانهن ڀڄي وڃي پنهنجن ماڻهن ۾ پناهه ورتي.

سهراڻ انهيءَ بلوي جي آخر ۾ مري ويو ۽ هن جو پٽ سنگين قيد ڪيو ويو. هن پنهنجو مذهب ترڪ ڪري دين اسلام اختيار ڪيو. هن جا پيا ڪيترا رفيق ب مسلمان ٿيا. گرواٽي (١) قوم ۾ اڃا تائين سندن ڌرم ڦيرائڻ جي شهادت آهي. هو هاڻي ڪڇ گندوا ۾ رهن ٿا ۽ صلح پسند محنتي ماڻهو ڪري ليکيا ويندا آهن. هنن جو نمونو لس جي نومرين جهڙو آهي ۽ نہ ڪر جي بلوچن جهڙو.

قنمبر جي مسند تي ويهڻ کان پوءِ وري ب هندو گهراڻي وانگر، هن ملڪ جي تاريخ منجهيل آهي. هنن ماڻهن وٽ لکيل اتهاس نہ آهي، ان جي وڌيڪ کوجنا ڪرڻ فضول ڪم آهي. هن جي پوٽين ۾ آهستي آهستي شو جي پوڄاري لاءِ نفرت ڪم ٿيندي ويئي. هنن انهن سان ڪيترن ڪسي سهولتون ڏئي واپس گهرائي پاڻ وٽ رهڻ ۽ واپار ڪرڻ جي اجازت ڏني.

ساڳئي وقت هنن رولو ريڊار قومن کي ب شامل ڪيو. انهن کي ججهيون زمينون ڏنائون، ڍلون ۽ لوازما معاف ڪيائون ان شرط تي تہ هو قنمبرائين جي سردار کي مجيندا ۽ ضرورت جي وقت پنهنجي طاقت مطابق سندن فوج ۾ ڀرتي ٿيندا.

ان باري ۾ سواءِ زباني روايتن جي ٻي ثابتي ڪانہ آهي. اهو صلح پسند دستور قنمبر جي چوٿين پيڙهي يعني

---

(١) گرواٽي يعني گروهہ جا شيخ.

عبداللّه خان جي دؤر تائين قائم رهيو. هو هڪ دلير ۽ باهمت شخص هو. هن جو خيال هو ته ڪڇ گنداوا وٺجي. ان وقت ڪڇ گنداوا مختلف ننڍن سردارن جي هٿ ۾ هو، جي سنڌ جي نوابن جا زيردست هئا. انهن مان ڪيترا ڪين خرچ ڏيندا هئا. ان لاءِ هڪ وڏي فوج گڏ ڪرڻي پئي. پنهي ڌرين کي ڪاميابيون حاصل ٿيون. آخر قنبرائين اهو آزاد ملڪ، جو اڄا سندن هٿ ۾ آهي ڪيترن زرخيز ضلعن ۽ ملڪ جي گادي گنداوا سميت پنهنجي قبضي ۾ ڪيو.

انهيءَ لڙائيءَ جي دوران ۾ ايران جو مشهور فاتح نادرشاهه جنهن کي يورپ ۾ ٽامس قلي خان ڪري چوندا آهن، ايران کان هندستان جي فوج لاءِ روانو ٿي نڪتو. قنڌار(١) مان هن ڪيترا فوجي دستا، آزمودگار سپهه سالارن جي هٿ هيٺ بلوچستان ڏانهن موڪليا، جن هن صوبي ۾ سندن حڪومت قائم ڪئي ۽ قلات جي سردار عبداللہ خان جا ٻه پٽ سندس چڱي چال لاءِ ضمانت طور شاهي دربار ۾ موڪليا. عبدالله خان کي نادرشاهه جي حڪم سان ملڪ جي واڳ واپس ڏني ويئي، پر هو جلد ئي خانپور، ڪڇ گنداوا ۾ سنڌ جي نوابن سان لڙائي ڪندي مارجي ويو. مگر فتح بروهين کي نصيب ٿي. سنڌين ڏٺو ته هائي بچڻ جي پيٺي ڪانهي آهي، تڏهن هو ملڪ کي تاخت و تاراج ڪندا، شهر ۽ ڳوٺ ناس ڪندا، پٺتي موٽي ويا.

عبدالله خان جي وفات کان پوءِ هن جو وڏو پٽ حاجي محمود خان عرف محبت خان، جو ضمانت طور نادرشاهه

---

(١) قنڌار دوراني علائقي جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ قلات کان اٽڪل ٽي سؤ ميل اتر-اولهه طرف آهي.

جي چانوٽيءَ ۾ هو دستور مطابق خلعت پهري قلات وجي حڪومت جون واڳون وٺي پنهنجي هٿ ڪيون، پر هن ۾ پنهنجي والد بزرگوار جو سليقو ڪونہ هو. سنڌي اها حالت ڏسي ٽورن مهينن ۾ لشڪر وٺي ڪڇ گنداوا تي ڪاهي آيا. پر بلوچ ۽ ٻيا ماڻهو جن تي هنن گذريل سال ٻچندي ظلم ۽ سختيون ڪيون هيون، تن گڏجي ڪين سنڌوندي‌ءَ جي پار ڀڄائي ڪڍيو هو. ان جو اوپاريون ڪنارو وٺي واپس گهر پهتا.

انهيءَ وچ ۾ حاجي محمود خان ظالمانہ ۽ بدڪار زندگي بسر ڪرڻ لڳو. هن، بازار جا محصول ٻيڻ جي حڪومت جي ڏينهن ڪان ٽيٽا ڪري ڇڏيا. پٽس واپار کي همٿائڻ لاءِ هلڪا محصول وصول ڪندو هو، پر هن حڪم ڪيو تہ ڪوبہ هندو هن جي محل جي ويجهو نہ رهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو هو پنهنجن دڪانن مان خارج ٿي ويا. جي هو ڪجهہ ڪچندا هئا يا ٻجي ويندا هئا تہ هو سندن ملڪيتون ضبط ڪندو هو. مطلب تہ رعيت جي انهيءَ طبقي کي تنگ ڪرڻ لاءِ ٻُري ۾ ٻُريون ڳالهيون ڪرڻ لڳو.

ٻہ سال ۽ ڪجهہ مهينا ماڻهو انهيءَ جابرانہ حڪومت هيٺ ڪڙهندا رهيا. قلات جو شهر ويران ٿي ويو. قومن جي سردارن دربار ۾ اچڻ ڇڏي ڏنو. هو حاجي محمود خان جي حڪمن جي ميچڻ کان لاپرواهي ڪرڻ لڳا. ان وقت نادر شاهہ سنڌ کان موٽندي قلات کان ستر-اسي ميلن جي مفاصلي تي اچي لنگهيو. هن عبدالله خان جي ٻئي پٽ نصيرخان

يعني ظالم محمود خان جي پاءُ کي خلعت، انعام اڪرام ڏئي آزاد ڪيو. هيءُ شهزادو فاتح بادشاهه نادرشاهه سان گڏجي دهليءَ ويو هو. هن ڪيترن موقعن تي نادرشاهه کي پنهنجي همت ۽ عقل جون ثابتيون ڏنيون هيون، ايتريقدر جو نادرشاهه کيس دربار عام ۾ صلاح ڏني ته هو پنهنجي پاءُ کي معزول ڪري ملڪ ۾ آسودگي ۽ آرام واپس آڻي. تنهنڪري قلات ۾ جي ٿورا ماڻهو رهيا هئا، تن ۽ ملڪ ۽ صوبي جي سڀني ماڻهن هن جو خيرمقدم ڪيو. پاءُ کي گهٽوئي سمجهايائين پر مٿس اثر ڪو نه ٿيو. هڪ ڏينهن سندس پاءُ اڪيلو ڪمري ۾ ويٺو هو ته هن وچي خنجر سندس دل ۾ هنيو(١). پهريوارن هن جو مقابلو ڪو نه ڪيو. جنهن وقت ظالم مئو ته نصير خان جي سرداريءَ جو اعلان ڪيائون ۽ هو مسند تي ويٺو. رعيت ڏاڍيون خوشيون ڪيون ۽ جشن ملهايا. تنهن کان پوءِ هن انهيءَ واقعي جو احوال نادرشاهه ڏانهن موڪليو، جو ان وقت قنڌار جي ويجهو ڇانوڻي هڻيو ويٺو هو. شاهه اها خبر ٻڌي خوش ٿيو ۽ ساڳئي قاصد هٿ هڪ فرمان موڪليائين ۽ نصير خان کي هن تذڪري ۾ جي پهريان پنج حصا ڏيکاريل آهن، تن ۾ جا ايراضي اچي وڃي ٿي، تنهن جو بيگربيگ مقرر ڪيو.

نصير خان اچڻ سان اهڙا ڪم شروع ڪري ڏنا، جن سان رعيت جي وفاداري ۽ عزت حاصل ڪيس. پاڻس جيڪي واپار تي محصول وڌا ۽ وڌايا هئا، تن جو ڪجھ حصو هن معاف ڪري ڇڏيو. هاڻوڪيون موافق ٽڪسون وڌائين. گهوڙن

---

(١) هن واقعي بنسبت ٻه روايتون آهن: هڪڙي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻئي جو چوڻ آهي ته نصيرخان محل جي پهريدارن کي الهه ونئي وڃي پاءُ کي مارايو. هيءَ روايت معقول نظر اچي ٿي. مگر نصيرخان پوءِ هميشه ان ڳالهه تي ارمان ڪندو هو ۽ چوندو هو ته مون هي ابتڙو ڪم ملڪ ۽ قوم خاطر ڪيو.

۽ ٻين سڀني قسمن جي ڇوٽ‌ڇاٽي مال تان محصول لاهي ڇڏيائين. هو سنّين، شيعن يا مسلمانن ۽ هندن جي وچ ۾ جيڪي مذهبي مناظرا ٿيندا هئا تن جي ڪليو ڪلايو مذمت ڪندو هو. هن هندن کي لالچائي شڪارپور ۽ ٻين واپاري مرڪزن مان گهرايو، ڇاڪاڻ ته هن سمجهيو ته انهن مان هن جي ملڪ کي بيحد فائدو پهچندو. هندن کي هن ٻيون به ڪيتريون سهولتون ڏنيون، ان لاءِ ته هو قلات ۾ رهن. کين مڪمل مذهبي آزادي ڏني وئي هئي. سفر جي ڏينهن ۾ هندن کي هرهڪ مال جي آٽ تان، جو بازار ۾ ايندو هو برهمڻ جي پالنا ۽ مندر جي خرچ لاءِ هڪ پائلي وصول ڪرڻ جو حق مليل هوندو هو. نصير خان هندن کي انهيءَ محصول اڳاڙڻ جي وري نئين سِر اجازت ڏني. تنهن کان پوءِ هن فوجي جاگيردارن کي حڪم ڪيو ته هو پنهنجي پتّي مطابق فوج ۾ پنهنجا ماڻهو ڀرتي ڪرائين. اهڙيءَ طرح هن هڪ وڏو لشڪر ڪٺو ڪيو، جنهن کان پوءِ هو قلات مان خوزدار ۽ پنجگور کان ٿيندو مڪران جي صوبي جي گاديءَ ڪيچ ڏانهن روانو ٿيو. اتان هو اولهه طرف سمرقند جي شهر تائين، جو سندس ملڪ جي سرحد تي هو، ويو. اتان وري اتر کان ڦرندو ديزڪ ۽ خاران جي طرف کان پنهنجي گاديءَ ڏانهن موٽيو. انهيءَ وچ ۾ هن پنهنجي ملڪ جي صوبن ۽ ضلعن جي خبرچار ورتي ۽ اندروني حڪومت جو انتظام مضبوط ڪيو. قلات واپس اچڻ کان پوءِ هن شهر جي سڌاري جو ڪم شروع ڪيو. موجوده قلعو به هن تعمير ڪرايو هو. تنهن کان سواءِ هن ڪيترا باغيچا پنهنجي خرچ تي آباد ڪرايا ۽ الهن ۾ ڪابل ۽ ايران کان ميون جا وڻ گهرائي لڳارايا. باغ آباد ڪرائي لائق ماڻهن کي ڏنائين. جن جو سڀ کان سٺو ميوو يا اناج ٿيندو هو، تن کي انعام ڏيندو هو. ڪچ گنداوا ۾ جي بلوچ ۽ ٻيا سردار هئا، تن سڀني هن جي اطاعت ڪئي.

هو سياري ۾ ڪجهه وقت وجي ڪچ گنداوا رهندو هو. هن جو پٽ اچا تائين ان معاملي ۾ هن جي پيروي ڪندو آهي.

سن ١٧٤٧ع ۾ نادر شاهه وفات ڪئي ۽ نصير خان ڪابل جي بادشاهه احمد شاهه، جنهن ابدالي گهرائي جو باني وڌو، ۽ جنهن جي حڪومت هلندڙ آهي، تنهن جي آڻ مڃي. لاشڪ ته هن اهو قدم انڪري کنيو جو هن کي ڪابل ويجهو هو. تنهن کان سواءِ هن جي مرضي هئي ته لڙائيءَ کان ڪنهن به طرح پاسو ڪجي. هن پاڻ کي احمد شاهه جو خراجدار نٿي سمجهيو. هن جي خيال موجب هو نادر شاهه جي بادشاهيءَ جو هڪ اڌليو حصيدار هو. ١٧٥٨ع ۾ هن خود مختياريءَ جو اعلان ڪيو. احمد شاه انهيءَ گستاخيءَ جي گوشماليءَ لاءِ پنهنجي وزير جي هٿ هيٺ هڪ فوجي دستو موڪليو. خان وري جاگيري لشڪر ڪٺو ڪري قلات کان ستر ميل اتر طرف پرنگووڌ جي ڳوٺ وٽ افغانن جي لشڪر کي شڪست فاش ڏني. جڏهن انهيءَ شڪست جي خبر دربار ۾ پهتي، تڏهن بادشاه پاڻ هڪ وڏو ڪٽڪ وٺي چڙهائي ڪري نڪتو، پرنگووڌ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي مستونگ وٽ هڪ خونخوار لڙائي لڳي، جنهن ۾ نصير خان کي شڪست آئي. هو پوري نظم سان قلات ڏانهن هٽي ويو. جتي هن مقابلي لاءِ اڳيئي مڪمل تياري ڪري ڇڏي هئي. فاتح به سمورو لشڪر وٺي وڃي هن جو گهيرو ڪيو، جيئن هن سمجهيو هو ته دوراني سردارن جي اختلاف سبب محاصري ۾ ڍيڪهه ٿيندي، ٽي دفعا شاهي فوج حملو ڪري شهر وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر هو ناڪامياب ٿيا. آخر بادشاه صلح جوڻ ڳالهيون ٻولهيون هلايون ۽ عهدنامو ٿيو ته بادشاهه، نصير خان جي سوٽ سان شادي ڪندو. آئيندي جي دوستي قائم رهڻ لاءِ خان، بادشاه کي خراج ڪونه ڏيندو، پر لڙائي وقت هو فوج لاءِ سپاهي ڀرتي ڪري ڏيندو. انهن

ڪري هو پنهنجي خرچ تي شاهي چالوليءَ ۾ پهچائيندو. ان جي عيوض کيس فوج جي اڌ پگهار جيترو معاوضو ملندو. خان وعدو ڪيو ته هو ۽ هن جا پويان ڪنهن به خانگي جنگيءَ ۾ مدد نه ڪندا. الهيءَ وعدي جي پڄڪڙي هنن اڄ ڏينهن تائين نه ڪئي آهي. ڪابل جي حڪومت بنسبت جيڪي گهرو جهڳڙا ٿيا آهن، انهن کان هنن ڪنارو ڪيو آهي (۱). عهد نامي تي دستخط ٿيڻ کان پوءِ بادشاهه پنهنجي نئين زال، خان جي والده، سالي ۽ زال جي ڪن پين رشتيدارن سان گڏجي ڪابل ڏي واپس وريو.

نصيرخان جي فوجي لياقتن ۽ قلات جي گهيري جي مدت ڪي مختصر بنائڻ جي روايت طور هيءَ ڳالهه بيان ڪئي وڃي ٿي ته هن هڪ ڏينهن احمدشاهه کي سندس تنبوءَ جي اڳيان متصلو وچائي نماز پڙهندي ڏٺو. هن هڪدم قلعي جي هڪ توب ۾ بارود پريو، ۽ ان ۾ گولو وجهي نشانو ٽڪي، گولي کي بلڪل الهيءَ هنڌ تي هنيو، جتي بادشاهه ٿوروئي اڳ ۾ سجدو ڪيو هو. چيو وڃي ٿو ته شاهه ان کان هڪدم پوءِ ٺاهه لاءِ سلسلو جنباني شروع ڪئي، ۽ بعد ۾ هن خان جي توبزنيءَ جي فن ۾ مهارت جي خوب تعريف ڪئي.

سن ۶۲-۱۷۶۱ع ۾، احمدشاهه طرفان نصيرخان کان مطالبو ڪيو ويو هو ته ساڻس هندستان جي مهم تي پيو پيرو به

---

(۱) ۱۸۱۰ع ۾ جڏهن ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ آءٌ قلات ۾ هئاسين، تڏهن شاهه محمد، شجاع الملڪ جي خلاف مدد لاءِ محمود خان ڏانهن خط لکيو هو. خان جواب ڏنو ته ڪابل جي بادشاهه جي حڪومت تي ڪو به ٻاهروني حملو ٿئي ته آءٌ مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ٻيروني لوڪري لاءِ فوج ڪين ته اها به ڏيندس، مگر سندس والد احمد شاهه، جو عهد نامو ڪيو هو، تنهن مطابق مون کي گهرو لڙائيءَ ۾ دخل ڏيڻو نه آهي.

ڳڌجي هلي، هو پنجاب جي شهر لاهور وٽ پنهنجي بادشاهه سان وجي فوج سميت ڳڌيو، ۽ انهيءَ جنگ ۾ موجود هو، جيڪا سکن ۽ افغانن جي درميان لڙي ويئي، جنهن ۾ سيکن کي زبردست خونريزيءَ سان شڪست نصيب ٿي. خان ان کان پوءِ قلات واپس وريو، پر بادشاهه پاڻ دهليءَ جي امداد لاءِ اڳتي وڌي ويو، جنهن کي انهن مرهٽن جي باقي بچيل فوجن کان خطرو لاحق هو، جيڪي پاڻيپٽ جي جنگ مان فرار ٿي نڪتا هئا(١). سن ١٧٦٩ع ۾ سيني ايراني سردارن پاڻ ۾ اتفاق ڪري الهندي طرف وارن سيني افغان علائقن تي حملو ڪرڻ چاهيو، ۽ نصيرخان انهيءَ حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ وري احمدشاهه جي خدمت ۾ هتو. شهزادي تيمور ۽ ڪن تجربيڪار سپهسالارن کي الڳ ڪيو ويو ته جيئن اهي خراسان ۾ مشهد جي شهر نزديڪ ايرانين سان جنگ ڪن، ۽ جڏهن جنگ جو پاسو شهزادي ۽ سندس ساٿين جي خلاف پلٽيو، تڏهن نصيرخان ڏهن هزار چونڊ بلوچي گهوڙيسوارن سان ڳڌجي نهايت سخت حملو ڪيو ۽ ايرانين کي ماري ڪٽي پٺتي پڇايو. انهيءَ مهم جي دوران ماڳي قسم جي بهاديءَ ۽ صحيح فيصلي جو پيو مثال ۽ موقعو تبوس(٢) وٽ پيش آيو،

---

(١) پاڻيپٽ جي جنگ جنوري ١٧٦١ع ۾ جوڙي ويئي. ان جو بهترين ۽ تفصيلوار بيان ايشيائڪ ريسرچز، لنڊن، پنجين ايڊيشن ص ٩١ ۾ ملي سگهي ٿو.

(٢) نصيرخان هڪ فريب سان تبوسي فوج کي هڪ ڪمينگاهه ۾ وجي پهچايو ۽ جڏهن هنن ۾ افراتفري ڦهلي، تڏهن نصيرخان پنهنجي گهوڙيسوار فوج سان مٿن اوچتو حملو ڪيو. چوڌاري گهبراهٽ جو عالم هو، جنهن جي ڪري سڄو ايراني لشڪر لفظي طور تباهه ٿي ويو. تبوس هرات کان ٣٢٠ ميل پري آهي. حوالو: ڪئپٽن ڪرسٽيءَ جي جرنل، مورخه ٧- جون جو ضميمو.

۽ ان جي اختتام وقت، بادشاهہ نصير خان کي سندس نمايان خدمات جي صلہ ۽ پنهنجي شڪرگذاريءَ جي اظهار طور، قلات جي آتر ۾ شل مستونگ جا ضلعا ۽ سنڌو درياهہ جي آيرندي ڪناري تي واقع هو روند دجل جا ضلعا هميشه هميشه لاءِ ۽ مڪمل خودمختاريءَ سان عطا ڪيا. انهن شاهاڻن عطيات جي جواب ۾، خان ڪشمير جي صوبي جي بچاءَ لاءِ پنهنجي طرفان رضاڪارانہ طور هڪ هزار ماڻهو ساليانہ خراج طور موڪلڻ قبول ڪيا.

انهن واقعن کان ڪجهہ سال پوءِ، بهرام خان ڪابل کان واپس آيو، جتي هو احمد شاهہ ابداليءَ سان سندس همشيره جي شاديءَ واري موقعي تي ڪڏجي ويو هو، ۽ واپسيءَ تي هن پنهنجي لاءِ آمدنيءَ سان سندس حق کان وڏيڪ حصي لاءِ مطالبو ڪرڻ ذريعي فسادن جي باهہ پڙڪائڻ شروع ڪئي، نيٺ منزل انهيءَ هنڌ اچي پهتي تہ هو نصير خان سان گڏ حڪومت ڪرڻ ۾ هڪجيتري حصي کان گهٽ، ڪنهن بہ ڳالهہ تي راضي نہ ٿي رهيو هو ۽ آخرڪار پنهي ڌرين انهيءَ سوال جو فيصلو ترار سان ڪرڻ لاءِ لازمي طور جنگ جو ميدان گرم ڪيو، بهرام خان کي ڪيترن ئي معرڪن ۾ شڪست نصيب ٿي، ۽ هن کي قلات جي ويجهو ڪؤهڪ نالي هڪ مقام وٽ ڪيل خونريز مقابلي جي نتيجي ۾ مڪمل شڪست ملي. هو ڪابل هليو ويو ۽ نصير خان جي حياتيءَ ۾ وري ڪڏهن بہ بلوچستان جو رخ نہ ڪيائين. نصير خان، جنهن تمام خوشگوار ۽ آسودگيءَ واري حڪومت ڪرڻ بعد تمام وڏيءَ عمر ۾، جون ١٧٩٥ع جي دوران انتقال ڪيو، پنهنجي پويان ٽي پٽ ۽ پنج ڌيئرون ڇڏيون. قلات جو موجوده سردار محمود خان، جيڪو هن جو وڏي کان وڏو پٽ آهي، ان وقت اٽڪل چوڏهن سالن جي ڄمار جو هڪ ڇوڪرو هو.

اسين جيڪڏهن نصير خان جي اخلاق تي هڪ سپاهيءَ، هڪ ملڪي مدبر، خواهه هڪ شهزادي هئڻ طور غور ڪنداسون ۽ انهن پاڻهن جو تصور ڪنداسون، جن ۾ هو پيدا ٿيو هو، ته اسين منجهس انهن سڀني خوبين ۽ خصلتن جو هڪ انتهائي حيرت انگيز اشتراڪ ڏسنداسون، جيڪي آنهن عهدن ۽ فرضن سان وابسته هونديون آهن. هن پنهنجي موڪي ڀاءُ کي قتل ڪرڻ جي خواريءَ بعد پنهنجي زندگيءَ جو آغاز ڪيو، ان جي باوجود، جڏهن به ڪيس انهيءَ فعل تي غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ فرصت هوندي هئي، تڏهن ڪيس اهڙا ته دل جا چيڪ سهڻا پوندا هئا، جو خود سندس دشمن به مٿس ڪهل ڪندا هئا، ۽ سڄي زندگيءَ جي دوران هن جي هلت چلت مان اهو ثابت ٿيو ته هن پنهنجي ملڪ کي بچائڻ خاطر، پنهنجي ڀاءُ جي زندگيءَ جي قرباني ڏيڻ کي پنهنجو منصبي فرض سمجهيو هو. هن تي دولت جي چمڪ دمڪ جو اثر يقيناً ڪونه ٿيو هوندو، ڇاڪاڻ ته هو سڄي حياتيءَ جي دوران ڪڏهن به پنهنجن خادمن سان بهتر طريقي سان نه رهيو، جڏهن اهي جنگ جي ميدان ۾ هوندا هئا. هن دولت کي لياقت لاءِ انعام طور ڏيڻ ۽ پنهنجي رعايا جي حالات کي بهتر بنائڻ جو ذريعو هئڻ کان وڌيڪ ڪڏهن به نه سمجهيو ۽ نه ان لاءِ ڪڏهن محبت جو اظهار ڪيو. هو گهڻو ڪري پئسن جي صورت ۾ انعامات نه ڏيندو هو ۽ بار بار چوندو هو ته هن ائين ڏٺو آهي ته ائين ڪرڻ سان سستي ۽ ڪاهليءَ جي همت افزائي ڪئي وڃي ٿي؛ پر جڏهن به ڪنهن ڪاريگر هن وٽ پنهنجي فن جو ڪو نادر نمونو پيش ٿي ڪيو، تڏهن هو ان کي انهيءَ شئي جي قيمت کان ڏهوڻي يا ٻارهوڻي قيمت جو ڪپڙو يا ڪي پيون ضرورت جون شيون ڏيڻ جو حڪم صادر ٿي ڪيو. هن هڪ ملڪي مدبر جي حيثيت ۾ ٻورڻ ئي مهيني اندر هڪ وسيع بادشاهيءَ کي، جيڪا

هن کي هڪ ظالم فاتح طرفان عطا ڪئي ويئي هئي. پنهنجي اختياري ۽ احڪامات مڃڻ لاءِ مجبور ڪري ڏيکاريو، ۽ جيڪا ڳالهہ هن جي قابليت جو ثبوت فراهم ڪري ٿي، سا اها آهي تہ سندس بادشاهيءَ جا انتهائي دور دراز علائقا بہ سندس احڪامات کي مڃڻ لاءِ اهڙائي تيار رهندا هئا، جهڙا هن جي ويجهڙائيءَ وارا علائقا انهن حڪمن جي پيروي ڪندا هئا. هڪ شهزادي جي حيثيت ۾ سندس عدل، انصاف ۽ فرض جي منصفانہ ادائگي ايتريقدر تہ نمايان ۽ ظاهر هئي، جو هن جو نالو سندس ويجهن هموطنين ۽ بلوچستان جي انتهائي مغربي چيڙي تائين رعايا جي سڀني طبقن وٽ هڪ ضرب المثل بنجي چڪو هو، ۽ اڃا بہ آهي. مطلب تہ جيڪڏهن نصير خان کنهن باشعور قوم تي حڪومت ڪري ها، يا هڪ اهڙي بادشاهيءَ ۾ هجي ها، جنهن کي يورپي ماڻهو وڌيڪ سڃاڻندڙ هجن ها، تہ هن کي سندس حياتيءَ جي دوران ايشيائي شهزادن جي درميان هڪ عجيب و غريب شاهڪار سمجهيو وڃي ها. هو سخي، بهادر، عادل، دل جو وڏو ۽ معاف ڪندڙ، ادبار ۽ مصيبت ۾ صابر هو ۽ هن جي سچائي ۽ صداقت اهڙي تہ مضبوط هئي، جو هن کي ڪڏهن بہ کنهن انتهائي خسيس وعدي خلافي ڪرڻ يا ان کي پوري ڪرڻ کان ڪوتاهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي نہ ڏٺو ويو.

هن معزز سردار جي انتقال ٿيڻ تي، جنهن جي اخلاق جو هڪ ناقص خاڪو پيش ڪرڻ جي مون ڪوشش ڪئي آهي، سندس سوٽ بهرام خان حڪومت تي قابض ٿيڻ جي هڪ پيرو وري جدوجهد ڪئي ۽ محمود خان جيڪو، جيئن مون اڳي ئي ذڪر ڪيو آهي تہ اڃا ٻار هو، تنهن جي وزيرن کي مجبور ٿي هن کي ڪجهہ ڳنڍاوا جو علائقو ۽ شهر هڪ معاهدي جي تحت حوالي ڪرڻو پيو، جنهن معاهدي جي تحت هن مڃئين سردار جي باقي ٻهيل علائقن سان

دست درازي نہ ڪرڻ جو وعدو ڪيو، پر هو پنهنجي انهيءَ وعدي تي ٿوري عرصي تائين مس عمل ڪري سگهيو ۽ ان ڪان پوءِ هن هڪ وڏو لشڪر جمع ڪيو، جنهن ۾ خاص طرح سنڌين ۽ ٻين ڀڳهاردار سپاهين جو گهڻو تعداد شامل هو. محمود خان ان وقت جي ڪابل جي بادشاهہ زمان شاهہ کي بہ مدد لاءِ درخواست ڪئي ۽ انهيءَ بادشاهہ هن معاملي ۾ مصالحت ڪرائڻ لاءِ پنهنجي دربار جي هڪ امير کي اوڏانهن روانو ڪيو. بهرام خان، بهرحال ڪنهن بہ ٺاهہ جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ هن جو فقط اهو مطالبو هو تہ محمود خان حڪومت تان دستبردار ٿئي ۽ اها سندس زندگيءَ تائين سندس سپرد ڪري وڃي، جنهن جي نتيجي ۾ لازمي طور جنگ جو اعلان ڪيو ويو. ڪيترن معرڪن ڪان پوءِ، جن مان اڪثر مقابلن ۾ باغي سردار ڪامياب ٿي رهيو هو، ٻيئي لشڪر، جن جي قيادت ٻنهي طرفن جا خان پاڻ ڪري رهيا هئا، ڪچ گنڌاوا جي هڪ مقام دهن دره(١) وٽ اچي دوبدو ٿيا، ۽ بهرام خان جي فوجن کي ڪيترن ئي قبيلن جي غداريءَ جي نتيجي ۾ شڪست فاش آئي، جيڪي هن کي جنگ هلندي ڇڏي فرار ٿي ويا، هو پاڻ بہ زخمي ٿي پيو ۽ سنڌ جي دارالحڪومت حيدرآباد طرف ڀڄي ويو، جتان جي اميرن زمان شاهہ جي غضب ڪان خوفزده ٿي هن کي پاڻ وٽ پناهہ ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو، چنانچہ هو ان ڪان پوءِ بهاولپور طرف ڀڄي ويو، پر هو رستي ۾ زبردست ٿڪاوٽ ۽ بي آراميءَ سبب انهيءَ شهر(٢) ڪان هڪ سؤ

---

(١) لفظي معنيٰ آهي ماٿريءَ جو منهن.

(٢) بهاولپور جو شهر گروه درياهہ جي ايرندي ڪپ تي ويڪرائي ڦاڪ ٢٩ ڊگريون ٢٥ منٽ ۽ ڊگهائي ڦاڪ ٧١ ۽ ٥٩ منٽ اوڀرطرف آهي. اهو شهر بهاول خان، جنهن کي عام طور دائود پوٽو يعني دائود جو اولاد سڏيو ويندو آهي، تنهنجي علائقن جو دارالحڪومت آهي.

ويهه ميل پري قلندر شاهه جي ننڍي يعني ڳوٺ وٽ فوت ٿي ويو.

تخت ۽ تاج جي انهيءَ دعويدارن کان علاوه، محمود خان کي پنهنجي ماٽيجي پيڻ سان پڻ منهن ڏيڻو پيو، جنهن جيئن ئي بهرام خان جي وفات جي خبر ٻڌي، تيئن ئي انهيءَ سردار جي ڌيءَ کي سنڌ جي شهر لاڙڪاڻي وٺي ويئي، جتان هن انهيءَ علائقي جي چونڊيءَ جي سردار مير غلام علي ٽالپور ڏانهن هڪ قاصد موڪليو، ۽ کيس هيءَ آڇ ڪئي ته سنڌس لشڪر محمود خان کي تخت تان لاهڻ ۽ هن جي ننڍي ماٽيجي ڀاءُ کي مسند تي ويهارڻ ۾ مدد ڪري، ۽ ان جي بدلي ۾ هن کي بهرام خان جي ڌيءَ سان شادي ڪرائي ويندي. هن معاملي ۾ انهيءَ خاتون جي ارادن متعلق ڪابه وضاحت نه ملي سگهي آهي. پر خيال آهي ته ڪو خانداني جهيڳڙو ئي ان جو ڪارڻ هو. مير غلام عليءَ هر اهو وعدو ڪيو، جيڪو هن کان گهريو ويو ۽ هو لاڙڪاڻي آيو، جتي هن جو نڪاح پڙهيو ويو، پر جيئن ئي ڪنوار هن جي قبضي ۾ آئي تيئن ئي هن اهو اعلان ڪيو ته هو قلات جي حڪومت جي گهريلو معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ جو ڪو به ارادو نٿو رکي. جڏهن محمود خان کي سنڌ جي انهيءَ امير جي اهڙي ارادي جي خبر پيئي ته هو قمبراڻي قبيلي جي هڪ عورت سان تعلقات ڳنڍڻ چاهي ٿو، تڏهن هو سنڌس انهيءَ ديده دليريءَ تي سخت ڪاوڙيو، پر جيئن ته سنگت(١) يا معاهدو اڳي ئي ٿي چڪو هو انڪري اهو جنگ کان سواءِ ٽٽي نه پئي سگهيو ۽ جڏهن ته هو ان وقت جنگ لاءِ تيار ڪونه هو، انهيءَ ڪري هو خاموش

(١) سنگت جي باري ۾ بيان لاءِ ڏسو حصو پهريون، باب چوٿون "شاديءَ جون رسمون".

رهيو ۽ بهرحال، هن ڪابل جي بادشاهہ ڏانهن هڪ خط لکي موڪليو، جنهن ۾ هن ٽالپرن (١) کان انهيءَ بيعزتي لاءِ انتقام وٺڻ جو قسم کنيو، جيڪا انهيءَ گهراڻي جي سربراه سندس خاندان جي ڪئي هئي. انهيءَ ڪاوڙ کي سنڌ جي اميرن طرفان قلات جي گهريلو جهيڙن مان فائدو وٺي، ڪراچيءَ جي بندرگاهہ واري شهر تي ڪيل قبضي، آڪي باقي باهہ تي تيل جو ڪم ڪيو، جو اهو بندر مير نصير خان جي وفات کان اڳي بلوچي حڪومت جو هو.

ڪيترن ئي صوبن ۽ ضلعن جي گورنرن ۽ حاڪمن پنهنجي اعليٰ حڪمران جي اها حالت ڏسي ته هو سندن غداريءَ لاءِ کين ڪا به سرزنش ڪرڻ جي قابل نہ رهيو آهي، ڪيس ساليانہ رقم موڪلڻ بند ڪري ڇڏي ۽ هن جي ناليماتر برتري بہ تسليم ڪرڻ کان روگرداني ڪئي ۽ انهيءَ زماني کان وٺي، قلات جي خانن جا علائقا آهستي آهستي اهڙي طرح گهٽبا رهيا آهن، جو هن وقت اهي فقط ايترا وڃي بچيا آهن، جن جو هن تذڪري جي ٽئين حصي ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

اهو آهي بلوچستان جي تاريخ جو قديم زماني کان وٺي سال ١٨١٠ع تائين مختصر خاڪو. انهيءَ پوئين سال کان وٺي، متواتر گهريلو جهيڙن اڳي کان وڌيڪ خراب نتيجا ڪڍيا ۽ نصير خان جي ٽن پٽن مان هاڻي باقي فقط هن جو سڀني کان وڏو پٽ زنده آهي، ٻيو نمبر پٽ مير مصطفيٰ خان سال ١٨١١ع ۾ هڪ شڪار جي پارٽيءَ ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي هٿان مارجي ويو، جنهن بعد ۾ فوجون گڏ ڪيون ۽ قلات جي سڀني کان وڌيڪ آسودي ضلعي هرونڊ ڏجل تي قبضو ڪيو.

---

(١) ٽالپر هڪ تمام گهٽ درجي وارو قبلو آهي، جنهن ڳالهہ محمود خان جي ڪاوڙ کي وڌيڪ مهميز لڳائي. بحوالہ سيد صوبي جو بيان، حصو ٦، باب ١٢.

محمود، جيڪو هڪ رحمدل ۽ سست ماڻهو آهي، تنهن هن برادرڪُشي ۾ پاڻ کي سنڌس وفادارن جي حلقي ۾ واپس اچڻ تي آماده ڪرڻ چاهيو، ۽ هن کي غيرمشروط معافي ڏيڻ جي پڻ آڇ ڪئي، پر هو ڪنهن به شرط شروط تي ڪَنَ ڏرڻ لاءِ تيار ڪونه هو، ۽ هن جي انهيءَ بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ سن ۱۸۱۲ع جي نومبر مهيني ۾ زهري قبيلي جي سردار قادربخش جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ لشڪر موڪليو ويو. هروند دجل جي هڪ ڳوٺ مونيءَ وٽ پنهي ڌرين ۾ جنگ جوٽي ويئي، جنهن ۾ قمبراڻي خان، پنهنجن چاليهن خانزادن، يعني گهريلو ٻانهن سميت مارجي ويو. سنڌس فوج جي باقي بچي حصي جنهن گهڙيءَ پنهنجي سردار کي ڪِرندي ڏٺو، جو هو جنگ ڇڙڻ کان پوءِ تمام جلدئي مارجي ويو هو، پنهنجا هٿيار ڪٽي اڇلايا ۽ پناهه گهريائون. بعد وارن بيانن ۾ چيو ويو آهي ته محمود خان پنهنجي اختياري سچي بلوچستان ۾ انهيءَ ساڳئي بنياد تي دوباره قائم ڪرڻ جا خيال ڪري رهيو آهي، جا هن کي سنڌس مرحوم والد کان حڪومت سان ورثي ۾ ملي هئي. پر انهيءَ ملڪ ۾ رهندي مون جيڪو مشاهدو ڪيو آهي، تنهن کي جڏهن هن سردار جي مشهور ۽ چاتل سچاتل ڪاهليءَ ۽ ڪمزور ارادي سان ملائبي ڏسجي ٿو ته يقين ٿئي ٿو ته هن جي انهيءَ مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ جو ذري برابر به ڪو امڪان ڪونهي؛ ۽ جيڪڏهن سنڌس علائقي جي آخري الهندي ڇيڙي جي ڪنڊ وٽ آباد بلوچي قبيلا هن جي خلاف ڪو ٿورو ئي زور لڳائيندا ته آءٌ يقين سان چئي سگهان ٿو ته هن کي سنڌس موجوده محدود علائقن کان به جلدئي نيڪالي ڏيئي ڪڍي ڇڏيندا.

---

# فصل (۴)

قلات، خواه سڄي بلوچستان ۾ قائم ڪيل حڪومت جو چرخو ڪهڙيءَ آسانيءَ سان سمجهائي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ سردارن جي مختلف نظرين ۽ خيالن جي مطابق، يا وري اتي بار بار ٿيندڙ انقلابن جي نتيجي ۾، لازمي طور هميشه ردوبدل ٿيندي رهي ٿي. جڏهن نصيرخان پنهنجي پوري اوج تي هو، تڏهن چئي سگهجي ٿو تہ سڄي بادشاهيءَ تي مطلق العنان حڪومت جا حڪم مڪمل طور حاوي هوندا هئا، ڇاڪاڻ تہ هن جي ڪنهن بہ حڪم يا قانون تي اعتراض اٿارڻ يا ان کي رد ڪرڻ جي ڪنهن کي بہ همت ڪانہ هئي، پر ساڳئي وقت تي اهو حڪمران جاگيردارن کي سندن پنهنجن قبيلن اندر رعايتن ڏيڻ سان پنهنجي اعليٰ اختياري اهڙيءَ طرح نرم ڪري ڇڏيندو هو، جو هڪ عام رواجي ڏسندڙ کي هيءَ بادشاهي، هڪ فوجي وفاق جي صورت ۾ نظر ايندي هئي.

سڀني قبيلن وارا پنهنجي سردار يا اڳواڻ کي چونڊڻ جو حق استعمال ڪن ٿا، پر اهو منصب جڏهن هڪ دفعو طئي ٿي وڃي ٿو، تڏهن اهو موروثي معلوم ٿئي ٿو. قلات جو خان، بهرحال، ڪنهن بہ اهڙيءَ چونڊ کي نامنظور ڪرڻ يا ڪنهن بہ فيصلي ڪرڻ جو نالي ماتر حق پاڻ لاءِ محفوظ رکي ٿو. پر مون اهڙو ڪو هڪ مثال بہ نہ ٻڌو، جنهن ۾ نصيرخان، ماڻهن طرفان نامزد ڪيل ڪنهن بہ سردار جي مقرري کي نامنظور ڪرڻ جي قدم کڻڻ تي اصرار ڪيو هجي ۽ جڏهن ڪانءِ وٽي هن جو پٽ حڪومت جو سربراه ٿيو آهي، تڏهن ڪان ڪو بہ ماڻهو هن کي اهڙي ڪارروائيءَ جي خبر ڏيڻ جي ضرورت بہ محسوس نٿو ڪري.

ڪيچ ۽ گنڊاوا جي شهرن کي، جيڪي مڪران ۽ ڪڇ گنڊاوا صوبن جي گادين وارا شهر هئا، انهن گورنرن يا حاڪمن کي پنهنجي لاءِ منظور ڪرڻو پيو، جيڪي نصيرخان طرفان مقرر ڪيل ۽ سنڌ مرضيءَ جا غلام هئا. حالانڪ انهن پنهي شهرن ۾ رهندڙ ماڻهو مختلف قبيلن سان واسطو رکندڙ هئا. ماڻهن انهيءَ ڳالهه کي آتان جي رهاڪن جي پيدائشي حقن تي اهڙو وڏو حملو سمجهيو. جو گورنرن جي حڪومتن لاءِ مڇتا حاصل ڪرڻ خاطر گهٽائي فوجي دستا رکڻا پيا، ۽ جنهن گهڙيءَ نصيرخان وفات ڪئي، تنهن دم ئي پنهي شهرن جي رهاڪن هنن کي پچائي اتان ڪڍيو. محمود خان پنهنجي والد جي حڪم جي فقط گنڊاوا ۾ تعميل ڪرائي سگهيو، پر انهيءَ واقعي کان وٺي ڪيچ هن کي محض اعزازي تعظيم ڏيندو رهيو آهي.

سڄي بلوچستان سان واسطو رکندڙ معاملن ۾ جنگ جي اعلان ڪرڻ ۽ عهدنامن طئي ڪرڻ جو اختيار قلات جي خان وٽ رهندو هو، ۽ قبيلن جي سردارن کي، ڪيس فوجن ذريعي مدد ڪرڻ جو اختيار ڪو نه هوندو هو. درحقيقت، هو نه فقط ائين ڪرڻ لاءِ پڙل هوندا هئا، پر ڪين طئي ٿيل عهدنامن جي اهڙن حصن جي تعميل پڻ ڪرڻي پوندي هئي، جن جو انهيءَ قبيلي سان ڪو واسطو هوندو هو، جنهن جا اهي سردار هئا. جيتوڻيڪ هو ان کي پنهنجي مفاد يا فائدي لاءِ ڪٿي نقصانڪار به سمجهندا هئا، پر جيڪڏهن عوام جو پلو يا مفاد ڪنهن به قبيلي کان اهڙي قرباني گهرندو هو ته پوءِ قلات جي خان ۾ اها توقع رکي ويندي هئي ته هو اهڙي قبيلي کي انهيءَ قربانيءَ جي مساوي معاوضو عطا ڪندو. ساڳئي دليل جي آڌار تي، ڪيس زميني جائدادن جي حدن مقرر ڪرڻ جو اختيار حاصل هو، ۽ جتي به حدن جي سلسلي ۾

تڪرار ٿيندو هو، خواهہ اهو قبيلن ۾ هوندو هو يا فردن جي درميان، انهي صورتن ۾ زمين جي مالڪ هئڻ جي حيثيت ۾ فيصلي ڪرڻ جو اختيار فقط قلات جي خان وٽ هوندو هو ۽ ان وٽ ئي نبيري لاءِ وڃڻو پوندو هو. ان کان پوءِ اهو هن جو فرض ٿيندو هو تہ هو سخت ۾ سخت تفتيش ڪري ۽ انهي ڌرين طرفان پيش ڪيل شاهدن کان بيان وٺي، جاڪاڻ تہ هنن وٽ سندن دعوائن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ڪي ٻيا ذريعا گهڻو ڪري نہ، پر بنهہ ڪين هوندا هئا. ان کان پوءِ هن کي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻو هوندو هو، جيڪا قطعي ۽ آخري هوندي هئي.

جڏهن بہ ڪنهن "خيل" جي ماڻهوءَ طرفان پنهنجي ئي قبيلي جي سردار خلاف خان وٽ فرياد آندو ويندو هو، تڏهن هن کي اهڙو اختيار حاصل هوندو هو تہ يا تہ هو پاڻ انهيءَ معاملي جي سماعت ڪري خود ئي فيصلو ڏئي يا اهو معاملو انهيءَ قبيلي جي سردار ڏانهن فيصلي لاءِ موڪلي، جنهن سان فريادي ۽ جوابدار جا "خيل" وابسته هوندا هئا. بهرحال، هن جي آخري ذڪر ڪيل طريقي اختيار ڪرڻ جو امڪان گهٽ هوندو هو، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن انهي مان ڪا هڪ ڌر بہ ائين سمجهندي هئي تہ سندس قبيلي جي سردار هن سان انصاف نہ ڪيو آهي، جيئن عام طرح ٿيندو هو، تہ ان صورت ۾ هو قلات جي خان وٽ اچي اپيل ڪري سگهندو هو. نتيجي طور، قبيلي جي سردار ڏانهن ڪنهن بہ معاملي جي موڪلڻ مان فقط هڪ هيءُ فائدو حاصل ٿي سگهندو هو تہ ان طرح سان معاملي جي صحيح ۽ اصلي صورتحال هڪ نظر ۾ اعليٰ ترين عدالت جي سامهون ظاهر ٿي پوندي هئي.

قلات جي خانن جي خود مختياريءَ جي متعلق هڪ ٻي تمام مضبوط ثابتي هيءَ آهي تہ هو پنهنجن سردارن کي اهو حڪم ڏيئي سگهن ٿا تہ هو پنهنجي فوج جي مقرر ڪيل

تعداد سميت بذات خود حضور ۾ اچي حاضري ڏين. جڏهن اهڙيءَ طرح جمع ٿيل فوج جنگ جي ميدان ۾ بيهاري ويندي آهي، تڏهن اها ٽن حصن ۾ تقسيم ڪئي ويندي آهي، ۽ هر هڪ حصو پنهنجي مخصوص جهنڊي سان نمايان نظر ايندو آهي. ڪڇ گنداوا، صوبي قلات ۽ نوشڪي ضلعن جون فوجون محمود خان يا سندس نائب (عيوضي) جي سڌي حڪم هيٺ هلنديون آهن ۽ انهن وٽ سرخ جهنڊو هوندو آهي، ساراوان صوبي جون فوجون رائسر خان جي هٿ هيٺ هلنديون آهن ۽ اهي سبز ٻه-ڇانگي جهنڊي ذريعي نمايان هونديون آهن. قادر بخش خان زهري ۽ ولي محمد خان مينگل (١) گڏجي جهالاوان ۽ لس ٻيلي ٻن صوبن جي اضافي فوجن جي قيادت سنڀالڻ جو اعزاز سنڀاليندا آهن ۽ انهن کي نمايان ڪندڙ جهنڊي جو رنگ پيلو هوندو آهي. جيڪڏهن انهن منجهان ڪي ٻه حصا جدا ٿي ويندا آهن ته انهن جا اڳوان نقارا وڄائيندا آهن، ۽ جيڪڏهن ساراوان ۽ جهالاوان جون فوجون گڏجي پونديون آهن ته انهن جا مختلف سپهه سالار ڇانوڻيءَ جي پنهنجي پنهنجي حصي اندر اها ڪارروائي ڪندا آهن. ٻر جنهن دم قلات جون فوجون انهن سان وڃي گڏبيون آهن ته ان صورت ۾ توڙي انهن جي قيادت خان پاڻ ڪندو هجي يا سندس عيوضي ڪندو هجي ته، ٻنهي صورتن ۾ اهو اعزاز اڪيلي سر انهن مان هڪ لاءِ مخصوص ٿي ويندو آهي.

عدل ۽ انصاف ڪرڻ لاءِ قاعدن جو هڪ مجموعو قمبراڻي قبيلي جي هڪ انتهائي قديم شهزادي مرتب ڪيو هو، جنهن اهو اهم فرض حڪومت جي سربراهي ڪندڙ شخص جي مٿي تي ڪٺي رکيو هو. جڏهن انهيءَ گهراڻي جا علائقا ايتريقدر وسيع ٿي ويا، جيترا اهي نصير خان جي بادشاهيءَ وارن ڏينهن ۾ هئا، تڏهن اهي قاعدا ۽ قانون ماڻهن جي

---

(١) زهري ۽ مينگل انهن جي قبيلن جا نالا آهن.

مجوزه مقصدن کي پوري ڪرڻ لاءِ ناڪافي نڪتا. انهيءَ سبائي قانون ساز انڪري، انهيءَ ڪوتاهيءَ جي علاج ڪرڻ لاءِ هڪدم ڪمر ڪشي، ۽ هن جي علائقن سان جيڪي هاڻي سندس پٽ وٽ باقي بچيل آهن، تن ۾ هن جو ٺهيل قانون ٺي هلي رهيو آهي. قتل جي مقدمن ۾، خان بذات خود فيصلي لاءِ ويهندو آهي، ۽ نه وري ملڪ جي ڪنهن به ٻئي سردار کي مخصوص طور مليل اجازت جي بغير انهيءَ ڪم جو اهل سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ ٻاري ۾ عام طرح جيڪي قاعدا ۽ قانون آهن، سي هيٺينءَ طرح آهن:

جيڪڏهن هڪ ماڻهو ٻئي کي قتل ڪري ٿو، ۽ مقتول جا مائٽ مٽ سزا ڏيارڻ لاءِ آماده آهن ته پوءِ عام طرح سان ان جو عيوضو قيد ۽ گهرن ڏنڊن وجهڻ ذريعي ڏنو ويندو آهي. ڪن به شرطن تي ڦاهه نه ٿي سگهڻ جي انتهائي حالت ۾ خون جي بدلي ۾ خون جو مطالبو ڪيو ويندو آهي، ۽ جيئن ته خان موت جي فتويٰ پاڻ صادر ڪرڻ کان ڪترائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، انڪري هو عام طرح سان ڏوهاريءَ کي انهيءَ ماڻهوءَ جي دوستن جي سپرد ڪندو آهي، جنهن کي هن قتل ڪيو هوندو آهي ته هو جيئن به چاهين، تيئن هن سان سلوڪ ڪن. اهو طريقو عام طرح سان انهيءَ ماڻهوءَ جي حياتي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي، ۽ هن کي سخت پورهيي ڪرڻ لاءِ ٻانهي جي حيثيت ۾ رکيو ويندو آهي. انهيءَ پوئين ذڪر ڪيل قانون ۾ هڪ ناقابل تلافي استثنيٰ آهي، جهڪا انهيءَ پاليسيءَ ۽ انهن جذبن جي تعريف ۾ گهڻو ڪجهه چوي ٿي، جن جي اثر کان اها اختيار ڪئي ويئي هئي. يعني ته جڏهن به خون ٿيل ماڻهو ڪو غير ملڪي هوندو آهي، تڏهن ان جي قتل سان واسطو رکندڙ هر هڪ ماڻهوءَ کي هڪدم قتل ڪيو ويندو آهي. قتل کان پوءِ

ٻئي نمبر تي، ڪاٺ هڻڻ ۽ رات جي وقت ۾ ڌاڙا هڻڻ اهڙا ڏوهه سمجهيا ويندا آهن، جن لاءِ سخت سزا ڏني ويندي آهي؛ ۽ جڏهن انهن مان ڪو هڪ ڏوهه بہ واضح نموني ۾ ثابت ٿي ويندو آهي، تڏهن هميشه موت جي سزا ڏني ويندي آهي. ڏينهن ڏٺي جي چوري ۽ دڪانن تي رکيل شين کي تيڳائي کڻي وڃڻ، کيسا ڪترڻ، ڀڃ ڀڃوڙي ڪرڻ وغيره جهڙن ننڍن ڏوهن جي پاداش ۾ گهٽ ڪري چورايل شين جي مقدار يا قيمت جي مطابق چهبڪن ۽ جيل جون سزائون ڏنيون وينديون آهن.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو سندس زال کي ڪنهن بيگاني ماڻهوءَ سان زنا ڪندي ڏسي وٺي تہ کيس اختيار حاصل آهي تہ هو انهيءَ عورت ۽ سندس عاشق کي قتل ڪري؛ پر کيس تصديق لاءِ ٻن معزز شاهدن کي پيش ڪرڻو پوندو آهي، نہ تہ انهيءَ ڏوهہ کي قتل سمجهيو ويندو آهي. ساڳيءَ طرح سان جيڪڏهن هو سندس زال جي بيوفائيءَ لاءِ چار معتبر اکين ڏٺا شاهد پيش ڪري سگهي ٿو تہ حالانڪ خود هن کي ان باري ۾ ڪڏهن ڪو شڪ نہ بہ هوندو، تڏهن بہ کيس اها آزادي هوندي آهي تہ هو انهيءَ عورت ۽ سندس يار کي، جيڪڏهن هو انهيءَ پوئين ذڪر ڪيل ماڻهوءَ کي هٿ ڪري سگهي تہ ختم ڪري ڇڏي. ان کان پوءِ اهو معاملو خان وٽ پيش ڪيو ويندو آهي، جيڪو ملائن يا مولوين جي مدد سان انهيءَ مسئلي جي جاچ ڪندو آهي، ۽ جيڪڏهن ثابتيون صحيح ۽ اعتبار جوڳيون هونديون آهن، تہ پوءِ اهو معاملو اتي ئي ختم سمجهيو ويندو آهي؛ پر جيڪڏهن ثابتين جي معاملي ۾ ڪو شڪ شبهو جاڳندو آهي تہ پوءِ انهيءَ بدنصيب ماڻهوءَ کي، جنهن پنهنجي وهم ۽ شڪ مطابق هڪ فرضي ڏوهہ لاءِ انتقام ورتو آهي، قتل جي ڏوهہ جو انتهائي سخت، ڏنڊ ڏيڻو پوندو آهي، ۽ هن جي شاهدن

ڪني انهيءَ وقت تائين ملزم جي ڪٽنب وارن جي حوالي ڪيو ويندو آهي، جيستائين اهي پنهنجي طرفان لڳايل الزامن کي درست ثابت ڪري سگهن. اهو مفيد ۽ صحتمند قانون انتقام ۽ ڪوڙي الزام تراشيءَ کي ماڳهين نموني سان روڪي ٿو. جيڪڏهن ڪو مرد هڪ ڇوڪريءَ کي برغلائي سندس عصمت لٽي وڃي ٿو ۽ ڇوڪريءَ جي حامله ٿيڻ کان اڳ ۾ سندس پيءُ هن جو ڏوهه ڏسي وٺي ٿو ته ڪيس اهو حق آهي ته هو ٻنهي ڄڻن کي قتل ڪرڻ لاءِ اصرار ڪري، ۽ ان صورت ۾ خان والد جي اختياريءَ جي حمايت ۾ هنن کي موت جي سزا ڏيڻ لاءِ ٻڌل آهي؛ پر هيءَ هڪ اهڙي حالت آهي، جيڪا ڪڏهن به واقع ٿيندي نه ٻڌي ويئي آهي ۽ انهيءَ صورتحال کي گهڻو ڪري شاديءَ جي ذريعي سان طئي ڪيو ويندو آهي. هڪ خيل يا برادريءَ ۾ ٿيندڙ رواجي تڪرارن ۽ جهيڙن، چورين ۽ ٻوري ۾ ڪٽي چنجي ته هرقسم جي اختلافي ڳالهين جا فيصلا گهڻو ڪري انهيءَ خيل جو سردار ئي ڪندو آهي؛ ۽ هن کان پوءِ ڌريون انهيءَ قبيلي جي سردار وٽ اپيل ڪري سگهن ٿيون، جنهن سان اهو خيل وابسته هوندو آهي؛ جيڪڏهن اهو معاملو وڏيءَ اهميت وارو هوندو آهي ته پوءِ ٽيئن اپيل وري قلات جي خان وٽ ٿيندي آهي؛ پر جيئن ته هو ٻورين حالتن ۾ پهرئين فيصلي کي رد ڪرڻ ضروري سمجهندو آهي، ۽ هن وٽ شنوائي حاصل ڪرڻ لاءِ وقت ۽ ڏوڪڙ، ٻنهي جي ضرورت هوندي آهي، انڪري ڪي ٿورا ئي ماڻهو اهڙي ڪوشش ڪرڻ کي مصلحت آميز سمجهندا آهن. اهو رضاڪارانه احساس ئي آهي، جيڪو ملڪ جي عدليه جو اڪثر ڪم سردارن ۽ وڏيرن جي هٿن ۾ ڪٽي اچلائيندو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح خان کي ڪم جي اٿاهه دٻاءَ کان بچائي وجهندو آهي جيڪو قدرتي طور، انهيءَ هنڌ ئي بهتر طريقي

۾ وڏيڪ حق ۾ انصاف سان ٺبري سگهندو آهي، جتي اهڙو تڪرار ۾ ڏوهه جو ڪم سرزد ٿيل هوندو آهي، حالانڪ ان ڪي انهيءَ ڍنگ سان لبيرڻ جي ڪري رعايا جي آزاديءَ جي درجي سان ذري برابر به ڪا تخفيف نٿي ٿئي ۾ اول قبيلن جي سردارن ڪي سندن ماڻهن جي فعلن ڏانهن متوجه ڀڻ ٿيڻو پوي ٿو.

قلات جي خان جي فرمان يا اڳوات مليل اجازت کان سواءِ جنهن اڪيلي حالت ۾ ڪنهن ڏوهاريءَ جي گردن زني ڪري سگهجي ٿي، جڏهن ڪنهن مسافر ماڻهوءَ کي سڌي رستي کان گمراه ڪري ڪيس قتل ڪيو ويو هجي. اهڙي موقعي تي، ويجهي ۾ ويجهي سردار کي اختيار هوندو آهي ته هو قانون جي هڪدم تعميل ڪري ۾ وڏيڪ وقت وڃائڻ کان سواءِ جلد ازجلد اهڙي واقعي جي رپورٽ ڪري. قبيلن يا خيلن جي درميان سنگين نوعيت جا جهڳڙا، هميشه قمبرائي قبيلي جي خانن وٽ انهيءَ ڪچهريءَ ۾ پيش ڪيا ويندا آهن، جيڪا محمود خان ۾ سندس ويجهن عزيزن تي مشتمل هوندي آهي.

بلوچي فوج جو جيڪو رجسٽر مون قلات ۾ ڏٺو، تنهن ۾ مجموعي طور اڍائي لک ماڻهو داخل هئا، پر اهو انهيءَ موقعي تي ٺاهيو ويو هو، جڏهن احمدشاهه پهريائين پهريائين ڌمڪي ڏني هئي ته جيڪڏهن نصيرخان ڪيس خراج ڏيڻ قبول نه ڪندو ته هو بلوچستان تي ڪاهه ڪري ايندو. پوءِ انهيءَ بادشاهه جي فرمان جي جواب ۾ سندس تقاضا پوري ڪئي ويئي هئي. انهيءَ ڪري هن ڳالهه جو وڏو امڪان آهي ته ان تعداد ۾ گهڻي قدر وڌاءُ ٿيل هجي، جيتوڻيڪ هينئر به ساڳين ئي دستاويزن ۾ هڪ لک ويهه هزار فوجين جا نالا شامل آهن، باوجود هن ڳالهه جي، جو سيني باغي صوبن ۾ ضلعن جا نالا ڪاٽيا ويا آهن. آءٌ بهرحال، سمجهان ٿو ته

وڏي ۾ وڏي هنگامي حالت ۾ محمود خان انهيءَ تعداد جي اڌ جيترا ويڙهو ماڻهو به وڏي مشڪل سان گڏ ڪري سگهندو. اڄ سمجهيو ٿو ته هن جي موجوده گهٽيل حالت ۾ سنڌس مجموعي آمدنيءَ جو جيڪڏهن حق ۽ انصاف سان اندازو ڪبو ته اها وڃي وڃي ٣،٥٠،٠٠٠ رپيا ساليانه ٿيندي (١)، جنهن جو وڏو حصو جنس ۾ ادا ڪيو وڃي ٿو. نصيرخان جي زماني ۾، آمدني ڏيڍ لک رپيا ساليانه کان به ٻاهر هئي، ٻر ان وقت سنڌ ۾ ڪراچي بندر جي ڪسٽم محصول کان علاوه مڪران، لس، پنجگور، ديزوڪ، خاران وغيره خراج ادا ڪندا هئا.

قلات ۾ جيڪي محصول مڙهيل آهن، سي تمام مناسب حد اندر آهن. اٽ تي رکيل هڪ لڏ (خواه ان ۾ ڪجهه به پيل هجي) شهر ۾ داخل ٿيڻ سان حڪومت کي پنج رپيا، ۽ رهيي جو چوٿون حصو هندن کي ادا ڪري ٿي. ان کان علاوه بازار ۾ فروخت ڪيل مال تي ٻه هڪ محصول رکيل آهي، جيڪو ان جي مٿله جي ڏيڍ سيڪڙي کان مٿي ناهي. گهوڙن ۽ چوپاين تي سڄي بلوچي علائقي ۾ ڪوبه محصول وصول نٿو ڪيو وڃي. اها زمين، جنهن کي کوهن يا ايهڙن تلائن سان سيراب ڪيو وڃي ٿو، جن کي مرمت ٿيل حالت ۾ رکڻ لاءِ مزدور ۽ محنت گهرجي، سا پيداوار جو ويهون حصو ادا ڪري ٿي ۽ جيڪا زمين بارش جي پاڻيءَ تي آباد ٿئي ٿي، تنهن تي موسم جي حالت مطابق ڏهين ۽ سورهين حصي جي وچ تي ڍل ورتي وڃي ٿي. جن هنڌن تي چشما آهن، اتي ڍل اڃا به وڌيڪ آهي، ۽ قلات جي ڪن باغن ۾ ته اها پيداوار جي پنجين حصي تائين آهي. اها سڄي ساري رقم خان جي خزاني ۾ نٿي پهچاري وڃي،

(١) ٽيتاليهه هزار، ست سؤ، پنجاهه پائونڊ اسٽرلنگ.

چاڪاڻ تہ ان جو هڪ تمام مختصر حصو قبيلن يا خيلن جا آهي سردار پنهنجي ڪم آڻيندا آهن، جن کي گهٽو ڪري انهن رقمن جي وصول ڪرڻ ۽ خان جي خزاني لاءِ قلات پهچائڻ جي ڪم تي مقرر ڪيو ويو هوندو آهي. جڏهن جنس ۾ آيل آمدني خان جي شخصي ضروريات ڪان وڌي ويندي آهي (جيئن اها گهڻو ڪري ٿيندي آهي) تہ پوءِ ان مان بچت ٿيل حصو هڪ هندو دلال جي سپرد ڪيو ويندو آهي، جيڪو ان جي بدلي هن کي سڄي سال جي دوران ڏيساورن جو ٺهيل مال ۽ آتان آيل جنسون فراهم ڪندو رهندو آهي(١).

قلات جو سڪو ڪريم خاني رپين جي صورت ۾ آهي، جن مان هڪ رپيي ۾ انيتاليهہ ٽامي جا پئسا هوندا آهن. هتي سونيون اشرفيون ڇهن ڪريم خاني رپين ۾ هڪ جي حساب سان هلن ٿيون، جن مان پنج رپيا جيئن زمان شاهين جي برابر ٿين ٿا. خود قلات ڪان ٻاهر ڏيساورن ڏانهن تمام ٿورو مال برآمد ٿئي ٿو. پر اهو ڪنهن زماني ۾ قنڌار، ڪابل ۽ خراسان ڪان آيل مال لاءِ هندستان جي منڊين ڏانهن ويندڙ وڏو رستو هو، جو تہ واپاري هلڪن محصولن جي ڪري هن رستي کي ترجيح ڏيڻ لاءِ آماده ٿيندا هئا. قلات جي درآمد ۾ لوهہ، قلعي، شيهو، رڪ، ٽامو، نير، سوپاريون، کنڊ ۽ شڪر، مصالحا، ريشمي ڪپڙا، ڪيمخاب، زريءَ وارو ڪپڙو، ڪاشيءَ جون سرون ۽ هندستان ڪان ايندڙ گهرتيلو اوني ڪپڙو شامل آهن. ميوو وغيره هو ڪابل ۽ خراسان ڪان گهرائيندا آهن، ۽ ڪڏهن رڪ ۽ ٽامو سيستان ڪان

---

(١) محمود خان ڪان وٺي ويندي آخر تائين هر رتبي ۽ درجي وارن سيني سردارن وٽ اهوئي مستقل دستور آهي. خود نندي نوشڪي خيل جي سردار عيدل خان وٽ بہ سندس ڪاروبار هلائڻ لاءِ پنهنجو هندو ايجنٽ يعني دلال آهي.

ولندا آهن. کجور، پنجگور ۽ مڪران جي ڏاکڻن علائقن
کان ۽ اچو ڪپڙو، ڪاشي، لونگيون، پتنگا ۽ لوڻ هتّو
سنڌ، ملتان ۽ شڪارپور کان گهرائين ٿا.

آءٌ بلوچستان جي آب و هوا، زمين جي نوعيت ۽ قدرتي
تاريخ جو ذڪر اڳتي هلي هن تذڪري جي پڇاڙيءَ وقت
هڪ عام فصل ۾ ڪندي ڪندس، ۽ انهيءَ وچ ۾ وري آءٌ
اتان جي مختلف علائقن جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ نوعيت
جو بيان ڪندس.

# فصل (٥)

بلوچستان جو ٻيو ڀاڱو، جنهن ۾ لس ۽ مڪران جا صوبا شامل آهن، تنهن جي اتر ۾ جهلاوان جا ڪجھ حصا، وارياسو ريگستان ۽ ڪوهستان آهن. ڏکڻ ۾ هندي وڏو سمنڊ، اولهه ۾ لارستان جو صوبو ۽ اوڀر ۾ سنڌ آهي. ان جي انتهائي ڏيکهه، جيڪا جبلن جي انهيءَ قطار ڪان، جيڪا ان کي سنڌ کان جدا ڪري ٿي، ان جي انتهائي مغربي سرحد تائين پنج سؤ ۽ پنجاهه ميلن کان ٻه مٿي آهي ۽ سمنڊ جي ڪناري کان وٺي اتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ ٢٨ ڊگرين ۽ ٣٤ منٽن وٽ، جلڪ نالي ڳوٺ تائين ان جي گهٽي کان گهٽي ويڪر ٻه سؤ ويهه ميل آهي. هن پٽي جي نوعيت کي جڏهن ٻهرئين ڀاڱي سان ڀيٽيو وڃي ٿو، ته اها گهٽ جابلو ڏسجي ٿي؛ پر ان جي باوجود ان مان ڪيئي ٻهاڙي قطارون لنگهن ٿيون ۽ ڪي ان جي آرپار وڃن ٿيون. خوش قسمتيءَ سان اهي زمين کي زرخيز بنائڻ ۾ مدد ڏين ٿيون، جيڪا ٻيءَ طرح حيرت انگيز طور غيرآباد آهي. ڇاڪاڻ ته هيءَ ڳالهه ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته جتي ٻه مڪران جا ميدان ويڪر ۾ ڏهن يا ٻارهن ميلن کان وڌيڪ آهن، اتي اهي ٻهاڙين جي عين دامنءَ کان سواءِ، جيڪي انهن جي چوگرد ٿهليل آهن، پوريءَ طرح ريگستان آهن. مڪران ۾ سيني کان وڌيڪ بلند ۽ بالا ٻهاڙن جي قطار اها آهي، جيڪا الهندي طرف بشڪرد ضلعي جي اندر واقع آهي، جتان کان وٺي، جيئن مون گذريل باب ۾ ڏيکاريو آهي، اهي مشرق جي طرف وڌن ٿا، تان جو اهي بروهيڪ جبلن جي ڏاکڻين شاخ سان وڃي ملن ٿا، ۽ انهن ٻنهي جي ميلاپ

ڪي ڪوهستان چئجي ٿو(١). اوچائيءَ جي لحاظ کان، ٻئي نمبر تي جيڪا ٽڪرين جي قطار آهي، سا آهائي تمام ننڍي قطار آهي، جيڪا ٻروهڪي جبلن جي ڏکڻ-الهندي ڪنڊ کان ٻاهر نڪتل آهي ۽ جيڪا عين ڏکڻ طرف سمنڊ جي ڪناري تائين هلي وڃي ٿي ۽ اهڙيءَ طرح اها راس ٺاهي ٿي، جنهن کي يورپي لوڪ ”عربه“ ۽ مقامي ماڻهو ”عَربُوُ“ سڏين ٿا. انهيءَ قطار جي چوٽيءَ تي هندن جو مشهور و معروف مندر هنگلاج ٻڌل آهي، جيڪو مندر جي ديوي، ڪاليءَ جي ٻالي سان منسوب ڪيل آهي، ۽ جنهن جي زيارت لاءِ هر سال هزارين جاتري اچن ٿا.

ٻروهڪي ٽڪرين جي ٻن شاخن منجهان، جيڪي مڪران جي ڌري کهٽ وڏي حصي وچان گذرن ٿيون، تن مان هڪ ان کي اترئين ۽ ڏاکڻين حصي ۾ تقسيم ڪري ٿي، ۽ ٻي شاخ انهن ٻنهي کي ريگستان کان علحده ڪري ٿي۔ اترئين حصي کي مقامي ماڻهو ”وَشوُتي“ يا ”ٻج“ سڏين ٿا، جن مان پوئين لفظ جي معنيٰ ڪجهه جو وڻ آهي. اسين ڏسون ٿا ته ڪجهه اتان(٢)ئي وڏي ڪمال سان وڌڻ ويجهڻ شروع ڪري ٿي. الهندي طرف ڏانهن، ٻهاڙن جي هڪ وڏي قطار، سمنڊ جي ڪناري

(١) بُشڪرد ضلعي کي آتان جا مقامي ماڻهو ڪوهستان جو هڪ حصو سمجهن ٿا؛ ۽ اتي جيڪي ڪُرد رهن ٿا، تن لاءِ ڪڏهن به مڪرالي (يعني مڪران ۾ رهندڙ ماڻهو) لفظ ڪم نه آندو ويندو آهي؛ ٻر جيئن ته اهو الهيءَ متوازي ليڪ جي ڏکڻ طرف واقع آهي، جنهن کي مون ڪوهستان جي ڏاکڻين ليڪ طور رکيو آهي، ۽ اها ٻنا ڪنهن شڪ ۽ شبهي يا حجت جي، مڪران ۾ آهي، ان ڪري آءٌ ان کي هن ڀاڱي ۾ رکان ٿو.

(٢) وشوُتي تي اهو لفظ آهي، جيڪو فارسيءَ جو لفظ ”خوش آمدي“ جو هم معنيٰ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته، توهان ڀلي ڪري آيا، يا اوهان جو ڇا حال آهي؟

طرف، عام حالتن ۾ جبلن جي سمنڊ سان ويجھڙائيءَ کان وڌيڪ قربت رکي ٿي ۽ اھا راس مبارڪ ۽ راس جسڪ جي چوٽين واري زمين آھي، جنھن کي مقامي ماڻھو مڪران ۾ واقع سمجھندا آھن.

لس ٻيلو يا لسه جي صوبي کي صحيح طور مڪران جو مشرقي ڀاڱو سمجھڻ گھرجي، ھر جيئن ته اھو بلڪل ئي خود مختار آھي، ۽ جيئن ته ان کي ھميشه کان وٺي ھڪ علحده ۽ جدا علائقو سمجھيو ويو آھي، ان ڪري سون به ان کي ائين چوڻ لاءِ ساڳيائي دليل ڏيڻ شروع ڪيا آھن. ان کي لس يا انھيءَ لفظ جي واسطي سان لسه سڏبو آھي، جنھن جي جدگالي ٻوليءَ ۾ معنيٰ آھي، ھڪ ميدان يا ماٿري. ان جي ٻکيڙ: نوي ميل ڊيگھه ۽ پنجاھه ميل ويڪر ۾ ڦھليل آھي، ۽ ان جون حدون اتر طرف جھلاوان، ڏکڻ طرف سون مياڻيءَ جو آپيٽ ۽ اولھه طرف ٽڪرين جون اھي قطارون آھن جيڪي ان کي سنڌ ۽ مڪران کان جدا ڪن ٿيون. ان جي ٽن طرفن کي جبل وڪوڙي بيٺا آھن، ۽ انھن کي فقط پنجن لڪن جي ذريعي پار ڪري سگھجي ٿو، جن مان ٻه سنڌ ڏانھن وڃن ٿا، ٻه مڪران ڏانھن ۽ ھڪ اتر طرف، جھلاوان ڏانھن وڃي ٿو. پھرين ٻن لڪن کي ھنگلاج ۽ ٻيلي وارا لڪ سڏبو آھي، ڇاڪاڻ ته انھن مان ھڪ جي مٿان گذرندڙ رستو انھيءَ نالي واري مندر جي بلڪل قريب گذري ٿو ۽ ٻيو ٻوڙين نالي واري شھر جي پنجن ميلن جي دائري اندر شروع ٿئي ٿو، جيڪي رستا سنڌ طرف وڃن ٿا، سي ڪراچي ۽ حيدرآباد جي لفظن سان ظاھر ڪيل آھن ۽ انھن سان لفظ ”لڪ“ ڳنڍيل آھي، ڇاڪاڻ ته اھي رستا انھن نالن وارن شھرن ڏانھن ويندڙ رستن تي واقع آھن، ۽ جيڪو رستو قلات طرف وڃي ٿو، تنھن جو نالو جھالاوان جي اوچن جبلن وچان لنگھڻ جي ڪري ”ڪوھون واٽ“ يعني پھاڙي رستو آھي.

لس جون نديون ۾ آهن: پورالي، حب، پهرئين نالي واري ندي، جنهن کي قديم جاگرافيءَ ۾ عربيز جي نالي سان سڏيو ويو آهي، پيلي جي اتر-اوڀر وارن جبلن مان نڪري ٿي، جتان کان هلي اها جهالاوان جبلن جي دامن مان لنگهي، انهيءَ نالي واري شهر وٽان، وري ڏکڻ طرف ڦيرو کائي ٿي ۽ ان جي بلڪل ويجهڙائي مان گذري، سون مياڻيءَ نالي ڳوٺ کان اڪل ٻه ميل ڏکڻ-اولهه ۾ واقع سون مياڻيءَ واري اپيٽ ۾ وڃي پوي ٿي. هن نديءَ جو پاڻي لياريءَ تائين نهايت مٺو آهي، جيڪا سون مياڻيءَ کان ويهه ميل اتر اتر-اوڀر ۾ واقع آهي، جتي ان کي سمنڊ ناقابل شڪست بنائي ٿو ۽ آها ننڍين ڪشتين جي هلڻ لاءِ موزون ٿي وڃي ٿي ۽ ان جي وڌيڪ اونهين جاين ۾ تمام گهڻيون مڇيون ملن ٿيون. پيلي وٽ اها تمام خشڪ موسم ۾ پندرهن کان ويهن والن تائين ويڪري ۽ هڪ يا ٻن فوٽن تائين اونهي هوندي آهي، پر بارش واري موسم ۾ ان جو پيٽ ميل جي چوٿين حصي تائين ويڪرو ٿي ويندو آهي ۽ ان مان لنگهي پار وڃڻ ناممڪن هوندو آهي. حب تمام ننڍي ندي آهي، جنهن جو منهن سنڌ ۽ لس کي جدا ڪندڙ جبلن ۾ آهي ۽ اتان کان پوءِ اها سڌي الهندي طرف وهي وڃي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. انهن کان علاوه، ٻه ٽي ٻيون به ننڍڙيون نديون آهن، جهڙوڪ وُٽا، سانگني وغيره، جيڪي جبلن جي مختلف هنڌن تان نڪري اچي پوراليءَ ۾ ملن ٿيون. اهي بارش جي موسم کان سواءِ گهڻو ڪري سڪيون پيون هونديون آهن.

لس واري سڄي علائقي جي نوعيت سڌي سنئين پٽ جهڙي آهي، جيئن ان جي نالي مان ظاهر آهي، ۽ اهو جابلو ندين جي ڪنارن جي ويجهڙائي کان سواءِ، جتي اناج، ڪمند وغيره جا ڏاڍا گهاٽا ۽ ڀلا فصل ٿين ٿا، باقي سڄو سارو

ملڪ غير آباد ۽ پوئتي پيل آهي. انهيءَ ننڍڙي رياست جو سربراه جام مير محمد خان آهي، جنهن جي ساليانه آمدني پنجاهه هزار رپيا آهي، جنهن جو وڏو حصو ٻيلي جي بازار ۾ ايندڙ مال تي وصول ٿيندڙ محصول مان ۽ باقي سون مياڻيءَ جي ڪسٽم ڊيوٽيءَ ۽ عربو بندر واري آمدني مان ملي ٿي، جيڪو بندر مڪران وارن جبلن ۾ پٺين طرف واقع آهي. هڪ وقت ۾، هن ڪي انهيءَ آمدنيءَ جو وڏو حصو سندس بالا حاڪم، قلات واري نصير خان ڏانهن خراج طور موڪلڻو پوندو هو، پر پوءِ انهيءَ حاڪم جي هڪ ڌيءَ سان سندس شادي ٿيڻ تي هن ڪي انهيءَ ادائگيءَ کان مستثنيٰ قرار ڏنو ويو، ۽ هاڻي هن ڪي انهيءَ رياست جي حڪومت سندس آقا جي خدمت ۾ چار هزار پنج سؤ سپاهين جي بي قاعدي فوج موڪلڻ جي شرط تي جاگيرداراڻه نظام جي تحت مليل آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته هو ايڏن سارن ماڻهن کي مشڪل سان ڪٺو ڪري سگهي ٿو، ۽ دراصل اهي سڀ شرط شروط هن وقت نالي ماتر وڃي بچيا آهن. هن جي علائقي تي پڻ اهي سڀ پابنديون پيل آهن، جيڪي بلوچستان جي ٻين سردارن جي حالت ۾ وڌل آهن، ۽ هين رياست جو ڪوبه باشندو، خود جام سميت ڪنهن جي به خلاف قلات جي خان وٽ شڪايت پيش ڪري سگهي ٿو، نه وري آءٌ سمجهان ٿو ته هو ڪو انهيءَ دربار مان جاري ٿيل ڪنهن به حڪم تي اعتراض ڪري سگهي ٿو ۽ نه ان جي مخالفت يا مقابلو ڪرڻ جي جرئت ڪري سگهي ٿو. هن جو سڄو ملڪ بزنجن، مينگلن ۽ ٻين بروهي قبيلن جي حملن لاءِ اهڙو ته کليل پيو آهي، جو انهن کي جيڪڏهن ڪنهن وقت محمود خان وٽان ان تي حملي ڪرڻ جي اجازت ملي وڃي ته اهي ان کي تاراج ڪرڻ ۾ زبردست خوشي محسوس ڪندا، جنهنڪري لس جو جام هر وقت خوف، هيبت ۽ اطاعت جي حالت ۾ رهي ٿو.

لس جو مکيہ شهر پهلو آهي، جنهن جو مون هن ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ بيان ڪيو آهي. ان ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي لهاري آهي، جيڪو مون مياڻيءَ جي اتر-اتر-اوڀر ۾ اٽڪل ويهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ننڍو شهر آهي. اهو پورالي نديءَ جي ڪپ تي واقع آهي ۽ اُن ۾ سورهن سوَن ڪان وڌي ارڙهن سؤ گهر ٿيندا. هتان جي بازار جي چونگي ۽ ٻيا محصول وصول ڪرڻ لاءِ هڪ داروغو رهي ٿو. آڳل، جنهن جو ذڪر منهنجي ڊائريءَ جي ٢٠ جنوريءَ واري داخلا ۾ ملندو، هن ملڪ جو ٽيون نمبر شهر آهي. سڄي صوبي ۾ ٻارهن ڪان وڌيڪ مستقل ۽ ڪن ڳوٺن ڪان وڌيڪ ڪي بستيون ڪينهن. ماڻهو اهڙين جهوپڙين ۽ تنبن ۾ رهن ٿا، جيڪي ڪنهن به وقت مرضيءَ تي اکوڙي ۽ هٽائي سگهن ٿا.

هن ملڪ جون روانگي واپار جون مکيہ شيون، ڪافي مقدار ۾ اناج، ڪڇ، بَناتون ۽ ڪهري قسم جا غاليچا آهن. اهي شيون گهڻو ڪري مڪران ۽ عربستان جي ساحل ڏانهن موڪليون وڃن ٿيون، جتان انهن جي بدلي ۾ کجور، بادام ۽ ڪافر ٻانها موڪليا وڃن ٿا ۽ انهن مان آخري ذڪر ڪيل مال، يعني ٻانها هتي ڏاڍا قيمتي آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي ئي ٻاهريون سخت ڪم ڪن ٿا. بمبئيءَ ڪان آمدني ۽ واپار ۾ هيٺ ٻهچندڙ شين ۾ لوهہ، رڪ، قلعي، کنڊ، سوپاريون ۽ ناريل شامل آهن. سنڌ کان انهن ڏانهن ڪهري قسم جو اڇو ڪپڙو، ڪاشيءَ جون سرون، لونگيون ۽ ڪجهہ مقدار ۾ ڪچي ڪپهہ موڪلي وڃي ٿي، جنهن مان هڪ اهڙي شيءِ ٺاهي وڃي ٿي، جنهن کي ڪرڪي چيو وڃي ٿو، جيڪا غريب طبقي جا مقامي ماڻهو پائيندا آهن. لٺي پٽي ۽ ولائتي ٺهيل ڪپڙي جي هتي وڏي قيمت آهي، ڇو مقامي ماڻهن جي مفلسيءَ ۽ انهن جي تمام خسيس واپار

جي ڪري ڪو بہ انهيءَ مال جي گهرائڻ جو اختيار ڏيڻ لاءِ تيار ناهي.

مڪران جي صوبي جو واپس ذڪر ڪرڻ ڪان اڳ ۾ آءٌ ان جي ضلعن جي تعداد شمار ڪرڻ سان ابتدا ڪندس، پر جيئن تہ انهن مان گهڻا يا تہ ويران ۽ غيرآباد پيل آهن. يا وري انتهائي خشڪ ۽ ڪنهن بہ ساوڪ ڪان عاري آهن، انڪري آءٌ پنهنجي بيان کي فقط انهن تائين محدود رکندس. جيڪي سندن نوعيت جي لحاظ ڪان توجهہ جي لائق آهن. مڪران جا مکيہ اندروني ضلعا: ڪيچ، پنجگور، مچ، ديزوڪ، ڪسورقند، بمشڪرد، سيب، جلڪ، ڪلپوُرڪن ۽ ڪوهئوڪ آهن، ۽ سامونڊي ڪناري وارا ضلعا عربوڪولاج، چؤبار، تيز ۽ گواڪ آهن.

سنہ ١٨٠٩ع جي پوئين حصي تائين، جڏهن بينگال نيٽو انفنٽري جي ڪئپٽن گرانٽ کي برگيڊيئر جنرل مالڪوم اوڏانهن موڪليو هو، تڏهن انهيءَ سڄي ملڪ ڪان يورپي لوڪ سامونڊي ڪناري ڪان سواءِ، بلڪل ناواقف هئا ۽ هن کي وڏو چڪر ڪائي انهيءَ ملڪ جي ڏکڻ-الهندي وارن علائقن تائين پهچڻو پيو هو. قلات ڪان بن پور تائين منهنجي رستي جو ڪجهہ حصو انتهائي شمالي ضلعن ۾ واقع هو. انهن جي مدد سان پنهنجي تحقيقات لاءِ رهنمائي حاصل ڪندي، مون هندستان واپس اچڻ ڪان پوءِ مون ايتريقدر تہ مقامي معلومات گڏ ڪئي آهي، جيڪا انهن ڳالهين جي تصديق ڪري ٿي، جيڪي مون پاڻ ڏٺيون هيون، جو آءٌ انهيءَ صوبي سان واسطو رکندڙ موضوعن تي وڏي خاطريءَ سان لکي سگهڻ جي همت ڪري سگهان ٿو.

جيئن تہ مڪران جي پهاڙن بابت مون هن ڪان اڳ مختلف هنڌن تي بيان ڪيو آهي، انڪري مون کي انهن

جي متعلق وڌيڪ ڪجھ بيان ڪرڻو ناهي. سامونڊي ڪناري جي سڄي ڊيگھه ۾ ڪيترائي ندين جا ڇوڙ آهن، جنهن ڳالهه هن عقيدي کي جنم ڏنو آهي ته هن ملڪ جو اندروني علائقو سڄو ندين سان ڀريو پيو هوندو، پر انهيءَ ڳالهه جي بدران، حقيقت هيءَ آهي ته سڄي ملڪ ۾ مشڪل سان ٿي ڪا اهڙي ندي آهي، جيڪا سڄي سال تائين وهندي هوندي. نه وري ڪا هڪ به اهڙي ندي آهي، جو وهڪرو سندس نڪرڻ واري مٿنهن ڪان وٺي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ تائين يڪو ۽ بنان ڪنهن رڪاوٽ ۽ رنڊڪ جي آهي. سمنڊ جي ڪناري ڪان وٺي انهن سڀني جو وهڪرو گهڻو ۽ پيٽ ويڪرو ٿئي ٿو، تان جو اهي جبلن يا پٿريلي پهاڙين ۾ پهچن ٿيون، جتي اهي سوڙهيون ٿي ور وڪڙ کائيندڙ ڪسين ۽ نالين جي صورت اختيار ڪن ٿيون، جيڪي صاف موسم جي وڏي حصي دوران بلڪل خشڪ ٿين ٿيون ۽ بارش جي موسم ۾ اهي ڦوڪجي ڏهڪائيندڙ آبشار بڻجي پون ٿيون، جن جو سڄو پاڻي بارش بند ٿيڻ ڪان چند ڪلاڪن جي اندر، جنهن سان اهي ڀرجي وهن ٿيون، تيزيءَ سان وهي هليو وڃي ٿو. انهن سڀني ندين جا پيٽ گهڻو ڪري گدامڙيءَ، ٻير ۽ ٻين ٻوٽن ۽ وڻن جي گهاٽن ۽ خودرو جهنگن سان ڀريا پيا هوندا آهن، جيڪي اٺن ۽ ٻڪرين جي چرڻ لاءِ نموزون هنڌن ڪان علاوه، پنهنجي گهاٽي جهنگ ۾ ٻين به ڪيترن ئي قسمن جي وحشي ۽ جهنگلي جانورن کي پناهه ڏيندا آهن.

انهن ندين جي پيٽن جي متعلق انتهائي معلوماتي نظارو پيش ڪرڻ لاءِ، جيتريقدر به منهنجي وس ۾ آهي، آءٌ انتهائي مشرقي رخ ۾ واقع ندين ڪان وٺي شروعات ڪندس ۽ جيئن جيئن مغرب طرف وڌندو هلندس، تيئن انهن جي مختلف ورن وڪڙن جي نشاندهي ڪندو هلندس.

لس کي مڪران کان علحده ڪندڙ ڀاڙن تي چڙهڻ
کان هڪدم پوءِ اسين آگور نديءَ(١) تي پهچون ٿا،
جيڪا هنگلاج واري مندر جي هيٺان لنگهي، مختلف ۽ تنگ
ور وڪڙ ڪائيندي سمنڊ ۾ وڃي ڇڙي ٿي، مندر جي
ويجهڙائيءَ ۾، نديءَ جي پيٽ ۾ هڪ مشهور ڪوهه آهي.
جنهن کي ان جي اونهائيءَ سبب ”انيل ڪا ڪونڊ“ يعني
ٻي تري کڏ سڏيو ويندو آهي. هڪ اهڙي ماڻهوءَ، جيڪو
اتان ٿي آيو آهي، مون کي ٻڌ ڏني ته هن رسيءَ جا
هڪ سؤ والا هيٺ ويندي اکين سان ڏٺا ۽ اها اڃا به پاڻيءَ
تي نه پهتي، ۽ انهيءَ ڳالهه جي ڪري مقامي ماڻهن جو
ويساهه آهي ته اهو مندر جي ديويءَ پاڻ کوٽيو آهي.
مندر وارو پاڻي ڏاڍو مٺو آهي، ۽ ان کي ڪيترن ئي مرضن
جو علاج سمجهيو ويندو آهي. اتان کان ٻه منزلون اڳتي
اسان کي ”مڪلو ندي“ ملي ٿي، جنهن جو منهن سمنڊ کان
پنجيتاليهه ميل پري آهي ۽ ان ۾ انهيءَ وهڪري جي دوران
ٻه يا ٽي ننڍيون نديون اچي ڳڏجن ٿيون. انهيءَ هنڌ کان پوءِ
چاليهه ميل اولهه ۾ پسول، رومرا ۽ سدوڪ نالي نديون يا
نهرون آهن، جن مان پهريون ٻه قريب ترين ڀاڙين کان
ويهن يا ٽيهن ميلن تائين، پوئين اسي ميلن تائين، وهن ٿيون.
سدوڪ نديءَ جي هڪ ميل اندر پسنيءَ جو شهر واقع آهي،
جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ واپار هلندو هو ۽ ندي ايتريقدر
اونهي هئي، جو ان ۾ ڏهن يا ٻارهن ميلن تائين ٻيڙا اندر
وڃي سگهندا هئا، جتي اهي جهنگ مان ڪاٺ وڍي کڻي
ايندا هئا، جنهن مان ٻيڙن جا ڪوهاڏا ۽ ٻارڻ جون ڪاٺيون
ٺهنديون هيون، پر انهيءَ ڳوٺ کي سنه ١٨٠٩ع ۾ عرب قزاقن
ساڙي ڇڏيو ۽ هندو اتان لڏي هليا ويا آهن. اتان کان ولي

---

(١) هتي ندي، معنيٰ هڪ ڀاڙي لٽ آهي.

دست ندي ستر ميلن کان ٻه ٽي مفاصلي واري آهي، انهيءَ سڄي سامونڊي ڪناري جي وسعت ۾ فقط هڪ ننڍي نئن آهي. اسان هن وقت تائين جيڪي نديون ڏٺيون آهن، تن سڀني کان وڏي ۾ وڏي دست ندي آهي، ۽ جڏهن پڙهندڙن کي اهو ٻڌايو وڃي ته سمنڊ جي ڪناري کان هڪ سؤ والن جي اندر، نديءَ جي وچ سير وٽ پاڻيءَ جي اونهائي اٽڪل ويهه انچ کن آهي، ۽ ان جي ويڪرائي ڏهن کان وٺي ٽيهن والن اندر آهي، تڏهن اهي ٻين ندين بابت پاڻ اندازو ڪري سگهندا. جڏهن سمنڊ جي وير وهي ٿي، تڏهن سمنڊ جو پاڻي هڪ يا ٻن ميلن تائين نديءَ ۾ مٿي ڏوڪي اچي ٿو، ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهيءَ مهل ان کي ڏسندو ۽ ان جي متعلق پنهنجو رايو ڏيندو ته پڪ ئي پڪ ان کي چڱو خاصو درياهه سڏيندو.

دست ندي (١) جتي چوڙ ڪري ٿي، اتي ان جي ٿورڙي اونهائي ۽ ننڍڙيءَ ويڪرائيءَ هئڻ جي باوجود، اوهان کي ان جو سامونڊي ڪناري کان سڌيءَ ليڪ ۾ ڇهن کان وٺي ستن ڊگرين جي مفاصلي تائين مختلف نالن هيٺ سراغ معلوم ٿيندو، ۽ انهيءَ نڪتي تي مون جيڪا معلومات حاصل ڪئي آهي، آءٌ اهو اندازو ڪريان ٿو ته ان جي انتهائي شمالي ڇيڙي مان جيڪو پاڻي سمنڊ ۾ وڃي ڪري ٿو، سو هڪ هزار ميلن کان گهٽ مفاصلو طئي ڪري نٿو اچي (٢). واريهاسي ريگستان وچان مون پنهنجي سفر دوران ٻودور نالي درياهه جو پيٽ پار ڪيو، جيڪو ويڪر ۾ گهٽ ۾ گهٽ ميل جو چوٿائي حصو هو، ۽ مون کي ٻڌايو ويو ته اهو مختلف ور وڪڙ کائيندو، سيستان ۾ هيلمند درياهه جي ڪناري تي واقع هڪ ملڪ نالي، گرما سائل تائين پهچي ٿو. منهنجي رستي جي ڏکڻ طرف، اهو جبلن جي وچ مان ٻهار پوڻ

(١) ڪڏهن ڪڏهن دستي به سڏجي ٿي.
(٢) حصو پهريون، پهرين اپريل واري ڊائري.

لاءِ زوريءَ پنهنجي راهه ڪڍي ٿو ۽ اتان کان وڏيڪ
اوڀر طرف موڙو کائي پنجگور ضلعي کي سيراب ڪري ٿو،
جنهن کان ٿي ميل اتر ۾ ان جي پيٽ مان هڪ پرپور ۽
دائمي وهندڙ نهر ڦٽي نڪري ٿي؛ اتان کان پوءِ وري اها
ميدانن ۽ پهاڙي علائقن جي هڪ سلسلي وچان وڪڙ کائيندي،
انهيءَ صوبي جي گاديءَ واري شهر ڪيچ کان پري نڪري
وڃي ٿي؛ جتي ان کي موليداني ندي سڏيو وڃي ٿو ۽ ٿورو
اڃا اڳيرو ڏکڻ واري رخ ۾ اها اسان کي پنجگور نالي سان
وري ملي ٿي؛ انهيءَ نالي سان اها اڳتي وڌي ٿي، تان جو
اهڙي هنڌ پهچي ٿي جتي اها ڦري وري دست يا دستي بنجي
ٿي، جنهن نالي سان اها نيٺ وڃي سمنڊ ۾ ڪري ٿي.

مون هن کان مٿي جيڪي ڪجهه بيان ڪيو آهي، تنهن جي
مدنظر آءٌ هن خيال جو آهيان ته دستي، يا اسين ان کي ڪٿي
ڪهڙي به ٻئي نالي سان شناخت ڪريون، گذريل زماني ۾
ڪنهن اهڙي وڏي درياهه جو پيٽ هئي، جنهن جهڙو ڪو
ٻيو درياهه هن وقت سڄي مڪران ۾ ڪونهي، جنهن جو پاڻي يا
ته ڪنهن ٻي نديءَ ۾ وهندو وهندو خالي ٿي ويو آهي، يا
انهن جو اصلوڪو(١) سرچشمو سڪي خشڪ ٿي ويو آهي.

---

(١) لهوريه نديءَ جو پاڻي، جيڪا نوشڪيءَ جي اتر-اوڀر ۾ شوراوڪ
ضلعي مان گذري ٿي. ريتيءَ ۾ جذب ٿي اهڙو گم ٿئي ٿو، جو ماڻهن
جي چوڻ موجب، اهو بودور کان سواءِ وري ڪٿي به ظاهر ڪونه
ٿو ٿئي؛ پر جنهن هنڌ تي مون انهيءَ نديءَ جو پيٽ ڏٺو، تنهن مان
۽ انهيءَ خبرچار مان، جيڪا مون کي ان جي متعلق ملي، آءٌ البت
انهيءَ خيال جو آهيان ته اها هيلمند درياهه جي هڪ شاخ آهي.
جيڪا انهيءَ نديءَ جي پيٽ جي هيٺ لهي وڃڻ ڪري پنهنجو پاڻي
وڃائي ويٺي آهي. ڪئپٽن ڪرسٽي ان جي ٻنهي پاسن کان بيٺل اوچين
پهاڙين جي چوٽين جو بيان ڪري ٿو، ته جيئن هي تاثر پيدا ٿئي ته
اها ڪنهن زماني ۾ اڄ جي پيٽ ۾ گهٽي قدر وڌيڪ ريگستان سان
هرسطح هئي. حوالو ٣٠- مارچ واري ڊائري جو ضميمو.

دستيءَ کان اولهه طرف، نگار، نيم خور، گياني، سراه، پنت، سوڏگي ۽ ٻيا ڪيترائي نالا ۽ نيون آهن، جهڪي سڀ جون سڀ سمنڊ ۾ وڃي ملن ٿيون. ڪن وقتن تي اهي جبلن ۾ مينهن پوڻ سبب ايتريقدر تہ ڦوڪجي وهنديون آهن، جو ناقابل عبور هونديون آهن؛ پر عام طرح سان انهن ۾ تمام ٿورو پاڻي هوندو آهي.

ڪيچ، جنهن لاءِ مون اڳيئي چيو آهي تہ اهو هن صوبي جو مکيہ شهر آهي، تنهن جي نالي وارو هڪ اهڙو ضلعو بہ آهي، جنهن کي دشت ندي خوب سيراب ڪري ٿي. ڪيچ جو ڪوٽ هڪ اوچي ٽڪريءَ تي ٻڌل آهي، جنهن جي هيٺان اها ندي وهي ٿي ۽ ان جي قدرتي مضبوطيءَ ڪري مقامي ماڻهو ان کي ناقابل شڪست سمجهن ٿا. شهر انهيءَ پهاڙيءَ جي دامن کي ٽن طرفن کان سڄو وڪوڙي ويٺو آهي، جنهن جي چوٽيءَ تي قلعو ٻڌل آهي، جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ ٽي هزار گهر هئا؛ پر قلات واري نصير خان جي وفات کان پوءِ، ان جي ذريعي قنڌار، گوادر ۽ چوٻار جهڙن ساموندي بندرن سان قلات، شڪارپور، خضدار، ٻيلي وغيره سان جيڪو واپار هلندو هو، سو سڄو بيهجي ويو ۽ هندو ۽ ٻيا شاهوڪار واپاري شهر ڇڏي هليا ويا آهن، جنهنڪري اهو تباهيءَ جي ڪناري وڃي پهتو آهي. سنہ ١٨١٠ع ۾ ڪيچ جو حاڪم يا گورنر عبدالله خان بزنجو بروهي هو، جيڪو محمود خان جي اقتدار کي تسليم ڪرڻ جو ڍونگ ڪندو هو، پر هن کي ڪو بہ خراج نہ ڏيندو هو؛ ۽ ان کان پوءِ تہ مون کي ائين ٻڌايو ويو آهي تہ هن ڪيس ظاهري تعظيم ڏيڻ بہ ترڪ ڪري ڇڏي آهي. هن جي پيشرو کي اٽڪل ست سال اڳي انتهائي بيوفائيءَ واري طريقي سان مير مصطفيٰ خان طرفان قتل ڪيو ويو هو،

جنهن، اهو ڏسي ته سندس پاڻ، قلات جي خان جي حڪمن جي نالي ماتر به ڪا مهتا نٿي ڪئي وڃي، مذڪوره گورنر ڏانهن هڪ قاصد موڪليو، ۽ کيس انهيءَ شهر ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو، پر انهيءَ مطالبي کي مڃڻ کان ڪورو جواب ڏنو ويو. ڪجهه بحث مباحثي کان پوءِ، قلات جي سردارن طرفان شخصي حفاظت ۽ سلامتيءَ جي سنجيده وعدي ڪرڻ کان پوءِ، پنجگور ۾ ٻنهي جي درميان هڪ ملاقات جو انتظام ڪيو ويو. حاڪم سندس حاضري پوري وقت تي ڏني، پر هو وري واپس نه اچڻ لاءِ آيو هو، ڇاڪاڻ ته هن کي مصطفيٰ خان سان گڏ آيل فوجن قتل ڪري ڇڏيو.

ڪيچ جي آمدني بلڪل معمولي آهي ۽ اتان جو گورنر، جيڪو قلات حڪومت جي هڪ آفيسر جي حيثيت ۾ چئن يا پنجن هزارن ماڻهن کي پاڻ وٽ پاليندو هو، تنهن وٽ اڄڪلهه سندس پگهار ۾ اوترا سَوَ ماڻهو به ڪينهن.

ڪيچ کان هڪدم ڏکڻ طرف جيڪو ملڪ واقع آهي، تنهن کي هڪ خشڪ ۽ ويران ”دشت“ يا ويران زمين جو هڪ علائقو سڏيو وڃي ٿو، حالانڪ ڪن هنڌن تي تمام گهڻي مقدار ۾ کجور پيدا ٿئي ٿي، پر کجور جي وڻ جي اها هڪ مخصوص خصلت معلوم ٿئي ٿي ته اهو انتهائي خشڪ ۽ ويران زمين ۾ وڌي ۽ ويجهي ٿو.

پنجگور يا پنجر، هڪ ننڍو ۽ سرسبز ضلعو آهي، جيڪو ڪيچ کان اتر اتر-اوڀر ۾ واقع آهي. اهو جبلن جي وچ ۾ هڪ ماڙي آهي ۽ سنجهس خيلن جا ٻارهن يا تيرهن ڳوٺڙا آهن، جن کي بودور درياهه مان گهڻي مقدار ۾ پاڻي مهيا ٿئي ٿو. انهن سڀني جي آدمشماري چڱي خاصي آهي، ۽ هن ضلعي ۾ جيڪي کجورون پيدا ٿين ٿيون، سي سڄي

مڪران(۱) ۾ پيدا ٿيندڙ پيمن سڀني ڪجورن کان بهتر سمجهيون وينديون آهن. پنجگور جو موجوده سردار رحمت الله خان آهي، جيڪو قلات واري محمود خان جو پاڻيو آهي. هن انهيءَ مٽي مائٽيءَ هوندي به، پنهنجن ڪيچ وارن هموطنين جي مثال جي پيروي ڪئي آهي ۽ پاڻ کي بلڪل خود مختار ۽ مڪمل طور آزاد قرار ڏنو آهي. هن جي ماليائي آمدني ويهه هزار رپيا ڇئي وڃي ٿي؛ پر آءٌ انهيءَ انگ کي وڌاءُ سمجهان ٿو.

مچ، نالو انهيءَ ملڪ کي ڏنو ويو آهي، جيڪو اولهه طرف ۾ پنجگور سان متوازي پيٽل آهي ۽ انهيءَ ريگستان جي ڏاکڻين سرحد آهي، جنهن مان مون کي سفر ڪري پار اچڻو پيو هو. اهو تمام ناهموار، پٿريلو ۽ جابلو علائقو آهي. ان جي باوجود، ان جي ڪن ماٿرين ۾ ايترو اناج پيدا ٿئي ٿو، جيڪو انهن ٿورن گهڻن خانہ بدوش رهاڪن لاءِ ڪافي آهي. جيڪي ان ۾ رهن ٿا. مچ ۾ پاڻي تمام گهڻو موجود ڇيو وڃي ٿو، البت اپريل، مئي ۽ جون وارن مهينن ۾ اهو ناياب ٿي وڃي ٿو، جيستائين ان جون نديون، نيون ۽ چشما بارش جي پاڻيءَ سان وري پرجي وڃن؛ ۽ جڏهن به مينهن نہ پوندو آهي، تڏهن اتان جا رهاڪو ڏکڻ طرف پڃي اچڻ لاءِ مجبور ٿي پوندا آهن. هتان جا ماڻهو پڻ اتي ڪجهه ڪجون پوکين ٿا ۽ وٽن ڪجهه اٺ، ٻڪريون ۽ رڍون به آهن. انهن جو نسل عام مڪرانين کان وڌيڪ ننڍو ۽ نازڪ ڇيو وڃي ٿو. هنن جا هٿيار جامڪيءَ واري بندوق، ترار ۽ ڍال آهن. هرهڪ ڳوٺ کي پنهنجو پنهنجو سردار آهي، جيڪو ماڻهن ۾ پيدا ٿيندڙ سڀني تڪرارن ۽ اختلافن جو فيصلو صادر ڪندو آهي.

---

(۱) ڪجيءَ جي وڻ جي پوکڻ ۽ سنڀال بابت بيان لاءِ ڏسو باب نمبر–۷.

ڪسورقند هڪ پنجويهہ ميل ڊگهو سڌو ميدان آهي، جيڪو اوترونئي ويڪرو بہ آهي ۽ ان جي وچان هڪ ننڍڙي نئن وهي ٿي. ان جو قلعو ڪوٽ جو بچاءُ ڪري ٿو، جيڪو ان جي چوڌاري تعمير ٿيل آهي. ميدان ۾ جيڪي ٻوڪ هيٺ آيل ٽڪرا آهن، تن جو بچاءُ پڻ هيٺانهين تي ڪوٽ ڪن ٿا، جيڪي هڪٻئي کان چئن يا پنجن سوَن والن جي مفاصلي تي ٺهيل آهن، جن ۾ بندوق بردار چوڪيدار فصل پچڻ واري سڄي موسم جي دوران چوڪسي ڪندا رهندا آهن. اهو تحفظ هن ڪري اڻٽر ٿي پيو آهي، جو اهو ضلعو بنپور جي ناهرن ۽ ڪوهستان جي ويجهڙائي ۾ واقع آهي. ائين بہ ناهي تہ انهن قورن کان اهي ماڻهو پنهنجين زمينن جي تباهي ۽ بربادي هميشه ٽاري سگهندا آهن. بشڪرد لاءِ بس فقط ايترونئي چئي سگهجي ٿو تہ اهو جبلن جو هڪ اهڙو ڏکو ۽ اڻ ٽٽل سلسلو آهي، جيڪو ڪُرد بلوچن جي چوپائي مال لاءِ گاهہ پٺو مهيا ڪري ٿو، جيڪي اناج ۽ ٻين ضروري شين لاءِ هيٺانهن پٽن تي دارومدار رکن ٿا. اهي ماڻهو ڪُردن جو هڪ اهڙو قبيلو آهي، جيڪو لارستان مان نڪري هيٺ آيو آهي ۽ اهي ماڻهو بنان ڪنهن شڪ و شبهي جي هڪ اهڙي بستيءَ جي ماڻهن جو اولاد آهن، جن ڪيئي صديون اڳي اهو صوبو فتح ڪيو هو(١). انهن ۾ بلند ۽ بالا جاين لاءِ سندن رت ۾ جيڪو شوق سمايل آهي، سو انهن اڃا تائين پاڻ ۾ برقرار رکيو آهي ۽ انهن هاڻي ڪوهستان ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪئي آهي. دزوڪ، سيب"، ڪلهورڪن ۽ جلڪ جهڙن ضلعن جو ڪجهہ ذڪر هن ڪتاب جي ٻورئين حصي ۾ اڳيئي ڪيو ويو آهي ۽ آءٌ انهن ضلعن يا ساموندي ڪنارن وارن

(١) ڪنيئر جو ڪتاب "ايراني سلطنت" ص ٨٣.

ٻن ضلعن جي وڏيڪ تفصيلن ۾ وڃڻ فضول سمجهان ٿو(١)، جيڪي محض سدا سنوان، ۽ آباديءَ کان بلڪل خالي ميدان آهن، جيڪي ساوڪ جي هڪ ٻه نشان کان خالي، قريب ترين جبلن جي دامن تائين ڦهليل آهن.

مڪران جي سڄيءَ آباديءَ جو خانه بدوش قبيلن تي مشتمل هئڻ ڪري گهٽ وڌ ٿيڻ جو اهڙي قدر تہ امڪان آهي، جو ان جي وسعت جو اندازو لڳائڻ مضحڪہ خيز ٿيندو. انهيءَ علائقي جي مالڪن مان جيڪي سامونڊي ڪناري تي رهائش پذير آهن، تن جو قد ڪاٺ اتر طرف رهندڙن کان وڏيڪ وڏو ۽ رنگ وڌيڪ ڪارو ٿئي ٿو، ۽ انهيءَ حقيقت ڪي انهن جي مسقط ۽ عربستان جي ڪافرن سان عام ٿيندڙ شادين سان منسوب ڪري سگهجي ٿو. پر ان جي باوجود مون جيڪي بہ مڪراني ڏٺا، تن سڀني جي جڏهن بلوچن يا بروهين سان ڀيٽ ڪئي ويئي، تڏهن اهي ننڍي قد ڪاٺ ۽ نازڪ نسل جا مالهو نظر آيا ۽ انهن ۾ بيماريون عام جام هيون. نصيرخان طرفان بلوچستان لاءِ قانون جو جيڪو ڪتاب تيار ڪيو ويو هو، سو انهيءَ شهزادي جي ضروري ڏير قار سان هن پرڳڻي ۾ لاڳو ڪيو ويو هو، پر هن جي انتقال تي ان جو احترام ختم ٿي ويو ۽ هاڻي اتي بدانتظامي ۽ خونريزي عام آهي. هر هڪ ضلعي کي انتقام وٺڻ جو پنهنجو پنهنجو طريقو آهي، ۽ مسافر يا واپاري ماڻهو، ملڪ جي هڪ حصي کان ٻئي ڏانهن فقط ان صورت ۾ وڃي سگهن ٿا، جڏهن انهن سان

---

(١) بحوالہ ص، ٧، ٨ ۽ ٩-اپريل وارو بيان-ڪولو ڳان ڳوٺ جهلڪ ضلعي ۾ آهي.

ڪا هٿيار بند جماعت ساڻ هوندي، ۽ اها به اهڙي جيڪا
مٿن حملي کي روڪڻ لاءِ ڪافي حد تائين طاقتور هوندي.
مڪران جي بندرن تان فقط هڪ ئي واپار ٿئي ٿو ۽ اهو آهي
اتان جي کجور جي ساليانه پيداوار جي هڪ حصي جي بمبئي ۽
۽ باقي حصي جي اپيٽ جي ٻين حصن ڏانهن برآمد، جنهن جو
معاوضو اُنهن ئي شين جي صورت ۾ ملي ٿو، جن جو ذڪر مون
لس واري بيان ۾ ڪري چڏيو آهي. اها تجارت هندن جي
طرفان ڪئي وڃي ٿي، جيڪي ڏيساور تان درآمد ٿيل شيون
مڪرانين کي 'مال جي بدلي مال' جي اصول تحت ريزڪي
نموني ۾ ڏيندا آهن.

---

# فصل (٦)

ڪڇ گنداوا جو صوبو ۽ دجل جو ضلعو، جن کي مون بلوچستان جي ٽين فصل ۾ رکيو آهي، سي جيئن ته محمود خان جي اختياريءَ ڏانهن اهڙا فرمانبردار ۽ ان کي تسليم ڪندڙ آهن، جهڙو قلات جو ضلعو، ان ڪري قدرتي طور نتيجو اهو نڪري ٿو ته مون هن تذڪري جي ٽين باب ۾ جن به قانونن، رسمن رواجن ۽ محصولن جو ذڪر ڪيو آهي، سي سڀ هنن علائقن سان به اوتري قدر ٿي لاڳو ٿين ٿا. منهنجي لاءِ هاڻي فقط اها ڳالهه باقي رهي آهي ته آءٌ پنهنجن پڙهندڙن کي انهن جي جاگرافيائي وسعت ۽ حدن کان آگاهه ڪريان.

ڪڇ گنداوا جون جاگرافيائي حدون اتر طرف سيوستان، ڏکڻ ۾ سنڌ، اولهه ۾ براهوئڪ جبل ۽ اوڀر ۾ سنڌو نديءَ ۽ ان جي وچ ۾ بيڙل ريگستاني پٽ آهن. اتر کان ڏکڻ تائين ان جي ڪٿي کان ڪٿي ڊيگهه، انڪل هڪ سؤ ويهه ميل آهي ۽ ويڪر ۾ ان جو آباد ۽ رهائش لائق حصو فقط سٺ ميل مس ٿيندو.

ڪڇ گنداوا ۾ فقط ٻه نيون آهن، هڪ ناڙي ۽ ٻي ڪوهي. ٻهرين نئن سبيءَ جي اتر-اولهه وارن پهاڙن مان نڪري ٿي ۽ اتان کان پوءِ اها هڪ ٻئي جي پٺيان هنن ڳوٺن جي پاسن کان گذري ٿي: مٺڙي، ابري، حاجي، ٻيدا، ڀاڳ، نصير آباد، پلال، منجهٺو، ڪندوه، ۽ ٽنٻو. آخري ناليءَ واري ڳوٺ وٽ اها واريءَ ۾، تمام گهاٽي ۽ ناقابل عبور جهنگ اندر غائب ٿيو وڃي. انهيءَ نئن ۾ ان وقت تمام گهڻو پاڻي هوندو آهي، جڏهن سيڪهن وسندا آهن يا جڏهن جبلن تي برف ڳرندي آهي، پر عام طور اها مهينن تائين ذري گهٽ خشڪ پيئي هوندي آهي. ڪوهي نئن، بولان مائريءَ وچان وهي ٿي، جيڪا دشتي دولت کان ڪڇ گنداوا تائين وهندڙ

هڪ شاهراه آهي ۽ دهڻ دره(١) وٽ اها ٻن شاخن ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿي، انهن مان هڪ شاخ : ڪوهي، خانپور، مهيسر ۽ ڍڳڻي ناليءَ کوٽن جي پاسن کان ور وڪڙ ڪائيندي وڃي ٿي. ڍڳڻي وٽ ان جي ڪناري کي پوک جي مقصدن لاءِ پڪو ڪيو ويو آهي، ٻي شاخ وري دادر کان لنگهي ايريءَ جي کوٽ کان اٽڪل چار ميل پري ناڙيءَ ۾ وڃي ملي ٿي. انهن ٻنهي نين مان ڪيئي تلاءِ کوٽيل آهن، جيڪي زمين کي سيراب ڪرڻ لاءِ ميدان جي مٿاڇري تان پاڻي پهچائين ٿا ۽ ساڳئي مقصد لاءِ انهن جي مختلف قدرتي شاخن جي ڪنارن تي ڪيئي بند يا پڪا ڪپر ٻڌا ويا آهن.

هن صوبي جو اهم شهر گنداوا آهي، جيڪو قلات جيڏو وڏو ناهي، پر اهو وڌيڪ يڪسانيت سان تعمير ٿيل آهي ۽ ان جي مرمت بهتر نموني سان ٿيندي رهي آهي. قلات جي خان جو هيٺي هڪ محل آهي، جتي هو پنهنجي ڪٽنب قبيلي ۽ سيني وڏن سردارن ۽ جهالاوان ۽ سراواڻ صوبن جي ماڻهن سان گڏ، هر سياري انهن بلند ۽ بالا علائقن جي انتهائي سرديءَ کان پاڻ کي بچائڻ لاءِ ايندو آهي. شهر جي چوڌاري هڪ تمام اوچي گنب جي ديوار ڏنل آهي، جنهن کي ڪمين يا هارين نارين طرفان هر وقت چڱيءَ طرح سان مرمت ڪيو ويندو آهي، ۽ انهن ٽن دروازن جي مٿان ڪي ننڍا مورچا ٺاهيا ويا آهن، جيڪي قلات، ڪراچي ۽ شڪارپور جي نالي وارن شهرن طرف ويندڙ رستن ڏانهن وڃڻ ڪري انهن شهرن جي نالن سان منسوب ڪيا ويا آهن. ٻيو شهر آهي، دادر ۽ ان کان پوءِ ڀاڳ ۽ لهريءَ جو درجو آهي.

---

(١) دهن دره جي لفظي معنيٰ آهي ماتريءَ جو مُنهن. اها قيام جي جاءِ آهي ۽ ان جو ٻيو ڪوبه نالو ڪونهي، جنهنڪري اڳ انهن لفظن جي انگريزي ٻوليءَ جي معنيٰ وارن لفظن جي بجاءِ اصلي نالي لکڻ کي ترجيح ڏيان ٿو.

پر انهن منجهان ڪو هڪ ٻه وڏيءَ ڪشادگي وارو ناهي.
انهن مان ڪن ۾ هڪ هزار تہ ڪن ۾ انهن کان ڪجهه
وڌيڪ، ويندي پندرهن سَون تائين گهر آهن، جن جي
چوگرد مٽيءَ جي ٿلهي ڀِت ۽ برج ٺهيل آهن، جن ۾ گولين
لاءِ سوراخ ٺهيل آهن. هن سڀني ڀِتَن ۾ ڳوٺ ذري گهٽ
ڳاٺيٺي کان ٻاهر آهن ۽ انهن جي تعداد ۾ هرسال اضافو
ٿيندو پيو وڃي.

ڪڇ گنداوا جي ماڻهن جي وڏي اڪثريت "جيٽ"
يا "جت" آهن، اهي قلات جي ديهورن وانگر، صرف ڳوٺن
۾ رهندا آهن، ۽ پاسن واري زمين جا ٽڪرا ڪن شرطن
شروطن ۽ سهولتن هيٺ آباد ڪندا آهن، جيڪي مٿن بلوچي.
يا بروهي سردارن طرفان عطا ڪيون ويون آهن، جن ڪي،
محمودخان اهي زمينون جاگير طور ڏنيون آهن. اڪثر بلوچي
۽ سڀ ئي بروهي، جن کي انهيءَ صوبي ۾ زمين آهي، سي
اتي سال جي فقط انتهائي سرد مهينن ۾ رهندا آهن. جيئن ئي
بهار جي موسم جو آغاز ٿيندو آهي، تيئن ئي اهي پهاڙين ڏانهن
پڇي ويندا آهن، ۽ پنهنجن جتن کي سندن زمينون آباد ڪرڻ
۽ انهن جي پيداوار مان سندن حصو انهن ڏانهن موڪلڻ يا
سندن واپسيءَ تي سندن حوالي ڪرڻ لاءِ تيار رکڻ واسطي
پٺيان ڇڏي ويندا آهن. گنداوا ۽ ان کان ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن
۾ ڪجهه هندو آبادڪار بہ رهن ٿا، جيڪي پوک راهي ڪندڙن
سان 'جنس جي بدلي جنس' جي اصول تي واپار ڪندا آهن.
اناج ۽ پيو سامان سمنڊ جي ڪناري ڏانهن مڪران يا ضرورت
جي مطابق ڪنهن ٻئي طرف رواني ڪرڻ لاءِ موڪلي ڏيندا آهن.

هڙوند دجل ضلعي جي اتر طرف ديره غازي خان آهي،
ڏکڻ طرف اهي پهاڙيون اٿس، جن تي گورچاڻي ۽ رند بلوچ

آباد آهن، اولهہ طرف تل چوٽيلي ۽ بين بيشمار افغان قبيلن جا ضلعا آهن ۽ اوڀر طرف سنڌو ندي آهي.

هن ضلعي ۾ مکيہ شهر هروند ۽ ٻيو نمبر دجل آهي. ڦهرئين نالي واري شهر ۾ محمود خان جي پاران حاڪم رهي ٿو، جنهن کي دارالحڪومت کان تمام گهڻو مفاصلو پري هئڻ ڪري، ملڪي قانون ۽ ان جي تعميل حتاڪ زندگي ۽ موت جي معاملن ۾ ٻہ، منجهس گهڻي کان گهڻن اختيارن جو اعتماد رکيو ويو آهي. سنہ ١٨١٠ع ۾ اتان جو حاڪم محمود خان جو هڪ سؤٽ الفت خان قنبراڻي هو. پر آخر سڄهان ٿو تہ ان کان پوءِ، هن کي محمد رحيم خان جي سرڪردگيءَ هيٺ، جيڪو محمود خان جو ننڍي ۾ ننڍو ڀاءُ هو، سنہ ١٨١١ع ۾ (١) جڏهن ان هروند دجل تي زوريءَ قبضو ڪيو هو، باغين جو مقابلو نہ ڪرڻ سبب معزول ڪيو ويو آهي.

هيءُ ضلعو ڊيگهہ توڙي ويڪر ۾ پنجاهہ ميلن کان وڌيڪ ناهي. پر اتان جي زمين ايتري قدر تہ زرخيز آهي، جو چيو وڃي ٿو تہ قلات جي خان کي سراوان جي سڄي صوبي مان جيتري آمدني ٿئي ٿي، تنهن کان وڌيڪ فقط انهيءَ هڪ ضلعي مان ملي ٿي. هن ضلعي جي سڄي آبادي جٽن تي مشتمل آهي، البت ان ۾ ٿوري تعداد ۾ افغان ۽ ڪي ٻيا آبادگار شامل ٿي سگهن ٿا. اونهاري ۾ هن جي آب و هوا ڪڇ گنداوا کان وڌيڪ ٿڌي آهي(٢) ۽ سياري ۾ اها اوتري قدر ٿي وٽندڙ ۽ خوش گوار آهي. هن ضلعي مان سنڌو نديءَ جي ذريعي ٻيڙين جي وسيلي مٿئين طرف وينديون ملتان ۽ اٽڪ تائين ۽ هيٺئين طرف حيدرآباد ۽ ٺٽي تائين ڪافي مقدار ۾ واپار هلي ٿو.

---

(١) بحواله باب ٣. (٢) بحواله باب ٧.

# فصل (٧)

ڪوهستان يا جبلن جو ملڪ، جيئن بلوچستان جي الهندي طرف واقع ملڪ جي انهيءَ حصي کي نالو ڏنو آهي، تنهن جي اتر، ڏکڻ، اولهه ۽ اڀرندي وارن طرفن ڏانهن جبلن جي هڪ تمام سوڙهي قطار کان سواءِ، جي ڪي ان جي اترئين ڇيڙي کان ٻاهر نڪتل آهي، ريگستانن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي، جيئن هن تذڪري جي پهرئين باب ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ڏکڻ طرف اهو مڪران جي متعدد ضلعن جي وچ ۾ وڪوڙيل آهي، جنهن صوبي جو ان کي هڪ حصو هئڻ گهرجي، پر جيئن ته انهن جي آباديءَ ۾ ٻوليءَ ۽ هلت چلت جي ڳالهين ۾ فرق آهي، ان ڪري مون انهن کي هڪٻئي کان بلڪل جدا ڪرڻ کي مصلحت آميز سمجهيو آهي.

هن ڏويزن جا مکيه جبل اهي آهن، جن کي ”سرحد“ يعني سرد جبل سڏيو وڃي ٿو، جيڪي اوڀرئين ۽ ڏيهين اترين ويڪرائي ڦاڪن جي درميان واقع آهن، ۽ اهي اسي کان نوي ميلن جي مفاصلي تان آسپاس وارن ٻين سڀني جبلن کان مٿيرا نظر ايندا آهن. اهي سڀ سارا جبل معدني شين سان ڀريا پيا آهن. ڪيترن هنڌن تي پاڻياٺي لوڻ جون نهرون وهن ٿيون ۽ ڪن ٻين جاين تي پاڻيءَ جا اهڙا تلاءَ آهن، جن جي مٿاڇري تي هڪ اهڙي قسم جي ٿڌر جمي رهي ٿي، جيڪا ڪئسپين سمنڊ جي ويجهو دستياب ٿيندڙ ڏامر جهڙي آهي. انهن جبلن مان لوهه، ٽامو ۽ پيا ڌاتو ٻڻ نڪرن ٿا، جن مان مقامي ماڻهو ڪوتائي ڪري ايترو مقدار ڪڍندا آهن، جيترو سندن ضرورتن لاءِ ڪافي هوندو آهي.

ڪوهہ نوشادر ۾، جيڪو سون ان وقت ڏلو جڏهن آءَ "باسمان" ۾ هيس، جنهن جو مون ٢٠- اپريل واري ڊائريءَ ۾ خاص طرح سان ذڪر ڪيو آهي، ڪيترين ئي اهڙين علامتون ملن ٿيون، جن مان ان جي زيرزمين باهہ جي موجودگي ظاهر ٿئي ٿي. انهيءَ پهاڙيءَ جي هڪ طرف وارن لاهن تي ملندڙ مٽي ۽ پٿر مڪمل طور سياهہ آهن ۽ ڪن مخصوص وقتن تي انهن جي آميزش ايتريءَ حد تائين گرم ۽ خشڪ ٿيو وڃي، جو ڇهڻ سان ڀُرڻي سنها ذره ذره ٿي ڪري پوندي آهي، ۽ ٻئي طرف جيئن مون اڳئي ذڪر ڪيو آهي، گرم پاڻيءَ جا چشما، نوشادر وغيره زور سان گوها ڪري ٻاهر نڪرن ٿا.

هيءَ ڊويزن اهڙين ندين کان پڻ محروم آهي، جن جو مون پين هنڌ ذڪر ڪيو آهي. بنپُور جي ويجهڙائيءَ ۾ هڪ نهر آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو درياهہ سڏين ٿا، پر جڏهن اپريل سن ١٨١٠ع ۾ مون اها جاءِ ڏٺي، تڏهن اها ذري گهٽ وهڻ بند ٿي ويئي هئي، ۽ جيڪڏهن خشڪ موسم وڌيڪ پڻ مهينن تائين هلي هوندي تہ اها پڪ ئي پڪ بلڪل خشڪ ٿي ويئي هوندي.

انهيءَ نديءَ جو پاڻي الهندي طرف واقع ريگستان جي واريءَ ۾ غائب ٿي وڃي ٿو. ڪاسڪين ندي، ڪيترين ئي پهاڙي نهرن جي ميلاپ مان ٺهي ٿي، جيڪي اپرندي طرف کان اچن ٿيون. آءَ جڏهن ١٨- اپريل سن ١٨١٠ع تي اتان اچي لنگهيو هوس، تڏهن اها بلڪل سڪي پيئي هئي. ان جي اتر طرف جيڪي نهرون آهن، سي ۽ آهي جيڪي سرحد جبلن مان نڪرن ٿيون، الهندي طرف پڻ وهن ٿيون، ۽ ڪرمان جي ريگستان ۾ وڃيو گم ٿين، جيئن ڪاسڪين ندي بنپُور جي ريگستان ۾ غائب ٿي وڃي ٿي.

ڪوهستان جا ٻه مکيه ضلعا آهن، "ميداني" يعني ميدانن سڱون پٽن وارا ۽ "ڪوهڱوڪي" يعني پهاڙين وارا. ميداني ضلعن ۾ هفتڱور، پڱهرا، بنپڱور، ۽ باسمان نالي شهر ۽ ڳوٺ آهن، جن کان علاوه بيشمار "تڱومن" يا پشميني تنبو پڻ آهن، جيڪي ٻنهي ضلعن جي جابلو ماڻهن جا فقط اڪيلا پناهگاهه ٿين ٿا، پر جيئن ته هر نئين "خيل" سان انهن جي بدلجڻ جو امڪان آهي، ان ڪري انهن کي شمار ڪرڻ سان ڪو به مطلب نه نڪرندو(١). ڪوهستان خاص طور فقط بلوچن سان آباد آهي، جن جو نسل ڪن به پين طبقن جي ماڻهن سان مليل ڪونهي، نه وري ڪي هندو يا غير ملڪي ماڻهو انهن جي اختيار هيٺ آبادين ڳاهڻ جي همت ڪندا آهن. انهيءَ سڄي ڏويزن ۾ جنهن ۾ تمام ٿوري آبادي آهي، فقط اٺن يا ڏهن نمايان قبيلن کان وڌيڪ پيا ڪينهن، ۽ انهيءَ صورتحال لاءِ ذميداري جزوي طور زمين جي عام طور غيرآباد ۽ بنجر هئڻ تي ۽ ڪجهه حد تائين انهيءَ لڏپلاڻ تي آهي، جيڪا تازو ايران ۽ اوير طرف ڪيچ گنداوا جي طرف ڏانهن ٿيڻ لڳي آهي.

هن ڳالهه جي باري ۾ پوري وثوق سان هيءَ تصديق ڪري سگهجي ٿي ته اهي ماڻهو حڪومت جي طريقن ۽ سماج جي قاعدن ۽ قانون کان بلڪل بي خبر ۽ عاري آهن ۽ اهي انهن جي بلڪل پرواهه نٿا ڪن، چاڪاڻ ته انهن پنهي ڳالهين جو دارومدار محض انهن قبيلن جي سردارن جي مرضيءَ ۽ ذهني حالت تي ٿئي ٿو، جن تي انهيءَ ملڪ جي آبادي مشتمل آهي؛ پر جيئن ته اهو امتياز موروثي ٿئي ٿو ۽ پٽن کي سندن پيئرن جي بغض ۽ خيالن سان گڏ پالي وڏو ڪيو وڃي ٿو،

(١) اهي مقامي امتياز اهڙا آهن، جهڙوڪ "سرحد"، يعني سرد ضلعو، هن سان پڻ لاڳو آهن، جيئن حدبندي. "سرزود" يعني درياه تي واقع ضلعو "پشت ڪوهي" يعني جبل جي پنيان، وغيره وغيره.

انکري اهي بلڪل قدرتي طور، انهن جون سڀ عادتون ۽ اصول توڙي انهن جا طور ۽ طريقا اختيار ڪن ٿا، جنهن جو نتيجو اهو آهي ته وقت گذرڻ سان گڏ، اهو سرشتو جيڪو ابتدا ۾ محض هڪ اتفاق جو نتيجو هو، سو وڃي هڪ اهڙي باقاعدگيءَ جي صورت اختيار ڪري ٿو، جيڪا هڪ نسل کي ٻئي وٽان ورثي طور ملندي رهي ٿي. انهيءَ روشنيءَ ۾ ڏسون ٿا ته اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته ڪوهستان ڪيترن ئي ننڍڙين جمهوري رياستن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ برادريءَ جو هرهڪ فرد اهو محسوس ڪري ٿو ته ڪيس سائس ڪيل سڀني زيادتين جي انتقام وٺڻ، ۽ مشترڪه ڀلائيءَ سان وابسته سڀني ڳالهين تي فيصلي صادر ڪرڻ جو حق حاصل آهي. درحقيقت، اتي اوچي ۾ اوچي ماڻهوءَ کان وٺي نيچ ۾ نيچ ماڻهوءَ تائين جذبات ۽ اعمالن جي متعلق سڀني جي وچ ۾ هڪ انتهائي مساوات موجود آهي، ۽ جيتوڻيڪ عموماً رايا ۽ تجويزون ٻئي ڪنهن صلاحڪار جي پيٽ ۾ اهي ئي قبول ڪيون وينديون آهن، جيڪي سردارن طرفان پيش ڪيون وينديون آهن، ان هوندي به اها ڳالهه هن يقين جو نتيجو نظر اچي رهي آهي ته انهن ماڻهن وٽ زيهر بحث موضوعن (جيڪي عام طرح پاڙيسري ضلعن ۾ دخل اندازين ۽ حملن سان وابسته هوندا آهن)، جي فيصلي ڪرڻ لاءِ ملڪ جي ٻين ماڻهن جي مقابلي ۾ بهتر ذريعا حاصل آهن. اهڙن ماڻهن جي دلين ۾ ساڳئي قسم جو جذبو، جنهن ۾ هڪ قبيلي جي سردار لاءِ سندس دولت ۽ رتبي جي ڏهڪاءَ ۽ احترام جو جذبو ملبل ٿئي ٿو، سي گڏجي انهن کي جيڪي سندن ماتحتيءَ ۾ رهن ٿا، ننڍن ننڍن تڪرارن جي فيصلي لاءِ انهن ڏانهن ڏسڻ تي آماده ڪن ٿا، ۽ سندن معاشري جي امن امان ۽ عام قسم جي سهوليتن جو خيال کين سندن سردار جي فيصلي کي قطعي ۽ آخري تصور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا. اها صورتحال، البت، تمام خسيس تنازعن تائين

محدود هوندي آهي، باقي انهن کان مٿي، هرهڪ ماڻهو پنهنجي فيصلي جو پاڻ مالڪ آهي. جڏهن به ڪو ماڻهو اهڙو ڏوهه ڪندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ خود سندس ۽ سندس ڪٽنب لاءِ سڄي ”خيل“ (قبيلي) جي ناراضگيءَ جو امڪان ٿي ٿو، تڏهن هو انهن نتيجن کان پاڻ کي بچائڻ لاءِ عام طور ملڪ جي ٻئي ڪنهن پاسي ڏانهن فرار ٿي ويندو آهي ۽ هو چڱيءَ طرح سان ڄاڻندو آهي ته هن جي طرفان پناهه ۾ رهڻ يا ڪنهن وٽ خفيه طور لڪي رهڻ جي خلاف احتجاج ڪرڻ جي ڪنهن به ڪوشش تي ڪيس نفرت ۽ ٺٺوليءَ جو نشانو بنايو ويندو، پر حقيقت اها آهي ته اهڙي قدم کڻڻ تي هڪ گهڙيءَ لاءِ به ويچار نه ڪيو ويندو آهي، ڏوهاريءَ کي سندس ڏوهه جي مطابق سزا ڏني ويندي ته سڄو ئي صوبو تمام جلدي آباديءَ کان خالي ٿي ويندو.

بلوچين طرفان ڊويزن جون کجوررون ۽ ٻي پيداوار مڪران جي سامونڊي ساحل ڏانهن موڪليون وينديون آهن، جتي هندو اهو مال خريد ڪري برآمد ڪندا آهن. انهن شين جي عيوضي جو ٿورو حصو غير ملڪي زرعي پيداوار يا اتان جي صنعتي شين جي صورت ۾ ڏنو ويندو آهي، پر انهيءَ معاوضي جو وڏو حصو چانديءَ جي رپين جي صورت ۾ ڏنو ويندو آهي، جو هن ملڪ ۾ اهو هڪ ئي سڪو هلندو آهي.



# فصل (٨)

منهنجو اندازو آهي تہ زمين جو اهو ڀاڱو، جنهن کي صحيح معنائن ۾ بلوچستان جو واريا سو ريگستان چئبي سگهجي ٿو، سو ڊيگهہ ۾ اٽڪل ٽي سؤ ميل ۽ ويڪرائيءَ ۾ اٽڪل ٻہ سؤ کن ميل آهي. اتر طرف اهو فقط هيلمند نديءَ وسيلي انهيءَ ساڳئي واريا سي بيابان جي سلسلي کان جدا ٿيل آهي، جيڪو کن هنڌن تي، ويندي پارو پاميسان جبلن جي دامن تائين ڦهليل آهي، ۽ الهندي طرف اهو ڪرمان واري ريگستان سان ذري گهٽ ڳنڍيو پيو آهي ۽ جيڪڏهن ٽڪرين جي هڪ سوڙهي قطار وچ ۾ حائل ٿيل نہ هجي ها، تہ اهو مڪمل طور ريگستان هجي ها. جيڪڏهن اسين انهن ٻن ناليماتر سرحدن کي رد ڪنداسون، تہ ڏسنداسين تہ ريگستان جي مڪمل ڊيگهہ، اتر کان وٺي ڏکڻ تائين، ذري گهٽ پنج سؤ ميل آهي، ۽ اوڀر کان اولهہ تائين، آڏي رخ ۾ ڇهن سون ميلن کان ٻہ ماٺيري آهي. اوڀر طرف ان جون سرحدون افغانستان جا جبل ۽ سراوان جو پرڳڻو ۽ ڏکڻ طرف مڪران جا جبل آهن. مون انهن بيابانن جي نوعيت متعلق پنهنجي ڊائريءَ ۾ ايتري قدر خاص ڌيان ڏنو آهي، جو هن هنڌ انهيءَ موضوع تي وڌيڪ ڪجهہ بيان ڪرڻ فضول ٿيندو، ۽ جيئن تہ آءٌ پنهنجن جاگرافيائي رمارڪن کي بند ڪرڻ وارو آهيان، ان ڪري آءٌ بلوچستان جي اتر طرف ان جي اهڙي پاڙيسري ملڪن بابت ڪجهہ لفظن جو اضافو ڪندس، جيڪي منهنجي سفر جي رستي ۾ آيا هئا ۽ جن جي .متعلق مون اڃا تائين ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي. انهن مان سڀني کان وڌيڪ اهم سيستان آهي، جنهن جي

سجي علائقي وچان ڪئهن ڪرسنيءَ سفر ڪيو ۽ اهو ملڪ ڪيس بلڪل ان طرح نظر آيو، جيئن ان بابت مون ماڻهن کان ٻڌو هو. - يعني هڪ سڌو ۽ لسو واريا سو پٽ، جنهن ۾ ڪنهن ڪنهن هنڌ تي گهاٽو جهنگل اڀري آيو آهي. ان جي گاديءَ جو شهر دوشڪ يا جلال آباد آهي ۽ ان تي اهو پويون نالو بهرام خان جي فرزند جي نالي تان رکيو ويو آهي، جيڪو پنهنجي نالي سان بادشاهه جو شاهاڻو لقب، يعني 'سيستان جو بادشاهه' ڪنديو ۽ اهڙي شاندار نموني گذاري ٿو، جهڙي سندس مختصر آمدنيءَ جا ذريعا ڪيس اجازت ڏين ٿا. هن جو علائقو ننڍن ننڍن ضلعن ۾ تقسيم ٿيل آهي، جن مان هرهڪ لاءِ هو هن کان اڳ ۾ هڪ گورنر مقرر ڪندو هو، جنهن جي اختياري ذري گهٽ خود سندس اختياريءَ جي برابر هئي؛ ۽ مون کي ٻڌايو ويو آهي ته گذريل ڪجهه سالن کان وٺي انهن مان گهڻن ڪيس خراج ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي.

هيلمند ندي سيستان منجهان وهي ٿي ۽ دوشڪ کان الهندي طرف هڪ گهوڙيسوار جي ٻن ڏينهن جي سفر جيتري مفاصلي تي اها هڪ ڍنڍ ٺاهي ٿي، جيڪا ڪن موسمن ۾ پنهنجن ڪپن کان ايتريقدر ٻاهر نڪريو اچي، جو اها ڊيگهه ۾ ذري گهٽ اسي يا نوي ميل ۽ ويڪر ۾ اٽڪل ٽيهه يا چاليهه ميل ٿئي ٿي. عام طرح سان اها ڊيگهه ۾ ٽيهن ميلن کان ۽ ويڪر ۾ ٻارهن ميلن کان مٿي نٿي وڃي. ان جي وچ ۾ هڪ ٻيٽ آهي. ان جو پاڻي ڪوڙو آهي ۽ ڪنارا ڪانن ۽ ٻئي قسم جي ٻوٽن ۽ ننڍن وڻن سان پريا پيا هوندا آهن، جيڪي مکين جي ڪنڪن کي جنم ڏين ٿا، جيڪي سڄي صوبي ۾ اپريل کان وٺي آڪٽوبر جي شروعات تائين بيماريون ڦهلائين ٿيون ۽ انهيءَ سڄيءَ مدت جي دوران مقامي ماڻهن جي گهوڙن ۽ اٺن کي پڻ، سندن مٿنبن ۽

پيرن تائين رضائيءَ جهڙن سوٽي ڪپڙن سان ڍڪيل هوندو آهي. سيستان جي ماڻهن جي پوشاڪ ايرانين جهڙي ٿئي ٿي ۽ سندن ڳالهائڻ جي ٻولي به ساڳي آهي. اهي سڀ مسلمانن جي شيعا فرقي جي قوم آهن ۽ افغانن سان سندن تعلقات امڪان جي حد تائين انتهائي خراب آهن.

هيلمند درياهه جي ڏاکڻي ڪپ تي واقع گرمائيسل، نالي هڪ تمام تنگ پٽو آهي ۽ اهو نوشڪيءَ کان، جيڪا ريگستان جي ڪناري تي واقع آهي، اتر الهندي طرف ڏاهن پنجن ڏينهن جي سفر تي آهي. سڀ ظاهري علامتون ڏيکارين ٿيون ته اهو هڪ نديءَ جو سڪل پيٽ آهي ۽ ان ۾ ڪڻڪ، جانورن ۽ ٻين اناجن جو تمام گهڻو مقدار پيدا ٿئي ٿو. هن علائقي جا رهاڪو ڌاڙن هڻڻ ڪري ڏاڍا بدنام آهن ۽ اهي سيني همسايه ملڪن جي معاشري مان نيڪالي ڏنل عناصر تي مشتمل آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي فقط هن سبب ڪري انهيءَ علائقي ۾ آباد ٿيڻ تي آماده ٿين ٿا، جو ڪين ٿورڙيءَ محنت سان فصلن پوکڻ جي سهولت آهي، جنهن جي ڪجهه ذميداري هيلمند درياهه جي ڪنارن کان ٻاهر وهي نڪرندڙ پاڻيءَ تي، ۽ ڪجهه قدر هتان جي زمين ۽ مٽيءَ جي انهيءَ حيرت انگيز خوبيءَ تي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هن هنڌ ساوڪ ڏاڍي تيزيءَ سان اڀري ٿي. هيءُ ضلعو اڳين ڏينهن ۾ ڪابل جي بادشاهه کي هر سال چار هزار رپين جو خراج ڏيندو هو، پر گذريل ڪجهه سالن کان وٺي اهو بغاوت تي آماده رهيو آهي.

خونچي، گرمائيسل جي پاسي ۾ هڪ ننڍڙو ضلعو آهي، ۽ هن وقت اهو به ساڳيءَ صورتحال سان دوچار آهي. ان ۾ ساڳئي نالي وارو هڪ ڳوٺ آهي، جنهن ۾ ٿورو ئي وقت اڳي تائين حڪومت ڪابل جي هڪ باجگذار طرفان فوجي سپاهين جي هڪ جماعت رکي ويندي هئي. قلات جي اتر

طرف شمال ۾ مستونگ ضلعا واقع آهن، جيڪي احمدشاهه طرفان نصيرخان کي انهن خدمات جي صلي ۾ عطا ڪيا ويا هئا، جڏهن هو هندستان ۾ هو. اهي پيٽي ضلعا خوشبودار ڇانورن کان علاوه ميوي جي گهڻائيءَ ۽ سٺيءَ جنس لاءِ، جيڪي انهن ۾ پيدا ٿين ٿا، ڏاڍا مشهور آهن. ۽ انهن ضلعن جي آدمشماري بروهين، افغانن ۽ ديهورن جي رنگ برنگي نسلن تي مشتمل آهي. هيءَ هڪ عجيب و غريب حقيقت آهي ته انهن مان ڪن گهوٽن ۾ اهي قبيلا ۽ ذاتيون ڪيترن ئي نسلن کان وٺي رهنديون آيون آهن، پر ان جي باوجود انهن جا نسل هڪٻئي مان اڃا تائين نه مليا آهن ۽ اهي پنهنجيون مخصوص ٻوليون ڳالهائين ٿيون. مستونگ جي اوپر طرف شوراوڪ نالي هڪ ضلعو واقع آهي، جيڪو هن وقت ڪابل جي علائقن مان سڀني کان وڌيڪ ڏاکڻون آهي. انهيءَ هنڌ مذڪوره حڪومت جو هڪ ايجنٽ آمدني وصول ڪرڻ لاءِ رهي ٿو، جيڪا بلڪل مختصر آهي. ساڳئي وقت هو انهن جهيڙن جهٽن جي فيصلن ڪرڻ لاءِ به آهي، جيڪي انهيءَ بادشاهه ۽ محمودخان جي رعيت جي درميان ٿيندا رهن ٿا.

# فصل (۹)

ڪنهن وقت منهنجو اهو ارادو هو ته هرهڪ ڊويزن جي آب و هوا ۽ زمين جي باري ۾، ان جي مخصوص هنڌن تي ڪجھ رمارڪ ڏيندو هلان، پر پوءِ ڏٺم ته ائين ڪرڻ سان مون کي ساڳيون ڳالهيون مختلف هنڌن تي وري وري ڪرڻيون پون ها، تنهنڪري مون ائين بهتر سمجهيو ته انهن سڀني ڳالهين کي هڪ علحده باب ۾ شامل ڪريان. بلوچستان جي مختلف علائقن جي ڀيٽ جي جدا جدا نموني هئڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ آب و هوا ۽ زمين جي ڪيفيت ۾ ايندڙ باقاعدگيون، مون کي بار بار هن ڳالھ تي مجبور ڪنديون ته آءُ انهن ۾ بهتر نموني ۾ امتياز ۽ فرق ظاهر ڪرڻ لاءِ انهن جا حوالا ڏيان.

جهلاوان ۽ سراوان جي پڻ جابلو صوبن جون موسمون يورپي ملڪن وانگر بهار، اونهاري، سرءُ ۽ سياري ۾ ورهيل آهن. انهن مان پهرين موسم گهڻو ڪري فيبروريءَ جي وچ ۾ پڇاڙيءَ ڌاري شروع ٿيندي آهي ۽ اها پڻ مهينن يا وڏيڪ عرصي لاءِ هلندي آهي، ۽ ان جو دارومدار هن ڳالھ تي هوندو آهي ته موسم ڪيتريقدر آڳاٽي يا پاڇاٽي آهي. اونهارو آگسٽ جي وچ تائين هلندو آهي، جنهن جي پٺيان سرءُ ايندو آهي، تان جو سردي يا برف جو ڪِرڻ سياري جي آمد جو اعلان ڪندا آهن ۽ اهو گهڻو ڪري آڪٽوبر ۾ ٿيندو آهي. سال جي انهيءَ حصي کي نتيجي طور، پين سڀني موسمن کان وڏيڪ طويل شمار ڪيو ويندو آهي(۱).

---

(۱) بلوچستان جو ڪوبہ ماڻهو هن ڳالھ کان واقف نٿو نظر اچي ته موسمن جي شروعات جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ ڪو اهڙو اصول مقرر ڪري سگهجي ٿو، جنهن ۾ غلطيءَ جو ڪو امڪان (ڏسو صفحو ۳۵۵)

اونهاري جي اختتام کان ڪجهه ڏينهن اڳي کان سواءِ، گرمي ڪنهن به وقت ناخوشگوار حد تائين گهٽي ڪانه هوندي آهي. ٻئي طرف سياري جي دوران سردي شديد هوندي آهي ۽ ان سان گڏوگڏ اتر-اوڀر کان نه، فقط اتهين. موسم ۾ پر بهار جي ابتدائي حصي جي دوران پڻ، انتهائي شدت سان ٻنان ڪنهن رخني جي، لڳندي رهندي آهي ۽ پاڻ سان سخت برف باري ۽ بارش آڻيندي رهندي آهي ۽ هين هنڌ تي هن ڳالهه جو پڻ ذڪر ڪرڻ گهرجي ته يورپ جي ڀيٽ ۾ هيءَ هڪ غير معمولي ڳالهه آهي ته انهن هوائن جي جوڀن واري زماني ۾ به انتهائي سخت پارا پوندا آهن، ۽ هنن پرڳڻن ۾ فقط اهي ئي پارا ڪجهه وقفن سان پوندا آهن.

ڪئپٽن ڪرسٽي ۽ آءُ ٩- فيبروريءَ کان وٺي ٦- مارچ سنه ١٨١٠ع تائين قلات ۾ هئاسون، ۽ اسان جي قيام جي پوين ڏينهن جي دوران مقامي ماڻهو روزانو مينهن جون اميدون ڪندا رهندا هئا، جيڪو انهن لاءِ بهار جي موسم جو نقيب هوندو هو ۽ ماڻهن جي توقعات موجب اهو ٽن هفتن يا هڪ مهيني تائين هلڻو هوندو هو. هنن وٽ اهوئي ساليانو مينهن پوندو آهي، پر ان کان علاوه سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جا مهينا اهڙا آهن، جو انهن ۾ وسڪارا پوندا رهندا آهن ۽ دراصل ٻارن چمڻ واري موسم کان سواءِ، جڏهن هوا تيز ۽ سرد هوندي آهي، سڄي سياري

---

١ هجي، ۽ هنن جو اصرار آهي ته انهن جو دارومدار آب و هوا جي حالت تي ٿئي ٿو، ۽ حساب جو اهو نمونو اهڙو آهي، جنهن موجب ڪن به ٻن سالن جي هڪجهڙي آب و هوا جو هئڻ محض هڪ حادثو قرار ڏنو وڃي ٿو. فيبروري سنه ١٨١١ع ۾ قلات جي ويجهڙاين ۾ پندرهن ڏينهن تائين مسلسل برفباري ٿيندي رهي ۽ ايندڙ آڪٽوبر ۾ پارو جلدي چاڙهيو. ان طرح سان سياري جي موسم کي ڪاٽا ڪندي، بلوچن جي نظريي مطابق، سال جون باقي ٽي موسمون ستن مهينن ۽ ڪجهه ڏينهن کان وڌيڪ عرصي جون نه هيون.

جي دوران، مينهن يا برفباري کان سواءِ ڇهن يا پنجن ڏينهن
جو مشڪل ئي ڪو وقفو گذرندو آهي. هنن پرڳڻن جي آب و هوا
موسمن جي مطابق ڦرندڙ گهرندڙ آهي؛ اونهاري ۽ سرءُ لاءِ
چيو وڃي ٿو ته اهي ٻيئي موسمون وڻندڙ آهن. پر سياري ۽
بهار ۾ ڪوهيڙا، بارش، برف ۽ سردي غريب ماڻهن ۾ گهڻين ئي
بيمارين جو سبب بنجن ٿا، جن وٽ پاڻ کي اهڙي آب و هوا
جي اثرن کان محفوظ رکڻ ۽ بچائڻ جا ذريعا موجود ڪينهن،
جيڪا انگلنڊ وانگر ڦيرندڙ گهڙندڙ ۽ ان کان به وڌيڪ
شديد آهي.

مڪران ۽ لس ۾ پڻ موسمن جو تعداد ساڳيءَ طرح
چار آهي، پر انهن موسمن کي مٿئين نالي واري صوبي جي
موسمن وانگر هڪٻئي کان جدا ڪري نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته
انهن ۾ به موسمون ٽر، هڪ گرم ۽ هڪ سرد آهي، جن مان
آخرين موسم پوري پني ۽ موافق آهي، خصوصاً ساموندي ڪناري
وٽ، اها خوشگوار ۽ موافق آهي. مينهوڳيءَ واريون هوائون
فيبروري يا مارچ ۽ جون، جولاءِ ۽ آگسٽ جي ڪجهه حصي ۾
لڳنديون آهن. اول الذڪر هوا اتر-اولهه کان ايندي آهي ۽
فقط ٻن يا ٽن هفتن تائين هلندي آهي ۽ مؤخرالذڪر ۾،
ڏکڻ-الهندي واري چوماسي جو سچو قهر ۽ غضب سمايل
هوندو آهي. اونهاري جي گرم موسم مارچ ۾ شروع ٿيندي آهي،
۽ آڪٽوبر تائين هلندي آهي، (ڏکڻ-الهندي وارو چوماسو
انهيءَ وچ ۾ ايندو آهي) ۽ انهيءَ جي دوران ڪڏهن ڪڏهن
ته گرمي ايتريءَ حد تائين شديد هوندي آهي، جو خود اتان جي
مقامي ماڻهن کي انهن ڏينهن اندر ٻاهر نڪرڻ کان
روڪي ڇڏيندي آهي. ان کي "خرمو پڙ" "کجور پچڻ"
چوندا آهن، جيڪا آگسٽ جي مهيني ۾ پچندي آهي. نومبر،
ڊسمبر، جنوري ۽ فيبروريءَ جي مهينن کي سرد موسم ليکيو

ويندو آهي. پر پوءِ به هيءُ علائقو جهالاوان ۽ سراوان(١) ضلعن جي مٿانهن حصن کان سال جي گهڻي ڀاڱي ۾ حصي ۾ گهٽي قدر وڌيڪ گرم هوندو آهي۽ سال جي باقي اٺن مهينن جي وچ ۾ اندروني علائقي ۾ گرم هوائون مسلسل لڳنديون رهنديون آهن، ۽ جيتوڻيڪ اهي شاذ و نادر ئي زندگيءَ لاءِ مهلڪ ڏٺيون ويون آهن، ان جي باوجود اهي ساوڪ جي هر نشان کي ساڙي ناس ڪري ڇڏينديون آهن ۽ شام ٿيڻ کان پوءِ به عذاب ڏيندڙ نموني ۾ چمڙيءَ کي ساڙينديون آهن.

مڪران جي سامونڊي ڪناري جي ويجهڙائيءَ واري حصي کان سواءِ، جتان جي موسم کي سامونڊي علائقي جون هوائون موافق بنائين ٿيون، باقي بنھ سڄي علائقي کي ٻاڙيسري ملڪن جا ماڻهو خاص طور غير صحتمند علائقو سمجهندا آهن. يورپي ماڻهن جي طبعيت لاءِ انهيءَ آب و هوا کي نقصانڪار سمجهيو ويو آهي، جهڙيءَ طرح اها ڳالهه (انهيءَ هڪ ئي حالت ۾ جنهن بابت مون ذڪر ڪيو آهي) بينگال مليٽري سروس جي وڏيءَ افسوسناڪ حالت ۾ انتقال ڪيل آنجهاني ڪئپٽن گرانٽ جي حالت مان ثابت ٿئي، جيڪو برگيڊيئر جنرل مالڪوم جي احڪامات هيٺ عمل ڪندي، ٽن مهينن تائين هن صوبي ۾ هو ۽ هن انتهائي خراب صحت جي حالت ۾ اها جاءِ ڇڏي. لس جو ننڍو صوبو، بلوچستان جي هن ڊويزن جي عام غير صحتمند ۽ ناخوشگوار حالت کان مستثنيٰ آهي۽ هيءَ هڪ

---

(١) جتي به ڪي به ضلعا، جهالاوان ۽ لس وانگر هڪٻئي جي پڙ ۾ واقع هوندا آهن، اتي هيءُ لازمي نتيجو نڪرندو آهي ته اهي، ڪجهه حد تائين، هڪٻئي جي انهيءَ آب و هوا جي فائدن ۽ نقصانن مان ٿورو گهڻو حصو ڪٽندا آهن، جيڪا انهن ضلعن ۾ ان وقت موجود هوندي آهي. انڪري جهالاوان جا ڏاڪڻا ضلعا ايتريقدر سرد ته هوندا آهن، جيترو قلات، ۽ انهن جي پاسي ۾ واقع لس جو حصو سياري ۾ سمنڊ جي ڪناري کان گهڻو وڌيڪ سرد هوندو آهي.

حيرت انگيز ۽ غير معمولي حقيقت آهي ته جبلن جي اها قطار جيڪا ان کي مڪران کان جدا ڪري ٿي، تنهن انهن ٻنهي جي مقامي باشندن، سندن هلت چلت، رسمن رواجن ۽ ظاهري شڪلين ۾ ٻن امتياز جي هڪ عظيم الشان ليڪ ڪڍي کين جدا ڪري ڇڏيو آهي. ڪوهستان، يا بلوچستان جي اها ڏويزن، جيڪا واريا سي بيابان جي الهندي طرف واقع آهي، جا بلو نوعيت جي هٺ ڪري، آب و هوا جي حالت ۾ ساراوان ۽ جهالاوان جي صوبن سان مشابهت رکي ٿي، سواءِ ان حالت جڏهن اها ڪجهه قدر نرم ۽ ان جي نتيجي طور وڌيڪ صحت افزا آهي. هتان جون مندون مڪران جهڙيون آهن، پر جون ۽ جولاءِ ۾ برساتون، جيڪي انهيءَ پرڳڻي ۾ هميشه باقاعدگيءَ سان پونديون آهن، هيٺي گهٽو ڪري هلڪيون هونديون آهن، ۽ ڪن وقتن تي ايتريون ته سخت ۽ ڳريون هونديون آهن، جو فصل کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏينديون آهن، اهڙي صورتحال سن ١٨٠٩ع ۾ پيدا ٿي ۽ ان جي نتيجي ۾ ڏڪار پيو، حالانڪ ساراوان ۾ اهڙي ساڳي مصيبت خشڪ ساليءَ سبب نازل ٿي.

ڪڇ گنداوا ۾ سڄي اونهاري جي دوران آب و هوا انتهائي سخت گرم هوندي آهي، ۽ سياري ۾ اها خوشگوار حد تائين موافق رهندي آهي، جو ساراوان ۽ جهالاوان صوبن جا سڀ سردار ۽ رهاڪو (جيڪي ان جو خرچ برداشت ڪرڻ جهڙا هوندا آهن)، لڏي هن علائقي ۾ اچي رهندا آهن.

آءٌ بلوچستان جي زمين ۽ مٽيءَ جي نوعيت متعلق ڪوبه تفصيلي تبصرو ڪرڻ جي حالت ۾ ناهيان، جيڪو موضوع، درحقيقت خاص طور دلچسپيءَ يا ڦيرگهير کان خالي ۽ محروم آهي. اها عام طرح سان بيحد پٿريلي زمين نظر ايندي آهي ۽ سراوان، جهالاوان، لس ۽ مڪران جي صوبن ۾ اها هڪ عام مبصر کي انتهائي صاف نظر ايندي آهي باقي ٻوين ٻن

صوبن جي ساموئنڊي ڪنارن تي جتي اها وارياسي ۽ ڪلراٺي هوندي آهي، صورتحال مختلف آهي. انهن سڀني صوبن جا جبل انتهائي سخت قسم جي ڪاري يا ڀوري پٿر جا ڏهيل آهن ۽ انهن جي درميان ايندڙ وادين ۽ ميدانن جي مٽيءَ ۾ پٿرين ۽ ننڍن ننڍن پٿرن جي ايتريقدر ته گهڻ آهي، جو اتي گهٽو ڪري ڪٿي به چيڪي مٽيءَ جو ڪو هلڪو آثار به نظر ڪونه ايندو آهي. ان جي باوجود انهن مان ڪن ۾ ڪٽڪ ۽ جوَن جا ڏاڍا ڀلا فصل ٿيندا آهن، ۽ اهڙن ڀين هنڌن تي، جتي زمين کي ڪو هر نه ڏنو ويندو آهي، اتي قدرتي طور ڏاڍو گهاٽو گاهه اپرندو آهي ۽ اهو تمام گهڻي اوچائيءَ تائين ويندو آهي. ڪوهستان جي مٽي قسم قسم جي آهي. ماٿرين ۾ اها گهٽو ڪري ڪاري رنگ جي چيڪي مٽي هوندي آهي ۽ ڪيترن ئي بلند و بالا جبلن جي ويندي چوٽين تائين سنهي مٽي هوندي آهي. باقي ڀيا جبل ڪاري ۽ سخت پٿر جي اٿاهه ڍيرن کان سواءِ، جيڪي ساوڪ جي نالي کان به بي نياز آهن، ڀيو ڪجهه به نه هوندا آهن. ڪڇ گنداوا جي مٽي چيڪي ۽ زرعي پيداوار لاءِ ڏاڍي ڪارائتي آهي، ۽ اها ايتريقدر ته غير معمولي حد تائين پيدائش ڏيندڙ آهي، جو چيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن اها سڄي پوري طريقي سان کيڙي ۽ پوکي وڃي ته ان مان ملندڙ فصل جيڪر سڄي بلوچستان جي کپت کان گهڻي قدر وڌيڪ ٿين. ڪهڙي به حالت آهي، تڏهن به هتان جا ماڻهو ڪهه، نير ۽ نيل کان علاوه، اناج جو وڏو مقدار به ٻاهر موڪلين ٿا. بادِ سموم، جنهن جو مون هڪ ٻيءَ جاءِ (١) تي خاص طور سان ذڪر ڪيو آهي، ڪڇ گنداوا ۾ اونهاري وارن مهينن جي دوران لڳندي آهي، ۽ ڪيئي ماڻهو ان جي اثر کان پنهنجيون جانيون وڃائيندا آهن.

---

(١) ڏسو اپريل جي ٢- تاريخ واري ڪهاڻي، حصو پهريون.

بلوچستان جي مختلف ڀرڳن ۾ سون، چاندي، شيهو، لوهه، ٽامو، قلعي، سرمو، چوني جو پٿر، ٽنڪي ۽ ڪيترن ئي قسمن جا لوڻ ۽ شورو دستياب ٿين ٿا. قيمتي ڌاتو نل ٻالي هڪ شهر جي ڀرسان، جيڪو قلات ڪان هڪ سؤ پنجاهه ميل پري ڏکڻ ڏکڻ-اولهه طرف آهي، لوهه ۽ شيهي جي ڪاڻن ۾ ڪر ڪندي فقط لڌا ويا آهن. ٻيا مختلف ڌاتو، جن جو مون ذڪر ڪيو آهي، سي تمام گهٽي مقدار ۾ موجود آهن. پهاڙي لوڻ الهندي ملڪ ۾ گهٽي قدر عام آهي، ۽ ساڳيءَ طرح سان قلمي شورو پڻ قدرتي حالت ۾ ڪوني ڪڍيو ويندو آهي. قلات جا ماڻهو اها آخري شئي زمين جي مٽيءَ مان ڪڍندا آهن ۽ ان کي ٻين سڀني قسمن ڪان وڌيڪ تيز سمجهندا آهن. قلات ڪان ڪڇ گنداوا ڏانهن ويندڙ شاهراهه تي، ٽڪرين جي هڪ اهڙي قطار آهي، جنهن مان هڪ اهڙيءَ جنس جو لوڻ ڪڍيو ويندو آهي، جيڪو مڪمل طرح سان ڳاڙهي رنگ جو آهي ۽ ان ۾ ڪيئي طبي خوبيون سمايل آهن. گندرف ۽ ٽنڪي ساڳئي هنڌ تي دستياب ٿيندا آهن. مون نوشڪيءَ جي الهندي طرف ڏانهن جبلن ۾ اڇي ۽ ميڻائي رنگ جي سنگمرمر جون ڇپون ڏٺيون، پر بلوچن طرفان ان جو ڪو به قدر و قيمت ٿيندي نٿي معلوم ٿئي. خام ڌاتوءَ کي پگهارڻ جو هنن وٽ بلڪل سادو طريقو آهي ۽ جيتوڻيڪ ڪن وقتن تي ڌاتوءَ سان گڏ مٽي به مليل رهجي ويندي آهي، پر ان هوندي به اهو طريقو اهڙو عقلمنديءَ وارو آهي، جو آن هن هنڌ تي بيان لهڻو. جڏهن خام ڌاتوءَ جو ايترو مقدار جمع ڪيو ويندو آهي، جو هڪ ڀٺيءَ لاءِ ڪافي هوندو آهي، تڏهن ان کي خشڪ ڪاٺين جي ڍڳ مٿان رکيو ويندو آهي، جنهن کي باهه ڏيئي ساڙيو ويندو آهي ۽ نيون ڪاٺيون وجهبيون وينديون آهن، تان جو ڌاتو پوريءَ طرح سان ڳري ويندو آهي ۽ هيٺ وڃي ويهندو آهي، جتي اهو نهرو ٻڌجي

گهوڙهو ٿي پوندو آهي. پوءِ ان کي ڪچري کان الڳ ڪيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ اهو انهيءَ حالت کان وڌيڪ صاف هوندو آهي، جڏهن اهو ڪاڻ سان ڪڍيو ويندو آهي. ان کان پوءِ هو ان کي هڪ اهڙيءَ ڪذ ۾ رکندا آهن، جيڪا ٽائيلس يا سخت ڪچ جي ٺهيل هوندي آهي، ۽ اها اهڙيءَ طرح سان ٺهيل هوندي آهي، جو ان جي هيٺان باهه لڳائي سگهبي آهي. جڏهن ڌاتو پيو دفعو پگهري ويندو آهي، تڏهن ان مان وڌيڪ گندگي ۽ ڪچرو پٽي ڪڍڻ ۽ ولوڙڻ ذريعي ڪڍيو ويندو آهي ان کان پوءِ ڌاتوءَ کي پنڙي حالت ۾ باهر ڪڍيو ويندو آهي، ۽ ڪجهي ميڻيءَ مان ٺهيل ڦالبن ۾ اوتيو ويندو آهي ۽ انهيءَ حالت ۾ قلات جي بازارين ۾ فروخت ڪيو ويندو آهي، ۽ ان جو اڳهه يورپي بازارين ۾ وڪامندڙ ڌاتوءَ جي پيٽ ۾ اڌو اڌ هوندو آهي. بلوچي ماڻهو خام حالت ۾ ملندڙ سون ۽ چانديءَ جي ڌاتن کي صاف ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪندا آهن ۽ انهن کي سندن قدرتي حالت ۾ هندن کي فروخت ڪندا آهن، جيڪي محصولات کان بچڻ لاءِ انهن کي خفيه طور پنجاب جي شهرن ڏانهن منتقل ڪندا آهن.

قلات جي باغن ۾ ڪيترن ئي قسمن جا ميويدار وڻ پوکيل آهن، جن مان بهترين قسمن جا سڀ وڻ ڪابل کان نصير خان جي حڪومت ۾ گهرايا ويا هئا، جيڪو انهن جي پرورش تي تمام گهڻو ڌيان ڏيندو هو ۽ پنهنجي رعايا جي ماڻهن کي بهترين قسمن جي ميون حاصل ڪرڻ لاءِ انعامن جي ترغيب ڏيئي سان سندن مثال وٺي ۽ ان طرح عمل ڪرڻ لاءِ آماده ڪندو هو. قلات جي منڊيءَ ۾ هيٺيان ميوا سندن پوري موسم جي دوران مناسب ۽ گهٽ اگهن تي وڪامندا هئا، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هن جون ڪوششون انهيءَ ڏس ۾ ڪيتريءَ حد تائين ڪامياب ٿيون هيون: زردالو، شفتالو، مختلف قسمن جو انگور، بادامون، پستا، ڪيترن ئي مختلف

قسمن جا صوف، ناسپاتيون، انجنير، ڏاڙهون، شهتوت، گدرا(١)، زيتون وغيره وغيره.

قلات جي اتر طرف شل ۽ مستونگ ۾ اهڙي تہ نفيس جنس جا بادام پوکيا وڃن ٿا، جو انهن کي فقط خشڪ ڪپڙي ۾ وجهي رڳڙڻ صاف ڪري سگهجي ٿو. بلوچستان جي مختلف صوبن ۾ سيني قسمن جا (٢) اناج پوکيا وڃن ٿا، جيڪي هندستان ۾ ٿيندا آهن، ۽ هتي ڀاڄيون (٣) بہ جام ٿين ٿيون. بلوچستان ۾، خاص طرح قلات جي اتر ۽ اوڀر وارن طرفن ۾ ڪپهہ ۽ نير بہ پوکيا وڃن ٿا، ۽ اتان جي نير کي بينگال واري نير کان بهتر کان بهتر جنس وارو سمجهيو وڃي ٿو، ۽ ان جي قيمت بہ بينگالي نير جي مقابلي ۾ وڌيڪ آهي.

سراوان ۽ جهلاوان جي مٿانهن حصن، شل ۽ مستونگ وارن ضلعن ۾ ڪڻڪ جي پوک آگسٽ يا سيپٽمبر ۾ ڪئي ويندي آهي ۽ ايندڙ جون ۾ لڻي ويندي آهي، جَوَ هڪ مهينو دير سان زمين ۾ ڇٽيا ويندا آهن ۽ فصل اڳيرو جمع ڪيو ويندو آهي، جنهنڪري اهو اٽڪل اڌ مهينو تائين پڇي راس ٿيندو آهي. مڪائي ٽن يا چئن مهينن ۾ پچندي آهي، بشرطيڪ

---

(١) سيني قسمن جي گدرن کي حيرت انگيز گولائيءَ تائين پوکيو ويندو آهي ۽ هنداڻن مان ڪجهہ قسم تہ ايڏي وڏيءَ جسامت جا ٿين ٿا، جو ڪوئي ماڻهو انهن مان هڪ کي مشڪل سان کڻي سگهندو. بلوچي ماڻهو ول مان هڪ يا ٻن گلن کان سواءِ ٻين سيني کي ڇني ڇڏيندا آهن ۽ انهن کي ڀاڻ ڏيئي پاليندا آهن ۽ واري وٽيءَ سان ڪڏهن ميوي کي مٽيءَ کان مٿي رکندا آهن ۽ ڪڏهن ان کي مٽيءَ ۾ ڍڪي ڇڏيندا آهن، ان طرح سان اهي مٺا ۽ رس دار ٿيندا آهن.

(٢) بلوچستان ۾ جيڪي اناج پوکيا وڃن ٿا، سي آهن چانور، ڪڻڪ، جَوَ، ٻاجهري، جوئر، مڱ، مڪائي، دال، آرڙ، مٽر، تِر، چڻا وغيره.

(٣) قلات ۾ ملندڙ ڀاڄيون، گجرون، گوبيون، ڪدو، گل-گوبيون، مٽر، راڻ؟، موريون، بصر، ڏاٿا، ثوم، واڱڻ، بادرنگ وغيره آهن.

اها اونهاري جي گرميءَ ۾ ڪنهن پناهہ واريءَ جاءِ ۾ پوکي وڃي. نير جي پوک هتي بلڪل نہ ٿي سگهندي ۽ جانور پڻ هيٺانهين ماڳين ۾ پوکيا ويندا آهن، جتي انهن کي پاڻيءَ ۾ ٻڏل رکڻ لاءِ ڪافي مقدار ۾ پاڻي موجود هوندو آهي. ٽن سالن کان گهٽ عرصي اندر استعمال جي قابل نہ ٿيندو آهي ۽ جيئن تہ ان جي پرورش ۾ وڏي محنت درڪار آهي، انڪري ان جي پوک جي نموني بابت بيان ڏيڻ سان زراعت جي بلوچي طريقي متعلق پڙهندڙ کي ڪجهہ اندازو ٿي ويندو. زمين کي تيار ڪرڻ ۽ ان کي ننڍين نالين ۾ ورهائڻ کان پوءِ، منجهن ٻج وجهي انهن کي پاڻيءَ سان پربو ويندو آهي. جڏهن نالين انهيءَ حالت ۾ هونديون آهن، تڏهن انهن کي مينهَ ۽ پاڻ سان پربو ويندو آهي. ٽِون يا ڏهن ڏينهن کان پوءِ پوٽا نڪري ظاهر ٿي بيهندا آهن ۽ پهرين اونهاري جي دوران ان جون ڏانڊيون ٽن يا چئن فوٽن جي اوچائيءَ تائين وڃي پهچنديون آهن. انهن کي سيپٽمبر ۾ وڏي چوپائي مال کي چاري طور کارايو ويدو آهي. ان کان پوءِ زمين کي وري مينهَ ۽ پاڻ سان پربو ويندو آهي، تان جو بهار ۾ وري پوٽا نڪري ايندا آهن، ۽ انهن مان اهڙن پوٽن کي جدا ڪيو ويندو آهي، جن مان ٻج حاصل ڪرڻ جو ارادو هوندو آهي، چاڪاڻ تہ ٻج وٺڻ لاءِ ٻيو سال بهترين عرصو شمار ڪيو ويندو آهي. باقي ٻين کي هر مهيني يا ڏيڍ کان پوءِ وڍيو ويندو آهي، جنهنڪري سڄي طاقت پاڙن ۾ هلي ويندي آهي ۽ انهن جي جسامت ۾ اضافو ڪندي آهي. ٻج لاءِ ڇڏيل هر ڏانڊيءَ جي بلڪل چوٽيءَ ۾ هڪ گل نڪرندو آهي. ان کان پوءِ جيڪا ڦري ظاهر ٿيندي آهي، تنهن ۾ فقط ٻہ ٻج هوندا آهن ۽ جڏهن اهي پچي راس ٿيندا آهن تہ انهن کي ڪاٽي الڳ رکيو ويندو آهي ۽ پوءِ جيئن پهرئين سال ۾ ڪيو ويندو آهي، پوٽي جون ڏانڊيون وڏي زمين کي وري ٻہ تازي مٽي ۽ پاڻ سان ڍڪيو

ويندو آهي. ٿين اونهاري ۾ ٻه ڏانديون اٺين ٺي ڪاٺيون
وينديون آهن، جيئن پهرين ٻن سالن جي دوران ڪيو ويندو
آهي، ۽ سيپٽمبر ۾ ڀاڙون ڪوٽي ٻاهر ڪڍيون وينديون آهن.
اهي تمام سڌيون سنيون هونديون ۽ منجهن ڪي ٻه ٻاسيريون
آسيريون ٻيون شاخون لڳل ڪين هونديون آهن. عام
طرح سان اهي ٽن ڪان پنجن فوٽن تائين ڊگهيون ۽ تمام
سنهيون هونديون آهن. انهن ڀاڙن کي هڪدم ننڍن ٽڪرن
۾ وڍيو ويندو آهي ۽ ان ڪان پوء اهي سڪايون وينديون
آهن ۽ انهيءَ حالت ۾ قلات جي منڊيءَ ۾ هڪ رپيي ۾
اٽڪل ڏهن پائونڊن جي حساب سان فروخت ڪيون وينديون
آهن. اوشت پوشت نالي هڪ خاص قسم جو گاهه آهي، جيڪو
آٽن جو گاهه آهي، جنهن جو ڪانو هڪ يا ٻن فوٽن جي
بلنديءَ تائين آپرندو آهي ۽ جنهن جا ٻن ڪجيءَ جي ٿرهن وانگر
هوندا آهن، اهو بهار جي ابتدا کان وٺي وينڊي سرءَ جي ڀڄاڙيءَ
تائين مهيني ۾ ٻه ڀيرا نڪرندو آهي ۽ اهو سياري جي موسم دوران
ڪوماٺيل حالت ۾ رهندو آهي، جنهن جي ختم ٿيڻ تي ان
کي وري پاڻي ۽ پاڻ ڏنو ويندو آهي. اهو ٻوٽو ڇهن يا
ستن سالن تائين بهترين حالت ۾ رهندو آهي، پر انهيءَ عرصي
کان پوء ان جون ڀاڙون ڇڪي ٻاهر ڪڍيون وينديون آهن
۽ زمين کي ٻن يا ٽن مندن تائين غيرآباد رهڻ ڏنو ويندو
آهي. مختلف اناجن جا ڪک- ٻن چوپاين جانورن جو مکيه
چارو هوندا آهن ۽ انهن کي گهٽو ڪري ”اوشت پوشت“
سان ملائي ڪتر ڪيو ويندو آهي. مڪران ۽ لس جي ڏاکڻن
ضلعن کي سال ۾ گاهه جي ٻن فصلن هٿڻ جو فائدو آهي،
چاڪاڻ ته اتي مينهن جون ٻه مندون ٿينديون آهن.

ڪيچ ڪنڊاوا، لس ۽ مڪران جي ڪجهه حصن جي
هيٺانهين حصن ۾ فصل ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ تمام جلد پچي
راس ٿيندا آهن. ڪڻڪ جو لابارو ڇهن مهينن ۾ وڌو ويندو

آهي ۽ جتوَن جو پنجن مهينن کان به گهٽ عرصي اندر، مشرقي ملڪن جا اناج پنجن کان ڇهن مهينن جي مدت ۾ تيار ٿين ٿا، ڪجهه نير به نسبتاً انهن جي وڌيڪ جلد تيار ٿين ٿا. هيءُ هڪ حيرت انگيز ڳالهه آهي ته ڪڇ گنداوا ۾ جانورن جو فصل بلڪل ڪونه ٿئي، حالانڪ اتان جي زمين ايتري قدر ته پلي آهي، جو ان ۾ پين سڀني قسمن جا بهترين فصل ٿين ٿا، نه وري اتي ڪا پاڻيءَ جي اڻاٺ آهي. مڪران ۾ کجور جي وڻن جي ڪاشت ڏاڍي خبرداري ۽ احتياط سان ڪئي وڃي ٿي؛ ۽ جيئن ته ان جو طريقو ڪجهه قدر حيرت انگيز آهي ۽ ٻنهي ڪنهن اختلاف جي، نر ۽ مادي وڻن جي موجودگيءَ کي ثابت ڪري ٿو (هن نڪتي تي مون اختلاف به ٻڌا آهن)، ان ڪري آءٌ هيٺي ان جي طريقي جو تفصيلوار ذڪر ڪندس، جي مون ڪي ڪيترن ئي موقعن تي ان کي اکين سان ڏسڻ جو موقعو مليو آهي. ٻنهي قسمن جي وڻن، نر خواه مادين ۾ فيبروري يا مارچ جي اوائل ۾ ٻُور لڳڻ شروع ٿيندو آهي. ٽڙ وچان، انتهائي اوچين ڏارين يا پنن وٽ ان جو گل ڦٽي نڪرندو آهي ۽ ان جي ظاهري صورت ڪنڪ جي سنگن جي مڇي وانگر ٿئي ٿي، پر هيءُ گهٽي قدر وڏو ۽ بلڪل اڇو ٿئي ٿو. نر وڻ جو گل مٺو ۽ بلڪل وڻندڙ ٿئي ٿو، پر ماديءَ جو گل بلڪل ڪوڙو ۽ ذائقي ۾ سَڪُ ۽ اٻوڻندڙ آهي. جڏهن وڻ ٻور سان ڀرجي ويندا آهن، تڏهن انهن جي شاخن کي وڍي، اڻ گهريل ڇڙيون جدا ڪيون وينديون آهن. ان کان علاوه، ماديءَ جي ٻور مان ڪجهه تيليون جدا ڪيون وينديون، نه ته ميوو پنهنجي پوري جسامت کي نه پهچندو آهي. ان کان پوءِ نر گل مان هڪ تيلي ڪلهي مادي وڻ جي سپيءَ جي مٿانهين طرف هڪ چير وچان اها اندر داخل ڪئي ويندي آهي، ۽ ان کان پوءِ ڪارڪون جسامت ۾ وڌڻ شروع ٿينديون آهن، تان جو

"خورمڏو ڦٽڙ" يا کجور جي ڦوڙ جو وقت ايندو آهي، جهڙو
انتهائي سخت گرميءَ وارو ٽن هفتن جيترو مدو هوندو آهي ۽
آگسٽ يا سيپٽمبر ڌاري ايندو آهي. انهيءَ ڪارڪردگي کان سواءِ،
مادي وڻ جا گل ڪارڪن جي شڪل اختيار ڪندا، پر اهي
ڦچنديون ڪين، ۽ نر وڻ جا گل به هن کان سواءِ ڦٽي
ڪنهن ڪم جا نه ٿيندا آهن ته بلوچي ماڻهو انهن کي سڌن
ڪچي سائي حالت ۾ يا انهن کي باهه تي ڀڄائي ماني ڪري
کائيندا آهن. هڪ نر وڻ ڪيترن سوَن مادي وڻن کي
ڦردار بنائڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته نر جي ٻور
جو ننڍي کان ننڍو ذرو به پنهنجو مقصد پورو ڪرڻ لاءِ
ڪافي هوندو آهي. مون کي ته ايستائين به ٻڌايو ويو ته
ضرورت پوڻ تي، نر وارو ساڳيو تيلو هڪ ماديءَ مان ڪڍي
ٻيءَ ۾ داخل ڪبو ته ساڳيو ئي اثر ظاهر ڪندو. جڏهن
"خورمو ڦٽڙ" واري موسم گذري ويندي آهي، تڏهن ڪارڪن
کي ڦٽي ان جي مالڪ جي مرضيءَ مطابق استعمال ڪيو
ويندو آهي. ڪن کي انهيءَ حالت ۾، جنهن ۾ اهي وڻ مان
ڇنيون ويندڙيون آهن، تڏن تي وڇائي اُس ۾ سڪايو ويندو
آهي. اهو ساڳيو طريقو ٻين مان به اختيار ڪيو ويندو آهي،
پر اڳ ۾ انهن مان ڪکڙيون الڳ ڪيون وينديون آهن
۽ باقي ڪارڪن کي ٻڪريءَ جي وارن مان ڳنڍيل ڏور ۾
پوئي هار ٺاهيا ويندا آهن. جن ڪارڪن کي تر حالت ۾ رکڻ
جو ارادو هوندو آهي، تن کي هڪدم کجيءَ جي پنن مان
ٺهيل ٽوڪرن ۾ بند ڪيو ويندو آهي ۽ انهن ۾ سنڪرين
جي مادي جي جيڪا کهڻ شامل آهي، سا ڪين خراب ٿيڻ کان
محفوظ رکندي آهي. انهيءَ وڻ خواه ان جي ڦل جي لحاظ
کان انهن جا بيشمار قسم آهن، ڇاڪاڻ ته ڪن به ٻن جنسن
جي ميلاپ مان نيون قسم پيدا ٿئي ٿو، جنهن کي بلڪل نئين
نالي سان سڏيو ويندو آهي. ان جي باوجود، ڪنهن ماڻهوءَ

کي کجور جي پوک جو ماهر فقط ان حالت ۾ سمجهيو وينڌو آهي، جڏهن هو هرهڪ وڻ کي ذهني شرط، ان ۾ لڳندڙ ڦل ۽ خود وڻ جي نالي ۽ قسم جي هڪدم نشاندهي ڪري سگهي. بلوچستان ۾ انتهائي قدر ۽ قيمت وارا کجيءَ جا قسم ڏُر، ڀيڻو، موج وتي، ۽ شنڪسقند جي نالن سان سڏجن ٿا. انهن ملڪن جي ماڻهن طرفان کجور جي وڻ کي، وڏي نعمت سمجهيو وينڌو آهي ۽ ان لاءِ هنن وٽ سبب به وڏو آهي. ان جي قدر ۽ قيمت ۾ هن ڳالهه جي ڪري وڌيڪ اضافو ٿئي ٿو، جو اها جنس اهڙي واريأسي ۽ بڃر پلي زمين ۾ سٺي کان وڌيڪ پلي ٿئي ٿي، جيڪا ٻئي ڪنهن به مفيد ڪم ۾ نٿي اچي سگهي.

بلوچن وٽ بهترين قسم جو عمارتي ڪاٺ "اپور" ۽ گدامڙيءَ جي وڻن جو آهي، ۽ انهن ٻنهي قسمن جو ڪاٺ حيرت انگيز حد تائين سخت ۽ جٽادار ٿئي ٿو، ۽ انهن مان اول الذڪر ظاهري صورت، وزن ۽ داڻي جي لحاظ کان ٽالهيءَ جي ڪاٺ سان ايترقدر ته مشابهت رکي ٿو، جو ڪنهن ڪرسٽيءَ ۽ مون اڳ ۾ ان کي غلطيءَ وچان اهو ڪاٺ سمجهيو. انهن ٻنهي قسمن جا وڻ تمام وڏا ٿين ٿا، ۽ انهن جي فهرست ۾ پپر، لئي ۽ شهتوت جي وڻن جو اضافو ڪرڻ گهرجي، جاڪاڻ ته اهي پڻ تعميراتي ڪمن ۾ استعمال ڪيا وڃن ٿا. مغرب طرف رهندڙ ماڻهو کجيءَ جي ڪاٺ کان ساڳيو ڪم وٺن ٿا. نم، پپل، سيسئو، چنار، انب، اخروٽ وغيره جا وڻ به هن ملڪ جي مختلف حصن ۾ ملن ٿا. پر هن ملڪ ۾ ڪٿي به شاهه بلوط، انش، فر ۽ ٻين اهڙن يورپي قسمن جا وڻ ڪٿي به نشا مان.

بلوچستان جا گهريلو ۽ پالتو جانور آهن، گهوڙا، خچر، گڏهه، آٺ، مينهون، ڍڳيون، ٻڪريون، رڍون، ڪتا ۽ ٻليون. انهن کان علاوه پکين ۾ فقط ڪيرا ۽ ڪبوتر آهه،

انهن وٽ نہ آڙيون آهن، نہ آرڪيون ۽ نہ ٻدڪون.
جهنگلي جانورن ۾ شينهن، چيتا، واگهہ، چراخ، بگهڙ، گدڙ،
جهنگلي ٻلا، وحشي ڪتا، لومڙ، سها، نور، جابلو ٻڪر،
هرڻ، نيل گايون، ڳاڙها ڦاڙها، جهنگلي گڏهہ وغيره شامل آهن.
پکين جي قسمن منجهان عقاب، سرٽيون، ڳجهون، وڏا چيرا،
ڪانگ، باز، جهنگلي آڙيون ۽ ٻدڪون، ڪاز، ڪنگ،
ٻگهہ، پهاڙي ڪبوتر، تتر ۽ يورپ يا هندستان ۾ ملندڙ سڀئي
ننڍا خواه وڏا پکي موجود آهن. هندستان وانگر هتي زهريلا
جانور گهٽا ڪينهن ۽ هڪ ڳالهہ هيءَ چوٽي ٻوي ٿي تہ
ساموندي ڪناري کان علاوه، جتي ماڻهو سال جو گهڻي کان
گهڻو حصو تازي مڇي تي گذر ڪندا آهن، آها هن ملڪ ۾
ذري گهٽ آهي ئي ڪانہ.

بلوچستان جا گهوڙا ڏاڍا طاقتور ۽ مضبوط قدڪاٺ جا
۽ وڏا ٽين ٿا، پر آهي گهڻو ڪري انتهائي چيڙاڪ آهن.
جيڪي گهوڙا انهيءَ ملڪ کان هندستان ڏانهن آندا ويندا
آهن، تن مان اڪثر قلات جي ڏاکڻين علائقي ۽ ڪڇ گنداوا
جا پليل هوندا آهن. لس ۽ مڪران ۾ انهيءَ جانور جو نسل
ننڍو ۽ گهٽ جوشيلو ٿئي ٿو. ريگستان جي الهندي طرف ڏانهن
رهندڙ بلوچي پنهنجا گهوڙا گهڻو ڪري خراسان کان آڻيندا
آهن ۽ اهي سردار جن وٽ نسل وڌڻ لاءِ گهوڙيون هونديون
آهن، سي ڪين عرب يا ايراني گهوڙن سان لڳ ڪرائيندا
آهن، ۽ انهيءَ جي ڪري اهي دم جي پختگيءَ، ماڻائيءَ
۽ سونهن ۾ اعليٰ قسم جا ٿين ٿا. هن علائقي جي گڏهہ يا
خچر ۾ ڪا بہ اهڙي قابلِ ديد ڳالهہ ڪانهي، نہ وري هتان
جون ڍڳيون، رڍون يا ٻڪريون قابلِ توجه آهن. هتان
جون رڍون گهڻو ڪري انهيءَ نسل سان تعلق رکن ٿيون،
جن کي فارسيءَ ۾ "دنبہ" يا ٿلهي پڇ واريون چئبو آهي،
۽ ٻڪريون کهرن ۽ ڪارن وارن سان ڍڪيل هونديون آهن،

جيڪي انهن کي برف ۽ سيءَ کان بچائڻ جو ڪم ڪن ٿا.
مون جن ٻه پالتو جانورن جو ذڪر ڪيو آهي، تن سڀني کان
وڌيڪ هڪ ۽ پڻ ٿوهن واري آٺ جو بلوچي ماڻهو انتهائي
وڌيڪ قدر ۽ قيمت ڪن ٿا. هتان جو آٺ انهيءَ نسل جو
آهي، جنهن کي ٻه ٿوها ٿين ٿا، ۽ هو فقط بار ڍوئڻ لاءِ
ڪارگر آهي، ڇاڪاڻ ته هو بناوت ۾ ڳرو، ڊگهن هڏن ۽
ڊگهن وارن سان پرپل ڪل ۽ حيرت انگيز طاقت وارو آهي.
هڪ ٿوهي واري آٺ کي اهي ماڻهو لڳاتار ڪيترن ئي ڏينهن
تائين عجيب تيز رفتاريءَ سان سفر ڪرڻ جي تربيت ڏيندا آهن ۽
انهن جي ڪاڌي ۽ پاڻيءَ کان سواءِ رهڻ جي خاصيت سندن
مالڪن جي چابڪ هڻڻ يا ڌاڪ زنيءَ وارين مهمن لاءِ بطور
خاص موزون ٿئي ٿي، جنهن ۾ انهن کي گهوڙن جي مٿان
يقيني برتري حاصل آهي. آٺ کي ڪڏهن ٻه ڪنهن هيٺانهين
علائقي ۾ نه ڏٺو ويندو آهي، ۽ مٿانهن صوبن ۾ پڻ ڪين شاذو
نادر ئي ڪم ۾ آندو يا پاليو ويندو آهي. هڪ ٿوهي وارا
آٺ ظاهري ڊول ڊپل ۽ شڪل و صورت ۾ انهن علائقن جي
آب و هوا مطابق، جن ۾ اهي پيدا ٿيندا ۽ رهندا آهن، منتخب
حد تائين مختلف هوندا آهن. مڪران ۽ لس ۾ اهي سنها ۽
لتڪا، رنگ جا هلڪا ۽ عام طور بناوت ۾ خوبصورت ٿين ٿا.
باقي قلات ۽ انهيءَ شهر جي اتر ۾ اهي پين جي مقابلي ۾
ڳرا، ڏاڍا ڪارا، کهرا ۽ طبعيت جا چيڙاڪ ٿين ٿا. پوئين قسم
جا اهي آٺ گهڻي قدر پين سڀني کان بهتر آهن، ۽ اهڙن سڀني
قسمن جي آٺن کان، جن بابت ٻه مون ڳالهيون پڌيون آهن،
گرميءَ ۽ سرديءَ ۾ صبر سان رهندڙ آهن. ڪتن جي نسل سان،
رڍن جي چوڪيداري ڪندڙ ۽ تازي ڪتن جو پين سڀني کان
وڌيڪ قدر ڪيو وڃي ٿو ۽ بلوچي ماڻهو انهن جي نسل
۽ پرورش جي سلسلي ۾ ايتريقدر توجه ڏيندا آهن، جيتريقدر
انگلنڊ جو ڪي سڪاري پنهنجن شڪاري ڪتن تي توجه

ڏئي سگهي ٿو. ٻهرئين قسم وارا تمام وڏا ۽ طاقتور ٿين ٿا ۽ جڏهن اهي غصي ۾ ٻرجن ٿا، تڏهن انتهائي وحشي ٿين ٿا، پر عام حالات ۾ ايترقدر ته غريب طبعيت ۽ ماٺيڻا هوندا آهن، جو انهن کان وڌيڪ ماٺيڻن ڪتن جو تصور به ڪو ڪري سگهجي. جهنگلي ڪتو انهيءَ قسم جو ٿئي ٿو ۽ جيسين ماڻهو چڱيءَ طرح سان مسلح نه هجي، تيسين انهن مان ڪنهن هڪ کي ستائڻ خطرناڪ ٿيندو. اهي گهڻو ڪري ويهن يا ٽيهن جي ٽولن ۾ گڏجي شڪار ڪندا آهن ۽ اهي هڪ ڏکيءَ کي ٻڪڙي منٽن اندر ماري چڏيندا آهن. خوشقسمتيءَ سان هو ايڏا ته ڏچڻا ٿين ٿا، جو هو انتهائي گهاٽن ۽ ناقابل عبور جهنگ ۾ رهندا آهن ۽ ان ڪري انهن کان ڏچڻ ضروري ناهي.

بلوچستان جي جبلن ۾ شينهن ۽ چيتو مشڪل ٿي ملندو آهي ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته انهن جي رهڻ جا هنڌ سنڌ ولديءَ ڪنارن وارن گهاٽن ٻيلن، سنڌ ۽ گجرات جي درميان واقع ريگستان جي ويرانيءَ ۽ ٻين حصن ۾ ملي سگهندا. چراخ، بگهڙ ۽ گدڙ سڄي ملڪ ۾ پکڙيا پيا آهن ۽ اهي هيتان جي ڌڻن ۾ وڏي تباهي مچائيندا آهن، چراخ کان سواءِ انهن جانورن مان ٻيو ڪوبه ماڻهوءَ تي حملو ڪونه ڪندو آهي ۽ سو به تڏهن، جڏهن ان کي سخت بک مجبور ڪندي آهي يا مخالفت ڪان چڙي اٿين ڪندو آهي. عقاب فقط جهلاوان ۽ سراوان ۾ نظر ايندا آهن. بازن سان شڪار ڪرڻ جو الهندي علائقي ۾ رهندڙ ڪن بلوچي سردارن کي شوق هوندو آهي ۽ اهي پنهنجن پکين کي ڏاڍي احتياط ۽ وڏي خبرداريءَ سان سکيا ڏيندا آهن، خصوصاً کين جهنگلي پکين، هڪارن تترن ۽ ڪبوترن جي شڪار ڪرڻ لاءِ تربيت ڏيندا آهن.

---

# فصل (١٠)

سنه ١٨٠٨ع ۾ (١) جنهن سبب جي ڪري ايران جي بادشاهه ڏانهن هڪ مهم رواني ڪرڻ جي ضرورت درپيش آئي هئي، تن ساڳين ئي سببن جي ڪري هندستان جي بالادست حڪومت لاءِ سنڌ جي حڪمرانن جي متعلق پڻ ساڳيءَ نوعيت جي حفاظتي قدم کڻڻ کي ضروري بنايو ۽ بمبئي جي سول سروس واري نڪولس هئنڪي سمٿ، ايسڪوائر کي، جيڪو ان وقت بوشاير ۾ مقيم هو، رائيٽ آنر بل گورنر جنرل طرفان ايلچيءَ جي فرض سرانجام ڏيڻ لاءِ چونڊيو ويو. بينگال سول سروس واري هينري ايلس، ايسڪوائر کي هن جي فرسٽ اسسٽنٽ طور نامزد ڪيو ويو ۽ بمبئيءَ جي ديسي پياده فوج جي ليفٽيننٽ رابرٽ ٽيلر ۽ مون کي، هن جي سيڪنڊ ۽ ٿرڊ اسسٽنٽ طور مقرر ڪيو ويو، ڪئپٽن چارلس ڪرسٽيءَ کي پيشوائي ڪندڙ دستي جي ڪمان سونپي ويئي؛ وليم هال، ايسڪوائر کي سرجن طور ۽ بمبئي ميرين جي ڪئپٽن وليم مئڪسفيلڊ کي ميرين-سروير طور شامل ڪيو ويو. سنه ١٨٠٩ع جي اوائلي حصي ۾ اسان جي روانگيءَ لاءِ موزون قسم جي شان و شوڪت سان تياريون ڪيون ويون ۽ ماريا نالي هڪ ديسي ساخت جو بحري ٻيڙو ايلچيءَ ۽ سندس جماعت کي ڪراچي بندرگاهه تائين پهچائڻ لاءِ ڪرايي تي حاصل ڪيو ويو، جتي آنريبل ڪمپنيءَ جي جنگي جهاز پرنس آف ويلس، ڪئپٽن ائلين ۽ ٻن هٿيار بند جهازن کي ان جي حاضريءَ ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو. ايلچي دستوري سلامين سان اپريل جي ٢٧- تاريخ تي پنهنجن ڪان پوءِ "ماريا" تي

---

(١) ڏسو مهاڳ جو حصو- ١، ص- ص- ٢.

سوار ٿيو ۽ ان کان هڪدم پوءِ باقي ٻين ٻيڙن به لنگر ڪئيو ۽ بندرگاهه کان ٻاهر ڪليل سمنڊ ۾ وڃي بيٺا.

۹- مئي تي صبح جو باڪ ڦٽڻ مهل، "پرنس آف ويلس" جيڪو ٻين سڀني جهازن کان اڳتي هو، زمين ڏسڻ جو اشارو ڏنو، جيڪا مونن ڪچي ڌرتيءَ (مواڙي) کان وٺي دور تائين ملڪ اندر ۽ بندر ۽ اوچين چوٽين وار بون نڪربون ثابت ٿيون. صبح جو ۱۰ بجي تائين، ڪراچي بندرگاهه جو الهندو ڇيڙو اسان کان فقط ٻي ميل پري رهجي ويو. اهو علائقو حيرت‌انگيز حد تائين پوٺو آهي ۽ ان جي مٿان هڪ ننڍڙو قلعو بيٺل آهي، جيڪو پريان کان هڪ چورسي گهر وانگر ڏيکت ڏئي ٿو. بندرگاهه ...ي اندر ڪي ٿي تمام اوچا نڪر، انهيءَ هيٺانهين زمين تي، جيڪا انهيءَ ڪچي ڌرتيءَ کي باقي ڪنڊ سان ملائي ٿي، اهڙيءَ طرح بيٺا نظر آيا، جيئن ڪي ساموندي ٻيڙا سڙهه دولي پاڻيءَ جي سيني تي سفر ڪندا هجن. ٻنپهرن مهل اسان ٻارهن ڪز اونهي پاڻيءَ ۾ لنگرانداز ٿياسون، ۽ ڪئپٽن منڪسويل، ڪراچيءَ جي گورنر وٽ سنڌن مهر جي پهچي وڃڻ جي ٻڌرائي ڪرڻ، ۽ انگريزي جهازن کي سلامتيءَ سان بندرگاهه جي اندرئين ڪناري تائين رسائي لاءِ سونهان حاصل ڪرڻ جي تقاضا پيش ڪرڻ لاءِ، جهاز تان لهي ڪناري تي پهتو. جاڪاڻ ته ان وقت هو هوا ڏکڻ-اولهه کان ڏاڍي زور سان لڳي رهي هئي ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ وڏيون ويرون چڙهنديون نظر اچي رهيون هيون، جيڪي ڪن ٻين علامتن سان ڪڏجي، ڏکڻ-الهندي چوماسي جي شروع ٿيڻ جي پيشنگوئي ڪري رهيون هيون. گورنر اڳ ۾ ته جهازن کي بندرگاهه جي اندر اچڻ جي اجازت ڏيڻ کان ڪجهه آنا-ڪاني ڪئي، پر هن جي اعتراض کي رد ڪيو ويو ۽ ۱۰- تاريخ تي ٻنهي جهازن لنگر ڪئيو ۽ بندرگاهه جي اندرئين حصي ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا ۽ آهستي

اُهستي پارهن ڪان پڻ ۽ ٽن چوٿائي گزن تائين اونهائيءَ جي ماپ وٺندا هليا، جيڪا گهٽ ۾ گهٽ اونهائي هئي، ڇاڪاڻ ته جلد ئي اها ڇهن ۽ پنجن گزن تائين اونهي ٿي ويئي. زمين جي انهيءَ ڇيڙي وٽان لنگهندي، ”ماريا“ جهاز ڪي ٻن توبن جي سلامي ڏني ويئي، جنهن کي ساڳئي تعداد جي توبن ڇوڙڻ سان جواب ڏنو ويو. اسان جي جهاز جي لنگرانداز ٿيڻ کان اٽڪل هڪ ڪلاڪ پوءِ، ڪراچيءَ جو گورنر مسٽر سمٿ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ جهاز تي آيو ۽ پاڻ سان گڏ ڪيترن ئي سپاهين کي وٺي آيو، جن وٽ جامڪيدار بندوقون هيون ۽ هو پاڻ سان ڪجهه رڍون ۽ پاڇيون تحفي طور کڻائي آيو. هو، نه فارسي ڳالهائي ٿي سگهيو ۽ نه هندستاني، ۽ هن پنهنجي ترجمانن جي ذريعي جهازن ۽ انهن مان هر هڪ تي سوار ماڻهن جي تعداد بابت ڪيئي سوال پڇيا، ۽ اٽڪل اڌ ڪلاڪ کن ويهڻ کان پوءِ، اتان اٿي وڃڻ ۾ وڏي خوشي محسوس ڪيائين. هو ننڍي قد ڪاٺ جو هڪ بدزيبو نظر ايندڙ ماڻهو هو، ۽ ڪپڙا به ڪيس آهڙا ئي پهريل هئا؛ ۽ سندس لباس جو جنهن ڳالهه ۾ سندس اتالي جي ماڻهن کي پيل ڪپڙن کان فرق هو، سو اهو هو ته هن جي مٿي تي تمام وڏو پڳڙ ٻڌل هو. ان کان پوءِ ايندڙ ٻه ڏينهن، اسان جي مهر جي جهازن کان هيٺ لهي ملڪ اندر داخل ٿيڻ جي مسئلن تي بحث مباحثي ۾ ضايع ڪيا ويا، جنهن کي مذڪوره گورنر ان وقت تائين طول ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، جيسين وٽس اميرن جو ڪو حڪم احڪام پهچي وڃي. ۱۲- تاريخ تي هو وري ٻيو دفعو مسٽر سمٿ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو، جنهن جي دوران هُن (مسٽر سمٿ) موقعو وٺي گورنر کي انهن غلطين کان آگاهه ڪيو، جيڪي اميرن ۽ گورنر جنرل جي رتبي ۽ خطابن جي سلسلي ۾ هليل خط ۽ ڪتابت ۾ ڪيون ويون هيون، جنهن تي هن پنهنجي

ڏڪ جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته اهي غلطيون هن جي فارسي ٻوليءَ کان لاعلميءَ جي نتيجي ۾ سرزد ٿيون هيون، پر جيڪڏهن ايلچي ائين چاهي ته هو انهيءَ ماڻهوءَ کي، جنهن لڪڻ ۾ اهي غلطيون ڪيون هيون، قتل ڪرڻ يا انڌو ڪرڻ لاءِ تيار ۽ آماده هو. هن کي، بهرحال عرض ڪيو ويو ته هو اهڙا شديد قدم نه کڻي، پر آئينده لاءِ وڌيڪ احتياط ڪرڻ لاءِ احڪامات جاري ڪري ڇڏي.

گورنر، انهيءَ سڄي ملاقات جي دوران، زبردست خوف ۽ خطرو محسوس ڪري رهيو هو، ۽ جڏهن سندس ٻيڙي جهاز جي ڀاسي سان اچي بيٺي، تڏهن هو ڪيتريءَ دير تائين هن ٻاري ۾ هٻڪندو رهيو ته هو اسان جي جهازن تي چڙهي اچي يا نه. هن جا ماتحت ۽ خادم ڪيس ڪا گهٽي عزت نه ڏيئي رهيا هئا ۽ جڏهن مسٽر سمٿ ۽ هو گڏجي جهاز جي ڪيبن (ڪپتان واري ڪمري) ۾ داخل ٿيا، تڏهن سندس خدمتگارن مان هڪ چٽو ٽپ ڏيئي جهاز جي عرشي تان اٿيو ۽ انهيءَ ڪرسيءَ ۾ وڃي ويٺو، جنهن ۾ ڪجهه گهڙيون اڳ ۾ نواب(١) پاڻ ويٺو هو، ۽ انهن مان هڪ ٻيو چٽو وري انهيءَ ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ تيار ٿيو، جيڪا مسٽر سمٿ خالي ڪري ويو هو، پر هن کي انهيءَ گستاخي ڪرڻ کان روڪيو ويو.

١٣ ۽ ١٤- مئي تي، مهر جا تنبو ۽ سرڪاري ساز و سامان جهازن تان لاهي هيٺ آندا ويا، ۽ تنبو انهيءَ هنڌ کوڙيا ويا، جيڪا جاءِ گورنر ڏني. اسان جي ٽولي مان ڪيترائي آفيسر جهازن تان لهي ڪناري تي هليا ويا هئا، جتي کين معلوم ٿيو ته اسان جي اچڻ تي وڏي گهٻراهٽ محسوس ڪئي ويئي آهي، ۽ حڪم جاري ڪيا ويا آهن ته اسان جي ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪراچيءَ جي قلعي اندر داخل ٿيڻ نه ڏنو وڃي، ۽ فوجي سپاهين

---

(١) گورنر جو سرڪاري خطاب.

جي هڪ وڏي جماعت، جنهن جي قيادت هنن جو هڪ مشهور ۽
معروف سردار ڪري رهيو هو، اسان جي چرپر تي نظر رکڻ
جي ظاهر ارادي سان اسان کان ٨ ميل پري تنبو هڻي ويٺي.
دراصل گورنر جي سچي چال چلت سان خوف ۽ گهٻراهٽ جي
مليل جذبن جو اظهار ٿي رهيو هو ۽ اسان جي طرفان ذري برابر
به معلومات حاصل ڪرڻ جي خلاف سندس دل ۾ ايتريقدر ته
ساڙ ۽ حسد پيدا ٿيل هو، جو جيڪڏهن اسان دشمنيءَ جي
علي الاعلان ارادن سان اتي اچون ها، ته به انهيءَ جذبي ۾
وڌيڪ اضافي جي ڪا گنجائش باقي ڪانه هجي ها. ١٦-مئي
تي، ايلچي ٻن جهازن سان چئنڊڙ پندرهن توبن جي سلاميءَ
سان جهاز کان هيٺ لٿو، جتي پيشوائي ڪندڙ فوجي دستي ۽
مهم جي آفيسرن طرفان سندس شايانِ شان طريقي سان، مقامي
ماڻهن جي هڪ وڏي انبوه جي نعرن سان استقبال ڪيو ويو،
جن ۾ مشرقي ملڪن جي رواج موجب پئسا ورهايا ويا.
ٻنپهرن مهل، نواب طرفان ايلچيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندس
احترام ۽ عزت ڪرڻ جي ارادي ظاهر ڪرڻ لاءِ ماڻهو
موڪليو ويو، پر جيئن ته اسان جي نوڪرن کي قلعي اندر
داخل ٿيڻ کان روڪڻ وارو حڪم اڃا تائين قائم هو، انڪري
کيس اطلاع موڪليو ويو ته کيس حاضريءَ جي اجازت ڪانهي.
گورنر کي انهيءَ انڪار جو سبب سمجهائڻ لاءِ، مسٽر ايلس
هن وٽ ويو. ۽ هن سان قلعي جي فصيلن کان ٻاهر واقع
هڪ گهر اندر ملاقات ڪئي، نواب اسان کي اهو يقين ڪرائڻ
پئي چاهيو ته اهڙي بندش سڀني اجنبين سان لاڳو آهي، هن
چيو ته کيس انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو ڏک ٿي رهيو هو ته اسان
انهيءَ ڳالهه کي بيعزتيءَ جو باعث سمجهي رهيا هئاسون، هن
اهو به چيو ته مسٽر سمٿ کيس مليو يا نه، پر هو روزانو سندس
چانوڻيءَ ۾ حاضري ڀريندو رهندو، ته کيس اهي احڪامات
سندس آقائن، يعني اميرن وٽان مليا هئا ۽ هن کي انهن جي

تعميل ضرور ڪرلي هئي ۽ جڏهن سندن مهم ڪي دربار ۾ پهچائڻ لاءِ حيدرآباد ڪان سرڪاري (١) مهماندار اتي ايندو، تڏهن ڪين (اسان ڪي) سندن حڪمن جي عدم تعميل جي ضرورت بابت خاطري ٿي ويندي. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ، اميرن وٽان هڪ خط وصول ڪيو ويو، جنهن ۾ ايلچيءَ ڪي اميرن جي هن پختي ارادي ڪان باخبر ڪيو ويو تہ هن سان ڪراچيءَ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ حڪومت جا ٻہ عملدار موڪليا ويندا ۽ اهي جيڪي بہ ڳالهيون ڪن، تن ڪي ايلچي بلڪل سرڪاري سطح تي سمجهي، پر جيئن تہ خط ۾ ڪم آندل سندن ٻوليءَ جو ڍلـڳ انهيءَ غرور ۽ وڏائيءَ جو مظهر هو، جنهن ڪي ان جي ابتدا ۾ ئي دٻائڻ هن (٢) مهم جو وڏي ڪان وڏو مقصد هو، جنهنڪري اهو خط نرم لفظن ۾ لکيل هڪ مختصر نوٽ سان گڏ واپس ڪيو ويو، جنهن ۾ اميرن ڪي هن ڳالهہ ڪان

---

(١) مهماندار، لفظ مهمان ۽ دار مان ٺهيل آهي، يعني مهمانن ڪي رکندڙ. هي اهو ماڻهو هوندو آهي، جنهن ڪي ايلچين ڪي دربار تائين پهچائڻ ۽ ڪين ملڪي پيداوار جي شين جي فراهمي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي. عام طور هن جي اختيارين مان غلط ڪم ورتا ويندا آهن ۽ انهن جي ذريعي ماڻهن ڪان زوريءَ رشوتون ورتيون ونديون آهن.

(٢) گذريل سال، بمبئي جي حڪومت طرفان هڪ ايلچيءَ ڪي سنڌ ڏانهن نامزد ڪري موڪليو ويو هو، ۽ هن سان اهڙي روش روا رکي وئي هئي، جيڪا ٻنهي طاقتن جي نسبتي رتبن جي مطابق ڪانہ هئي، چنانچہ گورنر جرنل طرفان موڪليل ايلچيءَ ڪي اهڙيون واضح هدايتون مليل هيون تہ هو ساڳئي قسم جي حجت بازيءَ لاءِ ٿيندڙ ڪنهن بہ ڪوشش ڪي سختيءَ سان دٻائي ۽ جيڪڏهن هندستان جي انگريز سرڪار لاءِ واجب احترام ۾ ڪابہ ڪوتاهي ڏسي تہ ان جي خلاف سخت احتجاج ڪري ۽ جيڪڏهن سنڌ جا حڪمران پنهنجي لاءِ ڪي بہ اجايا اعزاز اختيار ڪري ۽ پنهنجي لاءِ ڪا ناجائز برتري اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪن تہ هو عين وقت تي سنڌي حڪمرانن جي اهڙي اڻ سهائيندڙ حرڪت ڪي سختيءَ سان دٻائي.

آگام ڪيو ويو ته بعيثن ته هنن انهيءَ خط ۾ نه فقط پنهنجي لاءِ ناقابل تسليم رتبو ۽ اعزاز اختيار ڪيو هو، پر ساڳئي وقت تي هنن پنهنجي خط ۾ انهيءَ بالادست ۽ عالي مرتبت حڪومت جو مرتبو به تسليم نه ڪيو هو، جنهن جو مذڪوره ايلچي نمائندو هو، ان ڪري اها ڳالهه ناممڪن هئي ته خط ۾ ڪيل تقاضائن جي ڪنهن به صورت ۾ پورائي ڪئي وڃي. هاڻي اسان وٽ هرهڪ ڪلاڪ کان پوءِ مختلف نوعيت جون خبرون پهچڻ شروع ٿيون. هڪ وقت ته پوري اعتماد ۽ خاطريءَ سان اٿين پئي چيو ويو ته مهر ڪي سنڌي گهوڙيسوار فوج جي هڪ وڏي پلٽڻ جي همراهيءَ ۾ دارالحڪومت ڏانهن وڃي هو، جتي هنن جي شايان شان طريقي سان پوريءَ ريت آجيان ڪئي ويندي. پئي وقت تي وري اٿين پئي ٻڌڻ ۾ آيو ته انگريز ايلچيءَ کي انهن آفيسرن سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ چيو ويندو، جن کي خاص انهيءَ مقصد لاءِ موڪليو پيو وڃي، ۽ اچا به ڪنهن وقت تي اهو پئي ٻڌڻ ۾ آيو ته اسان کي هڪ فوجي دستي هٿان واپس جهازن تي چڙهي هندستان ڏانهن موٽي وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو ۽ اهو فوجي دستو ان وقت ڪراچيءَ ڏانهن پيشقدمي ڪري رهيو هو. انهن سڀني خبرن ۾ هڪ هيءَ ڳالهه مشترڪه هئي ته اميرن کي سندن علائقن جي متعلق اسان جي ارادن کان سخت خطرو محسوس ٿي رهيو هو، ۽ حقيقت اها آهي ته ڪراچيءَ جي بچاءَ ۽ مورچه بنديءَ لاءِ اتي جيڪا فوج موجود هئي، تنهن کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ ٿوري ٿوري وقفي سان اوڏانهن ايندڙ امدادي فوجي دستن جي آمد، انهيءَ ڏپ جي موجودگيءَ جي ڪافي شهادت ۽ ثابتي فراهم ڪري رهي هئي.

اميرن ڏانهن موڪليل انهيءَ خط کان ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ، ايلچيءَ وٽ آخوند محمود بقا ونان، جيڪو

ڪجھ مهينا اڳي سنڌ جي حڪومت طرفان هڪ عيوضيءَ طور
ڀيٽي آيو هو، هڪ دوستاڻو رقعو پهتو، جنهن ۾ هن اها خبر
ڏني ته ڪيس مسٽر سمٿ سان معامله بازي ڪرڻ لاءِ نامزد
ڪيو ويو آهي ۽ هو ان ڀاري ۾ ساڻس جلد از جلد ملاقات
ڪرڻ جي ارادي سان ڏانهنس اچي رهيو آهي. انهيءَ ساڳئي
قاصد طرفان، جيڪو اهو خط کڻي آيو هو، هن خبر جي پڻ
تصديق ڪئي ويئي، جيڪا ڪجھ ئي وقت اڳي اسان خفيھ
نموني ۾ حاصل ڪئي هئي ته ٺٽي شهر جي ڀسگردائيءَ ۾ ٽن
هزار ماڻهن تي مشتمل هڪ وڏو لشڪر گڏ ڪيو ويو آهي
۽ اسان جي اندازي مطابق، انهيءَ فوج جي موجودگيءَ جو
مقصد اسان کي آخوند جي شرطن مڃڻ لاءِ مجبور ڪرڻ هو
۽ اهو عملدار ٢٣-مئي تي ڪراچيءَ پهچي ويو ۽ ٻئي ڏينهن
صبح جو هو انگريزي ڇانوڻيءَ ۾ آيو، جتي هن ايلچيءَ سان
تمام ڍگهي ڪانفرنس ڪئي. هن اميرن جي دلين ۾ پيدا ٿيل
انهيءَ خوف ۽ انديشي تي تمام گهڻو زور ڏيئي ڳالهايو،
جنهن جو سبب ڪراچي بندرگاهھ ۾ انگريزن جي ٻن جنگي
جهازن جي موجودگي هئي، ۽ هن پنهنجون ڳالهيون هن قطعي
۽ فيصلھ ڪن اعلان سان ختم ڪيون ته انگريزن جي مهم
کي حيدرآباد طرف وڃڻ جي اجازت ملڻ لاءِ پيشگي شرط اهو
آهي ته انگريز پنهنجن انهن ٻن جنگي جهازن کي يا ته بمبئي
ڏانهن روانو ڪن يا گهٽ ۾ گهٽ اهي سنڌ سرڪار جي
علائقائي حدن کان ٻاهر موڪليا وڃن.

سياسي نوعيت جي ڪن ٻين مسئلن تي ھڻ خيالن جي
ڏي وٺ ڪئي ويئي، ۽ ڳالهين جو اختتام ايلچيءَ طرفان ڪيل
هن مضبوط اعلان تي ٿيو ته هو هڪ نهايت هلڪي ۽ خسيس
وعدي جي آڌار تي ڳاديءَ واري شهر ڏانهن وڃڻ بدران هو
پنهنجي جهاز تي واپس وڃڻ کي ترجيح ڏيندو، ۽ بارش جي

جو ڀڻ واري موسم (١) ۾ ڪليل سمنڊ ڏانهن وڃڻ ۾ ڪٿي ڪهڙو به وڏو خطرو هوندو، پر ان جي باوجود هو ڪلڪتي ويندو ۽ سڄو معاملو گورنر جنرل جي فيصلي لاءِ سندس اڳيان رکندو. آخوند طرفان سندس ڳالهين جي دوران ۾، جيڪو هيءُ انڪشاف ڪيو ويو ته ڪيس ايلچيءَ سان معاملن طئي ڪرڻ جا اختيار ڏنا ويا آهن، تنهن جو ته ڪو سوال ئي نه پيو اٿي، ڇاڪاڻ ته ايلچي فقط سنڌ جي حڪمرانن سان ئي ڳالهيون ڪري پئي سگهيو، جن سان ڳالهائڻ لاءِ هن کي سَند ڏنل هئي. 26- مئي تي گورنر ايلچيءَ ڏانهن هڪ زباني پيغام موڪليو، جنهن ۾ هيءَ خواهش ظاهر ڪئي ويئي هئي ته هو جهازن لاءِ بندر جون حدون هڪدم ڇڏي وڃڻ لاءِ احڪامات جاري ڪندو، ۽ هن ۽ آخوند، پنهي ڄڻن انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن به تحريري دستاويز ڏيڻ کان وڏي عياريءَ سان پاڻ بچائيندا رهيا. نيٺ، گورنر طرفان تجويز پيش ڪئي ويئي ته هو انگريزي مهر جي ڪنهن به هڪ آفيسر کي اهي سرڪاري هدايتون ڏيڪارڻ لاءِ تيار آهي، جيڪي کيس مٿين مطالبي پوري ڪرائڻ لاءِ اميرن وٽان موصول ٿيون هيون، بهرحال، جڏهن مسٽر ايلس ۽ ڪئپٽن ڪرسٽي ملاقات واري دستوري جاءِ تي پهتا، تڏهن هو پنهنجي تجويز تي عمل ڪرڻ کان صاف انڪار ڪري ويو، جنهن لاءِ هن اهو دليل ڏنو ته کيس پنهنجي آقائن طرفان ائين ڪرڻ جي اختياري نه ڏني ويئي آهي. اهڙين منجهائيندڙ حالتن هيٺ، مسٽر سمٿ هيءُ فيصلو ڪيو ته هو نواب خواه آخوند، پنهي منجهان ڪنهن به هڪ سان ان کان پوءِ، سرڪاري سطح تي ڪابه وڌيڪ ڳالهه ٻولهه نه ڪندو، پر خود اميرن ڏانهن خط

---

(١) ڏکڻ-الهندي وارو چوماسو ان وقت تائين ڏاڍي زور شور سان شروع ٿي چڪو هو ۽ عين ان مهل سخت زوردار طوفان لڳي رهيو هو.

موڪليندو ۽ انهن وٽان ڪيس جيڪو به جواب موڪليو ويندو،
تنهن جي مطابق پنهنجي ٿي هو آئينده لاءِ مناسب قدم کڻندو.
ساڳئي وقت هن پنهنجي انهيءَ ارادي جو مذڪوره عملدارن
اڳيان اظهار ڪيو ۽ کين عرض ڪيو ته هو انگريزي ڇانوڻيءَ
۾ اچن، جتي هنن کي اهو خط پڙهي ٻڌايو ويندو، جنهن
کان پوءِ اهو حيدرآباد ڏانهن روانو ڪيو ويندو. چنانچه هو
اتي آيو ۽ جيسين خط تيار ٿي رهيو هو، تيسين هن جي
ايلچيءَ سان ڏکهي گفتگو ٿي، جنهن ۾ هن ايلچيءَ کي هن
ويساهه ڪرائڻ لاءِ بيحد ڪوشش ڪئي ته انگريزي وفد جي
انتهائي دوستاڻو نمونو ۾ آجيان ڪئي ويئي هئي ۽ فقط هڪ
هيءَ حقيقت، ته کين جهازن تان لهي سنڌ جي سرزمين تي
قدم رکڻ ۽ انگريزي جهنڊي ڦڙڪائڻ جي اجازت ڏني ويئي
هئي، سندس انهيءَ دعويٰ جي فيصلو ڪن ثابتي هئي، ڇاڪاڻ ته
هن چيو. ”جيڪڏهن توهان اجازت کان سواءِ بندر ۾ داخل
ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو ها، ته قلعي جون توبون توهان جي
جهازن کي غرق ڪري ڇڏين ها.“ سندس انهيءَ لاف جو ڪيس
اهو جواب ڏنو ويو ته جيڪڏهن حالتون انهيءَ بحران جي
صورت اختيار ڪن ها ته پاڻيهي پتو پئجي وڃي ها ته انگريزي
توبون بهتر هيون يا سنڌي، ۽ نتيجو بهرحال ڏاڍو واضح پيو هو.

ان کان پوءِ آخوند انهن اصطلاحن ۽ لفظن جو بيان ڪيو،
جن بابت اميرن جي خط و ڪتابت ۾ شڪايت ڪيل هئي،
۽ هن انهيءَ ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته اهي
فارسي ٻوليءَ جي انهيءَ معنيٰ ۽ مفهوم جي مطابق هئا، جيڪا
سنڌ ۾ مروج هئي: هن بار بار قسم کڻي پئي چيو ته ”ملازمت“
(نوڪري) جي معنيٰ دوستاڻو ملاقات آهي، ته ”متودت“ (دوستي)
جو لفظ، جهڙيءَ طرح سان ايلچيءَ جي خطن ۾ استعمال ٿيل
هو، انتهائي هتڪ آميز ۽ غيرشاناڻتو هو، ۽ ”حضور“
(شاهي موجودگي) گذريل ويهن سالن کان ولي اميرن جو

خطاب رهيو هو ۽ ان ۾ تبديلي، سنڌ جي هرهڪ ماڻهوءَ کي هلاڪ ڪرڻ کان سواءِ نٿي آئي سگهجي. مسٽر سمٿ هن کي ياد ڏياريو ته اها توقع رکڻ اجائي هئي ته هو سنڌ جي مخصوص اصطلاحات کان واقف هوندو، يا جيڪڏهن واقف هوندو به ڪٿي، ته به اها اميد رکڻ ته هو انهن کي آئين استعمال ڪندو، اجائي ٿيندي؛ ته هن انهن ٻن لفظن کي، جن ڏانهن سندس ڌيان ڇڪايو ويو هو ۽ انهن کان علاوه ٻين لفظن ۽ اصطلاحن کي به انهن جي عام معنيٰ ۽ مفهوم موجب استعمال ڪيو هو، ته لفظ "حضور" فقط خودمختيار بادشاهه سان ۽ نه خراج ڀريندڙ حڪومت سان لاڳو ڪيو ويندو هو، جيئن سنڌ جي حڪومت هئي. اِتي، آخوند ايلچيءَ جي ڳالهه کي هيئن چئي روڪيو ته اها خراج گذريل ڪجهه سالن کان وٺي فقط نالي ۾ وڃي رهي هئي ۽ هن کي سندس اڳوڻن موڪليل خطن جا جواب جو نه مليا هئا، تن لاءِ ڪيس اهو سبب سمجهڻ گهرجي، ته هن انهن ۾ جيڪا ٻولي استعمال ڪئي هئي، سا ناموزون هئي. ان کان پوءِ اهو خط منشين يا فارسي ڪاتبن منجهان هڪ چئي ڏاڍيان پڙهي ٻڌايو، جيڪو اميرن ڏانهن روانو ٿيڻ وارو هو ۽ ان ۾ استعمال ڪيل لفظن تي آخوند طرفان وري به ساڳيائي ڪل جهڙا اعتراض ڪيا ويا، جنهن کان پوءِ هو اجازت وٺي اتان روانو ٿي ويو.

انهن سڀني سنڌين کي، جيڪي سرڪاري نوڪريءَ ۾ داخل ٿيا هئا، اڄ ٻنهي مهل سندن ڪٽنبن سميت ڪراچيءَ واري قلعي ۾ واقع سندن گهرن مان نيڪالي ڏني ويئي، ۽ انهن مان هڪ چئي کي، جيڪو ايلچيءَ جي دسترخوان لاءِ ڪجهه شيون آڻي رهيو هو، ٻڪري سنڌين واري چانوڻيءَ جي وچ ۾ ڪٽل هڪ مٽيءَ سان جڪڙي ٻڌو ويو ۽ هاڻي ته اسان جا سڀ تنبو انهيءَ چانوڻيءَ جي گهيري ۾ اچي چڪا هئا؛ پر جيئن ته اسان جي سڄيءَ چانوڻيءَ جي چوڌاري

قناتون (١) لڳل هيون، انهڪري اسان کي ڪا خاص دقت ڪانہ محسوس ٿي. انهيءَ ڳالهہ تي هڪدم نواب ڏانهن احتجاج موڪليو ويو، جنهن انهيءَ ماڻهوءَ کي هڪدم آزاد ڪرڻ لاءِ حڪم جاري ڪيو ۽ انهيءَ ڪم تي پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو. پر ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ خود سندس ماڻهن طرفان انهن لشڪرين کي پڪڙي مار ڪٽ ڏني وئي، جيڪي اسان جي ٻن جهازن جي خلاصين ۽ عملي جي استعمال لاءِ پاڻي ڀري رهيا هئا ۽ اهڙيءَ طرح هنن اڳي کان بہ وڌيڪ گستاخيءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ اهو پاڻي بہ هاري ڇڏيو، جيڪو جهازن تي موڪلڻ لاءِ تيار هو. هڪ ٻيو احتجاجي پيغام روانو ڪيو ويو، پر ان جو اسان کي جيڪو جواب موڪليو ويو، تنهن هن ڳالهہ جي تصديق ڪرڻ سان گڏ اسان جي بيعزتيءَ ۾ اڃا بہ اضافو ڪيو تہ ماڻهو جيڪا اها ڳالهہ ڪري رهيا هئا تہ سڀڪجهہ خود نواب جي هدايتن هيٺ ڪيو پيو وڃي، سا سچي هئي؛ هن بهرحال، هيءَ سمجهالي ڏيڻ جي عنايت ڪئي تہ هن جو مقصد فقط اهو هو تہ لشڪرين کي پاڻي ضايع ڪرڻ کان احتياط ڪرڻ گهرجي ۽ آئينده لاءِ وعدو ڪيائين تہ وري ڪڏهن بہ اهڙو ڪم ڪونہ ٿيندو. انهيءَ شام جو آخوند اسان جي ڇانوڻيءَ ۾ آيو ۽ پاڻ سان گڏ هڪ ماڻهو بہ آندائين، جنهن جو تعارف هن موسيٰ خان جي نالي سان ڪرايو، ۽ اينچيءَ کي ٻڌايو تہ ڪيس اميرن جي هيءَ خواهش ايلچيءَ تائين پهچائڻ جو اختيار ڏنل هو تہ سندن جهازن کي هڪدم بندر ڇڏي وڃڻ گهرجي، ۽ ان کان پوءِ وفد جي ميمبرن کي پوري عزت ۽ احترام سان حيدرآباد ڏانهن وڃڻ گهرجي. ايلچيءَ، آخوند جي ڏيان تي اها ڳالهہ آندي تہ

---

(١) قناتون تنبن جون اهي ديواريون ٿين ٿيون، جيڪي تنبن کي خلاصي رکڻ لاءِ ناهيون ويندڙيون آهن.

هن ڪيس انهيءَ موضوع تي پنهنجن خيالن ڪان اڳي ئي آگاهه ڪري ڇڏيو هو، ۽ ان ڪري ان بابت وڌيڪ بحث ڪرڻ بي مقصد ۽ اجايو هو. انهيءَ سڄي ملاقات جي دوران ۾ موسيٰ خان هڪ اڻڄاڻ ۽ بيوقوف ماڻهو نظر اچي رهيو هو ۽ پنهنجي هر هڪ ڳالهه جي تصديق لاءِ وري وري آخوند ڏانهن ڏسي رهيو هو. هن کي سڌي سادي اڇي قميص، نيري رنگ جي ريشمي سٿڻ ۽ رنگا رنگي ٽڪرن مان سبيل ٽوپي پيل هئي. هو جيترو وقت به اسان وٽ ويٺو رهيو، توستائين هڪ هٿ ۾ تـرار جهلي ويٺو هو تـه ٻيو هٿ پنهنجي ڏاڙهيءَ ۽ مڇن تي ڦيرائي رهيو هو. جيڪي ماڻهو هن سان گڏ آيا هئا، سي بنان ڪنهن اجازت جي، ميڙاڪو ڪري تنبوءَ جي اندر گهڙي پيا، ۽ اتي رکيل ڪوچن تي ويهي ها، پر کين هيٺ وڇايل غاليچن تي ويهڻ جو حڪم ڏنو ويو.

اسان جي همت اڃا ڪان وئي، ابتري تـه سختيءَ سان چوڪسي ڪئي ويئي هئي، جو اسان لاءِ پنهنجي ڇانوڻيءَ جي حدن ڪان ٻاهر وڃڻ جي همت ڪرڻ ڏاڍي ئي مزي ڳالهه ٿي هـا، ۽ نواب جي روز افزون غرور ۽ آخوند بقا خان جي حقيقي يا ڀو نگ واري بي سمجهيءَ ڪري معاملات اهڙي تـه دشمنيءَ واري صورت اختيار ڪرڻ شروع ڪئي، جو سرڪاري املاڪ جي سيني قيمتي حصن کي هڪدم جهازن تي چاڙهڻ مصلحت آميز سمجهيو ويو. انهيءَ فيصلي جي نتيجي طور گورنر کي ڪجهه پيڙهين مهيا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو، جنهن پنهنجي هن پڪي عزم جو اظهار ڪيو تـه هو انهيءَ سامان مان ڪنهن هڪ شئي کي به جهاز تي چاڙهڻ جي اجازت نـه ڏيندو ۽ هن اهڙن سيني ٻيڙين وارن مير بحرن کي اميرن جي ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ جو نشانو بڻائڻ جو اعلان ڪيو، جيڪي اسان کي مدد ڪرڻ ۾ همت وڌائيندا ۽ اهڙيءَ طرح هن اسان جي مٿي ذڪر ڪيل حفاظتي قدم کي ڏاڍي اثرائتي نموني سان ناڪامياب

بنائي ڇڏيو. اسان هائي حقيقت ۾، فقط آزاد گھمندڙ قيدين کان وڌيڪ ڪجھ به نه هئاسون، ڇاڪاڻ ته اسان وٽ جهازن مان لهڻ وڃڻ ۾ اچڻ لاءِ جيڪو هڪ ئي ذريعو موجود هو، سو انهن جي ڪشتين جو هو، ۽ جڏهن به انهن منجهان ڪا هڪ ٻيڙي به ڏڪي تي اچي ٿي بيهي، ته هنن جا ٽي يا چار هٿيار بند ماڻهو اتي اچي ٿي بيهڻا ته جيئن سامان منجهان ڪا به شئي جهازن تائين پهچي نه سگهي. اسان کي هائي اهو به معلوم ٿيو ته اسان جي ڇانوڻيءَ جي ٻاهران هرهڪ ڪنڊ وٽ روز رات جو هڪ چوڪيدار بيهاريو ويندو هو، جنهن جو واضح طور مطلب اسان جي چرپر تي نظر رکڻ هو ۽ اهڙيءَ طرح اها اسان جي اهڙي ظاهر ظهور بي عزتي هئي جو اسان جي طرفان چوبدارن (١) مان هڪ چٺي کي هيءَ نياپو ڏيئي موڪليو ويو ته آهي وري پيهر ڪنهن به حالت ۾ اوڏانهن نه اچن، ۽ انهيءَ نياپي جو نتيجو اسان جي خواهش مطابق نڪتو. هندن ۽ شهر جي ڪن ٻين ماڻهن، جيڪي اڳي ڪڏهن ڪڏهن اسان جي ڇانوڻيءَ ۾ اچڻ جا عادي هئا، ڪجھ ڏينهن کان وٺي اسان وٽ اچڻ بند ڪيو هو، ۽ انهن سنڌين کي، جن کي اسان مختلف حيثيتن ۾ پنهنجي ملازمت ۾ رکيو هو، ڌمڪيون ڏنيون ويئون ته جيڪڏهن هو اسان جون نوڪريون نه ڇڏيندا ته ساڻن سخت روش اختيار ڪئي ويندي، پر جيئن ته ايلچيءَ هنن کي پنهنجي هن ارادي کان آگاهه ڪيو ته هو اميرن سان ڳالهين جي دوران ۾ سندن هين ناجائز ڌمڪيءَ کي بحث جو موضوع بنائيندو، تڏهن اهي سڀ انهيءَ خاطريءَ جي تحت اسان وٽ رهڻ لاءِ آماده ٿيا.

---

(١) چوبدار هڪ اهڙي مقامي ماڻهوءَ کي چيو ويندو آهي، جيڪو ڪلهي تي لٺ رکي وڏي ماڻهوءَ جي اڳيان هلندو آهي. اهو لفظ ”چوب“ معنيٰ لٺ ۽ ”دار“ معنيٰ ”ڪئي هلندڙ“ مان نڪتل آهي.

اميرن ڏانهن ايلچيءَ جي خط رواني ٿيڻ کان اٽڪل هڪ هفتو پوءِ، هنن جو جواب وصول ڪيو ويو، جنهن ۾ هنن بمبئي سرڪار طرفان اڳئين سال آيل وفد سان اختيار ڪيل پنهنجي روش جو ڏاڍي مبالغہ آرائي سان جائزو پيش ڪيو ۽ ان جي مشابهت اسان جي موجوده وفد سان اختيار ڪيل عزت ۽ احترام واريءَ هلت سان ڪئي، جنهن جو هنن مسٽر سمٿ تي اثر وجهڻ ٿي چاهيو. بهرحال، سنڌ ن خط جو انداز انتهائي متڪبرانہ ۽ آپيشاهيءَ وارو هو ۽ پين ڳالهين کان علاوه، ان ۾ هڪ هيءَ ڳالهہ بہ شامل هئي تہ کين اهو معلوم نہ هو تہ هڪ اهڙي ماڻهوءَ ڏانهن ڪهڙيءَ طرح سان لکيو وڃي، جنهن "پروانہءِ حضور" (شاهي فرمان) کي واپس ڪيو هو. هنن بهرحال جهازن کي واپس موڪلڻ وارو حڪم منسوخ ڪيو ۽ انهيءَ معاملي کي هن سوال پڇڻ سان هڪ خسيس ڳالهہ وانگر ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيتوڻيڪ ڪراچي بندر گاهہ ۾ ويهہ انگريزي جنگي جهاز بہ ڪٿي لنگرانداز هجن ها، تہ بہ هنن لاءِ اها حقيقت ڪهڙي اهميت رکي ٿي سگهي؟

سياسي مصلحتن ايلچيءَ کي انهيءَ خط جي مخصوص انداز بيان کي نظرانداز ڪرڻ يا گهٽ ۾ گهٽ ذيلي اهميت ڏيڻ تي مجبور ڪيو، جنهنڪري اهو هڪدم واپس ڪيو ويو ۽ جيئن تہ سنڌ جي حڪمرانن طرفان جهازن کي واپس موڪلڻ واري حڪم کي منسوخ ڪرڻ ذريعي برٽش گورنمينٽ جي عزت سان کيڏڻ جي سوال کي في الحال ٽاريو ويو هو، ان ڪري هن ايندڙ ٿورن ڏينهن اندر حيدرآباد ڏانهن رواني ٿيڻ جو پنهنجو ارادو ظاهر ڪيو. هاڻي اسان کي گهوڙن هٿ ڪرڻ جو فڪر لڳو ۽ جيتريقدر اسان جي انهن جانورن لاءِ ضرورت جي خبر عام ٿي، اوتري تناسب سان انهن جي قيمت ۾ واڌارو آيو ۽ هڪ چڱو خاصو گهوڙو، جيڪو هڪ هفتو اڳ ۾،

اسي يا نوي رپين(١) ۽ وڪامي رهيو هو، سو هاڻي ان کان
پيٽي قيمت کان گهٽ رقم ۾ نه پئي ملي سگهيو. انهن مان
ڪن گهوڙن جي خريداريءَ ۾ ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون،
جن مان سنڌي فوج جي سردارن جي عام اخلاق جي نشاندهي
ٿئي ٿي، انهن مان هڪ جٽي، جنهن جو نالو بهادر خان هو،
اسان ڏانهن ٻي گهوڙا وڪري لاءِ موڪليا ۽ انهن سان گڏ
هن هڪ تحريري ياد داشتنامون پڻ روانو ڪيو، جنهن ۾
لکيل هو ته ڪيس ايلچيءَ تي مهرباني ڪرڻ کان سواءِ،
گهوڙن کي وڪڻڻ جي ٻي ڪا خواهش ڪانه هئي ۽ انهن
گهوڙن جي جاچ جوچ ڪرڻ بعد، مشڪل سان هڪ(٢) هزار
رپيا قيمت جا ڏنا ويا، ۽ هن جي اها ٻي بها ڪٿي ويئي،
پر جيئن ته انهن جي مالڪ جي طرفان ظاهر ڪيل شرافت
ڪيس عام ماڻهن جي درجي کان ڪجهه مٿانهين طبقي جو
ظاهر ڪري رهي هئي، انڪري هن ڏانهن هڪ چوبدار جي
جي ذريعي اها رقم ۽ شڪرادائي جو پيغام موڪليو ويو. ٻن
ڪلاڪن جي مدت بعد، چوبدار انهن رپين مان پنج رپيا واپس
کڻي آيو، جن لاءِ خان چوائي موڪليو هو ته اهي بدلائي
ڏنا وڃن، ڇو ته اهي پنهنجي اصلي قيمت کان چار يا پنج
پئسا(٣) گهٽ نڪتا آهن، ۽ اسان کي معلوم ٿيو ته سڄي
رقم هڪ درجن کان وڌيڪ ڀيرا ڳڻي ويئي هئي ۽ هرهڪ
رپيي کي انتهائي خبرداري ۽ احتياط سان پرکيو ويو هو.
هڪدم هڪ سوني مهر(٤) رواني ڪئي ويئي ۽ سردار کي
چوائي موڪليو ويو ته هو ان مان اوتري رقم ڪاٽي کڻي،
جيتري هڪ هزار رپين جي وٽان ڪيس گهٽ ملي هئي،

---

(١) ڏهه يا ٻارهن پائونڊ اسٽرلنگ.

(٢) هڪ سؤ پنجويهه پائونڊ اسٽرلنگ.

(٣) هڪ پئسو انگلش ٻن پينسن جي برابر هوندو آهي.

(٤) هڪ سوني مهر پندرهن رپين جي برابر هوندي آهي.

اهو ڏسي اسان کي سخت حيرت لڳي ته ٻن اها سڄي مهر ٻاڻ وٽ رکي ڇڏي ۽ اهو نياپو موڪليائين ته ڇگو ٿئي ها جيڪڏهن ڪيس سڄي رقم انهيءَ سيڪي ۾ ڏني وڃي ها، ۽ هن اها سڄي مهر هن ڪري ٻاڻ وٽ رکي ڇڏي آهي ته جيڪڏهن هڪ هزار رپين مان اڇا ٻه، ڪا وڌيڪ گهٽتائي نڪري ته ان مان انهيءَ نقصان جو پوراءُ ٿي وڃي. اسان بعد ۾ ڏٺو ته اهو ماڻهو واقعي وڏي رتبي وارو ۽ اميرن جو وڏو لاڏلو هو. هو مٿي بيان ڪيل دوکيبازيءَ کان ڪو ٿورو ئي وقت پوءِ اسان جي ڇانوڻيءَ ۾ ايلچيءَ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو ۽ پنهنجي هلت جي ڪميڻائيءَ تي شرمساري ظاهر ڪرڻ يا شڪي ٿيڻ جي ڪابه علامت ظاهر نه ڪيائين.

آب و هوا ڪجهه ڏينهن کان وٺي غيرمعمولي طور خوشگوار رهي هئي، جنهنڪري "پرنس آف ويلس" جهاز جي ڪمانڊر کي اهو خيال ڪري ته انهيءَ جنگي جهاز ۽ "ماريا" کي آسانيءَ سان سمنڊ جي سفر تي رواني ڪري سگهجي ٿو، کين بمبئيءَ وڃڻ جو حڪم ڏنو ويو، ڇاڪاڻ ته ڪراچي بندر ۾ انهن جي وڌيڪ دير رهڻ جي ڪنهن به طرح سان ضرورت ڪانه هئي. چنانچه، انهن جهازن ۲-جون تي بندرگاهه جي اندروني حصي کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ "ماريا" جي غرق ٿيڻ جو فوري خطرو درپيش آيو، ۽ ڪئپٽن ائلين اها صورتحال ڏسي پنهنجو منصبي رايو اهو ڏنو ته چوماسي جي بند ٿيڻ تائين جهاز هندستان ڏانهن پنهنجو سفر جاري رکي نه سگهندا، بشرطيڪ اتر کان هوا لڳڻ شروع ٿئي، جيڪا ڳالهه امڪان جي حد کان گهٽي ٻاهر هئي.

---

# فصل (١١)

ڪراچيءَ جو قلعي وارو شهر سنڌ جي انتهائي ڏکڻ اولهندي ڪنڌ تي ويڪرائي ڦاڪ ٢٤٠٥٢ ۽ ڊگهائي ڦاڪ ٦٧٠١٧ وٽ بيٺل آهي ۽ گذريل ڪجهه سالن کان وٺي انهيءَ سنڌ جي مکيه ساموندي بندرگاهه جو درجو حاصل ڪيو آهي. ان جو ڏِڪو، جنهن کي ڪڏهن ڪورــعلي(١) جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، ڏاڍو قائل آهي ۽ ان جي منهن وٽ واريءَ جي پٽيءَ هئڻ ڪري، سورهن فوٽن کان وڌيڪ پاڻيءَ جي سطح کي مٿي آيارڻ وارن ساموندي جهازن لاءِ انهيءَ بندرگاهه ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ، عقلمنديءَ واري ڪارروائي نه ٿيندي، جيتوڻيڪ هڪ دفعو جڏهن آهي انهيءَ پٽي کي پار ڪري اندروني حصي ۾ داخل ٿي ويندا، تڏهن آهي پاڻ کي اونهي ۽ ماٺي پاڻيءَ ۾ ڏسندا.

سن ١٧٩٧ع ۾ تعمير ٿيل اهو قلعو، جيڪو اپيٽ جي الهندي طرف ڪچي ڏرتيءَ جي چيڙي واري ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي اهڙي حڪمت سان بيهاريل آهي، جو بندرگاهه جي منهن جو بچاءُ ٿي سگهي ٿو، ۽ جيڪڏهن ڪا سٺي توب ان تي رکي وڃي ۽ ڪو ڪاريگر توبچي ان کي هلائي ته آءٌ سمجهان ٿو ته ڪوبه جهاز ديده دليريءَ سان ان جي ويجهو نه اچي سگهندو، ۽ يقيناً اهو ڪابه ڪارروائي ڪري نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته ان تي رکيل توبن جي نالين کي، ٽڪريءَ جي پيشانيءَ کي انهن جي زد کان بچائڻ لاءِ ايڏو ته مٿي ڪرڻو پوندو، جو ڏهن مان نوَ گولا ان جي مٿان ئي مٿان لنگهي نڪري ويندا ۽ ٽڪريءَ جي پٺي پاسي وڃي

---

(١) ڪورعلي، يعني عليءَ جو بندر بحوالہ باب ١٢، پاڱو ٢.

سمنڊ ۾ ڪيرندا. اهڙا ساڳيا ڳالهه ان ڪي قلعي مان ايندڙ گولن جي زد ڪان، بنان ڪنهن شڪ شبهي جي محفوظ ڪري وجهندي، پر جيئن ته جهاز بهاڙيءَ جي هيٺان ان جي تمام ويجهو بيٺل هوندو، انڪري ان جي عرشي ڪي بندوقچي وڏي آسانيءَ سان صاف ڪري سگهندا، جيڪي پاڻ پٿرن جي وڏين ڇپن جي پٺيان بلڪل محفوظ هوندا. چنانچه، جيڪڏهن ڪنهن به وقت ان تي قبضي ڪرڻ جو ڪوبه موقعو پيدا ٿيندو ته ان لاءِ فقط هيءَ ترڪيب ئي ڪارگر ٿي سگهندي ته فوجن کي ان ڪان ڪجهه مفاصلو پري جهاز تان هيٺ لاٿو وڃي ۽ پوءِ ان تي پورش ڪري قبضو ڪجي. شهر پناهه تمام ڪمزور ۽ ناهموار قسم جي آهي، ڪن هنڌن تي ته اها پنجن يا ڇهن فوٽن ڪان وڌيڪ اوچي ڪانهي. ۽ اها به ايتريقدر پٿيل ٽٽل حالت ۾ آهي، جو هڪ گهوڙيسوار ئي آسانيءَ سان ان جي چوٽيءَ جي مٿان چڙهي وڃي سگهي ٿو، پر ڪن ٻين هنڌن تي ان جون ديواريون اوچيون آهن ۽ انهن جي مرمت ڪري ڪين تمام سٺيءَ حالت ۾ رکيو ويو آهي. اهي سڀيون پٿرن بڻهه مليل گاري ۽ هڪ ڊکهي ٻي ٻاڙيءَ ول سان تعمير ڪيل آهن، جڪا آسپاس وارن پاڻيءَ جي دڙن ۾ تمام گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿيندي آهي. ۽ انهيءَ پاسي واريءَ پٽ ڪي، جيڪا سمنڊ واري طرف ڦهيل آهي ۽ جنهن جو پاڻي بندر جي منهن ڪان ولي وهندو ان تائين پهچي ٿو، هنن اهڙا ضروري حفاظت ڪئي آهي، جو ڪجهه اوچائيءَ تائين پٽ کي پٿر ۽ گچ سان محفوظ ڪيو اٿائون. قصبن اندر ڦهيل گهرن جو تعداد، اميرن طرفان سن ١٨١٣ع ۾ جاري ڪيل حڪم موجب جڏهن سڄ پچ ڳڻپ ڪري معلوم ڪيو ويو هو، ته اهو ٻي هزار پنج سؤ ۽ پنجاهه ٿيو هو، انهن ڪان سواءِ قلعي جي چوڌاري ڪجهه جهوپڙيون پڻ هيتي هتي ڦهيل هيون، جن کي نمبر شماريءَ ۾ شامل نه ڪيو ويو هو. قلعي اندر مستقل رهندڙ آبادي،

جنهن ۾ عارضي طور ليکندڙ ماڻهن جو تعداد شامل ڪيل نه هو، وڏي وڇي تيرهن هزارن تائين پهتي هئي، ۽ اهو انگ آنهيءَ وقت جي آباديءَ واري عدد ڪان، جڏهن هيءَ وفد سن ١٨٠٩ع ۾ اتي ترسيل هو، اڌ ڪان ٻه وڌيڪ وڏو آهي. اتان جي مستقل باشندن جي اڪثريت هندن جي آهي، جيڪي تمام ڳرن محصولن ۽ ڪسٽم ڊيوٽين جي باوجود، جيڪي مٿن سندن ئي قوم جو، هڪ ماڻهو مڙهيندو آهي، تمام وسيع پيماني جي تجارت ڪن ٿا ۽ اهائي قوم ڪراچيءَ جي سڄي سرڪاري آمدنيءَ جو ذريعو آهي، ۽ اهائي تباه ڪن پاليسي هن ملڪ جي سڄي علائقي ۾ هلي رهي آهي. سن ١٨٠٩ع ۾ ڪراچيءَ مان وصول ڪيل ۽ سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايل ڪل آمدني(١) نوانوي هزار رپيا ساليانه هئي ۽ چيو وڃي ٿو ته اجاره دار انهيءَ رقم مان انڪل ٻارهن هزار رپيا پنهنجي محنت جي صله طور ڪٽي ٿو. سرڪاري آمدني هاڻي وڏي وڃي هڪ لک ٽيويهه هزار(٢) رپيا ٿي آهي ۽ موجوده اجاره دار لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو پنهنجي حصي طور ويهه هزار رپيا ڪٽي ٿو. انهيءَ ڳالهه مان معلوم ٿئي ٿو ته هي شهر مستقل طور سڌري رهيو آهي ۽ ان جو خاص سبب هن بندر جي جاگرافيائي بيهڪ مان حاصل ٿيندڙ آهي فائدا آهن، جيڪي ان کي هندستان ۽ ڪابل جي بادشاهه جي سيني علائقن مان ڳڏوڳڏ ايران، خراسان، بلخ، بخارا وغيره جي عين وچ ۾ هئڻ جي ڪري حاصل ٿي رهيا آهن. قلات واري محمود خان جي ڪمزور ۽ گهٽجندڙ اختياري پڻ سندس دشمنن، يعني سنڌين جي آمدنيءَ ۾ اضافي جو سبب بنجي رهي آهي؛ ڇاڪاڻ ته اترين ملڪن جا واپاري جڏهن اهو ڏسن ٿا ته هن جي طاقت

---

(١) برابر ١٢٣٧٥ پائونڊ اسٽرلنگ.

(٢) انڪل ١٥٣٧٥ پائونڊ اسٽرلنگ.

خود سنڌ ۾ ئي علائقي ۽ هنن جي مال کي محفوظ رکڻ جي قابل نہ رهي آهي، تڏهن انهن کي سنڌ جي وچين رستي اختيار ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪو چارو نظر نٿو اچي، حالانڪ اتي ڪانئن گهاٽي ڍڳا محصول وصول ڪيا وڃن ٿا.

سنڌ جو ٻاهرين ملڪن سان اڪثر واپار ڪراچيءَ جي ذريعي ٿئي ٿو، انڪري انهن شين جي شمار ڪرڻ جو هيءَ بهترين موقعو آهي، جيڪي هتان جي برآمدي واپار ۾ شامل آهن. جيڪي مقامي طور پيدا ٿيندڙ آهن، تن ۾ قلمي شورو، لوڻ، جانور، ڪڻڪ، گيهه، تيل، تيلي ٻج، شارڪ مڇيءَ جو تيل، چمڙي جي رڱڻ لاءِ چونڊا، ڪار، ڪپڙو، ۽ ڪلون شامل آهن ۽ جيڪي شيون اتر وارن ملڪن ۽ بادشاهين کان ٻاهرين ملڪن ڏانهن روانيون ڪرڻ لاءِ خاص طور واپاري هت آڻين ٿا، تن ۾ زعفران، گهوڙا، صاف ڪيل چمڙو، ڪلون، مشڪ، قتڪي، مختلف قسمن جون نشيدار دوائون، ڪشميري شالون، سڪل ميوو، هيرا، لعلون، فيروزا ۽ ٻين قسمن جا قيمتي پٿر، ۽ ڪوئنر شامل آهن. هندستان کان درآمد ٿيندڙ شيون لوهہ، قلعي، رڪ، شيهو، ٽامو، عاج، چانهہ جي پتي، کنڊ، هر قسم جا مصالحا، ڪاشيءَ جون سرون، ٻافتي جو ڪپڙو، شيشو، چينيءَ جا برتن، ناريل، نير، سوپاريون، ململ، زريءَ جو ڪپڙو، ڏالون وغيره آهن، جن مان وڏي تعداد ۾ ٻي شمار ڪيل شين جي عيوضي ۾ موڪليون وينديون آهن. خراسان، مڪران، ايران ۽ عربستان کان، سنڌي ماڻهو پنهنجي گهريلو استعمال لاءِ ترارون، ريشم، غاليچا، ڪارڪون، گلاب جو پاڻي، تماڪ، قهوه ۽ ڪلياڻ (حقا) گهرائيندا آهن.

ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ واري ملڪ جو مٿاڇرو بلڪل سڌو سنئون پٽ آهي (قلع جي اتر، اوڀر ۽ ڏکڻ وارن طرفن کان)، جيڪو ٻهرين ٻن طرفن ۾ گهٽ ۾ گهٽ الڳ ٻا ڏهن ميلن تائين، ۽ آخرين هڪ طرف ۾ سمنڊ جي ڪناري

تائين ٿهليل آهي. جيئن ته وفد جي سنڌ ۾ آمد کان اڳي ڏن موسمن تائين بارش نه پئي هئي، تنهنڪري هيٺي هتي کن ٿورن ڏکرن ۾ اپريل ننڍن ۽ ڏنکن ڦڏن کانسواءِ ٻرن کان سواءِ، ڌرتيءَ جو سڄو منظر بلڪل سڙيل نظر اچي رهيو هو، جنهن ۾ ساوڪ جو ڪو ٿورو نشان به نظر ڪونه ٿي آيو، پر ٻيون هڪ يا ٻه اهڙا ڪوهه ڏٺا، جن کي ساون پنن سان ٻريل ڏکها ون چوطرف وڪوڙي بيٺا هئا، ۽ اتان جي رهاڪن مون کي يقين ڏياريو ته ڪنهن به وقت زوردار برسات پوڻ کان اڳتاليهن ڪلاڪن جي وقفي اندر سڄو پٽ سائي گاهه سان ڍڪيل غاليچي وانگر نظر ايندو آهي. گهوڙيسواريءَ لاءِ هي ميدان ڏاڍو مزيدار هنڌ آهي، ڇاڪاڻ ته رستي ۾ ڪي به پٿر جهون ڇپون يا ڌرتيءَ ۾ ٻيل ڏار ڪين آهن. اها صورتحال اسان کي اڪثر لالچائي رهي هئي ته تازي ڪتن سان گڏجي شڪار لاءِ نڪري وڃون، پر اسان فقط هڪ ئي پيرو اهڙا خوش نصيب ثابت ٿياسون، جو هڪ گدڙ ڏٺوسون، جنهن اسان کي خوب ڊوڙايو ۽ نيٺ هڪ کوهه ۾ ٽپ ڏيئي اسان کان ٻچي ويو، حالانڪ اسان خوب سمجهي رهيا هئاسون ته جيتري مفاصلي تائين اسين وڃي رهيا هئاسون، تنهن کان ڪجهه ميل وڌيڪ اڳيرو ملڪ جي اندروني حصي ۾ اسان کي ڪافي تعداد ۾ گدڙ، لومڙ، جهنگلي سوئر، هرڻ ۽ مختلف قسمن جا ٻيا شڪار جا جانور ملي پئي سگهيا.

اسان جي وفد ١٠-جون جي صبح جو ڪراچي ڇڏي ۽ پنجن منزلن ۾ ٺٽه نالي شهر ۾ پهتاسون، جيڪو اڳئين دؤر ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو، جيتوڻيڪ ان وقت ويرانيءَ ۽ بربادي جي حالت ۾ هو. ڪراچي ۽ هن شهر جي وچ واري ملڪ کي، بيابان جي نالي سان ئي سڏي سگهجي ٿو، جو اهو سڄو سارو ساوڪ کان خالي ۽ وارياسو آهي، جنهن

۾ پير، لڳي ۽ دوڙل ڪان سواءِ ٻيا ڪي به وڻ ٻوٽا ڪاٻه
اهڙي ساوڪ ڪانهي، جيڪا ان جي ويران ۽ ڀڙڀانگ شڪل
۽ صورت ۾ ڪنهن مهل ڪا تبديلي آڻي، جيڪا اهو علائقو
انساني نظرن اڳيان پيش ڪري ٿو. ڀورين ڀن منزلن وٽ
ٽڪا يا سرايون آهن، جيڪي سندن باني جي نالن سان مشهور
آهن، جيڪي پنهنجي ملڪي مائٽن جي احسانمنديءَ جا واقعي
وڏا حقدار آهن، ۽ هنن جو خاص طور مٿن وڏو احسان هن
ڳالهه جي ڪري آهي، جو هنن ڏاڍا اونها کوهه کٽائي
ڇڏيا آهن، جتان اڃايل مسافر سخت گرم موسم ۾ به مزيدار
۽ ٿڌي پاڻيءَ جو ڍڪ حاصل ڪري پنهنجي پياس بجهائي
سگهي ٿو. اسان جون آخري ٻه منزلون گهارو ۽ گجو نالي
ڳوٺن وٽ هيون، جن مان پوين ڳوٺ هڪ اهڙي ننڍيءَ
نهر تي آباد آهي، جيڪا سنڌو نديءَ سان ڳنڍيل آهي.
اهڙيءَ رستي تان سفر ڪندي اسان ڪيترين ئي نين جي وچان
لنگهياسون: جهڙوڪ ٻاڪران، گنگارا، گوراڪي، پيپل ۽
ڪواڪني، جن جو پيٽ پنجاهه ڪان ولي سؤ گزن جي وچ
تي هو ۽ ان وقت سڀ ئي خشڪ حالت ۾ هيون، حالانڪ
اسان کي ٻڌايو ويو ته اهي برسات جي موسم ۾ به اهڙيءَ
حالت ۾ هونديون آهن، جو مسجهائن آسانيءَ سان لنگهي پار
وڃي سگهبو آهي. ڀنڀور جا ڦٽل نشان، جيڪو اڳئين زماني
۾ هڪ تمام وڏو شهر هو، گهارو شهر کان ڇهن ميلن جي
اندر واقع آهن ۽ انهن جي ڀيٽ ويڪرائي ڦاڪ ٢٤ ٠.٤٦
۽ ڊگهائي ڦاڪ ٦٧ ٠.٥٠ اوپر ۾ آهي ۽ اهو پيالي جي شڪل
واريءَ وڏيءَ ڪنڌ جي ڏاکڻين طرف بيٺل آهي، جنهن جي
پاسن تي خوبصورت سانو گاهه پکڙيل آهي ۽ مٿان ڊگها ۽
ساوا پن سان جهنجهيل وڻ ڇٽي بنايو بيٺا آهن. لنهيءَ دڙي
جي اترئين پاسي ڪيترن ئي سردارن جون تربتون آهن، جيڪي
سنڌ جي حڪومت لاءِ ٻن دعويدارن جي درميان جونڊيل

هڪ جنگ ۾ شهيد ٿيا هئا. ڀنڀور ڪي هن وقت تائين عام طور برهمڻ آباد وارو تمام قديم زماني جو شهر سمجهيو ويو آهي، پر هن صوبي جي انهن تاريخن ۾، جيڪي مون پڙهيون آهن، برهمڻ آباد جي جيڪا طبعي بيهڪ ڏنائي ويئي آهي، تنهن مان مون کي هن ڳالهه ڪرڻ ۾ ڪوبه شڪ شبهو نظر نٿو اچي ته اها دعوي غلطيءَ تي مبني آهي. ٺٽي کان الڪل ٽي ميل پري ڪراچيءَ واري رخ ۾، مڪليءَ نالي هڪ ٽڪري آهي، جيڪا سڄي اهڙين مزارن سان ڀريل آهي، جيڪي انهيءَ شهر جي قديم شان و شوڪت ۽ دولتمنديءَ جا هاڻي باقي بچيل ثبوت آهن. آءٌ انهن مان هڪ اهڙي جو بيان ڪندس، جنهن وقت جي بيرحم ڪارستانيءَ جو پين جي پيٽ ۾ وڏيڪ ڪاميابيءَ سان مقابلو ڪيو آهي. اها تربت هڪ اهڙي ميدان ۾ ٺهيل هئي، جنهن جي چوڌاري هڪ اوچي ديوار ڏنل هئي ۽ ان جا پٿر ڏاڍي صفائيءَ سان چٽيل ۽ اُڪريل هئا. خود عمارت الڪل پنجاسي فوٽ چورس هئي، جنهن جو قبو ستر فوٽ اوچو هو، ۽ ان کي پڻ اهڙيون بالڪنيون يا اهڙا ورانڊا ڏکي بيٺا هئا، جيڪي ٿنڀن تي بيٺل هئا. سڄي عمارت ۾ ٻاهرين ديوار، ميناڻي رنگ جي پٿر جي ٺهيل هئي، ۽ اندرين طرف قبي جي بلڪل هيٺان ڪاري پٿر جو هڪ دڙو هو، جنهن تي انهن ماڻهن جا نالا اُڪريل هئا، جيڪي اتي دفن ٿيل هئا، ۽ انهن ٻنهي مان جيڪو ويجهي کان ويجهي زماني جو نالو اسان ڏسي ۽ پڙهي سگهياسون، سو ڏيڍ صديءَ کان به وڌيڪ پراڻو هو. اُيرن مان هڪ جٽي اتي ماڻهو موڪليا هئا، جيڪي قبي اندر ويندڙ رستي وارو پٿر جو دروازو ڪٽي ويا هئا، جنهن تي اسان کي ٻڌايو ويو ته انهيءَ عمارت جي بنياد پوڻ جو سال اڪريل هو(۱).

(۱) اها عمارت ميرزا عيسيٰ ترخان طرفان تعمير ڪرائي ويئي هئي. ڏسو: باب ۱۲.

ٻيون ٻه ڪي ٿي ٽبرون ساڳئي قسم جي پٿر جون ٺهيل هيون ۽ ڪن ۾ ڪي خوبصورت سائي، ڳاڙهي ۽ نيري رنگن جي ڪاشيءَ وارين سرن سان ڏاڍو سينگاريو ويو هو. پر انهن سڀني مقبرن ۾ اسان جيڪي به ڏسڻ لائق شيون ڏٺيون، تن سڀني کان دروازن جي پٿر ٻلين چوڪٺن تي اُڪريل قرآن جي آيتن جي خوبصورتي گوءِ کڻي ويئي هئي. انهيءَ ٽڪريءَ جي ڏاکڻين طرف هڪ انتهائي حيرت انگيز کوهه آهي، جيڪو ساڳيءَ طرح نهري پٿر مان ٺڪي ٺاهيو ويو آهي ۽ ان جي چوڌاري سڄي گولائيءَ ۾ هڪ ڪمرو پڻ ٺهيل آهي ۽ اهو سڄو ڌرتيءَ جي مٿاڇري کان چوڏهن فوٽ هيٺ آهي، جنهن تائين گول وکڙ ڪائيندڙ ڏاڪڻ جي ذريعي لهڻ سان پهچي سگهجي ٿو. هن کوهه جي پاڻيءَ جو ذائقو تيز دوا جهڙو آهي، جيڪو ان کي عام استعمال جي مقصدن لاءِ نا موزون بڻائي ٿو.

انهيءَ اوچائيءَ جي چوٽيءَ تان، جنهن ۾ اها کوٽائي ڪئي ويئي آهي، لڳو هڪ تمام وڏي ۽ کليل شهر جو نظارو پيش ڪري ٿو. شهر جا گهر ميٽوڙي رنگ جا آهن ۽ ڊٺل پٿرين ۽ مسجدن جا ڍير، انهيءَ مفاصلي تان رهائشي جاين جو حصو نظر اچن ٿا. پر جيئن جيئن اوهان ويجها ايندا پيا، تيئن ٿي نظر اهو فريب ختم ٿي وڃي ٿو ۽ ٻنهي پاسن کان ويران ۽ پڪل ٽٽل گهرن جي جاين وارين ڍڳهين گهٽين کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نظر نٿو اچي. رستي جي آخري ٻن ميلن ۾ انڪل ست يا اٺ فوٽ اوچي هڪ اهڙي پل ٺهيل هئي، جيڪا گذريل زمانيءَ ۾ شهر ۽ ٽڪريءَ جي درميان سلڪونديءَ ۾ پاڻي چڙهڻ واريءَ مند ۾ مواصلات کي ممڪن بڻائڻ لاءِ ٺاهي ويئي هئي، جنهن جي دوران درياهه جو پاڻي مٿي چڙهي ٻنهنجن ڪنارن کان ٻاهر وهي ايندو هو ۽ سڄي ٽٽي شهر کي چوڌاري وڪوڙي ويهندو هو، پر گذريل چند

سالن کان وٺي انين ڪونه ٿيو آهي ۽ ان لاءِ جيڪي سبب ذميدار آهن، تن جي وضاحت آءٌ هن کان پوءِ اڳتي هلي ان وقت ڪندس، جڏهن آءٌ درياهه جو بيان شروع ڪندس، ۽ اهو ٻڌل وارو ٻڪو رستو به هن وقت خود شهر وانگر تباهي ۽ بربادي‌ءَ جا ڏينهن ڏسي رهيو آهي.

١٦- جون تي صبح جو ستين بجي اسان شهر جي رهاڪن جي وڏي ميڙاڪي جي وچ ۾ وڪوڙجي لٿي جي پسگردائي واري علائقي ۾ داخل ٿياسون ۽ مقامي ماڻهو اسان جي پويان گهڙين ۾ هلندا رهيا ۽ ساڻ ئي ساڻ وڏي آواز سان اسان جي مهم جي ڪاميابي‌ءَ لاءِ دعائون ڪندا ۽ صدائون هڻندا آيا ۽ نعرن ذريعي پنهنجي خوشي‌ءَ جو اظهار ڪندا رهيا. شهر جي ٺٽل علائقي ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ، ان جي رهائشي جمعي تائين پهچڻ کان اڳ ۾ اسان کي ڪافي ڊگهو مفاصلو گهوڙن تي سواري ڪندي هلڻو پيو. دراصل اسان کي عزت ماب ڪمپني بهادر جي (١) ڦئڪٽري‌ءَ وٽ پهچڻ تائين گهوڙن تي ئي هلڻو پيو، جتي اچڻ کان پوءِ اسان گهوڙن تان هيٺ لٿاسون ۽ پنهنجي رهائش اتي شروع ڪئي سون.

اسرن وٽان اهاهي‌ءَ کي هڪ پيو خط ان وقت مليو، جڏهن اسان رستي ۾ هئاسون، جنهن ۾ کيس آگاهه ڪيو ويو هو ته انهن جي جهڳين يعني سرڪاري ٻيڙين سان هڪ، کيس ۽ سندس اقالي کي ٻاٽي‌ءَ جي ذريعي حيدرآباد پهچائڻ لاءِ عنقريب رواني ڪئي پئي وڃي ۽ هن کي تورن ئي ڏينهن اندر ان جي پهچڻ جي توقع رکڻ گهرجي. هن کان اڳ ۾ اسان پاڻ ۾ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته وفد جي ميمبرن کي هيتان کان پوءِ عليحده ٿيڻ ۽ پنهنجي مختلف رستن کان

---

(١) عزت ماب ايسٽ انڊيا ڪمپني‌ءَ کي سنڌ ۾ ڪيترن ئي سالن کان وٺي هڪ تجارتي رهائشگاهه هئي.

دربار تائين پهچڻ لاءِ ڪو معقول بهانو بنائڻ گهرجي ته جيئن اهڙي متعصب حڪومت جي بادشاهيءَ هيٺ آيل ملڪ جي گهٽي ڪان گهٽي جاگرافيائي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي. انهيءَ ڪري اسان جي انهيءَ شريفانه فعل کي بدقسمتي سمجهيو ويو، پر اهو اهڙو ته ان جي بلڪل ابتڙ ثابت ٿيو، جو انهيءَ جي ڪري اسان جي رٿا مڪمل ٿي ويئي، جو شاهي ڪشتي اسان جي اڌو اڌ وفد کي آپرائڻ لاءِ به ناڪافي هئي. آخرڪار مسٽر ايلس، ڪئپٽن مئڪسفيلڊ ۽ مون کي وڏيءَ تڪليف سان ان تي سوار ڪيو ويو ۽ ايلچي ۽ باقي پيا آفيسر سندن ماڻهن ۽ سامان سوڌا خشڪيءَ واري رستي سان روانا ٿيا.

ٺٽي ۾ اسان جي قيام اسان کي ان جي ڪنڊڪڙڇ ڏسڻ جي ڪافي فرصت ڏني ۽ اسان جي جماعت ۾ شامل شڪار جي شوقينن کي سهڻ ۽ تترن جي شڪار ڪرڻ جا تمام گهڻا موقعا ملي ويا. اسان پنهنجو واندو وقت فقط انهن تفريحن جي ذريعي گذاري پورو نه ڪيو، چاڪاڻ ته سنڌ سرڪار جي ڪن آفيسرن طرفان سرزد ٿيندڙ ڪن ڳالهين کي منهن ڏيڻ لاءِ ايلچيءَ کي پنهنجي طرفان ڏاڍي سختيءَ ۽ خطابت جي پوريءَ قوت جو مظاهرو ڪرڻو پيو ۽ هنن جي انهن ڳالهين جي نتيجي ۾ اسان جي وفد کي اوچتو ملڪ ڇڏي، ذري گهٽ هليو وڃڻو پيو هو. اسان جي لٺي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان ڪو ٿورو ئي عرصو پوءِ، ولي محمد خان نالي اعليٰ مرتبي ۽ عهدي وارو هڪ وڏو نواب ڪنهن سرڪاري ڪم ڪار سان شهر آيو ۽ هن آتي پهچڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن صبح سان ئي فوج جو هڪ وڏو رسالو موڪليو، جنهن اسان وٽ پهچندي ئي انهن سڀني سنڌين کي ٻڌي گرفتار ڪري ورتو، جن اسان وٽ نوڪري حاصل ڪئي هئي.

ايلچيءَ جي هدايتن ملڻ تي مسٽر ايلس هڪدم هن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو ۽ سندس انهيءَ غير دوستانه ۽ ناجائز قدم تي سخت لفظن ۾ احتجاج ڪيو. ٻنهي جي درميان خوب گرما گرميءَ سان ڏگهي ڳالهه ٻولهه هلي، جنهن جي دوران ۾ خان مسٽر ايلس کان پڇيو ته اسان (انگريز) آهيون ڪير؟ ۽ چيائين اسان پاڻ کي ملڪ جا مالڪ سمجهون ٿا؟ هن وڌيڪ چيو ته هو سنڌ جي رعايا سان جيئن به چاهيندو، تيئن هلت ڪندو: جيئن ته هو انهن کي ڇهڪ هٽائيندو، سندن ڪن وڍائيندو، ۽ کين مارائي ڇڏيندو، ايترو نه، جيڪڏهن هو موزون سمجهندو ته انهي شهر کي باهه ڏيئي ساڙائي به ڇڏيندو!

مسٽر ايلس طرفان خان جو ڌيان سندس انهيءَ ناجائز ۽ اجائي ڪاوڙ ڏانهن ڇڪائيندي چيو ويو ته جيڪڏهن ايلچيءَ کي معلوم هجي ها ته توهان کي سنڌين کي انگريزن جي نوڪريءَ ۾ رکڻ تي ڪو اعتراض هو ته، پڪ ئي پڪ انهيءَ ڳالهه کي خيال ۾ رکيو وڃي ها، پر جيئن ته اهڙي قسم جي ڪا ڳالهه سندس ڌيان تي نه آندي ويئي هئي، انڪري خان جي طرفان انهن ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ جي ڪنيل قدم کي جيڪڏهن انتهائي ڇڳيءَ نظر سان ڏٺو وڃي، تڏهن به اهو هڪ غير دوستانه ۽ غيرشريفانه قدم هو.

ان کان پوءِ نواب مسٽر ايلس کان پڇيو ته چا، ڪيس انهيءَ طرح سان ڳالهائڻ لاءِ هدايتون ڏنيون ويون هيون يا هو پنهنجي ليکي جوانيءَ جي قدرتي مدهوشيءَ وچان ائين ڳالهائي رهيو هو. مسٽر ايلس ان تي ڪيس جواب ۾ چيو ته هو ايلچيءَ جي مرضيءَ سان وٽس انهيءَ مقصد لاءِ آيو هو ته جيڪي ڪجهه ٿي گذريو هو، تنهن جي خلاف احتجاج ڪيو وڃيءَ؛ ڪيس پنهنجي ڳالهه جي اظهار جي طريقي بابت ڪي به مخصوص هدايتون نه ڏنيون ويون هيون، چاڪاڻ ته ان جو

دارومدار سندس بيان جي خلاف پيش ڪيندڙ دليلن جي لب و لهجي تي رهندو، پر سندس راءِ موجب موجوده صورت ۾ حق ۽ سچ جي غلط ڳالهه ڪان امتياز ڪرڻ ۾ ڪنهن وڏي فهم ۽ فراست جي ضرورت ڪانه هئي.

ان کان پوءِ خان پنهنجن خطابن ۽ اختيارن جو ڏکهو شمار ڪرائڻ شروع ڪيو ۽ زور ڏيندي چيائين ته کيس ڪابل جي بادشاهه سان وڏي اهميت وارن معاملن طئي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو هو ۽ هو انهن مقصدن ۾ ڪامياب ٿي آيو هو، جن لاءِ کيس نامزد ڪيو ويو هو. انهيءَ ڪري هو انهيءَ خيال ڪرڻ ۾ پاڻ کي بلڪل حق بجانب سمجهي رهيو هو ته سندس شخصيت ۽ راڄن جو وڏو احترام ۽ عزت ڪرڻ گهرجي؛ ۽ مسٽر ايلس طرفان انهن جو پوريءَ طرح سان احساس نٿو ڪيو وڃي، تنهن جو سبب سندس خيال موجب هن جي جواني ۽ ناتجربيڪاري هئي.

مسٽر ايلس جواب ۾ چيو ته عقلمندي ۽ سياڻپ هروڀرو ڪو وڏيءَ عمر جي نتيجي ۾ حاصل ڪانه ٿيندي آهي ۽ خان جي طرفان سندس شان مان ۽ رتبي جي اپٽار، بحث هيٺ آيل ههڙي واضح ۽ صاف معاملي جي باري ۾ سندس راءِ يا فيصلن تي ڪنهن به طرح سان اثرانداز ٿي نٿي سگهي.

ان کان پوءِ خان ايلچيءَ طرفان سندس ملاقات لاءِ اچڻ جي باري ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ تجويز پيش ڪيائين ته کيس انگريزي وفد جي اچڻ جي آخري مقصدن کان واقف ڪيو وڃي ۽ ڳالهائيندي ڳالهائيندي اهو اشارو به ڏنائين ته جيڪڏهن کيس صحيح طريقي سان اهڙي درخواست ڪئي ويندي ته هو شايد وفد جي فائدي ۾ پنهنجو اثر و رسوخ استعمال ڪرڻ ۽ سرپرستي ڪرڻ لاءِ آماده ٿئي.

انهن ڳالهين جي جواب ۾ مسٽر ايلس کيس آگاهه ڪيو ته انگريز ايلچيءَ طرفان ڪنهن به ماڻهوءَ جي سرپرستي حاصل

ڪرڻ لاءِ، درخواست ڪرڻ واسطي لنڊن ڪرڻ جو خيال ئي اجايو ۽ ڪل جهڙو هو. اهو خيال به اوترو ئي مضحڪ خيز هو ته هو خود اميرن کان سواءِ ڪنهن به ٻئي ماڻهوءَ کي وفد جي اچڻ جي اصلي مقصدن کان واقف ڪندو. ۽ جيستائين ملاقات جو سوال هو، ته انهيءَ سلسلي ۾ اهو خان جو فرض هو ته هو اڳ ۾ ايلچيءَ وٽ پاڻ حاضري ڀري. ان کان پوءِ اها ڪانفرنس ختم ٿي ۽ مسٽر ايلس فنڪنريءَ ڏانهن موٽي آيو.

جيئن ته انهن سنڌين کي غير مشروط طور آزاد ڪيو ويو، جن کي اسان جي نوڪريءَ ۾ شامل ٿيڻ ڪري قيد ڪيو ويو هو، انڪري ايلچي ولي محمد خان جي رسمي ملاقات قبول ڪرڻ لاءِ آماده ٿيو، ۽ هن ٻئي ڏينهن تي ساڻس جوابي ملاقات ڪئي. انهن ٻنهي ملاقاتن ۾ تحريري خطابت جي انهيءَ طرز متعلق ڪافي ڏکيون ڳالهيون ٿيون، جيڪو اميرن جي متعلق مستقل مزاجيءَ سان رخ اختيار ڪيو ويو هو، پر ان جو بيان ڪرڻ انهن ئي ڳالهين کي، جن جا تفصيل مون اڳيئي پيش ڪيا آهن، اهڙو اجايو دهرائڻ ٿيندو، جو هن ڳالهه کان ڪجهه به وڌيڪ چوڻ غير ضروري ٿيندو ته وفد جي طرفان ٿوري به رعايت ڏيڻ کان سواءِ ڪانفرنس ختم ٿي ويئي ۽ ولي محمد خان ڪجهه ڏينهن کان پوءِ لنڊن کان روانو ٿي ويو ۽ ويندي وقت هن ايلچيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏي شخصي دوستيءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ برٽش حڪومت جي عام مفادن لاءِ پنهنجي طرفان نيڪ تمنائن جو اظهار ڪيو. اسان کي سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن به ماڻهوءَ جو اٿالو ۽ ڏيک ويک اهڙي شان و شوڪت وارو نظر ڪونه آيو، جهڙو هن نواب جو هو. جڏهن هو فنڪنريءَ ۾ آيو، تڏهن ساڻس ڪيئي سردار ساڻ آيا ۽ هن سان انتهائي وڏي تعظيم ۽ ادب سان پيش اچي رهيا هئا. هن کي هڪ ڏاڍي نفيس قسم جي اڇي ڪپڙي

جي قميص، پهريل هئي، چيلهه جي چوڏاري اعليٰ ترين قسم جي قيمتي (١) لونگي ڪمر ٻڌي وانگر ويڙهيل هئي ۽ هڪ ٻي وڏيڪ نفيس ۽ سنهي ڪپڙي جي لونگيءَ جو مٿي تي ٻڌل هو. هن جي ترار سندس هڪ خدمتگار جي هٿ ۾ جهليل هئي، جيڪا هن انهيءَ مهل سندس هٿ ۾ ڏني، جڏهن هو ڪمري جي اندر داخل ٿيو. هن جي هلت چلت ڏاڍي شاناڻي ۽ دل کي وڻندڙ هئي؛ هن جو بدن ڏکهو ۽ ڊولائتو هو ۽ ذهن تي انهيءَ عهدي جو اثر قائم ڪرڻ لاءِ نهايت موزون هو، جنهن تي هو فائز هو. اسان کي بعد ۾ معلوم ٿيو ته هن جو قبيلو لغاري بلوچن جو هو، جيڪو گورچاڻي قبيلي جي هڪ شاخ آهي، جيڪو ڪڇ گنڊاوا جي اترئين طرف وارين ٽڪرين تي آباد آهي ۽ رند بروچن جي وڏي طبقي سان وابسته آهي. ايلچيءَ طرفان هن سان جيڪا ملاقات ڪئي ويئي، تنهن ۾ اسان جي اڳالي جي مٺي ماڻهن جي، جن جو تعداد ٻن سون کان مٿيرو هو، مٺاين، شربتن، ۽ گلاب جي عرق سان خاطر تواضع ڪئي ويئي ۽ حقيقت اها آهي ته انهيءَ ۾ هرهڪ تفصيل کي شاهاڻي طريقي سان پورو ڪيو ويو.

مون هڪ هنڌ تي هن کان اڳ بيان ڪيو آهي ته ٺٽو ڪنهن زماني ۾ سنڌ جي گاديءَ جو شهر هو ۽ ان جو اهو امتياز ان وقت تائين قائم رهيو، جيستائين موجوده حڪمرانن حيدرآباد وارو قلعو تعمير ڪرايو ۽ پنهنجي دربار

(١) لونگيون اهي ڪپڙا آهن، جيڪي سنڌ ۾ ڪمربند، پٽڪن وغيره لاءِ ڪتب آندا ويندا آهن. ڪي سڄيون ريشمي هونديون آهن، ته ڪي ريشم ۽ سٽ، ٻنهي مان گڏي ٺاهيون ويندون آهن؛ انهن مان گهڻيون انتهائي قيمتي ۽ مهانگيون هونديون آهن ۽ منجهن زريءَ جي ڌاڳي سان تمام گهڻا گل ۽ بوٽا اڻيل هوندا آهن.

ڪـي اوڏانهن منتقل ڪيو، جنهن ڪان پوءِ ان جي آبادي ايتري تيزيءَ سان گهٽجي ويئي آهي، جو انهيءَ شهر جو ٻه ڀاڱي ٽيون حصو هن وقت غيرآباد ٿي ويو آهي. بهرحال، اڃا ٻه اهو هڪ ڪافي وڏو شهر آهي، ۽ حساب ڪجي ته ان جو گهيرو ذري گهٽ ڇهن ميلن ۾ آهي، جنهن ۾ ان جا قلعا حصا شامل ناهن، جيڪي ٻنهي طرفن ڏانهن ڊگهي مفاصلي تائين ڦهليل آهن.

مون هن ڳالهه جي سراغ ڳولڻ ڪيڻ ۾ اجايا ٽڪر هنيا آهن ته هن شهر جو بنياد ڪنهن وڌو، ڇو جو ان جو انتهائي اوائلي ذڪر جيڪو مون ڏٺو آهي، سو سن ٩٢ (١) هجري ۾ آهي، جڏهن اهو قلعي بند شهر هو ۽ ان بغداد جي خليفن جي فوج جي خلاف ڏورو گهڻو مقابلو ڪيو هو. جنهن سرزمين تي اهو شهر تعمير ٿيل آهي، تنهن کي عام طرح سان يونانين جي شهر(٢) ”پٽالا“ واري سرزمين سان شناخت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. پر سنڌ جي ڏاکڻين علائقي وارن ضلعن ۾ هڪ ماڻهوءَ جي يادگيريءَ جي دوران ۾ ئي ايتري ته حيرت‌انگيز حد تائين تبديليون اچي ويون آهن جو اهڙن سڀني نتيجن جو بنياد لازمي طور محض اندازن تي ئي رکيل ٿئي ٿو. جڏهن سنڌ جي مقامي شهزادن عربن جي طوق سان پنهنجي گردن آزاد ڪرائي آزادي حاصل ڪئي، تڏهن انهن پنهنجي گادي نئي ۾ قائم ڪئي ۽ اهو شهر جلد ئي ايشيا جي انتهائي دولتمند ۽ خوشحال شهرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ انهيءَ سڄي وڻج ۽ واپار جو مرڪز ٿي پيو، جيڪو هندستان واري اڀيت ۽ ايشيا کنڊ جي انهيءَ حصي جي درميان هلندو هو، جيڪو ان جي اترئين ۽ الهندي طرفن ۾ هلندو

---

(١) سن ٦٧٧ع.

(٢) ڏسو باب ١٢، حصو ٢.

هو. انهن شهزادن شهر کي خوبصورت عمارتن جي تعمير، ۽ دلپسند ۽ سهڻن باغيچن قائم ڪرڻ ذريعي شاندار بنائڻ ۾ پئسي ۽ محنت جي خرچ ڪرڻ ۾ ڪوبہ بخل نہ ڪيو ۽ ساڳي وقت تي هنن سنڌوندي‌ءَ مان، جيڪا انهي‌ءَ شهر جي آبرندي ۾ ڇهن ميلن جي مفاصلي تي وهي رهي آهي، واهن کوٽائڻ جي ذريعي، جن جي رستي پيڙين ذريعي دوردراز علائقن کان مال آندو ۽ واپارين جي دروازن وٽ مهيا ڪيو ويندو هو، تجارتي طبقي کي سهولت ۽ آساني پهچائڻ جي وڏيڪ اهم مقصدن کي پوري ڪرڻ ۾ اوترائي آماده هوندا هئا. انهن بادشاهن طرفان شهر کي خوبصورت بنائڻ لاءِ جيڪي بہ اڏاوتون ڪرايون ويون، تن جا سڀئي نشان هن وقت پوري طرح ڊهي ويا آهن ۽ انهن جي ٿهرايل هڪ ٻئي نهر، جيڪا هن وقت تائين باقي رهيل آهي، سا سڄي گاهہ ۽ ڪانن وغيره سان ايتريقدر تہ ڀرجي ويئي آهي، جو ان کي عام رواجي ناليءَ جي نالي کان بهتر ٻئي ڪنهن بہ لفظ سان سڏي نٿو سگهجي.

منهنجي راءِ ۾ هن شهر جي دولت ۽ شان و شوڪت ۾ انهيءَ دور کان وٺي درجي بدرجي تنزل آيو آهي، جڏهن کان سنڌ هندستان جي سلطنت جو هڪ باجگذار ۽ ماتحت صوبو بنيو، پر اها ڳالهہ، فقط سنڌ جي قديم دولت ۽ طاقت سان مشابهت ڪرڻ سان ٺي سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ڇيو وڃي ٿو تہ اهڙي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ بہ، جڏهن نادرشاه (۱) دهليءَ کان واپس ورندي ٺٽي ۾ آيو هو، تڏهن انهيءَ شهر ۾ لونگين ۽ گربين آٽڻ وارن چاليهہ هزار ڪورين، صرافن، نائي جي ماسٽا ڪندڙن، دڪاندارن ۽ اناج جي واپارين کان علاوه، جن جي تعداد جو اندازو سٺ هزارن تائين آهي، هرقسم جا ڪيئي ٻيا ڪاريگر

---

(۱) اهو واقعو سنہ ۱۷۴۲ع جو آهي.

پڻ رهندا هئا، جن جو شمار پنهنجي ليکي ويهه هزار ڪيو وڃي ٿو(۱). حالانڪ موجوده وقت ۾ ان جي آدمشماريءَ جو حد کان ٻاهر وڌايل انگ ٻه ويهه هزار مس ٿئي ٿو ۽ ان مان حڪومت کي ملندڙ ساليانه آمدني هڪ لک رپين (١٢٥٠٠ پائونڊ اسٽرلنگ) کان ٻه گهٽ آهي، جيڪا منهنجي طرفان مٿي ذڪر ڪيل دؤر ۾ هڪ مهيني جي جمع بنديءَ کان ٻه گهٽ آهي(۲).

---

(۱) جيئن ته اهو انگ مقامي ماڻهن طرفان ڪٿيل آهي، انڪري ان ۾ وڌاءَ جي گنجائش "شايد" رکڻي پوي. آءٌ "شايد" چئي رهيو آهيان، ڇو ته اسان وٽ انهيءَ شهر جي گوناگون آباديءَ متعلق ڪئپٽن هئملٽن جي شهادت موجود آهي، جيڪو سنه ١٦٩٩ع ۾ ٺٽي ۾ آيو هو. مون کي هن جي سفرنامي جو نسخو دستياب نه ٿي سگهيو آهي، جنهنڪري آءٌ ان جي جلد يا صفحي جو حوالو ڏيئي نٿو سگهان؛ پر هڪ دوست طرفان مون کي انهيءَ ڪتاب جا جيڪي چند اقتباس موڪليا ويا آهن، تن ۾ هو چوي ٿو ته هتان جي قلعي ۾ ايتري گنجائش هئڻ، جو ان ۾ پنجاهه هزار سپاهي ۽ گهوڙا رهي سگهن؛ ۽ هڪ ڀيري هند هو چوي ٿو ته برسات نه وسڻ جي نتيجي ۾ اتي هڪ خوفناڪ وبا ڦهلجي ويئي هئي، جنهن ۾ انهن ماڻهن منجهان اسي هزار ڄڻا اجل جو شڪار ٿيا هئا، جيڪي ڪپهه ۽ ريشم مان ڪپڙو ٺاهيندا هئا؛ يا ٻين لفظن ۾ چئجي ته اهو تعداد انهن ماڻهن جو هو، جيڪي لونگيون ۽ گربيون ٺاهيندا هئا، ڇاڪاڻ ته جيئن مون بار بار انهيءَ ڳالهه جو ذڪر ڪيو آهي، لونگيون انهن ٻنهي شين کي ملائي يا فقط اڪيلي ريشم مان ٺاهيون وينديون آهن.

(۲) نادرشاهه جي باري ۾ هڪ عجيب و غريب روايت ٻڌائي وڃي ٿي، جنهن مان سنڌ جي قدرتي وسيلن بابت ثبوت ملي ٿو ۽ ٺٽي جي انهيءَ زماني واري خوشحالي ۽ آسودگيءَ بابت مون جيڪي ڪجهه بيان ڪيو آهي، تنهن جو مثال ملي ٿو. جڏهن اهو بادشاهه انهيءَ شهر ۾ وارد ٿيو، تڏهن هن صوبي جي گورنر مير نورمحمد کي پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن هو سندس حضور ۾ حاضر ٿيو، تڏهن پنهنجي ڳچيءَ ۾ پٽڪو وجهي ۽ وات ۾ گاهه جي مُٺ رکي آيو، جيڪي سڀ نيازمنديءَ جون دستوري

(ڏسو صفحو ۴٠٥)

لٽي ۾ هن وقت جيڪي شيون ٿاهيون وڃن ٿيون، سي فقط ڪجهه قسم جا آڇا ڪپڙا ۽ رنگين لونگيون آهن؛ ۽ هڪ عظيم تجارتي شهر جي پيهه ۽ کوڙ گمسان جي بدران اڄ اتان جون گهٽيون سنسان ۽ ويران پيون آهن، ۽ جيڪي ٿورا گهڻا دڪان کليل آهن، سي جيڪو ڏترڙيل نظارو پيش ڪن ٿا، تنهن جي نتيجي ۾ دڪان جي نالي سان سڏجڻ جي لائق ٿي ڪينهن ۽ سڄي بازار مفلسيءَ، ڪريل ۽ گهٽيل واپار جي تصوير آهي. هتان جا گهر هڪ اهڙيءَ رٿا تي

علامتون هيون ۽ جيڪي فاتح کي گهربيون هيون. جڏهن هو تخت جي اڳيان سجده ريز ٿيو، تڏهن نادر هن کي وڏي آواز ۾ مخاطب ڪندي پڇيو ته چا، تو وٽ سون سان پريل کوهه آهي؟ گورنر ادب سان چيو ته "هڪ نه، ٻه!" ان کان پوءِ نادر هن کان پڇيو ته چا، هن وٽ سنڌ جي اميرن وارو مشهور لعل هو؟ مير نورمحمد وري به هن کي ساڳيو جواب ڏنو. ان کان پوءِ بادشاهه پنهنجو رومال مٿي آڇلايو ۽ اها خواهش ظاهر ڪيائين ته مير کي ان ۾ ڇتائي ڏسڻ سان چا ٿو نظر اچي؟ هن جواب ۾ چيو ته هٿيارن ۽ فوجن کان سواءِ پيو ڪجهه به نه؛ ۽ اهي ئي خيال يقيناً هن جي دماغ ۾ سيني کان مٿي تري رهيا هئا. پوءِ نادر حڪم ڪيو "پنهنجو سون ۽ ياقوت پيش ڪر!" ان تي گورنر هڪ تمام وڏي ٽوڪري آڻڻ جو حڪم ڏنو، جنهن ۾ جدا جدا خانا ٺهيل هئا، جيڪي آنڊن ۽ آني رکڻ لاءِ ڪم آندا ويندا هئا، ۽ هن انهن کي اڳيئي پري پنهنجي ساڄي هٿ طرف رکي ڇڏيو هو. ان کان پوءِ هن حڪم ڏنو ته سندس ڏائي هٿ واري پاسي تي صاف ٿيل سڄي گيهه جي ڪلي رکي وڃي؛ جنهن کان پوءِ هن شاهه کي چيو "اُها زمين ڪيڙن وارو آبادگار آهيان، ۽ منهنجو سون ۽ هيرا جواهر اجهي هي آهن، جيڪي پهچائڻ ۾ آءُ ڪڏهن ڪوتاهي ڪانه ڪندس." بادشاهه هن جا اهي صاف جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس شاهي خلعت عطا ڪئي. مير نورمحمد بعد ۾ هن جي سڄي لشڪر ۽ ٻني اٺالي (۵۰۰،۰۰۰ کان وڌيڪ ماڻهن) کي سورهن ڏينهن تائين نهايت شاهاڻي انداز ۾ دعوت ڪارائي ۽ انهيءَ سڄي عرصي ۾ ڪڏهن به ڪنهن به شيءِ جي قلت جي علامت ظاهر نه ڪئي.

لڳا هوا وڃن ٿا، جنهن جهڙي مون ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ نه
ڏٺي آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جون ديوارون پوريون لڳيون
وڃن ٿيون، جن ۾ ڪاٺين جا ننڍا ٽڪرا هڪٻئي جي مٿان
مانڊاڻيءَ وانگر ڪاٺ جي انڊي چوڪٽ جي ٻاهرين ڪنهن
وڏان ٿيائي ڪوڪن سان ٺوڪيا وڃن ٿا، ڪاٺين جون اهي
ٽڪريون گهڻو ڪري آڌن ڪان سورهن انچن تائين ڊگهيون
هونديون آهن ۽ هڪٻئي جي ڪنڊ و ڪنڊ اهڙيءَ طرح
رکيون وڃن ٿيون، جو انهن مان ٻنهي طرفن کان ڏاڍو
مضبوط ٻوتو لڳي پوي ٿو، جنهن جي مٿان وري گاري يا چن
جو پلستر ڪيو وڃي ٿو، ۽ ان کان پوءِ ديوار بلڪل نهري
معلوم ٿئي ٿي. انهيءَ اصول تي تعمير ٿيل ڪي عمارتون
ٽي-ٽي يا چار-چار ماڙيون مٿي آهن ۽ انهن جي مٿان وزندار
سڌيون ڇتيون پيل آهن، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته اهي
ڏاڍيون مضبوط آهن، پر مون کي هن ڳالهه ۾ شڪ آهي
ته اهي ڪي گهڻو ڊگهو ڪري سگهنديون، ڇاڪاڻ ته جيئن ٽي
اندرين ڪاٺين مان ٻه-ٽي ڪاڇي ڪمزور ٿي پونديون هونديون،
تيئن ٽي سڄي جاءِ ضرور ڪري پوندي هوندي. ڪيترائي بهتر
قسم جا گهر ڪاٺ جي سڌ مٿان سرن ۽ ڪچ سان پڻ ٺهيل
آهن، ۽ گورنر جي محل کان وٺي غريب کان غريب ماڻهوءَ
جي جاءِ تائين، سڀني گهرن کي باد گير ضرور آهن، جيڪي
چمنين وانگر هڪ طرح جا روشندان آهن، جن جي وچان
انتهائي گرم ۽ پوسٽ واريءَ موسم ۾ به نهايت ٿڌي ۽
خوشگوار هير ايندي رهندي آهي، اهڙي وقت تي دستور موجب
سڄي جاءِ جا در ۽ دريون بند ڪيا ويندا آهن ته جيئن ٻاهرين
مٽي ۽ گرم هوا اندر داخل ٿي نه سگهن. لٽي جي حڪومت
انهيءَ ماڻهوءَ کي 'نواب' جي سرڪاري لقب سان نوازيندي آهي،
جيڪو ان جو انتظام هلائيندو آهي ۽ سن ١٨٠٩ع ۾ اهو
ماڻهو اميرن جو هڪ سؤٽ هو، پر انهيءَ عملدار جو عهدو

مڪمل طور بياختيار آهي، ڇاڪاڻ ته ننئي ۾ هڪ ته ڪا مستقل فوج بيهاريل ڪانهي ۽ پيو ته اتان جا محصول وغيره هڪ مقامي هندوءَ جي هٿ ۾ رهن ٿا، جيڪو انهن کي جمع ڪرڻ لاءِ پنهنجا قاعدا ۽ قانون پاڻ لاهيندو آهي. هن شهر جي ڏکهائي ڦاڪ اتر ۾ ۰۴۴ ۲۴ ۽ ويڪرائي ڦاڪ اوڀر ۾ ۰۱۷ ٦٨ آهي ۽ اهي پيٽي ڦاڪون ڪئپٽن مئڪسفيلڊ طرفان مختلف موقعن تي ڪيل حساب جي بنياد تي مقرر ڪيل آهن. هن شهر جي آسپاس اڪثر علائقو، مڪليءَ جي ٽڪرين ڪان علاوه، جن تي منهنجي طرفان مٿي بيان ڪيل مقبرا بيٺل آهن، ۽ جن جو سلسلو ڏکڻ طرف سمنڊ جي ڪناري ڪان ڪي پندرهن يا ويهه ميل اورتي تائين ڦهليل آهي. لسو ۽ سنئون ميدان آهي. اهي ٽڪريون خواه آسپاس وارو ميدان گهاٽي جهنگ سان ڍڪيل آهن، جن ۾ وڏو تعداد آمريءَ جي وڻن ۽ هڪ قسم جي ٿوهر جو آهي.

انهيءَ وقت تائين برساتون ڏاڍي زور شور سان شروع ٿي ويون هيون ۽ ايڏو ته وڏڦڙو مينهن پوڻ لڳو، جو سڀ گهٽيون نهرن وانگر وهڻ لڳيون، جنهن صورتحال اسان جي روزانو صبح ۽ شام جو گهوڙيسواري ڪرڻ جي سلسلي کي بند ڪري رکيو. انهيءَ بارش ڪان اڳ ۾ گرمي ڏاڍي زوردار پيئي هئي، ڇاڪاڻ ته فئڪريءَ جي ٽڏي ڪان ٽڏي ڪمري ۾ ٿرماميٽر چوويهه ئي ڪلاڪ ۹۴ ڊگرين ڪان وٺي ۱۰۲ ڊگرين جي وچ ۾ رهيو، پر جولاءِ مهيني جي وچ ڌاري موسم ۾ گهڻي قدر ٽڌڪار اچي ويئي، ۽ اسان کي اتر ڪان بار بار اينڊڙ زوردار هوائن لڳڻ تي ڏاڍو اڄرج ٿيڻ لڳو، جن مان هڪ اهڙي طوفان اسان جي جهازن کي ڪراچي بندر جي رڪاوٽ ڪان ٻاهر نڪري وڃڻ ۽ تيز رفتاريءَ سان بمبئيءَ تائين پهچي وڃڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. ساڳئي

مهيني جي پوئين اڌ ڌاري، اسان جو وفد لٽو ڇڏي حيدرآباد طرف روانو ٿي ويو، جتي ڪئپٽن مئڪسفيلڊ، مسٽر ايلس ۽ آءٌ پاڻيءَ جي رستي ڪان، ايلچيءَ ۽ سنڌس عملي ڪان ڪيئي ڏينهن اڳ ۾ پهچي وياسون، ڇو ته انهيءَ جماعت کي رستي تان ايندي، ايلچيءَ جي طبعيت جي سخت خراب ٿي پوڻ ڪري ڪيترن ئي ڏينهن تائين روڪجي رهڻو پيو.

---

# فصل (۱۲)

ان کان اڳ ۾ جو آءٌ پنهنجي سفرنامي ۾ وفد جي آخري طرح بمبئي واپس پهچڻ تائين ڪارروائيءَ جي بيان ڪري اڳتي وڌايان، آءٌ هتي ڪئپٽن مئڪسويل ۽ پنهنجي طرفان سنڌونديءَ ۽ ان جي ويجهڙائيءَ وارن ضلعن جي مشاهدي ۽ ٻين (۱) ذريعن کان حاصل ڪيل معلومات متعلق ڪجهه تفصيل درج ڪرڻ چاهيان ٿو. انهيءَ مشهور ۽ معروف درياهه لاءِ ڪنهن وقت ائين سمجهيو ويندو هو ته اهو سندس نڪرڻ واري هنڌ کان وٺي سمنڊ ۾ داخل ٿيڻ تائين سڌو سنئون ڏکڻ طرف وهي ٿو. پر ايشيا کنڊ جي جاگرافيءَ بابت گذريل ڪجهه سالن جي دوران جيڪي ڪامياب تحقيقات ڪيون ويون آهن، تن انهيءَ غلطيءَ جو ازالو ڪيو آهي ۽ هندستان جي اتر-الهندي سرحد تي اها روشني وڌي آهي، جنهن بابت سائنس جي انتهائي سنجيده ٻانين مشڪل سان ئي اندازو لڳايو هوندو. انهن محققن طرفان اسان کي اهو يقين ڏياريو ويو آهي ته سنڌوندي اتر ويڪرائي ڦاڪ جي پنجٽيهين ۽ ڇٽيهين ڊگرين جي درميان نڪري ٿي، جتان کان اها الهندي طرف ڇهن يا ستن ڊگرين تائين ڏکڻ ۾ وهي، ڪشمير ۽ ننڍي ٿبيٽ کي جدا ڪندڙ برف سان ڍڪيل جبلن جي وچان پنهنجي لاءِ رستو ڪاڙهي وڃي ٿي. ان کان پوءِ اها اڀرندي ڊگهائي ڦاڪ جي ٻاهترين ڊگريءَ وٽ پهچي اوچتو وڏيڪ

(۱) سنڌونديءَ جي، ڪابل ۽ سنڌ ڏانهن ويل مهمن جي سروي کان علاوه، جن ٻين ذريعن کان مون معلومات حاصل ڪئي آهي، تن بابت آءٌ ٿوري وقفي بعد انهيءَ نقشي جي سلسلي ۾ بيان ڪندس، جيڪو مون هن جلد سان منسلڪ ڪرڻ تجويز ڪيو آهي.

ڏاکڻين رخ ۾ وهڻ لڳي ٿي، جو ان کي ڪاشغر جي جبلن
وچان وڌيڪ الهندي رخ ۾ رستو نڪو ملي سگهي، جتان کان
پوءِ اها ڏکڻ ڏکڻ-اولهه جي درميان پنهنجو وهڪرو بدلائيندي
رهي ٿي، تان جو اها اٽڪ قلعي تائين، اتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ
٣٣٠٥٥ ۾ پهچي ٿي. انهيءَ هنڌ کان اتر واري طرف اها
ندي "ابوسين" يعني درياهه بابو جي نالي سان مشهور آهي،
۽ اٽڪ وٽ ان کي عام طرح "رودِ اٽڪ" يعني اٽڪ وارو
درياهه، جي نالي سان سڏبو آهي، ۽ ان تي اهو نالو تيستائين
قائم رهي ٿو، جيستائين اها پنجند يا پنجن درياهن سان وڃي
گڏجي ٿي، جن جو پاڻي (١) پنجاب جي زمين کي سيراب
ڪري ٿو. اتي پهچڻ بعد، ائين چئي سگهجي ٿو ته اهو درياهه
سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح اتان کان وٺي ان تي
خصوصاً درياهِ سنڌ جو نالو ٿي رهي ٿو، جنهن جي معنيٰ اسان
کي "سنڌ جو درياهه" ٿي سمجهڻ گهرجي، حالانڪ درحقيقت

---

(١) پنجاب جون پنج نديون، جيڪي اولهه کان اوڀر طرف وهن ٿيون،
تن جا نالا بيهات يا جيلم، قديم نالو هائڊ اسپس، چناب يا جيناب،
قديم نالو اڪيسائينس، راوي يا قديم نالو هائڊرائوٽس آهن. اهي ٽيئي
ملتان جي اتر-اوڀر ۾ اٽڪل ٧٠ ميل پري هڪبئي سان ملن ٿيون،
جتي ان کي وچين درياهه. يعني چناب جي نالي سان سڏبو وڃي ٿو.
چوٿون درياهه بياهه ۽ پنجون ستلج آهي. اهي ٻئي جڏهن ملن ٿا، تڏهن
اهو قديم جاگرافيءَ وارو هائفاسيس درياهه بنجي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن
اهي ستلج جي نالي سان سڏجن ٿا، پر اڪثر حالتن ۾ اڄڪلهه انهن
کي گرو يا گرا سڏبو وڃي ٿو. اهي ٻئي ويڪرائي ڦاڪ ٢٩٠١٠
اتر ۽ ڊگهائي ڦاڪ ٢٨٠ ٧١ اوڀر ۾ چناب ۾ وڃي ڇڙن ٿا ۽ اهي
سڀيئي گڏجي "پنجند" يعني پنج نديون نالو اختيار ڪن ٿا، تان جو
جيئن مٿي ڪتاب جي متن ۾ ٻڌايو ويو آهي، اهي سنڌو نديءَ ۾ وڃي
داخل ٿين ٿا.

ان جو مطلب آهي سنڌ جو سمنڊ. اهي لفظ استعاري طور
استعمال ٿيل آهن، جن جو مقصد انهيءَ درياهه جي وسعت
ظاهر ڪرڻ آهي.

مون کي ٻڌايو ويو آهي ته انهيءَ هنڌ کان وٺي، جتي
سنڌو نديءَ ۾ پنجند جي ملڻ ڪري پاڻيءَ جي ايڏي زبردست
مقدار جو اضافو ٿئي ٿو، اتان اها ڏکڻ-اولهه واري رخ
۾ بنان ڪنهن ور وڪڙ جي، هڪ سؤ سٺ ميلن جي مفاصلي
۾ سڌي وهي ٿي ۽ انهيءَ وهڪريءَ جي دوران ۾ اها
سکر، روهڙي ۽ ٻکر جي شهرن وٽان اچي نڪري ٿي، جن
مان پوئين نالي وارو شهر درياهه جي ٻن شاخن جي وچ ۾
هڪ ٻيٽ تي ٻڌل آهي. انهن شهرن کان سترهن ميل ڏکڻ
۾ ان مان هڪ شاخ نڪري الهندي طرف وڃي ٿي ۽ اها
وڪڙ کائي، پنهنجي منهن کان اٽڪل پنجاهه ميل هيٺيرو
سيوهڻ جي شهر وٽ اصلي درياهه سان وري وڃي گڏجي ٿي.
اها شاخ قمبر ندي ۽ لاڙڪاڻو نديءَ جي ٻن مختلف نالن
سان سڏجي ٿي. ان تي پويون نالو انڪري پيو آهي، جو
اها ساڳئي نالي واري شهر جي پاسي کان گذري ٿي، ۽ هڪ
هنڌ تي اها ڦهلجي ڍنڍ جي صورت اختيار ڪري ٿي، جتي
ان جو ڦهلاءُ ڏهه يا ٻارهن ميل آهي ۽ اها براهوئڪ جبلن
جي بلڪل دامن وٽ واقع آهي، ۽ ان جا ڪنارا اهڙي
گهاٽي جهنگ ۽ ڪانن سان ڍڪيل آهن، جو انهن مان گذرڻ
مشڪل آهي ۽ انهيءَ جهنگ ۾ شينهن ۽ ٻين وحشي جانورن
جو آماجگاهه آهي. چانڊڪيءَ جو ضلعو، جيڪو درياهه جي
انهيءَ شاخ جي اندر آهي، اميرن جي سڀني علائقن کان
وڌيڪ سائو ۽ آباد آهي، جتان کين (١) اٺن لکن رپين جي
سالياني آمدني حاصل ٿئي ٿي، پر اها آمدني انهيءَ رقم جي

(١) هڪ لک پائونڊ اسٽرلنگ.

اڳ جيتري ۾ ڪانهي، جيڪا پنجٽيهه سال اڳي ان سان ملندي هئي. اپرندي طرف بکر ۽ سيوهڻ جي وچ وٽ، سنڌونديءَ ۾ هڪ مددگار ندي اچي ملي ٿي، جنهن کي خيرپور شهر جي پاسي سان وهڻ ڪري خيرپور ندي نالو ڏنل آهي، ۽ مينهوڳيءَ واريءَ موسم ۾ هلڪي قسم جون ٻيڙيون سامان کڻي انهيءَ هنڌ تائين وڃي سگهنديون آهن. مون کي معلوم ٿيو آهي ته انهيءَ نديءَ جو اصلي نالو ”دورلي“ (Doorlee) آهي، پر منهنجو خيال آهي ته ان تي انهيءَ نالي پوڻ جو سبب، مذڪوره نديءَ جي مُنڍ جو ”ديورلي“ (Durelee) ضلعي ۾ هئڻ آهي، جتي ان سان ۾ ٻيون ننڍيون نديون اچي ملن ٿيون، جن منجهان هڪ لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها ڏکڻ طرف واريءَ ريگستان جي ڪناري سان وهي آخرڪار وڃي سمنڊ ۾ چُڙي ٿي، پر ان جو اصلوڪو پيٽ هاڻي واريءَ ۾ گم ٿي چڪو آهي، ۽ خيرپور نديءَ جو حشر پڻ تيزيءَ سان ساڳيو ٿي رهيو آهي.

درياهه جي هڪ ٻي شاخ، جيڪڏهن ان کي شاخ جي نالي سان سڏي سگهجي، سيوهڻ واري قلعي جي عين سامهون آهي، جتي درياهه هڪ ننڍڙو پيٽ ٺاهي ٿو، جيڪو خشڪ موسم ۾ بهترين قسم جي چراگاهه جو ڪم ڏئي ٿو، پر جڏهن درياهه ۾ پاڻي چڙهي ٿو، تڏهن اهو ڪم ٿيو وڃي. انهيءَ شاخ منجهان ڪي ٻيون ننڍڙيون شاخون پڻ ڦٽي نڪرن ٿيون، جيڪي انهيءَ موسم ۾، جڏهن وڏي درياهه ۾ ڏوهه پاڻي وهندو آهي، ٽيهن يا چاليهن ميلن جي علائقي ۾ زمينن کي خوب سيراب ڪن ٿيون، پر عام خشڪ موسم ۾ اهي شاخون سڪل رهنديون آهن. ان ڪان پوءِ اسين انهيءَ شاخ تي اچون ٿا، جنهن کي ڦليلي سڏيو وڃي ٿو، جيڪا انهيءَ پيٽ کي چوڙاري وڪوڙي بيٺي آهي، جنهن تي دارالحڪومت حيدرآباد تعمير ٿيل آهي. هيءَ شاخ انهن سڀني کان وڌيڪ

وڏي آهي، جنهن جو مون هن مهل تائين بيان ڪيو آهي،
۽ ان جو سبب بلڪل واضح آهي، ڇاڪاڻ ته شاخ جي
ڦٽڻ واري هنڌ کان هڪدم مٿڀرو اها ٽڪرين جي دامن
وٽان وڪڙ کائي وهي ٿي ۽ الهندي ڪپ تي سوڙهي رستي
هئڻ ڪري ان جي پاڻيءَ جي وهڪري جي رفتار ايتري ته
تيز ٿي وڃي ٿي، جو جنهن هنڌ تي ان کي اوڀر طرف ٻاهر
نڪرڻ جو موقعو ملي ٿو، اتي اها پنهنجو سڄو واڌو ۽ اجايو
پاڻي ان ۾ ڪٽيو اڇلائي. ڦليلي، پنهنجي درياهه جي پاڻيءَ سان
حيدرآباد کان ڏهه ميل ڏکڻ-اولهه طرف وري وڃي گڏجي
ٿي، حالانڪ ان جي پاڻيءَ جي وهڪري جي ورن وڪڙن
ڪري اهو مفاصلو، اصلي مفاصلي کان ذري گهٽ ٻيڻو
آهي. ڦليليءَ جي انتهائي اڀرندي نقطي وٽان ان مان ڪوني
ڦٽي نڪري ٿي، جيڪا ڪنهن زماني ۾ سنڌونديءَ جي اٽاهه
ڇوڙ کان انڪل هڪ ڊگري اوڀر طرف سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي
هئي. پر سن ١٧٩٩ع ۾ فتح علي نالي هڪ مرحوم امير ان
جي مٿان علي‌بندر وٽ هڪ بند ٻڌايو جتي ان جي وچ ۾
هڪ پيٽ هو، ۽ هاڻي هڪ طرف کان مٺو پاڻي بند تي
دٻاءُ وجهي ٿو، ته ٻئي طرف کان سمنڊ جي وير ان تائين
باقاعدگيءَ سان چڙهي اچي ٿي. سچ آهي ته انهيءَ بند ٻڌڻ
کان اڳ ۾-جيڪو حڪمران خاندان جي ڪنهن ٻه فرد
طرفان عوامي بهبود جو هڪ اهوئي ڪم سرانجام ڏنو ويو آهي-
سمنڊ جو کارو پاڻي وڏين ويرن دوران ٻارهن ميل مٿي چڙهي
ويندو هو ۽ انهن پلن فصلن کي تباهه و برباد ڪري ڇڏيندو هو،
جيڪي هن وقت آسپاس وارين زمينن تي اپرن ٿا. بند کان
هيٺ انهيءَ نديءَ کي ”لوڻي“ يا لوڻ واري ندي، سڏيو
وڃي ٿو، ۽ ان جي برعڪس ڪوني نالو آهي، جنهن جو
مطلب آهي فائديمند يا سٺي اثر واري. ڦليليءَ جي دستوري
ويڪر ٻن سون کان وٺي ڇهن سون فوٽن تائين آهي ۽ ان جي

پاڻيءَ جي عمق پڻ کان وڌي ڇهن گزن تائين آهي. گوني
گهٽي قدر سوڙهي ۽ وڏيڪ تراکڙي آهي ۽ مقامي ماڻهن جو
چوڻ آهي ته اها هر ٽئين سال خشڪ ٿيندي پيئي وڃي، ۽
اها هڪ اهڙي دعويٰ آهي، جيڪا اسان جي هن ڪوجنا
سان ٺهڪندڙ آهي ته سڄي سال جي دوران وڌ ۾ وڌ چار
مهينا اهڙا آهن، جن جي دوران ڪنهن به وزن واربون
پيڙيون حيدرآباد ۽ عليبندر جي وچ ۾ هلي سگهنديون،
حالانڪ ڪجهه سال اڳي انهن هنڌن جي درميان سڄي سال
جي دوران ۾ پاڻيءَ وچان آمد و رفت جو اڻ ڪٽ سلسلو
جاري رهندو هو ۽ انهيءَ نديءَ جي ذريعي صوبي(۱) جي
اپرندي ڪناري وارن حصن ڏانهن ڪافي مقدار ۾ وڻج واپار
پهچندو هو.

سنڌونديءَ، ٿليليءَ جي پيهر گڏجڻ کان پوءِ، ڏکڻ جي
الهندي طرف وڪڙ کائي ٿي، پر جلدئي اها پنهنجي
ڏکڻ ڏکڻ-اولهه واري اصلوڪي رخ طرف موٽ کائي اچي ٿي،
جنهن ۾ اها ٽتي کان گذري هلڻ کان پوءِ اولهه طرف وهڻ
۾ وڏيڪ تيزي آڻي ٿي ۽ پوءِ اها يڪساهيءَ ۾ بلڪل
الهندو رخ اختيار ڪري، هڪ ٽي وڏي شاخ جي صورت ۾
وڃي هندي وڏي سمنڊ ۾ داخل ٿئي ٿي. آءِ ان کي هڪ شاخ چوان
ٿو، ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ سمنڊ کان اٽڪل ارڙهن ميل پري

(۱) جڏهن بمبئي سرڪار طرفان سنڌ ڏانهن موڪليل مهم سيپٽمبر سن
۱۸۰۸ع ۾ واپس موٽي، تڏهن ان جي بيڙن کي گونيءَ جي ڪپ وچان
ڪيترن ميلن تائين گهلي ڪيڻو پيو هو. اسان جي پاري سامان جو
ڪجهه حصو پڻ ساڳئي رستي کان اسان کي ڪڇ ۾ ملڻ لاءِ روانو
ڪيو ويو هو، پر جيئن ته اهو هڪ مهينو اڳيرو موڪليل هو، انڪري
انهن ماڻهن کي جن وٽ انهيءَ سامان جي چارج هئي، اهڙي قسم
جون دشواريون پيش نه آيون.

ان مان ڪجھ ھاڪيون سلڪيون شاخون نڪرن ٿيون، ۽
ڪن ورن وڪڙن ڪاڻ ۽ هڪٻئي کي ڪاٽڻ کان پوءِ ڏن
يا ڇڻن منهن ذريعي وري اچي ان ۾ گڏجن ٿيون. ان جي
باوجود انهن کي سوڙهين نالين کان سواءِ ٻئي ڪنهن نالي
سان سڏي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته اهي سمنڊ جي ويرن ۽
درياءَ جي حالت مطابق ڪڏهن خالي ته ڪڏهن ڀريل ۽
ڪنارن وٽان ٽوڙي پيٽ ۾ هر موسم ۾ ساموندي گاهه سان
ڀريل رهن ٿيون. سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جي وهڪري جي تيزي
خشڪ يا مينهوڳيءَ وارين موسمن جي نوعيت مطابق گهٽ وڌ
ٿيندي رهي ٿي ۽ ان کان علاوه انهن علائقن جي نوعيت پڻ
ان تي اثرانداز ٿيندي معلوم ٿئي ٿي، جن جي وچان اها وهي
ٿي. ٺٽي کان منهنجو اندازو آهي ته ان جي رفتار اڍائي ميلن
کان وٺي چار ميل في ڪلاڪ ٿيندي. ان کان هيٺ پاڻيءَ
جي رفتار کي ساموندي وير جو اثر غالب آهي، جيڪا ان کي
ڪڏهن ڪڏهن ته يارهن يا ٻارهن ميلن جي رفتار سان ڊوڙائي
ٿي، پر اها صورتحال انهن موقعن تي ظاهر ٿيندڙ ٻڏائي وجهي
ٿي، جڏهن سمنڊ ۾ وڏي وير به چڙهي ٿي ۽ ان سان گڏوگڏ
مٺي پاڻيءَ جو وڏو مقدار به هيٺ لهي ٿو. هن نديءَ جي
ويڪرائي ۽ گهرائيءَ بابت به منهنجي راءِ ساڳي آهي، پر
انهن تي وڌيڪ وڏو اثر پاڻيءَ جي وهڪرن جو ٿئي ٿو،
جنهنڪري مون پنهنجي انهيءَ ڳالهه کي صاف ڪرڻ لاءِ،
درياهه جي وهڪ وارن مختلف هنڌن تي ان جي گهرائي،
ويڪرائي ۽ ٻين ضروري تفصيلن بابت وچولو رستو اختيار ڪري
هڪ خاڪو تيار ڪيو آهي، جيڪو هڪ ڊگهي پيراگراف*
لکڻ جي بدران انهيءَ معاملي کي بهتر نموني ۾ واضح ڪري
سگهندو. ان جي پيٽ جي سچي پچي ويڪرائي به مون ساڳيءَ
طرح هن خاڪي ۾ شامل ڪئي آهي، ۽ مون کي ان ۾
فقط ايترو اضافو ڪرڻ باقي آهي ته مقامي ماڻهو دعويٰ سان

چون ٿا ته درياهه جي چوڙ وٽ واريءَ جو ڪوهه ٺهو ڪولهي، ۽ ان وري لاهوري بندر کان وڌيڪ اوچي ڪا ٻي رڪاوٽ آهي (لاهوري بندر دراصل سمنڊ جي هڪ ٻانهن آهي)، جيڪا جنگي جهاز جي هڪ رسي کي ٻه ٽمي وچ کان روڪي سگهي ٿي، بشرطيڪ اهو جهاز ڪنهن ڪاريگر ۽ هوشيار ناکوئي جي ضابطي هيٺ هجي. سنڌونديءَ ۾ پاڻيءَ جي اونهائي جي باوجود، جيڪا مٿي ڏيکاريل خاڪي ۾ نظر اچي ٿي، سنڌ، پنجاب ۽ افغانستان جي درميان سچو واپار تراڪڙن ترن وارن اهڙن ٻيڙن جي ذريعي هلي ٿو، جن ۾ هڪ کان وٺي ٽن سؤ ٽنن تائين مال ڪڇي سگهي ٿو ۽ ان هوندي به اهي ٻيڙا اهڙيءَ طرح ٺهيل آهن، جو اهي چند فوٽن تائين ٿڌ پاڻيءَ کي مٿي اپاري سگهن ٿا.(۱) ٻيڙن جي اهڙي بناوٽ هئڻ ڪري، اهي اوڀاري وڃڻ وقت ڪناري سان لڳولڳ هلي سگهن ٿا، جتي پاڻيءَ جو وهڪرو مشڪل سان نظر ايندو آهي، ۽ موٽ تي ڏکڻ طرف لهواري هلڻ وقت، جيتوڻيڪ انهن جي رفتار گهٽي پاڻيءَ جي وهڪري سبب تيز ٿي سگهي ٿي، پر ان جي باوجود اهو نقص اهڙو آهي، جو فائدي جي مقابلي ۾ نقصان گهٽو وڌيڪ آهي. انهن ٻيڙن تي، هوا جي اڪيان هلڻ جي حالت ۾ هڪ وڏو چورسو سڙهه چاڙهيو ويندو آهي، جيڪو ٿوهي جي مٿان لهرايو ويندو آهي، پر اهي ماڻهو ان کي ڪڏهن به چڪڻ جي ڪوشش نه ڪندا

---

(۱) سنڌونديءَ تي هلندڙ واپار هن وقت ذري گهٽ نالي ماتر وڃي بچيو آهي. اميرن جي ڪوتاهه انديشيءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ واري پاليسيءَ ان کي انهيءَ صوبي ۾ چٽي رکيو آهي ۽ اتر وارن ملڪن جي افراتفريءَ واريءَ حالت ان کي آتي جوکم وارو بنائي وڌو آهي. هن وقت واپار ڪن ٿورن ٻيڙن کان وڌيڪ ناهي، جيڪي ان، قلمي شورو، لوڻ ۽ ٻارڻ جون ڪاٺيون ٻري هيٺ ۽ مٿي ويندا نظر اچن ٿا.

آهن ۽ ناسازگار حالت ۾ جيڪڏهن ڪيمن ابتي طرف وڃتو هوندو آهي ته پيڙيءَ ڪي درياھ جي وچان ماڻهو ڇڪيندا آهن.

سنڌونديءَ جي اڀرندي طرف سنڌ جو سڄو صوبو پنهنجي انتهائي شمالي سرحد کان وٺي ويندي سمنڊ جي ڪناري تائين، ٻن يا ٽن ننڍين ٽڪرين کان سواءِ، جن ڪي ڪنجيون ٽڪريون سڏيو وڃي ٿو ۽ جيڪي انهيءَ پٽ تي آهن، جن تي حيدرآباد جو شهر بيٺل آهي، ٻيو سڄو علائقو پوريءَ طرح سان سڌي مٿاڇري وارو پٽ آهي. درياھ جي الهندي ڪپ تي سيوهڻ جي ويڪرائي ڦاڪ '۲۶۰۶ کان وٺي، ملڪ جي شڪل و صورت جدا جدا آهي، ڇو جو ڪي ضلعا جابلو ۽ سنوان سڌا آهن، ته ڪن جي وچان وري ننڍين ٽڪرين جون ڊگهيون قطارون لنگهن ٿيون، تان جو اسين اچي سمنڊ تي پهچون ٿا. سيوهڻ کان اتر وارو ميدان سيوستان جي ٽڪرين تائين يڪو هليو وڃي ٿو. سنڌ جا موجوده حڪمران، جيئن ته شڪار جا جنون جي حد تائين شوقين آهن، ۽ جيئن ته ڪين پنهنجن علائقن کي ويران بنائڻ ۽ رعايا تي ظلم وستم ڪرڻ ۾ ڪين ڪوبه خيال نٿو ٿئي، انڪري هنن پنهنجي انهيءَ شوق کي پوري ڪرڻ لاءِ نديءَ جي ڪناري سان لاڳو بهترين ضلعن کي شڪار جي جانورن لاءِ شڪارگاهن طور گهيري ۾ رکيو آهي، ۽ اهڙا هنڌ، جيڪي گذريل ويهن سالن جي عرصي جي دوران ۾ نهايت آباد ۽ ساوا هئا، اڄ نهايت بيڪار وٺن، ڪانڊيرن ۽ ٻوڙن سان ڀريل جهنگ ٿي ويا آهن.

جنهن ڏينهن ايلچي حيدرآباد پهتو، تنهن جي ٻئي صبح جو هرهڪ امير اسان جي ڇانوڻيءَ تي هڪ-هڪ رسمي وفد موڪليو. اسان جي ڇانوڻي ڦليلي درياھ جي ڪناري تي، قلعي کان اٽڪل هڪ ميل ڏکڻ-اوڀر طرف لڳل هئي ۽ اهيرن طرفان اهي وفد اسان کي خير وسلامتيءَ سان سفر پورو ڪري اچي پهچڻ لاءِ مبارڪباد ڏيڻ ۽ اسان جي خير وعافيت معلوم

ڪرڻ لاءِ موڪليا ويا هئا. پر جيئن ته چاچ مان معلوم ٿيو ته جوڪي ماڻهو اسان وٽ اهي پيغام کڻي آيا هئا، ۽ جن کي اسان وٽ مڙهن جا ڪيترائي وڏا ٽالهه پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو(۱)، تن مان ڪوبه خدمتگارن جي درجي کان مٿانهون ڪونه هو، انڪري حالات جي تحت اهو مناسب نه سمجهيو ويو ته مسٽر سمٿ انهن سان پاڻ اچي ملي ۽ انڪري اهو ڪم مسٽر ايلس ڪيو. انهيءَ انتظام تي تسي اهي ماڻهو ڪافي نراس نظر اچڻ لڳا، پر جڏهن اهو ڏٺائون ته ان جي باوجود انهن مان هرهڪ کي انعام مليو، تڏهن هنن جي دلين تان اهو خيال لهي ويو ۽ هو ڏاڍا خوش ٿيندا واپس ويا. اميرن بهرحال، سندن شان ۾ ڪيل انهيءَ نام نهاد گستاخيءَ کي هڪ ڏکي احتجاج ڪرڻ کان سواءِ ائين ئي ڇڏي نه ڏنو، پر اهو پيغام، انهن جي هڪ ديوان يا منتظم، مشتاق رام اسان وٽ پهچايو، جنهن خاص طور اسان کي اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته ايلچيءَ کي اميرن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ سندن ظاهري احترام ڪرڻ جو خاص طور خيال رکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته هن جي چوڻ مطابق، هو انهيءَ معاملي ۾ ڏاڍا سخت هئا. هن ساڳيءَ طرح موقعو وٺي اها ڳالهه به ڏيان تي آندي ته ايلچيءَ طرفان

---

(۱) خدمتگار، شخصي نوڪر هوندا آهن ۽ اسان اهو لفظ دسترخوان تي خدمت لاءِ موجود بيٺل سيني قسمن جي نوڪرن چاڪرن سان لاڳو ڪندا آهيون. سنڌ ۾ اهو لفظ وڌيڪ محدود مفهوم ۾ استعمال ٿئي ٿو ۽ هيٺين درجي جا ديوان پڻ ان ۾ شامل آهن. اهي ماڻهو بهرحال، پنهنجي آقائن جي خدمت ۾ حاضر رهندا آهن ۽ سندن گهرن گهاٽن اندر نيچ قسم جا ڪم به سرانجام ڪندا آهن. ايران جا پيش خدمتگار پڻ ساڳئي درجي جا آهن ۽ مون کي ائين نظر آيو ته اهي به ساڳين ئي ڪمن ۽ فرض انجام ڏيڻ ۾ مصروف آهن.

جواب طور اميرن جي خير و عافيت معلوم ڪرڻ کي نظرانداز ڪيو ويو هو، جنهن لاءِ ڪيس پڙايو ويو ته اها ڳالهه نظرانداز نه ڪئي ويئي هئي، پر حقيقت اها هئي ته جنهن منشيءَ کي انهيءَ مقصد لاءِ موڪليو ويو هو، تنهن قلعي اندر داخلا جي اجازت حاصل ڪرڻ جون سخت ڪوششون ڪيون هيون ۽ ڪيس سچ پچ ٻاهر ترسڻ لاءِ چيو ويو هو، تيستائين انتظار ڪندو رهيو، جيستائين هن مسٽر سمٿ ڏانهن هڪ ماڻهوءَ هٿ نياپو موڪلي ان باري ۾ سندس مرضي معلوم ڪئي ته: ڪيس سندس پيغام اميرن تائين پهچائڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ انهيءَ شريف انسان (ايلچيءَ) دستوري رسمن کي ايتريءَ حد تائين نظرانداز ڪيو، جو پنهنجي ماڻهوءَ کي چوائي موڪليائين ته هو اتي ترسي ۽ جيڪو به حڪومت جو عملدار ڪيس قلعي اندر ويندو ملي وڃي، تنهن جي هٿان اهو پيغام موڪلي ڏي ته جيئن اهو اميرن تائين انهيءَ وسيلي سان ئي پهچي وڃي.

ديوان کي وڌيڪ اهو به ياد ڏياريو ويو ته ايلچيءَ جي حيدرآباد پهچڻ کان اڳ ۾ مسٽر ايلس هڪ کان وڌيڪ ڀيرا اميرن سان سرڪاري معاملن تي لهه وچڙ ۾ اچڻ جو موقعو پيدا ڪيو، ۽ جنهن منشيءَ کي انهن موقعن تي پيغام ڏيئي موڪليو پئي ويو، تنهن کي اڪثر طور قلعي اندر اچڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو پئي ويو ۽ هن کي ان وقت تائين ٻاهر بازار ۾ ويهي انتظار ڪرايو ويو، جيسين هن کي ڪو جواب موڪليو ٿي ويو. انهيءَ ڪري هيءَ ڳالهه واضح هئي ته جيڪڏهن ڪا غيردوستانه ڪوتاهي ٿي آهي، ته ان جي شروعات يقيناً سنڌ جي حڪومت طرفان ڪئي ويئي آهي، ۽ اها ڳالهه به اوترېقدر ئي صاف آهي ته اميرن کي هن ڳالهه تي ناراض ٿيڻ جو ڪو به سبب ڪونه هو ته سندن خدمتگارن سان خود ايلچي اچي نه ڳڏيو هو، جڏهن انهن پاڻ هڪ منشيءَ کي پنهنجي روبرو حاضر ٿيڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو،

جيڪو انهن کان گهٽي وڏيڪ رتبي ۽ عزت وارو هو، حالانڪ هن کي ادم زباني پيغام ڏيئي موڪليو ويو هو.

اسان جي ماڻهن ۽ سنڌين جي وچ ۾ ذري گهٽ هڪ خطرناڪ فساد ٿي پيو هو، جن مان هڪڙي ماڻهوءَ سنتريءَ جي پاسي کان نڪري اندر اچڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جڏهن کيس ان کان روڪيو ويو تڏهن هن سنتريءَ کي ڌڪ هڻي هن جي ٽوپي ڪيرائي وڌي. ڏوهاريءَ کي پڪڙڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي، پر هو ماڻهن جي انبوهه ۾ گم ٿي ويو. ايلچيءَ اهڙي پئي واقعي جي رونما ٿيڻ کي روڪڻ لاءِ، جنهن جا نتيجا مذڪوره سپاهيءَ جي صبر ۽ تحمل کان سواءِ، موتمار نڪرن ها، هيءَ تجويز ڏني ته آئينده لاءِ سنترين کي تنبوءَ جي قناتن جي اندرئين پاسي بيهاريو وڃي، جنهن کان پوءِ ان تي عمل ڪيو ويو.

اسان جي ڇانوڻيءَ کي انهيءَ وقت ڏسڻ سان ائين سمجهيو وڃي ها ته اها ڪنهن ميلي جي وچ ۾ لڳل آهي، جو ان کي ڏسڻ لاءِ هرهڪ طبقي ۽ ڌنڌي وارن ماڻهن جا وڏا انبوهه هروقت اسان جي چوڌاري گهمندا ڦرندا نظر پئي آيا ۽ اسان کي ڏينهن رات مسلسل صدائن ۽ نعرن سان خوش ڪرڻ لاءِ مسخرن، مدارين، رڇن کي نچائيندڙن ۽ فقيرن طرفان پنهنجا ڪرتب ۽ تماشا ڏيکاريا ٿي ويا، جن سان فقير انهيءَ سچي گوڙ گهمسان ۾ پنهنجا ناد ۽ توتاڙا وڄائي نئين ۽ مختلف نوعيت جي لئي پيدا ڪري رهيا هئا. انهن مان گهٽن پنهنجي فن ۾ حيرت انگيز نموني جي اورچائي جو مظاهرو پئي ڪيو، ۽ اهي ايلچيءَ جي خانگي تنبوءَ جي ايترو ويجهو پئي بيهي رهيا، جيترو پاهريان پردا کين ويجهي اچڻ جي اجازت ڏيئي رهيا هئا، جتي پهچڻ کان پوءِ هو ڏينهن جا ڏينهن اتي موجود پئي رهيا ۽ وڏا واڪا ڪري

رهيا هئا ۽ ڪڏهن ته ڊڪيون به ڏيئي رهيا هئا
ته جيڪڏهن وفد طرفان سندن خواهشون پوريون نه ڪيون
وينديون ته هو مٿن قهر ۽ غضب نازل ڪرائيندا. ڪن ٻين
وري سندن حملو انهيءَ وقت تائين محفوظ ٿي رکيو، جڏهن
اسان گهوڙن تي سوار ٿي ٻاهر ٿي نڪتاسون، جيڪو ڪم
اسين مٿيءَ آب و هوا ۾ گهڻو ڪري هر شام جو ڪندا هئاسون.
پوءِ اهي ايلچيءَ جي گهوڙي جي اڳيان اچي ڪيس خاطري
ڏيندا ڊوڙندا هلندا هئا ته جيڪڏهن ڪين چڱيءَ طرح معاوضو
ڏنو ويندو ته هو وفد جي ڀاران اميرن وٽ سفارش پيش
ڪندا. ٻئي طرف، جيڪڏهن سندن آچون نظرانداز ڪيون
ويون، ته پوءِ ڪين ٻنان ڏينهن جي اندر ئي هندستان ڏانهن
موٽي وڃڻ کپندي، ڇاڪاڻ ته سندن رضامنديءَ ۽ اتفاق راءِ
کان سواءِ ڪين ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. پهريائين ته انهن
پنهنجي ڪوڙ ڪهسان سان اسان کي ڏاڍو تنگ ۽ بيزار ڪيو،
پر اسان جلد ئي انهن جي رڙين ۽ آوازن ٻڌڻ جا عادي بنجي
وياسين ۽ پوءِ ته انهن جون دردمندانه آهون ۽ صدائون اسان
لاءِ تماشي جو ذريعو بنجي ويون.

ايلچيءَ جي حيدرآباد پهچڻ جي ٻئي ڏينهن تي، دربار
۾ هن جي پهرين حاضريءَ جي متعلق دستوري رسمن جي
ادائگيءَ جو سوال اٿاريو ويو، جڏهن اسان جي اڳواٽ اندازن
مطابق اميرن طرفان مختلف ماڻهن جي ذريعي سان پيش ڪيل
تجويزن جي نتيجي ۾ ڏکيون ڳالهيون شروع ٿي ويون، جن
جي ڪري معاملو اينگهي پيو ۽ آخري انتظام ڪي طئي ڪرڻ
۾ هڪ هفتو دير ٿي ويئي، ۽ هڪ ٻيا ٻن موقعن تي اسان
حڪمرانن سان روبرو ملاقات ڪرڻ کان سواءِ ئي سنڌ ڇڏي
وڃڻ جو خيال ڪيو.

ائين سمجهيو ويو هو ته مَسند يا تخت(١) زمين کان ڪافي گهٽي اوچائيءَ تي رکيل آهي، جنهن ڪري ايلچيءَ طرفان اهو مناسب سمجهيو ويو ته کيس ويهڻ لاءِ ڪرسي ملڻ گهرجي، ۽ وفد جي دربار ۾ داخل ٿيڻ وقت ٿيئي امير اٿي بيهي. پر هنن پنهنجي طرفان نه فقط اٿي بيهڻ ذريعي وفد جي ظاهري تعظيم جي ڪنهن علامت ظاهر ڪرڻ کان انڪار ڪيو، پر سچ پچ اها تجويز پيش ڪئي ته اسان سڀني کان ملاقات واريءَ جاءِ اندر داخل ٿيڻ کان اڳ ۾، سڀ هٿيار لهرايا وڃن، ۽ هنن پنهنجي انهيءَ ناجائز مطالبي جو بنياد هڪ اهڙي دليل تي پئي رکيو، جنهن سندن انهيءَ ڪارروائي کي اسان لاءِ وڏيڪ بيعزتيءَ وارو پئي بنايو. اهو دليل، ڪنهن وقت جئپور جي راجا جي ٻن(٢) وڪيلن طرفان اميرن منجهان هڪ چٽي کي، هڪ عام دربار جي موقعي تي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ هو.

مسٽر سمٿ انتهائي فيصلڪن لفظن ۾ انهيءَ بيعزتيءَ واري مطالبي کي رد ڪري ڇڏيو ۽ ان جي متعلق نياپي آڻيندڙ کي ٻڌايو ته جيتوڻيڪ هو پاڻ انهيءَ مطالبي جي مڃڻ لاءِ ڪٿي آماده هجي به ها، جيڪا ڳالهه سندس خيالن کان گهٽي دور هئي، پر انهيءَ هوندي به هو پنهنجي وفد جي ٻين ميمبرن کي سندس مثال تي هلڻ لاءِ مجبور ڪري سگهڻ ۾ آزاد ڪونه هو. هنو جنهن حڪومت جي نمائندگي ڪري رهيو هو، تنهن جي شان ۽ مان ۾ ذري برابر به رخني وجهڻ بدران، سنڌ سرڪار جي علائقن کي هڪدم ڇڏي وڃڻ کي ترجيح ڏيندو.

---

(١) انهيءَ غلطيءَ جو فورن ازالو ڪيو ويو ۽ ڪرسيءَ بابت پيش ڪيل شرط واپس ورتو ويو، جو اهو معلوم ٿيو ته امير فرش يا رنگارنگي ٽڪرين مان ٺهيل گاديلي تي ويهندا آهن، جيڪو ڪين زمين جي سطح کان ٻه انچ به مٿي نه ڪندو هو.

(٢) وڪيل معنيٰ ايجنٽ يا عيوضي.

آخرڪار ولي محمد خان، جيڪو اهو ساڳيو سردار هو، جو اسان وٽ لنڊن ۾ آيو هو، اسان کي راضي ڪرڻ لاءِ پنهنجي خطابت جي قوت آزمائڻ لاءِ آيو، جنهن لاءِ اسان اڳين ڏو ته اميرن طرفان ڪيس اسان سان اهڙن شرطن شروطن طئي ڪرڻ جي اختياري ڏني ويئي هئي، جيڪي هو پنهنجي خيال موجب موزون سمجهي ۽ مٿين موضوع جي پهرين ڏي ذڪر ڇيڙڻ تي هن ايلچيءَ کي اهڙو ته مضبوط ڏٺو جو هن انهيءَ نڪتي تي بحث ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ مٿي ذڪر ڪيل ننڍي مسئلي تي موٽي آيو.

خان جي طرفان، اسان کي وفد جي دربار ۾ داخل ٿيڻ تي اميرن جي اٿي بيهي سندن آجيان ڪرڻ جي مطالبي تان هيٺ لهڻ ۽ ان جي بلڪل نامڪن هئڻ متعلق سندس حرفتي دماغ ۾ پيدا ٿيل سڀ دليل دلائل ڪٽيائي بيهڻ ڪان پوءِ هو ذاڍي حڪمت عمليءَ سان انهيءَ اوچي مقام تان مختلف درجن جي آچن ذريعي هيٺ لٿو ۽ هن هنڌ کان شروع ٿيو ته امير فقط اهڙو اشارو ڪندا ته ڄڻ هو اٿي رهيا آهن، تان جو نيٺ اهو معاملو هن طرح طئي ٿيو ته امير ايلچيءَ جي دربار ۾ داخل ٿيڻ تي اٿي بيهندا ۽ تيسين انهيءَ حالت ۾ بيٺا رهندا، جيسين هو انهيءَ هنڌ تائين پهچي وڃي، جتي ڪيس اميرن جي ساڄي هٿ کان ويهڻو هو ۽ هو انهيءَ وقت پڻ تعظيم جو ساڳيو مظاهرو ڪندا، جيستائين اسان کانئن اجازت وٺي واپس ويندا سون.

هن بحث جو نتيجو سنڌي حڪومت جي روش تي انتهائي صحيح تنقيد آهي ۽ حقيقت ۾ اها ئي تنقيد ٻين سڀني ايشيائي حڪومتن سان پڻ لاڳو ٿئي ٿي، جيڪي پنهنجي پاليسيءَ کي انهن محض پابندين جي ذريعي ڪامياب سمجهن ٿا، جيڪي هو پنهنجي طرفان غير ملڪين کان سندن رسمن جي پوري پوري ادائگي ڪرائڻ لاءِ مٿن عائد ڪري سگهن ٿا ۽ ان باري ۾ هر اهڙي ماڻهوءَ جو خاص طرح اهو مقصد هئڻ

گهرجي، جيڪو ڪنهن به سرڪاري عهدي تي هڪ ڪمانڊر هجي ته هو نهايت واضح ۽ سخت قدمن ذريعي انهيءَ ذهنيت کي چٽي رکي، نه ته ڪيس اهو سمجهڻ گهرجي ته هن کي نه فقط انهيءَ دربار جون چڙيون برداشت ڪرڻيون پونديون، جنهن ۾ هو ملازم رکيل هوندو، پر ڪنهن به معاملي طئي ڪرڻ ۾ سندس ڳالهين هلائڻ جو طريقو ڍيل رهندو ۽ سندس ڪم ۾ هر اهڙي تڪراري رسم ۽ دستور سان رڪاوٽ وڌي ويندي، جيڪا اهي ماڻهو ٺاهي سگهندا، ۽ ممڪن آهي ته خود انهيءَ ڳالهه مان ئي هن جون سڀ ڳالهيون آخر ۾ بيڪار ۽ بيعزتيءَ جو باعث ثابت ٿينديون.

اسان جي استعمال بابت دستور طئي ٿيڻ کان پوءِ شام جو اسان کي آخوند محمدبقاخان طرفان اميرن سان متعارف ڪرايو ويو، جيڪو اسان کي دربار ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ انگريزي ڇانوڻيءَ ۾ آيو، ايلچيءَ سندس وفد ۾ شامل هرهڪ آفيسر جي عهدي ۽ رتبي جو جدا جدا اعلان ڪيو. لڪريءَ جي اها چوٽي جنهن تي حيدرآباد جي قلعي جو اڏرندو رخ تعمير ٿيل آهي، گهڻن جا ڪوٺا ۽ خود قلعي جون فصيلون پنهي جنسن جي بيشمار ماڻهن سان سٽيل هيون، جن اسان لاءِ پنهنجي نيڪ خواهشن جو اظهار نعرن ۽ تعريفي لفظن ادا ڪرڻ ذريعي ڪيو. پهرين دروازي کان وٺي، جنهن مان اسان قلعي ۾ داخل ٿياسون، هڪ اوچي چاڙهي مٿي هئي ويئي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان بندوقچي سپاهين جون قطارون بيٺل هيون، تان جو اسان هڪ برج وٽ پهتاسون، جنهن جي هيٺان وروڪڙ ڪائينڊڙ رستو وڃي رهيو هو، جتان کان وٺي محل تائين گهٽيون ايتريقدر ته ماڻهن سان پريون پيئون هيون، جو اسان وڏي دشواريءَ ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي پنهنجن گهوڙن جي سنبن هيٺان چيڀاڙڻ جي خطري سان، انهن جي وچان لنگهي سگهياسون. آخر اسان انهيءَ هنڌ پهتاسون، جتي اسان کي

گهوڙن تان هيٺ لهڻو هو ۽ اتي اسان جو استقبال ولي محمد خان ۽ ٻين ڪيترن ئي اعليٰ رتبي وارن آفيسرن طرفان ڪيو ويو، جيڪي اسان جي اڳيان هڪ وڏي ڪليل ڏلهي طرف هليا، جنهن جي چيڙي وٽ ليٿي امير ويٺا هئا. ڏلهي تي انتهائي قيمتي ايراني غاليچا وڇايل هئا، جنهنڪري اسان اتي پهچي پنهنجا بوٽ لاٿا ۽ جنهن گهڙيءَ ايلچيءَ شهزادن طرف وڃڻ خاطر پنهنجو پهريون قدم اڳتي کنيو، تہ هو سڀ اٿي کڙا ٿيا، جيسين هو پنهنجي مقرر جاءِ تي پهتو، جنهن جي مٿان پريل ڪپڙو وڇهي ان کي باقي جماعت جي ويهڻ واريءَ جاءِ کان الڳ ظاهر ڪيو ويو هو.

جيئن ئي اسين ويٺاسون تہ مونجهاري جو هڪ عجيب و غريب نظارو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جو بيان ڪرڻ ڏکيو آهي ۽ ان کي فقط اسان جي اصلي مقصدن ڏانهن بي اعتماديءَ سان ئي منسوب ڪري سگهجي ٿو، چاڪاڻ تہ بندوقچين، نوڪرن ۽ تراربازن جو هڪ وڏو هجوم هڪدم اندر داخل ٿيو، جنهن پنهنجي دٻاءَ سان اسان کي ذري گهٽ پوساڻي رکيو، انهن مان جيڪي سيني کان اڳتي ويٺا هئا، تن نہ اسان جي تراارين جي مياڻن ۽ ڪوٽن جي دامن تي بہ پنهنجا پير ڪٿي رکيا، جيڪي اسان جي غاليچي تي ويهڻ جي خاص ڍنگ جي ڪري غاليچي تي ڦهليا پيا هئا. پر اها ڳالهہ اڳواٽ سوچيل سمجهيل رٿا جي تحت هئي يا محض هڪ اتفاق جو نتيجو هو، تنهن جو ان وقت فيصلو ڪرڻ ناممڪن هو. بعد وارين ملاقاتن، بهرحال، مون کي اول الذڪر خيال طرف آماده ڪيو آهي. شهزادن، هڪ-هڪ ئي نرميءَ سان اسان سيني جي خير و عافيت معلوم ڪئي. جيئن تہ هيءَ رسمي ملاقات هئي، انڪري ان ۾ فقط مهذب نموني ۾ هڪٻئي سان عليڪ سليڪ ڪئي ويئي ۽ اسان کي جڏهن دربار ۾ ويٺي اڌ ڪلاڪ کن گذريو، تڏهن انهن مان سيني کان وڏي امير زباني طور اسان جي

روانگيءَ سان پنهنجي خواهش جو اظهار ڪيو، جنهن بابت سيٺي هندستاني درٻارين ۾ پان سوپاريءَ (۱) ۽ عطر يا گلاب جي گلن جي تيل آڇڻ سان اشارو ڏنو ويندو آهي، پر سنڌ ۾ اهڙي ڪا به رسم ڪانهي، ۽ نه وري اتي ايران وارن جي ڪلياڻ ۽ قهوه پيش ڪرڻ وارو ڪو رواج آهي.

اميرن ڪي سنڌن ترارين جي دستن ۽ خنجرن جي مياڻن ۾ لڳل هيرن جواهرن کان علاوه، تمام گهٽي تعداد ۾ هيرا جواهر بدن تي پيل هئا. انهن کان علاوه سنڌن ڪمرٻنڌن ۾ ڪي انتهائي غير معمولي طور وڏا زمرد ۽ يا قوت لڳل هئا. ٽيئي امير سنڌن عمرين جي حساب سان ويٺل هئا، يعني سڀني کان وڏو وچ ۾، ان کان پوءِ ٻيو نمبر سنڌس ساڄي هٿ تي ۽ ننڍي کان ننڍو سنڌس ڏائي هٿ تي هڪ سنهي نمدي تي ويٺا هئا، جيڪو چوڏاري سڄيءَ گولائيءَ ۾ وڇايل هو ۽ ان جي مٿان فقط سنڌن ويهڻ واريءَ جاءِ تي اٽڪل هڪ انچ ٿلهو هڪ ريشمي گاديلو رکيل هو، جنهن جي مٿان هڪ نفيس ململ جو ڪپڙو پيل هو، جنهن تي زريءَ ۽ چانديءَ جي سرمي ۽ ستارن سان ڏاڍا سهڻا ۽ وڻندڙ گل ۽ ٻوٽا پريل هئا. هنن جي پٺيءَ وٽ ٽي وڏا طول وهاڻا رکيل هئا، جن تي اهڙا گل ۽ ٻوٽا پريل هئا، جهڙا سنڌن هيٺان رکيل ڪپڙي تي هئا، ۽ اهي سڀ شيون سنڌن هيرن جواهرن جي نمائش سان گڏجي سڄيءَ درٻار تي نهايت شاندار اثر وجهي رهيون هيون. حڪومت جي عملدارن مان ٻه ڪن ڪي نهايت سٺي طرز جون پوشاڪون پهريل هيون ۽ اهي سڀ شيون گڏجي انهيءَ منظر جي چمڪ دمڪ ۽ دولتمنديءَ جو هڪ اهڙو مجموعي نظارو پيش ڪري رهيون هيون، جنهن جو اسان حيدرآباد جي درٻار جي سلسلي ۾ تصور به نه ڪيو هو.

---

(۱) پان هڪ قسم جي ول جو پن آهي ۽ سوپاري ڪچيءَ جهڙي هڪ وڻ جو ڦل آهي.

جسماني طور امير ماسيرا وچولي قد ڪاٺ وارا ماڻهو آهن. انهن مان سڀني کان وڏو، مير غلام علي پنجيتاليهن سالن جي عمر کان وڏو نه پئي معلوم ٿيو، ۽ هن جا ٻه ڀائر، جن جا نالا مير مراد علي ۽ مير ڪرم علي آهن، هن کان ڪيئي سال ننڍا آهن. سڀني کان ننڍو، مير ڪرم علي وڻندڙ ۽ ڪليل پيشانيءَ جو مالڪ آهي ۽ سندس چهري تي دائمي مرڪ آهي، جنهن مان تمام وڻندڙ طبعيت ۽ مزاج جو سراغ ملي ٿو ۽ هن لاءِ ائين ئي ٻڌايو پئي ويو ته هن ۾ سندس ٻنهي وڏن ڀائرن جي مقابلي ۾ اهي (۱) ٻيئي خصلتون موجود آهن، ۽ ٻيئي وڏا ڀائر زود رنج ۽ درگذر نه ڪندڙ طبعيت جا مالڪ چيا وڃن ٿا، پر ساڳئي وقت هو ڪنهن به طرح ظالم ناهن.

ٽيئي ڀائر سندن ڪپڙن جي فقط سينگار وارن حصن کان سواءِ سنهي ململ جي ڀرائن ۽ تمام قيمتي لونگين ۾ ساڳين پوشاڪن ۾ ملبوس هئا، جيڪي سندن چيلهين جي چوڏاري ٻڌل هيون. سندن پٽڪا سنهي ۽ شفاف چاريءَ جا هئا ۽ ڍِلاءَ ۾ اهي ايڏا ته وڏا هئا، جو مون هن کان اڳي انهن جي مقابلي جا پٽڪا ڪڏهن نه ڏٺا آهن. حد اندر ڳالهائيندي، آءٌ سمجهان ٿو ته انهن جو گهيرو ٻن کان وٺي اڍائي فوٽن تائين هو ۽ ان جي باوجود اهي اهڙيءَ ته صفائيءَ سان ٻڌل هئا، جو اهي ڪنهن به طرح سان ڳرا يا اٿوڻندڙ ڏيڻن جي ڏِک نه ڏيئي رهيا هئا (۲).

---

(۱) مير غلام علي هن وقت تائين فوت ٿي چڪو آهي، ڏسو باب ۱۲، نوٽ.

(۲) سنڌ جي وڏن ماڻهن طرفان جنهن غير معمولي ماپ جا پٽڪا ٻڌا وڃن ٿا، تن جو تصور هن حقيقت مان قائم ڪري سگهجي ٿو ته انهن مان ڪي، جنهن چاريءَ جهڙي ڪپڙي جا پٽڪا ٻڌا ويندا آهن، سا ڏيگهه ۾ اسي فوٽن کان به مٿي هوندي آهي. عام طرح سان ان جي ويڪرائي اٺن کان وٺي ٻارهن انچن تائين هوندي آهي.

اسان حيدرآباد ۾ جيترو عرصو رهياسون، تنهن جي دوران انتهائي سخت برسات ولي ۽ ڦليلي درياهه ڦوڪجي، پنهنجن ڪپن کان ٻاهر نڪري آيو ۽ اسان جي ڇانوڻيءَ ۾ ذري گهٽ سيلاب اچي ويو، پر پاڻيءَ جي واهن ۾ نيڪال لاءِ، جيڪي سمورن علائقن ۾ هيڏانهن هوڏانهن وهي رهيا آهن، ڪجهه ناليون کوٽڻ سان اسان پنهنجي جاءِ تي رهي سگهڻ جهڙا ٿياسون، جيڪا ڳالهه ڪجهه ڪلاڪن لاءِ ڏاڍي مشڪوڪ نظر اچي رهي هئي. آب و هوا جي گرميءَ ۽ پوسٽ ۾ زمين مان نڪرندڙ آب تمام گهڻو اضافو ڪيو هو، جڏهن اها بارش جي پاڻيءَ ۾ تربتر ٿي ويئي ته اسان جي وفد ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن مان ڪيترن کي بخار ۽ ٻيون اهڙيون بيماريون ٿي پيئون، جيڪي آب و هوا جي اهڙيءَ تبديليءَ جي نتيجي ۾ عام ٿينديون آهن. وفد جا آفيسر، البت باقاعدگيءَ سان ورزش ڪرڻ ۽ ضروري حفاظتي تدبيرون اختيار ڪرڻ ذريعي پاڻ کي وڏي ڪوشش ڪري سٺيءَ صحت ۾ رکي سگهيا، حالانڪ سڀني کي سخت گرميءَ ٿوري يا گهڻي قدر ستايو هو، جنهن ۾ ايتري ته شدت اچي چڪي هئي، جو ٿرماميٽر جو پارو مشڪل سان ئي ڪڏهن ١٠٢ ڊگرين کان هيٺ پئي ڪريو، ۽ ماحول خاص طور سان راتين جو ايترقدر ته حبس وارو هو، جو مون ان جهڙو حبس هندستان ۾ پئي ڪنهن هنڌ ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو.

# فصل (١٣)

حيدرآباد جو شهر ويڪرائي ڦاڪ ٢٢ ٢٥ اتر، ڊگهائي ڦاڪ ٦٨ ٢١ اوڀر ۾، انهيءَ ٽڪر جي اڀرندي طرف واقع آهي، جيڪو جيئن مون هن کان اڳي ٻه، ذڪر ڪيو آهي، سنڌونديءَ ۽ ڦليليءَ جي وچ ۾ ٺهي پيو آهي. سنڌونديءَ جو قلعي کان ويجهي کان ويجهو هنڌ، چار ميل ڏکڻ-اولهه طرف واقع آهي ۽ ڦليلي ندي انهيءَ ٽڪريءَ جي دامن کان، جنهن تي حيدرآباد ٻڌل آهي، اٽڪل هڪ هزار ورانڱهن جي مفاصلي وٽان وهي ٿي، پر ان مان هڪ اهڙي شاخ ڦٽي نڪري ٿي، جيڪا ايتريقدر وڏي آهي، جو قلعي جي فصيلن کان ڪجهه ٿي وارن جي مفاصلي تائين ان ۾ ٻيڙيون اچي سگهن ٿيون، جڏهن درياهه ۾ پاڻي چڙهيل هوندو آهي. هي قلعو مير فتح علي خان ٺهرايو هو، جيڪو موجوده اميرن جو وڏو ڀاءُ هو ۽ سنڌين طرفان انهيءَ قلعي کي ايڏو ته مضبوط سمجهيو وڃي ٿو، جو هنن جو اعتقاد آهي ته ان کي فتح ڪرڻ لاءِ جيڪي ٻه ڪوششون ڪيون وينديون، تن کي اهو ناڪام بنائي ڇڏيندو، پر اهو هڪ يورپي دشمن جي باقاعده حملن جي خلاف ڪو خاص بچاءُ ڪري نه سگهندو. فصيلن جي شڪل و صورت بلڪل بيقاعدي آهي، ڇاڪاڻ ته اهي اهڙي نموني ۾ ٺاهيون ويون آهن، ته جيئن اهي ٽڪريءَ جي ڪنڊن ۽ ورن وڪڙن سان مشابهت رکن. ديواريون زياده تر سرن جون ٺهيل آهن ۽ انهن جي اوچائي پندرهن کان وٺي ٽيهن فوٽن تائين آهي. ان جا بنياد چڱا خاصا ٿلها ۽ مضبوط آهن، پر اهي چوٽيءَ ڏانهن ويندي سنهڙا ٿيندا وڃن ٿا ۽ ديوارين ۾ رکيل نالين ۽ ٻاهر ڏسڻ لاءِ ڪيل سوراخن سبب ايتريقدر ته ڪمزور ٿيل آهن، جو انهن تي جيڪڏهن مهارت سان ڪي

تورانئي گولا هنيا وڃن ته انهن جو ڪوبه حصو ڊهي پوندو ۽ فصيلن جي پناهه ۾ بيٺل ماڻهو ٻاهران موڪليل بندوقن جي گولين جو آسانيءَ سان نشانو بڻجي پوندا. مڙني فصيلن جي ٻاهران ڪان جيڪي گول برج تعمير ٿيل آهن، سي ڏاڍن مناسب هنڌن تي بيهاريل آهن، ۽ انهن جو هڪٻئي کان مفاصلو ٽن يا چئن سون قدمن جيترو آهي ۽ اهي سڀ تعميرات، پهاڙيءَ جي اوچائيءَ سان گڏجي، سڄو قلعو مجموعي طور رعبدار نظارو پيش ڪري ٿو. ان کان علاوه، ٽڪريءَ جو پٿر تمام نرم ۽ ڀُرڙو آهي ۽ ان جي سلامي اهڙي آهي، جو ديوار ۾ وڌل رخني مان ڪِرندڙ ڪچرو ان تي بيهي رهندو ۽ حملي آور فوجن کي مضبوطيءَ سان پيرن ڄمائڻ لاءِ جاءِ فراهم ڪري انهن جي مادي طور مدد ڪندو.

اتر طرف، هڪ سُڪل کڏ آهي، جنهن جي مٿان هڪ پل ٺهيل آهي، جيڪا قلعي جي هڪ دروازي وٽ وڃي ڪُٽجي ٿي، جنهن جي بچاءَ لاءِ ان جي مٿان هڪ زبردست مورچو تعمير ڪيل آهي. حيدرآباد جي قلعي جي فصيلن تي اٽڪل ستر توبون لڳل آهن، پر دروازي جي مٿان اڏيل مورچي ۾ رکيل آٺن يا ڏهن توبن کان سواءِ، جيڪي ڪري ڌاتوءَ مان ٺهيل آهن، باقي ٻيون سڀ توبون ننڍيون ۽ خراب حالت ۾ پڏايون وڃن ٿيون. ”پيٺاهه“ يا پسگردائي واري بستي قلعي جي اترئين طرف ڌرتيءَ جي هڪ مٿانهين حصي تي واقع آهي ۽ اها ٻن هزار پنج سؤ گهرن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ اٽڪل ڏهن هزارن جي آبادي آهي. قلعي جي اندرئين حصي ۾ ٻن ذري گهٽ ساڳئي تعداد ۾ گهر آهن، پر انهن ۾ ماڻهو اڌ جيترا به ناهن، ۽ جيڪي اندر رهن ٿا، سي سڀ سپاهي آهن. حيدرآباد ۾ ٺهندڙ مکيه شين ۾، مختلف قسمن جا هٿيار جهڙوڪ: توڙيدار بندوقون، نيزا، ترارون ۽ ڀرت ڀريل ڪپڙا شامل آهن. جيئو وڃي ٿو ته فقط هٿيارن مان ئي پسگردائيءَ جي آباديءَ جي

پنجين حصي کي روزگار ملي ٿو ۽ انهن مان ڪن هٿيارن جي بناوٽ اهڙي آهي، جو انهن کي يورپي ڪاريگرن جي ٺهيل هٿيارن کان مشڪل سان جدا ڪري سگهجي ٿو.

جنهن ڏينهن اسان جي دربار ۾ آجيان ڪئي ويئي هئي، تنهن جي ٻئي صبح جو هندستان کان اميرن لاءِ آندل سوکڙيون پاکڙيون هرهڪ امير جي مختلف محلات ڏانهن وفد جي چوبدارن جي حفاظت ۾ موڪليون ويون. انهن ۾ ڪافي وڏيءَ قيمت واريون آرسيون، سونيون گهڙيون، گهڙيال، چيريدار بندوقون، دوربينيون، پستول، بخمل ۽ چينيءَ جون سرون شامل هيون ۽ اهي فقط آخري ذڪر ڪيل چيز کان سواءِ، جنهن کي انهن قبول ڪرڻ سندن شان کان گهٽ سمجهي واپس ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني، ٻيون سڀ شيون شڪرگذاريءَ سان وصول ڪيون ويون. درحقيقت، هو انهن سرن کي ڪافي قيمتي نہ سمجهي رهيا هئا، ۽ هنن انهن جي بدران ڪا وڏيڪ قيمتي شئي وصول ڪرڻ لاءِ، انهيءَ چالاڪيءَ کان ڪم وٺڻ ٿي چاهيو. پر جيئن تہ هنن جو اهي شيون وٺڻ کان انڪار ڪرڻ کي، سوکڙيون موڪليندڙن جي بيعزتي سمجهيو وڃي ها، انڪري ايلچيءَ هنن جي اعتراض جي سخت مخالفت ڪئي ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کي، جنهن جي ذريعي اميرن انهيءَ باري ۾ پنهنجي جذبات جو اظهار ڪيو هو، هيئن چيو تہ هو پنهنجن آقائن کي سمجهائي تہ چينيءَ جون سرون پڻ سڀني شين سان گڏ، انهيءَ حڪومت جي دوستيءَ جون علامتون هيون، جنهن جي هو نمائندگي ڪري ٿو، ۽ اهي شيون، سوکڙين کان وڏيڪ انهن مختلف صنعتن جا نمونا آهن، جيڪي انگلنڊ جي ڪارخانن ۾ ٺهن ٿيون، ۽ سمجهيو وڃي ٿو تہ انهن جون قيمتون سنڌ جي اميرن جي خيال ۾ ڪا اهميت نہ رکنديون هونديون، پر جيئن تہ معاملو ائين نہ پئي نظر آيو، انڪري هو سڀ ئي سوکڙيون واپس وٺڻ، وفد جي واپسيءَ تي اهي هندستان کڻي

وڃڻ لاءِ تيار هو، جنهن کان پوءِ رائيٽ آنربل دي گورنر جنرل کي انهيءَ ڳالهه جا سبب سمجهائڻ اميرن جو ڪم ٿيندو، جن جي ڪري سندن طرفان انهيءَ قدم کڻڻ جي ضرورت پيئي. اهي ڳالهيون، جيڪي اميرن جي فطري حرص ۽ لالچ تي اثر ڪرڻ ۽ سندن دلين ۾ انگريزي حڪومت کي ناراض ڪرڻ جي خطرن کي بيدار ڪرڻ لاءِ چڱيءَ طرح سان سوچي سمجهي چوائي موڪليون ويون، تن اهو اثر ڪيو جو هنن جي سيني اعتراض کي خاموش ڪري ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ هنن جواب ۾ دستوري ۽ رسمي سوکڙيون اسان جي چانوڻيءَ ڏانهن ڏياري موڪليون. عالي حڪومت لاءِ هنن جيڪي سوکڙيون موڪليون، سي فقط گهوڙا هئا، ايلچيءَ کي، هرهڪ پاڻ جي طرفان هڪ هڪ گهوڙو ۽ هڪ خوبصورت ترار موڪلي ويئي، ۽ اسان جي جماعت جي باقي ماڻهن کي سنڌ ۾ ٺهندڙ گهٽ قيمت واريون مختلف شيون ڏنيون ويون.

اميرن سان تعارفي ملاقات کان پوءِ اسان کي پيو دفعو سندن دربار ۾ پيش ڪيو ويو، ۽ انهيءَ موقعي تي سڀ ڳالهيون انتهائي باقاعدگيءَ ۽ آرام سان سرانجام ڪيون ويون. هو اسان سان انهيءَ ساڳئي ٿلهي تي ۽ ساڳيءَ تعظيم سان مليا، پر هن ڀيري محافظن ۽ نوڪرن جي اندر گوڙ ڪري ٻيهڻ بدران، جيئن انهن اسان جي پهرين ملاقات جي موقعي تي ڪيو هو، فقط چند محافظن کي اندر اچڻ جي اجازت ڏني ويئي، ۽ اهي اسان کان گهڻو پري ديوارين سان لڳي چوڌاري نهايت احترام سان، پنهنجا هٿ سيني تي رکي بيٺا رهيا. ٽيئي شهزادا هن موقعي تي خوب ڳالهائيندا رهيا، جاڪاڻ ته منهنجي راءِ موجب، هنن جي دلين تان سندن شخصي سلامتيءَ متعلق خطرو لهي ويو هو، جيڪو شڪ ناهي ته هنن کي اسان جي پهرين ملاقات جي موقعي تي موجود هو. هو نه فقط اسان جي ترارين سميت سندن موجودگيءَ ۾ حاضر رهڻ جي خيال سان

لهي ويا هئا، ۽ هنن واري وليءَ سان اسان سڀني کي پنهنجيون ترارون ميائن مان ڪڍي ڪين ڏيارڻ لاءِ چيو ته جيئن هو انهن جي ڏاتوءَ ۽ فنڪاريءَ جو اندازو لڳائي سگهن. ان کان پوءِ هنن پنهنجيون تراريون ۽ الهن کان پوءِ خنجر ٻه ڪڍي ڏيکاريا، جن مان هرهڪ نهايت اعليٰ درجي جي فولاد مان ٺهيل هو ۽ هنن اسان کي ٻڌايو ته اهي شيون خريد ڪرڻ لاءِ سال بسال پنهنجا عيوضي ايران ۽ ايشيا مائنر ڏانهن موڪليندا هئا، جن کي اهي هدايتون ہونديون هيون ته هو بهترين قسمن جون تراريون ۽ خنجر هٿ ڪرڻ ۾ خرچ جو خيال نه ڪن. حقيقت ته اها آهي ته جيئن اسان کي سندن ڳالهين ٻولهين ۽ گفتگوءَ مان اندازو لڳو ته هو ترارين ۽ ٻين هٿيارن جي شوق پوري ڪرڻ لاءِ فضول خرچيءَ جي حد تائين خرچ جي جيڪا اجازت ڏيندا هئا، سا سندن خرچ جي هڪ ٿي اهڙي حد هئي، جيڪا سندن پئسن گڏ ڪرڻ جي حرص تي حاوي هوندي هئي، ۽ هو پنهنجي انهيءَ شوق کي اهڙي ته حيرتناڪ حد تائين وڃي پهچائيندا هئا، جو ٻاهر هڪبئي سان انهيءَ باري ۾ مقابلو ڪندا هئا ته انهن مان ڪهڙي وٽ مهانگيءَ کان مهانگيون عجيب و غريب شيون، گهٽي کان گهٽي تعداد ۾ موجود هيون. انهيءَ جنون جا، ٻين اهڙن اڪثر شوقن وانگر، ڪي مخصوص عام فائدا ٻه نڪرندا آهن: چاڪاڻ ته دربار ۾ موجود رهندڙ امير ۽ سردار جيئن پنهنجن حاڪمن کي ڪندو ڏسندا آهن، تيئن قدرتي طور آهي پڻ سندن مثال وٺي نقل ڪندا آهن. اهو جذبو آباديءَ جي هيٺين طبقن ۾ پڻ پکڙجي ويو آهي، جنهن مان حيدرآباد ۾ هٿيارسازن جي وڏي تعداد لاءِ روزگار، ۽ ساڻ ٿي گڏ انهيءَ دستڪاريءَ جي اعليٰ نمولي ۾ نفاست جا موقعا پيدا ٿيا آهن.

هن دربار جي موقعي تي امير اڳينءَ دربار جي پيٽ ۾ اڇا ٻه وڏيڪ شاندار پوشاڪن ۾ ملبوس هئا، بهرحال، سندن

لباسن جي تبديليءَ ۾ ڪا به اهڙي غير معمولي ڳالهه ڪانه هئي، جنهن جو هت بيان ڪيو وڃي. وڏي پاڳ جي ڪچيءَ ۾ سچن موتين جا ڪجهه تمام ڊگها هار پيل هئا، ۽ هڪ پيو سندس هٿ ۾ هو، جنهن کي هو تسبيح وانگر استعمال ڪري رهيو هو، ۽ انهن جي ڪشادگي ايڏي ته وڏي هئي، جو هن موقعي ڪان اڳي آءٌ ان کي بلڪل ناممڪن سمجهان ها. ننڍن مان هڪ شهزادي وٽ سندس ڪمرپٽي ۾ هڪ خنجر لڳل هو، جنهن جي دستي وٽان هڪ اهڙو مڪمل طرح گول زمرد لڳل رهيو هو، جيڪو هڪ ڪبوتر جي آني ڪان به وڏو هو.

هن حاضريءَ ڪان پوءِ ايلچي اميرن سان گڏجي اڪيلائي ۾ هليو ويو ۽ سائن تخليہ ۾ ڳالهيون ڪيون، جڏهن هن انهن شهزادن کي انهن مذاڪرات جي نوعيت سمجهائي، جيڪي ڪيس گورنر جنرل طرفان ڪرڻ لاءِ سونپيا ويا هئا ۽ ساڻ ئي گڏ هن پنهنجي هن خواهش جو به اظهار ڪيو ته هو پنهنجي حڪومت جي اهڙن آفيسرن کي نامزد ڪن، جن کي هو پنهنجي طرفان انهن مختلف موضوعن تي ڳالهين ڪرڻ جا اهل سمجهن ٿا، جيڪي سندس وفد جي اچڻ سان واسطو رکن ٿا. انهيءَ تجويز کي هنن هڪدم تسليم ڪيو ۽ وعدو ڪيو ته سندن وزير روزانو انگريزي ڇانوڻيءَ ۾ حاضري ڏيندا، جيسين سڀني ڳالهين کي آخري طور طئي نه ڪيو ويندو.

اميرن طرفان جن وزيرن کي مقرر ڪيو ويو، سي ولي محمد لغاري، آخوند بقاخان ۽ هڪ هندو نالي مشتاق رام هئا، جن سڀني جي قابليت تسليم ٿيل هئي ۽ انهن کي سندن آقائن جو پورو پورو اعتماد حاصل هو. پر هن هنڌ مذاڪرات جي تفصيلن جي واڌاري جو بيان ڪرڻ غير دلچسپ ۽ اهڙوئي غير مفيد ٿيندو، جن ۾ اسان جي حيدرآباد جي بعد واري قيام جي دوران ۾ ايلچيءَ جو ڌيان مڪمل طور مرڪوز رهيو. انهن ڳالهين جي نوعيت، ڇاڪاڻ ته انتهائي نازڪ ۽

مُنجهائيندڙ هئي، انڪري اهي بطور خاص دلچسپيءَ کان خالي هيون (۱)، ۽ جيئن ته سنڌ جي حڪمرانن حاڪمانه برتريءَ جو اهو رويو ترڪ ڪري ڇڏيو هو، جنهن اسان جي سندن ملڪ ۾ آمد جي شروعات ۾ هنن جي مذاڪرات جي رهنمائي ڪئي هئي، انڪري ان کان پوءِ جيڪي به ڳالهيون ٻولهيون هليون، تن جي نوعيت خالص طور سياسي هئي. چنانچه هن هنڌ منهنجي لاءِ فقط ايترو اضافو ڪرڻ ڪافي آهي ته انهن جو نتيجو هندستان جي اعليٰ ترين برطانوي اختياريءَ لاءِ انتهائي درجي تائين اطمينان بخش هو ۽ ايلچيءَ کي سندس بالا عملدارن طرفان، انهن حڪمن تي عمل ڪرڻ ۾، جيڪي کيس ڏنا ويا هئا، جنهن پختگيءَ، وقار ۽ فيصلي جي صحيح قوّت جو مظاهرو ڪيو هو، تنهن لاءِ کيس آفرين نامو ڏنو ويو ۽ جنهن شڪرادائيءَ جو مستحق هو، تنهن جو پورو پورو اظهار ڪيو ويو. اميرن طرفان گورنر جنرل ڏانهن وڃڻ لاءِ هڪ ايلچي مقرر ڪيو ويو، جنهن کي اسان جي وفد جي همراهه سان هلي، انهيءَ عهدنامي جو تصديق ٿيل نقل واپس آڻڻو هو، جيڪو اسان جي وچ ۾ طئي ٿيو هو.

(۱) بالادست حڪومت طرفان وفد موڪلڻ جو وڏو مقصد حملي ۽ بچاءَ لاءِ اتحاد واري عهدنامي کي منسوخ ڪرڻ هو، جيڪو گذريل سال جي دوران بمبئيءَ کان موڪليل ايلچيءَ طرفان سندس هدايتن کي غلط سمجهڻ جي نتيجي ۾ ڪيو ويو هو. فرينچن جي ايجنٽن جي سنڌ ۾ داخلا کي روڪڻ ۽ انگريزي ۽ سنڌي حڪومتن جي دوباره درجه بندي ڪرڻ، جيتوڻيڪ انتهائي اهميت وارا معاملا هئا: ان جي باوجود اهي ذيلي اهميت وارا هئا. اڳيون مقصد ته ڳالهين جي نتيجي ۾ حاصل ٿي ويو، ۽ آخري مقصد، مذاڪرات جي شروع ڪرڻ کان اڳ ئي حاصل ٿي ويو. درحقيقت، جيئن مون اڳي ئي ڏيکاريو آهي، ان تي دارالحڪومت ۾ پهچڻ کان پوءِ به گهٽي وقت تائين توجه ڏنو ويو هو، ڇاڪاڻ ته جيسين ٻنهي حڪومتن جي حيثيتن ۾ دوباره ترميم نه ٿي ڪئي ويئي، تيسين ٻيو ڪوبه ڪم نه ٿي سگهيو.

اسان اميرن سان الوداعي ملاقات ڪرڻ بعد سنڌ طرفان مهيا ڪيل ٻن ”جمپنين“ يعني سرڪاري ڪشتين تي ٢٥- آگسٽ جي صبح جو سوار ٿياسون، جڏهن تہ اسان جو سامان انهن ٻيڙين تي چاڙهي روانو ڪيو ويو، جيڪي انهيءَ مقصد لاءِ خاص طور ڪرايي تي حاصل ڪيون ويون هيون ۽ اسان حيدرآباد کان ڏکڻ-اوڀر واري طرف ڦليليءَ ۾ اچي داخل ٿياسون، تان جو اچي گونيءَ جي منهن ۾ گهڙياسون، جنهن نهر جو مون اڳيئي ذڪر ڪيو آهي، اتان کان پوءِ اسان ٽئين ڏينهن شام جي وقت ڪَڏڻ واري ڪوٽ پهتاسون ۽ جيئن تہ اتي پاڻي ايتريقدر تہ لهي چڪو هو، جو ٻيڙيون ڏاڍي مشڪل سان تري پئي سگهيون، چاڪاڻ تہ اهو ڪوٽ گونيءَ (١) جي

(١) هن نالي جي انهيءَ جاءِ تي بيان ٿيڻ سان مون کي هن ڳالهہ ڪرڻ جو صحيح موقعو مليو آهي تہ جنهن ڳالهہ جو مون ان جي پوريءَ جاءِ تي بيان ڪرڻ کي نظرانداز ڪيو آهي تہ سنڌو درياهہ جي ڪن ننڍين شاخن مان ڪي، پنهنجي اصلي پاڻيءَ کان جدا ٿي ملڪ جي اندروني علائقن ۾ وهن ٿيون، ۽ انهيءَ وانگر اوچتو ختم ٿي وڃن ٿيون، جنهن جو مون ڪتاب جي متن ۾ ذڪر ڪيو آهي. البت ننڍيءَ ڏيکهہ وارين ڪي شاخون ٿري گهري وري اچي اصلي درياهہ ۾ پون ٿيون، جيتوڻيڪ اهو ان وقت ٿورهہ وهندو آهي. هيءَ ڳالهہ هڪ ڏسندڙ کي پهريائين حيرت ۾ وجهيو ڇڏي، پر اهو زمين جي لاهيءَ ڪري آهي، جنهن جي وچان اهي وهن ٿيون. جيڪڏهن ننڍيون شاخون سمنڊ يا ڪنهن وڏيءَ شاخ ۾ وڃي ملن ها، تہ انهيءَ حالت ۾ بہ ڪا ڳالهہ ڏسڻ ۾ نہ اچي ها. پر هڪ نهر کي ڪيترن ئي ضلعن وچان پنهنجو زور لڳائي اڳتي وهندو ڏسڻ، ۽ ان کي آهستي آهستي، بنان ڪنهن ظاهري سبب جي گهٽجندو، چند انچن جي اونهائي واريءَ ناليءَ جي صورت اختيار ڪندو ڏسڻ، يقيناً هڪ تمام حيرت‌انگيز ڳالهہ آهي. انهن جي پاڻي جو ڪجهہ حصو يقيناً آبپاشيءَ ۾ صرف ڪيو وڃي ٿو، پر مون کي انهيءَ صورتحال لاءِ جيڪو سبب نظر اچي ٿو، سو اهو آهي تہ انهن جو پاڻي واريءَ ۾ جذب ٿي، ختم ٿئي ٿو.

بلڪل پهڙيءَ وٽ واقع هو، ان ڪري اسان ٻيڙين مان اهو معمولي سامان لاهي ڇڏيو، جيڪو اسان پاڻ سان گڏ آندو هو. اتي ڪجهه ڏينهن تائين شڪار ڪرڻ لاءِ ترسڻ ڪان پوءِ، اسان انهيءَ ڪاري پاڻيءَ ۾ داخل ٿياسون، جيڪو سنڌ کي ڪڇ کان جدا ڪري ٿو ۽ انهيءَ آخري ذڪر ڪيل ملڪ جي بلڪل اولهه ۾ واقع لسڪپت بندر تي ٧- سيپٽمبر تي پهتاسون. جن ٻيڙين تي اسان جي سامان جو گهڻو ڀاڱو ۽ وفد جي ملازمت ۾ شامل ٿيل ديسي ماڻهن کي چاڙهيو ويو هو، سي سڌيءَ طرح ڪونيءَ وچان وچي علي بندر پهتيون، جتي انهن سڀني کي لوڏي نديءَ ۾، ٻين ٻيڙين ۾ چاڙهيو ويو ۽ اهي اسان سان ڪڇ ۾ اچي مليا.

انهيءَ سڄي سفر جي دوران اسان جنهن هڪ ئي قابلِ ذڪر هنڌ وٽان لنگهياسين، سو محمد خان جو ٽنڊو هو، جيڪو هڪ وڏو خوشحال ۽ قلع بند شهر آهي ۽ حڪمران اميرن جي

هڪ عزيز مير سلطان عليءَ جو رهائش گاهہ آهي. هو ڪيترنئي
آباد ضلعن جو مالڪ آهي ۽ سندس گاديءَ وارو شهر انهن
سڀني آترين واپارين جي ملڻ جو هنڌ آهي، جيڪي هر سال
هندستان جي منڊيءَ ڏانهن گهوڙا آڻيندا آهن. هن جي آمدني
هن وقت (۱۸۱۳ع) ۾ چئن ڪان پنج لک رپيا (پنجاهہ هزارن
ڪان وٺي ٦٢٥٠٠ پائونڊ اسٽرلنگ) ساليانہ آهي، ۽ هن جو
علائقو اهڙيءَ تيز رفتار ترقيءَ ۾ آهي، جو جيڪڏهن هو پين
شهزادن جي سازشن ۽ تعصب ڪان آجو ۽ آزاد رهيو تہ هو
جلد ئي انهيءَ آمدنيءَ کي ٻيڻي بنائڻ جي اميد رکي سگهي ٿو.
حيدرآباد ۽ ڪڇڻ جي درميان درياهہ جي عين ڪپڻ تي
واقع سڄو ملڪ عام طرح ڏاڍو سٺو آهي ۽ پلن فصلن پيدا
ڪرڻ وارو آهي، پر جتي بہ زمين اميرن جي ملڪيت آهي،
اتان جا آبادگار ڏاڍا بد دل ٿيل آهن ۽ انهن جي زمين
ويران پيئي آهي.

کيڻ کان ولي لکپت تائين و بندڙ رستو هڪ لوليالي
ميدان مان لنگهي ٿو، جيڪو ٿنڊي محمد خان جي گاديءَ
واري شهر کان چار ميل پري آهي. لکپت بندر کان ولي
اسان ڏاڍي آسانيءَ سان مانڊويءَ تائين پهتاسون، جيڪو ڪڇ
جي نار تي الهندي طرف واقع هڪ ساموندي بندر آهي، جنهن
هنڌ آنربل ڪمپنيءَ جي جنگي جهازن "بنارس" ۽ "تيگنمائوٿ"
کي ايلچيءَ ۽ سندس عملي کي بمبئي پهچائڻ لاءِ اڳ ئي حڪم
ڏنو ويو هو، جتي اسان آڪٽوبر جي آخري تاريخن ۾
پهتاسون. سنڌ جي تاريخ ۽ رقبي بابت هن سان ڳنڍيل باب
۾ جاگرافيءَ ۽ ڪن اهم انگن اکرن بابت پڻ ڪجهه اهم
ڳالهيون شامل ڪيل آهن، جن کي مون هن کان اڳ ۾
شامل ڪرڻ ۾ آساني محسوس نه ڪئي آهي. هن وقت سنڌ
جي آبادي هندن، جتن (۱)، بلوچن يا وڏيڪ صحيح طرح بيان

---

(۱) ڏسو ڪڇ ڪنڌاوا جي جتن جو احوال، باب ڇهين ۾.

ڪجي هڪ ته آخر ۾ ذڪر ڪيل ٻن نسلن جي ميلاپ مان آيريل هڪ ٽئين نسل جي ڳاڍڙ آباديءَ تي مشتمل آهي.

سنڌ جا ماڻهو رنگ جا پڪا آهن، پر مجموعي طور انهن کي بيحد خوبصورت چئي سگهجي ٿو. قد ڪاٺ ۾ اهي ٻين ايشيائي قومن جي وچولي قد ڪان مٿيرا آهن ۽ شڪل شبيهه توڙي بدن جي عضون جي بناوت سٺي اٿن. سنڌن زالن جي سونهن پهاڪي چڙهيل آهي، ۽ اهي واقعي آهن به انهيءَ تعريف لائق. ٽئي ۽ حيدرآباد جي قيام دوران جڏهن اسان گهوڙن تي سواريءَ لاءِ ٻاهر نڪرندا هئاسون، تڏهن اسان کي اعليٰ طبقي جي ڪن عورتن کي ڏسڻ جو رواجي موقعو مليو هو، جيڪي اسان کي ڏسڻ جي شوق کان اوڏانهن ڇڪجي آيون هيون، پر ناچو ڇوڪرين جي مختلف ٽولين ۾، جيڪي اسان جي اڳيان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ مختلف موقعن تي ايندڙيون رهيون، مون ڪا هڪ به اهڙي ڪانه

ڏٺي، جيڪا پنهنجي شڪل و صورت جي خوبصورتي يا پنهنجي
بدن جي ڊول ڊيل کان نمايان نه هئي ۽ اڪثر حالتن ۾،
هنن ۾ سونهن جون اهي پڻ خوبيون حيرت انگيز حد تائين
ڪٿي موجود هيون.

مردن جي پوشاڪ ڍلو ڍالو پهراڻ، مٿن وٽ جهڳل
هٿندڙ سلوار، ۽ چورسين اگهڙين کي ڳنڍي ڦاهيل يا ڪهڙي
جي لسي ٽوپيءَ تي مشتمل آهي، جنهن جي شڪل انگريزي
ٽوپلي جي مٿين حصي وانگر آهي ۽ انهن کي هيٺين ڪناري
وٽ خوبصورت ريشمي يا زريءَ جي گلن ۽ پوتن سان سينگاريو
ويو ٿو. زالن جو لباس، ٽوپيءَ کان علاوه، ذري گهٽ ساڳيو
آهي، ان کان سواءِ هو پاهرين لباس جي هيٺان ريشمي چولي
پائين ٿيون، جيڪا سندن بدن تي پوريءَ طرح سان لڳي
بيهي ٿي ۽ پٺين طرف کان پڌي مضبوط ڪجي ٿي ۽ اهي

جڏهن ٻاهر نڪرن ٿيون، تڏهن ساڙهي يا وڏي چادر بدن کي ويڙهين ٿيون ۽ جڏهن ٻه، اهي ڪنهن نامحرم جي مُنهن چڙهن ٿيون، ته انهيءَ چادر جي هڪ ڪناري کي پنهنجيان ڪان مٿي تان ورائي، منهن تي پردي وجهڻ جو ڪم وٺن ٿيون

# فصل (١٤)

سنڌ صوبي جي اتر طرف ڪچ گنڊاوا جو صوبو، شڪارپور ضلعو، ۽ بهاول خان جا علائقا آهن، جنهن کي عام طرح دائود پوٽو چيو وڃي ٿو؛ ڏکڻ طرف هندي سمنڊ ۽ ڪچ پچ جو ڪجهه حصو آهي؛ اوڀر طرف هڪ وسيع ريگستان آهي، جيڪو ان کي اجمير، مارواڙ، اڌ پور، جوڌپور، بيڪانير وغيره کان جدا ڪري ٿو ۽ الهندي طرف لس ۽ جهلوان جا صوبا واقع آهن.

هيءُ ملڪ مصر سان جيڪا مشابهت رکي ٿو، سا ايتريقدر ته گهڻي آهي، جو اها ڏسندڙ کي حيرت ۾ وجهيو ڇڏي؛ هڪ سڌو سنئون ميدان، جنهن جي وچان هڪ شاندار درياهه وهي ٿو ۽ ڪجهه مفاصلي تائين پنهي ڪنارن واري علائقي کي سائو ۽ آباد ڪري ٿو، جنهن کان پوءِ ان جي هڪ ڪناري تي زمين جو ڇڙو واريءَ ريگستان ٿيو پوي ۽ ٻيو ڪنارو غير آباد ۽ خشڪ ٽڪرن سان پرجيو وڃي، جيڪي سندن زمين توڙي آب و هوا، پنهي جي لحاظ کان نهايت غير مهمان نواز آهن.

هن صوبي جي قدرتي بيهڪ، جيڪا هندستان ۾ انگريزي حڪومت جي مقبوضه علائقن جي الهندي طرف تي آهي، ۽ اها عظيم رڪاوٽ، جيڪا ان جو درياهه انهيءَ طرف کان ايندڙ ڪنهن به حملي آور جي آڏو پيش ڪندو، جيڪا ڳالهه انهن سهوليتن سان گڏجي، جيڪي انهيءَ ئي رڪاوٽ طرفان اسان کي سمنڊ جي مالڪ هئڻ جي حيثيت ۾، هندستان ڏانهن پيشقدمي ڪندڙ ڪنهن به دشمن جي ڪارروائين کي منهن ڏيڻ لاءِ

مهيا ڪندي، سي سڀ گڏجي هميشه سنڌ کي وسيع سياسي اهميت جو علائقو بنائين ٿيون؛ ٻئي طرف ان جي گجرات ۽ ٻين اهڙن ملڪن سان ويجهڙائي جيڪي گڏريل ڪجهه سالن کان برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي انتظامي اختياريءَ هيٺ رهيا آهن ۽ انهيءَ صوبي کي محض هڪ اڻ ڏٺل علائقي جي حيثيت ۾ ٿي، ان جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ متعلق اڳي کان وڌيڪ قريبي کوجنا جو حقدار بنايو آهي، جيڪا هن وقت تائين اسان جي طرفان ان تي ڪئي ويئي آهي. ان جي جاگرافيءَ متعلق کوجنا، بنان ڪنهن شڪ شبهي جي، ان مون کي سنڌ جي متعلق معمولي نوعيت جي تاريخي جانچ جونچ ڪرڻ تي آماده ڪيو، ڇاڪاڻ ته هڪ ته اهو صوبو بلوچستان جي بادشاهيءَ سان لڳولڳ آهي ۽ ٻيو ته ٻنهي جي آبادي ساڳي ٿي نسل مان آهي، ان ڪري آءٌ ان بابت هڪ مختصر جائزو شامل ڪرڻ لاءِ آماده ٿيو آهيان، پر منهنجي اها خواهش آهي ته اهو اڳواٽ ٿي سمجهڻ گهرجي ته آءٌ اهو جائزو ماڻهن اڳيان قطعي بيان طور پيش نٿو ڪريان، پر هن خيال کان شامل ڪريان ٿو ته شايد اهو هن کان پوءِ ايندڙ کوجنا ڪندڙن کي ڪجهه مدد ڏئي. جڏهن مون اوائل ۾ پنهنجو فرصت جو وقت انهن کوجنائن کي شايع ڪرڻ جي مقصد سان صرف ڪرڻ شروع ڪيو، تڏهن منهنجو مقصد سنڌ جي هڪ وڏي تاريخ گڏ ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ جو هو، پر جيئن ته مون جلد ٿي ڏٺو ته اهو مواد بذات خود هڪ وڏو جلد بڻجي پوي ها، ۽ ان کان سواءِ، مون جيڪي اڳين ٻن صوبن بابت معمولي دستاويز هٿ ڪيا هئا، سي نهايت ناقص ۽ اڻپورا هئا ۽ جيئن ته هن ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ وارن موضوعن کي لکڻ ۽ ماپائڻ ۾ ٿي مون کي ڪافي محنت ڪرڻي پوندي، ان ڪري آءٌ اهڙي ڪوشش ڪرڻ جي همت ساري نه سگهيس، ۽

هاڻي تہ هن حقيقت جو مون کي ايتريقدر شعور حاصل ٿيو آهي
جو منهنجي انهيءَ معاملي ۾ ڄاڻ بلڪل معمولي آهي،
جيڪڏهن مون لکڻ دوران مختلف هنڌن تي تاريخي حوالا
نہ ڏنا هجن ها، تہ آءٌ هن باب کي ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ
جو خيال ئي ترڪ ڪري ڇڏيان ها.

سنڌ جي صوبي جي ڄاڻ، سڀ کان اڳ ۾ عيسوي سن
کان چار صديون اڳي ان وقت يونانين کي حاصل ٿي، جڏهن
سڪندر جي فوجن هن سان گڏ هندستان ۾ وڃڻ کان انڪار
ڪيو، جيڪو ان کان پوءِ سنڌونديءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مجبور
ٿيو ۽ نيٺ اچي سمنڊ ۾ پهتو. اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ
انهيءَ وقت هو پنجاب کان وٺي سمنڊ تائين جن علائقن وچان
لنگهيو، سي مختلف حڪومتن جي گادين جا هنڌ هئا، انهن
مان سڀني کان وڌيڪ اتر ۾ واقع حڪومت موگدي نالي هئي.
جنهن لاءِ خيال آهي تہ اهو نالو ان وقت جي بکر شهر يا
قلعي جو هو، جيڪو سنڌو درياهہ جي وچ ۾ واقع هڪ پيٽ
تي هو ۽ جنهن سان سکر ۽ روهڙي نالي جا ٻہ پسگردائي
وارا شهر درياهہ جي ٻن ڪنارن تي هئا. آئين اڪبري اسان کي
ٻڌائي ٿو تہ انهيءَ شهر کي بعد ۾ منصوره سڏيو ويندو هو،
۽ اهو نالو ان کي گهٽو ڪري هن ملڪ جي عرب فاتحن (١)
طرفان بلڪل مختصر مدت لاءِ عارضي طور لقب خاطر

---

(١) عربي ٻوليءَ ۾ منصور جي معنيٰ يا فاتح يا تہ بچاءُ ڪيل جي
آهي. اسان کي بکر جي مضبوطيءَ ۽ بيهڪ جي لحاظ کان ان سان شايد
ٻوئين معنيٰ منسوب ڪرڻ گهرجي. پر اهو اندازو آهي. موسيو ڊي اينول
جو خيال آهي تہ منصوره درياهہ ۾ اڃا بہ گهٽو هيٺ هو. منهنجو
اندازو بہ هن جي طرفان مقرر ڪيل هنڌ سان وڌيڪ ملي ٿو يا ممڪن
آهي تہ ان تي اهو نالو خليفي المنصور جي نالي پٺيان پيل آهي،
جنهن جي حڪومت واري دؤر ۾ اهو بغداد جي ماتحت علائقن ۾
شامل ڪيو ويو هو.

هن سبب کان ڏنو ويو ٿو ڏسجي، جو هنن کي انهيءَ هنڌ سنڌ جي مقامي هندو راجائن تي سوپ حاصل ٿي هئي. اها جاءِ اڃا به ڪجهه اهميت واري آهي، جيتوڻيڪ ان جون پاهريون فصيلون ڀڄي ڀري ويون آهن، پر هن باري ۾ مون کي ڪو به تحريري رڪارڊ دستياب ڪونه ٿي سگهيو آهي ته ان تي سکر نالو ڪهڙي وقت پيو. مون انهيءَ شهر جو سپ کان پهريائين، انهيءَ نالي سان ذڪر هجري سال ۴۱۶ (مطابق سنه ۱۰۰۹ع) ۾ ڏٺو آهي، جڏهن ان تي مشهور ۽ معروف شهنشاهه محمود غزنويءَ جي فوجن طرفان قبضو ڪيو ويو هو، تنهن کان اڳ عباسي خاندان جي پنجويهين خليفي القادر بالله اهو سنڌ جي مقامي سردارن جي حوالي ڪيو هو، جيڪو انهيءَ خاندان جو پويون خليفو هو، جنهن کي ايران جي موجوده سلطنت جي الهندي طرف واقع ڪن ٻن علائقن تي قبضو حاصل هو.

سڪندر سوڪدي جي گاديءَ واري شهر جي دوباره تعمير ڪئي ۽ پنهنجي فوج جو هڪ حصو اتي ڇڏي، پاڻ موسيڪانس نالي هڪ سردار جي علائقي جي دوره تي روانو ٿيو، جيڪو ايتريءَ وضاحت ۽ ناقابل ترديد طريقي سان چانڊوڪي نالي ضلعي سان شناخت ٿئي ٿو، جو اهو هڪ ٻي مثال انهيءَ زماني جي تاريخ نويسن جي سچائي ۽ صداقت جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. مون هن کان اڳ ٻه هن ضلعي جي حيرت انگيز ساوڪ ۽ آباديءَ ۽ انهيءَ نديءَ جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪا ان جي چوڌاري وهي ٿي، ۽ اهڙيءَ طرح اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته آڳاٽي دؤر جي ماڻهن انهيءَ هنڌ تي هڪ وسيع پيٽ وسايو هو، جيڪو سنڌو درياهه مان نڪرندڙ هڪ شاخ طرفان تشڪيل ڏنو ويو هو، ۽ جنهن تي انهن ماڻهن

پراسياني يا سرسبز نالو وڏو هو(۱). انهيءَ علائقي جي قديم گاديءَ واري شهر جي نالي جو بطور خاص ڪو نالو نه ڏنو ويو آهي، ۽ ميناگرا مان مطلب جيڪو ڊاڪٽر اينول اسان کي ٻڌايو آهي، بنان ڪنهن شڪ شبهي جي ميان نگر يا شهر جو(۲) وچ آهي. پر آءٌ پنهنجي سرڪوبه اهڙو هنڌ دريافت ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهيان، جيڪو انهيءَ سرزمين سان مشابهت رکندو هجي، جيڪا هن انهيءَ شهر لاءِ مقرر ڪئي آهي.

هن وقت انهيءَ علائقي جو مکيه شهر(۳) لاڙخانو

(۱) مون کي هن چوڻ ۾ وڏي خوشي ٿي رهي آهي ته مون کي انهيءَ صورتحال بابت ڪابه چاڻ ڪانه هئي. جيسين مون چانڊوڪي ضلعي جي متعلق پنهنجو پهريون بيان نه ڏنو هو، چاڪاڻ ته اها ڳالهه نه فقط منهنجي پنهنجي معلومات کي ٽيڪو ڏئي ٿي، پر ساڳئي وقت قديم جاگرافيءَ سان پڻ حيرت انگيز حد تائين ٺهڪي اچي ٿي. لفظ چانڊوڪي جي معنيٰ سنڌ جي جديد ٻوليءَ ۾ آهي، چانڊيءَ جي- يعني استعاره طور ان جو مطلب خوشحال، آسوده يا اک کي سهڻو نظر ايندڙ آهي. جيڪڏهن آءٌ پنهنجن بيانن کي جيڪي وچين پنجاب جي درياهن سان لاڳو ڪريان ها، ته آءٌ هن باري ۾ باقاعده ثبوت پيش ڪريان ها ته جتي به اسان جي جاگرافيدانن قديم دؤر وارن کان علحدگي اختيار ڪئي آهي، اتي انهن کان غلطيون سرزد ٿيون آهن.

(۲) مناگرا يا ميان نگر، ٻن لفظن يعني ميان معنيٰ وچ، ۽ نگر معنيٰ شهر کي ملائي ٺاهيو ويو آهي. انهيءَ کي ڊي اينول جديد گاديءَ وارو شهر سڏي ٿو.

(۳) مون لاڙخانو جي بنياد ڳولڻ جون ڏاڍيون بي مقصد ڪوششون ڪيون آهن ته جيئن ان کي ڪنهن سابق شهر سان شناخت ڪري سگهان. سنسڪرت ٻوليءَ ۾ لار جي معنيٰ آهي وات مان وهندڙ ڳِگ ۽ خانو، جديد فارسيءَ ٻوليءَ ۾ گهر يا جاءِ جي معنيٰ ۾ ڪم اچي ٿو. جيڪڏهن اسين ٻهرئين لفظ کي اصطلاحي طور درياهه مان نڪرندڙ ڳپ يا لٽ سان لاڳو ڪريون ته ان طرح سان اسان هڪ مقامي حقيقت کي طئي ڪري وڃهنداسون، چاڪاڻ ته مقامي ماڻهو پاسن وارن علائقن جي زمينن کي انهيءَ ڳپ سان ياڻ ڏيندا آهن.

(Larkhanu) آهي، جيڪو ساڳي نالي واري درياهه جي ڪپ تي ٻڌل آهي ۽ اهو سنڌ جي اميرن لاءِ وڏي اهميت وارو ناڪو آهي. ڇاڪاڻ تہ هو انهن واپارين تي انهيءَ هنڌ ڀيريون محصول مڙهيندا آهن، جيڪي سندن علائقن ۾ داخل ٿيندا آهن، ان ڪان علاوه، هنن انهيءَ هنڌ ڪافي تعداد ۾ پنهنجي فوج بيهاري آهي تہ جيئن اها ڪچ گنڊاوا جي بلوچن جي حملن ڪان سندن انهيءَ علائقي جو بچاءُ ڪري سگهي.

جڏهن سڪندر موسيڪانس وٽ ترسيل هو، تڏهن هن اتان جي ٻن راجائن، هرڪ آڪزيڪانس ۽ سامبس کي سزا ڏيڻ لاءِ سندن علائقن تي فوج ڪشي ڪئي. انهن ٻنهي مان پوئين نالي وارو راجا انهن پهاڙين ۾ رهندو هو، جيڪي اول الذڪر راجا جي علائقن جي پاسي ۾ هيون. ان طرح، هيءَ ڳالهہ ظاهر آهي تہ هو انهن قبيلن جو مهندار هو، جيڪي انهيءَ دور ۾ انهن پهاڙي ضلعن ۾ رهنديون هيون. جيڪي جهلوان ضلعي ڪان اپرندي طرف وڃن ٿيون(۱) ۽ سيوهڻ

(۱) آءٌ انهيءَ پوليءَ سان پنهنجي نا واقفيت تي پوريءَ طرح سان افسوس جو اظهار نٿو ڪري سگهان. جنهن ۾ انهن موضوعن جا اصلي مسودا لکيل آهن، جن تي آءٌ هن وقت غور ڪري رهيو آهيان. آءٌ پنهنجي هڪ عالم ۽ معزز دوست جي انتهائي مهربانيءَ لاءِ سندس شڪرگذار آهيان، جنهن مون کي انهن مختلف تفصيلن جي معنيٰ ۽ مفهوم سان روشناس ڪرايو آهي، جن جو مون بيان ڪيو آهي ۽ مون موسيو ڊي اينول ۽ ڊاڪٽر ونسينٽ جي محنتن کي ٻٽ هر طرح سان ڪم آندو آهي. مون کي اهي ڳالهيون هن ڪري ڪرڻيون پيون آهن، جو منهنجي نظر تي هينئر ٿي موسيڪانس ۽ مؤ، سيوهڻ جي درميان هڪ انتهائي حيرت انگيز مشابهت آئي آهي. پويان ۾ لفظ هڪيئي جي لاڳو واقعي ٻن ضلعن جا نالا آهن ۽ اهي بلڪل انهيءَ ساڳئي هنڌ تي ٻيٺل آهن، جتي اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ يونانين انهيءَ راجا جا علائقا ڏٺا هئا؛ ۽ اڄ ڏينهن تائين انهن ٻنهي کي ملائڻ جو دستور هلندو پيو اچي.

(ڏسو حاشيہ صفحو ۴۴۹)

وٽ پهچي سنڌونديءَ جي ڪپ سان وچي لنگهي ليون. حقيقت اها آهي ته الهندي طرف درياهه جي پسگردائي ۾ ڪي به جبل يا ننڍيون ٽڪريون ني ڪينهن، ۽ اڀرندي طرف هڪ سڌو سنئون ميدان آهي، تان جو اسين ريگستان کي پار ڪري، هندستان جي راجپوتن جي علائقن وارين ٽڪرين تائين وڃي پهچون ٿا. انهن ئي راجائن مان هڪ جي موت ۽ ٻئي جي آڻ مڃڻ کان پوءِ مقدونيا جو هيرو درياهه طرف واپس وريو، ۽ جيئن اسان کي ٻڌايو ويو آهي. هن هڪ اوچي ۽ چئني طرفن جو بچاءُ ڪري سگهڻ جهڙي ويڪري ميدان ۾ هڪ مضبوط قلعو تعمير ڪرايو، انهيءَ مخصوص معلومات مان مون کي هن ڳالهه ڪرڻ ۾ ڪا به هڪ نئي ٿئي ته اهو قلعو ضرور جديد سيوهڻ وٽ هوندو، ڇاڪاڻ ته اهو قلعو هڪ اوچي ٽڪريءَ تي واقع هئڻ ڪري، انهن سيني پٽڻن تي نظرداري ڪري سگهي ٿو، جيڪي سنڌو ۽ لارخاني وارن درياهن جي آرپار ڪناري تي آهن، ۽ هوئڻ به آسپاس وارن علائقن تي رعب وجهڻ جي مقصد سان پڻ، هي قلعو نهايت معقول هنڌ تي ٻڌل آهن.

---

مون کي تحقيقات جي، عام طور فضول هئڻ جي ايتريقدر ته مڪمل ڄاڻ حاصل آهي، جو جيڪڏهن انهيءَ تحقيقات ڪرڻ لاءِ مون کي سند د مليل هجي ها، ته آءٌ جيڪر انهيءَ موضوع تي تمام ٿورو وقت وڃايان ها؛ پر هن حالت ۾ مشابهت ايتريقدر ته واضح آهي، جو اها نظر کان ترڪي نٿي وڃي سگهي. ڊاڪٽر ونسينٽ هن ڳالهه کان بلڪل ناواقف هوندو ته اهي ضلعن جي لقب هئڻ بدران، انهن جا نالا آهن. جهڙيءَ طرح هو چاهي ٿو تہ اسين انهن کي سمجهون، انهن ساڳين ئي نالن جو حوالو ڏئي ٿو. انهيءَ عالم بزرگ، سيوستان جي گاديءَ واري شهر سيويءَ کي غلطيءَ وچان سيوهڻ سمجهيو آهي، جيڪو سنڌونديءَ تي آهي؛ ۽ قدرتي طور هو آرين جي بيانن کي آئين اڪبري جي بيان سان همآهنگ نہ ڪري سگهيو آهي.

سڪندر جون ٻيڙيون ۽ ٻحري مهمون، ان ڪان پوءِ هيٺ پٽالا جي طرف ڏانهن وڌيون، جيڪو انهيءَ ڪيٽيءَ جي منهن تي واقع هو، جنهن ڪي درياهه جون اهي مختلف شاخون تشڪيل ڏين ٿيون، جن ۾ درياهه ورهائجي وڃي ٿو. پر انهي هنڌ جي قديم بيان مان اچوڪي سنڌ جو ڪو به حصو، انتهائي ڏورانهين مشابهت به نٿو رکي ۽ چاهي ان کي اسين ٺٽي وٽ رکون يا حيدرآباد وٽ سمجهون، مون کي ٻيئي صورتون هڪجهڙيون ئي شڪ شبهي (۱) واريون نظر اچن ٿيون.

---

(۱) ڪيٽيءَ جي پن سون ۽ ڏهن ميلن جي ڊيگهه کي، جيڪا ميجر رينيل ان جي ٻڌائي ٿو، اسين فقط ان صورت ۾ تسليم ڪري سگهون ٿا، جڏهن اها ڳالهه قبول ڪري وٺون ته سمنڊ جو پاڻي پن ڊگرين تائين ڪناري تي چڙهي ان کي ڍڪي چڪو آهي، ۽ سو به تڏهن، جڏهن اسان پٽالا کي حيدرآباد واري هنڌ تي رکيو آهي. ٺٽي کان وٺي انهيءَ شهر تائين مفاصلو، جنهن جي ڪئپٽن مئڪسويل باقاعدي سروي ڪئي هئي، درياهه جي رستي کان فقط ٽيونجاهه ميل نڪتو، ۽ هڪ هوشيار هندستاني ماڻهوءَ، جيڪو وفد جي سامان سان گڏ ڪراچيءَ کان پاڻيءَ رستي وفد جي ڳري سامان سان گڏ ويو هو، وڏي درياهه ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ، جيڪو هن مفاصلو ڌاراجي بندر وٽان ڪيو هو، انهيءَ سڄي مفاصلي جو اندازو سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ ڪوهه جي حساب سان فقط ٽيهه يا چاليهه ڪوهه ڏنو. ان لاءِ اسان وٽ ۾ وڌ جنهن مفاصلي جي اجازت ڏيئي سگهون ٿا، سو پنجاهه ميل آهي. مون وٽ هتي معلومات جو هڪ اهڙو ذريعو موجود آهي، جيڪو مون کي سنڌ جي لاڙ ۾ رهندڙ پن سون کان به وڌيڪ ماڻهن جي ذريعي حاصل ٿيو آهي، جيڪو ٺٽي کي سمنڊ کان اوڻاسي ميل پري مقرر ڪري ٿو. آءٌ ان کي قطعي ۽ فيصلڪن سمجهان ٿو، پر جيڪڏهن ڪن پين کي اچا به شڪ شبهو هجي، ته ڪراچي ۽ ٺٽي جون ويڪرائي ڦاڪون انهيءَ حقيقت جو ثبوت فراهم ڪنديون.

پٽالا وٽ فوجن جي قيام دوران، بادشاهہ پنهنجي سر ساموندي آرماڙ جي هڪ حصي سان سمنڊ ڏانهن پڻ فوجي مهمون وٺي ويو ۽ آرين جي بيان موجب، درياهہ جي اڪيلن ٻن ڇوڙن کي ڏسي لاءِ ويو. هيءَ ڳالهہ ڏاڍي عبرتناڪ آهي تہ درياهہ جا اهي ٻئي ٻہ ڇوڙ، ۽ نہ کي ٻيا، جن مان هڪ انتهائي مشرقي ۽ ٻيو انتهائي مغربي هئا، هنن ٻيهن سالن جي عرصي دوران اهڙي حالت ۾ هئا، جو منجهائئن ٻيڙيون تري وڃي سگهنديون هيون، ۽ جيڪڏهن علي‌بندر تي اهو دڪو نہ تعمير ڪيو وڃي ها، جيئن مون اڳي گذريل باب ۾ ذڪر ڪيو آهي، تہ جيڪر اهي ٻئي ٻہ هن وقت انهيءَ حالت ۾ ٻيل هجن ها.

جڏهن فوج جي لس ۽ مڪران صوبن وچان پيادل سفر ڪرڻ جون سڀ ضروري تياريون مڪمل ڪيون ويون، تڏهن ساموندي ٻيڙو هن حڪم سان نيئرڪس جي حوالي ڪيو ويو تہ هو هڪدم سمنڊ ۾ داخل ٿي جهازن جا لنگر ڪٽي ۽ خشڪيءَ واري فوج سان بابل ۾ اچي ملي. درياهہ جي ڪهن تان ۽ بعد ۾ سنڌ جي ساموندي ڪناري سان، جنگي جهازن جي پيشقدمي(۱) جي ٻئيان هلڻ، تان جو انهيءَ صوبي جي آخري الهندي ڇيڙي، يعني آنرس يا حال مونزي ڳچي ڏرتي وٽ اچي پهچن، منهنجي مقصد سان نٺو ٺهڪي. آءٌ هن هنڌ تي قديم يونانين جي صحيح معلومات بابت ٻن وڏيڪ لاقابل ترديد ثبوتن ڏيڻ کان پوءِ هن موضوع تي بحث ختم ڪندس. انهن مان هڪ سمنڊ جو اهو زبردست جوش و خروش آهي، جيڪو ان ۾ مٺي ۽ کاري پاڻيءَ جي ملڻ واري هنڌ تي پيدا ٿئي ٿو، ۽ جنهن جو ذڪر مون هن کان اڳي هن جلد جي گذريل ڪنهن حصي ۾ ڪيو آهي. ۽ ٻيو ڪراچي بندر

(۱) ڏسو ۱۶- جنوريءَ وارو بيان، حصو ٻهريون.

جي آرين جي طرفان ڇڏيل نالي، ڪروڪالا سان قطعي ۽
فيصلو ڪن شناخت آهي. ڪراچي جنهن ضلعي ۾ واقع آهي،
تنهن جو موجوده نالو سنہ ١٨٠٩ع ۾ لکيل هڪ مقامي
مخطوطي مطابق ڪڪرالا آهي ۽ مون کي هن خيال ڪرڻ
لاءِ سبب آهي ته ڪورعليءَ کي جيڪو نهايت جديد نالو
ڏنو ويو آهي، سو انهيءَ لفظ جي هڪ معتصبانه بگڙيل
صورت آهي. (١)

مقدونيا واري فاتح جي روانگيءَ کان پوءِ ۽ عربن جي
حملي کان اڳ ۾، جيڪڏهن آءٌ سنڌ ۾ رونما ٿيندڙ واقعن
جو تفصيلي بيان ڏيڻ جي ڪا به ڪوشش ڪندس ته اها محض

---

(١) ڪورعليءَ جو مطلب، جيئن مون هن کان اڳي به بيان ڪيو آهي،
عليءَ جو بندر آهي، ۽ ان طرح سان اهو هڪ مذهبي خطاب آهي.
آءٌ هن موقعي تي هيءَ دعويٰ ڪريان ٿو ته مون قديم يوناني ۽
جديد سنڌ جي متعلق بيانن جي جيترا پيرا به پيش ڪيا آهي، تن جي
تعداد ۽ وسعت جي تناسب سان مون ڏنو آهي ته يونانين جي بيانن
۾ جن تفصيلي ڳالهين جا انگ اڪر ڏنا ويا آهن، تن جي صحت ۾
اضافو ٿيندو وڃي ٿو. سمنڊ جي ويجهو درياهه جي وڌيل ويڪرائي،
ڪارين شاخن جو سامونڊي ڪنارن جي خود رو ٻوٽن ۽ ولين سان ايترو
ڀريل هئڻ، جو انهن مان ٻيڙين جو گذر ناممڪن ٿيو پوي، ڪيٽيءَ
جي وچان وهندڙ درياهي شاخن جو هڪ ٻئي کي ڪاٽي وهڻ جي حقيقت
جي عدم موجودگي ۽ انهيءَ پاڻيءَ جو کارو هئڻ، جنهن کي حاصل
ڪرڻ ۽ جهازن تي کڻڻ لاءِ ڪين زمين کوٽڻي پيئي، سي انهن مثالن
مان چند آهن، جيڪي سنهنجي ذهن ۾ اڀري آيا آهن. آءٌ وڌيڪ ايترو
چوندس ته "نيئرڪس جو سامونڊي سفر" جي معزز مصنف جيڪي نتيجا
ڪيا آهن، سي درست آهن، جيڪڏهن هو آرين جي رهنمائي ۾ هلي
ها ته آءٌ هن دعويٰ ڪرڻ جي همت ڪريان ٿو ته سندس نتيجا اڃا
به وڌيڪ درست هجن ها.

بلوچستان جي تاريخ بابت، منهنجي طرفان هن ڳالهه لاءِ اڳ لکيل ڳالهين جي بيان جي دوباره تصديق ڪرڻ ٿيندي. مون جيڪي ٻه مخطوطا پڙهيا آهن، تن مان ڪنهن هڪ ۾ ٻه مقامي هندو شهزادن مان ڪنهن جو ٻه سندن نالي سان ذڪر ٿيل ڪونهي، تان جو(۱) ايران جي بادشاهه خسرو (عام طرح سان جنهن کي نوشيروان سڏيو ويندو آهي) جو دؤر آيو، جڏهن هن هڪ وڏو لشڪر موڪليو ۽ سهاسي راجا جي الهندي سرحد وارن علائقن ۾ تباهي مچائي ڏني. هن جي پنهنجن، ۽ سندس باجگذار راجائن جي علائقن متعلق لکيل آهي ته اتر طرف اهي موجوده زماني جي صوبن: ڪشمير ۽ ڪابل، ڏکڻ طرف سورت ۽ انهيءَ پيٽ جنهن کي هن وقت ڊيو سڏجي ٿو، الهندي طرف مڪران واري سامونڊي ڪناري سان ۽ اوڀر طرف مارواڙ، بيڪانير وغيره وارن صوبن تائين ڦهليل هئا. انهيءَ راجا، جنهن جو نالو سهير سنگهه چيو وڃي ٿو، پنهنجين فوجن جي قيادت ڪندي بذات خود انهيءَ حملي جو مقابلو ڪيو ۽ ٻنهي لشڪرن جي درميان مڪران ۾ ڏوبدو جنگ لڳي، جنهن ۾ راجا مارجي ويو ۽ سندس فوجون ميدان ڇڏي ڀڄيون، ايرانين کي بهرحال، لٽ مار ڪرڻ کان سواءِ ٻي ڪابه دلچسپي ڪانه هئي، چاڪاڻ ته هو لٽ جو مال لٽي پويان پير ڪري موٽي ويا ۽ پاڻ سان هزارين خوبصورت عورتون به کڻي ويا، جن کي هنن گرفتار ڪيو هو. انهيءَ واقعي کان پوءِ ساڳئي گهراڻي جا ٻه شهزادا، جن مان ڪنهن هڪ جو نالو ٻه نه ٻڌايو ويو آهي، هڪٻئي جي پٺيان تخت تي ويٺا ۽ چيو وڃي ٿو ته هنن پنهنجن وسيع علائقن ۾ ڏاڍي عدل، انصاف ۽ عقلمنديءَ سان حڪومت هلائي. انهن مان پهرئين

---

(۱) نوشيروان عيسوي سن جي اٽڪل ڇهين صديءَ دوران حڪومت ڪري رهيو هو. هو ٻن رومي شهنشاهن، هرڪ جستينين ۽ جستن جو همعصر هو.

انهيءَ بادشاهيءَ جي بچاءَ لاءِ گهڻائي سٺا قاعدا قانون ٺاهيا ۽
رعيت کان ڍل وصول ڪرڻ جي بدران هن ڪين پنهنجي لاءِ
ڪن قلعن تعمير ڪرڻ ۽ ڪن ٻين جي مرمت ڪرڻ تي
مجبور ڪيو، جيڪي سنڌس ابن ڏاڏن (۱) جي پرسڪون راڄ
جي زماني ۾ ڀڄي ڀُري پيا هئا. پيو راجا به پنهنجي راڄ جي
اوائلي حصي ۾ ساڳيءَ طرح سان ئي محتاط هو. پر سنڌس
بادشاهيءَ جي خوشحالي ايتريقدر ته وڌي ويئي، ۽ اها اهڙي
ته چڱيءَ طرح سان قائم ٿيل هئي، جو هو جلد ئي عيش وعشرت
جو شڪار بڻجي پيو ۽ هفتن جا هفتا پنهنجي زنانخاني ۾
گذارڻ لڳو ۽ انهيءَ عرصي جي دوران حڪومت جو ڪاروبار
پنهنجي وزير جي حوالي ڪري ڇڏيندو هو. شهزادي جي
طرزعمل ۾ آيل انهيءَ تبديليءَ واري وقت ڌاري، سنڌس
وزير اوچتو بيمار ٿي پيو ۽ هڪ نوجوان برهمڻ کي، جنهن کي
حڪومت جي هڪ ادنيٰ عهدي تي مقرر ڪيو ويو هو،
راجا وٽ ڪنهن اهم معاملي متعلق حڪم حاصل ڪرڻ لاءِ
حاضري ڏيڻ جو موقعو ملي ويو. ڪيس انهيءَ ڪم لاءِ راجا
جي حرم ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني ويئي، تڏهن هو ۽
راڻي هڪٻئي کي ڏسي ايتريقدر ته هڪٻئي تي اڪن چڪن
ٿي پيا، جو ڪيترين ناڪامين بعد هو پنهنجن ناجائز تعلقات
قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. راجا جي مرڻ تي، جيڪو
واقعو ان کان پوءِ جلد ئي رونما ٿيو، راڻيءَ پنهنجي برهمڻ
عاشق سان شادي رچائي، جنهن کي انهيءَ وچ ۾ وزيراعظم
جي عهدي تي فائز ڪيو ويو هو، ۽ راڻيءَ برهمڻ سان
گڏجي اهڙو انقلاب آندو، جنهن جي نتيجي ۾ هو تخت تي
چڙهي ويٺو. هڪ تاريخ نويس لکي ٿو ته ”راجا ساهسيءَ جي

---

(۱) انهن قلعن جي نالن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. اهي قلعا هئا، سيوهڻ، مئو، اوچ، ٺارائڻ ڪوٽ، يا نارائڻ جو قلعو وغيره وغيره، ۽ انهن مان گهڻا ئي قلعا اڃا به پنهنجن اصلوڪن نالن سان مشهور آهن.

نسل جو اختتام اچهو ائين ٿيو، جنهن سنڌ جي بادشاهيءَ تي
ٻن هزار سالن کان ٻه وڌيڪ عرصي لاءِ حڪومت ڪئي هئي ۽
انهيءَ نسل جا شهزادا جنهن زماني ۾ پارهن باجگذار بادشاهن
کان باج وصول ڪندا هئا ۽ هنن وڏي کان وڏن بادشاهن
جي ڌمڪين ۽ دڙڪن دابن جي(١) پرواهه ڪانه ڪئي هئي."

جنهن برهمڻ جي عروج جو مون مختصر طرح بيان
ڪيو آهي، تنهن جو نالو چچ هو، ۽ هن جي نالي پوٽتان
سنڌ ۾ گهراڻي جي راجائن تي چچ راجائن جو نالو پيو. هن جي
ڏاڏائي، سرپرواسي راجا جي عزيزن کي سخت ڪاوڙايو ۽ چتور،
جيسلمير، جوڌپور وغيره جي راجائن هن کان ڦاڙيل بادشاهيءَ
وارا علائقا ڇڏائڻ لاءِ پاڻ ۾ هڪ وفاق ٺاهيو، پر چچ
سنڌ ۾ بي انتها دولت سان ۽ عام طور مقبول هلت چلت سان هڪ
وڏو لشڪر گڏ ڪيو ۽ هنن جي گڏيل فوجن سان جيسلمير
جي راجا واري سرحد وٽ مقابلو ڪيو. جيئن ئي جنگ شروع
ٿي رهي هئي، ته اتحادي فوجن جي سپهه سالار چچ کي دوبدو
مقابلي ڪرڻ لاءِ للڪاريو، هن اها آڇ قبول ڪئي ۽ پوءِ
انهن پنهي فوجن جي سامهون مقابلو ڪيو، جنهن ۾ چچ
سوڀارو ٿيو ۽ اتحادي فوجون پنهنجي سپهه سار کي مئل ڏسي
هڪدم ڇڙوڇڙ ٿي ويون ۽ ڀاڄ جي دوران سنڌ جي لشڪر
هٿان هزارن جي تعداد ۾ مارجي ويون. چچ کي ان کان پوءِ
سنڌس ئين بادشاهيءَ ۾ ڪنهن طرف وارن کان وري پيهر ڪڏهن
به نه ستايو ويو. هو وڏيءَ عمر تائين جيئرو رهيو ۽ هجري
سن ٨٦ (مطابق سن ٦٧١ع) ۾ هن جي مرڻ تي سنڌ ۾ پٽ،
ڏاهر خاموشيءَ سان تخت تي چڙهي ويٺو، پر هن جي آرام ۾

---

(١) دنيا جي وڏي کان وڏن بادشاهن جي ذڪر ڪرڻ جو مطلب
ايران جي شهنشاهن جو آهي، جيڪي انهيءَ زماني ۾ ڪجهه حصي
ايشيا جي سلطنت لاءِ، رومن نسل جي بادشاهن سان جدوجهد ۾
مصروف هئا.

جلد ئي بغداد جي خليفي جي فوجن جي حملي سبب رخنو پئجي ويو. الهيءَ صورتحال لاءِ جيڪي سبب ذميدار هئا، تن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي مذهبي جوش ۽ مجروح ٿيل وقار(١) جو ميلاپ هئا. انهيءَ ڳالھ کي سمجهائڻ لاءِ مون کي هاڻي هن ڳالھ جو اضافو ڪرڻو پوي ٿو تہ عربي نبيءَ (ص) جي سڏائيندڙ جانشينن طرفان هر سال سنڌ ڏانهن هندو ڪنيزون خريد ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليندا هئا، جن جي، سندن حسن و خوبصورتيءَ سبب ڏاڍي قدر و قيمت هوندي هئي. انهن مان هڪ جماعت تي، برهمڻ آباد کان ووئيل (٢) بندر ڏانهن ويندي رستي ۾ راجا جي فوجن حملو ڪيو ۽ جيڪو مقابلو ٿيو، تنهن ۾ سڀ ماڻهو يا تہ مارجي ويا، يا قيد ڪيا ويا. اهو واقعو خليفي عبدالملڪ جي زماني ۾ رونما ٿيو، جو بنواميہ جي گهراڻي مان ٿيون امير بادشاھ هو، ۽ اهو واقعو سنڌ کي عربن طرفان فتح ڪرڻ لاءِ ڪيل مختلف ناڪام ڪوششن جي انتقام وٺڻ جي ارادي سان عمل ۾ آندو ويو هو، ڇاڪاڻ اوائل کان ئي وٺي عمر (رض) ۽ علي (رض) جي زماني ۾ انهن حڪمرانن هن خوشحال ۽ شاهوڪار بادشاهيءَ ڏانهن پنهنجا خيال مرڪوز ڪيا هئا ۽ هنن سمنڊ جي رستي ان ڏانهن فوجن جا دستا روانا ڪيا هئا، جن جي حملي کي عام طرح روڪيو ويو هو.

هن آخري طور ڪامياب مهم جي سرڪردگي خليفي طرفان پن عراقن جي گورنر حجاج بن يوسف جي حوالي ڪئي ويئي، پر جيئن تہ سندس شاهي ملازمت جي تقاضائن ڪري، هن جي

---

(١) ڏسو باب ٢، حصو ٢.

(٢) حال لاهوري بندر، مون کي ائين پيو لڳي تہ اهوئي ديبل بندر هو، پر ان جي آءٌ معنيٰ معلوم ڪري نہ سگهيو آهيان. مون جيڪي بہ مخطوطا پڙهيا آهن، تن سڀني ۾ صاف طور ووئيل (Wueel) لکيل آهي.

ايران ۾ موجودگي لازمي هئي، ان ڪري هن پنهنجي نائيءَ محمد بن قاسم کي خليفي جي حڪمن جي تعميل ڪرڻ لاءِ نامزد ڪيو. سنڌ جي راجا کي مشورو ڏنو ويو ته هو مسلمانن جي اچڻ جو پنهنجي گاديءَ واري شهر الور ۾ ترسي انتظار ڪري. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو هن جي رعايا بد دل ٿي پيئي، حالانڪ دشمن سندس علائقن ۾ تباهي آڻيندو اڳتي وڌندو ٿي ويو ۽ ڪاميابيءَ سان سرشار ٿي هنن سنڌو نديءَ پار ڪري ورتي. آخر راجا جي صبر جو پئمانو لبريز ٿي پيو ۽ هو ۱۰ رمضان المبارڪ سنه ۹۳ هه جي ڏينهن تي پنهنجي شهر مان سڀ جنگي هاٿي ۽ بهترين فوجون ساڻ ڪري، پنهنجي وڃايل علائقن کي واپس حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ نئين وڏي ڪوشش ڪرڻ جو ارادو ڪري نڪري پيو، پر اهو قدم مناسب وقت کان دير سان کنيو ويو، چاڪاڻ ته جيڪا جنگ (۱)

---

(۱) هن جنگ جو تفصيلي ذڪر مجموع الواردات يعني واقعن جو مجموعو ۾ ڏنل آهي ۽ جيئن ته ان مان سنڌ جي راجائن جي شان و شوڪت جو پتو پوي ٿو، ان ڪري آءٌ ان جو هڪ اقتباس هن هنڌ پيش ڪريان ٿو: اسان کي ٻڌايو ويو آهي (مصنف چوي ٿو) ته: راجا هڪ اهڙي هاٿيءَ تي سوار ٿي ٻاهر نڪتو، جنهن جي مٿان هيرن جواهرن لڳل چٽي هئي ۽ هن سان ٻه خوبصورت ڪنيزون به ساڻ هيون، جن مان هڪ کيس شراب ۽ ٻي پان ۽ سوپاري پيش ڪري رهيون

(ڏسو صفحو ۴۵۸)

لڳي، تنهن ۾ هن پنهنجي بادشاهي ۽ ساڻ ئي گڏ زندگي به وڃائي ڇڏي انهيءَ شڪست کان پوءِ سڄيءَ سنڌ جي مٿان تمام تيزيءَ سان قبضو ڪيو ويو.

مال غنيمت جو پنجون حصو مسجدن جي تعمير لاءِ خرچ ڪيو ويو ۽ باقي حصو فوجن ۽ سندن سپهه سالارن ۾ تقسيم

---

هيون. اهو هاٿي وڏيڪ هڪ سؤ هاٿين جي وچ ۾ هلي رهيو هو ۽ هڪ هزار جي تعداد ۾ شاهي محل جا محافظ جيڪي چمڪندڙ فولادي زرهن ۾ ڍڪيل هئا، انهيءَ سڄي جلوس جي چوڌاري هلي رهيا هئا. سنڌي لشڪر جو ڪل تعداد ٽيهن هزارن پيادن سپاهين ۽ گهوڙيسوارن تي مشتمل هو، ۽ خليفي جي فوج جو تعداد ٻارهن ۽ تيرهن هزارن جي درميان هو. جنگ صبح جو پرهه ڦٽيءَ کان شروع ٿي ۽ شام تائين هلندي رهي، راجا جي هاٿين باهه وارن انهن اڏامندڙ تيرن کي ڏسي، وٺي ڀاهه ڪاڏو ۽ سڌو وڃي سنڌو درياهه ۾ پاڻ کي اڇلايائون. جنهن هاٿيءَ جي مٿان شاهي ڇٽي لڳل هئي، سو ڪپ ۾ ڦاسي پيو ۽ انهيءَ گهڙيءَ ۾ئي راجا کي هڪ تير اچي گردن ۾ لڳو ۽ هو اتي مري ويو. پوءِ ته سنڌي فوج ۾ اچي عام ڀاڄ پيئي ۽ جيئن ته قلعي ۾ باقي رهيل ماڻهن ڪٽي دروازا بند ڪيا، ان ڪري سيني برهمڻن ۽ درٻاري اميرن کي قيدي بڻايو ويو. مسلمانن الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ انهيءَ عظيم فتح لاءِ شڪراني جي نماز ادا ڪري اها رات جنگ جي ميدان ۾ ڪاٽي ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو سوير، تاهه جي ڪجهه ڳالهين بعد، خليفي وليد بن عبدالملڪ جي نالي ۾ الور جي قلعي جو قبضو حاصل ڪيو.

ڪيو ويو. راجا ڏاهر جا ٻه پٽ، جيڪي جنگ جي ميدان مان فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا(۱)، سڪندر واري قلعي ڏانهن ڀڄي ويا، جتي هو ان وقت تائين مقابلو ڪندا رهيا، جيسين اهو ڪانئن هڪ زبردست حملي ذريعي کسيو ويو ۽ ان ۾ موجود هر ساهواري کي قتل ڪيو ويو، ۽ عربن جي خلاف اهو آخري مقابلو هو، جيڪو سنڌ هڪ آزاد ۽ خودمختار بادشاهيءَ جي حيثيت ۾ ڪيو.

ماڻهن جي وڏي تعداد اهو ڏسي ته قديم طرز زندگي ختم ٿي رهي آهي، ايتري قدر جو خطبو(۲) خليفي جي نالي ۾ پڙهيو پيو وڃي، ۽ انهيءَ طرح سان هيءَ ڳالهه ڏسي، ته جيڪي ماڻهو فاتحن آڏو ترت وڃي پيش پون ٿا، تن سان سٺو برتاءُ ڪيو پيو وڃي. حالانڪ انهن کي مسلماني مذهب اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو پيو وڃي، سڀ قبيلن جي صورت ۾ محمد بن قاسم جي طرف وڃڻ لڳا. ٻئي طرف کي اهڙا ماڻهو به هئا، جن ڊپ يا اسلام کان نفرت هئڻ جي سبب ڪري سنڌ جي اختياريءَ کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو، تن کي

---

(۱) اصلي متن ۾ "قلعه سڪندر" آهي، جيڪا ڏاڍي مضبوط جاءِ ڄاتي وڃي ٿي.

(۲) خطبو سڀني مسلمان ملڪن ۾ پڙهڻ ۾ ايندڙ هڪ دعا آهي، جيڪا وقت جي بادشاهه ۽ سنڌ جي اختياريءَ جي سلامتيءَ ۽ تحفظ لاءِ پڙهي ويندي آهي.

بلوچستان جي جابلو علائقن ڏانهن هڪالي ڪڍيو ويو، جتي انهن پنهنجون آباديون قائم ڪيون، جيئن مون انهيءَ بادشاهيءَ جي بيان ۾ ذڪر ڪيو آهي. محمد بن قاسم ان کان پوءِ پنهنجي فتوحات کي سنڌ جي اتر ۽ اوپر طرف وارن علائقن ۾ توسيع ڏيڻ جو ڪم شروع ڪيو ۽ انصاري خاندان جي هڪ امير کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيائين، جيڪو گهرائڻو انهيءَ عهدي کي ان وقت تائين پرپيندو رهيو، جيستين خلافت جون واڳون بنواميہ جي قبضي کان نڪري بنو عباس جي گهراڻي جي هٿن ۾ آيون ۽ اهو واقعو سنڌ ۾ هندو اختياريءَ جي تختي اونڌي ٿيڻ کان چاليهن سالن جي مدت کان پوءِ واقع ٿيو. پهرئين نالي واري گهراڻي تي آذار رکندڙ سڀ ماڻهو اقتدار کان محروم ڪيا ويا ۽ انهيءَ انقلاب کان پوءِ عباسي خليفن پاران سنڌ جا گورنر وقت جي حاڪم جي مرضيءَ مطابق نامزد ٿيندا ۽ عهدي تان لهندا رهيا. ان ڪري هن صوبي جي تاريخ، ذري گهٽ ٽن صدين تائين، ڪنهن به نئين ڳالهه کان خالي آهي ۽ فقط انهن سببن جي بيان تي مشتمل آهي، جيڪي هڪ حاڪم جي هٽڻ ۽ ڪنهن ٻئي نئين ماڻهوءَ لاءِ جاءِ خالي ڪرڻ واسطي پهرئين جي گردن زنيءَ لاءِ ذميدار ٿيندا هئا، حالانڪ نئين ايندڙ لاڏلي جو انت پڻ گهڻو ڪري اهوئي ٿيندو هو، جيڪو سندس پيشروءَ جو ٿي ٿيو. هن هنڌ تي هڪ ڳالهه جو اضافو ڪرڻ گهرجي تہ انهيءَ دؤر ۾ صوبي

جو داخلي امن اڪثر طور، قسمت آزمائيندڙن جي ٽولين طرفان درهم برهم ٿيندو رهندو هو، جيڪي هڪ ڪان وڌيڪ موقعن تي ايتريقدر طاقتور هوندا هئا، جو ملڪ جي وڏي ڪان وڏي علائقي جو قبضو حاصل ڪري ۽ پاڻ وٽ ان وقت تائين قائم رکي سگهندا هئا، جيسين بغداد ڪان مقامي حڪومت جي مدد لاءِ مضبوط فوجي ڪمڪ نہ موڪلي ويندي هئي.

پنجين صدي هجريءَ جي اوائلي حصي ۾، خليفي القادر بالله سنڌ ۽ ان جي آسپاس وارن ملڪن ڪان سنڌس سلطنت جي ڪهٽ ڏورانهن علائقن جي دفاع لاءِ پنهنجون فوجون واپس گهرائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي، جن تي محمود غزنويءَ جي فوجن حملو ڪيو هو. ان ڪان پوءِ ڪجهہ سالن تائين اهو صوبو، جنهن جو اڳ ذڪر ڪري رهيو آهيان، اُهن سبب ڪري زبردست افراتفريءَ ۽ طوائف الملوڪيءَ جو آماجگاهہ رهيو، جو بيشمار قبيلن طرفان سڄي صوبي لاءِ هڪ سربراه نامزد ڪرڻ جي سندن حق بابت دعويٰ ڪئي ٿي ويئي. آخرڪار اها چناپيٽي محمود غزنويءَ جي فوجن جي اچڻ سان اٿرائتي نموني مان دٻجي سگهي، جن تمام جلد سڀني دعويدارن کي دٻائي ڇڏيو ۽ سندن تڪرار واري علائقي کي غزنوي سلطنت جي هڪ باجگذار صوبي طور پنهنجن علائقن ۾ شامل ڪري ڇڏيو. محمود جي پٽ، مسعود جي بادشاهيءَ تائين دربار طرفان هن صوبي ڏانهن باقاعدگيءَ سان حاڪم موڪليا ويا، نيٺ سومرن نالي هڪ تمام وڏو قبيلو هٿيار بند ٿي موقعي تي اچي پهتو ۽ هنن بادشاهہ جي سڀني ملازمن کي ملڪ مان هڪالي ڪڍيو. پر جيئن تہ انهن جي سردار، جنهن جو نالو سنگهار هو، انهيءَ گستاخيءَ لاءِ هڪدم معافي ورتي ۽ اوتري ئي رقم ساليانہ ڏَن طور ڀري ڏيڻ قبول ڪئي، جيڪا اڳ ۾ وصول ڪئي ويندي هئي، انڪري هن کي معاف ڪيو ويو ۽

انهيءَ گورنر جي جاءِ تي، جنهن کي هن معزول ڪيو هو، ڪيس سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

انهيءَ انتظام طئي ٿيڻ کان پوءِ هڪ سؤ پنجاهه سالن تائين ڏن جي رقم ڏاڍي باقاعدگيءَ سان پري وينديهئي، جڏهن غزنوي سلطنت جو غوري گهراڻي اچي تختو اونڌو ڪيو، جنهن تي سومرن، جن جي گهراڻي ۾ سنڌ جي بادشاهيءَ کي آهستي آهستي موروثي بنجڻ جي اجازت ڏني ويئي هئي، پنهنجي لاءِ خود مختاريءَ جو اعلان ڪيو ۽ جيتوڻيڪ هنن کي اعلان کان پوءِ ٿيندڙ جنگين ۾ بار بار هارائڻو پوندو هو، ان هوندي به هنن ان وقت تائين، جڏهن سندن نسل ختم ٿي ويو يا دودي جي شخصيت ۾ سندن شهزادن جو وجود هجري ٦٩٤ ۾ هن جي انتقال سان گڏ ختم ٿي ويو، پرهنن پنهنجي آزاديءَ کي ڪنهن نه ڪنهن طرح سان برقرار رکيو. دودي جي وفات انهيءَ وقت کان اٽڪل ٽي سؤ ۽ پنجٽيهه سال پوءِ ٿي، جڏهن سندس ابن-ڏاڏن سڀ کان پهريائين پاڻ کي مشهور ۽ نمايان ڪيو هو(١).

---

(١) آئين اڪبريءَ ۾ چيل آهي ته سومرن پنج سؤ سالن تائين حڪومت ڪئي ۽ انهيءَ نسل سان پنجٽيهن شهزادن کان گهٽ حڪمران ڪين ٿيا، پر ان جو فاضل مصنف ابوالفضل نه انهن جا نالا بيان ڪري ٿو ۽ نه پنهنجي بيان لاءِ ڪنهن اختياريءَ جو حوالو ڏئي ٿو. مون ڏاڍي محنت سان کوجنا ڪري انهن مان ٻارهن يا چوڏهن جا نالا هٿ ڪيا آهن، پر آءٌ انهن جي نالن کي هيٺين ڪتاب ۾، جيڪو آءٌ لکي رهيو آهيان، سندن نالا بيان ڪرڻ غيرضروري سمجهان ٿو. منهنجو اندازو آهي ته ممڪن آهي ته انهن جا اٽڪل ڏهه وڌيڪ شهزادا ٿي گذريا هوندا، جن کي ملائڻ سان انهن جو تعداد چوويهه ٿئي ٿو، ۽ سندن بادشاهيءَ جي عرصي بابت مون کي اوتري ئي خاطري آهي، جيتريقدر

(ڏسو حاشيه صفحو ٤٦٣)

دودي جي انتقال کان پوءِ، خالي پيل حڪومت جا بيشمار دعويدار پيدا ٿيا، ۽ ذري گهٽ سڄيءَ صديءَ تائين هن سوال کي طئي ڪرڻ لاءِ مستقل جدوجهد لڳي رهي ته ان جو وارث ڪير بنجي. اهڙن دعويدارن مان ٻن ڀائرن، ڪيرا مل ۽ ارڪومل هڪٻئي جي پٺيان ڪجهه وقت تائين حڪومت کي سنڀاليو، پر انهن مان پوئين ڀاءُ جو ظلم ۽ ڏاڍ، ايتري ناقابل برداشت حد کي وڃي پهتو ۽ سما قبيلي جو سردار ملڪ جي وزيرن سان گڏجي هن جي محل ۾ داخل ٿيو ۽ کيس قتل ڪري ڇڏيو. سڄي آباديءَ هڪ ٿي آواز سان ان کي پنهنجو سردار ڪري چونڊيو، جنهن هنن کي سومرن جي¹ بادشاهي جهڙي عذاب کان نجات ڏياري هئي. هن کي "جام"، يعني سردار جي لقب سان تخت تي ويهاريو ويو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن پنهنجي لاءِ اهو لقب هن ڪري اختيار ڪيو، جو سندس دعويٰ هئي ته سندس خاندان ايران واري مشهور بادشاهه جمشيد جي نسل مان هو.

هن پنهنجو راڄ سيوهڻ ۽ ڀهراپور جي قلعن تي قبضي ڪرڻ سان شروع ڪيو، جيڪي ان وقت غوري شهنشاهه جي ٻن سپهه سالارن جي قبضي ۾ هئا. انهن مان ڀهرئين نالي واري قلعي تي قبضو ڄمائڻ ۾ ڪامياب ٿيو، البت ٻئي تي

مختلف اختيارين طرفان تصديق ٿيل مقامي معلومات مون کي پڪ ڏياري سگهي ٿي. ڪتاب جي متن ۾ ڏنل سالن جي ظاهري غيريڪسانيت لاءِ، جن سان هن نوٽ جو واسطو آهي، جيڪڏهن سبب ڏيڻو هجي، ته اهو چوڻ ضروري ٿئي ٿو ته محمود غزنويءَ جي ڪاهه کان اڳ ۾ اسن سوزيءَ جون جيڪي زبردست ڪارروايون ٿينديون هيون، تن کي وجود ۾ آڻڻ وارا سومرائي هئا، ۽ ائين پيو معلوم ٿئي ته ملڪ جي حڪومت اڪثر حالتن ۾ انهن جي ئي قبضي ۾ رهندي هئي. آئين اڪبريءَ جو حوالو، بنان ڪنهن شڪ جي انهيءَ ڳالهه ڏانهن آهي.

حملي ڪرڻ وقت هو زندگي وڃائي ويٺو. اهو حادثو سندس تخت تي اچڻ کان ساڍا ٽي سال پوءِ وقوع ۾ آيو. هن جو وڏي ۾ وڏو پٽ، ڄام جونا ڪانئس پوءِ تخت تي ويٺو، ۽ هن نہ فقط پنهنجي والد جي ارادن کي عملي جامو پهرايو، پر ان کان علاوه هن بکر ۽ اوچ وارن قلعن تي پڻ قبضو ڄمايو. هن جي صحت، بهرحال ايتريقدر تہ نازڪ حالت ۾ هئي، جو هو هميشه جنگ جي ميدان ۾ نہ رهي سگهندو هو، جنهنڪري هن جون فوجون سندس غير موجودگيءَ سبب اڪثر بد دل ٿي پونديون هيون. هن سورهن سالن تائين حڪومت ڪرڻ کان پوءِ مرڻ کان اڳ ۾، پنهنجي زبردست محنت ۽ مشقت سان حاصل ڪيل فتوحات جا سڀ ڦل ڪسجندي ۽ سندس علائقا وري انهن سرحدن اندر محدود ٿيندي ڏٺا، جيڪي سندس پيءُ جي ڏينهن ۾ هئا.

هن جي انتقال تي هڪ خلا پيدا ٿي پيو. ڄامڪاڻ تہ تخت جي جائز وارث کي سندس والد جي زندگيءَ جي دوران ۾، جوڻيل هڪ جنگ ۾، قيدي بنائي دهليءَ پهچايو ويو هو، جتي هن هندستان جي شهنشاهہ جي بالادستيءَ کي علي الاعلان تسليم ڪيو هو، جنهن جي پاران هن پنهنجي بادشاهي باجگذاريءَ جي حالت ۾ رکڻ قبول ڪئي هئي. پر جڏهن قبيلي جي پنهن سردارن کي انهن شرطن کان آگاهہ ڪيو ويو، جن هن کي آزاد ڪرڻ منظور ڪيو هو، تڏهن انهن هن کي رسمي طور معزول ڪري سندس ٻئي نمبر ڀاءُ کي مسند تي ويهاريو. اهو سردار جنهن جو نالو ڄام بابينو هو، گهڻي وقت تائين لامحدود خود مختاريءَ جو مزو نہ ماڻي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ هو فيروزشاهہ تغلق جي فوجن کي ٻہ دفعا شڪست ڏيڻ پٺتي هٿائڻ کان پوءِ نيٺ ٿيون پيرو هجري سن ۷۷۶ (مطابق سن ۱۳۶۴ع) ۾ آڻ مڃڻ لاءِ مجبور ٿيو، جنهن کان پوءِ هن کي دهليءَ پهچايو ويو، جتي هن پنهنجي چال چلت ۾

اهڙين تہ وٺندڙ ۽ شاهاڻين خوبين جو مظاهرو ڪيو، جو شهنشاهہ سن ٨٧١ ھ ۾ هن کي شاهاڻي(١) چٽ ۽ خلعت سان نوازي، کيس واپس سنڌ ڏانهن پنهنجي وائيسراءِ جي حيثيت ۾ روانو ڪيو ۽ ان لاءِ کيس اهي ساڳيا شرط مڃتا پيا، جيڪي هن جي پياءُ کجهہ سال اڳي قبول ڪرڻ منظور ڪيا هئا. هن جو هڪ خود مختار شهزادي جي حيثيت ۾ راڄ ڇٽن سالن جي عرصي تي مشتمل هو ۽ هن دهليءَ کان واپس اچڻ واريءَ تاريخ کان وٺي شهنشاهہ جي وائيسراءِ جي حيثيت ۾ پندرهن سال حڪومت هلائي.

سنڌ جي تاريخ انهيءَ دؤر کان وٺي، جتي اسان هاڻي اچي پهتا آهيون، هندستان جي تاريخ سان ايتريقدر تہ تاڃي ۽ پيٽي وانگر مليل آهي، جو ان کي هڪ الڳ ڪتاب جي صورت ۾ جدا ڪرڻ ذري گهٽ ناممڪن ٿيندو. درحقيقت اهو موضوع اهڙو تہ غير دلچسپ ٿيندو، جو جيڪڏهن آءٌ ان تي قلم کڻڻ جي ڪوشش بہ ڪٽي ڪندس تڏهن بہ مون توڙي پڙهندڙن کي ان مان ڪو لطف ڪونہ ايندو. چنانچہ آءٌ فقط ايترو چوڻ ڪافي ٿو سمجهان تہ سما خاندان جا ڄام هندستان جي شهنشاهن جا موروثي نمائندا بنجي ويا ۽ ان گهراڻي جا ٻارهن شهزادا هجري سن ٩٢٦ (سن ١٥١١ع) تائين، انهيءَ عهدي کي هڪ اڻ-ڪٽ سلسلي جي صورت ۾ ان وقت تائين هٿ ڪندا رهيا، جيستائين انهيءَ ساڳي انقلاب سنڌ ۾ مڪمل تنزل آندو، جنهن بابر کي هندستان ۾ دهليءَ جي تخت تي آندو. سنڌ ۾ انهيءَ سڄي عرصي جي دوران، جنهن جو مون بيان ڪيو آهي، قائم رهندڙ حڪومت جي نوعيت لاءِ اهو چئي

---

(١) خلعت معنيٰ اعزازي لباس ۽ هڪ مخصوص شڪل، صورت ۽ قيمت جي چٽ کڻڻ جو حق فقط شاهي خون وارن ساٿين لاءِ مخصوص هوندو هو.

سگهجي ٿو ته اها لامحدود اختيارات سان شهنشاهن جي نمائنده حڪومت هئي. ائين پيو معلوم ٿئي ته، ڄامن طرفان سندن علائقن کي وسيع ڪرڻ لاءِ آسپاس وارن اهڙن سردارن ۽ راجائن جي علائقن تي، جيڪي انهن جي بالاحاڪم جي رعيت ۾ شامل نه هوندا هئا، انهن تي حملن ڪرڻ جو حق پاڻ وٽ محفوظ رکيو. ۽ ان مان خوب ڪم ورتو ويو. انهن مان هڪ يا ٻن کي، جيڪي دهلي ويا، شاهي رتبي ۽ اختيار جي مختلف علامتن ۽ ظاهري نشانن سان هلڻ جي اجازت ڏني ويئي، ۽ جيڪڏهن هن گهراڻي جي هرهڪ موروثي شهزادي کي سندس نمائندگيءَ واري عهدي تي فائز ٿيڻ جي موقعي تي تصديق خاطر وقت جي شهنشاهه طرفان خلعت نه عطا ڪئي وڃي ها، ۽ جيڪڏهن اهي سپ شاهي دربار ڏانهن ڪڏهن ڪڏهن وڏيون پيشڪشون(١) نه موڪليندا رهن ها، ته سنڌ لاءِ هڪ باجگذار صوبي جا لفظ استعمال ڪرڻ کي غلط سمجهيو وڃي ها(٢).

---

(١) پيشڪشون اهي رقمون آهن، جيڪي هڪ ادنيٰ درجي وارو پنهنجي بالاحاڪم اڳيان پيش ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن رقمن جي مقدار مان ائين سمجهيو آهي ته، شايد ڏن لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ ڪو پيو آهي.

(٢) ڄام بابينو ڪان پوءِ سما قبيلي جي جن ڄامن حڪومت ڪئي، سي هيٺيان هئا:

| | | |
|---|---|---|
| ڄام جُماجي | ١٣ | سال |
| ڄام صلاح الدين | ٧ | سال |
| ڄام نظام الدين | ٢ | سال |
| ڄام شيرعلي | ٦ | سال |
| ڄام ڦرن | ١ | سال |

(ڏسو حاشيه صفحو ۴٦٧)

سن ۹۲۳ھ (۱۵۰۸ع) ۾ بابر قنڌار ۾ آيو ۽ اتان جي شهزادي شاهه بيگ ارغون ھاڻ کي ان طرح سندس آبائي ورثي(۱) کان محروم ٿيندو ڏسي، وڏي فوج تيار ڪئي ۽ سيوستان، ڪيچ گنداوا ۽ سنڌ فتح ڪري ورتي. ٻهريائين هن ڄام فيروز کي سندس انهيءَ پوئين ناليءَ واري صوبي ۾ جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو، ۽ هن پنهنجي رهائشگاهه سيويءَ ۾ مقرر ڪئي، جيڪو شهر ٻهرئين ناليءَ واري صوبي جو گاديءَ جو هنڌ هو؛ پر بعد ۾ اهو معلوم ڪري ته هو سنڌس اختياريءَ جي خلاف سازباز ڪري رهيو هو، هن عبدالعليخان ترخان کي ڄام فيروز جي جاءِ تي گورنر مقرر ڪري موڪليو، جنهن تي ڄام فيروز گجرات ڏانهن ڀڄي ويو، جتي هو دلشڪستہ ٿي گذاري ويو. بابر جي طاقتور ۽ ناقابلِ تسخير فوجي طاقت جلدئي شاهه بيگ کي سندس نون حاصل ڪيل علائقن جي

| | | |
|---|---|---|
| ڄام فتح خان | ۱۰ | سال |
| ڄام تغلق | ۲۱ | سال |
| ڄام سڪندر | ۲ | سال |
| ڄام راءِ ڏنو | ۵ | سال |
| ڄام سنجر | ۱ | سال |
| ڄام نظام الدين پيو | ٦۰ | سال |
| ڄام فيروز | ۴ | سال |
| | ۱۳۰ | سال |

(۱) شاهه بيگ مير ذوالنون بيگ جو پٽ هو، جيڪو هيلمند درياهه جي ڪنارن واري علائقي گرمسيل جو شهزادو هو. اهو صوبو، سمرقند واري بادشاهيءَ جو باجگذار هو، ۽ بابر ۽ انهيءَ ملڪ جي ازبيگ بادشاهن جي درميان ڇڙيل جنگ ۾، مير ذوالنون بيگ وڏي ديده دليريءَ سان پنهنجي خودمختاريءَ جو اعلان ڪيو هو. هن جي پٽ کي، ٻهرحال، بعد ۾ مغلن جي غلبي آڏو آخر جهڪڻو پيو.

انتهائي ڏاڪٽين حصي ڏانهن فرار ٿيڻ پناهه وٺڻ تي مجبور ڪيو. پر جيئن ته هو اعليٰ خيالن ۽ وڏي جرات وارو شهزادو هو، انڪري سندس دل انهيءَ تباهيءَ جي خيال کي برداشت نه ڪري سگهي، جيڪا هن کي برداشت ڪرڻي پئي هئي ۽ هن بکر ۽ ٺٽي جي وچ تي هڪ ڀيڙيءَ ۾ آپگهات ڪيو، جنهن ۾ چڙهي هو مغل فوجن کان فرار ٿي رهيو هو، جن کيس تازو ئي بکر جو قلعو خالي ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو. هن جي هڪ ئي پٽ، شاهه حسن بيگ، جنهن کي قدرت سندس والد جي سڀني شاهاڻين خوبين سان نوازيو هو، پنهنجي مقدر کي انهيءَ حد تائين سنواري وڌو، جو هن وري پيهر بکر تي قبضو ڪيو ۽ ملتان جي خوشحال شهر ۾ ڦرلٽ پڻ ڪئي؛ پر هن جي سڀني اميدن تي ان وقت پاڻي ڦري ويو، جڏهن مرزا عيسيٰ خان طرخان، جيڪو عبدالعلي ترخان جو وڏي کان وڏو پٽ هو، جنهن کي پڙهندڙن کي ياد هوندو ته شاهه بيگ جي زماني ۾ گورنر مقرر ڪيو ويو هو، تنهن ٺٽي ۽ ان جي ماتحت علائقي تي قبضو ڪيو. نوجوان باغيءَ شهزادي کي سزا ڏيڻ لاءِ هڪدم پورپان پير ڪيا، پر هن کي تمام ڏکين ڳالهين کان پوءِ، سيوهڻ کان هيٺ واقع سنڌ جو سڄو علائقو جدا ڪرڻ لاءِ زوريءَ مجبور ڪيو ويو، جو ان کان وٺي ترخان گهراڻي جي سردارن کي هڪ باجگذار علائقي جي حيثيت ۾ هلائڻ لاءِ ڏنو ويو. پر هو سندس علائقن جي انهيءَ تقسيم کان پوءِ گهڻو وقت جيئرو رهي نه سگهيو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ساڳئي سال جي آخر ڌاري هن جو بکر جي قلعي ۾ موت واقع ٿيو، جنهن جي دوران اهو تعمير ڪيو ويو هو، ۽ ان کان پوءِ سندس باقي علائقن تي سندس لشڪر جي مختلف سردارن قبضو ڪيو، جيتوڻيڪ اهي علائقا سنڌ جي موجوده سرحدن اندر واقع هئا، ان جي باوجود انهن جي متعلق ڪنهن به بحث مباحثي ۾ پوڻ بلڪل بي فائدو ٿيندو.

جنهن زماني ۾ سنڌ اندر اهي واقعا رونما ٿي رهيا هئا، جن جو مون مٿي ذڪر ڪيو آهي، انهيءَ دور ۾ هندستان جي سلطنت هڪ پٺاڻ جي قبضي مان نڪري موجوده مغل گهراڻي جي هٿن ۾ اچي ويئي هئي ۽ بابر جو وارث همايون ان وقت، ايران ۾ جلاوطنيءَ جو زمانو گذاري پنهنجي واپسيءَ بعد دهليءَ جي تخت تي ويٺل هو. جڏهن مرزا عيسيٰ سڀ کان اول پنهنجي لاءِ ٺٽي جي سرڪار (حڪومت) جي نواب جو خطاب اختيار ڪيو، ۽ سما گهراڻي جي آخري بادشاهه کان پوءِ، هن جا جيڪي به ابا ڏاڏا سنڌ جا حاڪم ٿي گذريا هئا، تن وانگر هن پڻ انهيءَ (١) بادشاهه جي وفاداريءَ جو طوق گردن مان لاهي ڇڏيو. هندستان جي مخصوص حالات جي تحت ان وقت شهنشاهه پنهنجو توجه سنڌ جهڙي ڏورانهين علائقي ڏانهن نٿي ڪري سگهيو، جنهنڪري مرزا عيسيٰ خان مرڻ وقت پنهنجا سڀ علائقا مغل سلطنت جي اثر کان بلڪل آجا ۽ آزاد ڪري پنهنجن پٽن کي ورثي ۾ ڏيئي ويو، جن مان سڀني کان وڏي پٽ کي هڪ خطرناڪ چريپ هئڻ ڪري، ماڻهن جي اتفاق راءِ سان تخت تان هٽايو ويو ۽ هن جي ٻئي پٽ مرزا محمد باقي کي نواب بنايو ويو. جلدئي هن پڻ چريائيءَ جا اهي ساڳيا آثار ظاهر ڪرڻ شروع ڪيا ۽ هن سن ٩٩٣هه (مطابق ١٥٧٨ع) پاڻ کي ٺٽي جي جامع مسجد اندر بيهي خنجر هڻي آپگهات ڪيو. انهيءَ واقعي کان پوءِ هن جي پٽ مرزا جاني بيگ حڪومت جون واڳون سنڀاليون.

---

(١) شهنشاهه همايون جي ياچ جو نهايت دلچسپ بيان ڊو جي "هندستان" ۾ ملي ٿو. اڪبر جي ڄمڻ، جنهن جي پيدائش عمرڪوٽ ۾ ٿي، ۽ راڻي ۽ سندس معصوم ٻار جي تڪليفن جو بيان سنڌ جي تاريخ ۾ ڏاڍي دردانگيز نموني ۾ ڏنل آهي، پر اها ڳالهه تمام ڊگهي آهي ۽ هن هنڌ شامل ڪري نٿي سگهجي.

ٿن سالن کان پوءِ مشهور مغل شهنشاه، اڪبر جي فوجن سچي سنڌ فتح ڪري پنهنجي ماتحت آندي، جنهن ڪان پوءِ سنڌ جي ڪنهن به حڪمران وري ڪڏهن به پنهنجي خودمختاريءَ جي اعلان ڪرڻ جي همت نہ ڪئي آهي؛ جيتوڻيڪ انهن ڪيئي ڀيرا انهيءَ ڏن واري رقم ڏيڻ کان ڪترايو آهي، جيڪا ان وقت مقرر ڪئي ويئي هئي ۽ ساڳيءَ طرح اهي بار بار پنهنجي بالاحڪمران جي خلاف هٿيار کڻي مقابلي ۾ آيا آهن.

سن ١٠١۴ھ (مطابق ١٥٩٩ع) ۾ جهانگير پنهنجي پيءُ اڪبر کان پوءِ هندستان جو شهنشاهه بڻيو ۽ هُن، ۽ ڪانئس پوءِ ايندڙ ٻن شهنشاهن يعني شاهجهان ۽ عالمگير (جيڪو عام طرح اورنگزيب جي لقب سان مشهور آهي)، جي حڪومتن جي سڄي عرصي دوران سنڌ جي شهزادن کي انتهائي محڪوم حالت ۾ رکيو، جيتوڻيڪ آخري شهنشاهه جي انتقال بعد، هندستان جي انتشار واريءَ حالت مان هنن همت ڪري ڏن جي رقم جي ادائگي بند ڪري ڇڏي. سنڌ جي آباديءَ ۾ انهيءَ دؤر ۾، جنهن جو اڄ ذڪر ڪري رهيو آهيان، وڏي تبديلي اچي چڪي هئي، جو انهيءَ صوبي ۾ پگهاردار سپاهين جي حيثيت ۾ وڏا بلوچي قبيلن جا قبيلا آندا ۽ آباد ڪيا ويا هئا. ترخان گهراڻي جي بادشاهيءَ جي جاءِ تي گهڻو زمانو اڳي هڪ ٻئي قبيلي جي بادشاهي قائم ٿي ويئي هئي، جنهن کي ڪلهوڙا چيو وڃي ٿو ۽ جيڪي اصل ۾ ايران کان آيل هئا، پر مون اتان جي بادشاهيءَ ۾ آيل انهيءَ تبديليءَ جي تاريخ ۽ سبب بابت معلومات حاصل ڪرڻ جي جيڪا بہ ڪوشش ڪئي آهي، سا هن وقت تائين ناڪامياب ٿي آهي. ايرانين، انهيءَ وقفي ۾ قنڌار تي قبضو ڄمايو هو ۽ ممڪن آهي تہ ڪلهوڙا ايراني فوج جو ڪو قسمت آزمائيندڙ قبيلو هجي، جنهن سنڌ ۾ وارد ٿي اتان جو اعليٰ ترين اقتدار ڦٻائي ورتو ۽

هنن ساڳئي وقت تي هندستان جي شهنشاهن جي تابعداري پڻ قبول ڪئي، جيڪي انهن گورنرن جي دعوائن جي منصفاڻي هئڻ يا نه هئڻ بابت، جن کي دربار طرفان مقرر نه ڪيو ويندو هو، هميشه کان وڌي بي نياز رهندا هئا، بشرطيڪ ساليانو ڏن جي رقم کين دستوري باقاعدگيءَ (۱) سان ملندي رهي.

جيڪڏهن آءٌ نادرشاهه طرفان هندستان تي ڪيل حملي جو هن هنڌ بيان ڪندس ته ان طرح آءٌ انهن ڳالهين کي ڏوباره بيان ڪندس، جيڪي مون پنهنجي مقصد لاءِ هن کان اڳي ئي ڪافي وضاحت سان سمجهائي ڇڏيون (۲) آهن. هندستان جي تاريخ ۾ اهو عظيم واقعو سنه ۱۷۳۹ع ۾ رونما ٿيو، ۽ ان جي مختلف نتيجن مان هڪ وڏو نتيجو، سنڌ ۽ سنڌونديءَ جي الهندي ڪناري وارن سڀني علائقن جو هندستان کان علحده ٿي، ايران جي تاج سان منسلڪ ٿيڻ جي صورت ۾ نڪتو. نادر دهليءَ کان واپس وطن ورڻ تي ٽٽي آيو، جتي

(۱) هن ڳالهه لکڻ کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو آهي ته ڪلهوڙا اصل ۾ هڪ مذهبي فرقي سان پيدا ٿيل ماڻهو هئا ۽ اهي پنهنجو شجرو عباسي گهراڻي سان وڃي ملائيندا آهن. سن ۱۴۳۰ع ڌاري هنن مذهب جي آڙ وٺي سنڌ جي ماڻهن تي ڏن رکڻ شروع ڪيو ۽ ان کي آهستي آهستي وڌائيندا ويا، تان جو مقامي ماڻهو ايتريقدر بيزار ٿي پيا، جو انهن سندن خلاف بغاوت ڪئي ۽ سندن اڳوان جي تقدس ۽ پارسائيءَ جي دعوائن جي باوجود، هنن کيس قتل ڪري ڇڏيو ۽ سندس سڀني مريدن کي بلوچستان جي صوبي قلات ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو. ان کان پوءِ هو وري هندستان جي شهنشاهه جي اجازت سان واپس آيا ۽ آهستي آهستي پاڻ کي اڳتي وڌائيندا رهيا، تان جو هنن جي سردار ٽٽي جي حڪومت تي قبضو حاصل ڪيو.

(۲) ڏسو، بلوچستان جو تاريخي بيان، باب ۳، حصو ۲، پڻ ڏسو ٽٽي بابت رمارڪ باب ۹، حصو ۲.

زباني بيانن موجب، هن جو نهايت شاندار استقبال ڪيو ويو (١)، ۽ هن اتان جي گورنر کي سندس عهدي تان نہ هٽايو. انهيءَ فاتح جو قتل سنہ ١٧۴٧ع ۾ ڪيو ويو ۽ هن جي وسيع سلطنت جي ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ جي نتيجي طور، جيڪا هن پنهنجي زندگيءَ ۾ قائم ڪئي هئي، ڪابل جي بادشاهيءَ جو بنياد پيو، جنهن جو سنڌ هن وقت هڪ باجگذار صوبو آهي. ائين پيو نظر اچي تہ اتان جي نوابن، بهرحال، انهيءَ نئين گهرائي جي بادشاهن جي اقتدار کي هڪدم تسليم ڪونہ ڪيو، پر هنن وري بہ هندستان جي شهنشاهن ڏانهن تابعداري جو مظاهرو ڪيو، جيئن تہ سنہ ١٧٥٦ع ۾ اسان ڏسون ٿا تہ ان وقت جي هندستان جي شهنشاهہ عالمگير ثانيءَ طرفان پنجاب ۽ سنڌ جي صوبن جون حڪومتون، احمد شاهہ درانيءَ جي پٽ شهزادي تيمورشاهہ کي سندس هڪ شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ تي ڏاج ۾ ڏنيون ويون. عين انهيءَ دؤر ۾ مرهٽا سڄي هندستان ۾ ڦهلجي چڪا هئا، ۽ سن ١٧٥٧ع ۾ هنن تيمور شاهہ کي اٽڪ نديءَ جي هُن پار هڪالي ڪڍيو، ۽ افغانن کي ايتريقدر ٿڪ ڪمن ڪارين ۾ رڌل رکيو، جو هنن لاءِ سنڌين جي سرگرمين ۾ مداخلت ڪرڻ ناقابل عمل ٿي پيو، جن انهيءَ گڙٻڙ مان وڏي خوشيءَ سان فائدو ورتو، شاهي خزاني ڏانهن پنهنجو ڏن رواني ڪرڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ صورتحال، هنن کي انهيءَ بوجي کان گهٽي وقت تائين آجو نہ

---

(١) سر وليم جونس جي طرفان نادرشاهہ جي تاريخ جي فرانسيسي ترجمي ۾ ان وقت جي ٺٽي جي گورنر ميان نورمحمد کي خدايارخان سڏيو ويو آهي، جيڪو هڪ خطاب هو، جو هن کي هندستان جي شهنشاهہ محمد طرفان عطا ڪيو ويو هو. ايراني فوج جي ويجهي اچڻ تي هو عمرڪوٽ ڏانهن ڀڄي ويو، پر کيس قيدي بنائي ٺٽي واپس آندو ويو. اتي پهچڻ بعد ئي هن فاتح کي اهڙيءَ طرح مطمئن ڪيو، ۽ اهي واقعا رونما ٿيا، جن جو مون هن کان اڳئين باب ۾ ذڪر ڪيو آهي.

رکيو، ڇاڪاڻ ته هو پاڻيپت (١) جي جنگ کان پوءِ، انهيءَ معاملي ۾ پنهنجي طرفان ڪيل ڪوتاهيءَ جي عيوضي ۾ بقايا رقم جو ڪافي وڏو حصو خوشيءَ سان پري ڏيڻ جي شرط تي ناهه ڪرڻ لاءِ راضي ٿيا. ان کان سواءِ، هنن احمد شاهه کي ايرانين جي خلاف جنگ جاري رکي سگهڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ، جيڪي ان وقت خراسان تي حملو ڪري رهيا هئا، ٻن سالن جي ڏن جي رقم اڳواٽ ڀڻ پري ڏني.

احمد شاهه سنه ١٧٧١ع ۾ گذاري ويو ۽ ان کان پوءِ تيمورشاهه ڪابل ۾ تخت نشين ٿيو. سنه ١٧٧٩ع جي جون مهيني ۾، بلوچي نسل جي هڪ قبيلي، جنهن کي ٽالپر سڏيو وڃي ٿو، موجوده اميرن ۽ سندن وڏي ڀاءُ جي سرڪردگيءَ ۾ سنڌ جي ڪلهوڙا نواب جي اقتدار خلاف بغاوت ڪئي، ۽ سندس ڪن سون ماڻهن کي قتل ڪرڻ بعد هن کي قنڌار طرف ڀڄي وڃڻ تي مجبور ڪيو. تيمور شاهه، فرار ٿيل نواب کي سندس حق واپس وٺي ڏيڻ لاءِ، مدد خان جي زير قيادت فوجن هڪ فوج موڪلي ڏني، جيڪو مقصد ڪنهن به ڏک هڻڻ کان سواءِ ئي حاصل ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته جنهن دم شاهي فوجون سنڌ صوبي اندر داخل ٿيون، تنهن گهڙيءَ ٽالپرن ڀڄي وڃي ريگستان ۾ پناهه ورتي؛ پر هنن وري موٽي اچڻ ۾ ڪا به دير ڪانه ڪئي، ۽ ڪلهوڙي شهزادي کي پيو پيرو بنان ڪنهن مقابلي جي، وري تخت تان لاٿو ويو. ماڻهن اهو ڏسي ته هن جي دشمن جي، قسمت ياوري ڪري رهي آهي، کيس سندس قسمت تي ڇڏي ڏنو. سنه ١٧٨٦ع ۾، ڪابل کان هڪ پيو لشڪر سنڌ ۾ پيدا ٿيل اختلافن ۽ تڪرارن کي نبيرڻ لاءِ آيو. پر هن ڀيري ٽالپر سردارن ملڪ جي حڪومت ۽ آمدنيءَ

---

(١) اها جنگ سن ١٧٦١ع ۾ جونءِ ويڙهي هئي. ڏسو باب ٣، حصو ٢ (نوٽ).

تي ٻورو قبضو ڪيو، ڪجهه وقت پرامن طور گذري چڪو هو، جڏهن ڪري هو انهيءَ رقم سان افغانن جي لشڪر کان وڏيڪ تعداد ۾ هڪ وڏي فوج جمع ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، جنهن جي نتيجي ۾ هنن افغان فوج کي شڪارپور شهر کان اڳتي وڌي ڪوهه ڏکڻ- الهندي، واقع جيئند نالي هڪ ڳوٺ وٽ پوري طرح شڪست ڏني، ۽ هارايل فوج شڪارپور شهر ڏانهن ڀڄي ويئي. ان کان پوءِ ٽالپر جون ڪالهيون شروع ڪيون ويئون، ۽ جيئن ته ٽالپرن، نه فقط ڏن جي بقايا رقمن پري ڏيڻ جي تجويز پيش ڪئي، پر ان سان گڏ هنن آئيندي لاءِ اها رقم انتهائي باقاعدگيءَ سان پيش ڪرڻ جو وعدو پڻ ڪيو، انڪري هنن ۽ بادشاهه جي درميان اهو معاملو باهمي رضامنديءَ سان هن طرح طئي ڪيو ويو، جو بادشاهه جي طرفان هڪ فرمان جاري ڪري ٽالپر ڀائرن مان سڀني کان وڏي، مير فتح علي کي سنڌ جو امير مقرر ڪيو، ۽ انهي وقت کان وٺي سنڌ جي سڄي رعيت کي ڪلهوڙا خاندان لاءِ وفاداري ۽ تابعداريءَ کان آزاد قرار ڏنو ويو، جن جو هن وقت فقط هڪ سردار باقي وڃي بچيو آهي، جيڪو گجرات ڏانهن ڀڄي ويو آهي، جتي هو گذريل چند سالن جي دوران اتان جي مقامي شهزادن منجهان هڪ وٽ، قسمت آزمائيندڙ سپاهيءَ طور رهيو پيو آهي.

انهيءَ انتظام کان ٿن سالن کان ڪجهه وڌيڪ عرصي گذرڻ کان پوءِ ٽالپر اميرن طرفان ڏن ۾، هڪ ربي موڪلڻ کان به سختيءَ سان انڪار ڪيو ويو، ۽ انهيءَ وقت تيمور شاهه هنن کي تابعداري تي مجبور ڪرڻ واسطي پنهنجون فوجون انهن طرف موڪلي نه سگهيو. سندس پٽ زمان شاهه، جيڪو هن کان پوءِ سن ١٧٩٣ع ۾ تخت تي ويٺو، تنهن هڪ سال کان پوءِ هنن جي سرحدن طرف پيشقدمي شروع ڪئي، پر جيئن ته هو ڏکي جنگ ڇيڙي وقت ضايع ڪرڻ لاءِ تيار

نہ هو، انڪري هو ٽالپر اميرن کان چوويهہ لک رپيا (۱) وٺڻ تي راضي ٿيو، جا رقم انهيءَ رقم جو چوٿون حصو بہ نہ هئي، جيڪا هنن جي طرفان واجب الادا ٿيٽي هئي، ۽ پوءِ پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽي ويو. انهيءَ غيردانشمندانہ ڪم سنڌين جون پنهنجي اهميت ۽ طاقت ڏانهن اکيون کولي وڌيون، ۽ ان کان پوءِ هنن وري ڪڏهن بہ ڏن جي رقم کي هڪ نالي‌ماتر رسم کان سوءِ وڌيڪ ڪونہ ڪوٺيو آهي، جيتوڻيڪ سن ۱۸۰۵ع ۾ جڏهن شاه شجاع‌الملڪ انهيءَ رسم تي عمل ڪرائڻ لاءِ پيشقدمي ڪئي، تڏهن ٽالپرن طرفان ولي‌محمد خان کي نامزد ڪيو ويو تہ هو ان سان سنڌن علائقي جي آخري سرحد وٽ وڃي ملي ۽ هن جي خطابت ۾ ايترو زور هو، جو هو بادشاه کي سنڌس هڪ وزير فتح خان جي زوردار مشوري جي برعڪس، ايڪهتر لک رپين (۲) جي بدران، جيڪا رقم ان وقت تائين اڻ-پيٽاريل بقايا هئي، ستاويهن لک رپين جي رقم وٺي واپس وڃڻ لاءِ آماده ڪري سگهيو.

تيمورشاه طرفان، سنڌ جي اعليٰ اقتدار تي مير فتح‌علي جي نامزد ٿيڻ تي، انهيءَ سردار ملڪ جا وڏا وڏا ڀاڱا پنهنجي خاندان جي انهن مختلف شاخن جي حوالي ڪري ڇڏيا، جن کيس انهيءَ ملڪ جي حڪومت کي قبضي ۾ مدد ڪئي هئي. انهن مان مير سهراب ۽ مير ٺاري کي سڀني کان وڏا حصا مليا، ۽ جيئن تہ کين سنڌن علائقن ۾ مڪمل اختيارات ڏنا ويا ۽ هنن کي جاگيردارانہ نظام جي تحت پڻ ڪنهن ڪم ۾ نہ جڪڙيو ويو، انڪري انهن کي هائي حقيقت ۾ خودمختار ٿي سمجهي سگهجي ٿو. اول‌الذڪر جو

---

(۱) ٽي لک پائونڊ اسٽرلنگ.

(۲) اٺ لک ستاسي هزار پنج سؤ پائونڊن بدران، ٽي لک ستيهہ هزار ۽ پنج سؤ پائونڊ اسٽرلنگ.

علائقو سنڌ جي اتر-اڀرندي حصي ۾ واقع آهي ۽ اهو بهاول خان جي علائقي جي ڏاکڻين سرحد کان وٺي شروع ٿي خيرپور جي شهر تائين وڃي ٿو، جيڪو هن جي گاديءَ جو هنڌ آهي؛ هن جي ساليانيءَ آمدني ست لک رپيا آهي ۽ هو چئن ۽ پنجن هزارن جي وچ ۾ فوج رکي سگهي ٿو. مير ٺاري جا ضلعا ڏاکڻين طرف مير سهراب جي ضلعن سان ملن ٿا؛ هن جي ساليانيءَ آمدني چئن لکن رپين کان مٿيري آهي ۽ هن جي مستقل فوج جو تعداد چار هزار آهي.

مير فتح علي جي انتقال بعد سندس ٽن ڀائرن طرفان خاندانَ پنهنجي شاخ جي آمدني چئن ڀاڱن ۾ ورهائي، جن مان ٻه ڀاڱا مير غلام عليءَ ڏانهن وڏي امير جي حيثيت ۾ ويا، ۽ باقي ٻن ڀاڱن مان، هڪ-هڪ ڀاڱو باقي ٻن ننڍن ڀائرن منجهان هرهڪ کي ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح سان ان وقت جيڪا رقم تقسيم ڪئي ويئي، سا چوڏهن لک ۽ تيرهن هزار رپيا هئي، پر انهيءَ وقت کان وٺي هاڻي اها ڪافي حد تائين وڌي ويئي آهي. مير غلام عليءَ کي جيڪو اضافي الائونس ڏنو وڃي ٿو، تنهن جي عيوضي ۾ هو ملڪ جي مستقل شهري ۽ فوجي اخراجات ڪرڻ لاءِ ٻڌل هو، جيڪي تمام ٿورا آهن ۽ انهن کان علاوه ڪابل جي بادشاهه طرفان جيڪڏهن ڪنهن به وقت ڏن جي رقم ڀري ڏيڻ تي زور ڏنو ويندو ته ان صورت ۾ هن کي ٻن حصن جيتري رقم ڀرڻي پوندي.

انهيءَ ساڳئي وقت تي جڏهن ٽنهي ڀائرن جي اتفاق راءِ سان اهي قاعدا مرتب ٿي رهيا هئا، تڏهن هنن صوبي تي گڏجي حڪومت ڪرڻ جو هڪ انتهائي حيرت انگيز معاهدو طئي ڪيو. سنڌ جي اميرن يا حڪمرانن جي خطاب تحت، ۽ مير غلام علي(۱) جي وفات تي، جيڪو انهن ٽنهي ڀائرن

(۱) مير غلام علي هڪ نر هرڻ جي حملي ۾ مارجي ويو هو، جڏهن هو سن ۱۸۱۲ع ۾ شڪار ڪري رهيو هو.

ڪان وڏو هو، جيڪي انهيءَ موقعي تي مسند تي هئا، جڏهن اسان جو وفد دربار ۾ حاضر ٿيو هو، سندس سيني ڪان وڏو پٽ، انهيءَ ته-مورتيءَ ۾ سيني ڪان هيٺين جاءِ تي ويهندو هو ۽ سندس ٻه پاٽر هڪ ڏاڪو مٿي چڙهي ويهندا هئا. هن ڳالهه جو اندازو ڪرڻ ناممڪن آهي ته اهو عجيب و غريب طريقو ڪيترو وقت محفوظ رهي سگهندو. هن وقت اهو ڏاڍي مضبوطيءَ سان قائم ٿيل نظر اچي ٿو، پر ان جو بنياد هر اهڙي خيال جي عين مخالفت ۾ آهي، جنهن جي تشڪيل اسان ڪي ايشيائي حڪومتن جي ايامن جي تجربي سيکاري آهي، جو اسان هن اندازي لڳائڻ ۾ حق بجانب آهيون ته اهو گهڻي وقت تائين نه هلي سگهندو، ۽ هر انساني امڪان ۾، ان جو اختتام گهڻو ڪري انهن مان هڪ فرد جي رتائن ذريعي ٿيندو، جنهن جي دل ۾ پنهنجي اقتدار واسطي پين پائيوارن جي بيوقوفيءَ سببان ملڪ جي غير مشروط اقتدار ڪي قبائڻ جي لالچ پيدا ٿي سگهي ٿي.

چيو وڃي ٿو ته سنڌ جي آمدنيءَ جي ڪل رقم، جنهن ۾ حڪمران گهرائي جي پاسي اوسي وارين سيني شاخن جي آمدني پڻ شامل آهي. ايڪهٺ لک رپيا ساليانيِ آهي ۽ جيڪڏهن اها درست آهي ته ان مان ثابت ٿئي ٿو ته ان ۾ سن ١٨٠٩ع جي پيٽ ۾ ارڙهن لکن رپين جو اضافو ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي ان وقت صافي آمدني پائيتاليهه لک اٺهتر هزار رپيا چئي وڃي ٿي(١). ڪابل ڏانهن جيڪو ساليانو ڏن موڪليو وڃي ٿو، سو تيرهن لک رپيا آهي، جڏهن ڪان ولي ان بابت ناهه ٿيو هو، تڏهن ڪان جيڪا رقم سچ پچ موڪلي وڃي ٿي، سا انهيءَ رقم ڪان سراسري طور ان جي ڇهين حصي جيتري

---

(١) ايڪهٺ لک رپيا ٧,٦٧,٥٥٠ پائونڊ اسٽرلنگ آهن. ارڙهن لک رپيا ١,٢٥٠٠٠ پائونڊ اسٽرلنگ ٿين ٿا. پائيتاليهه لک ۽ اٺهتر هزار رپيا ٤٣٤٧٥٠ پائونڊ اسٽرلنگ جيترا آهن.

۾ ڪانهي. اميرن کي وڏن خزانن جمع ڪرڻ سان گڏوگڏ، سنڌ ۾ غير معمولي ڊگهي عرصي کان وٺي ڪنهن ٻه وڏي داخلي نوعيت جي افراتفريءَ جي بند ٿي وڃڻ، گذريل ڪجهه عرصي کان ايڏو طاقتور بنايو آهي، جو انهن مير سهراب جي انتقال جو فائدو وٺي سنڌ سان وسيع علائقن کي پنهنجي رقيبي سان ملائي ڇڏيو آهي، ۽ ان طرح هن جي ٻارن کي مڪمل طور تباهه ڪري رکيو آهي، جن ڪابل جي بادشاهه محمود شاهه وٽ وڃي پناهه ورتي آهي(۱). سن ۱۸۱۳ع جي پوئين حصي ۾ هنن عمرڪوٽ(۲) جي قلعي تي قبضي ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي فوج پڻ رواني ڪئي، جنهن تي گذريل ڪجهه نسلن کان وٺي جوڌپور جي راجائن جو قبضو رهندو آيو هو. انهيءَ مهم ۾ هو مڪمل طور ڪامياب ٿي ويا ۽ انهن غاصبن جا وسيلا ۽

---

(۱) مون کي هينئر ئي معلوم ٿيو آهي (نومبر ۱۸۱۴ع) ۾ ڪابل جو بادشاهه نه فقط مير سهراب جي خاندان کي سنڌ ملڪيت واپس ڪرائڻ لاءِ، پر اميرن کي ڏن جي رقم جي بقايائن جي ادائگيءَ لاءِ پڻ مجبور ڪرڻ لاءِ، جن جي مجموعي رقم ڏيڍ ڪروڙ رپين کان ٻه (۱۵۰۰،۰۰۰ پائونڊ اسٽرلنگ) وڌي ويئي آهي، سنڌ جي اميرن تي چڙهائي ڪرڻ جي باري ۾ سوچي رهيو آهي، ۽ جيڪڏهن اها ڪوشش ڪئي ويئي، ته مون کي خاطري آهي ته اها مقصد جي انصاف پسنديءَ ۽ سنڌين جي وڌندڙ طاقت کي دٻائڻ جي انتهائي سخت ضرورت کي پوري ڪرڻ لاءِ فائديمند ثابت ٿيندي.

(۲) عمرڪوٽ جو قلعو مشرق ۾، شهنشاهه اڪبر جي ڄمڻ جي جاءِ هئڻ ڪري مشهور ۽ معروف آهي. اهو ڪافي مضبوط قلعو آهي ۽ ان کي سنڌ جي چوڌاري ڦهليل ريگستان طرفان ايتريقدر ته ناقابل رسائي سمجهيو ويو ٿو، جو سنڌ جي اميرن ان کي هاڻي سندن خزانن جي ڪجهه حصي جي رکڻ لاءِ حفاظت جي مقام هئڻ طور مخصوص ڪري ڇڏيو آهي.

سنڌن همت ايتريقدر وڌي ويئي آهي، جو انهن هڪ کان
وڌيڪ ڀيرا سنڌن علائقن جي ڏکڻ-اوڀر ۾، واقع ڪڇ ڀوڄ
جي ملڪ تي حملي ڪرڻ جون تياريون به ڪيون آهن، جنهن ۾
هو هن کان اڳي ڪامياب ٿي وڃن ها، جيڪڏهن هندستان
جي انگريزي حڪومت کين پنهنجي هن مضبوط ارادي کان
واقف نه ڪري ها ته جيڪڏهن هنن انهيءَ بادشاهيءَ تي
ڪنهن به حملي ڪرڻ جي همت ڪئي ته ان جو سختيءَ سان
مقابلو ڪيو ويندو ۽ اهو مقابلو انهيءَ شدت سان ڪيو ويندو،
جهڙوڪ هنن جي طرفان آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ يا ان جي
اتحادين جي ڪنهن به علائقي تي ٿيندڙ حملي جي جواب ۾
ڪيو ويندو آهي. جڏهن اسان جو وفد ١٨٠٩ع ۾ حيدرآباد کان
روانو ٿيو ته اعليٰ ترين حڪومت جي پاران اتي هڪ مقامي
نمائندي کي پٺيان ڇڏيو ويو ۽ هو اجا به اتي رهيل آهي.
انهيءَ ملڪ هاڻي انهن رياستن جي درميان انتهائي اهم مقام
حاصل ڪيو آهي، جيڪي گجرات صوبي جي سرحدن لڳو لڳ
آهن ۽ جيئن ته اتان جا حڪمران انهيءَ سرحد پار ڪرڻ کان،
جيڪا قدرت سنڌن علائقن لاءِ مقرر ڪئي آهي، فقط اسان جي
طاقت جي رعب کان روڪيل آهن، شايد مستقبل ۾ ڪنهن
به بهاني سان، خواهه اهو ڪهڙو به خسيس غيراهم ڇو نه هجي،
انهيءَ طرف حد دخلي ڪرڻ سان، اسان ڏانهن انهن ماڻهن
جي دلين ۾ جيڪو خوف ۽ جيڪا عزت هن وقت موجود
آهي، تنهن جي درجي ۾ ڪمي اچي ويندي. جنهن ۾ اضافو
ڪرڻ يقيناً اسان جي مفاد ۾ آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري ان کي
منهنجي راءِ ۾، انتهائي سخت ۽ فيصلائڪن قدم کڻڻ سان

دہائن گھرجي، جيڪڏهن اميرن ڪي، آنربل ڪمپنيءَ جي تجارتي عيوضيءَ جي سنڌ مان ڏنل نيڪاليءَ، ۽ وڏي مقدار ۾ سرڪاري جائداد ۽ ملڪيت جي ضبطيءَ جي موقعي تي، سندن ئي علائقن اندر اسان جي هٿيارن جي طاقت جو زور انهيءَ موقعي تي(۱) محسوس ڪرايو وڃي ها، ته انهن جو سندن دربار ڏانهن موڪليل وفدن ڏانهن رويو بنان ڪنهن شڪ و شبهي جي بلڪل مختلف نوعيت جو هجي ها.



(۱) اهو واقعو سن ۲-۱۸۰۱ع ۾ ٿي گذريو. آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ اٽڪل هڪ لک رپين کان وڌيڪ ماليت جيتري ملڪيت وڃائي ۽ سنڌين طرفان انهيءَ عملدار کي قتل ڪرائڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي ويئي، جيڪو اتي رهندڙ هو.

## نوشڪيءَ وٽ ليفٽيننٽ ھالنجر ڪان علحده ٿيڻ ڪان پوءِ ڪئپٽن ڪرسٽيءَ جي روزنامي جو اختصار

٢٢- مارچ : آءٌ نوشڪيءَ ڪان ٿي روانو ٿيس، ۽ ننڍيون واريءَسون ٽڪريون پار ڪرڻ ڪان پوءِ، بارش جي پاڻيءَ جي ھڪ ننڍڙي تلاءَ وٽ جمعا خان لاءِ ترسيس، جنھن تلاءَ جو پاڻي ميرو ھئڻ جي باوجود، تازو ھو. اسان اٽڪل ھڪ ڪلاڪ ترسياسون، جيستائين جمعا خان (جنھن جو اٺ جلد ئي ليي پيو) اچي پھتو، ۽ ان ڪان پوءِ اسان اتان اڳتي وڌياسون. ھن ۽ سندس سائين اسان کي چيو ته اسين توھان جي صحبت ۾ تسليءَ سان ٿا ھلون، چاڪاڻ ته اسين سڀ پائرن وانگر ھئاسون. اسان ھڪ سڌي لوڻ واري پٽ کي پار ڪرڻ ڪان پوءِ جيڪو لڪ جي مٿانھين تان پاڻيءَ وانگيان نظر اچي رھيو ھو. اسان چوڏھن ميلن ھلڻ بعد قيام ڪيو ۽ ھڪ ٽڪري جي ھيٺان وڃي ماني ڪاڌي. اسان مانيءَ ۽ کجور ترُ تڪڙ ۾ کائي، الھندي طرف پيشقدمي ڪئي ۽ لوڻ وارو رٽپٽ پار ڪيو. اسان جي سونھي اسان کي تيز رفتاريءَ سان ھلڻ لاءِ زور ڏنو ته، جيئن اسان پنھنجن دشمنن کي گوھي ڏيئي نڪري وڃي سگھون، جيڪي ھن چيو ته جيئن ئي اسان تومن ڪان روانا ٿي نڪتاسون، تيئن ئي اھي ھڪ ٻئي رستي تان اچڻ شروع ڪندا ته جيئن اسان سان رڻ ۾ اچي گڏجن. رات جو اٽڪل ڏھين بجي مھل اسان دور ڪان ھڪ روشني ڏٺي ۽ جلد ئي ھڪ ريبار جي جھوپڙيءَ وٽ، اچي پھتاسون، جنھن پنھنجين ردن کي اندر بند رکڻ لاءِ پنھنجي جھوپڙيءَ جي چوڌاري ڪنڊن وارن ٻوڙن جو لوڙھو ڏيئي ڇڏيو ھو. ھو ھڪ غاليچو کي آيو ۽ دستوري عليڪ سليڪ بعد اسان کي ٻڌايائين ته،

نيهه افغان اتي آيا هئا ۽ سنڌن متعلق معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ سوال پڇي رهيا هئا ۽ هاڻي اهي نڪر ين ڏانهن وڃا آهن، جتي هنن اتان جي هڪ لڪ تي قبضو ڪيو آهي. ان ڪان پوءِ هو ڏهي ڪڻي آيو ۽ اسان هڪ ٻڪري خريد ڪئي، جيڪا اسان جي ماڻهن ذبح ڪئي ۽ جلد ئي سڄيءَ کي ڳڙڪائي ويا. تنهن ڪان پوءِ اسان ڪجهه ميلن تائين اڳتي وڌياسون ۽ پيچري ڪان ٻاهر نڪري، جوٽن جي ٻنيءَ جي هڪ صاف ٽڪري ۾ سمهي رهياسون.

۲۳- مارچ : ٻه ڏينهن ڪان اڳ ۾ ننڍ سان سجاڳ ٿي اسان الهندي رخ ۾ پيشقدمي شروع ڪئي ۽ زمين جو اهڙو ٽڪرو پار ڪيو، جيڪو ڪنهن وقت هڪ سرسبز رقبو هو، پر هاڻي اهو خشڪ ساليءَ جي ڪري بلڪل ويران پيو هو. اسان غلام شاهه جي ڪنڊرن وٽ نيرن ڪرڻ لاءِ ترسياسون، شهر جو ڪجهه حصو اڃا به موجود آهي، اتي اسان کي بارش جي پاڻيءَ جو هڪ تلاءُ مليو ۽ ٻن ڪلاڪن جي آرام ڪان پوءِ اسان پنهنجو رستو وٺي اڳتي وڌياسون، اسان جي تمام ويجهو ساڄي هٿ وٽ واريءَ جون ڍڪر يون آهن، ساڄي هٿ طرف وڻنڊڙ پيچري کي ڍڪ ڇهو وڃي ٿو ۽ اهو ساوڪ ڪان بلڪل خالي آهي. اسان هڪ بلوچي تومن ۽ ڍڳن وڏان اچي لنگهياسون، پر انهن جي ويجهو وڃڻ جو خطرو نه ڪنيوسون، جو دشمن جي جماعت اسان لاءِ واجهائي رهي هئي. اوچتو گجگوڙ ۽ وڄ سان هڪ زبرست برسات اچي شروع ٿي، تنهن سان گڏ تيز رفتار هوا پڻ هئي، جنهن واريءَ کي اڏائي اسان جي منهن تي هنيو، جنهنڪري اسان ڪجهه ڪلاڪن تائين هڪ ٽڪريءَ جي ڪناري هيٺان هوا ڏانهن پٺيون ڪري پناهه وٺڻ تي مجبور ٿياسون. صفائي ٿيڻ ڪان پوءِ اسان اڃا به ڪجهه اڳتي وڌياسون ۽ ننڊ ڪرڻ لاءِ هڪ هنڌ قيام ڪيوسون.

۲۴- مارچ: رات جي مانيءَ کانپوءِ چند ڪلاڪن جي آرام ڪرڻ بعد اسان ننڊ مان بيدار ٿياسون، ۽ اٺن تي سوار ٿياسون. هوا ۾ هلڪي برسات ۽ ڪوهيڙي سبب خنڪي هئي. صبح جو ستين بجي مهل اسان نيرن لاءِ قيام ڪيو. جبلن جي هڪ قطار ۾ اسان جي اڳيان ۽ ڏائي طرف اٽڪل ڏهن ميلن جي مفاصلي تي عجيب و غريب صورت واري هڪ ٽڪري، ٽڪنڊي ميخ وانگر بيٺي هئي، جنهن کي ”ميخ رستم“ سڏيو وڃي ٿو. ان کان پوءِ اسان ريتيءَ جي هڪ سخت ٽڪريءَ تي چڙهياسين، جنهن تي ساوڪ جو نشان ئي ڪونه هو. نيرن کان پوءِ اسان وري ساڳي رستي تي سفر شروع ڪيو ۽ اسان کي پوئتان جيڪا ٽڪرين جي قطار نظر آئي هئي، سا ويجهي ايندي ويئي ۽ ان جي دامن ۾ هڪ ڏاڍو سٺو هيٺانهون چراگاهه مليو، جنهنڪري مون پنهنجي اٺ کي اڙي هٽي تکو ڪيو ۽ اسان جلد ئي اتي وڃي پهتاسون، جتي اسان ڪن ننڍن وڻن ۽ ٻوڙن جي هيٺان ترسياسون ۽ اتان ٻن-ٽن بلوچن کي پاڻيءَ جي تلاش ۾ روانو ڪيوسون. هو پاڻيءَ جي ڳولا ڪرڻ ۾ اٽڪ هئا ۽ جلد ئي واپس اچي اسان کي اطلاع ڏنائون ته هنن کي ٻن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ٽوبن مليو هو، جنهن ۾ بارش جو جام ۽ سٺو پاڻي هو. هو جمعا خان لاءِ تحفي طور ٻڪري ٻن ساڻ وٺي آيا هئا، جنهن لاءِ انهن اهو ظاهر ڪيو ته هو حج تي وڃي رهيو آهي. انهيءَ جهنگ جو نالو چاڪئي هو، ۽ ان ۾ جانورن جي چرڻ لاءِ سٺو گاهه موجود هو. ڏاکڻين طرف هڪ ڏينهن جي سفر تي، لوٺيانڻي پاڻيءَ جا ڍُٻا موجود آهن، جيڪي تمام سوڙها، پر اونها آهن.

۲۵- مارچ: اسان پنهنجن چوپاين جانورن کي گاهه چارڻ لاءِ اڌ ڏينهن تائين اتي قيام ڪيو. اسان کي ننڊ جي ڪري تازگي ۽ فرحت محسوس ٿي، حالانڪ اسان حملي وقت تيار رهڻ واسطي ڪپڙن ۽ هٿيارن سميت ليٽيائي رهياسون، ۽ اٽڪل

هڪ بجي منجهرن بعد اسان سوار ٿياسين ۽ جلد ئي سامهون واري ٽڪرين جي قطار وٽ اچي پهتاسون. اها قطار خاران کان گول دائري جي صورت ۾ وکڙ کائي اتي پهچي ٿي ۽ جنهن هنڌ تي آءُ ان وٽان اچي لنگهيس، اتان کان اتر طرف اها ڪو ٿوروئي مفاصلو اڳتي هلي ختم ٿي وڃي ٿي. ساڄي هٿ طرف سڄو ملڪ قندار تائين هڪ بيابان آهي، قطار جي مٿان (مون کي بعد ۾ معلوم ٿيو) ٻه لڪ آهن، جن مان اسان جي آڏو اتر طرف کان ايندڙ لڪ ۾ اهي افغان لڪل ڇپيا پئي ويا، جن کان گوئي ڏيڻ لاءِ اسان ڏائي هٿ طرف، ورن وکڙن وارو رستو ورتو ۽ انهن ٽڪرين کان ٻئي موڙ کائي هڪ اهڙي رستي تي اچي نڪتاسون، جيڪو متوازي هو ۽ ٽئين ڏينهن (۲۷- مارچ) تي اچي ڪوچن نڪتاسون. ان هنڌ تي سٺو ۽ صاف پاڻي جام ملي ٿو. روزاني سفر جي دوران مون سڄي ضلعي جي وچان جنهن کي پشت ڪوه. يعني جبل جي پٺي سڏيو پئي ويو، رڍن جا ڌڻ ڏٺا. ۲۷- تاريخ تي اسان کي بلوچن جي هڪ جماعت ملي، جيڪا اتر طرف کان اتي پهتي هئي، ۽ پاڻ سان گڏ پنهنجين زالن، ٻارن، تنبن ۽ ڌڻن کي مڪران ڏانهن وٺي وڃي رهيا هئا. هنن ٻڌايو ته هو گرم سيل کان پڄي رهيا هئا، جو هنن ٻڌو هو ته ڪابل جي بادشاهه جو وزير فتح خان قندار کان انهيءَ طرف ڏانهن اچي رهيو هو.

۲۸- مارچ: صبح ٿيڻ سان ئي اسان اڳتي وڌياسين ۽ الهندي رخ ۾ پيرن هيٺيان ترڪندڙ واريءَ جي پهاڙين مٿان اترئين ڏس طرف سفر ڪيوسين، ۽ مموءَ وٽ نيرن لاءِ قيام ڪيوسين. انهيءَ جاءِ کي اهو نالو انهيءَ ڪري مليو آهي، جو اتي هڪ پير نالي ملڪ مموءَ کي دفن ڪيو ويو هو ۽ اتي موجود بلوچ ماڻهن اسان کان خيرسلامتيءَ لاءِ خيرات گهري، هنن جمعا خان ۽ مون کان اسان جي ماڻهن جي تعداد جي تناسب سان اٽو ۽ کجور ڪڍيون ۽ انهن مان ماڻهون

ٿاهي، هر هڪ ۾ هڪ جيترو ٻون تقسيم ڪيون. اهي سڀ جمعا خان ۽ هڪڙي ماڻهوءَ کان سواءِ جنهن کي ننڍيءَ عمر ڪري معاف ڪيو ويو، درگاهه تي پابنديءَ سان نماز ادا ڪرائي رهيا هئا. هوءَ وقت اسان کي ڏاڍي خراب آب و هوا سان مقابلو ڪرڻو پيو، پر اسان ٻنپهرن کان پوءِ الهندي طرف ڏانهن ست ميل کن سفر ڪرڻ بعد ڪنلچيءَ پهتاسون، جيڪا جاءِ پڻ هڪ پير جي مرقد هئڻ ڪري مشهور آهي، جنهن جبل ۾ نيزو هٽي ڏاڍي مٺي ۽ صاف پاڻيءَ جو چشمو ڪڍيو هو. اسان رات جي ماني کائڻ کان پوءِ اها جاءِ ڇڏي ۽ جڏهن اونداهي ڍهلجي چڪي، تڏهن چار ميل اتر-اولهه طرف هڪ هنڌ سمهڻ لاءِ ترسياسون.

۲۹-مارچ: اسان کي وري ريتيءَ جي ٽڪرين سان مقابلو ڪرڻو پيو ۽ اتان کان ٻارهن ميل پري نيرن ڪرڻ لاءِ انهن پهاڙين (۱) ۽ گزيسوڙن جي وچ ۾ اچي قيام ڪيوسون. اتي اسان کي خالي اَٽ مليا، جيڪي گرم ميل ڏانهن موٽي رهيا هئا. نيرن کان پوءِ اسان کي واريءَ ۽ ٻڙن سان پرپل ڪڙٻڙ واري رستي تان تڪليف ده سفر ڪرڻو پيو. پندرهن ميل پري اسان ڪجهه هيٺانهين ريتيءَ وارين ٽڪرين جي آڙ ۾ اهڙي ٽڪائيندڙ سفر کان پوءِ اُلن تان لٿاسون، جنهن جهڙي ڏکيي سفر جو مون کي ان کان اڳ ڪڏهن تجربو ڪونه ٿيو هو، جنهن درميان پنجيتاليهن ميلن ۾ ڪو پاڻي ڪونه هو. بهرحال هيلمند درياهه ويجهو هو، ۽ مون کي معلوم هو ته ان جي وسيلي اسان کي جيڪي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيئون هيون، تن جو ڪافي چڱو عيوضو ملي ويندو.

۳۰-مارچ: اڄ صبح جو اسان سوير روانا ٿياسون ۽ وارياسين ٽڪرين تان اتر-الهندي رخ ۾ هيٺ لهندي، جلدئي

(۱) ٽڪي جا لنڊا وڻ

سخت پٿريلي زمين تي اچي چڙهياسون ۽ يارهن ميلن کان پوءِ هيلمند درياهه جي ڪپ تي اچي پهتاسون. اسان خشڪ نين جي رستي هيٺ لٿاسون ۽ هڪ مانريءَ ۾ اچي پهتاسون، ۽ اتان کان اٽڪل ڏيڍ ميل کان وٺي ٻن ميلن جي مفاصلي تي هيلمند نديءَ هڪ گهاٽي جهنگ جي وڻن درميان وهي رهي هئي، اتي پهچي، اسان ترسياسون ۽ پنهنجا سڀ گڏريل ڏک وساري، اتي ويهي رهياسون ۽ نيرن لاءِ تياري ڪرڻ خاطر ماني پچائڻ شروع ڪئيسين.

نوشڪيءَ کان وٺي هيلمند نديءَ تائين، منهنجي اندازي موجب هڪ سؤ ايڪانوي ميلن جو مفاصلو آهي، جيڪو اسان نون منزلن ۾ طئي ڪيو. پهريون ٽي ذرا ڊگهيون (هر هڪ پنجويهه ميل) آهن، ۽ مئو برسات جو پاڻي پئي ڏينهن تي دستياب ٿيو. رستو گهڻو ڪري سخت ريتيءَ مٿان آهي. چوٿين منزل ڪجهه ننڍي آهي، پنجين ۽ ڇهين وري ڪجهه ڊگهيون آهن. بهرحال، انهن ۾ پاڻي چڱي خاصي مقدار ۾ دستياب ٿئي ٿو ۽ رستو جيتوڻيڪ ٽڪرائتو آهي، ان هوندي به ڏکيو يا ٽڪائيندڙ نا هي. ڪلچيءَ ڏانهن ويندڙ ستين منزل ڏادي ڊگهي، ٽڪائيندڙ ۽ واريا سين ٽڪرين جي ڪري ڏکي آهي ۽ ساڳيءَ طرح ان سڄي سفر ۾ پاڻي خراب ملي ٿو. اٺين منزل ۾ پاڻي بلڪل ڪونهي ۽ اها ٽڪائيندڙ آهي. آخري منزل ننڍي ۽ يارهن ميلن جي ڊيگهه ۾ آهي. اسان کي آخري ٽن منزلن کي سوڙهو ڪري ٻه بنائڻ گهربيون هيون، جيئن انهن ٻنهي مان هرهڪ منزل کي پنڌرهن ميلن جي ڊيگهه جيترو بنائي ڇڏيون ها. سڄي رستي ۾ اٺن لاءِ لائو ملي سگهي ٿو، ۽ ڍڪ، چاڳني ۽ ٻوڙلو وٽ رڍون دستياب ٿي سگهن ٿيون.

هيلمند درياهه قنڌار کان ڏکڻ-اولهه ۾ وهي ٿو ۽ اوندي طرف وهي سيستان ۾ وڃي پوي ٿو، جتي اهو دوشڪ کان چئن ڏينهن جي مسافريءَ بعد ٽڪرين جي ڇوڏاري وڪڙ

ڪائي ٿو ۽ هڪ ڍنڍ جي صورت اختيار ڪري ٿو. پلالڪ وٽ اهو
تلاءَ اٽڪل چار سؤ وال ويڪرو، ڏاڍو اونهو ۽ غير معمولي طور
صاف پاڻيءَ سان ڀريل آهي. درياهه جي هرهڪ ڪَپ تي
اٽڪل اڌ ميل ڪن علائقو آبپاشيءَ ذريعي آباد ڪيل آهي،
جنهن کان پوءِ بلڪل سڌين پهاڙين جي صورت ۾ بيابان
ڦهليل آهي. درياهه جا سچا ڪپ وڻن سان سٿيا پيا آهن
۽ چوپاين جي چرڻ لاءِ گاهه بہ جام آهي. اسان جي اڄوڪي
منزل وٽان قنڌار فقط ست منزلون دور هو، وچ وارو سچو ملڪ
ڌاڙيلن سان ڀريو پيو آهي ۽ ڏاڍو ويران آهي. ڏينهن جي
دوران اسان پنهنجو سفر درياهه جي ڪپن کان جاري پئي رکيو
۽ انهيءَ وچ ۾ اسان ڪيترن ئي ويران ڳوٺن ۽ ننڍن قلعن جا
ڦٽل نشان ڏٺا. رات جو اسان هڪ افغان ڳوٺ جي ڀر ۾
جهنگ اندر قيام ڪيو، جنهن جا رهاڪو اسان جي انهيءَ
باهه جو دونهون مٿي چڙهندو ڏسي، جنهن تي اسان ماني
پچائي رهيا هئاسون، اسان تي اوچتو حملو ڪرڻ جي اميد تي
اسان ڏانهن لهي آيا. اسان مان اڪثر چٽا سمهي پيا هئا،
پر هڪ ماڻهوءَ چورن ڪي ڏسندي ئي خطري جو آواز ڪيو،
۽ ٿوري ردوبدل بعد هو اسان سان ٺهي ويا.

۱۳- مارچ: اڄوڪي ڏينهن تي اسان رود بار وٽ پهتاسون
۽ بلوچن جي تؤڪي قبيلي جي سردار لونيار خان جي تومن
تي ترسياسون. هو سهڻي شڪل و شبيهه جو هڪ نوجوان آهي،
۽ هن جا ماڻهو انهن بلوچن کان اعليٰ قسم جا ماڻهو آهن،
جيڪي مون نوشڪيءَ ۾ ڏٺا هئا، ۽ هي ماڻهو انهن جي
هڪ پاڙي جا آهن. انهيءَ هنڌ مون پاڻ کي هڪ حاجي
ظاهر ڪيو، حالانڪ منهنجو خيال آهي تہ اتان جو سردار
مون کي خفيہ لباس ۾ هڪ ايراني سمجهي رهيو هو.

۱- اپريل: اڄ ڏينهن جو اسان رود بار وٽان درياهه
پار ڪري (پن ناڪامياب ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ) سيستان ۾

داخل ٿياسون. رات جو اسان هڪ تمام وڏي ڦيڻل شهر جي کنڊرن ۾ سمهياسون، جنهن جو نالو پولڪي چيو وڃي ٿو؛ اتي ڪن ماڻهن، جيڪي انهن کنڊرن ۾ رهن ٿا، منهنجن اٺن چورائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر خوش قسمتيءَ سان هنن هڪ اهڙي آٽ جي چونڊ ڪئي، جيڪو منهنجي سونهي جمعا خان جو هو ۽ هو انهيءَ کي ڪاهي ويا.

۲-اپريل: اڄ آءٌ هن آسيڊ تي تمام سوير صبح جو سوار ٿيس ته جيئن اونده ٿيڻ کان اڳي علمدار پهچي وڃون، پر اٽڪل پنجين بجي شام جو خانجهان خان جي سردارن جي تومن وٽ پهچڻ تي، منهنجن ماڻهن اعلان ڪيو ته هو انهيءَ شام جو اڳتي نه هلندا، ۽ آءٌ انهن جي مرضيءَ جي آڏو جهڪڻ لاءِ مجبور ٿي پيس، بهرحال، مون هنن کي نوشڪيءَ ڏانهن واپس وڃڻ جي ڌمڪي ڏني، جنهن ڳالهه جو هنن تي اهڙو ته اثر ٿيو، جو هو فقط چند ڪلاڪن تائين آواره گردي ڪندا رهيا ۽ ٻئي ڏينهن پره ڦٽيءَ مهل اسان علمدار کان فقط اڌ ميل جي مفاصلي تي اچي پهتاسون. آءٌ پنهنجي سونهي جي صلاح تي، انهيءَ هنڌ ترسي پيس ۽ پوءِ ٽهلداس نالي انهيءَ هندوءَ کي گهرائي ورتم، جنهن ڏانهن مون کي سفارش ڪري موڪليو ويو هو. هو جلدئي هڪ گهوڙي تي چڙهي اتي اچي پهتو، جڏهن آءٌ هن کي پاسي وٺي ويس ۽ کيس ٻڌايم ته آءٌ سندرداس جو ملازم آهيان ۽ مون وٽ هن جي نالي ٻن سؤ رپين جي هڪ هنڊي ۽ سفارش جو خط ساڻ آهي، جن مان پوئين شيءِ مون هن جي حوالي ڪئي. هن خط پڙهي ڏسڻ بعد مون کي چيو ته جنهن رقم جي آءٌ ڳالهه ڪري رهيو هوس، سا وٽس تيار هئي. هن هر ٻئي طريقي سان مون کي پنهنجون خدمتون جي آڇ ڪئي ۽ مون کي چيو، ”پر هن هنڌ جا سڀ ماڻهو ڌاڙيل آهن؛ توهان هنن بلوچن کان جان ڇڏايو ۽ هڪ حاجيءَ جو ڪردار اختيار ڪيو ۽

پوءِ آءٌ هن ڳالهه جو انتظام ڪندس ته اوهان کي آنهيءَ
حيثيت ۾ هڪ سونهون ڏنو وڃي". آءٌ هڪدم پنهنجي جماعت
ڏانهن موٽي آيس ۽ منجهانئن هرهڪ کي هڪ هلڪو سلڪو
تحفو ڏيئي جمعا خان کان اجازت ورتم ۽ پوءِ پنهنجي اٺ تي
سوار ٿي، علمدار نالي ننڍي شهر ڏانهن ٽهلداس سان گڏجي آيس،
جنهن اها رات مون کي پنهنجي گهر ۾ ٽڪايو.

٣- اپريل: اج صبح جو آءٌ سردار (جنهن جو نالو
خانجهان خان هو)، سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ان ڏانهن پنڌ
ڪري ويس، جنهن اهو معلوم ڪري ته آءٌ حاجي آهيان،
مون سان ڏاڍي شريفاڻي نموني ۾ ملاقات ڪئي. هن کي ڏاڍي
خوبصورت پوشاڪ پهريل هئي ۽ سندس خدمت ۾ پنج-ڇهه
نوڪر هئا. هيءُ سردار آسپاس جي سڀني علائقن لاءِ هڪ
ڏهڪاءُ آهي ۽ ذري گهٽ پوريءَ طرح لٽ ڦر جي مال تي
گذر ڪندو آهي ۽ هن جو پنهنجو علائقو تمام ٿورو آهي.

٤- اپريل: انهيءَ ڏينهن جي دوران مون ٽهلداس سان
حساب چُڪتو ڪيو، جيڪو مون لاءِ سڄي ملڪ جو بهترين
سونهون حاصل ڪرڻ ۾ خوش نصيب ثابت ٿيو هو. مون کيس
انهيءَ تڪليف جي صلي ۾، جيڪا هن مون لاءِ ڪئي هئي،
هڪ مناسب سوکڙي ڏني، ۽ پوءِ اتان کان جلد از جلد رواني
ٿيڻ لاءِ مون هر شيءِ تيار ڪئي.

سيستان، هيلمند جي ڪنارن تي واقع هڪ تمام ننڍو
صوبو آهي، جيڪو پنج سؤ چورس ميلن جي پکيڙ کان وڌيڪ
ايراضيءَ تي مشتمل ڪونهي ۽ ان جي اتر ۽ اتر-اولهه ۾
خراسان، اولهه ۾ ايران، ڏکڻ ۽ ڏکڻ-اوڀر ۾ هڪ غيرآباد
ريگستان جي ذريعي مڪران کان جدا ٿيل آهي. سيستان جا
هن وقت فقط اهي حصا آباد آهن، جيڪي هيلمند درياهه جي
ڪپن تي واقع آهن، ۽ جنهن جو ترو هر سال هيٺ لهندو

وڃي ٿو ۽ ٻنهي ڪنارن وارو ريگستان پڻ اوتري تناسب سان اڳتي وڌندو پيو اچي.

اسان رودبار شهر وٽان سيستان ۾ داخل ٿياسون، اتي درياهه جا ڪنارا چڱيءَ طرح سان آباد ۽ ڦلدار آهن، ڇاڪاڻ ته انهن جي ڏاڍي پلي مٽي آهي، جنهن جي آبپاشي درياهه طرفان ٿئي ٿي، پر انهيءَ سائي پٽي جي وڌ ۾ وڌ ويڪرائي ٻن ميلن کان مٿي ڪانهي، جتان کان ريگستان اوچين پهاڙين ۾ مٿي وڌندو پيو وڃي ۽ اهو هڪ اهڙي غيرآباد علائقي جي اڻ کٽ سلسلي جي مٿان، جنهن ۾ نه ڪو پاڻي آهي ۽ نه ڪا ساوڪ نظر اچي ٿي، وڌندو هڪ طرف کان قندار کان هرات ڏانهن ويندڙ عظيم شاهراه سان وڃي ملي ٿو ته ٻئي طرف کان اهو هيٺ لهندو وڃي انهيءَ پيچري سان ڳنڍجي ٿو، جيڪو ليفٽيننٽ پاٽنجر طرفان نوشڪيءَ کان ديزوڪ ۽ بنپور ڏانهن ويندي اختيار ڪيو ويو هو. اهو علائقو جيتوڻيڪ هن وقت فقط تنبن ۾ رهندڙ افغانن ۽ بلوچن سان آباد آهي، ان جي باوجود ان تي سابق تهذيبن ۽ آسودگيءَ جا نشان اڃا تائين واضح آهن. ان کان علاوه، رودبار کان وٺي گاديءَ واري شهر دوشڪ تائين، جنهن تي هن وقت سردار جي وڏي ۾ وڏي پٽ جي اعزاز ۾ جلال آباد نالو وڌو ويو آهي، سڄو رستو کوٽن، قلعن ۽ پن-چڪين جي کنڊرن سان پريو پيو آهي.

پهرين جاءِ جيڪا ماڻهوءَ جو توجهه پاڻ ڏانهن ڇڪائي ٿي، سا ڪيڪباد آهي، جيڪا رودبار کان اٽڪل پنج ميل پري آهي. اهو هنڌ، اڳئين زماني ۾ شاهه ڪيخسرو جو رهائشگاهه هو. هن وقت اتي هڪ ننڍي چورس شڪل واري قلعي جي برجن، فصيلن ۽ ان جي پرسان ڪجهه عمارتن جي ڪچيءَ مٽيءَ جي ديوارين جي نشانن کان سواءِ پيو ڪجهه

ٻہ نہ ٻچيو آهي. درياهہ کي پار ڪرڻ تي اسان سائن آباد پهتاسون، جيڪو ان جي اتر - الهندي ڪپ تي واقع آهي، البت جديد دؤر جو آهي، ۽ عربن هتان آباد ڪيل ڇيو وڃي ٿو. ان طرح، پنهنجي سونهي جي غلطيءَ سبب اٿ پنجويهہ ميل پري، ريگستان پار ڪري پولڪي پهتس ۽ ۽ درياهہ تي واقع شهر ڪُلياپَت ڏسڻ جو موقعو وڃائي ويٺس. چيو وڃي ٿو تہ اتان جو محل اڃا تائين چڱيءَ طرح محفوظ آهي، پر اٿ شهر جي ماپ يا ان جي بنياد پوڻ جي تاريخ متعلق ڪابہ معلومات حاصل ڪري نہ سگهيس. پولڪيءَ ۾ ڪنهن پراڻي زماني جي وڏي ۽ خوشحال شهر جا ڊَل نشان نظر اچي رهيا آهن. ان جي ديوارين، گهرن ۽ باغن جا ڪنڊر گهٽ ۾ گهٽ سورهن چورس ميلن جي جاءِ والارين ٿا، هيلمند درياهہ جا ڪنارا، هن هنڌ تي انتهائي سرسبز آهن، ۽ رڍن لاءِ ڏاڍو سٺو چراگاهہ مهيا ڪن ٿا، جن جا مون تمام وڏا ڌڻ اتي ڏٺا. درياهہ اٽڪل ٻہ سؤ وال ويڪرو، ناقابل عبور ۽ انتهائي خوبصورت ۽ رنگ برنگي نظارو پيش ڪري ٿو. اسان اتي مهمانواز نوشيرواني بلوچن جي هڪ تومن ۾ رهياسون، جن اسان جي اَئن جي سلامتيءَ لاءِ ڪابہ ذميداري پاڻ تي نہ کڻڻ چاهي، چاڪاڻ تہ سندن چوڻ موجب هاڻي اسان ڏاڙيلن جي عين مرڪز ۾ پهچي چڪا هئاسون، جنهنڪري اسان پنهنجي ٽولي جي ڪجهہ حصي کي هميشه پهري تي رکڻ لاءِ مجبور ٿياسون.

علمدار هن ملڪ جي انتهائي مشهور ڏاڙيل، خانجهان خان طرفان تعمير ۽ آباد ڪيو ويو هو، ۽ هو هرات ۽ قنڌار جي درميان رستي تي سفر ڪندڙ سڀني قافلن لاءِ ڏهڪاءُ آهي. انهيءَ هنڌ پهچي، هيءُ علائقو هڪ نئين صورت اختيار ڪري ٿو. درياهہ جي پنهي ڪپن تي فقط سوڙهي پٽي تي زراعت هئڻ جي بدران، هن هنڌ درياهہ مان وڏيون شاخون ڪوٽيون ويئون

آهن ۽ پاڻيءَ کي سڄي علائقي جي رقبي ۾ چڱيءَ طرح سان ورهايو ويو آهي ۽ خانجهان خان سان حق ۽ انصاف ڪرڻ لاءِ سندس تعريف ۾ ايترو سو ضرور چوڻو پوي ٿو تہ جيتوڻيڪ هو پنهنجن پاڙيسرين جي ڀيٽ ۾ سيني کان وڌو رهزن آهي، ان جي باوجود هن جو علائقو ٻين جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻي قدر بهتر آباد ۽ سائو آهي.

٦- تاريخ: مون علمدار ۾ قيام ڪيو ۽ ۷- تاريخ تي ٿهلداس کي ساڻ ڪٺي مون، چار ميل پري واقع جلال آباد شهر يا دوشڪ ڏانهن سواري ذريعي سفر ڪيو. قديم شهر جا ڪمل نشان گهڻ ۾ گهڻ ايتري پکيڙ ۾ ڦهليل آهن، جيترو اصفهان شهر آهي. اهو شهر بہ اهڙي نموني ۾ تعمير ٿيل آهي، جهڙيءَ طرح سيستان جا ٻيا شهر، جي اڌ سڙيل سرن جا آهن ۽ ڪن جي گهرن جون ڇتيون گنبذ نما ۽ ٻہ منزلون مٿي آهن. جلال آباد جو جديد شهر صاف ۽ سڌاري جي حالت ۾ آهي. ان ۾ گهڻ ۾ گهڻ ٻہ هزار گهر ۽ هڪ چڱي خاصي بازار آهي. ان تي بهرا خان ڪياني حڪومت ڪري ٿو، جيڪو هڪ تمام قديم ۽ خود مختار گهراڻي جو فرد آهي، پر هن جي سالياني آمدني ٽيهن هزار رپين کان وڌيڪ ناهي ۽ هن وٽ خانجهان خان جي حملن ۽ لٽ ڦر کي روڪڻ جي طاقت ڪانهي. دوشڪ کان وٺي ايران ۾ واقع ڪرمان تائين، هڪ گهوڙيسوار لاءِ ويهن ڏينهن جو سفر آهي ۽ ساڪيوٽي عرصو يزد ڏانهن وڃڻ ۾ لڳي ٿو، جنهن جو رستو هڪ اهڙي ويران بيابان جي وچان آهي، جنهن ۾ پاڻيءَ جو هڪ قطرو بہ ڪونهي. اهو رستو غائين (جيڪو غاليچن جي صنعت کان مشهور آهي) ۽ خويز شهرن جي پاسي کان گذري ٿو، جنهن پوئين شهر جي متعلق مون کي ڪابہ معلومات نہ ملي سگهي.

۸- اپريل: آءٌ پنهنجي محتاط دوست ٿهلداس کان اجازت وٺي کان پوءِ، اچوڪي ڏينهن، صبح جو الڪل الين بجي مهل

دوشڪ ڪان روانو ٿيس. منهنجو سونهون، جنهن جو نالو ملان غني هو، جوٿائين جي خلجي قبيلي جو هڪ افغان ۽ نهايت وسيع معلومات وارو، جيڪا هو، وڏي خوشيءَ سان پنهنجي تائين پهچائڻ لاءِ تيار رهندو هو، ۽ ڏاڍو خوش خلق ۽ ڪلمڪ ماڻهو هو، ۽ ان ڪان سواءِ هن وٽ هڪ ڏاڍو پلو وهٽ هو (جنهن جو مون ڪي ڏاڍو قدر هو). اهو سفر بلوچن جي سست رفتار چال جي ڀيٽ ۾ ايڏو ته وڏو فرق ظاهر ڪري رهيو هو، جو آءٌ ڏاڍي چاهه سان روانو ٿي ويس ۽ اڪبر ۽ دولت آباد جهڙن ننڍن ڳوٺن ڪان لنگهي وڃڻ ڪان پوءِ، اسان دوشڪ ڪان الڪل پنجويهه ميل اتر ۾ سيستان ڪان نڪري وياسون ۽ خراسان ۾ داخل ٿياسون، جتي اسان معمولي چاڙهيءَ سان سخت زمين واري ويران ريگستان وچان سفر ڪيو. منجهند ڪان اڳي اسان آسانيءَ سان پنجويهن ميلن جو سفر طئي ڪري ورتو. جڏهن اسان پيشاورون نالي شهر جي ڪنڊرن وٽ پهتاسون، جن جي وسعت حيرت انگيز حد تائين گهٽي آهي، تڏهن اسان پنجن ميلن تائين سڌو انهن جي ملڪل وچ مان لنگهياسون. ڪجهه اڳيرو اسان سيد اقبال جي مزار تي پهتاسون. اتي ڪندرف جي پاڻيءَ جو کوهه آهي. اها هڪ مضبوط ۽ طاقتور جماعت لاءِ ترسڻ جي جاءِ آهي، پر جيئن ته اسان جي ٽولي تعداد جي لحاظ ڪان اهڙي ڪانه هئي، انڪري اسان جي سونهي اتان اڳتي هلڻ ٿي مناسب سمجهيو. چنانچه اسان اٺين ڪهو ۽ چوٿيهن ميلن تي اسان اوڪ جي ضلعي ۾ واقع جوٿائين نالي هڪ پراڻي شهر جي ڪنڊرن ۾ ترسياسين. اسان پنهنجن وهٽن کي ڪنڊرن ۾ ڇڏي ڏنو ۽ اسان پاڻ ماني کائڻ ڪان سواءِ سمهي پياسين، جو پاڻ پارڻ ڪان هن ڪري ڊڄي رهيا هئاسين ته متان دولهون اسان جي جاءِ ڏانهن ڌاڙيلن جي ڪنهن رهيل کهيل ٽولي جو ڌيان ڇڪائي، جن سان اهو سڄو پرڳل رهندو آهي.

٩-اپريل : اڄ صبح جو اسان قلعي ۾ مائهن سان آباد ڳوٺ ڏانهن وياسون ۽ پنهنجي سونهي جي گهر تي وڃي لٿاسون. ڪيتري افغان اسان کي ڏسڻ لاءِ مڙي آيا، ۽ ملان جي طرفان مون کي حج تي ويندڙ هڪ سيد جي حيثيت ۾ انهن سان متعارف ڪرايو ويو. هو مون سان ملي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ مون تي ڏاڍو توجهه ڏنائون ۽ پڇيائون ته آءٌ ڪهڙي قسم جو سيد آهيان، جنهن تي مون کين جواب ۾ چيو ته آءٌ قريشي آهيان. منهنجي سونهي هاڻي هڪ رڍ ذبح ڪئي ۽ جلد ئي اسان هيٺ ويٺاسون ۽ پنهنجن اوٺين ۽ هڪ ٻئي ملاقاتيءَ سميت گڏجي شوروي ۽ گوشت جي هڪ وڏي ٿالهه مان ڪاڏوسون. جڏهن نيرن پوري ٿي، تڏهن آءٌ هيٺ ليٽي پيس ۽ انهيءَ بهاني ڪرڻ سان ته آءٌ سواريءَ ڪري ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان، پنهنجن ملاقاتين ڪان جان ڇڏائڻ ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪئي. مون پيو ڏينهن ٻن ڪهڙي قدر انهيءَ ساڳئي طريقي سان انتظار ڪندي گذاريو، جيسين منهنجي سونهي محمود خان خلجيءَ جي طرفان، فراه شهر ۾ رهندڙ هڪ افغان سردار ڏانهن سفارش جو هڪ جعلي خط هٿ ڪيو.

جوئائين، اوڪ جي نالي واري ضلعي ۾ هڪ ننڍو سرسبز ٽڪرو آهي، جنهن کي چوڌاري پهاڙيون وڪوڙي بيٺيون آهن، جن مان هڪ ندي نڪري ٿي ۽ سڄي ماٿريءَ کي پاڻي پهچائي ٿي. انهيءَ هنڌ جا ماڻهو پاڻيءَ کي مٽي چڪڻ ۽ ان کي پيهڻ لاءِ سڌيون پسُوَن-چڪيون ٺاهيندا آهن. هتان جو قلعو (سڀني ايراني قلعن وانگر) بلند و بالا ۽ سنهين، ڪمزور فصيلن سان ٺهيل آهي، جنهن جي چوڌاري هڪ ننڍي کڏ آهي، جنهن جي پاسن وٽ گولائيءَ ۾ ٺهيل برج آهن. جوئائين جا باشندا محمود خان جي تحت آهن، جيڪو خلجيءَ قبيلي جو سردار آهي. هو پاڻ جوئائين ڪان ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع دُرگ نالي هڪ قلعي ۾ رهي ٿو. هن وٽ چار سؤ

گهوڙيسوار سپاهي رهن ٿا، ۽ هن کان سچي علائقي جا ماڻهو ڪنبن ٿا. اسان خط هٿ ڪرڻ کان پوءِ ان تي محمود خان جي مُهر هڻائي ۽ پوءِ رات جو ٻاهر سمهي رهياسون، ۽ ٻئي ڏينهن صبح ٿيڻ سان اتر جي اڀرندي رخ ۾ هلياسون. پندرهن ميلن کان پوءِ اسان بهترين قسم جي پاڻيءَ واري هڪ چشمي وٽ پهتاسين، جتي اسان ٻه يا ٽي ڪلاڪ قيام ڪيو ۽ پوءِ اتان کان ڏهه ميل اڳتي وڌي وياسين ۽ سج لهڻ مهل هڪ ڪڙٽي جي اندر ترسي پياسون. وهڻ لاءِ ڪو داڻو دستياب ڪونهي، جيتوڻيڪ اسين ايليسا آباد جي پر پاسي ۾ آهيون، جيڪو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي.

۱۰- اپريل: اڄوڪي ڏينهن تي اسين فراه پهتاسون ۽ سدو ابراهيم خان جي گهر وياسون، جنهن جي لاءِ مون وٽ اهو جعلي خط هو. هو ٻاهر آيو ۽ خط پڙهڻ کان پوءِ هن پنهنجن ماڻهن کان غاليچا وڇارايا ۽ اسان کي ڏاڍي مهمان نوازيءَ واري نموني ۾ مليو. مون ڏينهن جي گرميءَ جو سڄو وقت سندس باغ ۾ گذاريو، جتي ڪنهن به منهنجي آرام ۾ خلل نه وڌو. اسان جو ميزبان ۽ سندس پياءُ مانيءَ ۾ اسان سان شريڪ ٿيا، جنهن ۾ افغانن جو دستوري کاڌو، ٻڪريءَ جي گوشت جو شوروو ۽ پلاءَ جي ٿالهي شامل هئي.

شام جو هڪ مُلان مون کي ڏسڻ لاءِ آيو ۽ جيئن ته هو مون کي ڏڏئي ٻئي معلوم ٿيو، انڪري مون ننڊ جو بهانو بنايو ۽ آرام ڪرڻ لڳس. بهرحال، هو منهنجي انهيءَ مڪر سان ٽرڻ وارو ڪونه هو. هن مون کي ڏاڙهي جي مٿان ۽ ٻارن جي واتن ۾ شوڪارا هڻندي ڏٺو هو ته جيئن اهي انهيءَ سموري فائدي سان فيضياب ٿين، جيڪو ڪين هڪ سيد ڏيئي ٻئي سگهيو، ۽ هو دليل بازيءَ جو شوقين هو، انڪري هن چيو ته هو مون سان گفتگو ڪرڻ لاءِ آيو آهي. هن جي بغل ۾ هڪ وڏو ڪتاب دپيل هو ۽ هن کان منهنجي

سونهي دريافت ڪيو تہ هن جيڪا ملڪيت هڪ مخصوص طريقي سان حاصل ڪئي هئي، سا حلال هئي يا نہ؟ مثلاً قانون جي وضاحت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ چيائين تہ هو هڪ سيد جي موجودگيءَ ۾ ڪجهہ هڪ سان ڳالهائي رهيو هو ۽ ان ڪان پوءِ مون کي عرض ڪيائين تہ آءٌ کيس مطلع ڪريان تہ هو صحيح هو يا نہ. مون بيخياليءَ ۾ ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ڪئي، ۽ جڏهن اها ڳالهہ زير بحث آئي، تڏهن هن مون تي هن سوال پڇڻ سان حملو ڪيو ته آءٌ شيعو آهيان، يا سُني(۱)؟ مون هن کي جواب ۾ چيو تہ آءٌ سُني آهيان، جنهن تي هن انهن جهڙي منهنجا الفاظ دهرايا تہ هڪ سيد لاءِ اهو جواب موزون ڪونہ آهي. آءٌ منجهي پيس، ۽ موتعو ولي ڪن پنهنجي ماڻهن سان ڳالهائڻ لڳس، جن ان وقت مون کي مخاطب ڪيو هو ۽ اميد ڪيم تہ ان طرح سان آءٌ انهيءَ سوال ڪان پاڻ کي بچائي وٺندس. پر اورچ طبيعت وارو مثلاً اهڙي آسانيءَ سان چپ ٿيڻ وارو ڪونہ هو. ڪجهہ وقفي ڪان پوءِ، هن ڏاڍي نرميءَ سان چوڻ شروع ڪيو "توهان شايد اهو سوال نہ ٻڌو آهي، جيڪو مون اوهان کي ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن اوهان ناراض نہ ٿيو تہ آءٌ اهو دهرايان ٿو"، ۽ هڪڙن انهن ئي ڪيو. مون هن کي هندستانيءَ ۾ جواب ڏنو تہ آءٌ کيس ايترقدر نٿو سمجهان جو انهيءَ باري ۾ پنهنجي راءِ ظاهر ڪري سگهڻ جي همت ڪريان. پوءِ تہ هن منهنجي سونهي غنيءَ کي سڏ ڪيو ۽ اهو چاليو تہ آءٌ فارسي نٿو سمجهي سگهان، هن کي ترجمي ڪرڻ لاءِ چيو. غنيءَ مهرباني ڪري هن کي سمجهايو ۽ مون کي وڏي خطري سان بچائي ڪڍيو. جڏهن مثلاً هليو ويو، تڏهن غنيءَ مون کي چيو تہ توهان اهو سمجهي ڇڏيو تہ جڏهن اوهان دليل بازيءَ کان پاڻ بچائڻ چاهيو،

(۱) شيعا ۽ سُني مسلمانن جا ٻہ وڏا فرقا آهن. ايراني سڀ شيعا آهن، ۽ منهنجو خيال آهي تہ مون کي ٻڻ اهو سمجهيو ويو.

تڏهن هڪ هاڪارڪان هڪ سؤ پيرا ناڪار بهتر آهي، چاڪاڻ تہ پوءِ ڪوئي بہ توهان جي لفظن يا جملن جي اظهار ڪئي پڪڙي نہ سگهندو. ان ڪان پوءِ مون انهيءَ صلاح تني سختيءَ سان عمل ڪيو، حديث(۱) ۽ قرآن (شريف) وغيره جي چاڻ ڪان پنهنجي لاعلمي ظاهر ڪرڻ ڪي دستور بڻائي ڇڏيو، جنهن جي ذريعي مون پاڻ کي انهن چٽن ڏينهن جي دوران، جڏهن آءٌ اتي ترسيل هئس، وڏيءَ تڪليف ۽ ردقدح، شايد ظاهر ٿي پوڻ ڪان پاڻ کي بچائي ورتو.

فراه هڪ وڏو شهر پناهہ وارو شهر آهي، جيڪو هڪ سرسبز ماٿريءَ ۾ واقع آهي ۽ قنڌار ڪان هرات(۲). ويندڙ شاهزاه جي ذري گهٽ اڌ پنڌ تي ٻيٺل آهي. چيو وڃي ٿو تہ ان ۾ چڱي خاصي بازار آهي، پر جيئن تہ هن شهر ۾ داخل ٿيڻ آسان آهي ۽ وري ان مان ٻاهر نڪرڻ انتهائي دشوار آهي، انڪري مون ان ۾ داخل ٿيڻ جي همت نہ ڪئي ۽ سڄو وقت باغن ۾ رهيس، جيڪي شهر ڪان اٽڪل هڪ ميل پري هئا. هن ماٿريءَ کي جبلن مان نڪرندڙ نهر مان چڱو پاڻي ملي ٿو ۽ اتان جا باغ ڏاڍا وڏا ۽ وسيع آهن. افغان زمين لاءِ ڪاٻه ڏل نٿا پرين ۽ بازارن جا محصول پڻ تمام مختصر ۽ خسيس آهن.

دوشڪ ڪان وٺي فراه تائين مفاصلو اٽڪل روءِ پنجهٽ ميل يا هڪ گهوڙيسوار لاءِ آرام سان سفر ڪرڻ جهڙيون ڇهن منزلون آهن. پهرين منزل پارڻ جي ڪائين يا پاٿيءَ ڪان سواءِ پنجويهہ ميل آهي، پوئيون بہ منزلون ننڍيون آهن ۽ انهن ۾ پيئڻ شيون موجود آهن، پر سڄو ملڪ هڪ ويران ۽ سڃون سڃو بيابان آهي.

---

(۱) قانون يا الله جو ڪلام (ظاهر آهي تہ حديث لفظ جي اها معنيٰ صحيح ناهي). (مترجم)

(۲) هڪ پيو رستو بہ سبزوار جي پرسان واقع نڪرين جي مٿان وڃي ٿو.

۱۴- اپريل : اڄ هتان کان هرات لاءِ هڪ قافلو روانو ٿين وارو هو، ۽ مون کي انهن سان گڏجي وڃڻو هو، پر منهنجي دوشڪ واري سونهي ڇهن رپين جي قيمت جيترين چيني‎ءَ جي سرن لاءِ مون سان اول‌الذڪر شهر جي اڌ رستي تائين گڏجي هلڻ جي آڇ ڪئي. مون اها قبول ڪئي ۽ مون وڌيڪ سلامتيءَ خاطر، هن جي سالي کي پنهنجن آئن منجهان هڪ تي چاڙهيو. اسان هڪ سڌي ۽ سخت رستي تي اتر-الهندي واري رخ ۾ سڌن ميدانن مان، جن جي چوڌاري هيٺانهيون ۽ ويران ٽڪريون بيٺل هيون، جن تي ڪابه آبادي ڪانه هئي، سفر ڪيو. اسان سڄ لهڻ ڌاري هڪ قافلي وٽان اچي لنگهياسين ۽ انهن کان سواءِ ئي اڪيلي وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ايڪيهن ميلن وٽ اسان ٽڪرين جي قطار وٽ پهتاسين ۽ هڪ ”رودخانو“ يا نديءَ جي پيٽ ۾ داخل ٿياسين، اندرو وٽ اچي نڪتاسين، جيڪو هڪ انتهائي خوبصورت ۽ روماني خطو آهي، جنهن جهڙي ٻئي ڪنهن خطي جو تصور ڪرڻ به ممڪن ڪونهي. اندرو هڪ ننڍو شهر آهي، جيڪو هڪ ننڍڙي نديءَ جي ڪپ متان ٿهيل آهي، جيڪا ٻن بلند ۽ بالا جبلن جي درميان واقع اڌ ميل ويڪري ماٿريءَ مان وهي ٿي. انهن جبلن جي دامن ۾ هڪ پاسي کان گهر اڏايل آهن ۽ ان جي سامهون واري طرف باغ آهن، جيڪي شهتوتن، شفتالن، صوفن، ناسپاتين ۽ ٻين ميون سان ڀريل آهن.

۱۵- اپريل : اسان اڄ صبح جو سج اڀرڻ مهل باغن جي وچان لنگهياسون ۽ ٻن ميلن تي ماٿريءَ جي آخري ڇيڙي وٽ پهتاسون. اتي هڪ مسجد ۾ قيام ڪيوسين ۽ شام مهل وري ٽڪرين جي وچ ۾ اتر ۽ اتر-اوڀر واري رخ ۾ سفر شروع ڪيوسون. وچ ۾ ڪابه پوک ڪانهي. سترهن ميلن وٽ اسان رستو ڇڏيو ۽ ان جي ساڄي طرف ڏانهن وڃي اندروءَ کان اٽڪل ٻيهه ميل پري، اوڪل نالي هڪ ڳوٺ جي ويجهو هڪ

خشڪ ناليءَ جي پيٽ ۾ ترسياسون. اڄ شام مهل، جيئن سنهنجو سونهون مون سان گڏ اٺ تي سواري ڪري رهيو هو ته هن چيو ته جيڪڏهن آءٌ نماز نه پڙهندس ته ڳوٺ جا ماڻهو رڙيون ڪري چوندا "هاءِ هاءِ! توبهه. افسوس! افسوس! مون هن کي، هن دليل جي آڌار تي ٽارڻ چاهيو ته مون وٽ وضو ڪرڻ لاءِ پاڻي ڪونه هو. "ريتي ڪٽي وضو ڪريو"، هن چيو، ۽ شام ٿيڻ مهل، جيئن ته مون کان اڳيرو هلي رهيو هو، انڪري هو ترسي پيو ۽ سڌو نماز لاءِ هليو ويو. آءٌ هن سان گڏجي هلندي، نماز پڙهڻ کان پاڻ بچائي نه پئي سگهيس، انڪري هن جي حرڪتن کي جاچي جوچي، آءٌ انهيءَ طريقي سان نماز پڙهڻ لڳس. بهرحال، مون وري پيهر ائين نه ڪيو، ڇاڪاڻ ته ايتري تائين سلامتي سان اچڻ کان پوءِ، مون سمجهيو ته خدائي تحفظ وڃائڻ جو انتهائي امڪاني طريقو، عبادت کي مذاق ۽ مسخرائپءَ سان ادا ڪرڻ ٿيندو.

۱٦- اپريل: اسان هڪ بيابان ۾ واقع هڪ اهڙي زيارتگاهه ڏانهن وياسين، جتي گهڻي وقت کان وٺي ماڻهن جو گهٽ گذرگاهه هو. اتي پهچڻ سان پنهنجي سونهي کي خداحافظ ڪرڻ کان پوءِ، جيڪو اوڪل واري ڳوٺ ڏانهن واپس ويو، آءٌ شام جو ٽين بجي مهل هرات ڏانهن روانو ٿيس ۽ رستي تي پنهنجي سلامتيءَ لاءِ خدا تي ڀروسو ڪيم. اوڪل هڪ وسيع ماٿريءَ جي ڏکڻ-اوڀر واريءَ ڪنڊ ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جيڪو اوچن ڀهاڙن جي ٻن قطارن جي وچ ۾ واقع آهي، جيڪي اولهه ۽ اوڀر طرف وڃن ٿيون. ويهن ميلن وٽ هڪ اهڙو کوهه آيو، جنهن جو پاڻي ٻاڙو هو. اها قافلن لاءِ هڪ باقاعده منزل آهي، پر اسين الهندي، اتر-الهندي طرف هلندا رهياسون، رستو سنئو آهي ۽ ٻنهي پاسن کان ننڍيون ٽڪريون آهن. ٽيهن ميلن وٽ اسان سفر بند ڪيو ۽ رستي جي اڀرندي طرف جيڪي ٽڪريون هيون، تن ۾ سمهي رهياسين.

١٧- اپريل: صبح ڇهين تي آءٌ وري اٿي، اتر اوڀر طرف روانو ٿيس، جتي رستو پهاڙين جي مٿان وروڪڙ کائي رهيو هو. اسان اڃا ڇهه ميل اڳتي مس ويا هئاسين ته پنهنجي پٺيان ڇهن افغان سوارن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺوسون، جيڪي سڀيئي هٿياربند ۽ پلن وهٽن تي سوار هئا. منهنجي سونهي پنهنجي بندوق کي سنڀاليو ۽ مون پنهنجا پستول تيار رکيا ۽ پنهنجي ٽوليءَ کي رستي جي ڏائي طرف ڏانهن هٽائي، بندوق جي گوليءَ جي مفاصلي وٽ هڪ دڙي تي مورچو سنڀاليو. اتي اسان پنهنجن وهٽن تان هيٺ لٿاسون ۽ اسان جي سونهي، جنهن وٽ ٺي هڪ بندوق هئي، گوڏو ڀڃي ويهي رهيو. افغان رستو وٺي اڳتي وڌندا آيا، تان جو اسان جي بلڪل سامهون رستي جي ٻئي ڪناري وٽ اچي پهتا ۽ ان کان پوءِ پڇيائون ته ”اوهين ڪير آهيو؟“ سونهي جواب ڏنو ته ”هيءُ محمد خان غلزئي جو هڪ پيرزادو آهي ۽ هن وقت خراسان ۾ واقع مشهد جي زيارت تي وڃي رهيو آهي.“ آخري گهوڙيسوار پنهنجي گهوڙي کي اسان جي طرف ڦيرايو، جنهن تي منهنجي سونهي پنهنجي هٿ سان اشارو ڪندي هن کي چيو ته جيڪڏهن هو هڪ قدم به اڳتي وڌائيندو ته هو مٿس گولي هلائيندو. انهيءَ تي افغان پڇيو، ”تون اسان جي ڇهن بندوقبازن جي سامهون، جيڪي چڱيءَ طرح سان مسلح آهن، هڪ بندوق سان ڇا ڪري سگهندين؟“ ”بالڪل سچ“، سونهي جواب ڏنو، ”پر انهيءَ پيرسن ماڻهوءَ کي ڀري ڪري ڇڏيو، جيڪو توهان جي مٿهڙ ۾ بيٺو آهي. اهو ته ڪجهه به ڪونه لهي، پوءِ اسان پنج اوترائي ٺيڪ آهيون، جيترا توهان

آهيو." "پنهنجا هٿيار ڇڏي پانهون مٿي ڪٽي هلو". پوڙهي بزرگ چيو، "۽ پيرزادي ڪي اهو سمجهڻ نہ ڏيو تہ اسان ڪي ڌاڙيل يا خوني آهيون"، ائين چئي هنن پنهنجي گهوڙن جا منهن ڦيرايا ۽ اتان هليا ويا.

اسان دل ۾ پوريءَ طرح مطمئن ٿياسون تہ اسان افغانن کان صلح پسنديءَ سان جان ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيون. اسان پنهنجو سفر وري جاري ڪيو، ۽ اٺن ميلن تي هڪ کوهہ تي پهتاسين، جنهن کي پليسي جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو. اها جاءِ قافلن جي ترسڻ جي آهي، جو اتي سٺو پاڻي ۽ جانورن لاءِ چارو موجود آهي. هتي اسان ٽڪرين جي ٻن قطارن جي درميان، جيڪي اولهہ ۽ اوڀر ڏانهن وڃن ٿيون، هڪ ويڪري ميدان ۾ نڪري آياسون، جنهن ۾ اونهيون پهاڙي نديون هيون. اسان سڌي رستي کان رخ ڦيرايو ۽ انهيءَ علائقي جي وچان ساڄي رخ تي وياسون تہ جيئن ان کان پوءِ ڪن ٻين افغان ٽولين سان ملڻ نہ ٿئي. منجهند مهل، اسان شمالي جبلن جي قطار جي دامن وٽ هڪ کڏ ۾ ترسياسون، جنهن ۾ پاڙي پاڻيءَ جو هڪ کوهہ هو. نيرن ڪرڻ کان پوءِ اسان جبل جي دامن جو چڪر هڻي ۽ رستي تي ايندڙ ڪيئي پهاڙي نديون پار ڪري ۽ انهن جي وچ وارو رستو وٺي ايڪيهن ميلن وٽ هڪ لڪ جي چوٽيءَ تي پهتاسون، جيڪو ننڍو ۽ چڙهڻ ۾ آسان هو. اسان رات جي وقت دشتِ هام يا هام واري بياپان ۾ ترسياسون، جيڪو هرات جي چئني طرفن کان واقع انهيءَ ماٿريءَ کي وڪوڙي بيٺل جبلن جي چوٽيءَ تي آهي.

١٨- اپريل: اڄ اسان سوير سوار ٿياسون ۽ هڪ ننڍي زيارتگاهه وٽ ترسي نيرن ڪرڻ کان اڳي پنجويهه ميل طئي ڪياسون، جنهن کان پوءِ اٺ ميل سفر ڪرڻ بعد اسان هرات جي شهر وٽ اچي وارد ٿياسين، پر وچ وارو سڄو علائقو، فقط مختلف ڳوٺن جي پسگردائي کان علاوه، بلڪل ويران ۽ بيابان هو.

فراه کان وٺي ازندرو تائين رستو سٺيءَ حالت ۾ هئو، ۽ پهاڙين کان آجو هئڻ ڪري اهو فقط ايڪيهن ميلن جي هڪ آسان منزل آهي، حالانڪ سڄي رستي ۾ ڪٿي به پاڻي ميسر ڪونهي.